اَعُوْذُبِاللهِ مِنَ الشَّيْطَانِ الرَّجِيْمِ

وَقَالَ الَّذِينَ كَفَرُوا لَا تَسْمَعُوا لِهَٰذَا الْقُرْآنِ وَالْغَوْا فِيهِ لَعَلَّكُمْ تَغْلِبُونَ (41-26)

(خلاصو) جيڪي ماڻهو ڪافر هئا انهن چيو تہ هن قرآن کي نہ ٻڌو (۽ انجي پيش ٿيڻ مهل) ان ۾ بيهوديون ڳالهيون شامل ڪيو پوءِ ئي شايد توهان غالب ٿي سگهندؤ.

## سورة الفاتحہ، سورة البقره

# قرآن پنهنجو تفسير پاڻ ڪري ٿو

(1-11) (6-65) (18-54)

سهيڙيندڙ: عزيزالله بوهيو

## سنڌ ساگر اڪيڊمي نوشهروفيروز

# مقدمو

مسلم امت منجهان مذهبي پيشوائيت وارا جيڪي محراب ۽ منبر تي قابض آهن ان گروهہ جيڪا پنهنجي امت وارن ۽ سڄي دنيا ۾ هيءَ واويلا مچائي ڇڏي آهي تہ قرآن سمجهڻ لاءِ محتاج آهي امامي علمن جو ۽ بغير امامي روايتن ۽ فقهي علمن جي قرآن ڪي نٿو سمجهي سگهجي، توڙي ڪٿي قرآن حڪيم وڏي واڪي ڪئي ڀيرا اعلان بہ ڪيو آهي تہ وَلَقَدْ يَسَّرْنَا الْقُرْآنَ لِلذِّكْرِ فَهَلْ مِن مُّدَّكِرٍ (54-40) (97-19) يعني اسان آسان ڪيو آهي قرآن ڪي سمجهڻ لاءِ پوءِ آهي ڪوئي سمجهڻ وارو!! يا قرآن حڪيم جو هي اعلان تہ الَر كِتَابٌ أُحْكِمَتْ آيَاتُهُ ثُمَّ فُصِّلَتْ مِن لَّدُنْ حَكِيمٍ خَبِيرٍ (1-11) يعني آئون الله ڏسي وائسي هن حقيقت جو اعلان ڪيان پيو تہ ڪتاب قرآن اهو ڪتاب آهي جنهن جون سموريون آيتون محڪم قرار ڏيڻ کان پوءِ تفصيل ڪيل بہ آهن وڏي حڪمت واري باخبر اتارڻي طرفان.

محترم قارئين! قرآن حڪيم جي مفصل ڪليل ۽ مبين هجڻ جون سون جي تعداد ۾ دعوائون قرآن ۾ الله پاڪ پاڻ ڪيون آهن جن سڀن جو ذڪر هت وڏي جاءِ والاريندو انڪري آئون صرف مذڪوره ٻن حوالن کان پوءِ هن حقيقت ڪي تہ قرآن پنهنجي فن تصريف آيات سان يا ڪلام جي سياق و سباق سان پنهنجون حقيقتون پاڻ سمجهائي ٿوانهن منجهان تمام ٿورا مثال پڙهندڙن جي خدمت ۾ پيش ڪيان ٿو صرف هن شوق ڏيارڻ لاءِ تہ پڙهندڙن پائر قرآن جي ان دعوىٰ تي (41-17) (89-17) ويساهہ ڪري صرف اڪيلي قرآن ڪي سندس ٻڌايل طريقي مطابق پڙهن ۽ قرآن مخالف امامي پروپگنڊا کان بچن.

اِنِ الْحُكْمُ إِلاَّ لِلّهِ (67-12) بادشاهي حاڪميت ۽ فيصلا صرف الله جا هلندا. آيت ڪريمہ جي هن مختصر جملي فيصلن ۽ فتوائن لاءِ غير قرآني حديثن يعني مڙني امامي علمن جي فيصلن ڪي هڪ ڌڪ سان هٽائي لوڙهي ڇڏيو. وَقَالَتِ الْيَهُودُ عُزَيْرٌ ابْنُ اللّهِ وَقَالَتْ النَّصَارَى الْمَسِيحُ ابْنُ اللّهِ (30-9) يعني يهودين چيو تہ عزير، الله جو پٽ آهي عيسائي نصارن چيو تہ مسيح الله جو پٽ آهي، مطلب تہ قرآن ٻن وڏن تڪريل مذهبن جي جهيڙي جو بنياد آسان ٻن ترڪيبي جملن سان سمجهائي ڏنو- يَوْمَ يَغْشَاهُمُ الْعَذَابُ مِن فَوْقِهِمْ وَمِن تَحْتِ أَرْجُلِهِمْ وَيَقُولُ ذُوقُوا مَا كُنتُمْ تَعْمَلُونَ (55-29) هن آيت ڪريمہ ۾ ڪافرن مٿان عذاب جي لاءِ جيڪو لفظ غشي، يغشي جو قرآن حڪيم استعمال ڪيو آهي جنهن جي معني

ڍڪي ڇڏڻ ۽ ڇانئي ڇڏڻ آهي اها معنىٰ قرآن حڪيم ايندڙ جملي ۾ ٽڏي تي پاڻ سمجهائي ته مِن فَوْقِهِمْ وَمِن تَحْتِ أَرْجُلِهِمْ يعني اهو عذاب جو ڇائنجڻ مٿي ڪان وني پيرن جي هينان تائين وڪوڙيل هوندن.

وڌيڪ مثال وَأَمَّا الَّذِينَ سُعِدُواْ فَفِي الْجَنَّةِ خَالِدِينَ فِيهَا مَا دَامَتِ السَّمَاوَاتُ وَالأَرْضُ إِلاَّ مَا شَاء رَبُّكَ عَطَاء غَيْرَ مَجْذُوذٍ (11-108) هن آيت ڪريمه ۾ نيڪ بخت ماڻهن لاءِ رب پاڪ جنت ۾ رهڻ بابت چئي ته به ڳالهيون ڪيون هڪڙي ته جنتي ماڻهو بهشت ۾ سدائين جيئندا جيترو ته آسمان ۽ زمين سدائين رهڻ واريون شيون آهن ان ڪانپوءِ وري ترت ئي فرمايائين ته إِلاَّ مَا شَاء رَبُّكَ يعني مگر جيڪي ڪجهه تنهنجو رب گهري هن جملي سان چئي ته وري شڪ پئجي ويو ته جنت ۾ گذارڻ شايد سدائين لاءِ نه هجي ته الله تعالىٰ تڙي ڪڙي اتي جو اتي فرمايو ته ڪٽڪو نه ڪيو منهنجي مشيت ۽ چاهت اها ڪانه ٿيندي جو آئون ڪنهن دور ۾ هلي اوهان جي جنتي زندگي کي ختم ڪري ڇڏيان پر منهنجي مشيت ۽ چاهت ۾ عطاء غير مجذوذ آهي يعني اڻ ڪٽ عنايتون ۽ مهربانيون آهن.

محترم قارئين! آئون هت گذارش پيو ڪيان ته قرآن حڪيم پنهنجي اصطلاحي لفظن ۽ ڪڏهن غير اصطلاحي عام لفظن جون معنائون به تصريف آيات سان پاڻ سمجهائي ٿو ان لاءِ هن مثال تي به غور ڪرڻ فرمائيندا ڪيترن ئي مترجم قرآن ماڻهن آيت ڪريمه وَإِذْ قَالَ رَبُّكَ لِلْمَلاَئِكَةِ إِنِّي جَاعِلٌ فِي الأَرْضِ خَلِيفَةً (2-30) يعني جنهن وقت تنهنجي رب ملائڪن کي چيو ته آئون زمين ۾ خليفو موڪلڻ وارو آهيان. هتي انسان لاءِ ڪم آندل لفظ خليفه منجهان نوڪي ڪڍي انسان کي الله جو خليفو (نائب) مشهور ڪري ڇڏيو اٿن. جيڪا اها معنىٰ سراسر غلط آهي ڇو ته لفظ خلف يخلف خلفة جي معنىٰ آهي اڳ ۾ گذري ويل فرد جي پويان ان جي جاءِ تي انجي پنيان ان جي پرپٺ انجي جاءِ والاريندڙ، سو الله جل جلاله جو ڪوئي به خليفو نٿو ٿي سگهي ان ڪري جو هو حيّ ۽ قيوم سدائين موجود ۽ سدائين رهڻ وارو آهي الله ڪڏهن به غير حاضر نٿو ٿي سگهي سو مٿين آيت (2-30) ۾ لفظ خليفه جي اها معنىٰ قران حڪيم پاڻ تصريف آيات جي فن سان سمجهائي ته وَهُوَ الَّذِي جَعَلَ اللَّيْلَ وَالنَّهَارَ خِلْفَةً لِّمَنْ أَرَادَ أَن يَذَّكَّرَ أَوْ أَرَادَ شُكُورًا (25-62) يعني الله اها ذات آهي جنهن رات ۽ ڏينهن کي هڪ ٻئي جي پنيان ايندڙ بنايو. هتي غور ڪيو وجي ته جڏهن رات هوندي آهي ته ڏينهن ڪونه هوندو آهي ۽ جڏهن ڏينهن هوندو آهي ته رات ڪانه هوندي آهي هاڻي ڏسو ته قرآن

پنهنجي لفظن جي معنىٰ تصريف آيات ۽ سياق سباق سان ڪيئن ته ڪولي ڪولي سمجهائي ٿو سو ان معنىٰ هي سمجهائي ڇڏيو ته الله جو ڪير به خليفو نٿو ٿي سگهي ڇو ته اهو رات يا ڏينهن وانگر غائب ۽ غير موجود نٿو ٿئي. ڪير سوال ڪري ته اوهان چئو ٿا ته قرآن پنهنجي لفظن جي معنىٰ تصريف آيات سان پاڻ سمجهائي ٿو ته آيت وَالْمُطَلَّقَاتُ يَتَرَبَّصْنَ بِأَنفُسِهِنَّ ثَلَاثَةَ قُرُوٓءٍ (2-228) ۾ قروء لفظ سڄي قرآن ۾ هڪ ڀيرو استعمال ٿيو آهي پوءِ ان لفظ جي معنىٰ ڳولڻ لاءِ تصريف آيات جي ڳولا ڦولها ته ڪم ڪانه اچي سگهندي ان جو جواب هي آهي ته هي لفظ قروء جيڪو طلاق جي عدت خاطر استعمال ٿيو آهي ته هاڻي اوهان فن تصريف ۾ اهو لفظ قروء جي ڳولا نه ڪيو بلڪه طلاق ۽ انجي مطلق عدت جي مسئلن جي تصريف آيات واري هنر سان تلاش ڪندؤ ته معني ملي ويندي پوءِ اسان ان تلاش ۾ جڏهن سورت الطلاق ۾ هلنداسين ته اتي آيت نمبر چار ۾ آهي ته وَاللَّائِي يَئِسْنَ مِنَ الْمَحِيضِ مِن نِّسَائِكُمْ إِنِ ارْتَبْتُمْ فَعِدَّتُهُنَّ ثَلَاثَةُ أَشْهُرٍ (65-4) يعني جيڪي طلاق ڏنل عورتون حيض اچڻ کان عمر ۾ چڙهي چڪيون هجن ته انهن جي عدت ٽن ماهوارين بدران ٽي مهينا آهي. سو هن آيت سورت البقره واري لفظ قروء جي معني ٽي ماهواريون سمجهائي ڇڏيون. (اهو آهي تصريف آيات جو طريقو) محترم پڙهندڙ پيائرو! هي ٿورا مثال ته صرف نموني خاطر لکيا اٿم اميد ته اڳتي سموري قرآن ۾ خود قرآن حڪيم جي دعوىٰ ته قرآن پنهنجو تفسير پنهنجي دعوىٰ ڪذالک نصرف الأيات مطابق ڪيئن ته قرآن جو تفسير قرآن سان ثابت ڪري ٿو ڏيکاري. ان جو هر هنڌ ملاحظو ڪندا رهندا.

عزيز الله بوهيو

# قرآن جو تفسير قرآن ساڻ

## قرآن پنهنجو تفسير پاڻ ڪري ٿو

### سورت الفاتحه

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

ترجمو:

ساڻ نالي الله جي جنهن جو رحم سواءِ مطالبي ۽ محنت جي ۽ پورهيي ساڻ آهي.

بسم الله الرحمان الرحيم هڪ مستقل آيت آهي ۽ اها هر هڪ سورت سان گڏ ان جي شروعات ۾ بين آيتن وانگر نازل ڪيل آهي، انهيءَ ڳالهه جو دليل هي آهي ته جڏهن سورت توبه جي منڍ ۾ بسم الله ڪي نه نازل ڪيو ويو ته ان سورت کي بغير بسم الله جي لکيو ويو. هتي هن ڳالهه ٻڌائڻ ۽ لکڻ جو هڪ مقصد هيءُ به آهي ته امت جي عالمن قرآني سورتن جي آيتن ڳڻڻ مهل بسم الله کي انهن سورتن وارين آيتن جي ڳاڻاٽي ۾ شامل نه ڪري وڏي خيانت ڪئي آهي ۽ جڏهن ته ڪيترن سارن قرآن جي عالمن جو هي يقين به آهي ته بسم الله سڀن سورتن جي بين داخلي آيتن منجهان آهي ۽ هر سورت جي منڍ ۾ تڪرار سان وري وري نازل ڪئي وئي آهي، اهڙي سوچ رکڻ وارن عالمن انهيءَ سوچ ۽ نظريي ڪانپوءِ به بسم الله کي سورتن جي آيتن واري ڳاڻاٽي ۾ شامل نه ڪري وڏي ڪمزوري ڏيکاري آهي- ۽ جن عالمن سورت توبه جي منڍ ۾ بسم الله نه لکڻ جو هيءُ دليل ڏنو آهي ته اڳين سورتن انفال جي مضمون سان ملندڙ جلندڙ ڳالهيون پوءِ واري سورت توبه ۾ به هئيون انڪري هن پوئين سورت کي اڳين سورت جو حصو سمجهي بسم الله نه لکي وئي، پر اهو دليل تمام غلط آهي، جڏهن ته حقيقت هي آهي، هڪ ته سموري قرآن لاءِ الله عزوجل فرمايو آهي ته اللّٰهُ نَزَّلَ أَحۡسَنَ الۡحَدِيۡثِ كِتَابًا مُّتَشَابِهًا مَّثَانِيَ (39-33) يعني الله پاڪ نازل فرمايو آهي قرآن کي جنهن جون ڳالهيون هڪ ٻئي سان ملن جلن ٿيون، جيڪو ڪتاب وري وري ڳالهين کي آٽي پنهنجيون حقيقتون سمجهائي ٿو اهڙي نموني جو قرآن پڙهڻ سان لڳ به ڪاندارجيو وڃن.

سو هن آيت ٻڌايو ته مشابهت جي ڳالهه صرف سورت انفال ۽ توبه جي وچ ۾ ڪانهي پر اهڙي مشابهت سموري قرآن جي سڀن سورتن آيتن ۽ مضمونن ۾ آهي-

سورت توبه جي منڍ ۾ بسم الله کي نه آڻڻ مان الله پاڪ جو ٻيو هي مقصد هو ۽ آهي ته الله ڄاڻي پيو ته مسلم امت وارن مٿان قرآن دشمن مافيا وارن جو سياسي ۽ علمي خيانتن جو ايترو ته غلبو ٿي ويندو جو ايندڙ دور جون مافيائي طاقتون ۽ فرقا الَّذِيۡنَ جَعَلُوا الۡقُرۡاٰنَ عِضِيۡنَ (15-91) يعني جيڪي قرآن کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيندا، (آئون انهي قرآني اڳڪٽيءَ جو ڪجهه تفصيل پنهنجي اردو ڪتاب قرآن فهمي کي خلاف سازش) ۾ لکي چڪو آهيان، ته

انهن ماڻهن بسم الله کي سورتن جي داخلي آيتن مان هن ڪري نہ ڳڻيو آهي جو ڪاتي قرآن پڙهندڙن جو ذهن سورتن جي اندر بيان ڪيل مسئلن ۽ مضمونن سان بسم الله جي ربط واري مفهوم طرف نہ هليو وڃي ( جيڪو ربط وارو مفهوم هاڻ پنهنجي مقام تي اوهان جلد پڙهندا) سورت توبہ جي منڍ ۾ بسم الله نہ آڻڻ مان ٿيو مقصد الله پاڪ هيءُ بہ رکيو آهي تہ قرآن پڙهڻ وارا هيءَ حقيقت سوچي سگهن تہ سورت توبہ جي منڍ ۾ جيڪا بسم الله نہ آندي وئي آهي ۽ قرآن جي ٻين سڀن سورتن سان بسم الله منڍ ۾ آندي وئي آهي تہ انهيءَ مان هن ڳالهہ جي پڪ ٿئي تہ جنهن حڪم ربي سان سورت توبہ جي شروع ۾ بسم الله نہ ڏني وئي آهي انهيءَ الله رب العزت ئي ٻين سڀن سورتن اڳيان بسم الله نازل فرمائي شامل ڪرائي آهي- يعني قرآن جي متن ۽ ترتيب ۾ سمورو حڪم الله جوئي هلي پيو سو انهيءَ هنر سان هي حقيقت پڌري پٽ ڪلي وئي تہ بسم الله قرآن پاڪ جي سڀن سورتن جي منڍ ۾ سواءِ سورت توبہ جي وري وري تڪرار سان سورتن جي ٻين داخلي آيتن وانگر نازل ڪئي وئي آهي ۽ بسم الله کي بہ هڪ مستقل آيت جي حيثيت ۾ سورتن جي آيتن مان ڳڻڻو آهي ۽ قران حڪيم کي پڙهڻ مهل بسم الله پڙهڻ، اهو الله جي هن حڪم جي تعميل آهي تہ اقْرَأْ بِاسْمِ رَبِّكَ الَّذِي خَلَقَ (96-1) يعني پڙهہ پنهنجي پالڻهار جي نالي سان جنهن پئدا ڪيو آهي. انڪري بسم الله جي منڍ ۾ لفظ ابتدأ يا اقرأ جو محذوف قرار ڏيئي انجي معني ڪبي.

## جدا جدا لفظن جي معنيٰ

### بسم الله

بسم الله ۾ ب جو حرف پنهنجي ٻين گهڻن مفهومن، مقصدن ۽ معنائن منجهان هن جاءِ تي مدد طلب ڪرڻ واري معني ۾ استعمال ڪيو ويو آهي، انهيءَ جي مختصر معني "سان" ڪئي وئي آهي لفظ اسم جو اصل س-م-و- آهي، جنهن جي معني "بلندي" آهي، تہ پوءِ لفظ اسم جي معني هيءَ ٿيندي تہ جنهن جو جيڪو اسم رکيو ويندو تہ اهو اسم ۽ نالو ان نالي رکيل مسميٰ جي سڃاڻپ ۽ تعارف سان ان جي نرواريت ظاهر ڪندو، بلندي ظاهر ڪندو-

### "الله"

الله هي اسم ذات آهي يعني الله جو اهو نالو ذاتي آهي ان جو ڪوبہ ترجمو نہ ڪري سگهبو توڙي ڪٿي عالمن ڪئي سارا ترجما ڪيا بہ آهن ان ڪان سواءِ ٻيا نالا صفاتي آهن.

### رحمان ۽ رحيم:

هتي بسم الله ۾ رحمان ۽ رحيم الله جا جيڪي بہ ٻيا نالا آندا ويا آهن اهي صفاتي نالا آهن ۽ ٻنهي نالن جو مادو هڪڙو ئي ر-ح-م آهي، پر جيئن تہ اهي ٻئي نالا جداجدا وزنن ۽

مصدرن وارا آندا ويا آهن ته هت انهن جون معنائون به جدا جدا ٿينديون سندن بابن جي خاصيتن جي روشنيءَ هيٺ، پر اهي لفظ رحم جي اصلي بنيادي مادي واري معني جي سلامتيءَ ۾ فرق سان صرف مختلف بابن جي خاصيتن جي حوالي سان ٿيندا لفظ رحم جي اصل معني آهي ماءُ جي پيٽ جي ٻچي داني، اها ٻچي داني ان ۾ پيل انساني ٻج جي نهايت نرميءَ ۽ سهولت سان جنم وٺندڙ ڪچي ٻار ڪي انجي واڌ ويجهه ۾ محافظ ۽ مددگار بنجي ٿي جنهن سان انساني ٻار مختلف مرحلا پار ڪندو ڪندو ثُمَّ أَنشَأْنَاهُ خَلْقًا آخَرَ (14-23) جو سفر پورو ڪري ٿو- الله جي مهرباني ۽ ٻاجهه ڪي رحمت ڪوٺيو وڃي ٿو اهو به انهيءَ ساڳي معني سان جو الله جي رحمت انسان ڪي انجي اڻنگاين ۾ لڳاين جي برن نتيجن کان ٻانهي کي ويڙهي ڍڪي لڪائي بچايو ڇڏي، انهيءَ ڪي قرآن پاڪ كَتَبَ رَبُّكُمْ عَلَى نَفْسِهِ الرَّحْمَةَ (6-54) سان به تعبير فرمايو آهي، يعني جن ماڻهن اڻ ڄاڻائيءَ ۾ ڪو بروڪم ڪري وڌو ۽ ڄاڻ ملڻ کان پوءِ اهو ماڻهو توبه ڪري اڳتي سڌري هلڻ لڳندو ته الله جي رحمت انکي برن نتيجن کان بچائي وٺندي هتي بسم الله ۾ الله جي ذاتي نالي جي تعارف ۾ ٻن صفاتي نالن سان واڪاڻ ڪئي وئي آهي ته الله رحمان به آهي رحيم به آهي- انهن ٻنهي صفاتي نالن جي هڪڙي ئي مادي هجڻ باوجود ٻنهي جي جدا جدا وڏي معني آهي.

**الرحمن:**

هي لفظ فعلان جي مصدري وزن تي آندو ويو آهي، هن باب جي خاصيت هي آهي ته الله جو رحم ۽ ٻاجهه رحمت جي دائمي دستور ۽ عام پراسيس کان واڌاري الله عزوجل پنهنجي طاقت ۽ غلبي سان ڪائنات وارن جي حاجت روائي ۽ دستگيري فرمائي ٿو، مثال طور جيئن بي بي مريم عليها السلام ڪي الله عزوجل خواب ڏيکاريو قَالَتْ إِنِّي أَعُوذُ بِالرَّحْمَن مِنكَ إِن كُنتَ تَقِيًّا (18-19) يعني اسان مريم جي طرف پنهنجو روح ۽ ڪلام موڪليو جنهن ان جي سامهون هڪ مڪمل انسان جي صورت ۾ متمثل بنجي ظهور ڪيو، ان تي غور ڪرڻ جي ڳالهه آهي ته جنابه بي بي مريم جي پاڪدامني انهي مرتبي تي پهتل هئي جنهن پنهنجي سامهون خواب ۾ به هڪ اجنبي غير مرد ڪي ڏسي پڪاريو ته قَالَتْ إِنِّي أَعُوذُ بِالرَّحْمَن مِنكَ إِن كُنتَ تَقِيًّا (18-19) يعني آءٌ توکان رحمان جي پناهه ٿي گهران جيڪڏهن توکي ان جو ڪجهه به خوف آهي- ته هن آيت ۾ رحمت طلبيءَ لاءِ رحمان جو لفظ استعمال ڪرڻ ان معني ۾ آهي ته هڪ ڪمزور مظلوم فريادي پنهنجي بچاءَ عزت عصمت جي حفاظت لاءِ فرياد ڪري ٿي رحمان جي نالي سان ۽ سورت انبيا جي اخير ۾ رسول عليه السلام جن جنهن وقت پنهنجي قوم سان ٽڪراءَ مهل انهن کي ٻڌائن ٿا ته آئون اوهان کي سڀ ڪجهه مڃڻ نه مڃڻ جا نتيجا ٻڌائي چڪو آهيان، هاڻ منهنجي پنهنجي رب وٽ فرياد آهي ته قَالَ رَبِّ احْكُم بِالْحَقِّ وَرَبُّنَا الرَّحْمَنُ الْمُسْتَعَانُ عَلَى مَا

تَصِفُونَ (112-21) يعني اي منهنجا رب تون حق سان فيصلو ڪر ۽ اسان جو رب اهڙو ته رحمان آهي جنهن ڪان توهان جي ڳالهين خلاف مدد گهري وڃي ٿي، سو صيغي رحمان جي معنوي خصوصيت هنن لفظن ۾ به سمجهي سگهجي ٿي ته حادثاتي ناگهاني، ايمرجنسي ۾ به رحم ڪرڻ وارو مدد ڪرڻ وارو ڪم اچڻ وارو، هر ڏاڍ ۽ زيادتي ڪرڻ واري جي مقابلي ۾ وڏي طاقت ۽ سگهه سان، غلبي سان، ۽ رحمان واري رحم ملڻ ۾ ڪڏهن سببن جي به ضرورت نٿي پوي جيئن سج چنڊ ۽ موسمي فائدن جا اثر اهڙيون سڀ نعمتون اڻ گهريون ملن ٿيون گهرندڙ نه گهرندڙ سڀن کي-

**الرحيم:**

رحيم اسم فاعل آهي ۽ فعيل صيغو آهي، هن جي خصوصيت هي آهي ته سبب جي موجود ٿي ملڻ ڪان پوءِ انهن جي رزلٽ ۽ نتيجو ڪڍي ڏيڻ، جيئن زمين ۾ ٻج ۽ پاڻي جي انتظام ڪان پوءِ سلي کي پيدا ڪرڻ وڌائڻ تيلي ۽ ڏانڊيءَ کي مضبوط ڪري ڊيڍي تائين پهچائڻ پوءِ ڊيڍي ۾ سنگ پيدا ڪرڻ جنهن ۾ اناج جي پيدائش ڪچن داڻن ڪان وني داڻن پچائڻ جي آخري مرحلي تائين اهو سڀ رحيم جي صيغي مان عنايتون آهن جيڪي لڳاتار هڪ مرحلي ڪان ٻئي مرحلي تائين ارتقاءَ جون ڪڙيون ڪڙين سان ملائڻ ۽ وڌائڻ اهي سڀ مرحلا الله جي رحيم واري عنايت جو ڪرشمو آهن اهڙن تخليقي عملن ۾ رحمت جي ذات جيڪا سببن پنيان لڳاتار ارتقا ۾ مددگار ٿيندي رهي ٿي اها لازمي، يقيني ۽ هميشگي واري رحمت آهي جيڪا صيغي رحيم جي معني اندر سمايل آهي، اها ذات صرف سببن جي حاصلات تي موقوف آهي، اها سين دوستن دشمنن پنهنجن پراون فريادين غير فريادين سين لاءِ عام آهي.

## بسم الله جو قرآن جي سورتن سان ربط

قرآن جون سڀ سورتون هڪ هڪ مستقل ڪتاب وانگر سمجهڻ گهرجن انهن سورتن جي اندر جيترا به مسئلا بيان ڪيل آهن، قانون ۽ اصول بيان ڪيل آهن فيصلا ٻڌايل آهن، اهي سڀ جو سڀ الله جي صفت رحمان ۽ رحيم جي معنوي خاصيتن جي ضمانت سان يقيني ۽ اٽل ڄاڻڻ گهرجن- بسم الله الرحمٰن الرحيم جڻ ته پنهنجي پنهنجي سورتن جي قانونن ۽ اصولن جي افاديت ۽ مستحڪم هجڻ جي هڪ قسم جي گارنٽي آهي ضمانت آهي. سورت توبه مثان جيڪڏهن بسم الله نه ڏني وئي آهي ته ان جو مطلب اهو سمجهڻ نه گهرجي ته بسم الله واريون ضمانتون سورت توبه ۾ بيان ڪيل اصولن ۽ قانونن لاءِ نه آهن بلڪ سورت توبه مثان بسم الله نه لکڻ جي صرف هيءَ توجيهه ۽ مطلب سمجهڻ گهرجي ته سين سورتن جي منڍ ۾ بسم الله کي شامل تصور ڪرڻ الله جي ئي حڪم سبب آهي جيئن ته سورت توبه مثان الله پاڪ بسم الله نه لکرائي ته نه لکي وئي، هاڻ سمجهڻ گهرجي ته سين سورتن جي شروع ۾ جيڪا بسم الله لکي وئي آهي اها به خاص الله جي حڪم سبب ئي

لکي وئي آهي- انهيءَ مسئلي سمجهڻ کان پوءِ جيڪڏهن ڪو بہ شخص سورت توبہ پڙهڻ مهل اڳ ۾ بسم الله پڙهي پوءِ اڳتي سورت پڙهندو تہ ان ۾ ڪو بہ حرج ۽ خطا ڪانهي باقي صرف هڪ مسئلي ۽ نظريي سمجهڻ جي حد تائين سورت توبہ جي منڍ ۾ قرآن حڪيم شائع ڪرڻ جي صورت ۾ بسم الله ناهي لکڻي جيئن اڄ تائين اهو سلسلو هلندو اچي پيو-

## هن آيت مان ثابت ٿيندڙ احڪام ۽ مسئلا

آيت بسم الله الرحمٰن الرحيم منجهان جيڪي مسئلا ۽ احڪام ثابت ٿين ٿا، انهن مان هڪ مسئلو هي آهي تہ جڏهن بہ انسان ڪوئي ڪم ڪري تہ انجي شروعات ۾ بسم الله الرحمٰن الرحيم جا الفاظ ۽ ان جو مفهوم پنهنجي تصور ۾ ضرور آڻي-

ٻيو مسئلو هي بہ ثابت ٿئي ٿو تہ انسان بسم الله کي انجي معني مفهوم کي سمجهي پوءِ جيڪو بہ ڪم شروع ڪندو تہ ان جي فائدن ۽ پئداوار مٿان پنهنجي ذاتي ملڪيت جو تصور اصولي طور نہ ڪري سگهندو، توڙي ڪٽي پنهنجي هن سان محنت سان تيار ٿيندڙ شيون آهن پر انهن جي فائدن کي عام رکڻ لاءِ ماڻهوءَ کي رحمان ۽ رحيم جي مفهومن مطابق پنهنجا جذبا رکڻ ضروري آهن- يعني انسان کي پنهنجو پاڻ کي الله جي صفتن جو تابع بنائڻ ۽ موافق بنائڻ لازم آهي.

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ :

ترجمو سڀ تعريفون الله لاءِ آهن جيڪو سيني جهانن جو پالڻ وارو آهي،

## جدا لفظن جي معني:

**الحمدلله:**

هتي الحمد جي شروع وارو الف لام علم نحو جي لحاظ سان الف لام استغراق وارو آهي، جنهن جي معني مطلب هيءَ ٿيندو تہ تعريفون خالص الله لاءِ مخصوص اهن سڀ واڪاڻ انهيءَ جي ذات کي ئي سونهي ٿي-

**حمد:**

عربي ٻوليءَ ۾ ڪنهن جي تعريف ڪرڻ لاءِ لفظ حمد، مدح، ثنا وغيره استعمال ٿيندا آهن، پر خاص لفظ حمد سان ڪنهنجي تعريف ڪرڻ لاءِ ڪجهہ ضروري شرط آهن، انهن شرطن ڪانسواءِ ڪنهن جي تعريف ڪئي وئي تہ اها بجاءِ حمد جي مدح ۽ ثنا وارن لفظن مان شمار ڪئي ويندي نہ حمد مان-

(1) پهريون شرط هي آهي تہ جنهن شاهڪار ڪارنامي ۽ حسن ڪارڪردگي ڪرڻ ۽ ڏيکارڻ واري جي اهڙي عمل ۽ فعل جي جيڪا تعريف ڪئي وڃي ٿي تہ اهو ڪارنامو ۽ شاهڪار قسم جي ڪارڪردگي سرانجام ڏيندڙ، اهو ڪارنامو پنهنجي قصد عمل ۽ فعل سان سرانجام ڏنو هجي پوءِ ان جي جيڪا بہ تعريف ڪئي ويندي تہ ان کي حمد

چيو ويندو، (188-3) حمد جي هن قسم ڪي قرآني لفظن ۾ سمجهڻ اجا آسان ٿيندو ته وَّيُحِبُّونَ أَن يُحۡمَدُواْ بِمَا لَمۡ يَفۡعَلُواْ (188-3) يعني ڪي ماڻهو هن ڳالهه ڪي پسند ڪن ٿا ته هو ڪڪ پجي ٻيٺو به نه ڪن پر مفت ۾ انهن جي تعريف ڪئي وجي- ته اهڙي ڪوڙي تعريف بجاءِ حمد جي چاپلوسيءَ مان ڳڻي ويندي-

(2) قرآن حڪيم ۾ لفظ حمد سان گڏ لفظ سبح جو تيرنهن ڀيرا استعمال ٿيو آهي، سبح جي هڪڙي معني آهي پاڻي ۾ ترڻ، ٻي معني آهي جسم جي سڀن عضون جي سموري طاقت سان ڪوبه ڪم سرانجام ڏيڻ- سو حمد ۽ سبح جو ايترا ڀيرا گڏ استعمال اهو هن حقيقت ڪي ثابت ڪري ٿو ته محمود هستي يعني جنهن هستيءَ جي تعريف ڪئي وجي ته اها تعريف نلهي زباني جمع خرچ واري لباڙ نه هجي ٻي عملي واري جاڙي هٿڻ ڪي فسبح بحمد ربک واري حمد جي معني مان قبول نه ڪيو ويندو- جيئن ته هتي لفظ حمد، الله لاءِ ئي مخصوص ذڪر ڪيو ويو آهي، انڪري حمد سان سبح جي ترڪيب هي ثابت ڪري ٿي ته جيئن ٻي عمل ۽ ٻي ڪار ماڻهوءَ جي بغير ڪنهن عملي ڪارنامي ڪرڻ جي حمد جي مفهوم واري تعريف نٿي ڪري سگهجي، اهڙي طرح هي به ثابت ٿيو ته جيڪو ماڻهو الله جي احڪامن ڪي، الله جي طرفان اوامر ۽ نواهي وارن مليل احڪامن جي بجاآوري ۽ تعميل نٿو ڪري ته اهڙي ٻي عمل ماڻهوءَ جو حمد به الله ڪي قبول ناهي-

پوري قرآن ۾ لفظ حمد ۽ حميد اندازاً ڪل 24 ڀيرا استعمال ٿيو آهي جيڪو سڀ جو سڀ الحمدلله، له الحمد، وسبح بحمد ربک، هو الغني الحميد وغيره قسم جي ترڪيبن سان، الله جي نالي ۽ ضمير سان گڏ ۽ مليل استعمال ڪيو ويو آهي، پوءِ ان حقيقت ڪي هن طرح سمجهڻ گهرجي ته الله پوري ڪائنات جو مالڪ ۽ حڪمران آهي ۽ ان جي حاڪميت ۽ بادشاهي ايتري ته ڪامياب، ٻي مثال ۽ لاجواب آهي جنهنڪي ڏسڻ ۽ غور ڪرڻ سان ٻي اختيار حمد ۽ ستائش واجب ۽ لازم ٿيو پوي، انهي پٽماني تي جو جڻ ته الحمدلله جي معني (مبالغي جي نحوي مثال زيد عادل بجاءِ زيد عدل وانگر،) بادشاهي الله لاءِ ئي خاص آهي، ٿيو پوي- (يعني الله جو نظام حڪومت اهڙو ته تعريف جي لائق اهي جو ان تعريف واري جملي ۾ حمد جي معني جيڪڏهن حاڪميت ۽ بادشاهي ڪجي ته به درست مجڻ گهرجي)-

**الحمدلله**

لله جي شروع ۾ جيڪو لام آهي انهيءَ ڪي لام اختصاص جو چيو ويندو آهي ۽ اهو لام تمليڪ جي معني ۾ به ايندو آهي جيئن لله مافي السماوات والارض جي معني ٿيندي ته آسمانن ۽ زمين جون سڀ شيون الله جي ملڪيت آهن ۽ هن الحمدلله ۾ لا اختصاص جي معني ٿيندي ته سيئي تعريفون سيئي حمد خاص الله جي لاءِ آهن.

**الله:**

لفظ الله رب پاڪ جو ذاتي نالو يعني اسم ذات آهي، ان کان سواءِ سندس ٻيا سڀ نالا صفاتي آهن جن جو سمورو وچور قرآن حڪيم ۾ موجود آهي، هتي هن ڳالهه ڪي به ياد رکڻ

ضروري آهي ته الله ۽ اله ۾ جدا جدا نالا آهن ۽ اله ۾ صفاتي نالن مان هڪ نالو آهي، ماڻهن الله لفظ جي جيڪا معني ڪئي آهي ته المستجمع لجميع صفات ڪمالاته يعني سيني ڪامل مڪمل ڪمالن جو گڏ ڪندڙ ۽ انهن سان موصوف، اها معني لفظ الله سان لغوي لحاظ سان تعلق نٿي رکي، ان ڪي الله جي صفاتي نالن جو جدا تشريحي نالو سڏڻ ۾ ڪوئي حرج ناهي، الله لفظ جو ٻين ٻولين ۾ ترجمو نه ڪري سگهبو مطلب ته الله اسم ذات هجڻ جي سانگي سين ٻولين ۾ الله ئي اچاريو ويندو-

**رب:**

رب جي لفظي معني آهي پالڻ وارو- اها پالنا ۽ پرورش ڪنهن به شئي جي شروعاتي نقطي کان وٺي ان جي آخري ۽ ڪماليت واري ڏاڪي تائين ان جي وچ وارن مرحلن وقت درجي بدرجي انکي گهربل صلاحيتن لاءِ سامان پرورش عطا ڪرڻ ۽ پايي تڪميل تي پهچائڻ ان کي ربوبيت ۽ پالڻ چئبو آهي ربوبيت ۽ پالڻ جي مفهوم ۾ طعام- لباس علاج، تعليم، مڪان امن سلامتي وغيره سڀ شيون اچي وڃن ٿيون-

**العالمين:**

هتي لفظ العالمين ۾ به الف لام استغراق وارو آهي، عالم لام جي زبر سان جي معني جهان آهي انجو جمع عالمين آهي جنهنجي معني گهڻا سارا جهان، آهي، عالم لام جي زبر سان پوري ڪائنات لاءِ به استعمال ڪيو ويندو آهي جنهن جو مثال خود هيءَ آيت آهي (1-1) يعني مخلوق جا سڀ قسم ۽ انواع، آهي هونئن قرآن حڪيم ۾ ماڻهن جي جدا جدا قومن کي به هڪ مستقل عالم سڏيو ويو آهي، جيئن بني اسرائيل کي چيو ويو آهي ته وَأَنِّي فَضَّلْتُكُمْ عَلَى الْعَالَمِينَ (2-47) يعني مون الله اوهان کي جهانن وارين قومن جي مٿان فضيلت ڏني آهي، هتي عالمين مان بني اسرائيل کان سواءِ ٻيون قومون مراد آهن، يعني هر قوم جو پنهنجو جدا جدا جهان ۽ عالم آهي يا جهان ۽ عالم جو مخصوص حصو ۽ ملڪ آهي، پوءِ رب العالمين جي معني رب الاقوام به ڪري سگهبي، ۽ سموري ڪائنات جو رب به ڪري سگهبي ۽ عالمگير ربوبيت جو مالڪ به ڪري سگهبي، اهڙي طرح انسانن کان سواءِ حيوانن پکين جيتن جڻين جا جيترا به معلوم ۽ نامعلوم قسم آهن، انهن مان هر هڪ نوع ۽ قسم جو پنهنجو پنهنجو جهان ۽ عالم تسليم ڪيو ويندو، توڙي ڪٽي سائنس جي جاکوڙين مخلوق جا قسم ۽ انواع ارڙهن هزار ڳڻايا آهن ليڪن عين ممڪن آهي ته اهو تعداد ايتري تائين محدود نه هجي چو ته رب پاڪ جو فرمان آهي ته يَزِيدُ فِي الْخَلْقِ مَا يَشَاءُ إِنَّ اللهَ عَلَى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيرٌ (1-35) يعني الله عزوجل پنهنجي قانون مشيت سان مخلوق جي قسمن ۾ واڌارو ڪندو رهي ٿو بيشڪ اهو هر شئي جي مٿان قدرت رکڻ وارو آهي. هن آيت ثابت ڪري ڇڏيو ته مخلوقات ۾ روزبروز واڌارو اهو الله جي چاهت ۽ قانون مشيت جي پروگرام ۾ شامل آهي-

## هن آيت (1-2) مان ثابت ٿيندڙ احڪام قانون

1. جهانن ملڪن جي نظام پرورش لاءِ هڪ بين الاقوامي تنظيم ۽ اثرائتو ادارو قائم ڪرڻ ضروري آهي.
2. جيڪا حڪومت جيڪا حڪمراني ٽيم ۽ پارٽي ملڪ ۽ رعيت جي معاشي علمي، سماجي ضرورتن جو گهربل انتظام ڪرڻ ۾ ناڪام ثابت ٿي ته انجي تعريف نه ڪئي وڃي بلڪ ان جي مذمت معطل ڪرڻ ضروري آهي.
3. قومن ۽ ملڪن جي بين الاقوامي ادارن ۽ تنظيمن جي مٿان هي فرض آهي ته هو سڄي دنيا جي ملڪن ۽ قومن مٿان ربوبيت ۽ پالنا جي عمل ۾ ڪنهن به انتظامي اٿارٽي جي نااهلي ۽ ناقص ڪارڪردگي ڪي برداشت نه ڪن ۽ ان ڪي هٽائي ڇڏين ڇو ته جيڪو انتظام حمد ۽ تعريف جهڙي معيار ڪي نٿو پهچي ته اهو نااهل ۽ مذمت جوڳو آهي انڪري ان ڪي هٽائڻ لازم ٿيندو.
4. ربوبيت عالمين جي جملي ۾ عموم آهي ان ۾ ڪنهن به قسم جو مذهبي نسلي وطني لساني شرط، قيد ۽ تفاوت ڪونهي انڪري انتظامي ادارن ڪي ۽ حڪومتن ڪي برابري جي بنيادن تي ربوبيت جي ذريعن جي ورهاست اهڙن طريقن سان ڪرڻي پوندي جو الله جي حڪم سَوَاءٓ لِّلسَّآئِلِينَ (41-10) يعني معاشي برابريءَ جون تقاضائون پوريون ٿين ۽ قرآن جي معاشي برابري لاءِ ڏنل هدايتن (2-219) (5-09) (39-53) جي روشنيءَ هيٺ معاشرو قائم ٿئي، يعني اهڙو معاشرو جو جنهن ۾ هڪڙا پنندڙ خيراتن ۽ امدادن تي پلجندڙ ماڻهو بنجن ۽ ٻيا امير تونگر بنجي ٻين ڪي عطيي ۾ صدقي ۾ خيراتون ڏيڻ وارا ٿين اهڙو معاشرو رب العاليمن جي نظام ربوبيت واري مفهوم ۽ تصور جي خلاف آهي-

الرَّحْمٰنِ الرَّحِيمِ:

ترجمو اڻ گهريو اڻ ميو، رحم ڪرڻ وارو ۽ سبب جي انتظام ڪانسواءِ ۽ سببن جي مطابق رحم ڪرڻ وارو آهي.

## جدا لفظن جي معني

### الرحمٰن:

الله جي صفاتي نالي الرحمٰن جي معني ۾ جهانن جي پالڻ لاءِ سندس نعمتون اهڙيون آهن جيڪي سڀن لاءِ برابر آهن خواه اهي گهرن يا نه گهرن، جيئن سج جي روشني رات جو سڪون گرم سرد موسمن جا فائدا ساهه کڻڻ لاءِ هوا وغيره.

### رحيم:

لفظ رحيم جي معني ۾ الله جو اهو رحم آهي جيڪو ٻانهن طرفان رحمت طلب ڪرڻ ۽ حاصل ڪرڻ لاءِ ڪو حيلو ڪيو ويو هجي ٻهانو ڪيو ويو هجي ۽ ان جي حاصل ڪرڻ لاءِ

ڪنهن سبب جو انتظام ڪيو ويو هجي، جيئن فرمان آهي تہ رَّبُّكُمُ الَّذِى يُزۡجِى لَكُمُ الۡفُلۡكَ فِى الۡبَحۡرِ لِتَبۡتَغُواْ مِن فَضۡلِهِ إِنَّهُ كَانَ بِكُمۡ رَحِيمًا (17-66) يعني توهان جو رب اهو آهي جيڪو توهان لاءِ درياءَ ۾ ٻيڙيون ٿو هلائي تا تہ توهان ان جو فضل تلاش ڪيو بيشڪ اهو توهان تي رحم ڪرڻ وارو آهي- هن آيت سڳوريءَ ۾ الله جي صفت رحيم سان جنهن عطا ۽ مهرباني ملڻ جي ڳالهہ ڪئي وئي آهي اها درياءَ جي نعمتن حاصل ڪرڻ لاءِ ٻيڙين جي انتظام واري سبب مٿان موقوف آهي- اهڙي نموني فَمَن تَابَ مِن بَعۡدِ ظُلۡمِهِ وَأَصۡلَحَ فَإِنَّ اللّهَ يَتُوبُ عَلَيۡهِ إِنَّ اللّهَ غَفُورٌ رَّحِيمٌ (39-5) يعني جنهن شخص توبہ ڪئي پنهنجي گمراهي ۽ ظلم واري واٽ کان موٽ ڪاڏي ۽ ظلم وارن غلط ڪمن جو اصلاح ڪيائين پوءِ تحقيق الله بہ انجي توبہ قبول ڪندو بيشڪ الله بچائيندڙ ۽ رحم ڪرڻ وارو آهي- ڏسو تہ هن آيت سڳوريءَ ۾ بہ الله جي صفاتي نالي رحيم جو رحم ظلم جي ڪمن کان موٽ ڪائڻ ۽ ظلم وارن ڪرتوتن جي اصلاح ڪرڻ ڪانپوءِ ملي ٿو ۽ پوءِ مليو آهي-

## هن آيت جا احڪام ۽ مسئلا

جيئن تہ سورت فاتحہ جي هيءَ ٽيو نمبر آيت الحمدلله رب العالمين کان پوءِ آندي وئي آهي جنهن ۾ هڪ تہ الله جي اهڙي بادشاهيءَ جو اعلان ڪيل آهي جيڪا حمد ۽ تعريف واري ساراهيل آهي- ٻيو ان ۾ جهانن جي پرورش ڪي اهڙي بادشاهي جي ثبوت خاطر پيش ڪيو ويو آهي تہ هاڻي هن آيت الرحمٰن الرحيم ۾ جهانن جي ربوبيت لاءِ الله جي جنهن انداز مرحمت ڪي پيش ڪيو ويو آهي جڻ تہ انجي معني ۽ تعليم هيءَ ڏسي وئي آهي تہ اوهان بہ دنيا ۾ حڪومتون ۽ نظام رحمٰن ۽ رحيم جي مفهوم ۽ معنوي تصور مطابق قائم ڪيو ۽ هلايو، جيڪو مفهوم ۽ معنوي تصور لفظ رحمٰن مان هي ملي ٿو تہ رعيت جي سڀن افرادن تي اوهان جي نظام حڪومت جون عنايتون ۽ مهربانيون رحمان جي مفهوم مطابق عام هجڻ گهرجن، جن ۾ ڪنهن لاءِ بہ امتيازي وچوٽيءَ واري ترجيح نہ هجڻ گهرجي جيئن معاشري ۾ اپر لوئر جي طبقاتيت پيدا نہ ٿئي، ٻيو لفظ الرحيم جي معني مفهوم مطابق رعيت جي هر فرد ڪي ربوبيت ۽ معاش واسطي اسبابن جي بندوبست ڪرڻ جو پابند بنايو وڃي، جنهن سان آيت وَأَن لَّيۡسَ لِلۡإِنسَانِ إِلَّا مَا سَعَىٰ (39-53) يعني هر انسان ڪي انجي محنت مطابق حصو ڏنو ويندو- جي تقاضا پوري ٿئي ۽ معاشري ۾ مفت خوريءَ ڦرلٽ جون راهون بند ٿين جيڪو ڪمائي سو کائي جو اصول قائم ٿئي ۽ الرحيم لفظ جي تقاضا بہ اها آهي تہ انتظام ۽ سبب جي بنيادن تي عنايتون ڏيڻ جو نظام قائم ڪيو، جنهن سان معاشيات جي معاملن ۾ لاٽرين، جوا، وياج، سٽي بازي سان بنا پورهيي جي مفت خوري وارا رستا بند ٿين جن ڪي قرآن پاڪ "رِجۡسٌ مِّنۡ عَمَلِ الشَّيۡطَانِ "(90-5) يعني پليت ۽ شيطاني گورک دنڌي وارو معاشي نظام سڏيو آهي- ۽ هي بہ حڪم ڏنو اٿس تہ "فاجتنبوه لعلكم تفلحون" يعني انهن بغير محنت وارن حربن کان پاسو ڪندؤ تہ پوءِ اوهان جو معاشرو فلاح ۽ ڪاميابي سان همڪنار ٿيندو-

مَـالِكِ يَوۡمِ الدِّينِ:

مالڪ آهي وقت حساب جو.

## پهرين آيتن سان هن آيت جي ربط بابت وضاحت

آيت نمبر ٻه ۽ ٽي جو تعلق جيئن ته جهانن وارن جي پرورش ۽ ربوبيت سان آهي ۽ تجربا ٻڌائي رهيا آهن ته دنيا جا ڦورو ڪم چور ۽ مفت خور عياش جنڪي قرآن حڪيم مترفين جي نالي سان سڏيو آهي اهي قرآن جي نظام ربوبيت لاءِ "الرحيم" يعني سڀني جي انتظام لاءِ محنت ڪري ڪمائڻ ۽ سَوَاء لِّلسَّائِلِينَ (41-10) واري حڪم سان معاشي برابري وارو معاشرو قائم ڪرڻ بدران سرمايه دارانه ۽ جاگيردارانه ڦرلٽ وارو بغير محنت جي سود خوري وارو معاشرو قائم ڪرڻ تي ضد ڪيو بيٺا آهن، قرآن حڪيم سورت فاتحه جي هن آيت مَالِكِ يَوۡمِ الدِّينِ (1-4) ۾ انهن کي وارننگ ڏئي رهيو آهي ته خبردار! اوهان جيڪڏهن بغير محنت جي ڦرلٽ وارو نظام ڪرڻ جا منصوبا ناهي پورهيي ڪرڻ وارن جا حق ماريو ٿا ته آئون الله جهڙي طرح رب العالمين آهيان ته اهڙي طرح مالڪ يوم الدين به آهيان يعني اوهانجي ڦرلٽ وارن غلط ۽ جڙتو نظامن ۽ قانونن جو به توهان کان حساب وٺڻ جو پاور مونکي حاصل آهي، هتي سڀن آيتن جو ڪٺي گڏيل مربوط مطلب سمجهڻ گهرجي ته اهو هن طرح ٿيندو ته سڀن جهانن جي مخلوق ۽ عوام لاءِ الله پاڪ رب العالمين ۽ الرحمٰن ۽ الرحيم آهي ته انهن مان ڪم چور ڦورن ۽ لٽيرن لاءِ مالڪ يوم الدين به آهي- يعني احتساب جي گهڙي ۽ وقت جو به مالڪ آهي-

## لفظن جي معني ۽ مطلب:

مالڪ: جي معني جيڪو شخص پنهنجي ڪنهن به ۽ ڪيتري به ملڪيت جو مالڪ هوندو آهي ته اهو ان ۾ مالڪيءَ جي مڪمل حق رکڻ ڪري هر قسم جو تصرف ڪرڻ جو حق رکندڙ هوندو آهي ۽ ان مان فائدي وٺڻ جو مجاز ۽ مختار هوندو آهي، جڏهن ته مالڪ لفظ جي مقابلي ۾ لفظ ملڪ به ساڳئي مادي م-ل-ڪ وارو لفظ آهي جنهن جي معني توڙي ڪٺي بادشاه آهي پر بادشاه ۽ ملڪ کي پنهنجي مملڪت مٿان ايترو مالڪيءَ جو حق نه هوندو آهي جيترو مالڪ کي پنهنجي مملوڪ ملڪيت مٿان حق هوندو آهي، ملڪ بمعني بادشاه صرف هڪ انتظامي قسم جو اعلىٰ عهدو آهي ليڪن ان ۾ مالڪ لفظ جيتري معنويت ڪانهي، هونئن الله پاڪ مالڪ به آهي ته ملڪ به آهي جيئن سورت الناس ۾ آيو آهي پر ٻنهي لفظن ۾ معنوي فرق اهو آهي جيڪو هاڻ بيان ڪيو ويو ته مالڪ لفظ ۾ جيڪا شين جي مالڪيت واري معني آهي اها لفظ ملڪ کان وڌيڪ آهي ۽ انهيءَ وڌيڪ معني جو ثبوت هي آهي ته لفظ مالڪ ۾ حرف الف جو وڌيڪ آيل آهي جيڪو لفظ ملڪ ۾ ڪٽل آهي ۽ موجود ناهي، ۽ حرف جي زيادتي معني جي زيادتيءَ لاءِ ثبوت آهي- انڪري قرآن حڪيم ۾ هن

آيت (1-4) سميت جنهن ۾ جڳهه تي مالڪ جو لفظ ڪتب آندو ويو هجي ته اتي انکي ملڪ پڙهڻ اهو تحريف الفاظ قرآن مان شمار ڪيو ويندو جيڪو به شخص قرائت جي بهاني سان مالڪ کي ملڪ ڪري پڙهندو ته اهو به يهودين سعودين ۾ اهل حديثن وانگر يحرفون الكلم وارن مان ٿي ويندو. جهڙي سورت فاتحه جي هي آيت هجي خواه سورت زخرف جي آيت 77 هجي سعودين جو ناهيل نيٺ ت موجود سچو قرآن البوزي هجي جنهن ۾ دوزخ جي محافظ کي دوزخ ۾ داخل ماڻهو چوندا ته وَنَادَوْا يَا مَالِكُ لِيَقْضِ عَلَيْنَا رَبُّكَ قَالَ إِنَّكُم مَّاكِثُونَ (77-43) ته هتي يا مالڪ کي يا ملڪ چوڻ سان سچي معني مفهوم گڙٻڙ ٿي ويندو- چو ته دوزخ جي مالڪ نامي محافظ کي سين دوزخين بابت هيءَ پاليسي سمجهايل آهي ته اهي خَالِدِينَ فِيهَا لاَ يُخَفَّفُ عَنْهُمُ الْعَذَابُ وَلاَ هُمْ يُنظَرُونَ (162-2) يعني دوزخ وارا دوزخ ۾ هميشه رهندا نه عذاب ۾ گهٽتائي ٿيندن ۽ نه ئي مهلت ملندن. پوءِ ان نگران ۽ محافظ صاحب به اهڙو جواب ڏنن ته اوهان کي اتي ئي ترسڻو آهي چيڙي ڪري ويهو- پر جيڪڏهن ان جاءِ تي مالڪ کي ملڪ ڪري پڙهي سگهبو ته ملڪ يعني بادشاهه پوءِ بادشاهه کي ته انتظامي حوالن سان رحم جي اپيل منظور ڪرڻ جو اختيار هوندو آهي پوءِ مالڪ مان ملڪ بڻيل ته الائي چا به ڪري سگهندو- ان ڪري انتظامي عهدي کي حق تمليڪ سان وچڙائڻ سبب معنائن ۾ رولو پئجي ويندو، جنهن جو اثر الله جي قانون ۾ مداخلت جي صورت ۾ ظاهر ٿيندو- هونئن جاڻڻ گهرجي ته دوزخ ۾ پهتل ماڻهن جو دوزخ جي نگران محافظن کي مالڪ ڪري پنهنجي درخواست پيش ڪرڻ اهو بطور چمچي گيريءَ جي آهي ورنه اهو نالو انهن جو ڪوئي الله جي طرفان مقرر ناهي، چو ته دوزخ ۾ داخل ماڻهو به انهن نگرانن کي بااختيار مالڪ ڪونه ٿا سمجهن توڻي ڪٿي مالڪ لفظ جي معني ۾ به اهو لفظ ملڪ وارو اختيار سمايل موجود آهي، تڏهن ته نگران کي چون ٿا ته مالڪ سائين تون پنهنجي رب کان ڀلا هيءَ ئي فيصلو ڪرائي ڏي ته هو اسانجي سزا ۾ عذاب ۾ هلڪائي ڪري (49-40) يا ڀلا اڪٿ ماري ئي ڇڏي (77-43) ڏسو ته دوزخ جي محافظن کي مالڪ ڪري پڪارڻ جي ڳالهه قرآن حڪيم پنهنجي طرفان ناهي ٻڌائي بلڪ دوزخين جي حوالي سان انهن جي نداءِ پڪاران نالي سان پيش ڪئي آهي نه ته قرآن حڪيم جي طرفان دوزخ توڙي بهشت جي انچارج نگرانن کي مالڪ سڏڻ بدران خازن نالو ٻڌايو ويو آهي- پڙهي ڏسو (71-39) ۽ (73-39) هونئن مون جيڪو عرض ڪيو ته دوزخ ۾ داخل ڪيل ماڻهو دوزخ جي خازن عهديدارن کي مالڪ ڪري سڏيندا اها انهن جي چاپلوسي هوندي، ان جو اندازو مون هن ڳالهه مان لڳايو جو هتي دنيا ۾ ڏوهاري ماڻهو جيل ۾ قيدي توڙي ٻاهر گذاريندڙ پوليس جي سپاهين کي "وڏي" جي نالي سان پڪاريندا آهن مثال وڏا خوش آهيو. وڏا هي ڳالهه هيئن آهي هيئن ناهي وغيره ته سپاهي کي وڏو ڪري سڏڻ اهو ڪو ان جو نالو ناهي بلڪ اها انجي چاپلوسي آهي-

**يوم:**

عربي زبان ۾ لفظ يوم جي مشهور ۽ مروج معني مراد آهي ٻارهن ڪلاڪن وارو ڏينهن ۽ رات جو شمار مهيني جي تاريخن ڳڻڻ ۾ ڏينهن جي تابع طور ڳڻيو ويندو آهي، يعني يوم جي معني ڏينهن قرار ڏيڻ مهل رات کي به ڏينهن جو داخلي حصو شمار ڪيو ويندو اهي، جيئن ته مثال طور مهيني ۾ ٽيهه ڏينهن آهن ته انهن ۾ ٽيهه راتيون به از خود اچي ويون مطلب ته ڏينهن مان مراد رات ڏينهن جا چوويهه ڪلاڪ- هي معني مطلب اهو آهي جنهن لاءِ قرآن حڪيم فرمايو آهي ته مِّمَّا تَعُدُّونَ (47-22) يعني توهان ماڻهن يوم جي جيڪا معني مقرر ڪري ڳڻي آهي- نه ته هونئن قرآن حڪيم وٽ ان سان گڏيو يوم لفظ جون ٻيون معنائون به آهن جن مان هڪ هيءَ ته هڪ گهڙي، اک ڇنڀ، دم پلڪ يا ڪن پلڪ، پيرڊ. مرحلو وغيره جيئن قرآن حڪيم سمجهايو ته يَسْأَلُهُ مَن فِي السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ كُلَّ يَوْمٍ هُوَ فِي شَأْنٍ (29-55) يعني آسمانن ۽ زمين ۾ موجود مخلوقات جا سيئي قسم هردم هر گهڙيءَ الله جا محتاج آهن ان جي اڳيان هر وقت سوالي آهن- ٻئي هند قرآن حڪيم ڏينهن کي هڪ هزار سال جي برابر سڏيو آهي جيئن وَإِنَّ يَوْمًا عِندَ رَبِّكَ كَأَلْفِ سَنَةٍ مِّمَّا تَعُدُّونَ (47-22) ۽ اجا به ٻئي هنڌ قرآن حڪيم هڪ ڏينهن کي پنجاهه هزار سالن جي برابر به سڏيو آهي جيئن فرمايو اٿس ته تَعْرُجُ الْمَلَائِكَةُ وَالرُّوحُ إِلَيْهِ فِي يَوْمٍ كَانَ مِقْدَارُهُ خَمْسِينَ أَلْفَ سَنَةٍ (4-70) يعني الله جون کي اسڪيمون اهڙيون به آهن جنکي ملائڪ ۽ روح پايهء تڪميل تائين پهچائڻ لاءِ اسان وارن پنجاهه هزار سالن برابر هڪ ڏينهن ۾ منزل تي پڄائن ٿا- قرآن حڪيم جي هنن مثالن مان يوم جي اصل معني هڪ مرحلو، هڪ وقت، هڪ ميعاد ۽ مدو، هڪ پيرڊ ۽ هڪ ڏينهن ۽ رات وجي قرار ورتو-

**الدين:**

لفظ دين دال جي زير سان قرآن حڪيم ۾ اندازاً ٻيانوي ڀيرا پنهنجي مختلف صيغن سان استعمال ڪيو ويو آهي، هي لفظ تمام گهڻين معنائن ۽ مطلبن کي وڪوڙي ٿو، انهيءَ هوندي به انجي بنيادي معني وارو تصور يعني "قانون ۽ نظريہ حيات" مختلف صيغن مطابق ۽ مختلف سياق سباق يعني اڳ پوءِ وارين عبارتن سان انجا جيترا به مفهوم ۽ مطلب نڪرن ٿا، ثابت ٿين ٿا، انهن ۾ ان بنيادي مفهوم جو روح ۽ جوهر موجود هجي ٿو- ان ڳالهه کي سمجهائڻ لاءِ لفظ دين جي پنهنجي پنهنجي ماڳن تي اهڙيون معنوي تشريحون آنديون وينديون.

### هن آيت مان ثابت ٿيندڙ قانون ۽ مسئلا

هن آيت جا الفاظ: "مالڪ آهي وقت حساب جو" ثابت ڪن ٿا ته قانون تي عمل ڪرڻ ۽ عمل ڪرائڻ لاءِ آزادي گهرجي، اهڙي جو ان ۾ غلاميءَ ۽ پابنديءَ جو ڪو به قيد نه هجي، رياست ۽ انجا حڪمران مڪمل نموني هر قسم جي دٻاءَ ۽ مجبوريءَ کان آزاد هوندا ته پوءِ اهي

مالڪيءَ جا پاور استعمال ڪري سگهندا، نہ تہ مجبور ۽ زير دست ماڻهو قانون جو حق ادا ڪري نہ سگهندو يعني غلام قومون غلام ملڪ، غلام معاشرا، قانون نافذ ڪرڻ جا اهل نہ هوندا آهن، اهوئي مقصد آهي هن آيت جو تہ وَمَا أَدْرَاكَ مَا يَوْمُ الدِّينِ. ثُمَّ مَا أَدْرَاكَ مَا يَوْمُ الدِّينِ. يَوْمَ لَا تَمْلِكُ نَفْسٌ لِّنَفْسٍ شَيْئًا وَالْأَمْرُ يَوْمَئِذٍ لِّلَّهِ (17-18-19-82) يعني انصاف ۽ قانون، احتساب واري وقت جي توکي ڄاڻ ناهي، اهو وقت اهو آهي جنهن ۾ ڪوبہ شخص ڪنهن جي مٿان مالڪي هلائيندڙ نہ هجي هرڪو آزاد هجي- پوءِ ئي انصاف جي ڳالهہ ٿي سگهندي-

إِيَّاكَ نَعْبُدُ وإِيَّاكَ نَسْتَعِينُ:

خاص تنهنجا حڪم مڃون ٿا ۽ خاص توکان مدد طلب ڪيون ٿا-

إِيَّاكَ:

لفظ إِيَّاكَ ضمير آهي: اهو واحد مذڪر مخاطب جي طور تي هتي استعمال ڪيو ويو آهي- لفظ ايّ جي معني آهي "ڪير" ليڪن ان سان صلي ۾ بئي اکر ملائڻ سان معني مٽبي رهندي جيئن ايّاڪ، ايّاه، ايَّاما، ايّما، ايّانا وغيره-

**نعبد:**

فعل جمع متڪلم جو صيغو آهي، هونئن لفظ عبد جي معني ٻانهو ۽ غلام ڪئي وئي آهي نہ تہ اصل ۾ مطيع، فرمانبردار، محڪوم، بہ معنائون آهن، عربي ٻوليءَ ۾ جيڪو چيو ويندو آهي تہ طريق معبّدٌ يعني رستو هموار ڪيل جنهن جون هينايون مٿايون ماري لبول ڪيل هجي- ۽ جيڪو آيت ڪريمہ وَمَا خَلَقْتُ الْجِنَّ وَالْإِنسَ إِلَّا لِيَعْبُدُونِ (56-51) يعني مون الله انسانن جي ٻنهي متمدن ۽ بدوقسمن وارن کي صرف هن لاءِ پيدا ڪيو آهي تہ هو منهنجي فرمانبرداري ڪن ۽ صرف منهنجي حڪمن تي هلن تہ عبادت جي معني ٿي حڪم مڃڻ هن آيت سڄوريءَ سان ڄڻ تہ هي بہ حڪم ڏنو ويو آهي تہ الله کان سواءِ ٻئي ڪنهنجي بہ حڪمن تي نہ هلو ۽ قرآن حڪيم ۾ جيڪو فرمايو ويو آهي تہ وَأَطِيعُواْ اللّهَ وَأَطِيعُواْ الرَّسُولَ وَاحْذَرُواْ فَإِن تَوَلَّيْتُمْ فَاعْلَمُواْ أَنَّمَا عَلَى رَسُولِنَا الْبَلاَغُ الْمُبِينُ (92-5) يعني اطاعت ڪيو الله جي ۽ اطاعت ڪيو انجي رسول جي ۽ اطاعت ڪيو پنهنجي بالا افسرن جي تہ پوءِ بالاافسرن جي اطاعت ڪهڙي علم ۽ قانون جي روشنيءَ ۾ ڪئي ويندي؟؟؟ سو علم الله جو رسول جو اولي الامر يعني بالاآفيسرن جو ڪل هڪروئي اهو آهي جنهن لاءِ خود رسول الله کي پابند بنايو ويو تہ وَمَا أَنتَ عَلَيْهِم بِجَبَّارٍ فَذَكِّرْ بِالْقُرْآنِ مَن يَخَافُ وَعِيدِ (45-50) يعني ڳالهہ زور زبردستيءَ جي ڪانهي توکي ماڻهن تي ڪولٺ ٻانو ناهي ڪٺو، تون صرف قرآن مان ئي نصيحت ۽ قانون پيش ڪر پوءِ جنهن کي الله جو خوف هوندو تہ اهو پاڻيهي قرآن جي راهہ تي هلندو، نہ تہ هيءَ حقيقت

سمجهي چڏ تہ فَإِنَّمَا عَلَيْكَ الْبَلاَغُ وَعَلَيْنَا الْحِسَابُ (40-13) يعني تنهنجي ديوٽي پهچائڻ آهي، حساب ڪرڻ اسانجي ذميداري آهي- هي هيتري ساري ڊيگهہ جيڪا مون مختلف آيتن جي حوالن سان ڪئي آهي اها سڄي ساري اياڪ نعبد جي معني مفهوم ۾ داخل ۽ شامل آهي- هونئن هن آيت 1-5 ۾ نعبدڪ جي جاءِ تي اياڪ نعبد فرمايو ويو آهي اهو خاص هن لاءِ تہ اڳاڪ جيڪو ترڪيب نحويءَ ۾ نعبد فعل جو مفعول آهي انکي اچڻ تہ فعل کان پوءِ گهرجي پر اڳ ۾ آڻڻ مان مقصد معني جي اندر حصر وارو مفهوم پيدا ڪرڻو آهي يعني اي الله! خاص تنهنجي حڪمن جي پوئواري ۽ اطاعت ڪنداسين، ڪنهن ٻئي جي نہ- ۽ عبد معني ٻانهو ۽ غلام انجو مثال فَقَالُوا أَنُؤْمِنُ لِبَشَرَيْنِ مِثْلِنَا وَقَوْمُهُمَا لَنَا عَابِدُونَ (47-23) يعني فرعوني گروهہ وارن چيو تہ ڇا اسان هنن ٻن ماڻهن (موسي ۽ هارون) مٿان ايمان آڻيون جن جي قوم وارا تہ اسانجا غلام ۽ ٻانها آهن- جيئن قوم ابراهيم جو قول تہ قَالُوا نَعْبُدُ أَصْنَامًا فَنَظَلُّ لَهَا عَاكِفِينَ (71-26) يعني اسان بتن جي پوڄا ڪيونٿا ۽ هميشہ انهيءَ تي ڪاربند رهنداسين پر قرآن حڪيم غيرالله جي پوڄا کي عبادت حقيقي جي معني ۾ قبول ڪرڻ کان صاف صاف انڪار بہ ڪيو آهي جيئن فرمايائين تہ وَلَا أَنتُمْ عَابِدُونَ مَا أَعْبُدُ (3-109) يعني آئون محمد توهان جي ٻوڄا پاڻ کي پنهنجي عبادت جي معني مفهوم ۾ قبول نٿو ڪيان ۽ نہ وري اوهان پنهنجي پوڄا کي منهنجي عبادت واري معني ۾ قبول ڪندو- قرآن هن حقيقت اجاڳ وڏيڪ صاف طرح سان سورت يوسف ۾ کولي سمجهايو آهي تہ ماتعبدون من دونه الا اسماء سميتموها انتم وآبائکم ماانزل الله بها من سلطان، يعني الله کان سواءِ جن جن جي بہ اوهان عبادت جي نالن سان پوڄا ڪيو ٿا، اها عبادت حقيقي ۽ اصلي ناهي اها پوڄا بمعني عبادت تہ توهان جي ۽ توهان جي ٻابن ڏاڏن جي گهڙاوت آهي، انهيءَ پوڄا کي عبادت قرار ڏيڻ لاءِ الله عزوجل ڪو بہ دليل نازل نہ ڪيو آهي

عبادت معني حڪم مڃڻ- عبادت ممعني حڪومت

انهيءَ معنوي وحدت ۽ اتصال کي سمجهائڻ لاءِ آيت ۾ فرمايائين تہ أَلاَّ تَعْبُدُواْ إِلاَّ إِيَّاهُ ذَلِكَ الدِّينُ الْقَيِّمُ وَلَكِنَّ أَكْثَرَ النَّاسِ لاَ يَعْلَمُونَ (40-12) يعني حڪم ۽ حاڪميت صرف الله کي ئي جڳائي ۽ سونهي، الله جو ئي حڪم آهي تہ ڪنهن جي بہ عبادت نہ ڪيو، ڪنهن جو بہ حڪم نہ مڃو سواءِ انهيءَ الله جي- اهو ئي مضبوط قانون آهي پر ماڻهن جي گهڻائي ان حقيقت کي نٿي ڄاڻي، هن آيت ۾ الله عزوجل عبادت کي هڪ نظام زندگي ۽ قانون جي مفهوم ۾ آڻي سمجهايو آهي جهڙي طرح هاڻ اوهان سورت يوسف جي حوالي سان پڙهيو ۽ وڏيڪ بہ فرمايائين تہ وَمَا أُمِرُوا إِلَّا لِيَعْبُدُوا اللَّهَ مُخْلِصِينَ لَهُ الدِّينَ حُنَفَاء وَيُقِيمُوا الصَّلَاةَ وَيُؤْتُوا الزَّكَاةَ وَذَلِكَ دِينُ الْقَيِّمَةِ (5-98) يعني انهن کي هن کان سواءِ ٻيو ڪو بہ حڪم نہ ڏنو ويو آهي سواءِ هن جي تہ هو الله جي عبادت ڪن سا بہ خالص الله واري دين جي (يعني قانون ۽ نظام جي) ۽ اها بہ حنفاء بنجي ڪري يعني غيرالله

ڪان منهن موڙي خالص الله جا احڪام مڃن، اهڙي طرح جو قائم ڪن نظام اطاعت، جنهن ۾ ماڻهن ڪي سامان پرورش ميسر ٿئي، اهوئي، دين قيم آهي- مهربان پڙهندڙن ڪي گذارش آهي ته هن آيت (12-40) (22-41) آيت تي غور ڪندا ته چڱي طرح هيءَ حقيقت سمجهه ۾ اچي ويندي ته تمکن في الارض صلوة ۽ زکوة ۽ عبادت جو قرآني مفهوم هڪ نظام حڪومت هلائڻ ۽ قائم ڪرڻ ئي آهي يعني قرآن جنهن ڪي دين قيم سڏيو آهي انهيءَ جي قائم ڪرڻ لاءِ ئي ليعبدوالله جو حڪم ڏنو اٿس. ان ڪان سواءِ الله پاڪ عام انسانن ڪي سڀن انسانن ڪي سڀن مؤمن ۽ ڪافر ماڻهن ڪي پنهنجو ٻانهو يعني عباد ڪري سڏيو آهي ان جا ڪيئي مثال موجود آهن، عبادت جي معني الله جي حڪمن جي تعميل ڪرڻ مان هيءَ حقيقت ثابت ٿئي ٿي ته جيڪي الله جا مؤمن ٻانها عبادت جي اصل معني ۽ مفهوم مطابق قرآن حڪيم جي سمجهايل نظام معيشت ۽ معاشرت (219-2) (39-53) (10-41) جي پرچار ڪن ٿا اها ئي الله وٽ قرآن جي نقط نظر مطابق عبادت آهي ۽ مسلم امت ۾ جيڪو عبادت جي نالي سان پنجگانه نماز پڙهي وڃي ٿي اها الله ۽ قرآن جي اصول مطابق عبادت جي مفهوم مان شمار نه ٿي ڪري سگهجي هائو ان ي عبادت بدران پوڄا سڏڻ گهرجي، اهو هن ڪري ته سورت عنڪبوت جي آيت نمبر 56 ۾ رب پاڪ فرمائي ٿو ته يَا عِبَادِيَ الَّذِينَ آمَنُوا إِنَّ أَرْضِي وَاسِعَةٌ فَإِيَّايَ فَاعْبُدُونِ (29-56) يعني اي منهنجا اهي ٻانهؤ جن ايمان آندو آهي منهنجي عبادت ڪرڻ ۾ جيڪڏهن ڪنهن هنڌ ۽ ماڳ تي اوهان ڪي رڪاوٽون وڌيون وڃن ٿيون ته ڪابه وڏي ڳالهه ناهي منهنجي زمين ڪشادي آهي پراڻا ماڳ مٽايو، اتي نه رهو جتي اوهان ڪي منهنجي عبادت ۾ رڪاوٽون وڌيون وڃن ٿيون منهنجي زمين ڪشادي آهي ته هاڻي ڪير ٻڌائي ته رائج الوقت نماز مٿان ڪهڙي ڪهڙي ملڪ ۾ بندش آهي؟ هيءَ نماز ته دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ سڀن ملڪن ۾ پڙهي وڃي ٿي ايتري تائين جو اسرائيل ۾ فلسطين وارا جيڪي سدائين وڙهندا اچن پيا تڏهن به يهودي حڪومت وارا فلسطيني مسلمانن ڪي بيت المقدس واري مسجد ۾ بغير ويزا جي جمعي جي نماز پڙهڻ جي سهولت ڏيندا رهن ٿا، انهيءَ مان هي ثابت ٿئي ٿو ته هيءَ مروج نماز عبادت نه آهي جيڪڏهن عبادت هجي ها ته اسلام دشمن قوتون ۽ ملڪ هن نماز ڪي پڙهڻ نه ڏين ها- ۽ عبادت جي معني ۾ جيڪڏهن مسلم امت وارن وٽ رائج الوقت اها نماز الله جي عبادت هجي ها جيڪا مجوسي آتش پرستن وٽان نقل ڪري آندي وئي آهي ته قرآن حڪيم ۾ الله هي حڪم ڪڏهن به نه ڏئي ها ته أَلَمْ أَعْهَدْ إِلَيْكُمْ يَا بَنِي آدَمَ أَن لَّا تَعْبُدُوا الشَّيْطَانَ إِنَّهُ لَكُمْ عَدُوٌّ مُّبِينٌ. وَأَنْ اعْبُدُونِي هَذَا صِرَاطٌ مُّسْتَقِيمٌ (60-61-36) يعني اي اولاد آدم ڇا مون الله توهان ڏي هي حڪم نه موڪليو هئو ته شيطان جي عبادت نه ڪجو اهو اوهان جو پڌرو دشمن اهي، ۽ مون هي حڪم موڪليو هئو ته توهان منهنجي عبادت ڪيو اهوئي برابر ۽ سڌو رستو آهي، هاڻي جيڪڏهن عبادت جي معني نماز ڪئي وڃي ته پوءِ ڪير هي ڳالهه ثابت ڪري سگهندو ته جناب رسول جي مٿان نزول قرآن واري دور ۾ مخاطب قوم ۽ امت وارا شيطان جي اڳيان موجوده قسم جي رڪوع ۽ سجدي واري نماز بطور عبادت جي پڙهندا هوا؟؟ يا هلندڙ دور ۾ ڪي ماڻهو شيطان جي عبادت (نماز) وانگر ڪن ٿا. اها ڳالهه ڪنهن به صورت

۾ ڪير بہ ثابت نہ ڪري سگهندو، سو حقيقت هي آهي تہ مٿين آيت ۾ عبادت جي معني هيءَ آهي تہ اي بني آدم! شيطان جي حڪمن ۽ چوڻ تي نہ هلو، مون الله جي حڪمن ڪي مڃو اهوئي اوهان لاءِ صراط مستقيم وارو رستو آهي- قرآن حڪيم جو انداز بيان ۽ ڪلام جو طريقو حيڪو قرآن حڪيم پاڻ سمجهايو آهي، اهو هي آهي تہ فَوَرَبِّ السَّمَاءِ وَالْأَرْضِ إِنَّهُ لَحَقٌّ مِّثْلَ مَا أَنَّكُمْ تَنطِقُونَ (23-51) يعني ڪائنات جو سماوي ۽ ارضي نظام ربوبيت هن حقيقت مٿان شاهد آهي تہ هي قرآن پنهنجي حقيقتن پيش ڪرڻ ۾ بيان ڪرڻ ۾ ائين تہ حق ۽ سچ آهي جيئن اوهان انسان پنهنجي ٻولين ۾ محاورا استعمال ڪندا آهيو، ڳالهائيندا آهيو، اهڙن گهڻن مثالن مان هي بہ هڪ بہ مثال آهن جو جيئن ماڻهو پوڄا پاٺ کي عبادت ڪوٺين ٿا تہ قرآن بہ انهن جي زباني نقل ڪندي پوڄا لاءِ عبادت جو لفظ استعمال ڪيو آهي ۽ ماڻهو پنهنجي من گهڙت ڏرمن ۽ مذهبن کي دين جو نالو ڏيڻ لڳا تہ قرآن بہ بقول انهن جي انهن جي مقولي کي نقل ڪندي دين جي نالي سان ئي سڏيو- جڏهن تہ حقيقت ۾ پوڄا عبادت ناهي ۽ هٽ ٺوڪيا مذهب دين ناهن- هي جملو بہ عام استعمال جي حساب سان اصل ۾ نستعينڪ آهي يعني ڪاف ضمير خطاب جو جيڪو پنهنجي فعل نستعين جو مفعول آهي ۽ ترتيب مطابق ان کي فعل ڪانپوءِ رکڻو آهي، پر هن جملي ۾ ان کي هن لاءِ اڳ ۾ آندو ويو اهي تہ جيئن معني جي اندر حصر واري خصوصيت پيدا ٿئي اها هيءَ تہ اي الله خاص توکان مدد گهرون ٿا ڪنهن ٻئي کان نہ، هن آيت ۾ سوچڻ ۽ غور فڪر ڪرڻ جي هڪ خاص ڳالهہ آهي، ان خاص ڳالهہ لاءِ آءٌ هيترو عرض ضرور رکندس تہ قرآن حڪيم جي تفسير لکندڙن جي وڏي اڪثريت هن طرف ڌيان نہ ڏنو آهي تہ ڇا الله جي عبادت ايڏي ڪا وڏي مشڪل مهم آهي ڇا جنهن جي سرانجام ڏيڻ لاءِ الله جي اسپيشل مدد طلب ڪرڻ جي ضرورت پئجي وڃي ٿي يعني ٻانها پنهنجي عام قسم جي توفيق سان اهو ڪم نہ ڪري سگهن- ۽ واقعي قرآن جو تفسير قرآن سان واري ٽئڪنالاني بہ ٻڌائي ٿي تہ الله جي عبادت لاءِ الله جي استعانت الله کان مدد گهرڻ جي نوبت دنيا جي طاغوتي بادشاهن سان مقابلي مهل گهري وڃي ٿي ۽ طاقتور دشمنن سان مقابلي جي وقت گهري وڃي ٿي جيئن قرآن ٻڌايو تہ جناب موسي عليہ السلام پنهنجي قوم وارن کي فرعون سان مقابلي مهل فرمايو تہ "قال موسى لقومه استعينوا بالله واصبروا" يعني فرعونين سان مقابلي لاءِ الله کان مدد طلب ڪيو ۽ ثابت قدم بہ رهو- هاڻ هت سورت فاتحہ ۾ رب پاڪ جيڪا ڳالهہ دعا کان اڳ ۾ واري تعليم ۾ اياڪ نعبد جي اقرار واري سيڪاريائين يعني اي الله خاص تنهنجي عبادت ڪيون ٿا تہ انهيءَ سان گڏ ان عبادت گذاريءَ لاءِ ڪائنس مدد طلب ڪرڻ جي بہ تعليم ڏنائين- تہ هي عبادت ڪرڻ جي اقرار سان گڏ مدد طلب ڪرڻ جي ڳالهہ، هن حقيقت کي واضح ڪري ٿي ثابت ڪري ٿي تہ الله جي عبادت ڪو عام رواجي ڪم ناهي، بلڪ عبادت جي اهميت لاءِ پاڻ قرآن بہ سمجهايو آهي تہ يَا عِبَادِيَ الَّذِينَ آمَنُوا إِنَّ أَرْضِي وَاسِعَةٌ فَإِيَّايَ فَاعْبُدُونِ (29-56) يعني اي منهنجا اهي ٻانها! جن ايمان آندو آهي خاص منهنجي عبادت لاءِ جيڪڏهن ڪير اوهان کي تنگ ڪري تڪليف

ڏئي تہ ان ارضي واسعة منهنجي زمين ڪشادي آهي پنهنجي پراڻن ماڳن کان لڏي ڪنهن اهڙي طرف هليا وڃو جتي منهنجي عبادت ۽ حڪمن تي هلڻ ۾ اوهان کي ڪير بہ تڪليف نہ پهچائي- سوهن آيت مان ثابت ٿئي ٿو تہ اها عبادت جنهنجي ادائگي الله جي مدد کان سواءِ نارمل حالتن ۾ سرانجام نہ ڪري سگهجي ان کي پوڄا ۽ نماز تہ چئي سگهبو پر ان کي عبادت نہ چئي سگهبو جيئن قرآن حڪيم ان ماڻهوءَ لاءِ جيڪو دولت جي گهڻائي ڪري مغرور بنجي الله جي هر انهي ٻانهي کي جيڪو نظام صلوة جي قائم ڪرڻ لاءِ ماڻهن کي تيار ڪري ٿو تہ انهي کي روڪي ٿو (10-96) تہ نظام صلوة جي دشمن ماڻهن جو رڪاوٽون انهيءَ منزل تائين بہ پهچن ٿيون جو ٻانهن کي واياڪ نستعين جي فرياد ۽ اپيل ڪرڻ جي بہ نوبت اچي وڃي ٿي- يعني الله جي استعانت ۽ مدد کان سواءِ عبادت ڪرڻ صلوة قائم ڪرڻ مشڪل ٿيو پوي ۽ آيت (7-6-96) ٻڌايل تونگر ۽ دولتمند صلوة قائم ڪرڻ ۾ رڪاوٽ بنجي وڃي ٿو- هن آيت اياك نعبد واياك نستعين جو مختصر ايجابي ۽ مثبت پهلو هي ٿيو تہ عبادت جي معني الله جي حڪمن مڃڻ جو نالو آهي جيڪي احڪام هڪ خاص نظرياتي رعيت ۾ برابري واري مملڪت ۽ حڪومت قائم ڪرڻ لاءِ گهربل آهن ۽ انهن احڪامن کي دنيا جا ڦورو لٽيرا، ڪم چور، بغير محنتن جي دولت ڪمائڻ وارا جنهن کي قرآن مترفين سڏيو آهي اهي رڪاوٽون وجهندا مخالفت ڪندا، انهن جي مقابلي لاءِ الله پاڪ ٻن ڳالهين ۽ فارمولن جو ڏس ڏنو آهي، هڪڙو تہ انهن سان جيڪڏهن مقابلو ڪيو ٿا تہ پوءِ اياڪ نستعين تي عمل ڪيو، يعني الله جي مدد حاصل ڪيو- ان جو طريقو هي ٿيندو تہ اوهان پنهنجي نظريہ سَوَاء لِّلسَّائِلِينَ (10-41) يعني معاشي برابري ۽ وَأَن لَّيْسَ لِلْإِنسَانِ إِلَّا مَا سَعَى (39-53) يعني جيڪو ڪمائي سو کائي، جي پراپگندا ۽ پرچار ماڻهن ۾ عام ڪيو ۽ ماڻهن کي قرآن حڪيم جو هي نظريو چڱي طرح سمجهايو تہ إِنِ الْحُكْمُ إِلاَّ لِلّهِ (12-40) يعني بادشاهي حاڪميت ۽ قانون صرف الله جا هلندا، أَمَرَ أَلاَّ تَعْبُدُواْ إِلاَّ إِيَّاهُ يعني عبادت لاءِ حڪم آهي الله جو تہ اها ڪنهن ٻئي جي نہ ٿيندي صرف الله جي عبادت ٿيندي، هتي هڪ ئي آيت ۾ پهريائين الله جي حاڪميت جو ذڪر آيو الله جي قانونن جي حڪومت جو ذڪر آيو ان کان پوءِ حڪم ڪيو ويو تہ الله جو حڪم آهي تہ ان کان سواءِ ٻئي ڪنهن جي بہ عبادت ۽ حڪم نہ مڃو، سو هڪ ئي آيت ۾ پهريائين الله جي حاڪميت ۽ حڪومت جو ذڪر ان کان پوءِ ان جي عبادت جو حڪم آيو اها ترڪيب ۽ جوڙجڪ هي ثابت ڪري ٿي تہ عبادت جي معني قرآن جي سمجهايل نظام حڪومت جي تابعداري ڪرڻي آهي ۽ عبادت جي معني ڪا پوڄا پاٺ واري بي اثر انفرادي غرضن واري پرارٿنا ناهي، جهڙي نموني مسلم امت وارا نماز جي نالي سان رائج الوقت عبادت نامي پوڄا ڪن پيا جنهن منجهان ڪنهن بہ ڦورو نيٽو وارن استحصالي انقلاب دشمن مافيا کي ڪو خوف ٿيندو هجي جهڙي طرح مون اڳي پنهنجي ڪنهن اردو ڪتاب ۾ مولانا وحيد الدين جي ڪتاب جي حوالي سان هيءَ ڳالهہ لکي هئي تہ ويهين صدي جي شروع وارن ڏهاڪن ۾ عراق جي شهر بغداد ۾ ڪنهن ملڪي معاملن

متعلق اهڙي ميٽنگ ٿي جنهن ۾ برطانيه جو وزير خارجه به شريڪ ٿيو هئو صبح کان ميٽنگ هلندي ٻن پهري جو ٽائيم اچي ويو ۽ ميٽنگ دوران ڪنهن ويجهي مسجد مان اذان جو آواز اچي ويو ته ميٽنگ جا سڀ شريڪ عراقي اوچتو ئي چپ ٿي ويا ۽ هوريان هوريان سيئي نماز لاءِ اٿي هليا ويا ته برطانوي وزير انهيءَ ڳالهه تي ڏاڍو پريشان ٿي ويو ۽ پرسان وينل عراق ۾ برطانوي سفير کان پڇيائين ته هي ڇا جو آواز هئو ۽ هي ماڻهو ڪاڏي اٿي ويا ته جواب ۾ سفير صاحب ان کي سمجهايو ته هي مسلمانن جي نماز واري عبادت لاءِ آذان جو آواز هئو ۽ هي سڀ ماڻهو نماز پڙهڻ ويا آهن پوءِ وزير صاحب پنهنجي سفير کان پڇيو ته ڀلا هنن جي بانگ ۽ نماز مان برطانيه کي ته ڪو خطرو ڪونه ٿيندو! ته سفير چيس ته نه نه هنن جي هن نماز مان برطانيه کي ڪوبه خطرو ڪونهي- ان جواب کان پوءِ وزير صاحب جي پريشاني ختم ٿي، ليڪن الله پاڪ ته جنهن عبادت جو حڪم ڏنو آهي ان لاءِ ٻڌايو اٿس ته كَلَّا إِنَّ الْإِنسَانَ لَيَطْغَىٰ. أَن رَّآهُ اسْتَغْنَىٰ. إِنَّ إِلَىٰ رَبِّكَ الرُّجْعَىٰ. أَرَأَيْتَ الَّذِي يَنْهَىٰ. عَبْدًا إِذَا صَلَّىٰ (96-10-6) يعني خبردار جنهن وقت انسان دولت جي نشي ۾ سرڪش ٿي حدون ٽپڻ لڳندو آهي ۽ انکي الله ڏي موٽي حساب ڪتاب ڏيڻ جو انديشو نه رهندو آهي ته پوءِ اهو الله جي هر انهيءَ ٻانهي کي رڪاوٽون وجهندو آهي جيڪو قرآن جي نظام صلوة قائم ڪرڻ لاءِ جاکوڙيندو آهي، سو برطانيه وارن ويهين صدي ۾ دنيا جي سوين قومن کي غلام بنائي انهن جي علائقن جي پئداوار کي ڦري پنهنجي ملڪ کي سائو ستابو بنائي ڇڏيو ته انهن جي وزير خارجه جو عقل علم انديشو تمام سجاڳ هئيو جو هو مسلمانن جي نماز ۽ بانگ کان به ڊڄي رهيو هئو ته ڪاٿي هنن جي اها عبادت هنن جي قرآن ۾ ٻڌايل يَا عِبَادِيَ الَّذِينَ آمَنُوا إِنَّ أَرْضِي وَاسِعَةٌ فَإِيَّايَ فَاعْبُدُونِ (29-56) واري عبادت نه هجي، جنهن ۾ مؤمنن کي سمجهايو ويو آهي ته اي مؤمنو! پرواهه نه ڪجو جيڪڏهن اوهان کي ڪير منهنجي عبادت ڪرڻ جي ڪري رڪاوٽون وجهي تڪليفون ڏئي ايذاءَ ڏئي، ته ڪابه وڏي ڳالهه ڪانهي اوهان مورچو مٽائي ڪنهن ٻئي هنڌ وڃي الله جي ڏسيل حڪومت (97-4)) قائم ڪرڻ لاءِ ڪم ڪيو منهنجي زمين تمام ڪشادي آهي- سوچڻ جهڙي ڳالهه آهي ته دنيا جون طاغوتي طاقتون مئل مسلمانن کان به ڊڄن ٿيون اهو صرف ۽ صرف هن ڪري ته انهن کي چڱي طرح خبر آهي ته هنن وٽ موجود ڪتاب قرآن جي تعليم ايتري ته سوپر آهي جو ان سان مٽيءَ جا ماڻهو رڪ ۽ فولاد بنجي وڃن ٿا ۽ مرده قومون جياپو حاصل ڪري سجاڳ ٿي وڃن ٿيون- انڪري وزير صاحب کي به انديشو پئي ٿيو ته ڪاٿي عراقي عرب مسلمانن جي اها نماز قرآن واري صلوة نه هجي جنهن جي ذريعي محروم ماڻهن جي طعام جو بندوبست ڪرڻو پوندو آهي (74-43) ۽ جيڪا قرآن واري صلوة براين بدڪارين جو خاتمو آڻيندي آهي (29-45) ۽ جنهن قرآن واري صلوة سان الله طرفان ڏنل رزق ماڻهن مٿان خرچ ڪيو ويندو آهي (3-8) جو ته قرآني صلوة وارن مؤمنن ته عيسائين جي شاهه قيصر جي روم ملڪ کي فتح ڪيو هئو، سو جيڪڏهن قرآن واري صلوة امت مسلمه وٽ ايندي ته پوءِ برطانيه جو به خير ناهي- سو صلوة جيڪا گڏگورننس جي معني ۾ آهي (17-31) هيءَ موجوده نماز ان صلوٰة جهڙي نه ٿي سگهي ٿي جنهن صلوة لاءِ قرآن

حڪيم بڻايو آهي انڪي اهي ماڻهو سرانجام ڏيئي سگهندا جن کي الله کان سواءِ ڪنهن به بي ڪنهن بگ پاور حڪومت جو خوف نه هجي. (18-9)

اهدِنَــــا الصِّرَاطَ المُستَقِيمَ:

هدايت ڏي تون اسان کي سنئين وات جي-

## پهرين آيتن سان هن آيت جو ربط:

سورت فاتحہ جي شروع کان مالڪ يوم دين تائين چڻ ته ٿورن لفظن ۾ الله پاڪ ربوبيت عالمين لاءِ رحمانيت ۽ رحيميت جي طريقي سان نظام ڪائنات ۽ نظام سلطنت کي عدل انصاف ۽ معاشي برابري جي اصول سان هلائڻ جي رهنمائي فرمائي آهي جنهنڪي هنن لفظن سان چوڻ ۽ سمجهائڻ مناسب لڳي ٿو ته انهن مختصر جملن ۾ ايڏو وڏو منشور ڄڻ ته ڪوزي ۾ علم جو درياءُ ماپايل آهي ته ان ڪانپوءِ پڙهندڙ مؤمن کي پنهنجي سامهون ايڏي وڏي ذميداري نڀائڻ لاءِ، سرانجام ڪرڻ لاءِ ايتري ته تفصيلي ڄاڻ ۽ علم جي فهم جي ضرورت محسوس ڪرائي آهي جو هو پنهنجي لاءِ وک وک تي الله جي رهنمائي لاءِ طلبگار بنجي دعا ٿو گهري ته اهدِنَــــا الصِّرَاطَ المُستَقِيمَ (ربط جي عبارت ختم)

## آيت جي لفظن جي معني مطلب

لفظ هدايت جي هڪڙي معني اراءة الطريق يعني واٽ ڏيکارڻ ڪئي وئي آهي ٻي معني ايصال الي المطلوب ڪئي وئي آهي يعني منزل مقصود تائين پهچائڻ پهرين معني جي نسبت الله، رسول ۽ سين مؤمن صالح سڌارڪ ۽ غيرسڌارڪ غير مؤمن ماڻهن ڏي به ڪري سگهجي ٿي-

ٻئي قسم واري معني جي نسبت صرف ۽ صرف الله ڏي ڪري سگهجي ٿي، پهرين قسم واري معني جو مثال جيئن جناب ابراهيم عليہ السلام جو پنهنجي والد کي چوڻ ته يَا أَبَتِ إِنِّي قَدْ جَاءَنِي مِنَ الْعِلْمِ مَا لَمْ يَأْتِكَ فَاتَّبِعْنِي أَهْدِكَ صِرَاطًا سَوِيًّا (19-43) يعني اي منهنجا ابا بيشڪ مون وٽ آيو آهي اهڙو العلم جيڪو توکي نہ مليو آهي انڪري تون منهنجي تابعداري ڪر ڏيکاريندس توکي رستو سڌو- ٻيو مثال جناب موسي عليہ السلام جو فرعون کي چوڻ ته واهديڪ الي ربڪ فتخشي ڏس ڏيان مان توکي تنهنجي رب جي طرف پوءِ ڪو تو ۾ ربوبيت عالمين لاءِ ڪوئي خدا جو خوف جاڳي-

گمراهہ ۽ غلط قسم جو ماڻهو رستو ڏسي ان جو مثال قَالَ فِرْعَوْنُ مَا أُرِيكُمْ إِلَّا مَا أَرَى وَمَا أَهْدِيكُمْ إِلَّا سَبِيلَ الرَّشَادِ (29-40) يعني چيو فرعون تہ آءٌ توهان کي اهو ڪجهہ مشورو ڏيان ٿو جيڪو صحيح سمجهان ٿو ۽ آئون اوهان کي هدايت جي واٽ سان هلايان ٿو-

مون عرض ڪيو تہ هدايت جي هڪڙي معني آهي ايصال الي المطلوب يعني منزل مقصود تائين پهچائڻ ۽ ان معني واري هدايت صرف ۽ صرف الله عزوجل سان تعلق رکي ٿي

هدايت جو اهو قسم ٻئي ڪنهن به شخص کي حاصل ڪونهي ڪو ان جو مثال الله جي نزديڪ تمام وڏي مقرب هستي کي خطاب ته إِنَّكَ لَا تَهْدِي مَنْ أَحْبَبْتَ وَلَكِنَّ اللهَ يَهْدِي مَن يَشَاء وَهُوَ أَعْلَمُ بِالْمُهْتَدِينَ (27-56) يعني تون (اي رسول) جنهن لاءِ گهرين ان کي هدايت نٿو ڏئي سگهين، پر الله جنهن کي گهري ته ان کي هدايت ڏئي سگهي ٿو، ان ڪري جو اهو وڌيڪ ڄاڻي ٿو انهن کي جيڪي هدايت حاصل ڪرڻ وارا آهن- هن آيت ۾ رب پاڪ پاڻ کان سواءِ ٻين لاءِ منزل مقصود تائين پهچائڻ واري هدايت نه ڏئي سگهڻ جو دليل سمجهايو ته الله کان سواءِ جيڪي ٻيا هدايت ڪرڻ وارا آهن انهن کي ماڻهن جي اندر جي خبر نه آهي ته دل ۾ هدايت حاصل ڪرڻ لاءِ اهي ڪيترو چاهه رکن ٿا ڪيترو نٿا رکن اهو دليل رب پاڪ ڪيترن ئي هنڌن تي مختلف لفظن سان دهرايو آهي، جيئن وَاللّهُ لاَ يَهْدِي الْقَوْمَ الْكَافِرِينَ (2-264) يعني الله ڪافرن کي هدايت نه ڪندو ٻئي هنڌ آهي ته وَاللّهُ لاَ يَهْدِي الْقَوْمَ الْفَاسِقِينَ (5-108) يعني الله فاسقن کي هدايت نه ڪندو اجا ٻئي هنڌ فرمايائين ته إِنَّ اللهَ لَا يَهْدِي مَنْ هُوَ كَاذِبٌ كَفَّارٌ (3-39) يعني الله ڪوڙڳالهائيندڙ ڪافرن کي هدايت نه ڪندو، هدايت ضد آهي ضلالة جو ان لاءِ فرمايائين ته وَمَا أَنتَ بِهَادِي الْعُمْيِ عَن ضَلَالَتِهِمْ (27-81) يعني اي نبي! تون نه ئي انڌن کي انهن جي گمراهيءَ کان ڪڍي هدايت ڏيڻ وارو آهين- هن آيت ۾ هدايت جي ٻي معني مقصود تائين پهچائڻ واري مراد آهي ۽ هدايت نه ڪري سگهڻ جو ان ۾ دليل ۽ ثبوت به آهي-

الصِّرَاطَ المُستَقِيمَ:

لفظ صراط جي معني رستو ۽ واٽ آهي قرآن حڪيم ۾ هن جي وصف طور به لفظ آيا آهن هڪڙو سويا ٻيو المستقيم، صِرَاطًا سَوِيًّا (19-43) جي معني آهي رستو هموار ۽ سنئون، جنهن جون هيٺ مٿايون ليول ڪري برابر ڪيل هجن-

ٻي وصف آهي المستقيم، هن لفظ جي مصدر آهي استقامة، جنهن جي معني آهي جمت سان جميل، طاقت ۽ قوت سان سڌو ٿي بيهڻ وغيره جيئن قرآن حميد ۾ آيو آهي إِنَّ الَّذِينَ قَالُوا رَبُّنَا اللهُ ثُمَّ اسْتَقَامُوا تَتَنَزَّلُ عَلَيْهِمُ الْمَلَائِكَةُ (30-41) يعني بيشڪ اهي ماڻهو جن چيو ته اسان کي پالڻ وارو الله آهي ۽ پوءِ انهيءَ اعلان ۽ قول تي جمت سان قائم رهيا ته اهڙن ماڻهن سان الله جون ڪائناتي طاقتون ساٿ ڏينديون.................لفظ المستقيم جو اصل سه حرفي مادو، ق-و-م آهي- قرآن حڪيم ۾ جيڪو فرمايو ويو آهي ته إِنَّ هَذَا الْقُرْآنَ يِهْدِي لِلَّتِي هِيَ أَقْوَمُ (9-17) تحقيق هي ڪتاب قرآن انهن ڳالهين جي رهنمائي فرمائي ٿو جيڪي پڪيون پختيون مضبوط هجن-

ٻئي هنڌ فرمان آهي ته جَعَلَ اللّهُ الْكَعْبَةَ الْبَيْتَ الْحَرَامَ قِيَامًا لِّلنَّاسِ (5-97) يعني الله عزوجل ڪعبي واري محترم گهر کي، ڪمزور ماڻهن کي سگهه ڏيڻ وارو بنايو آهي ۽ پنهنجن پيرن تي بيهڻ واريون معنائون لفظ المستقيم ۾ سمايل آهن ۽ انهن معنائن سان هتي سورت فاتحہ ۾ جيڪا دعا جي عبارت ۽ متن ۾ گهر ڪئي وئي آهي ته اي اسان جا رب هدايت ڪرتون

اسان کي صراط المستقيم جي تہ ان جي معني صاف صاف هيءَ ٿري ڪري سامهون آئي تہ اي اسان جا رب هدايت ڏي تو اسان کي قرآن مجيد جي، منهنجي هن توجيہ جو ثبوت هي بہ آهي تہ رب پاڪ فرمايو تہ (6-126) هن قرآني عبارت تي غور ڪيو تہ رب پاڪ هٰذا جي اشاري سان صراط مستقيم جي تعبير ۽ مصداق قرآن حڪيم جي آيتن کي قرار ڏنو آهي- توڻي ڪٺي ٻين ترجمي ۽ تفسير لکندڙن صراط مستقيم جي معني ۾ دين ۽ اسلام مراد ورتي آهي ليڪن قرآن حڪيم جون جملي صراط مستقيم جي معني مفهوم لاءِ آيتون نهايت پڌري پٽ پابند بنائين ٿيون تہ صراط مستقيم مان مراد ڪتاب قرآن حڪيم آهي، جيئن سورت مائده ۾ اسان کي تعليم ڏنائين تہ (5-16) يعني بيشڪ توهان وٽ الله جو نور آيو آهي جنهن کي کولڻ ۽ پڌرو ڪرڻ وارو ڪتاب بہ اچي ويو آهي جنهن سان الله پاڪ هدايت فرمائيندو انهي ماڻهوءَ کي جيڪو الله جي رضا وارن حڪمن جي پيروي ڪندو سلامتيءَ وارن رستن تي ان کي هلائيندو ۽ انهن کي انڌيرن مان ڪڍي روشنيءَ جي طرف آڻي ڪين هدايت ڏيندو صراط المستقيم جي طرف، تہ هن آيت نهايت صاف لفظن سان ڪتاب مبين سان هدايت ڏيڻ واري تعليم کي صراط مستقيم ڪري ڪوٺيو آهي، هوئڻ جن ترجمو ڪندڙ ۽ تفسير ڪندڙ عالمن صراط مستقيم جي معني قرآن بدران دين ۽ اسلام ڪئي آهي ان کي حاصل مطلب جي طور تہ درست چئي سگهجي ٿو ليڪن صراط مستقيم مان سڌي طرح مصداق قرآن آهي، جيئن اوهان هينئر سورت مائده جي آيت ۾ ان حقيقت کي سمجهو- جيڪڏهن ڪير صراط مستقيم مان مراد قرآن جي هجڻ جو انڪار ڪندو تہ اهڙي تعبير منجهان دين اسلام سکڻ ۽ سمجهڻ لاءِ ٻين غير قرآني ۽ غير خداوندي علمن ۽ ماخذن جو شرڪ بالله جو دروازو کلي پوندو- بلڪ وڏي عرصي کان کلي بہ پيو آهي جو مسلم امت ۾ دين اسلام جي نالي ديني تعليم وارن مدرسن ۾ قرآن حڪيم منجهان ديني مسئلا سکڻ بدران اهل فارس جي قرآن دشمن امامي علمن منجهان امت مسلم جي اولاد کي انهن امامن جون فقهي ڳالهيون ۽ روايتون پڙهايون وڃن ٿيون ۽ مسلم عوام کي ٻڌايو ٿو وڃي تہ اهي فقهي مسئلا انهن امامن قرآن منجهان ڪڍي اسان کي ڏنا آهن ۽ هاڻي انهن امامن کان پوءِ قرآن ۾ غور فڪر ڪري ٻيهر ڪي ڳالهيون سکڻ جي ضرورت نہ آهي، پر انهن سين فقہ ساز امامن جي فقهن جو قرآن سان ڪوبہ تعلق ناهي، جڏهن تہ انهن امامن پنهنجي فقهي مسئلن ۽ حديثن ۾ ڇهن سالن جي ڇوڪري سان نڪاح ۽ لوهي ڇلي، کي مهر ۾ ڏيڻ يا ڏهہ درهم يعني اڍائي روپيہ مهر ۾ ڏيڻ سنين وٽ ۽ اهل شيعت وٽ پنج سودرهم يعني سواسو روپيہ ڏيڻ سان مهر جو مسئلو حل ٿي وڃي ٿو- ۽ ماڻهن کي غلام بنائي ٻورن ڊڳن وانگر انهن جو واپار ڪرڻ کي بہ اڄ تائين جائز قرار ڏين ٿا- جڏهن تہ اهي ڳالهيون قرآن ڏي منسوب ڪرڻ امامي لڏي وارن جا اهي سراسر ڪوڙ آهن ۽ اهي ڳالهيون قرآن تي ۽ حديثن جي حوالن سان بہ جناب رسول عليہ السلام جن جي مٿان بہ سراسر الزام

۽ بهتان آهن- قرآن حڪيم غلام سازيءَ جي مٿان پنهنجي نازل ٿيڻ جي مدني دور ۾ ئي بندش وجهي ڇڏي هئي. (8-27) (47-4) ۽ مهر جي رقم ۽ مهر جي مقدار جي باري ۾ منڊيءَ جو لوهي چلو يا ڪپڙي جو چيوٿو اهي سڀ ڳالهيون عورتن کي ذليل بنائڻ واريون امامي فقهن ۽ روايتن جون آهن، قرآن مهر ڏيڻ جي جيڪا ڳالهه ڪئي آهي پڙهي ڏسندا سورت نساء جي آيت نمبر ويهه وَإِنْ أَرَدتُّمُ اسْتِبْدَالَ زَوْجٍ مَّكَانَ زَوْجٍ وَآتَيْتُمْ إِحْدَاهُنَّ قِنطَارًا فَلاَ تَأْخُذُواْ مِنْهُ شَيْئًا (20-4) سو جيڪڏهن صراط مستقيم جي معني ۽ مفهوم قرآن حڪيم طرفان پنهنجو تفسير پاڻ (14-5) واري اصول تي خود قرآن مراد نه ورتو ويندو ته پوءِ قرآن مخالف علمن مان جان ڇڏائڻ مشڪل ٿي پوندي ۽ قرآن حڪيم پنهنجو تفسير پاڻ سمجهائڻ لاءِ سيکاريو ته وَلَقَدْ صَرَّفْنَا فِي هَذَا الْقُرْآنِ لِيَذَّكَّرُواْ وَمَا يَزِيدُهُمْ إِلاَّ نُفُورًا (41- 17) يعني بيشڪ اسان ماڻهن جي سمجهائڻ لاءِ قرآن جي آيتن کي ڦيرائي ورائي آندو آهي پر انهن کي تصريف آيات واري تفسير منجهان وڌيڪ نفرت ٿئي ٿي.

## هن آيت منجهان ثابت ٿيندڙ احڪام ۽ مسئلا

هاڻي جڏهن هن آيت ڪريمه ۾ قرآن حڪيم جنهن دعا جي تعليم سيکاري ته الله کان صراط مستقيم جو مطالبو ڪيو ۽ قرآن حڪيم پاڻ اهو به سيکاريو ته صراط مستقيم مان مراد قرآن جا سمجهايل مسئلا ۽ قانون آهن (68-4) ان کان پوءِ دين اسلام جي نالي تي ٻين غير خداوندي ۽ قرآن مخالف يعني امامي علمن کي دين جي نالي تي پڙهڻ پڙهائڻ، اهو خود پنهنجي دعویٰ (17-9) جي به خلاف ٿيندو ۽ هن آيت جي روشنيءَ ۾ قرآن سان بغاوت قرار ڏني ويندي.

صِرَاطَ الَّذِينَ أَنعَمتَ عَلَيهِمْ غَيرِ المَغضُوبِ عَلَيهِمْ وَلاَ الضَّالِّينَ.

ترجمو: رستو انهن ماڻهن جو جن جي مٿان تو انعام عطا ڪيو جيڪي اهي (انعام ڪيل ماڻهو) نه ڪڏهن غضب ۽ ڏمر ڪيا ويا ۽ نه ئي وري گمراهه ٿيا.“

## لفظن جي جدا جدا معنيٰ

انعام معنيٰ احسان، غضب: معني ڪنهن کي ڏوهه جي سزا ڏيڻ مهل ڪاوڙ ۾ رت جو ٽهڪڻ: خيال اهو اسم فاعل آهي ضلال جو معني آهي سڌي واٽ کان هٽائڻ ۽ گمراهه ڪرڻ، جاڻي واڻي توڻي پل ۾.

هن آيت ڪريمه جي ترجمي ڪرڻ ۾ قرآن حڪيم جي ترجمي ڪندڙن جي وڏي اڪثريت وارن غيرالمغضوب عليهم والضالين جي معنيٰ هيءَ ڪئي آهي ته (هدايت ڪر تون اسان کي صراط مستقيم جي جيڪا واٽ انهن ماڻهن جي جن جي مٿان تو انعام ڪيو) ۽ نه واٽ انهن ماڻهن جي جيڪي غضب هيٺ آيل ۽ گمراهه هئا، هتي بريڪيٽ کان پوءِ واري ترجمي ۾ خرابي هيءَ آهي ته اهڙي دعا سان جڻ ته ذهن هن ڳالهه ڏي به وڃي سگهي ٿو ته رب پاڪ جهڙي

طرح هدايت ۽ صراط مستقيم جو انعام ڪري ٿو پنهنجي ٻانهن تي اهڙي طرح هو پنهنجي ٻانهن تي ڏمر ۽ غضب به ڪري ٿو ۽ گمراهه به ڪري ٿو، جڏهن ته رب پاڪ ڏانهن اهڙي قسم جو تصور به نٿو ڪري سگهجي، اصل ۾ قرآن حڪيم اندر جيترا پيرا به انسانن لاءِ اهڙي قسم جي سزائن ۽ بري انجام جو ذڪر آيل آهي انهن آيتن کي اسان صحيح طرح سمجهي ناهيون سگهيا اصل ۾ الله عزوجل مڪافات عمل جو قانون ۽ سسٽم اهڙي قسم جو ته خودڪار ۽ آٽوميٽڪ نموني ٺاهو آهي جو اهو ٻانهي ج نيڪ يا بد عمل پانيهي انجي اڪائونٽ ۾ جمع ٿئي ٿو قيامت واري حساب وقت ترازو جا پلڙا ٻڌائيندا ته (6 ڪان 9-11) هي شخص جنت جي لائق آهي يا جهنم جو حقدار آهي رب پاڪ ته بهشت لاءِ به ڪڏهن ڪٿي ڪونه فرمايو آهي ته اهو ڪنهن کي مون انعام ۾ ڏنو آهي، بلڪ هي قانون سمجهايو آهي ته أُوْلَئِكَ أَصْحَابُ الْجَنَّةِ خَالِدِينَ فِيهَا جَزَاء بِمَا كَانُوا يَعْمَلُونَ (46-14) يعني اهل جنت کي جيڪا اها هميشه لاءِ جنت ملي آهي اها انهن جي عملن جي بدلي سبب ڏني وئي آهي مفت ۾ ناهي ملي، انعام ۾ ناهي ملي اهڙي نموني جهنم به عملن ۽ ڪرتوتن جي سبب سان پڙ پوندو جيئن فرمايو ويو آهي ته بِمَا كَانُواْ يَكْسِبُونَ (9-95) هن سموري پٽاڙ جو مطلب هي آهي ته الله پاڪ ڪنهن کي به هروپرو نه سزا ڏيندو آهي نه ئي گمراهه ڪندو آهي، انڪري غير المغضوب عليه ولاالضآلين جو ترجمو هن طرح صحيح ٿيندو ته (هدايت ڪرتون اسانکي صراط مستقيم جي جيڪا واٽ انعام ڪئي تو انهن ماڻهن تي جيڪي نه مغضوب هئا ۽ نه ئي ڪنهن کي گمراهه بنائيندڙ. هت انعام جي مفهوم لاءِ به وضاحت ڪرڻ ضروري سمجهان ٿو ته انسان ذات جي هدايت لاءِ نبين جو موڪلڻ ۽ انهن جي معرفت ڪتابن جو ملڻ اهو سڀ الله جو انعام آهي جيڪو سموري نوع انسان جي لاءِ آهي ان ۾ مؤمن ڪافر سڀ شريڪ آهن پوءِ اها جدا ڳالهه آهي ته ڪو الله جي اعام جو فائدو وني حق سچ جي هدايت واري واٽ تي هلي ته ڪوئي وري نه هلي- جيئن رب پاڪ فرمايو ته إِنَّا هَدَيْنَاهُ السَّبِيلَ إِمَّا شَاكِرًا وَإِمَّا كَفُورًا (76-3) يعني اسان ته ان کي هدايت جي واٽ ڏيکاري ڇڏي اڳتي انجي مرضي جو هو شڪر گذار بنجي يا هدايت جو انڪاري ڪافر بنجي-

## هن آيت ڪريم مان ثابت ٿيندڙ مسئلا ۽ احڪام

جيئن ته دعا م صراط مستقيم جو يعني مطالبو ڪيو ويو آهي ۽ صراط مستقيم بابت اڳتي هي به پڌرائي ڪئي وئي آهي ته اها واٽ جيڪا تو پنهنجي خاص ٻانهن جي مٿان انعام فرمائي ته پوءِ رب پاڪ انهن انعام يافته ٻانهن جو به پيرا تعارف ڪرايو هڪڙو ته اهي ڪڏهن به الله جي ڏمر ۽ غضب هيٺ نه آيا هوندا ۽ نه ئي وري اهي مانهن کي گمراهه ڪندڙ هوندا- ان ڪان پوءِ انهن انعام يافته هستين جو ٻيو تعارف رب پاڪ هي ڪرايو ته فَأُوْلَـئِكَ مَعَ الَّذِينَ أَنْعَمَ اللّهُ عَلَيْهِم مِّنَ النَّبِيِّينَ وَالصِّدِّيقِينَ وَالشُّهَدَاء وَالصَّالِحِينَ وَحَسُنَ أُولَـئِكَ رَفِيقًا (69-4) يعني انعام ڪيل

صديق جي معني آهي ايمان آڻڻ ۾ اتم درجي وارا (57-19) ۽ شهيد مان مراد آهي جڳ لاءِ جيئڻ وارا، پوءِ انهن جي تعارف پنيان رب پاڪ فرمايو ته وَحَسُنَ أُولَـٰئِكَ رَفِيقًا (69-4) يعني دنيا ۾ رفاقت لاءِ ساٿ ڏيڻ ۽ وٺڻ لاءِ دوستيءَ لاءِ اها ٽيم انهن وصفن وارا ماڻهو پلي ۾ پلا ساٿي آهن ۽ اوهان به انهن جي رفاقت ۾ رهو، پوءِ جيئن ته سورت فاتحہ جي آخري آيت جي الَّذِينَ أَنْعَمَ اللّٰهُ عَلَيْهِم وارن جو تعارف سورت نساء جي آيت نمبر 69 ۾ ڪرايو ويو ۽ ان جاءِ تي انهن جي رفاقت ۾ رهڻ ۽ ساٿ ۾ رهڻ کي به سارهايو ويو ته اهوئي حڪم ۽ مسئلو سورت فاتحہ جي آخري آيت جوئي قرار ڏبو ته رفاقت انبياءَ، صديقين، شهداء ۽ صالحين جي افرادن سان رکڻي آهي ۽ انبياء جي عوض اها رفاقت قرآن سان رکي ويندي باقي گروهن وارا پنهنجي تشخص ۾ ڳولي انهن جي رفاقت حاصل ڪجي ۽ انهي چونڊ ۽ تلاش ۾ غيرالمغضوب عليهم ولاالضالين جي ڪسوٽي کي به هر وقت ذهن ۾ رکڻو پوندو- يعني مغضوب ۽ گمراهہ ڪندڙ ماڻهن سان دوستي رکڻ کان ڪنارو ڪبو رهبو-

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

**سورة البقره: (1-2)**

اڳين سورت سان ربط= سورت فاتحه ۾ دعا گهري وئي ته اسانکي صراط مستقيم جي هدايت فرماءِ جواب ۾ ٻڌايو ويو ته ذَٰلِكَ الْكِتَابُ لَا رَيْبَ فِيهِ هُدًى لِّلْمُتَّقِينَ يعني توهان جي مطالبي جي جواب ۾ توهان کي هي ڪتاب ڏنو ٿو وڃي-

| |
|---|
| بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ |

ترجمو-

شروع ساڻ نالي الله جي جيڪو سڀني جي انتظام ڪرڻ کان سواءِ ۽ سڀني جي بندوبست ڪرڻ کانپوءِ رحم ڪرڻ وارو آهي

| |
|---|
| الٓمّٓ(1) |

الف، لام، ميم- هي جدا جدا حرف قرآن حڪيم جي سورتن منجهان اٺٽيهه سورتن جي منڍ ۾ ڪٿي ساڳيا ساڳيا ۽ ڪٿي ٻيا ٻيا استعمال ڪيا ويا آهن، هنن کي عربي ٻوليءَ ۾ مخففات چئبو آهي انگريزي ٻولي وارا هنن کي شارٽ فارم سڏين ٿا، عربي ۽ انگريزي ٻولي وارا هڪڙيئي مقصد سان يعني نالن جي پوري لفظ اچارڻ بدران ان لفظ جو صرف هڪڙو پهريون حرف اچارن ٿا، مقصد ٻنهي جو نالي کي ڊيگهه بدران مختصر ڪرڻ آهي- البت انهن ٻنهي ٻولين جي انهيءَ عمل ۾ هڪ فرق به آهي، اهو هي ته انگريز نالي واري لفظ جو صرف شروع وارو حرف اچاريندا آهن، جڏهن ته عرب نالي جي مڙني حرفن منجهان ڪو به هڪڙو حرف، شروع وارو وچ وارو خواه پڇاڙي وارو استعمال ڪندا آهن عربي ٻوليءَ جي گرامر وارن ڪتابن مطابق نالن ۾ تخفيف جي عمل کي ترخيم في المنادي سڏيو ويو آهي، عربي ٻولي ۾ اهڙي استعمال جو هڪڙو مثال پيش ڪجي ٿو، هي ڪنهن عرب شاعر جي بيت جو هڪڙو بند آهي ته قلت لها قفي قالت ق- يعني مون پنهنجي محبوبه کي چيو ته بيهه! جواب ۾ ان سالم قفت لفظ چوڻ بدران صرف قاف چيو، جنهن جي معني آهي ته حاضر آئون بيهي ويس، سو جيڪڏهن ادب جي قديمي ذخيرن ۾ ڳولا ڪئي ويندي ته اهڙا ٻيا به ڪوڙ مثال ملي سگهندا، عام طور وڏي گهٽائي وارن ترجمي ڪندڙن ۽ تفسير لکندڙن قرآن حڪيم جي سورتن جي منڍ ۾ استعمال ڪيل انهن جدا جدا حرفن بابت به ڳالهيون ڪيون آهن هڪڙي ته انهن حرفن جو نالو انهن مقطعات رکيو آهي جنهن جي معني آهي ڪٽيل ۽ جدا ڪيل، ٻي ڳالهه هيءَ ته اهڙي ترجمن ۽ تفسير لکڻ وارن انهن حرفن کي بي معنيٰ ۽ مهمل بي مقصد سڏيو آهي، آئون انهن ٻنهي ڳالهين ۽ موقفن کي رد ڪيان ٿو ۽

سندن اهڙي موقف تي ڪين بدباطن يا جاهل يا لڪير جو فقير قرار ڏيان ٿو- جن مفسرن ۽ مترجمن چيو آهي ته جن قرآني سورتن جي منڍ ۾ جيڪي جدا جدا مختلف حرف آيا آهن انهن جي ڪا به معني ڪانهي، ڪن چيو آهي ته معني ته آهي پر اها صرف الله ٿو ڄاڻي ۽ بس اجا ڪن چيو آهي ته معني ته آهي پر اها صرف الله ۽ رسول ڄاڻن ٿا ٻيو ڪوئي به نه، سو اهي ٽيئي قول باطل ۽ ڪوڙا آهن انهيءَ جو ثبوت قرآن حڪيم مان لکجي ٿو ته كِتَابٌ فُصِّلَتْ آيَاتُهُ قُرْآنًا عَرَبِيًّا لِّقَوْمٍ يَعْلَمُونَ (3-41) يعني هن آيت ڪريمه ۾ دعوىٰ ڪئي وئي آهي ته قرآن حڪيم اهڙو ڪتاب آهي جنهن جون جملي آيتون تفصيل سان کوليون ويون آهن- ۽ وري آيتن جي شروع وارا حرف اٽڪيهن منجهان اندازاً ٽن چئن سورتن کان سواءِ باقي سڀن سورتن جي شروع ۾ اهي صرف هڪ مڪمل آيت جي طور تي آيل آهن پوءِ جيڪڏهن انهن جي مقصد ۽ مفهوم جي تفصيل جو انڪار ڪيو ويندو يا انجي معنىٰ مفهوم ڪي صرف الله تائين محدود يا الله ۽ رسول تائين محدود ڄاتو ويندو ته تڏهن به ٽنهي صورتن ۾ هيءَ (3-41) آيت ڪوڙي ٿي پوندي يا ان آيت جي مخالفت ٿي پوندي سو ڄاڻڻ گهرجي ته هي آيت سچي آهي ۽ مخفف حرفن کي بي مقصد قرار ڏيڻ وارا يا انهن جي مفهوم کي الله ۽ رسول تائين محدود قرار ڏيڻ وارا غلطي تي آهن انهن لاءِ هي دليل ڏجي ٿو جو انهن ڇڻ ته سورت حم السجده جي آيت نمبر 3 جو ته انڪار ڪيو آهي!! ڇو ته ان آيت ۾ ته قرآن جي سڀن آيتن جي مفصل هجڻ جي دعوىٰ ڪئي وئي آهي-

دليل نمبر-2 جيڪڏهن اهڙن مترجمن ۽ مفسرن جي مٿي ڄاڻايل نظريي تي مخفف حرفن کي بي مقصد يا الله ۽ رسول وچ ۾ محدود قرار ڏيڻ کي قبول ڪيو ويندو ته پوءِ سورت ص جي آيت نمبر 29 جو انڪار لازم ٿي ويندو جنهن ۾ فرمايو ويو آهي ته كِتَابٌ أَنزَلْنَاهُ إِلَيْكَ مُبَارَكٌ لِّيَدَّبَّرُوا آيَاتِهِ (29-38) يعني اي نبي اسان تنهنجي طرف اهڙو ته ڄمت وارو مضبوط ڪتاب نازل ڪيو آهي جو هن جي آيتن تي غور فڪر ۽ تدبر ڪرڻ تمام ضروري آهي- سو محترم پڙهندڙو! جيڪڏهن مخفف حرفن جي معني کي الله رسول کان سواءِ عام انسانن لاءِ نه مڃيو ويو ته پوءِ غور فڪر ۽ تدبر ڪرڻ جي حڪم تي عمل ڪرڻ ته نه ٿي سگهندو ۽ ڇڻ ته اهڙي صورت ۾ سورت ص جي هن آيت جو به انڪار ڳڇيءَ ۾ پئجي ويندو-

دليل نمبر-3 ۽ جيڪڏهن مٿي ڄاڻايل ماجرا مطابق انهن مخفف حرفن جي مقصديت الله رسول کان سواءِ عام ماڻهن لاءِ ناهي ته پوءِ ڇڻ انهن واسطي اهي حرف سمجهه کان مٿي ۽ بي مقصد ۽ نامعلوم مفهوم وارا ٿيا ته پوءِ قرآن حڪيم اهڙن بي مقصد آوازن اچارجڻ وارن حرفن کي ڏسو ڇا ته سڏيو آهي، فرمايائين ته وَمَا كَانَ صَلاَتُهُمْ عِندَ الْبَيْتِ إِلاَّ مُكَاء وَتَصْدِيَةً فَذُوقُواْ الْعَذَابَ بِمَا كُنتُمْ تَكْفُرُونَ(35-8) يعني انهن مشرڪن جي ڪرت هي آهي ته انهن جي بيت الله ۾ صلوٰة بي مقصد بي معني واويلا واريون سينديون ۽ ڳٽڪرون هونديون هئيون، سو هاڻ

انهن لاءِ حڪم آهي ته اوهان پنهنجي اهڙن ڪفريہ ڪرتوتن سبب عذاب ۽ سزا چڪي ڏسو- مهربان پڙهندڙ پائرو! گهٽ ۾ گهٽ قرآن حڪيم جي هنن ترخيم تخفيف ۽ شارٽ فارم وارن حرفن کي قرآن دشمنن جيڪو بليڪ آئوٽ ۽ انڌيري ۾ رکڻ جون جيڪي حرفتون ڪيون آهن اهي هنن مختصر پيش ڪيل آيتن مان اوهان اندازو لڳائي ويا هوندا ته قرآن دشمن مافيا وارن دنيا وارن کان قرآن جي مفهوم کي لڪائڻ جي ڪيتري نه حيلي بازي ڪئي آهي، پراڻن قرآن دشمنن جي جاءِ نشين هاڻوڪن قرآن دشمنن وري تازو ڪجهه سالن کان وني هٿ نوڪين ڪوڙين حديثن جي آڙ ۾ قرآن جي ستن قرائتن ۾ نازل ٿيڻ جي ڍڪوسلي هيٺ جدا جدا قرائتن وارا قرآن حڪيم جا ڇاپا ڇپرائڻ به شروع ڪيا آهن، انهيءَ گينگ جو هونئن ته اصل سرپرست اڄ تائين اهو پراڻو اتحادثلاثه آهي، جيڪو يهود، مجوس ۽ عيسائين تي مشتمل آهي ، پر انهيءَ ٽرائيڪا جا جيڪي مسلم امت ۾ فٽ ڪيل جبن ۾ لڪل ايجنٽ آهن انهن جڏهن هي يقين ڪري ورتو آهي ته دين اسلام جي نالي قائم ڪيل مذهبي تعليم جي مدرسن منجهان قرآن حڪيم جي تفهيم القرآن بالقرآن، واري ٽئڪنالاجيءَ کي انهن مڪمل طور امت مسلمہ کان ذهنن تان ميٽي ميساري ڇڏي آهي. ان جاءِ تي مذڪور ٽرائيڪا جي ڳجهي سرپرستيءَ ۾ امامي علمن کي قرآن جو متبادل ۽ قائم مقام علم قرار ڏيئي مجائي ڇڏيو آهي، جنهن ۾ دولت جي ذخيره اندوزي، غلام سازي ۽ عورت جي تذليل جي جواز وارا امامي فقہ امت مسلمہ جي نسلن کي دين جي نالي عربي مدرسن ۾ پڙهايا وجن پيا، ته هاڻي انهن مافيائن قدم اڳتي وڌائيندي، انهن قرآن مخالف علمن جي بيساکيءَ تي خود قرآن حڪيم جي متن ۾ به قرائتن جي نالي تي ترميمون ۽ تبديليون ڪرڻ شروع ڪري ڏنيون آهن جن جي ثبوت لاءِ انهن جا اهڙا بدلايل قرآن جا الفاظ علم حديث ۾ موجود آهن يا سعودي حڪومت طرفان مجمع ملڪ فهد اداري جو حرفي واڌارن سان تحريف ڪيل قرآن البوزي نالي نيٺ تي اهڙو حرفي واڌارن وارو قرآن اچي چڪو آهي.

سو نالن جي شروعات ۾ انهن نالن جي ڪنهن به حرف کي ان پوري نالي جي بدل ۽ عوض طور بطور اختصار جي، لکڻ جي رواج ۽ طريقي جو ڏس سورت الصافات جي آيت نمبر 123 کان 130 تائين جناب الياس عليہ السلام جي تذڪري منجهان ملي ٿو- جناب الياس عليہ السلام جي تذڪري کان اڳ ۾ جناب نوح عليہ السلام جناب ابراهيم عليہ السلام جناب موسي ۽ هارون عليهما السلام جي مختصر تعارفن کان پوءِ اخير ۾ انهن جي نالن کان اڳ ۾ سلام عليہ- سلام عليہ جي جملن سان انهن کي خراج تحسين پيش ڪيو ويو آهي ان لاءِ انهن جي شروع ۾ نالي کان پوءِ انهن جو اخير ۾ جيڪو ساڳيو نالو دهرايو ويو ته اهو عام لکڻي مطابق گڏيل هيو ۽ آهي باقي صرف جناب الياس عليہ السلام جي نالي جي لکڻيءَ ۾ هي فرق ڪيو ويو آهي ته انجو منڍ ۾ لکيل نالو ته عام طور گڏيل حرفن واري ترڪيب سان آهي پر پڇاڙي ۾ (130-37) خراج تحسين ڏيڻ مهل شروع وانگر الياس

لکڻ بدران جدا جدا حرف آٽي ال ياسين ڪري نالو لکيو ويو آهي جنهن ۾ صاف صاف طريقي سان هيءَ سمجهاڻي ڏني وئي آهي ته نالن جي ترڪيب ۾ ڪتب آندل حرف جدا جدا به بطور ترخيم ۽ تخفيف جي ڪم آٽي سگهجن ٿا- سو، ال ياسين نالي جي حرفن ڪي صورت خطي ۾ جدا جدا آڻڻ مان اهوئي مقصد آهي ته قرآن جي ڪجهه سورتن جي منڍ وارا جدا جدا حرف به نالن جي ترڪيبي حرفن منجهان ئي هڪ هڪ حرف ڪري آندا ويا آهن- هن پڙهائيءَ کان پوءِ ڪوئي شخص هي سوال ڪري سگهي ٿو ته ال ياسين جي مثال ۾ ته الله پاڪ ان نالي جا سڀ اکر گڏ ڪري آندا، آهن ڪوئي ان نالي جو صرف هڪ اکر ته ڪونه آندو آهي جيئن ڪن سورتن جي منڍ ۾ هڪ هڪ اکر آندل آهي ته جواب ۾ عرض آهي ته هت آيت (37-130) ۾ صرف جدا جدا ڪيل حرفن مان ڪوئي هڪ حرف نالي جي مرڪب حرفن منجهان استعمال ڪرڻ جي جواز جو ئي ڏس ڏنو ويو آهي، ۽ انهن جي هڪ هڪ ڪري استعمال ڪرڻ جي جائز هجڻ جو دليل ته آيت إِنَّهُ لَحَقٌّ مِّثْلَ مَا أَنَّكُمْ تَنطِقُونَ(23-51) آهي يعني قرآن حڪيم جي ڪلام جي حقانيت اوهانجي پنهنجي گفتگو واري طريقي ۽ محاورن جو عربي ٻولي ۾ رائج هجڻ جو ثبوت عربي جي علم نحو جي سيني ڪتابن ۾ باب ترخيم في المناديٰ جائز، جي عنوان وارا فصل ۽ باب آهن جن جي مختصر تشريح هي آهي ته ڪنهن به شخص کي سڏ ڪرڻ مهل انکي انجي نالي جي حرفن ۾ ڪٽوتي ڪري اڌ اکري طريقي سان سڏي سگهجي ٿو، لفظ رخم ۾ خا جي شدسان جي لغت ۾ معني آهي پڇ ڪپڻ ۽ هلڪو ڪرڻ- هن عمل تخفيف ۽ ترخيم جي لاءِ عربي ٻوليءَ جو جيڪو رواج ٻڌايو ويو ته ان عمل تخفيف۽ ترخيم سان نالي جي ڪنهن به حرف کي نالي جو عوض ۽ بدل قرار ڏيڻ کي جائز قرار ڏيندا آهن ته انهن جي اهڙي رواج مطابق الٓمٓ جي حرفن منجهان ڪوئي شخص حرف الف منجهان الله جي نالي کي مصداق قرار ڏئي ٿو ۽ ٻئي هنڌ آيل مخفف حرفن ڪهيعص جي اندر حرف عين جو مصداق به الله جي نالي عليم کي قرار ڏئي ٿو اڄا وري به سورت المؤمن جي مخفف حرفن حم جي ح مان مراد حڪيم ۽ ميم جو مصداق ساڳيو عليم قرار ڏئي ٿو انڪانپوءِ سورة حم السجده جي شروع ۾ آيل مخفف حرفن حم منجهان ح جو مصداق الله جي نالي حميد کي قرار ڏئي ٿو ۽ حرف ميم جو مصداق الله جي نالي مجيد کي قرار ڏئي ٿو ته اهڙا سڀ عمل جائز آهن- هاڻي سوال پيدا ٿئي ٿو ته هيءَ ڳالهه سمجهه ۾ آئي ته ڪنهن به حرف جي هڪجهڙائي جي بنياد تي ڪو به نالو تجويز ڪري سگهجي ٿو، پر ڇا انهيءَ لاءِ ڪو دليل ۽ استدلال وارو ڪو اصول به آهي يا اهو سڀ ڪنهن جي مرضيءَ تي ڇڏيل آهي ته هر ڪو پنهنجي ڇڙواڳ مرضيءَ مطابق مخفف حرفن مان مماثلت وارا نالا تجويز ڪري- انهيءَ سوال جو جواب هي آهي ته مخفف حرفن منجهان ساڳين حرفن وارن نالن مان ڪوبه نالو تجويز ڪرڻ جو مثال ح حرف جو مصداق ڪنهن جاءِ تي حميد ته ڪنهن جاءِ تي حڪيم تجويز ڪرڻ ۽ الله جو نالو ڪنهن جاءِ تي الم جي لام منجهان مراد وٺڻ ۽ ڪنهن جاءِ تي مخفف حرفن ڪهٰيعص ۾ استعمال ڪيل حرف ع

منجهان الله جو نالو عليم مراد وٺڻ بہ جائز آهي پر انهن نالن جي تجويز ڪرڻ ۽ مصداق بنائڻ لاءِ هڪ اصول ۽ قائدو آهي، جيڪو هي آهي تہ لاڳاپيل حرف منجهان ڪوبہ ترجمو ڪندڙ ۽ تفسير ڪندڙ پنهنجي تجويز ڪيل نالي ۽ مصداق بنايل نالي جي معنويت ڪي اڳتي سورت ۾ بيان ٿيندڙ مسئلن، مضمونن ۾ هي محسوس ڪري هي ثابت ڪري ڏيکاري تہ هن سورت جي مفهوم مطابق الله جي علميت ايڏي تہ متاهين درجي جي آهي جو منڍ ۾ آيل حرف ل-يا حرف ع- يا حرف ميم جو مصداق الله جو نالو عليم ئي زياده مناسب ٿي سگهي ٿو ۽ جنهن سورت جي منڍ ۾ جيڪڏهن ڪوئي شخص حم حرفن منجهان مراد الله جا نالا حميد ۽ مجيد جي معنويت انهيءَ سورت جي مضمونن منجهان ايتري تہ وڏي پئماني تي ثابت ڪري ڏيکاري جو جيڪڏهن ڪوئي شخص انهن ساڳين سورت وارن حرفن حم منجهان مراد حميد ۽ مجيد بدران حڪيم ۽ عليم نالا تجويز ڪري ۽ پنهنجي ان تجويز جي ثبوت لاءِ سورت جي مضمونن مان پهرين جي مقابلي ۾ وڌيڪ ثبوت ڏئي تہ پوءِ پهرين ڪي پنهنجي تجويز ڪيل نالن تان هٿ ڪڻڻو پوندو يا نہ تہ پهريين تجويز ڪرڻ واري ڪي ٻئي تجويز ڪرڻ واري جي مقابلي ۾ پنهنجن تجويز ڪيل نالن جي معنويت ڪي سورت جي اندر وڏي پئماني تي ثابت ڪرڻو پوندو. هن مختصر عرضداشت منجهان هي حقيقت بہ ثابت ٿي تہ الله عزوجل جيڪو سورت بني اسرائيل جي آيت نمبر 41 ۾ فرمايو آهي تہ وَلَقَدْ صَرَّفْنَا فِي هَذَا الْقُرْآنِ لِيَذَّكَّرُواْ وَمَا يَزِيدُهُمْ إِلاَّ نُفُورًا(17-41) يعني اسان هن قرآن ۾ لفظن ڪي تصريف جي عمل سان وري وري ڦيرائي آندو آهي تہ جيئن پڙهندڙ ماڻهو اهڙي تصريف واري عمل تي پاڻ ۾ مذاڪرات ڪن جن سان انهن ڪي قرآن جي سمجهہ ۽ پروڙ ٿي سگهي (6-65) هن گذارش مان هي بہ ثابت ٿيو تہ مخفف حرفن جي مصداق بنائڻ نالن جي معنويت ڪي ثابت ڪرڻ لاءِ سورت جي اندر جڏهن مضمونن ۽ مسئلن ۾ غور ڪبو تہ ان لاءِ فهم قرآن جا ڪيئي دروازا کلي پوندا، قرآن فهمي جي مذاڪراتي مجلس ڪي ڪيئي عنوان ۽ ايجنڊائون ملي پونديون ۽ ڪيئي غور فڪر ڪندڙ ماڻهو پنهنجي پنهنجي علمي پروازن سان ۽ پنهنجي پنهنجي لياقتن سان ڊبيٽ ۽ مذڪرات جي سيمينارن ۾ ڪانفرنسن ۾ قران جي هڪ هڪ آيت تي پنهنجي پنهنجي موقف جي ثبوت لاءِ علم جا واهڙ وهائي سگهندا، جيئن يورپ ۽ امريڪا وارا ڳجهن تعليمي ادارن ۾ قرآن منجهان تحقيقات ڪري ڪائنات مٿان شهداءِ علي الناس بڻجي چڪا آهن. پر افسوس جو اتحاد ثلاثہ واري قرآن دشمن مافيا وارن قرآن جي ڪجهہ سورتن جي منڍ ۾ آندل شارٽ فارم وارن حرفن ڪي مسلم امت اندر فٽ ڪيل پنهنجي ايجنٽن ذريعي مخفف حرفن ڪي هڪ تہ حروف مقطعات يعني ڪٽيل ۽ سورتن کان ڇنل حرف قرار ڏياريو ٻئي طرف انهن جي مفهوم معنويت ۽ مصداق جو انڪار ڪري قرآن ۾ غور ۽ فڪر ڪرڻ ۽ جستجو سان کوجنا سان جيڪي ڪائنات جي رهنمائي، جا انبار مسئلا ملن ها انهن جي دريافت ۽ ريسرچ جا دروازا بند ڪرائڻ جي اها سازش ڪئي آهي- جنهن ۾ هو وڏي پئماني تائين ڪامياب بہ ويا آهن جو مسلم ملڪن ۽

آبادين ۾ قائم ٿيل دين اسلام جي نالي وارن مدرسن ۾ زندگي جي سياسي، سماجي، معاشي، معاشرتي سڌارن لاءِ قرآن حڪيم منجهان رهنمائي وارن مسئلن جي تعليم بدران قرآن جي فلاسافي خلاف گهڙيل علم حديث ۽ قرآن دشمن امام مافياجي تيار ڪيل فقهن جي تعليم مسلم امت کي ڏئي رهيا آهن- انهن سيني ٽوٽل مدرسن جي اندر قرآن جي اها تعليم ڪانه ٿي ڏني وڃي جنهن طريقي جي قرآن حڪيم پنهنجي لاءِ پاڻ سفارش ڪئي آهي (17-41) جڏهن ته آمريڪا ۽ يورپ جي يونيورسٽين ۾ مخفي طور قرآن منجهان نظام حيات جا معاشرتي مسئلا ريسرچ ذريعي معلوم ڪري انهن منجهان ڪجهه ڪجهه هو پنهنجي ملڪن ۾ هلائي رهيا آهن پر مسلم امت وارن کي ٻڌائن ڪونه ٿا ته اهي ترقين واريون ڳالهيون اسان قرآن منجهان ورتيون آهن، سواءِ جزوي طور برطانيه ناروي وارن جي جيڪو انهن نئين جاول ٻار کي جمڻ کان وٺي ويهن سالن تائين لاءِ خرچ پيءُ ماءُ بدران سرڪار پاڻ ڏئي ٿي ان قانون جو نالو انهن عمر لاء رکيو آهي معلوم ٿيو آهي ته ناروي سويڊن ڊينمارڪ ۾ پڻ عمر لا نافذ العمل آهي جاڻڻ گهرجي ته انهن ته ڪٽي ان جو نالو عمر لا رکيو آهي پر آئرليند اسڪاٽ ليند ڪئندا وغيره به جيڪي فلاحي مملڪتون سڏجن پيا ٿا يا اڳتي وڏيڪ فلاجي مملڪتون قائم ڪرڻ جي اسڪيم اٿن اها انهن سين قرآن حڪيم جي آيت ڪريمه الَّذِينَ إِن مَّكَّنَّاهُمْ فِي الْأَرْضِ أَقَامُوا الصَّلَاةَ وَآتَوُا الزَّكَاةَ وَأَمَرُوا بِالْمَعْرُوفِ وَنَهَوْا عَنِ الْمُنكَرِ وَلِلَّهِ عَاقِبَةُ الْأُمُورِ (41-22) منجهان سمجهي آهي. جو مسلم امت جي ٻئي خليفي عمر پنهنجي دؤر خلافت ۾ اهو قانون لاڳو ڪيو هو. هاڻي آئون ا-لّ-مّ- جي اکرن جا مصداق عرض ڪيان ٿو الف مان مراد الله، لام مان مراد عليم ۽ ميم مان مراد حڪيم- منهنجي هنن مصداقن ۽ مفهوم طور عرض ڪيل نالن جا دليل هي آهن جيئن ته شروع ۾ آندل سورت فاتحه سموري قرآن جي مضمونن لاءِ هڪ سرنيم ۽ فهرست وانگر آهي، قرآن جي سين مضمونن جي عنوانن تي مشتمل آهي، يعني سورت فاتحه جون ست آيتون قرآن جي ستن منزلن لاءِ هڪ هڪ ايت هڪ هڪ منزل جي هيڊنگ ۽ عنوان آهي انڪانپوءِ هاڻ ڪتاب قرآن جا باقائدي مضمون جيئن ته سورتن جي شڪل ۾ شروع ٿي رهيا آهن ته شروع شروع ۾ ڪتاب قرآن جي مصنف مرتب ۽ مدون رب پاڪ جي نالن سان هن ڪتاب جو تعارفي اعلان ڪيو ويو آهي سو حرف الف مان مراد الله جي ذاتي نالي الله کي مصداق قرار ڏيڻ لازم ٿئي ٿو ته هي ڪتاب ان بابرڪت هستي الله جوئي جوڙيل آهي، نه ڪنهن ٻئي جو، ان ڪان پوءِ حرف لام منجهان مراد الله جي صفاتي نالي عليم کي قرار ڏيڻ هن ڳالهه جي ڪري وڏيڪ صحيح ۽ مناسب لڳي ٿو جو قرآن حڪيم جي مٿيري علمي مرتبت ڏي پڙهندڙن جو ذهن وڃي ته ايڏي جامع قسم جي علمي ڪتاب جو جوڙيندڙ به يقين سان وڏي عليم هستي علامه هستي ٿي سگهي ٿي، قرآن جهڙو بي مثل عبقري ڪتاب ڪا عليم پرسنلٽي ئي جوڙي سگهي ٿي ته هن دليل سان مون هت لام مان مراد عليم پسند ڪيو آهي- حرف ميم منجهان مراد ۽ مصداق مون الله جي نالي حڪيم کي مصداق قرار ڏنو آهي، انهيءَ جو دليل هي آهي ته رب پاڪ پنهنجي ڪتاب قرآن

جو هڪ صفاتي تعارف حڪيم جي نالي سان ڪرايو آهي اهو هيئن ته جڏهن ماڻهن جناب رسول ڪريم جن کان سوال ڪيو ته اي محمد! تون پنهنجي لاءِ الله جي طرفان رسول هجڻ جي جيڪا دعوىٰ ڪري رهيو آهين ان جو تو وٽ ثبوت ڪهڙو آهي، ته الله عزوجل ماڻهن جي سوال جو جواب پنهنجي نبيءَ کي سمجهائڻ لاءِ فرمايو ته ياسين يعني اي منهنجا رسول! والقرآن الحڪيم هي ڪتاب قرآن جيڪو وڏين حڪمتن وارو حڪيم ڪتاب آهي (جاڻڻ گهرجي ته اهل حديث فرقي وارا قرآن کي حڪيم مڃڻ جا انڪاري آهن) اهو ڪتاب تنهنجي لاءِ شاهد آهي ته انڪ لمن المرسلين. (36-3) بلاشڪ تون الله جي رسولن منجهان آهين- ته جڏهن جناب رسول جي رسالت جي شاهدي ڏيڻ وارو ڪتاب خود حڪيم آهي ته يقين سان اهڙي ڪتاب جو مصنف ۽ جوڙيندڙ به ته حڪيم هوندو، ان ڪري مون حرف ميم جو مصداق الله جو صفاتي نالو حڪيم ئي قرار ڏنو آهي- هاڻي الٓمٓ حرفن جي گڏ معني هيءَ ٿي الله عليم ۽ حڪيم جو فرمان آهي. ته هن آيت مان هي حڪم ثابت ٿيو ته شارٽ فارم حرفن جي استعمال منجهان قرآني علمن ۽ مضمونن مٿان ريسرچ ڪيو ۽ پاڻ مذاڪرات ڪيو ته اوهانجو علم وڌي. جيڪڏهن انهن حرفن جو مصداق ڪوئي ٻيو طالب علم جدا دليلن سان ٻيا نالا ثابت ڪري ته انهن لاءِ به رستو ڪليل آهي ڪابندش ناهي ۽ اها به سٺي ڳالهه آهي.

ذَٰلِكَ الْكِتَابُ لَا رَيْبَ فِيهِ هُدًى لِّلْمُتَّقِينَ ﴿2﴾

**ترجمو:-**

(يعني اوهان جيڪو سورت فاتحه ۾ مطالبو ڪيو ته اهدِنَا الصِّرَاطَ المُستَقِيمَ اي رب اسانکي صراط مستقيم جي هدايت ڪر ته انجو جواب هي آهي) (اها مطالبي واري صراط) اهوئي ته الڪتاب آهي سوبه اهڙو ڪتاب جنهن جي اصولن ۽ قانونن ۾ ڪا به منجهائيندڙ ۽ ڪريب يا دوکو ڏيندڙ ڳالهه ناهي، اهو ڪتاب (نافرمانين کان) ڊڄندڙن لاءِ هدايت آهي-

## لفظن جي جدا جدا معني

### ذَالِكَ

اسم اشارو آهي پري واري شئي لاءِ ته هت گذريل سورت فاتحه ۾ جيڪو صراط مستقيم لاءِ مطالبو ڪيو ويو هئو اهو اشارو ان طرف به آهي، يعني اها اوهانجي گهربل صراط مستقيم الڪتاب آهي، عبارت ۾ الڪتاب ته قريب ۽ ويجهو آهي پر ذالڪ جي پري واري اشاري آڻڻ ۾ اڳين سورت واري دعا ڏي اشاري سان الڪتاب جي بلند درجي ۽ مٿاهين قسم جي مرتبي جو خيال رکي به ذالڪ جي اشاري کي مناسب ڄاتو ويو آهي-

# الْكِتَابُ

عربي ٻوليءَ ۾ جدا جدا ٽڙيل پکڙيل، لکيل ڪاغذن کي، هڪ مخصوص ترتيب ۾ آڻي انهن کي هڪ جلد ۾ گڏ ڪري بند ڪرڻ کي ڪتاب ڪوٺيو ويندو آهي هن وضاحت جو مطلب ڪير ان لکيل شئي جيڪا ڪجي جي پنن نڪرين ۽ هڏين تي لکي وئي هجي (رد قرآن لاءِ مجوسين جي ناهيل حديثن ناهڻ وارن جي چوڻ مطابق ته) ان کي ڪتاب نه چيو ويندو-

ان کان سواءِ قرآن حڪيم ۾ لفظ الڪتاب جي مختلف صيغن ۾ استعمال منجهان انجي معني حڪم ڏيڻ ۽ لکت ۾ آرڊر جاري ڪرڻ ۽ قانون واري ثابت ٿئي ٿي- جيئن كُتِبَ عَلَيْكُمُ الصِّيَامُ(2-183) يعني اوهان جي مٿان صوم فرض ڪيا وڃن ٿا، يا كُتِبَ عَلَيْكُمُ الْقِتَالُ(2-216) يعني اوهان جي مٿان جنگ ڪرڻ کي فرض ڪيو ٿو وڃي- ته قرآن حڪيم جا هي حڪم امرجي صيغن ۾ هڪ قانون جي حيثيت رکن ٿا ته هاڻي ڪتاب جي معني قانون ۽ قانون جو مجموعو به ثابت ٿي وئي، ۽ جيئن سورت النساء ۾ جن عورتن سان نڪاح ڪرڻ حرام قرار ڏنو ويو آهي انهن جو تفصيل بيان ڪندي اخير ۾ فرمايو ويو ته كِتَابَ اللّٰهِ عَلَيْكُمْ(23-24-4) يعني اهو الله جو قانون آهي حرام ڪيل عورتن جي باري ۾- هن جملي کان پوءِ وري جن عورتن سان نڪاح حلال آهي انهن جو ذڪر ڪيو ويو آهي، مطلب ته لفظ ڪتاب جي هڪڙي معني قانون به آهي، ڪيترائي قرآن جي علميت کان ناواقف ماڻهو قرآن مٿان هي الزام به هڻندا آهن ته قرآن ۾ قانون جي نالي سان ڪابه ڳالهه ڪانهي يا قرآن کي قانون جو ڪتاب نٿو چئي سگهجي، اهو الزام اهڙن ماڻهن جي قرآن کان جاهل هجڻ جو ثبوت آهي چو ته الله عزوجل قرآن حڪيم جي پاڪ صحيفن بابت فرمايو آهي ته فِيهَا كُتُبٌ قَيِّمَةٌ(3-98) يعني ان ڪتاب ۾ مضبوط قسم جا قانون موجود آهن- عرب قوم ۾ هڪڙو رواج هوندو هئو ته هو پنهنجي ڏاچين کي اعلىٰ قسم جي اٺن کان نسل ونڻ لاءِ ڏاچين جي فرج ۾ هڪ لوهي چلو فٽ ڪري ڇڏيندا هئا ته جيئن ڪوئي هالو چالو رواجي نسل وارو اٺ ان تي ٽپو نه ڏئي، پوءِ هو جڏهن ڪو سنو اٺ هٿ ڪندا هئا ته ان وقت اهو چلو ڪڍي ان پيڙهياتي پلي اٺ کان ٽپو ڏياريندا هئا- ته انهي لوهي چلي جي فٽ ڪرڻ واري عمل کي ڪتب الناقہ سڏيو ويندو هئو يعني لفظ ڪتب کي اندر جي شئي جي حفاظت واري معني لاءِ به جڻ ته عربي ٻولي ۾ استعمال ڪيو ويندو آهي- پوءِ هن معني سان ڪتاب جي معني هيءَ به ثابت ٿئي ٿي ته هن ڪتاب جي اندر سمايل علم محفوظ بڻايل آهي- جهڙي طرح اهڙو اعلان به رب پاڪ فرمايو آهي ته إِنَّا نَحْنُ نَزَّلْنَا الذِّكْرَ وَإِنَّا لَهُ لَحَافِظُونَ (9-15) يعني اسان نازل ڪيوسين قرآن کي ۽ اسان ئي انجي حفاظت ڪرڻ وارا آهيون، مطلب ته لفظ ڪتاب ۾ جيڪي معنائون موجود آهن انهن

سان انهن حديثن وارا گهڙيل سڀ ڪوڙ بہ رد ڪيا ويا حديثن ناهڻ وارن جو هي ڪوڙ تہ جناب رسول، قرآن کي جمع ڪرائڻ کان سواءِ دنيا منجهان وفات ڪري ويا ۽ قرآن کي پنهنجي حياتيءَ ۾ نڪرن هڏن ۽ ڪجيءَ جي پنن تي منتشر حالت ۾ ڪجهہ ڪاتي ڪجهہ ڪاتي ڇڏي ويا، سو علم حديث گهڙڻ وارن جي اهڙي قرآن خلاف پراپگندا کي قرآن حڪيم منڍ منڍ ۾ ذالڪ الڪتاب لاريب فيه چئي رد ڪري ڇڏيو- اهو هن ڪري تہ هڏن ۽ نڪرن تي يا ڪجين جي پنن تي لکيل شئي کي ڪتاب نہ چئبو آهي ۽ نہ ئي وري منتشر حالت ۾ رليل ۽ پکڙيل لکڻين کي بہ ڪوئي ڪتاب چئبو آهي- هتي هڪ انڪشاف پڙهندڙن جي ڄاڻ لاءِ لکڻ ضروري سمجهان ٿو، اهو هي تہ قرآن مخالف استحصالي مافيا وارن پاڙيتو ۽ پالتو دانشورن کان هي روايتون ۽ تاريخ لکرائي آهي تہ جناب رسول الله عليہ السلام جن پنهنجي حيات طيبہ ۾ بطور حڪمران جي ڪابہ باقاعدي حڪومت قائم ڪانہ ڪئي آهي- ۽ نہ ئي وري ڪين انسانن جي هدايت لاءِ مليل ڪتاب قرآن کي انهن باقاعدي ڪنهن منشور ۽ دستور حيات وانگر قائم ڪيل رياست ۽ مملڪت جي آئين طور ڪم آندو آهي- اجا بہ هن قرآن دشمن امامي گينگ وارن جي اهڙي سوچ جو ثبوت هي بہ آهي تہ ڪوئي بہ شخص علم حديث جي سموري ذخيري کي اٿلائي پٿلائي جاچي ڏسي تہ ان ۾ قرآن جي فضيلتن جي نالي سان ثوابن ملڻ واريون ۽ دم درود جي ڦيٽن جي قسم واريون حديثون تہ ملنديون پر زندگي جي سياسي مسئلن ۽ نظام مملڪت هلائڻ لاءِ بطور قانون جي قرآن مان رهنمائي ڏسڻ جون حديثون هرگز ڪونہ ملنديون-

هڪ تفسيري انڪشاف محترم پڙهندڙن جي خدمت ۾ عرض ڪيان ٿو، جيڪو قرآن مخالف امامي دانشورن پنهنجي وڏي علميت باوجود ڄاڻي ٻجهي لڪائي ڇڏيو آهي- اميد آهي تہ پڙهندڙن کي لفظ حمد جو تفسير سورت فاتحہ جي شروع ۾ ڄاڻايل ياد هوندو، ان هوندي بہ هت ان ڳالهہ کي ٻيهر عرض ڪيان ٿو تہ لفظ حمد جي معني ۾ جيڪو تعريف جو قسم آهي اهو هن طرح جو آهي تہ لفظ حمد سان ڪنهن جي بہ تعريف اهڙي صورت ۾ ڪري سگهبي جڏهن ان تعريف ڪيل هستيءَ جو ڪوئي ڪارنامو ڪيل هجي يعني بغير ڪنهن ڪارنامي جي ڪنهن جي مفت ۾ تعريف ڪرڻ کي حمد نہ چيو ويندو، قرآن حڪيم ۾ لفظ حمد ۽ حميد اندازاً سٺ (60) ڀيرا استعمال ڪيو ويو آهي، انهي پوري تعداد ۾ هر جاءِ تي حمد ۽ حميد جي ساراه واري نسبت صرف الله جي طرف آهي، يعني انهن سٺ ڀيرن ۾ هڪ ڀيرو بہ حمد جي نسبت الله کان سواءِ ڪنهن بہ ٻئي جي نالي طرف ڪانهي انهي اختصاص ۽ تخصيص منجهان هيءُ مفهوم ملي ٿو تہ ربوبيت عالمين جي نظام واري بي مثال حڪومت ۽ حاڪميت جيڪا وَمَا مِن دَآبَّةٍ فِي الأَرْضِ إِلاَّ عَلَى اللّه رِزْقُهَا(6-11) يعني ڌرتيءَ جي هر ساه واري چرندر ڦرندڙ شئي جي رزق جي ذميداري الله مٿان آهي ۽ جڏهن تہ جهانن جي پالڻ جي دعوىٰ واري بنياد تي ئي الحمدلله رب العالمين چيو ويو، جنهن جو خلاصو هي

نڪتو تہ حڪومت ۽ بادشاهي جيڪا ساراه جي لائق آهي اها صرف الله جي حاڪميت ئي ٿي سگهي ٿي، اجا بہ هن طرح سمجهيو وڃي تہ حمد جي معنويت واري واڪاڻ صرف الله جي بادشاهي ۽ حاڪميت لاءِ خاص آهي، هن مختصر نندي تمهيد ڪان پوءِ اصل تفسيري انڪشاف هي آهي تہ جناب خاتم الانبياء سلام عليہ جي ٻن نالن احمد ۽ محمد منجهان پهريون نالو احمد اسم ذاتي آهي ۽ ٻيو نالو محمد اسم صفاتي ۽ لقبي آهي، پهريين نالي جي اسم ذاتي هجڻ جو ثبوت تہ جناب عيسىٰ عليہ السلام جن جو يهود بني اسرائيل لاءِ هي اعلان تہ إِنِّي رَسُولُ اللَّهِ إِلَيْكُم مُّصَدِّقًا لِّمَا بَيْنَ يَدَيَّ مِنَ التَّوْرَاةِ وَمُبَشِّرًا بِرَسُولٍ يَأْتِي مِن بَعْدِي اسْمُهُ أَحْمَدُ فَلَمَّا جَاءَهُم بِالْبَيِّنَاتِ قَالُوا هَٰذَا سِحْرٌ مُّبِينٌ(6-61) يعني مون ڪان پوءِ جيڪو رسول ايندو جنهن جي خوشخبري اوهان کي ڏيان ٿو جنهن جو نالو احمد آهي- جناب رسول جي نالي بابت قرآن جي هن اعلان ڪان پوءِ بہ قرآن حڪيم ۾ ٻين چئن جاين تي جناب رسول الله کي محمد جي نالي سان پيش ڪيو ويو آهي، هاڻ پهريائين اسم ذاتي احمد جو مفهوم سمجهڻ گهرجي جيڪو هي آهي تہ جناب رسول ڪريم جن، الله عزوجل جي بادشاهي ۽ حاڪميت جا پوري ڪائنات جي ماڻهن ڪان وڏيڪ ڪان وڌ بهتر ترجمان آهن ڇو تہ جڏهن لفظ حمد پوري قرآن ۾ سٺ ڀيرا الله جي تعريف لاءِ استعمال ٿيو آهي ۽ هڪ ڀيرو بہ ڪنهن غيرالله لاءِ استعمال نہ ٿيو آهي ۽ صرف هڪ ڀيرو جناب رسول جن کي چيو ويو آهي تہ جيڪڏهن تون انقلاب جي ڪاميابيءَ لاءِ راتين کي بہ ڏينهن وانگر جاڳي ديوتي سرانجام ڏيندي تہ عَسَىٰ أَن يَبْعَثَكَ رَبُّكَ مَقَامًا مَّحْمُودًا(79-17) يعني پوءِ قريب آهي تہ تون مقام محمود يعني سارهايل مرتبي تي فائز ٿي وڃين، پوءِ دنيا ڏٺو تہ جناب رسول ڪريم جن جو خود قرآن حڪيم سندن اسم ذاتي احمد ٻڌائڻ ڪان پوءِ، قرآن حڪيم ۾ الله ذوالجلال چار ڀيرا اسم صفاتي سان محمد ڪري متعارف ڪرايو، يعني جناب رسول ڪريم جن بہ جيئن ڪين عَسَىٰ أَن يَبْعَثَكَ رَبُّكَ مَقَامًا مَّحْمُودًا جي مرتبي تي پهچڻ جو هدف ڏنو ويو ۽ ان ٽارگيٽ واري منزل تي پهچڻ جو فن ڏسيو ويو تہ پوءِ واقعي ايترو تہ انقلاب جي عمل کي ڪامياب ڪرڻ ۾ جنبي ويا جو ڏينهن رات کي هڪ ڪري ڇڏيائون، ايتري حد تائين جو اڳتي هلي خود الله پاڪ رسول عليہ السلام کي روڪيو تہ عَلِمَ أَن سَيَكُونُ مِنكُم مَّرْضَىٰ وَآخَرُونَ يَضْرِبُونَ فِي الْأَرْضِ(20-73) يعني رات جو ايترو گهٽو ڪم نہ ڪيو جو اوهان جي ساٿين مان ڪي بيمار آهن ڪن کي روزگار لاءِ ڏينهن جو سفر بہ ڪرڻو ٿو پوي ۽ ڪن کي جنگين تي بہ وڃڻو ٿو پوي، انڪري پنهنجي صحت کي سامهون رکندي سهولت مطابق قرآني احڪامن جي ريسرچ لاءِ ۽ عمل ڪرڻ جي لاءِ وقت ڏيو، سڄي سڄي رات جا اوجاڳا نہ ڪيو (3-2-73) هاڻ قرآن حڪيم جيڪو جناب رسول جن کي هڪ ڀيرو اسم ذاتي سان سڏيو آهي ۽ خود شاهدي ڏني آهي تہ منهنجو رسول پنهنجي جدوجهد سان مقام محمود تي پهچي ويو، ان عهدي تي فائز ٿي ويو- جڏهن محمود ۽ محمد جي صيغي جي لحاظ سان معني

ساڳي آهي ۽ پوءِ جڏهن رب پاڪ قرآن ۾ چار ڀيرا شاهدي ڏني ته منهنجو رسول ڪريم دنيا ۾ قرآن جهڙي منشوري ڪتاب جي روشني ۾ هڪ مثالي حڪومت قائم ڪري ڏيکاري آهي جنهن جي لاءِ جناب احمد رسول الله کي هاڻ بجا طور محمد به چئي سگهجي ٿو- چو ته اوهان هاڻ هاڻ هي ماجرا سمجهي آيا ته لفظ حمد الله پاڪ سٺ ڀيرا قرآن ۾ صرف پنهنجي وصف حاڪميت ۽ ربوبيت لاءِ استعمال ڪيو، ان کان علاوه صرف جناب رسول الله کي قرآن ۾ رب پاڪ چار ڀيرا لقبي نالو محمد سڏي جڻ ته هي به اعلان ڪيو ته قرآن جي موافق حڪومت هلائڻ وارو صرف منهنجورسول احمد آهي (هن سڄي انڪشاف جو اصل بنياد هن تي آهي ته لفظ حمد سان تعريف صرف بهتر حڪمراني جي قرآن ۾ چاٽائي وئي آهي) هي بحث ۽ انڪشاف قرآن کي ڪتاب سڏڻ ۽ ڪتاب جي معني ملاوٽ کان محفوظ جي حوالي سان ڪيو ويو آهي ۽ ڪتاب جي معني مجموعہ قوانين حڪومت ثابت ڪرڻ لاءِ به هي انڪشاف ڪيو ويو آهي ۽ جناب رسول الله جي بهترين حڪمران هجڻ جي ناتي سان به ڪيو ويو آهي ۽ جڏهن ته اهو بحث جناب رسول ڪريم جي اسم ذاتي احمد ۽ اسم صفاتي محمد جي موقعن تي ڪرڻ گهرجي ها، پر ان مقام تائين پهچڻ لاءِ ڪهڙي خبر ته منهنجي حياتي ڪيتري آهي؟!! سو احمد اسم ذاتي جي معني الله جي حاڪميت جي سڀ کان وڌيڪ بهتر حمد ڪرڻ وارو ترجمان آهي محمد اسم صفاتي جي معني جنهن قرآن جهڙي منشوري ڪتاب جي روشنيءَ ۾ اهڙي ته مثالي حڪومت قائم ڪري ڏيکاري جو يقين سان اهو احمد لائق آهي هن لقب جو، جو ان کي محمد به ڪوٺيو وڃي-

## لَا رَيْبَ فِيهِ

لفظ ريب جي معنیٰ آهي مونجهارو ۽ ذهني الجهن تردد ۽ تشويش ۽ ڪنهن سان ٺڳي دوکو ڪرڻ (45-9) گهڻن ترجمو ۽ تفسير لکڻ وارن لفظ ريب جي معنیٰ شڪ لکي آهي پر شڪ ته خود عربي لفظ آهي جيڪو قرآن ۾ پندرنهن ڀيرا استعمال ۾ آيو آهي، هائو البت لفظ مريب ۽ ريب شڪ جي صفت طور قرآن ۾ ڇهه ڀيرا، استعمال ڪيو ويو آهي، انهيءَ مان هي ڳالهه ثابت ٿئي ٿي ته ڪي شڪ اهڙا به آهن جيڪي الجهنون ۽ مونجهارا پيدا ڪري وجهن ٿا، پر لفظ ريب جي سڌو سنئون پنهنجي ۽ اصلي معني آهي پريشاني ۽ مونجهارو ۽ تردد، هن آيت (2-2) ۾ جيڪو فرمايو ويو آهي ته ذَٰلِكَ الْكِتَابُ لَا رَيْبَ فِيهِ ته انجي معني ٿيندي هن ڪتاب جا اصول ۽ قانون اهڙا ته آسان سمجهه ۾ ايندڙ عقل جي موافق آهن جو اهي پڙهڻ واري لاءِ معاشري وارن لاءِ ڪڏهن به پريشاني ۽ مونجهاري جو ڪارڻ ڪونہ بڻبا، يعني قرآن حڪيم کي جڏهن سندس بڌايل فن تصريف آيات (58-7) سان پڙهبو ۽ حل ڪبو ته ڪو به تذبذب ۽ تشويش پئدا نه ٿيندي ۽ قرآني آيتن ۽ الفاظن جو اصلي ۽ يقيني مفهوم سامهون تري ايندو، اجا به شڪ ۽ ريب ۾ فرق سمجهڻ کان پوءِ ٻنهي لفظن جي معني وڌيڪ سولي طرح سمجهه ۾ ايندي، سو شڪ جو تعلق ماڻهوءَ جي پنهنجي عقل ذهن

۽ سوچ سمجهه سان هوندو آهي، جڏهن ته ريب جي معني آهي ته ذهن کان خارجي معروضي شيءِ پاڻ اهڙي آهي جيڪا ڏسندڙن کي انجي جوڙيندڙن کي منجهائيندي ۽ تشويش ۾ وجهندي رهي ٿي جيئن مدينة الرسول ۾ منافقن مسلم امت ۾ فرقا پئدا ڪرڻ لاءِ مسجد نبوي جي مقابلي ۾ هڪ جدا مسجد ٺاهي جيڪا الله ۽ رسول جي دشمنن کي پاتاريداري ۽ بينڪ طور ڪم اچي جنهن لاءِ هو مشهور ته ڪندا هوا ته هي مسجد اسان نيڪ نيتي سان جوڙي آهي پر قرآن انهن جي اندر جي ڏوکي ڏيڻ واري سوچ کي ريبة جي لفظ سان کولي پڌرو ڪيو ته لَا يَزَالُ بُنْيَانُهُمُ الَّذِي بَنَوْا رِيبَةً فِي قُلُوبِهِمْ(9-110) يعني هنن جي اها مسجد ضرار جيڪا امت وارن کي فرقن ۾ ورهائڻ لاءِ ٺاهي وئي آهي انهيءَ بابت خود انهن جون پنهنجون دليون به پريشان ۽ منجهيل آهن ته اسان جي هيءَ سازش جي نيت سان جوڙيل مسجد اسان واري مقصد کي پورو ڪندي الائي ڪونه ڇو ته جدا مسجد ٺاهڻ منجهان انهن جو مقصد متوازي ۽ مقابل گورنمنٽ ٺاهڻ به هئو!!! ته هتي ريب وارو مفهوم منافقن جي دلين ۾ دوکي ڏيڻ واري سوچ سان گڏ خارج ۾ خود مسجد جي عمارت ۽ اڏاوت سان به آهي، پر انجي مقابلي ۾ شڪ جو تعلق صرف ۽ صرف انسان جي دماغي سوچ سان هوندو آهي، هائو البت شڪ جا ڪي ڪي اهڙا قسم به هوندا آهن جن جو سبب ڪي خارجي معروضي شيون به بڻبيون آهن جيئن مٿي آيت (9-110) جو مثال پيش ڪيو ويو- هاڻ هن آيت (2-2) ۾ لاريب فيه جو مطلب هي ٿيو ته قرآن حڪيم جي پيش ڪيل حقيقتن ۽ قانونن سبب ڪنهن کي به ڪو به تردد تشويش ۽ مونجهارو پيش نه ايندو- ۽ هن ڪتاب جي قانونن ۾ ڪوئي دوکو ۽ فراڊ ٺاهي-

**هُدًى:-**

لفظ هدي جي معني ڏس ڏيڻ ۽ ڄاڻ ڏيڻ آهي رهنمائي ۽ اڳواٽي ڪرڻ به هدي جي معني ۾ آيو آهي، اڳتي ڇٿو، پڌرو ۽ روشن ڪرڻ به هدايت جي مختلف صيغن وارن لفظن ۾ معني ثابت ٿئي ٿي، اهي سڀ معنائون جدا جدا سياق سباق سان يعني عبارتن ۽ متن جي اڳ ۾ ۽ پوءِ واري عبارت جي مناسبت سان ثابت ٿين ٿيون، قرآن حڪيم ۾ اندازا ٿي سو سترهن ڀيرا لفظ هدايت جدا جدا صيغن ۾ وري وري آندو ويو آهي هر موقعي محل تي مٿين معنائن منجهان مناسب مقام مطابق معنائون ملن ٿيون-

**لِّلْمُتَّقِينَ**

متقين جمع جو صيغو آهي، هن جو بنيادي ٽن حرفن وارو مادو آهي وقي- ان جي معني آهي بچائڻ- بچاء ڪرڻ- حفاظت ڪرڻ، جيئن فَوَقَاهُمُ اللهُ شَرَّ ذَلِكَ الْيَوْمِ(11-76) جي معني آهي ته پوءِ بچايو الله انهن کي ان ڏينهن جي شر کان-

متقي اسم فاعل جو صيغو آهي جنهن جي معني ٿيندي ته پاڻ کي (نقصان وارين شين کان) بچائي هلڻ وارو- عام مٿاڇري عقل وارا ۽ گهري سوچ نه ڪرڻ

وارا رواجي قسم جا ماڻهو اعتراض ڪندا آهن ته قرآن لاءِ جيڪو الله فرمايو آهي ته هي ڪتاب هدايت آهي متقي ماڻهن لاءِ يعني پرهيزگارن لاءِ، ته پوءِ عام عوام جي غير متقي ماڻهن ڪي ته قرآن مان هدايت نه ملي سگهندي- اهڙو اعتراض ڪرڻ وارا ماڻهو اصل ۾ لفظ متقي جي اصل معني تي غور نٿا ڪن- اهڙن ماڻهن لفظ متقي جي معني جڻ ته جائي چم ڪان ماڻهو نهيل ئي پرهيز گار جائو هجي ڪئي آهي يا سمجهي آهي، جڏهن ته لفظي معني جملي هدي للمتقين جي صاف ۽ آسان لڳي پئي آهي ته هي ڪتاب انهن ماڻهن جي رهنمائي ڪندو يا ڪري سگهندو جيڪي ماڻهو غير قانوني ۽ غلط ڪمن ڪان پاڻکي بچائي زندگي گذريندا، پر جڏهن ڪوئي حڪيم ۽ ڊاڪٽر مريض کي دوا ڏيڻ ڪانپوءِ ڪن ڪاڏن ۽ ڪمن ڪان پرهيز لاءِ ڪا هدايت ڏئي ته هي شيءِ ڪائجائن ۽ هي شيءِ نه ڪائجانءِ وغيره ۽ مريض کي چوي ته منهنجي دوا جو هي ڪورس انهن ماڻهن کي فائدو ڏيندو جيڪي هنن هنن شين جي استعمال ڪان پاڻ کي بچائي هلندا ته ڊاڪٽرن ۽ حڪيمن جي اهڙي وصيت تي ماڻهن ڪڏهن به اعتراض ڪونه ڪيو آهي پر اجا به جيڪڏهن ڪنهن ڊاڪٽر ۽ حڪيم مريض کي دوا ته ڏني هجي پر پرهيز نه ڏسي هجيس ته ماڻهو ان حڪيم کي به ناقص ۽ اڻپورو سڏيندا آهن، پر جڏهن قرآن حڪيم جهڙي ڪتاب بدپرهيزي ڪان منع ڪندي نقصان پهچائيندڙ شين ڪان پاڻ بچائي هلڻ جي تلقين ۽ سفارش ڪئي آهي ته توهان ماڻهن مون الله ڪان جنهن هدايت جو مطالبو ڪيو آهي ته اهدِنَــا الصِّرَاطَ المُستَقِيمَ ته جواب ۾ مون الله اوهان کي ڏسيو ته اها صراط المستقيم واري هدايت هن ڪتاب لاريب منجهه آهي ۽ هن ڪتاب جي رهنماين منجهان اهي ماڻهو فائدو وٺي سگهندا جيڪي رستي ۾ گمراهه ڪرڻ وارين ڳالهين ۽ ڪمن ڪان پاڻ کي بچائي سگهندا ته قرآن جي ان نصيحت تي ماڻهو ٺوڪون ڪن ٿا، مون ته پنهنجي طبيعت جوئي تجربو ڪيو آهي ته شگر جي عارضي سبب جيڪا دوا آئون وٺان ٿو، جڏهن دوا ڪائڻ باوجود مٺاڻ ڪائڻ جي بدپرهيزي ڪيان ٿو ته دوا ڪائڻ جو ڪوبه فائدو نٿو ٿئي، ها البت دوا سان گڏ جيڪڏهن ڪائڻ جي پرهيز ۽ ورزش ڪيان ٿو ته پوءِ دوا جو فائدو مڪمل ملندو رهي ٿو.

## هن آيت منجهان ثابت ٿيندڙ احڪام ۽ هدايتون-

1. صراط مستقيم سڏي واٽ ڏسڻ وارو علم ڪتابي شڪل ۾ محفوظ ۽ تدوين ٿيل، ترتيب ڏنل باقاعدي هڪ ڪتاب آهي، يعني امامي حديثن جي علم مطابق نڪرن، هڏن، ڪجي جي پنن تي لکيل ڪوئي ٽڙيل پکڙيل رليل ڪلام ناهي-
2. هن ڪتاب جا قانون ايترو ته اصولن تي مبني آهن جو هنن ۾ ڪنهن به قسم جو مونجهارو ۽ پريشان ڪندڙ ڳالهه ڪانهي يعني هن ڪتاب ۾ هدايت وارو نتيجو ۽ رزلٽ ڏيڻ جي يقيني ڳالهه آهي-

3. هن ڪتاب مان صراط مستقيم کي حاصل ڪرڻ واري هدايت (5-16) ۽ رهنمائي وٺڻ لاءِ امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر جي پروڙ حاصل ڪرڻ تمام آسان ۽ يقيني آهي- (3-103-104)

الَّذِينَ يُؤْمِنُونَ بِالْغَيْبِ وَيُقِيمُونَ الصَّلاةَ وَمِمَّا رَزَقْنَاهُمْ يُنفِقُونَ(3)

**ترجمو:-**

اهي ماڻهو جيڪي (اڻ ڏٺل حقيقتن تي پرپٺ ايمان آڻن ٿا ۽ قائم ڪن ٿا (قرآن جي) تابعداريءَ وارو نظام صلوٰة ۽ اسان جي ڏنل رزق منجهان (حاجتمندن مٿان) خرچ ڪندا رهن ٿا-

## جدا جدا لفظن جي معني-

### الَّذِينَ

هي اسم اشارو آهي جمع مذڪر غائب جي معني ۾-

### يُؤْمِنُونَ بِالْغَيْبِ

يؤمنون جو ٽن اصلي حرفن وارو مادو امن آهي، لفظ امن جي معني پنهنجي پر واري حرفن سبب متبي رهندي آهي- مطلب ته هن لفظ جون ڪيئي ساريون معنائون آهن جيڪي هن طرح آهن- (1) پروسو ڪرڻ، جيئن جناب يعقوب عليہ السلام پنهنجي پٽن سان نندي پٽ کي عزيز مصر وٽان وڌيڪ راشن وٺڻ لاءِ موڪل گهرڻ مهل چيو ته هَلْ آمَنُكُمْ عَلَيْهِ إِلاَّ كَمَا أَمِنتُكُمْ عَلَى أَخِيهِ مِن قَبْلُ(12-64) يعني ڇا آئون توهان مٿان ائين پروسو ڪيان جيئن مون پروسو ڪيو هئو هن جي ڀاءُ (يوسف پيبري) هن ڪان اڳي- ٻي معني لفظ امن جي آهي بي خوف ۽ بي ڊپو ٿيڻ جيئن فَإنْ خِفْتُمْ فَرِجَالاً أَوْ رُكْبَانًا فَإِذَا أَمِنتُمْ فَاذْكُرُواْ اللّهَ كَمَا عَلَّمَكُم مَّا لَمْ تَكُونُواْ تَعْلَمُونَ(2-239) يعني (الله جي طرفان مليل ذميدارين ۽ ڊيوٽين لاءِ اهڙي طرح ته هر وقت ڪاربند رهو جو) خوف جي ماحول ۾ پيادل يا سوار ٿي ڪري به ڊيو ٽيون ڏيو- فَإِذَا أَمِنتُمْ پوءِ جنهن وقت خوف ڪان بي خوف ٿي وڃو ته پوءِ الله جي قانونن کي سامهون رکي اهڙي نموني ڊيوٽيون سرانجام ڏيو جيئن توهان کي الله تعليم ڏني آهي انهن طريقن جي، جيڪي اڳي توهان نه ڄاڻندا هوا- ٽين معني لفظ امن جي آهي بي خوف، امن ۽ سڪون وارو هجڻ جيئن وَهَذَا الْبَلَدِ الْأَمِينِ(3-95) يعني هن امن واري شهر (مڪہ) جي تاريخ به ثابت ڪري ٿي. لفظ امن جي چوٿين معني آهي، مڃوتي ۽ ويساهه ڪرڻ، هيءَ معني انوقت ظاهر ٿئي ٿي جنهن مهل لفظ امن ڪان پوءِ پروارو اکر لام اچي جيئن وَإِذْ قُلْتُمْ يَا مُوسَى لَن نُّؤْمِنَ لَكَ حَتَّى نَرَى اللهَ جَهْرَةً(2-55) يعني هرگز نه مڃينداسون، هرگز نه ايمان آڻينداسون تنهنجي مٿان ۽ جنهن وقت ان جي بعد ۾ پروارو اکر(ب) هجي ته پوءِ ايمان آڻڻ مراد ٿيندي ۽ ايمان آڻڻ واري معني ۾ گهٽيون ساريون ٻيون معنائون به از خود سمائجي وڃن ٿيون، جيئن مڃڻ، پروسو ڪرڻ، فرمانبرداري ڪرڻ، تصديق ڪرڻ، اهي سڀ ڳالهيون مثبت ۽ منفي لحاظ سان يعني مڃوتي ۽ تصديق ڪان

انڪار نہ ڪرڻ ايمان ۽ امن ڏيڻ جي معني ۾ ڳالهيون ڳٽي سگهجن ٿيون- لفظ امن جي پر ۾ (ب) اچڻ جا ڪوڙ سارا مثال آهن مختصر طور هي تہ وَالَّذِينَ آمَنُوا بِاللَّهِ وَرُسُلِهِ أُولَٰئِكَ هُمُ الصِّدِّيقُونَ(19-57) يعني جن ماڻهن ايمان آندو الله ۽ ان جي رسولن مٿان اهي ئي صديق ماڻهن منجهان آهن- ٻيو مثال تہ فَإِنْ آمَنُوا بِمِثْلِ مَا آمَنتُم بِهِ فَقَدِ اهْتَدَوا(137-2) يعني جيڪڏهن انهن اهل ڪتاب وارن ايمان آندو مثل اوهان جي (يعني رسول الله جي ان ساٿين جي ايمان جهڙو) تہ پوءِ انهن جي ايمان کي هدايت وارو مڃيو ويندو نہ تہ نہ- هن آيت سڄوري ۾ مثال ڏئي سمجهايو ويو تہ نلهو ايمان جا ڪلما پڙهڻ يا ايمان آڻڻ جي لفظي دعوىٰ ڪرڻ ڪافي ناهي جيتري تائين الله جي جوڙيل ڪسوٽي يعني جناب رسول عليہ السلام ۽ ان جي ساٿين جي ايمان وانگر ڪنهن شخص جو ايمان نہ هوندو تہ الله وٽ اهڙو ايمان قبول نہ ٿيندو-

قرآن حڪيم اهڙن ماڻهن جي ايمان ۽ قول قرار ڪي بہ ايمان جي ڪسوٽي ۽ ماپي ۾ قبول ڪرڻ ڪان انڪار ڪري ٿو جيڪي زمين ۽ ان تي وسندڙ مخلوق مٿان مالڪي تہ الله جي لاءِ مڃن ۽ ستن آسمانن ۽ عرش عظيم جي ربوبيت جو احترام بہ الله جي لاءِ ڪن ۽ هر شئي جي مٿان الله جي بادشاهي ۽ حاڪميت ڪي بہ مڃين ۽ الله جي پناهہ ڪي بہ مڃين ۽ غير الله جي پناهہ جو انڪار بہ ڪن پر انهن سڀن ڳالهين جي باوجود پنهنجي ذات ۽ انساني معاشري جي قانونن لاءِ الله جي وحي وارن قانونن ڪي قبول نہ ڪن پنهنجي سماج ۽ معاشري لاءِ خلاف قرآن امامت جي دعويدارن جا ناهيل فقهي قانون هلائين تہ اهڙن ماڻهن لاءِ رب پاڪ فرمائي ٿو تہ وَاللَّهُ يَشْهَدُ إِنَّ الْمُنَافِقِينَ لَكَاذِبُونَ (1-63) يعني اهي منافق پنهنجي ايمان آڻڻ واري دعوىٰ ۾ ڪوڙا آهن- جيڪي دعوىٰ ڪن الله تي ايمان آڻڻ جي هلن انجي ڪتاب بدران خلاف قرآن ٻين ڪتابن تي.

## بِالْغَيْبِ

لفظ غيب جي معنىٰ آهي، اڻ ڏٺل، پرپٺ، غير حاضر، هتي هن حقيقت ڪي ذهن ۾ رکڻ گهرجي تہ اڻ ڏٺل شئي لاءِ ڪڏهن بہ هي گمان ناهي ڪرڻو تہ ان جو ڪو وجود ئي ڪونهي ڪو- ۽ هونئن ڪيترين ئي غيب جي پردي واريون شيون تمام ڪو ٿورو وقت ڏسڻ ۾ نہ ايندڙيون آهن پر ڪجهہ ئي مدي ڪان پوءِ اهي سامهون هڪ حقيقت بنجي نظر اچي وينديون آهن، جيئن ڪوئي هاري هر ڪاهي ٿو پنهنجي قيمتي ٻج کي مٽيءَ ۾ ملائي ٿو هن يقين جي بنياد تي تہ اڳتي هلي سلا ڦٽندا ۽ هڪ هڪ سنگ ۾ سؤ سؤ داڻا ٿيندا، اهو ان هاريءَ جو ايمان بالغيب ڇئبو توڙي ڪٽي هاڻي ايامن ڪان انهيءَ عمل جو تجربو ٿيندو اچي پيو سو ان مثال کي ڪي ماڻهو شايد نہ بہ قبول ڪن پر تاريخ جي پهرين ماڻهوءَ ٻج ڇٽڻ مهل تہ ان ماجرا تي اڻ ڏٺي ايمان آندو- هن ڳالهہ مان خاص مقصد هي آهي تہ ڪي ماڻهو الله جي وجود جا بہ انجي نظر ۾ نہ اچڻ سبب انڪاري ٿيندا آهن، پر ٻج ڇٽي پوڪ ڦٽڻ ۽ هڪ داڻي مان سؤ داڻن ڪان وڌيڪ موٽ ملڻ انهيءَ غيب ۽ ڳجهہ جون تہ اڳواٽ ڪي

نشانيون بہ ڪونہ هونديون آهن پوک جي مثال ۾ مڪمل طور اڻ ڏٺي شئي تي ويساھ ڪرڻو ٿو پوي، ۽ انجي مقابلي ۾ الله جي وجود جي جيتري تائين دعوىٰ آهي سو ان جي ثبوت ۽ شاهديءَ لاءِ سڄي ڪائنات ۽ ان جو هڪ هڪ ذرو سڄي وٽڪار ۽ ان جو هڪ هڪ پن، سج چنڊ تارا، ۽ ڪهڪشانن جا اڻ ڳڻيا ڪُرا جيڪي پنهنجي دائرن ۾ مستقل طور پنهنجي پنهنجي منزلن طرف روان دوان رهن ٿا جن جي ايڏي ساري ٽريفڪ ۾ ڪڏهن بہ ايڪسيڊنٽ ۽ ٽڪراءُ ڪونہ ٿو ٿئي سال اندر موسمن جي تبديلي سيارو اونهارو سرءُ بهار هر شئي پنهنجي پنهنجي مقرر وقت تي پابنديءَ سان ڊيوٽيون ڏيندي رهي ٿي اهي سڀ شيون الله جي وجود جو ڏس ڏيندڙ آهن شاهدي ڏيندڙ آهن انهن کي قران حڪيم آيتون سڏيو آهي انهيءَ حقيقت طرف رب سائين ڌيان ڇڪائيندي بيان ڪيو آهي تہ اللّٰهُ الَّذِى رَفَعَ السَّمَاوَاتِ بِغَيْرِ عَمَدٍ تَرَوْنَهَا ثُمَّ اسْتَوَى عَلَى الْعَرْشِ وَسَخَّرَ الشَّمْسَ وَالْقَمَرَ كُلٌّ يَجْرِى لأَجَلٍ مُّسَمًّى يُدَبِّرُ الأَمْرَ يُفَصِّلُ الآيَاتِ لَعَلَّكُم بِلِقَاء رَبِّكُمْ تُوقِنُونَ(2-13) يعني الله اها هستي آهي جنهن آسمانن کي بنا ٿوڻين جي مٿان بيهاريائين جنهن کي اوهان ڏسي بہ رهيا آهيو پوءِ ڪائنات جي بقا ۽ فنا واري مرڪز تي ڪنٽرول اٿس ۽ سج چنڊ کي بہ تابع رکيو اٿس سڀ ڪرا پنهنجي پنهنجي مدي ۽ مقرر ميعاد ۾ ۽ دائرن ۾ روان دوان آهن، ساري ڪائنات جي هلائڻ ۽ سنڀال جي انهن جي قانونن جي هر وقت تدبير پيو فرمائي، اهي ئي تہ الله جون نشانيون آهن جن کي اهڙي تہ تفصيل سان بيان پيو فرمائي جڻ تہ اوهان پنهنجي اکين سان ساري ڪائنات کي پالڻ واري جي هستيءَ جو يقيني قسم جو مشاهدو بہ ڪري رهيا آهيو-

هن آيت ڪريمہ جي آخري لفظن لعلكم بلقاء ربكم توقنون تي غور ڪرڻ جي وڏي ضرورت آهي هن ۾ رب پاڪ سمجهائي پيو تہ برابر ڪوئي بہ شخص مون کي پنهنجي اکين سان نٿو ڏسي سگهي پر جيڪڏهن منهنجي هن ڪائنات جي تدبير ترتيب تي غور ڪندؤ تہ منهنجي ڪار فرمائيءَ جا اوهان کي اهڙا تہ مثال نظر ايندا جو جڻ تہ مون کي اوهان پنهنجي اکين سان ڏسي رهيا آهيو- مطلب تہ غور ۽ فڪر نہ ڪرڻ وارن جو هي عذر يا اعتراض ختم ٿي ويندو تہ جيڪڏهن اسان الله کي اکين سان نٿا ڏسي سگهون تہ پوءِ الله آهي ئي ڪونہ اهڙي طرح قرآن حڪيم ۾ ڏسيل قانونن جي افاديت تي بہ اڻ ڏٺي ايمان آڻيو تہ اهي قانون بہ ايترو تہ ڪامياب آهن جو اوهان جو معاشرتي نظام مڪمل طرح سان خوشحال ۽ امن سلامتي وارو ٿيندو- اهو بہ ايترو جو جڻ اوهان قانون ساز الله کي پنهنجي اکين سان ڏسي رهيا آهيو.

**وَيُقِيمُونَ الصَّلاةَ**

يقيمون جو ٽن حرفن وارو اصلي مادو ق-و-م آهي لفظ قام جي معنىٰ بيهڻ آهي جيڪڏهن هن فعل قام کي متعدي ڪري اقام بڻايو وڃي تہ معنىٰ ٿيندي بئي کي بيهارڻ- قام-يقوم- قوما- يا اقام- يقيم- اقامة جي معنىٰ ٿيندي مضبوطي- سان سڌو ٿيڻ ۽ سڌو

ڪري بيهارڻ، حڪم قرآن وَأَقِيمُوا الشَّهَادَةَ لِلَّهِ(2-65) جي معني ٿيندي تہ (عدالتن ۾) شهادت (واري نظام) کي مستحڪم ۽ مضبوط بنايو اهڙي طرح أَنْ أَقِيمُوا الدِّينَ وَلَا تَتَفَرَّقُوا فِيهِ(13-42) جي معني ٿيندي تہ دين واري نظام کي قائم ڪيو- ۽ ٻئي هنڌ فرمان ربي آهي تہ وَأَقِيمُوا الْوَزْنَ بِالْقِسْطِ وَلَا تُخْسِرُوا الْمِيزَانَ(9-55) يعني تورماپ جو انصاف وارو نظام قائم ڪيو ۽ ترازو کي ڏنڊي هڻي ڪنهن ڏر کي خساري ۾ نہ وجهو- هاڻ يقيمون الصلوٰة جي معني هيءَ جُڙي تہ (قرآن جي تابعداري واري) نظام صلوة کي مضبوط طريقي سان قائم ڪرڻ-

## الصّلوٰةَ

لفظ صلوٰة جو صرف صغير هن طرح آهي تہ صَلّي- يُصَلّي- صَلاة فهو مُصَلّ- قرآن حڪيم اهڙو تہ عجيب ڪتاب آهي جو پنهنجن ڪيترن ئي لفظن جون لغوي ۽ اصطلاحي معنائون پاڻ ٿو کولي سمجهائي، بلاشبہ ڪير هيئن چئي سگهي ٿو قرآن حڪيم پنهنجي اندر ڪتب آندل اهم ۽ ضروري لفظن جي معني مفهوم سمجهائڻ جي ڊڪشنري بہ پاڻ آهي يعني قرآن حڪيم ۾ رب پاڪ جيئن دعوىٰ ڪئي آهي تہ وَهُوَ الَّذِي أَنزَلَ إِلَيْكُمُ الْكِتَابَ مُفَصَّلًا(114-6) يعني الله اها ذات آهي جنهن اوهان ڏي پنهنجي ڪتاب کي تفصيل ڪيل ڪري نازل ڪيو آهي- تہ علم ادب جي فن بلاغت ۾ لفظن جي معني سمجهائڻ کولڻ ۽ بيان ڪرڻ جو هڪ هنر آهي جنهن کي "تقابل" سڏيو وڃي ٿو جنهن جو مطلب هي آهي تہ کي بہ اهڙا بہ لفظ آمهون سامهون آڻي بيان ڪيا وڃن جن مان هڪ لفظ جي معني تہ پڌري ۽ غير متنازع چٽي ملي پر انجي مقابلي ۾ ٻيو اهڙو لفظ استعمال ڪيو وڃي جنهن جي معني ۾ تنازع هجي ڪا ڏر ان معني ۾ خواه مخواه شبها پيدا ڪرڻ لاءِ ضد ڪندي هجي تہ قرآن حڪيم اهڙي تنازع کي دفعي ڪرڻ لاءِ جهڳڙي واري لفظ جي اصل ۽ حقيقي معني کي ثابت ڪري ڏيکارڻ لاءِ فن ادب جي هنر تقابل سان ان جهڳڙي کي نبيري ٿو جيئن سورت القيامہ ۾ فرمايائين تہ فَلَا صَدَّقَ وَلَا صَلَّىٰ. وَلَٰكِن كَذَّبَ وَتَوَلَّىٰ(32-31-75) هتي غور ڪيو وڃي تہ لفظ صلىٰ ۽ تولىٰ کي آمهون سامهون آڻي صلىٰ جي معني تولىٰ جي مقابل معني سان مقرر ڪري ڏيکاريائين جيڪا هيءَ آهي پوءِ (اهو وڏائي ڪندڙ ماڻهو) نہ ئي اسان جي ڪتاب جي) تصديق ڪري ٿو نہ ئي وري ان جي تابعداري ڪري ٿو- پر الٽو) تڪذيب ڪري ٿو ۽ پٺي ڏئي هليو ٿو وڃي- هن جاءِ تي لفظ صلىٰ جي معنىٰ کولي سمجهائي وئي تہ پويان هلڻ ۽ تابعداري ڪرڻ- تولىٰ جي معنىٰ آهي پٺي ڏئي هليو وڃڻ، ان معنىٰ ۾ ڪنهن جو بہ اختلاف ناهي سو هاڻ تقابل سان مقابل لفظ صلىٰ جي معني از خود مقرر ٿي وئي يعني پويان هلڻ- عام طور تي قرآن حڪيم جو ترجمو لکڻ وارا ويقيمون الصلوة جو ترجمو لکن ٿا تہ قائم ڪن ٿا نماز کي يا پڙهن ٿا نماز- اهو ترجمو سراسر غلط آهي هن ڪري تہ لفظ نماز جي ان پوڃا واري معنىٰ مفهوم ۾ قرآن حڪيم جي وڏي اهم اصطلاح الصلوة جو مفهوم يعني قرآن جي صورت ۾

مليل نظام حڪومت جي پوئواري ۽ تابعداري اهو هرگز نٿو ماپي سگهي، اڄ ڪمپيوٽر جو دور آهي ماڻهو فارس جي زردشتي مذهب جي هڪ وڏي نالي حڪيم ماني جي حوالي سان ٻڌائن ٿا جيڪا حقيقت انٽرنيٽ تي موجود آهي ته انهيءَ باهه جي پوڄا ڪرڻ لاءِ پنهنجي مجوسي مذهب ۾ موجوده نماز جو طريقو ايجاد ڪيو هئو، جيڪو ماني صاحب سن 115ع ۾ ڄائو هئو ۽ جناب خاتم الانبياءَ عليه السلام جن کان اندازاً ساڍا ٽي سؤ سال کان به وڌيڪ اڳي هن اها نماز بطور پوڄا جي پنهنجي مذهب وارن لاءِ ايجاد ڪئي هئي، سو رب پاڪ مجوسين جي انهي شرڪيه پوڄا کي پنهنجي آخري نبيءَ جي امت لاءِ ڪيئن قرآن ۾ اهڙي شئي جو حڪم ڏيندو!!! نماز ته حڪيم مانيءَ جي ايجاد آهي، اها ڳالهه صرف آئون اڪيلو نٿو ڪيان پر مانيءَ جا سوانحي ڪتاب ٻڌائن ٿا ۽ جامع ازهر يونيورسٽي مصر جي پروفيسر احمد امين مصري اها ڳالهه پنهنجي ڪتاب فجر اسلام ۾ بغير حوالي ڏيڻ جي لکي آهي ۽ علي عباس جلالپوري به پنهنجي ڪتاب ۾ لکي آهي ۽ مولانا عبيدالله سنڌي پنهنجي تفسير قرآن "سنڌي تفسير" ۾ صفحي 114 تي لکي آهي- هتي جڏهن قرآن حڪيم جي حوالي (31-75) سان صلي ۽ تولىٰ جي تقابل ذريعي الله پاڪ پاڻ لفظ صلي جي معني سمجهائي ته "پيروي ڪرڻ" پوءِ هاڻي ڪنهن به ڪيڏي ئي وڏي نالي واري ماڻهوءَ جي ترجمي ۾ صلوٰة جي معني نماز کي قبول نه ڪيو ويندو، ڪيترائي سامراجي ايجنٽ پاڻکي وڏا وڏا لقب ڏيئي امت جا امام پيشوا ۽ رهبر بنجي ويا آهن، امت وارن کي اڄ تائين خبر نه پئي آهي ته اهي پنهنجا آهن يا پراوا آهن دشمن جي اهڙن رازن منجهان آئون هت هڪ ننڍڙو مثال ڏئي حقيقت کي سمجهائڻ ضروري سمجهان ٿو اهو هي آهي ته امت جي تمام وڏي اڪثريت فارسي ٻولي جي لفظ درود کي سمجهندا آهن ته اها نبي سڳوري مٿان صلوٰت سڳوري آهي جيڪا مختلف عبارتن سان پڙهي ويندي آهي پر لفظ درود جي اصل معنىٰ آهي ڪنهن جي پاڙ پٽڻ سو فارس وارن عربن کان جنگ ۾ شڪست کائڻ جي غصي ۾ لفظ صلوٰة جي معني تابعداري بدران پاڙ پٽڻ واري لفظ کي بطور تبرا جي ڪتب آندو آهي. رب پاڪ جيڪو قرآن حڪيم ۾ فرمايو آهي ته إِنَّ اللهَ وَمَلَائِكَتَهُ يُصَلُّونَ عَلَى النَّبِيِّ يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُوا صَلُّوا عَلَيْهِ وَسَلِّمُوا تَسْلِيمًا(56-33) هونئن هن آيت جي اصلي معنىٰ هيءَ آهي ته بيشڪ الله ۽ انجا ملائڪ ساٿ ڏين ٿا نبي جو ان جي قرآني نظام قائم ڪرڻ واري پروگرام کي ڪامياب ڪرڻ ۾ اي ايمان وارا! مؤمنو! اوهان به پنهنجي نبي جي حڪمن اڳيان سر تسليم نوائيندي ان جي اطاعت ڪيو انجو ساٿ ڏيو-

هتي هن موقعي تي لفظ صلوٰة جي اصلي ۽ لغوي معني (تابعداري) ته قرآن جي ئي رهنمائيءَ سان پڌري ٿي وئي چو ته ڪنهن کي ساٿ ڏيڻ اهو ٿيندو ئي ان جي پيروي ڪرڻ ۽ مدد ڪرڻ سان آهي ۽ وڌيڪ جيئن ته ڪتاب قرآن حڪيم کي الله پاڪ نازل ئي حڪومت هلائڻ واري منشوري ڪتاب جي طور تي ڪيو آهي (4-105) انڪري حڪمرانيءَ جي ڪمن

۽ عملن جي پوئوارين وارين ڊيوٽين ڪي سرانجام ڏيڻ لاءِ الله پاڪ لفظ صلوة ڪي بطور اصطلاح جي نوانوي پيرا استعمال فرمايو آهي اقيموالصلوٰة يعني قائم ڪيو صلوٰة ذريعي نظام ڪي، غور ڪيو وجي ته هت لفظ صلوٰة جي اصلي معنىٰ، اقيموا الصلوة جي اصطلاح اندر به ساڳي ئي ثابت ٿئي ٿي يعني قائم ڪيو قرآن حڪيم جي ڏسيل قانونن جي تابعداري واري نظام ڪي "امريڪا ۾ تعليم جي ڊگري P.H.D حاصل ڪرڻ لاءِ اڪيچار موضوعن سان گڏ جيڪو "اسٽيٽ سروس" جو موضوع مقرر به ڪيو ويو آهي، ته ان موضوع جا سڀ تفصيل اقيموالصلوة جي مفهوم ۾ ڳٽيا ويندا، بلڪ ائين به چوڻ درست ٿيندو ته اسٽيٽ سروس يعني رياستي ڊيوٽيون سرانجام ڏيڻ قائم ڪرڻ اهڙا سڀ عمل اقيمواالصلوة جي معني ۽ مفهوم منجهه داخل آهن جيڪي ڪافرن ته هن قرآني اصطلاح منجهان سمجهي پاڻ وٽ لاڳو ڪيا پر اسان ڪي حديثون ناهيندڙ امامن ان جي غلط معنىٰ نماز مٿي ۾ هٽي چڙيائون. جنهن جي مٿان عمل ڪرڻ سان اسٽيٽ سروس جي سڄي ڍانچي جو خانو خراب ٿي وجي ٿو. هونئن به لفظ اقيموا جو صيغو قرآن حڪيم ۾ پڙهڻ جي معنىٰ ۾ هرگز هرگز استعمال ڪرڻ غلط ٿيندو، انڪري اقيموا الصلوٰة جي معني "پڙهو نماز" اها به سراسر غلط چئبي قرآن حڪيم ۾ اقيمو ۽ اقامة اهو صيغو صرف لفظ صلوة سان گڏ استعمال ڪو نه ڪيو ويو آهي- سورة الشورىٰ جي آيت نمبر 13 ۾ حڪم آهي ته أَنْ أَقِيمُوا الدِّينَ وَلَا تَتَفَرَّقُوا فِيهِ(42-13) يعني قانون ڪي قائم ڪيو ۽ ان عمل ۾ فرقي بازي نه ڪيو- اتي غور ڪيو وجي ته قانون جو تعلق نظام سان آهي ۽ نظام ڪي يا قانون ڪي قائم ڪبو آهي پڙهڻ جي عمل لاءِ قرآن وٽ عربي ٻوليءَ وٽ اقرء جو لفظ جدا موجود آهي- ٻي جاءِ تي قرآن حڪيم ۾ فرمايو ويو آهي ته وَأَقِيمُوا الْوَزْنَ بِالْقِسْطِ وَلَا تُخْسِرُوا الْمِيزَانَ(55-9) يعني قائم رکو، مضبوط رکو ماپ تور جي نظام ڪي ۽ تور ۾ وزن ۾ خسارو نه ڪيو- هتي هن آيت ڪريمه ۾ تور ماپ جي نظام ڪي صاف رکڻ ۽ نقصان کان بچائي رکڻ واري نظام ڪي قائم رکڻ جي ڳالهه ڪئي وئي آهي، سو ان حڪم ۾ ائين ترجمو ڪونه ڪبو ته پڙهو وزن ڪي تور ماپ ڪي، ڏيتي ليتي جي وهنوار ۾ تور ماپ جو هڪ وڏو نظام آهي جنهن سان دنيا جو وڻج واپار هلي ٿو- پوءِ هن آيت ۾ به اقيموا الوزن جو حڪم تور ماپ جي عادلانه نظام قائم ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيو ويو آهي- هر حڪومت ۾ باقائدي هڪ ڪاتو ۽ ڊپارٽمنٽ قائم ڪيل آهي جنهن جي ذميداري آهي ته هو جملي شهرن جي ڪاروباري ماڻهن جي تور وارن وٽ تارازين ۽ ميٽرن ڪي چيڪ ڪندا رهن ته هو ان ۾ ڪا گهاٽي واڌي ته ڪو نه ٿا ڪن ۽ هاٽي وارن اليڪٽرڪ تي ناهيل تور ماپ وارن ميٽرن ۽ ڪانٽن ڪي به چيڪ ڪندا رهن ته انهن ۾ به ڪو فني نموني حرڪت واري ڏنڊي ته ڪانه ٿي هنئي وجي قرآن حڪيم جي حڪم اقيموا الوزن جي هيٺ اهي سڀ تفصيل اچي وڃن ٿا، مطلب ته اقامة جو حڪم هڪ سسٽم ۽ نظام ڪي قائم رکڻ جي معني هيٺ اچي ٿو، مطلب ته لفظ اقيموا ڪي پڙهڻ جي معني ۾ استعمال ڪرڻ جو تصور به نٿو ڪري سگهجي.

اهڙي طرح مثال لاءِ قرآن حڪيم ۾ ٻيو حڪم وَأَقِيمُوا الشَّهَادَةَ لِلَّهِ(2-65) جو آهي، جنهن جو خلاصو هي آهي ته معاملن ۾ فيصلن ۾ عدالتي نظام ۾ شاهدي ڏيڻ جي نظام کي قائم ڪيو، صرف شاهدي جو بيان ڏيڻ اهو شاهدي جي نظام جو صرف هڪڙو حصو آهي، انجو ٻيو اهم حصو هي به آهي ته شاهدي ڏيندڙ ماڻهن جي حفاظت جو ذمو کنيو وڃي ۽ شاهدي سبب جنهن ڌر ۽ جوابدار ماڻهن مٿان شاهديءَ جو جيڪو اثر ٿو پوي اهي متاثر ٿيندڙ ماڻهو، شاهدن کي شاهدي بدلائڻ لاءِ ڌمڪيون ڏين ٿا ۽ شاهديون نه ڦيرائڻ سبب انهن کي قتل به ڪري ڇڏين ٿا ته اهڙي عدم تحفظ واري ماجرا جي پيش نظر قرآن حڪيم حڪم ڏنو ته ماڻهن کي عدل ۽ انصاف ڏيارڻ لاءِ شهادتن کي يقيني ۽ محفوظ بنائڻ لاءِ نظام شهادت کي قائم ڪيو، اهڙو نظام جنهن ۾ شاهدن کي هر قسم جو تحفظ حاصل رهي ۽ انهن جي شاهدي ڏيڻ سان متاثر ٿيندڙ ڌر کي ڪو به نقصان نه پهچائي سگهي-

وَمِمَّا رَزَقْنَاهُمْ يُنفِقُونَ(3)

**ترجمو:**

۽ انهي رزق منجهان خرچ ڪن ٿا جيڪو اسان انهن کي ڏنو آهي-

## جدا جدا لفظن جي معنيٰ

**من:-**

من حرف تبعيضي آهي يعني اسان جي ڏنل رزق جو بعض حصو- ۽ حرف ما، جو قسم موصولي آهي يعني جيڪو حصو يا اهو ڪجهه حصو-

**رزق:-**

لفظ رزق جي معني ۾ هر اهو سامان پرورش ۽ واڌويجهه لاءِ گهربل شيون شامل آهن. جيڪي انساني جسم جي نشو ونما سان گڏ ان جي پرسنلٽي ۽ شخصيت لاءِ به درڪار هجن، ان ۾ غذائن سان گڏ تعليم، تربيت، علاج، لباس ۽ اجهو به شامل آهن- مطلب رزق جي معني صرف جسماني ڪاڌي پيتي تائين محدود ناهي. رزق جي ٻي معنيٰ تعليم نظريو ۽ فڪر جنهن انسانن جي شخصيت پرسنلٽيءَ ۽ گهربل حق حقوق جڙندا ۽ محفوظ ٿيندا هجن ان جو مثال وَلاَ تَحْسَبَنَّ الَّذِينَ قُتِلُواْ فِي سَبِيلِ اللّهِ أَمْوَاتًا بَلْ أَحْيَاء عِندَ رَبِّهِمْ يُرْزَقُونَ (3-169) هن آيت ڪريمه ۾ ماڻهن جي حاصلات لاءِ ظالمن ۽ ڦورن سان مهاڏو اٽڪائي جان جو نذرانو ڏيڻ وارن لاءِ الله فرمائي ٿو ته انهن کي مئل نه سمجهيو انهن کي مرڻ کان پوءِ به رزق ملي ٿو ان جي معنىٰ ته انهن جي نظريي ۽ جان جي قرباني کي ڳائڻ ۽ ساراهڻ سان جڻ ته انهن جي ڪاز ۽ قرباني جي مقصد کي هٿي پئي ملي اهو ئي انهن جو رزق آهي.

**نفق:-**

لفظ "نفق" جي معني اها سرنگ يا اهو پائيپ آهي جنهن ڪي آر-پار، رستا هجن سوراخ هجن-

## هن آيت ڪريمہ جو خلاصو ۽ ان مان ثابت ٿيندڙ مسئلا

پهرين ڳالهہ تہ هيءُ آيت ڪريمہ رياستي نظام هلائڻ ۽ قائم ڪرڻ وارن لاءِ رهنمايون ڏئي ٿي، جملي الذين يؤمنون بالغيب ۾ هڪڙي رهنمائي آهي تہ هن ڪتاب قرآن جا قانوني فارمولا اوهانجي اجتماعي معاشرتي نظام ۾ خوشحالي ۽ امن سلامتي کي قائم ڪندا انهن تي ويساه رکو مثال طور، ملڪيت جي ذخيره اندوزي مٿان بندش جو قانون (219-2) پئسن سان پئسا ڪمائڻ مٿان بندش ۽ انجي عوض صرف محنت سان ڪمائيءَ جو استحقاق رکڻ (39-53) ۽ تقسيم دولت جي لاءِ ضروتمندن ۾ برابري جي بنياد تي اپت جي ورهاست ڪرڻ (10-41) آيت ڪريمہ جو هي جملو تہ اڻ ڏٺي ايمان آڻيو، اهو سائنسي ايجادن جي فارمولن مٿان تجربا ڪرڻ جي بہ ترغيب ڏئي ٿو ۽ حوصلہ افزائي ڪري ٿو اهو هن طرح تہ مختلف جزئن جي ترڪيب منجهان لئبارٽريون ناهڻ ۽ انهن ذريعي نئين شئي جو حاصل ڪرڻ لاءِ بجيٽون خرچ ڪرڻ انهي عمل جو پراسيس، اهو سمورو ايمان بالغيب سان ئي ٿيندو- ۽ آيت ڪريمہ جي آخري ٻن جملن ۾ نظام صلوة قائم ڪرڻ جنهن جي ذريعي رعيت جي پرورش لاءِ، جسماني ۽ ذهني ضرورتن جي انتظام لاءِ الله جي عطا ڪيل رزق وارن وسيلن کي خرچ ڪرڻ ۽ انهن جي ذخيره اندوزي نہ ڪرڻ جي پاليسي اختيار ڪرڻ جي تعليم ڏني وئي آهي، هن آيت ڪريمہ جي حڪم تہ انفاق يعني پئداوار کي استور ڪرڻ ۽ ذخيره اندوزي ڪرڻ بدران خرچ ڪري ڇڏڻ سان جاگيرداري ۽ سرمايہ داري جي بنياد جي ئي نفي ٿي وڃي ٿي- ڇو تہ جاگيرداري ۽ سرمايہ داري جو پهريون بنياد تہ آهي ئي ٻئي جي محنت جو استحصال پر ان ۾ ٻيو بڇڙو رجحان هي بہ رهندو اچي ٿو تہ اهي ٻئي ڦورو طبقا ذخيره اندوزي سان ضرورت جي شين جون قيمتون آسمان تي چاڙهي هترادو ڏڪار پئدا ڪندا آهن- انڪري آيت ڪريمہ جي حڪم تہ ومما رزقناهم ينفقون سان اهڙا ڦرلٽ جا سڀ رستا بند ٿي وڃن ٿا-

وَالَّذِينَ يُؤْمِنُونَ بِمَا أُنزِلَ إِلَيْكَ وَمَا أُنزِلَ مِن قَبْلِكَ وَبِالْآخِرَةِ هُمْ يُوقِنُونَ(4)

**ترجمو:**

۽ اهي ماڻهو جيڪي ايمان آڻين ٿا ان علم وحي تي جيڪو نازل ڪيو ويو آهي طرف تنهنجي ۽ انتي بہ جيڪو نازل ڪيو ويو توکان اڳي وارن نبين تي ۽ آخرت تي اهي ويساهہ رکن ٿا-

## جدا لفظن جي معني:

**بماانزل:-**

حرف "با" جي معني آهي ساڻ ۽ ان سان گڏ لفظ "ما" اها موصولي آهي يعني ڪلام ڪي پاڻ ۾ ملائڻ جي معني ڏيندي آهي، انزل- لفظ جي معني آهي مٿاهين ڪان هيناهين جي طرف لهڻ- هن لفظ جون ڪيترن ئي صرفي صيغن وارين جدا جدا شڪلن جون جدا جدا معنائون آهن، جيئن نزلةٌ معني هڪ ڀيرو- نزيل معني مهمان- منزل اسم ظرف مڪاني سان رهائش جي جڳه سڏي وڃي ٿي- ۽ باب تفعيل تي آڻڻ سان تنزيل جي معني ٿيندي آهستي آهستي ترتيب سان نازل ٿيڻ، تنزيل جي معني ۾ ترتيب سان رکڻ ۽ هر شئي کي پنهنجي پنهنجي مناسبت واري جاءِ تي رکڻ بہ شامل آهي آيت نمبر (41-42) جي حوالي سان آيت ۾ آهي تہ باطل، قرآن کي اڳيان پويان اچي نہ سگهندو- وري ان جي دليل ۾ رب سائين فرمايو تہ ان ڪري جو هن ڪتاب جي تنزيل واري ٽيڪنالاجي حڪيم ۽ حميد اٿارٽي جي جوڙيل آهي سو حڪيم جي تنزيل بي ترتيب نہ هوندي- قرآن حڪيم ۾ نزول کي مٿين معنائن سان گڏ عطا ۽ بخشش جي معني ۾ بہ استعمال ڪيو ويو آهي جيئن فرمان آهي تہ وَأَنزَلْنَا الْحَدِيدَ(57-25) هن ئي معني جي وڌيڪ تائيد هن آيت منجهان ملي ٿي وَإِن مِّن شَيْءٍ إِلاَّ عِندَنَا خَزَائِنُهُ وَمَا نُنَزِّلُهُ إِلاَّ بِقَدَرٍ مَّعْلُومٍ(15-21) يعني هر شئي جا اسان وٽ خزانا آهن جيڪي اسان معلوم اندازن مطابق ڏيون ٿا تہ هت عطا ۽ بخشش واري معني تہ نڪتي پر بقدر معلوم جي معني ٿيندي جيترو اوهان اسان جي خزانن منجهان پنهنجي لاءِ جستجو ۽ جاکوڙ ڪندؤ اوترو ئي حاصل ڪري سگهندؤ- هتي هن حقيقت کي ذهن ۾ رکڻ گهرجي تہ نزول وحي يعني نبوت ملڻ، اهو اهو جستجو ۽ جاکوڙ سان يا حسب نسب سان نٿو حاصل ڪري سگهجي، ڇو تہ نبوت ۽ نزول وحي، اهو وهبي عطيو آهي ڪسبي ناهي تہ آيت ڪريم أَفَغَيْرَ اللّهِ أَبْتَغِي حَكَمًا وَهُوَ الَّذِي أَنَزَلَ إِلَيْكُمُ الْكِتَابَ مُفَصَّلاً وَالَّذِينَ آتَيْنَاهُمُ الْكِتَابَ يَعْلَمُونَ أَنَّهُ مُنَزَّلٌ مِّن رَّبِّكَ بِالْحَقِّ فَلاَ تَكُونَنَّ مِنَ الْمُمْتَرِينَ(6-114) ۾ نزول ڪتاب ۽ نزول وحي اهي خارج ڪان نبي عليہ السلام جي دل تي قلب تي نازل ٿيڻ آهي اهو ڪسب ۽ جاکوڙ سان تعلق نٿو رکي.

**قبل:-**

لفظ "قبل" اهو "اڳي" جي معنیٰ ۾ استعمال ٿيو آهي اهو ضد آهي لفظ "بعد" جو جيئن قرآن پاڪ ۾ آيو آهي تہ لِلَّهِ الْأَمْرُ مِن قَبْلُ وَمِن بَعْدُ(30-4) يعني اڳي ۽ پوءِ قانون ۽ حڪم الله جو ئي هلندو- جيڪڏهن لفظ قبل جي قاف تي پيش پڙهبو تہ اهو ضد بڻبو لفظ "دبر" جو پوءِ قُبل معني اڳيان ۽ دُبرُ معني پويان جيئن إِن كَانَ قَمِيصُهُ قُدَّ مِن قُبُلٍ(12-26) يعني جيڪڏهن ان جي قميص اڳيان ڦاٽل آهي القبله قاف جي پيش سان چميءَ جي معني ۾ اچي ٿو ۽ القابلة ٻار ڄڻائڻ واري دائي عورت کي چئبو آهي- قاف جي زير واري اعراب سان معني ٿيندي

طرف، جهت ۽ رخ وغيره جيئن وَظَاهِرُهُ مِن قِبَلِهِ الْعَذَابُ(14-57) يعني باهرين طرف کان- اهڙي نموني سورت بقرة ۾ قبل المشرق آيو آهي (2-177) ان جي معني آهي اوپر طرف، ۽ جيڪڏهن قبل قاف جي زير سان القبله جي جمع طور آندو ويندو ته ان جي معني ٿيندي گهڻان قبلا- ۽ تفعل جي باب تي جيڪڏهن آندو ويندو ته معني ٿي پوندي قبول ڪرڻ ۽ منظور ڪرڻ قرآن حڪيم ۾ آيو آهي ته وَهُوَ الَّذِى يَقْبَلُ التَّوْبَةَ عَنْ عِبَادِهِ(25-42) يعني الله اها ذات آهي جيڪو قبول ڪري ٿو توبه پانهن جي لفظ قبيلو جنهن جو جمع قبائل اچي ٿو، اهو خاندان نسل ۽ ڪڙم قبيلي يعني هڪ ڏاڏنگ واري گروهه کي قبيلو چئبو آهي- ۽ قبله جي معني مرڪز نظريو ۽ نصب العين به ايندي آهي پڙهي ڏسندا (87-10).

## وَبِالآخِرَةِ

آخرت جو لفظ اخر (حرف "خا" جي زير سان) جو مؤنث آهي ۽ ان جو مقابل لفظ "اول" آهي ۽ ان جو استعمال ڪنهن به پهرين شئي کان پوءِ واقع ٿيندڙ يا پيدا ٿيندڙ ۽ ايندڙ شئي لاءِ ٿيندو آهي، آخرت کان پوءِ پهرين شئي جو سلسلو ختم ٿي ويندو آهي يعني حياتيءَ جو سلسلو دنيا کان پوءِ ٻئي نمبر تي آخرت جي جهان ۾ جنت ۽ دوزخ جي نڪاڻن کي ابد ۽ خلود سان سڏيو ويو آهي يعني آخرت کان پوءِ ٻئي ڪنهن به جهان جي اچڻ جو تصور ئي ڪونهي-

قرآن مجيد ۾ هلندڙ زندگيءَ کي رب پاڪ دنيا جي لفظ سان تعبير فرمايو آهي، لفظ دنيا دنو ۽ دناوة جي معني آهي قريب ۽ ويجهي شئي، ۽ انهي لفظ دنيا سان ڪافي هنڌن تي مقابلي ۾ آخرت جو لفظ استعمال ڪيو ويو آهي ته انهي تقابل منجهان به آخرت جي مشهور ۽ معلوم معني متعين ٿي وڃي ٿي-

جيڪڏهن تفعيل جي وزن تاخير جو صيغو آندو ويندو ته ان جي معني ٿيندي دير ڪرڻ- سورت الحجر ۾ آيو آهي ته وَلَقَدْ عَلِمْنَا الْمُسْتَقْدِمِينَ مِنكُمْ وَلَقَدْ عَلِمْنَا الْمُسْتَأْخِرِينَ(15-24) ته هن آيت ۾ تقابل واري صنف ذريعي آخرت جي معني ٿيندي ڪنهن ٻئي جي اڳ ڪيڍي وڃڻ کان پوئتي رهجي وڃڻ وارو-

## هم:-

هم، هي اسم اشارو آهي جمع مذڪر غائب جي معني ۾-

## يُوْقِنُوْنَ

لفظ يقين جي معني آهي ڪنهن معاملي کي پڪ سان سمجهي وٺڻ جاڻي وٺڻ، ڪنهن ڳالهه جو ثابت ٿي وڃڻ ۽ ان جي حقيقت کي معلوم ڪري ڇڏڻ، يقين جو ضد شڪ، آهي انڪري يقين جي معني ڪنهن ڳالهه جي اهڙي پڪي جاڻ حاصل ڪرڻ ٿيندي جنهن ۾ ڪوبه شڪ شبهو نه رهي، قرآن حڪيم ۾ هي لفظ جدا جدا صيغن ۾ به استعمال ٿيو آهي، اليقين، واستيقنتها، ليستيقن، موقنين وغيره قرآن حڪيم ۾ موت کي به يقين سڏيو ويو آهي جيئن (15-99) يعني موت اچڻ تائين رب پاڪ جي اطاعت ڪندورهه- موت کي يقين هن

ڪري ڪونيو ويو آهي جو تجربن منجهان ثابت ٿيو آهي ته موت بر حق آهي، لازمي آهي كُلُّ مَنْ عَلَيْهَا فَانٍ(26-55) زمين مٿان رهندڙ هر شئي تي فنائيت اچڻ لازم آهي-

أُوْلَـٰٓئِكَ عَلَىٰ هُدًى مِّن رَّبِّهِمْ وَأُوْلَـٰٓئِكَ هُمُ الْمُفْلِحُونَ(2-5)

**ترجمو:-**

اهي پنهنجي پالڻهار طرفان هدايت تي آهن ۽ اهي ئي ڪامياب آهن-

## جدا، لفظن جي معني:

### اولائک:-

اولائک ۾ اولاء اهو اسم اشارو جمع جو آهي ان ۾ آخري ڪاف اهو واحد مذڪر مخاطب جو آهي مخاطب کي متوجه ڪرڻ لاءِ-

### فلاح:-

جي معني آهي ڪنهن شئي کي چيرڻ، ان ڪري هارين کي فلاحين چيو ويندو آهي جو هو پوکون ڪاهڻ سان ٻج کي زمين ۾ ڇٽڻ کان اڳ چيرڻ لاءِ هر ڪاهن ٿا-

## هن آيت ڪريم منجهان ثابت ٿيندڙ مسئلا:

متقي مؤمنن لاءِ قرآن حڪيم جيڪي نشانيون ڏسي رهيو آهي اهي آيت نمبر 2 کان پنج تائين جاري آهن ۽ ائين سمجهڻ گهرجي ته آيت ٻين کان پنجين تائين هڪڙي ئي آيت آهي جنهن کي قرآن مخالف مافيا وارن ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو آهي ته جيئن قرآن فهميءَ ۾ رڪاوٽون پيدا ٿين، دشمنن جي انهيءَ سازش تان قرآن حڪيم پردو کڻي انهن جي اها سازش ۽ چال پڪڙي پڌائي آهي ته اهي منافق آهن ڪوڙا قسم کڻي پنهنجي وفاداري جتلائيندا ته آهن پر اهي الَّذِينَ جَعَلُوا الْقُرْآنَ عِضِينَ(91-15) اهي أهي ماڻهو آهن جن قرآن کي ڇباڙي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو آهي، بهر حال وَالَّذِينَ يُؤْمِنُونَ بِمَا أُنزِلَ إِلَيْكَ وَمَا أُنزِلَ مِن قَبْلِكَ منجهان مسلم امت جي مومنن جي هيءَ نشاني ڏسي وئي ته اهي اتحاد امت، اتحاد عالم، اتحاد ڪائنات ۽ اتحاد انسانيت جا علمبردار هوندا، پوءِ انهن ئي ماڻهن کي قرآن حڪيم جيڪو سرٽيفڪيٽ ڏنو ته أُوْلَـٰٓئِكَ عَلَىٰ هُدًى مِّن رَّبِّهِمْ يعني اهي ئي ماڻهو آهن جيڪي رب جي پاران هدايت وارا قرار ڏجن ٿا ۽ وَأُوْلَـٰٓئِكَ هُمُ الْمُفْلِحُونَ اهي ئي ماڻهو ڪامياب مؤمن ۽ ڪامياب انسان آهن ته اهڙي سرٽيفڪيٽ هيءَ ثابت ڪري ڏيکاريو ته جيڪي ماڻهو انسانن جي وچ ۾ فرقي بازي کي جنم ڏين ٿا ۽ خود مسلم امت ۾ به پنهنجو تعارف امامي فرقن ۽ فقهن جي حوالن سان پاڻ کي حنفي حنبلي شافعي جعفري مالڪي ۽ اسماعيلي وغيره نالن سان تعارف ڪرائن ٿا ته اهڙا ماڻهو هدايت وارا نٿا ٿي سگهن نه کي وري ڪامياب سڏي

سگهبا- مطلب ته هن آيت مان هي مسئلو ثابت ٿيو ته دنيا ۾ ڪامياب معاشرا اهي ٿي سگهندا جن ۾ فرقي بازي نه هجي ۽ هڪڙي قانون جا پوئلڳ هجن جيڪو وحي جي ذريعي پوري انسان ذات کي مليل آهي-

إِنَّ الَّذِينَ كَفَرُواْ سَوَاءٌ عَلَيْهِمْ أَأَنذَرْتَهُمْ أَمْ لَمْ تُنذِرْهُمْ لاَ يُؤْمِنُونَ(6-2)

**ترجمو:**

تحقيق اهي ماڻهو جن ڪفر اختيار ڪيو، برابر آهي جو تون انهن کي ڊيڄارين يا نه ڊيڄارين اهي ايمان نه آڻيندا-

## جدا لفظن جي معنيٰ

### الذين:-

اسم اشارو جمع مذڪر غائب جي معني ۾ آهي.

### ڪفروا:-

لفظ ڪفر- هونئن ته هن آيت ۾ ته جمع مذڪر غائب جي صيغي ۾ آندو ويو آهي، ڪفر جي هڪڙي معني انڪار ڪرڻ آهي ٻي معني آهي لڪائڻ ۽ ڍڪڻ- انڪري زمين ۾ هر ڪاهڻ واري هاريءَ کي به ڪافر سڏيو ويو آهي(20-57) اهو هن سبب ته هو ٻج کي زمين ۾ لڪائي بند ڪري ڍڪي ڇڏي ٿو- لفظ ڪفر جي انهن ٻنهي معنائن ۾ مڪمل مناسبت ۽ هڪجهڙائي آهي، اها هيءَ ته حق سچ جو انڪار به انڪي لڪائڻ ۽ ميٽي ڇڏڻ جي معني ۾ اچي وڃي ٿو، ڪافر کي ڪافر انڪري چيو وڃي ٿو جو هو پڌرين حقيقتن ۽ سچاين کي لڪائي ٿو ڇڏي ۽ ڪولي سامهون آڻڻ نٿو ڏئي- لفظ ڪفر جي ان معني سان هي ثابت ٿيو ته ڪنهن کي ڪافر سڏڻ ۽ ڪوٺڻ اها ڪا الزام بازي واري گار نه آهي بلڪ اها حقيقت جو اظهار آهي- ڪفاري کي ڪفارو به انڪري چيو وڃي ٿو جو ان جي ذريعي غلط ڪم جو نتيجو ڍڪجي ۽ متجي وڃي ٿو، اهو لفظ ڪفارو عدالتي سزائن جي معني مفهوم سان قرآن حڪيم ۾ استعمال ڪيو ويو آهي ڏسندا (5-45) (5-89) (5-95) سورت بقره جي آيت 256 جي اندر الله جي مٿان ايمان آڻڻ کي، طاغوت سان ڪفر ڪرڻ جي مقابلي ۾ آندو ويو آهي، هن تقابل منجهان ثابت ٿئي ٿو ڪفر ۽ ايمان ۾ ٽڪراء نظرياتي، فڪري هجڻ سان گڏ عملي تضاد به آهي، اهو مفهوم آيت (2-256) سان گڏ آيت يُرِيدُونَ أَن يَتَحَاكَمُواْ إِلَى الطَّاغُوتِ وَقَدْ أُمِرُواْ أَن يَكْفُرُواْ (4-60) منجهان به چڱي طرح واضح ٿئي ٿو- مطلب ته ڪفر ۽ ايمان اهي ٻئي لفظ هڪ ٻئي جي ضد وارا آهن- قرآن پنهنجي ڪيترن ئي لفظن جي معني تقابل ۽ اضداد سان واضح ۽ ثابت ڪندو آهي قرآن حڪيم جو هي فلسفہ اضداد وارو هنر پڙهندڙن کي غير قرآني علمي ذريعن کان قرآن فهمي جي معاملي ۾ آجو ڪري ٿو ڇڏي، بيپرواهه بنائي ٿو ڇڏي، تفهيم قرآن جي لاءِ صرف تصريف آيات ۽ تصريف الفاظ جي گرداب ۾ ٽٻي هڻڻ ۽ سير ڪرڻ جي

ضرورت آهي خود قرآن جي ئي اها دعوىٰ آهي تہ قرآن حڪيم جي سمجهہ تفهيم تفقہ ۽ پروڙ جو دارو مدار تصريف آيات تي آهي(6-65) لفظ ڪفر قرآن حڪيم جي مشهور اصطلاحي لفظ شڪر جي ضد ۾ بہ استعمال ٿيو آهي هونئن شڪر جي معني ڀرپور هجڻ ٽمٽار هجڻ سان گڏ ڪليل هجڻ ۽ ظاهر ڪري رکڻ بہ آئي آهي، پڙهي ڏسندا، جيئن فرمان آهي تہ لَئِن شَكَرۡتُمۡ لَأَزِيدَنَّكُمۡ وَلَئِن كَفَرۡتُمۡ إِنَّ عَذَابِي لَشَدِيدٌ(7-14) يعني جيڪڏهن اوهان منهنجي نعمتن ڪي (حاجتمندن لاءِ) کولي رکندؤ تہ آئون پنهنجي عطا ۾ واڌارو آڻيندس، پر جيڪڏهن اوهان منهنجي (عطاء عنايتن) کي لڪائي رکيو تہ سمجهي ڇڏيو منهنجو عذاب تمام سخت آهي- پوري قرآن حڪيم ۾ لفظ ايمان پنهنجي مختلف صيغن سان اندازاً نو سو ڀيرا استعمال ٿيو آهي ۽ ڪفر جو لفظ مختلف صيغن سان اندازاً ڇهہ سؤ ڀيرا استعمال ٿيو آهي، ۽ شڪر جو لفظ مختلف صيغن سان اندازاً سٺ ڀيرا استعمال ٿيو آهي، جيڪڏهن ڪير انهن لفظن جي پنهنجي پنهنجي ماڳن تي سياق سباق جي روشني ۾ تعبيرون ۽ تفسير تقابلي توجيهن سان ڪري ڏيکاري ٿو تہ پوري دنيا جي مفسرن کي چيلنج آهي تہ قرآن حڪيم جو هو اهڙو ڪوبہ تفسير ٻين غير قرآني علمن جي ذريعي سان ڪيل آڻي ڏيکارين تہ خبر پوي-

**نذر:-**

لفظ نذر جي هڪڙي معني آهي ڪنهن بہ شئي کي سوکڙي ڪري ڏيڻ هن مقصد لاءِ تہ جنهن کي هوا هو تحفو ڏيئي رهيو آهي اهو انڪان خوش رهي، راضي رهي، سوکڙي ڏيندڙ پنهنجي نذراني ڏيڻ سان ويجهڙائي ۽ تقرب حاصل ڪري ان هستيءَ وٽ جنهن کي هو اهو هديو ڏئي رهيو آهي، هن معني جو ثبوت آيت رَبِّ إِنِّي نَذَرۡتُ لَكَ مَا فِي بَطۡنِي مُحَرَّرًا فَتَقَبَّلۡ مِنِّي إِنَّكَ أَنتَ السَّمِيعُ الۡعَلِيمُ(3-35) ۾ آهي-

لفظ نذير جي ٻي معني آهي ڊيڄارڻ ۽ گمراهيءَ جي نتيجي ۽ سزا کان باخبر ڪرڻ وارننگ ڏيڻ هن معني واري لفظ نذير جو جمع نُذُرُ ايندو آهي يعني ٿنهي حرفن جي پيش سان، ان جي مثالن جو وڏو ڳاٽيتو آهي آئون صرف هڪ هڪ مثال جو حوالو لکان ٿو (12-11) (53-56)

لفظ نذير جو استعمال قرآن حڪيم معنوي طور لفظ بشير جي ضد ۾ استعمال ڪيو آهي نذير معني ڊيڄارڻ وارو ۽ بشير معني خوشخبري ڏيڻ وارو (5-19)-

## هن آيت ڪريمہ منجهان ثابت ٿيندڙ مسئلا-

غور ڪيو وڃي تہ آيت ڪريمہ ۾ ڪافرن جي باري ۾ جيڪو چيو ويو آهي تہ سَوَاءٌ عَلَيۡهِمۡ أَأَنذَرۡتَهُمۡ أَمۡ لَمۡ تُنذِرۡهُمۡ لاَ يُؤۡمِنُونَ يعني اي نبي برابر آهي جو تون انهن کي ڊيڄارين يا نہ ڊيڄارين اهي ايمان ڪونہ آڻيندا، يعني ڪافرن جي اهڙي حالت باوجود حڪم ڪيل آهي تہ بَلِّغۡ مَا أُنزِلَ إِلَيۡكَ مِن رَّبِّكَ(5-67) يعني پهچاءِ پنهنجي رب وٽان جيڪي ڪجهہ تنهنجي طرف نازل ڪيو ويو آهي تہ هن

آيت ڪريمہ (2-6) ۽ (5-67) کي ملائي غور ڪيو تہ رب پاڪ نہ مڃيندڙ ڪافرن لاءِ بہ پنهنجي طرفان اتمام حجت جي طور تي يعني ميار لاهڻ لاءِ انهن تائين پنهنجو پيغام پهچائڻ ضروري سمجهي ٿو تہ جيئن هو حساب واري ڏينهن ائين نہ چون تہ اي رب! اسان وٽ تنهنجو ڪوئي اهڙو پيغام ڪونہ پهتو هو، پوءِ ان ڏينهن الله پاڪ کي بہ چوڻ سولو ٿيندو تہ ذَٰلِكَ بِمَا قَدَّمَتْ أَيْدِيكُمْ وَأَنَّ اللّهَ لَيْسَ بِظَلاَّمٍ لِّلْعَبِيدِ(3-182) يعني اوهان کي اڄ ملندڙ سزا اوهان جي ڪيل ڪرتوتن سبب آهي الله پنهنجي ٻانهن مٿان ڪڏهن بہ ظلم نہ ڪندو آهي، هتي هن آيت نمبر ڇهين کي بہ اڏ ڪري هڪ منجهان بہ آيتون بنايون ويون آهن يعني هنڪان پوءِ آيت نمبر ست- خَتَمَ اللّهُ عَلَى قُلُوبِهمْ وَعَلَى سَمْعِهِمْ وَعَلَى أَبْصَارِهِمْ غِشَاوَةٌ وَلَهُمْ عَذَابٌ عِظِيمٌ(2-7) هي آيت پنهنجي اڳين آيت جو تسلسل آهي ان جو ئي حصو آهي، ان ڪان جدا ناهي ۽ هي ستين آيت ڪري جاٽايل پنهنجي اڳئين حصي جنهن کي ڇهين آيت قرار ڏنو ويو آهي ان ۾ ڪيل دعوىٰ جو ثبوت ۽ دليل آهي، يا وري هن ڇهين آيت قرار ڏنل جي حصي ۾ جملن جي جيڪڏهن هڪ دعوىٰ بنائجي تہ پوءِ ستين آيت طور قرار ڏنل جملن کي ان جو نتيجو، ثمرو ۽ رزلٽ بہ چئي سگهبو، يعني جن ماڻهن جي اکين ڪنن ۽ دلين تي پردا چڙهي وڃن تہ پوءِ اهڙن ماڻهن کي ڊيڄارڻ ۽ نہ ڊيڄارڻ ٻئي ڳالهيون برابر آهن، انهن جو فائدو ئي ڪونهي-

هن آيت جي آخري حصي جو ترجمو

| خَتَمَ اللّهُ عَلَى قُلُوبِهمْ وَعَلَى سَمْعِهِمْ وَعَلَى أَبْصَارِهِمْ غِشَاوَةٌ وَلَهُمْ عَذَابٌ عِظِيمٌ(2-7) |
|---|

**ترجمو:**

مهر هڻي ڇڏي آهي الله انهن جي دلين تي ۽ انهن جي ڪنن تي ۽ انهن جي اکين تي (اها مهر ڇڻ تہ) پردو آهي ۽ انهن لاءِ عذاب آهي وڏو- نوٽ: هتي مهر هڻڻ جي نسبت تہ الله ڏي ڪيل آهي پر اها مهر حقيقت ۾ انسانن جي بي توجهي ۽ لاپرواهي جو لازمي نتيجو آهي پوءِ الله ڏي نسبت هن ڪري آهي جو اهو قانونن ۽ سببن جو جوڙيندڙ آهي-

## جدا لفظن جي ڇنڊ ڇاڻ

**ختم:-**

ختم جي معنىٰ مهر آهي جنهن کي سيل مهر بہ سڏيو وڃي ٿو جنهن جو مقصد آهي تہ جڏهن ڪنهن بہ شئي يعني بوتل پيڪيٽ خط يا لفافي کي بند ڪري انکي لاک ذريعي قابو ڪري وري مٿس ربڙ جو يا لوهي ٺپو هنيو ويندو آهي تہ انکي سيل مهر چيو ويندو آهي. ختم معنىٰ مهر جي هي معنىٰ بہ آهي تہ شئي کي اهڙي نموني مهر سان بند ڪري ڇڏڻ جو ان جي اندر ڪا بہ شئي داخل نہ ٿي سگهي نہ ئي وري ان منجهان ڪائي شئي نڪري سگهي- عربي ٻوليءَ ۾ سيل مهر لاءِ ڪم ايندڙ لاک يا ميڻ کي ختام سڏيو ويندو آهي. (26-83)

**قلب:-**

قلب جي معني آهي دل- قلب جو هم معني لفظ فواد به قرآن حڪيم ۾ آيو آهي، هونئن لفظ قلب جي اصل معني ڦير گهير ۽ الٽ پلٽ ۽ چرپر آهي، اهي سڀ معنائون قرآن حڪيم پاڻ ڏسيون آهن- حوالن لاءِ پڙهي ڏسو (4-40) (45-9) (219-26)

**سمع:-**

لفظ جي معني آهي ڪنن ۾ ٻڌڻ واري طاقت ۽ سگهه-

**بصر:-**

هن جي معني ڏسڻ واري، سگهه ۽ طاقت آهي، جنهن معنیٰ ۾ ڏسڻ سان گڏ ڏني ويندڙ شئي بابت فهم ادراڪ گهرائي واري ڄاڻ به ان ۾ شامل آهي-

**غشاوة:-**

غشي- غشاوة- غاشيه- هن جي معني آهي اهڙو پردو جيڪو ڪنهن جي مٿان ڇائنجي وڃي انڪي لپيٽ ۾ آڻي پوري طرح ڍڪي ڇڏي، قرآن حڪيم ۾ گهڻن ئي اشتقاقن سان انجا مثال آيل آهن-

**عذاب:-**

لفظ عذاب پنهنجي مختلف صيغن سان قرآن حڪيم ۾ اندازاً چار سئو پيرن ڪان وڏيڪ استعمال ٿيو آهي، انهن سين منجهان ٻه پيرا هذا عذب فرات- جملي سان هن مادي جو استعمال ٿيو آهي (25-53) (12-35) انهن جاين تي هنجي معني منو پاڻي آهي باقي جاين تي هن لفظ جي معني ايذاء پهچائڻ، سزا ڏيڻ اذيتون ڏيڻ قيد بند ۾ وجهڻ وغيره معنائن ۾ استعمال ٿيو آهي جيڪي معنائون سياق ۽ سباق سان جدا جدا سمجهه ۾ اچي ونديون-

| |
|---|
| وَمِنَ النَّاسِ مَن يَقُولُ آمَنَّا بِاللّهِ وَبِالْيَوْمِ الآخِرِ وَمَا هُم بِمُؤْمِنِينَ(8-2) |

**ترجمو:-**

۽ ماڻهن منجهان ڪي اهڙا آهن، جو چون ٿا ته اسان الله ۽ آخرت تي ايمان آندو آهي جڏهن ته اهي ايمان آڻڻ وارا ئي ناهن-

| |
|---|
| يُخَادِعُونَ اللّهَ وَالَّذِينَ آمَنُوا وَمَا يَخْدَعُونَ إِلاَّ أَنفُسَهُم وَمَا يَشْعُرُونَ(9) |

**ترجمو:-** اهي ٺڳي ڪن ٿا الله سان ۽ مؤمنن سان ۽ ڪنهن سان به ٺڳي نٿا ڪن سواءِ پنهنجي ۽ انهيءَ ماجرا جي سمجهه نٿا رکن.

| |
|---|
| فِي قُلُوبِهِم مَّرَضٌ فَزَادَهُمُ اللّهُ مَرَضاً وَلَهُم عَذَابٌ أَلِيمٌ بِمَا كَانُوا يَكْذِبُونَ(10) |

ترجمو:-

انهن جي دلين ۾ مرض آهي پوءِ انهن جي بيماري کي الله (جي قانون) وڌايو ۽ انهن لاءِ عذاب آهي دردناڪ ان سبب ڪري جو هو (ڳالهه ڳالهه تي) ڪوڙ هڻندا آهن.

وَإِذَا قِيلَ لَهُمْ لاَ تُفْسِدُواْ فِي الأَرْضِ قَالُواْ إِنَّمَا نَحْنُ مُصْلِحُونَ(11)

**ترجمو:-** ۽ جڏهن کين چيو وڃي ٿو تہ ملڪ ۾ فساد نہ مچايو (تہ جواب ۾) چون ٿا تہ اسان تہ سڌارڻ وارا آهيون.

أَلا إِنَّهُمْ هُمُ الْمُفْسِدُونَ وَلَـكِن لاَّ يَشْعُرُونَ(12)

**ترجمو:-** خبردار! اهي ئي فسادي آهن پر اهي (پنهنجي فسادن ڦهلائڻ کي بہ) نٿا سمجهن .12

وَإِذَا قِيلَ لَهُمْ آمِنُواْ كَمَا آمَنَ النَّاسُ قَالُواْ أَنُؤْمِنُ كَمَا آمَنَ السُّفَهَاء أَلا إِنَّهُمْ هُمُ السُّفَهَاء وَلَـكِن لاَّ يَعْلَمُونَ(13)

ترجمو:-

۽ جڏهن انهن کي چيو وڃي ٿو تہ ايمان آڻيو جيئن (مؤمن) ماڻهن ايمان آندو آهي، (موٽ ۾) چون ٿا تہ ڇا اسان ائين ايمان آڻيون جيئن بيوقوفن ايمان آندو آهي- (هنن جي مومنن خلاف ان گستاخيءَ تي الله فرمائي ٿو تہ) خبردار اهي ئي بيوقوف آهن پنهنجي (بيوقوفيءَ) جي بہ ڄاڻ نٿا رکن(13)

وَإِذَا لَقُواْ الَّذِينَ آمَنُواْ قَالُواْ آمَنَّا وَإِذَا خَلَوْاْ إِلَى شَيَاطِينِهِمْ قَالُواْ إِنَّا مَعَكُمْ إِنَّمَا نَحْنُ مُسْتَهْزِؤُونَ(14)

ترجمو:-

۽ جڏهن ملن ٿا انهن ماڻهن کي جن ايمان آندو آهي تہ کين چون ٿا تہ اسان بہ ايمان آندو آهي ۽ جڏهن ملن ٿا پنهنجي شيطان (مذهبي پيشوائن) سان تہ انهن کي چون ٿا تہ اسان توهان سان آهيون (هنن سان تہ) اسان يوگ پيا ڪيون(14)

اللّهُ يَسْتَهْزِئُ بِهِمْ وَيَمُدُّهُمْ فِي طُغْيَانِهِمْ يَعْمَهُونَ(15)

ترجمو:-

(پر) الله (جو قانون مڪافات) بہ خود انهن سان ننول ڪري ٿو (اهڙي تہ طريقي سان جو) گهلي ٿو انهنڪي انهنجي گمراهين ۾ (اهڙي نموني) جو وائڙا ٿيا پيا وتن.

أُوْلَـئِكَ الَّذِينَ اشْتَرُوُاْ الضَّلاَلَةَ بِالْهُدَى فَمَا رَبِحَت تِّجَارَتُهُمْ وَمَا كَانُواْ مُهْتَدِينَ(16)

ترجمو:-

اهي، اهي ماڻهو آهن جن خريد ڪيو آهي گمراهي کي هدايت جي بدلي ۾ پوءِ ناهي نفعي وارو اهو واپار انهن جو ۽ ناهن هدايت حاصل ڪندڙ.

مَثَلُهُمْ كَمَثَلِ الَّذِى اسْتَوْقَدَ نَاراً فَلَمَّا أَضَاءتْ مَا حَوْلَهُ ذَهَبَ اللّهُ بِنُورِهِمْ وَتَرَكَهُمْ فِي ظُلُمَاتٍ لاَّ يُبْصِرُونَ(17)

ترجمو:-

انهن جو مثال ان ماڻهوءَ وانگر آهي جنهن اونده ۾ رستي ڏسڻ لاءِ) باهہ ٻاري هجي پوءِ جڏهن اها باهہ روشن بنائي انجي ماحول کي (وري وسامي وڃڻ ڪانپوءِ) الله جي قانون مطابق روشني ختم ٿيڻ ڪانپوءِ (باهہ ٻارڻ وارن کي) اها اونداهين ۾ ڦٽو ڪري ڇڏيندي (اهڙو جو) ڏسي بہ نہ سگهن.

صُمٌّ بُكْمٌ عُمْيٌ فَهُمْ لاَ يَرْجِعُونَ(18)

(انهن ماڻهن جو مثال ائين آهي جيئن) ٻوڙا انڌا، گونگا (ڪنهن بہ ڳالهہ جي سُڌ نہ رکن) تہ پوءِ اهي (حق جي وات ڏي) موٽي بہ نہ سگهندا.

أَوْ كَصَيِّبٍ مِّنَ السَّمَاء فِيهِ ظُلُمَاتٌ وَرَعْدٌ وَبَرْقٌ يَجْعَلُونَ أَصْابِعَهُمْ فِي آذَانِهِم مِّنَ الصَّوَاعِقِ حَذَرَ الْمَوْتِ واللّهُ مُحِيطٌ بِالْكافِرِينَ(19)

ترجمو:-

يا مينهن جو مثال انجو آسمان طرفان وسڻ جنهن (جُهڙ جون) انداريون گوڙجا ڪڙڪا، ڪنوڻ (ان ڪان بچڻ لاءِ) پنهنجيون آنگريون پنهنجن ڪنن ۾ ڏين ٿا هولناڪي ۽ موت جي خوف ڪان جڏهن تہ الله (جو قانون) ڪافرن (جي اسڪيمن کي) گهيري ۾ رکندڙ آهي.

يَكَادُ الْبَرْقُ يَخْطَفُ أَبْصَارَهُمْ كُلَّمَا أَضَاءَ لَهُم مَّشَوْاْ فِيهِ وَإِذَا أَظْلَمَ عَلَيْهِمْ قَامُواْ وَلَوْ شَاءَ اللّهُ لَذَهَبَ بِسَمْعِهِمْ وَأَبْصَارِهِمْ إِنَّ اللهَ عَلَى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيرٌ(20)

**ترجمو:-**

اجهو ته وڄ انهن جي اکين کي به جهٽي وڃي، جڏهن به (کنوڻ جي) روشني ٿئي ته ان ۾ هلن ۽ جڏهن مٿن اوندهه ڪري ته بيهي وڃن، جيڪڏهن الله گهري ته انهن جي ٻڌڻ ۽ ڏسڻ جي سگهه کي ڇٽ ڪري ڇڏي (پر هو ائين ڪونه ڪندو) بيشڪ الله هر شئي جي سگهه رکي ٿو.

## هنن آيتن منجهان ملندڙ فقه القرآن

آيت ڪريمه ست تائين انقلاب نبوي مٿان ايمان آڻيندڙن ۽ انڪار ڪندڙن جو ذڪر بيان ڪيو ويو هاڻ آيت نمبر اٺ کان ويهين نمبر آيت تائين منافق ماڻهن جو بيان شروع ٿئي ٿو- قرآن حڪيم جي هي ترتيب دنيا ۾ انقلاب آڻڻ وارن کي سمجهائي ڏئي ٿي ته توهان جڏهن به ۽ جنهن به معاشري ۾ انقلاب لاءِ ڪم ڪندؤ ته ماڻهو ٽن گروهن ۾ ورهائجي ويندا- هڪڙا جيڪي توهانجي فڪر ۽ نظريي جي دعوت کي قبول ڪندا- ٻيا جيڪي کلئي نموني انڪار ڪندا- ٽيان جيڪي پاڻ کي وچ وچ تي رکڻ گهرندا، يعني اوهان کي اوهانجي منهن تي ته درست سڏيندا ۽ پرپٺ انڪاري هوندا جو اوهانجي کليل ۽ ظاهر دشمنن سان جڏهن ملندا ته انهن کي پڪ ڏياريندا ته اسان آهيون توهان سان پر انقلاب جي ڳالهه ڪرڻ وارن سان جيڪو گڏبا آهيون اهو مذاق طور مٿين دل سان ٻاهران ٻاهران- انهن سان آهيون دلي طور توهان سان آهيون، آيت نمبر اٺ کان ويهه تائين ضروري لفظن جي معني مفهوم هن آيت نمبر ائين ۾ الله تي ايمان ۽ يوم الآخر تي ايمان آڻڻ اهو مؤمنن جي بيان ۾ ڳالهه ڪئي وئي آهي.

## لفظ آخر جي معني مطلب

آخر جي معني پڇاڙي آهي ۽ قرآن حڪيم ۾ هي لفظ گهڻي ڀاڱي "دنيا" جي لفظ سان گڏ بيان ڪيو ويو آهي جنهن مان مقصد هي آهي ته ان بيان منجهان ڪل ٻن جهانن جي هجڻ جو ڏس ڏيڻو آهي هڪ دنيا جو جهان ٻيو انڪانپوءِ آخرت جو جهان ته آخر لفظ جون به معنائون ٿيون هڪڙي "ٻيو" ۽ ٻي معني آهي "پويون" ۽ پڇاڙي- هنن معنائن مان ثابت ٿيو ته انسانن لاءِ ٽيون جهان يا ٽين حياتي يا ٽي موت ناهن جيئن علم حديث جي پيروڪارن دنيا ۾ مرڻ کان پوءِ قيامت قائم ٿيڻ کان اڳي وچ واري عرصي يعني قبر ۾ جيئري ٿيڻ ۽ وري قيامت کان اڳي انهن جي مري وڃڻ ۽ وري قيامت ۾ ٽيون پيرو جيئرو ڪري اٿارڻ جي ڳالهه ڪئي آهي ته لفظ آخر جي هڪ معنىٰ "ٻيو" ٻي معني پڇاڙي. اها قبر واري عرصي ۾

جيئري ٿيڻ جي انڪار ڪري ٿي جيئن آيت ڪريمه سورت المؤمن ۾ بيان آهي تہ قَالُوا رَبَّنَا أَمَتَّنَا اثْنَتَيْنِ وَأَحْيَيْتَنَا اثْنَتَيْنِ فَاعْتَرَفْنَا بِذُنُوبِنَا فَهَلْ إِلَىٰ خُرُوجٍ مِّن سَبِيلٍ(11-40) يعني اي اسانجا رب تو اسان کي ٻہ ڀيرا موت ۾ رکيو ٻہ ڀيرا حياتي ڏني هڪڙو موت ڄمڻ کان اڳي وارو عرصو ٻيو موت دنيا جي حياتيءَ ۾- اهڙي نموني هڪڙي حياتي جيڪا دنيا ۾ تو اسان کي ڏني ٻي جيڪا هاڻ آخرت واري آهي.

## جدا جدا لفظن جي معنيٰ

### يخادعون

لفظ خداع جي معنيٰ آهي ڪنهن سان ٺڳي ڪرڻ ۽ ڪنهن کي ڏوڪو ڏيڻ، ٺڳي ۽ ڏوڪي جي معني ۾ هي ڪرتب لازمي هوندو آهي تہ اڳلي کي پاڻ سان ٿيندڙ سلوڪ جو ظاهر ۾ پتو ئي نہ پوي- جيڪڏهن صاف نموني بروقت پتو پئجي وڃي تہ ان کي خداع-ٺڳي-ڏوڪو سڏڻ بدران، ڪليو ڪفر، انڪار، ظلم زيادتي چيو ويندو ۽ اها معني خداع ۽ ٺڳيءَ ۾ نہ هوندي منهنجي پيش ڪيل هن مفهوم جو ثبوت قرآن منجهان ملي ٿو، اهو هن ئي آيت مٿان غور ڪيو تہ خداع جي ٺڳي واري اها معني معلوم ٿي ويندي جو آيت ڪريمہ جي آخري حصي ۾ فرمايو ويو تہ ومايخدعون الانفسهم وما يشعرون- يعني اهي منافق الله ۽ مومنن سان تہ ٺڳي ڪونہ ٿا ڪري سگهن هي تہ پنهنجو پاڻ سان پيا ٺڳي ڪن، جنهن حقيقت جو ڪين پتو ۽ شعور ئي ڪونہ ٿو پوي- قرآن حڪيم جي هن پڙهائيءَ تي غور ڪيو تہ خداع ۽ ٺڳيءَ جي مٿين معنيٰ نڪري ايندي تہ اهي منافق، الله ۽ مؤمنن سان جيڪو ڪوڙ ڳالهائي رهيا آهن، هي تہ ان ۾ پنهنجي چالاڪي پيا سمجهن پر جڏهن اڳتي هلي ان جو نتيجو هنن جي ڳچيءَ ۾ پوندو- ان جي جاڻ ۽ خبر تہ هي هن وقت نٿا پروڙين تہ انهن جو اهو خداع وارو ٺڳي وارو ڪرتب الله ۽ مؤمنن بدران آخرت ۾ خود هنن سان پاڻ سان ٿيندو- اهو ئي مفهوم آهي جملي الا انفسهم جو آئون هتي پڙهندڙن جي خدمت ۾ عرض ڪيانٿو ۽ انهن جو ڌيان هن طرف ڇڪايان ٿو تہ غور ڪيو تہ قرآن حڪيم پنهنجي لفظن جي معني سمجهائڻ ۽ حقيقت سمجهائڻ لاءِ ڪهڙي تہ حڪمت ۽ هنر اختيار ڪري ٿو جو اهڙي پڙهائيءَ لاءِ پڙهندڙن کي ڪنهن بہ ٻي غير قرآني ڊڪشنري، لغت ۽ تفسير جي محتاجي ئي نہ ٿئي.

### ومايشعرون

هونئن تہ عربي ٻوليءَ ۾ لفظ شعر وار کي بہ چيو ويندو آهي پر شعور جي معني جيڪا سمجهہ ۽ عقل ڪئي ٿي وڃي ان ۾ بہ اصل معني سان مڪمل مناسبت آهي، اها هن طرح تہ ڪنهن معاملي کي سمجهڻ لاءِ ضروري هوندو آهي تہ انجي گهراين ۽ باريڪين کي ايتري تائين کولجي جو وار جيتري سنهي شئي کي بہ کولي کولي ان تائين پهچي وڃجي ۽ انجي پروڙ ۽ سمجهہ حاصل ڪئي وڃي، مطلب تہ هن لفظ جا سڀ صيغا، شعر- شعور-

شاعري ۽ شعار وغيره اهي سڀ معني مفهوم جي باريڪين تائين پهچڻ ۽ ڪلام جي الفاظن جي معنائن جي گهرائيءَ تائين پهچڻ جي معني رکن ٿا.
شعر معنیٰ (وار) لاءِ حوالو پڙهيو وڃي (80-16) ۽ شعر معني شاعري لاءِ حوالو پڙهيو وڃي (69-36) ۽ پرک پروڙ ۽ سمجهه واري معني لاءِ حوالو پڙهيو وڃي (53-29) شعار معني سڃاڻڻ جي نشاني (158-2).

**في قلوبهم**

لفظ قلب جي معني آهي "دل" هن لفظ تي ڪجهه وڌيڪ نوٽ آيت نمبر ست ۾ اچي چڪو آهي.

**مرض**

مرض ۽ بيماري کي جيڪڏهن ٻن قسمن ۾ ورهائجي ته انجي معني سمجهڻ سولي ٿيندي هڪڙي بيماري جسماني ٿئي ٿي جيڪا طبعي چئن عنصرن آبي- آتشي- خاڪي- بادي جي مقدار جي توازن بگڙڻ جو نالو آهي ٻي بيماري آهي قلبي ، قرآن حڪيم ۾ مرض جو لفظ چوويهه ڀيرا استعمال ٿيو آهي انهن مان تيرنهن ڀيرا مرض جو لفظ في قلوبهم سان ملائي استعمال ڪيو ويو آهي باقي يارهن ڀيرا جسماني بيماريءَ جو ذڪر آهي- قلبي بيماريون جيئن رذيل اخلاق، منافقي ۽ بدنيتي جهالت وغيره آهي. انڪري ان قلبيءَ ذهني بيماريءَ جي اهميت جو اندازو سمجهڻ گهرجي.

**يكذبون**

هي جمع مذڪر غائب فعل مضارع معلوم جو صيغو آهي- ڪذب جي معني آهي. ڪوڙ- هن جو مقابل لفظ آهي صدق جنهن جي معني آهي سچ. فساد لفظ جي معني آهي اعتدال جي حد کان بگڙي وڃڻ، هي ضد آهي لفظ صلاح جو بحواله (56-7) هن جو واقع ٿيڻ ۽ استعمال بہ مرض وانگر دلين ۾ ۽ جسم ۾ جدا جدا نشانين سان ٿيندو آهي- ۽ معاشري جي اندر بہ.

**الارض**

ارض جي معني قرآن حڪيم ۾ زمين ڪئي وئي آهي، ان جو پتو قرآن هن طرح ڏنو تہ فن تقابل يعني لفظن کي آمهون سامهون آڻي انهن جي معنائن کي قرآن حڪيم سمجهائي ٿو، تہ قرآن حڪيم ۾ تمام گهڻين جاين تي لفظ ارض کي سماء سان گڏ آندو ويو آهي اتي ٻنهي لفظن جي معني جو پتو پئجي وڃي ٿو اهو هي تہ سماء هر مٿين شئي کي چيو ويو آهي ۽ ارض (زمين) هر هيٺين شئي کي سڏيو ويو آهي- قرآن حڪيم زمين تي جدا جدا ملڪن ۽ علائقن کي بہ لفظ ارض ۽ زمين سان سڏيو آهي، جيئن فرمايو ويو تہ وَأَوْرَثَكُمْ أَرْضَهُمْ وَدِيَارَهُمْ وَأَمْوَالَهُمْ وَأَرْضًا لَّمْ تَطَئُوهَا وَكَانَ اللَّهُ عَلَىٰ كُلِّ شَيْءٍ قَدِيرًا(27-33) يعني الله اوهان کي مخالفن جي زمين ملڪن ۽ ملڪيتن جو وارث بنايو جن ملڪن ۽ زمين طرف توهان ڪڏهن ويا ئي

ڪونہ هئيو پير ئي نہ پاتو هو- الله هر شئي مٿان قدرت رکي ٿو، هن آيت ڪريمہ ۾ ارض جي معني ملڪ ۽ علائقو بيان ڪئي وئي آهي.

**السفهاء**

سفهاء هي جمع آهي سفيهہ جو سفيهہ معني عقل جو هلڪڙو، بيوقوف، جاهل مٿاڇري ۽ ٿوري سمجهہ وارو- حوالي لاءِ پڙهي ڏسندا (140-6) (155-7)

**لقوا**

لقوا معني ملاقاتي ٿيڻ هن جي مصدر لقاء آهي هن معني جو ثبوت قرآن منجهان جيئن مَرَجَ الْبَحْرَيْنِ يَلْتَقِيَانِ (19-55) يعني هلايائين ٻن دريائن کي جيڪي پاڻ ۾ ملن ٿا.

**خلوا**

خلو جي معني آهي اڪيلائي مڪان جي لحاظ سان خلامڪاني جو مثال جيئن وَإِذَا خَلَوْاْ عَضُّواْ عَلَيْكُمُ الأَنَامِلَ(119-3) يعني جڏهن اڪيلا ٿين ٿا تہ توهان خلاف غصي ۾ آڱرين کي چڪ ٿا پائڻ ۽ زماني جي لحاظ سان خلا جي معني ٿيندي زمانو گذريل جيئن قَدْ خَلَتْ مِن قَبْلِهِ الرُّسُلُ(144-3) يعني هن کان اڳي ڪيئي رسول گذري چڪا آهن.

**شياطينهم-شيطان**

هن لفظ جو اصل مادو آهي شطن، قرآن حڪيم ۾ شيطان جي حوالي سان ان جون جيڪي وصفون آيون آهن- مثال طور وَكَانَ الشَّيْطَانُ لِرَبِّهِ كَفُورًا(27-17) يعني شيطان منڪر ۽ ڪافر آهي. إِنَّ الشَّيْطَانَ كَانَ لِلرَّحْمَنِ عَصِيًّا(44-19) بيشڪ شيطان رحمان جو نافرمان آهي- هي معنائون ثابت ڪن ٿيون تہ شيطان جي معني آهي هنيلو، وڏائي ڪندڙ، نافرمان ۽ سرڪش، هن آيت ڪريمہ ۾ جملي واذاخلوا الى شياطينهم منجهان ثابت ٿئي ٿو تہ شيطان خود ماڻهن جو ئي هڪ قسم آهي، جو تہ منافق ماڻهن لاءِ قرآن ٻڌائي ٿو تہ هو جڏهن مؤمنن سان ملڻ ڪانپوءِ پنهنجي ڪافر ليڊرن ۽ اڳواڻن اسلام دشمن مذهبي پيشوائن سان ملندا هئا تہ ڪين چوندا هئا تہ اسان تہ توهان سان گڏ آهيون هنن سان تہ مڙيئي مذاق طور ملون ٿا، تہ باطل جي اڳواڻن کي قرآن شيطان جي لفظ سان متعارف ڪرايو آهي پوءِ انهيءَ ڏس مان معلوم ٿيو تہ شيطان هڪ قسم جي انساني وصف آهي شطن ۽ شيطان انساني طبع جو هڪ قسم آهي شيطان کي انسان کان جدا ڪوئي جسم ۽ وجود ناهي، باقي جيڪو قرآن حڪيم ۾ فرمايو ويو آهي تہ مڙني ملائڪن تہ آدم کي سجدو ڪيو پر شيطان پاڻ کي آدم کان پلو سمجهي ان کي سجدو نہ ڪيو جنهن جو سبب ان هي ٻڌايو تہ قَالَ أَنَا خَيْرٌ مِّنْهُ خَلَقْتَنِي مِن نَّارٍ وَخَلَقْتَهُ مِن طِينٍ(76-38) يعني اي الله آئون انڪان پلو آهيان مونکي تو باهہ مان پيدا ڪيو ۽ آدم کي مٽيءَ مان.

سو هن مقام ۽ موقعي تي باهہ ۽ مٽيءَ کي انسان جي جسم ۾ داخلي ترڪيبي عناصرن منجهان سمجهڻ گهرجي، جيڪي علم طب مطابق تہ چار آهن خاڪي، آبي آتشي،

بادي، سو باھ جذباتي گرمائش واري آهي انسان کي تند ۽ تيز مزاج بنائي جهڙ ۾ تپائي ٿي وجهي جنهن سبب هو وک وک تي وڏائي ۽ تڪبر ۾ پئجي ڦونڊ ٿو ڏيکاري، سو انهي سرڪشيءَ جو علاج يا لغام آهي علم وحي، جنهن جي هدايتن هيٺ انسان ۾ اعتدال توازن ۽ اطاعت پذيريءَ جو جذبو پيدا ٿئي ٿو- ڪي ماڻهو اعتراض ڪندا آهن ته سورت ڪهف جي آيت نمبر 50 ۾ آهي ته وَإِذْ قُلْنَا لِلْمَلَائِكَةِ اسْجُدُوا لِآدَمَ فَسَجَدُوا إِلَّا إِبْلِيسَ كَانَ مِنَ الْجِنِّ(50-18) يعني اسان جڏهن ملائڪن کي چيو ته آدم کي سجدو ڪيو ته پوءِ سڀن سجدو ڪيو سواءِ ابليس شيطان جي جيڪو جنن منجهان هئو، سوهن آيت کي به ماڻهو دليل طور پيش ڪندا آهن ته شيطان انسان جو حصو ناهي بلڪ هو ته جن آهي، سو انهن اعتراض ڪندڙن جي خدمت ۾ عرض آهي ته هو آيت ڪريمه وَكَذَٰلِكَ جَعَلْنَا لِكُلِّ نَبِيٍّ عَدُوًّا شَيَاطِينَ الْإِنسِ وَالْجِنِّ يُوحِي بَعْضُهُمْ إِلَىٰ بَعْضٍ زُخْرُفَ الْقَوْلِ غُرُورًا وَلَوْ شَاءَ رَبُّكَ مَا فَعَلُوهُ فَذَرْهُمْ وَمَا يَفْتَرُونَ(112-6) کي پڙهن يعني هي دستور رهندو پيو اچي ته هر نبي جي دور ۾ انسانن ۽ جنن منجهان شيطان صفت ماڻهو انهن جا دشمن بڻبا پئي آيا آهن، جيڪي هڪ ٻئي کي اشارن ذريعي ڪوڙي ميڊيا کان ڪم وٺي خلق خدا کي ڌوڪا ڏيندا رهن ٿا- غور ڪيو وڃي ته هن آيت ڪريمه ۾ شيطان جو صرف جنن مان هجڻ بدران منډ ۾ ته انسانن منجهان هجڻ جي به ڳالهه ڪئي وئي آهي- اجا وڌيڪ عرض ته جن، خود انسان جي هڪ ڪوالٽي آهي جن انسان کان ڪا جدا مخلوق ناهي اهي ٻئي قسم هڪ ٻئي جو حصو به آهن- ان کان به وڌيڪ اها حقيقت هن آيت ڪريمه ۾ غور ڪرڻ سان به سمجهه ۾ ايندي فرمان آهي ته يَا مَعْشَرَ الْجِنِّ وَالْإِنسِ إِنِ اسْتَطَعْتُمْ أَن تَنفُذُوا مِنْ أَقْطَارِ السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ فَانفُذُوا لَا تَنفُذُونَ إِلَّا بِسُلْطَانٍ(33-55) هن آيت ڪريمه ۾ پهريين نمبر تي هيءَ حقيقت پڌري ڪئي وئي آهي ته جن ۽ انسان هڪڙي ئي معاشري ۾ ۽ ڪنبي ۾ گڏ رهندڙ به آهن، ٻئي نمبر تي جيڪا ڳالهه ڪئي وئي آهي ته سماوي قطرن تي نه پهچي سگهندؤ سواءِ سلطان جي ته دنيا ڏٺو ته اهو سلطان سائنس جو علم آهي جنهن سان جن ۽ انسان چنڊ تي به پهتو ۽ آسماني خلائن ۾ ڪيئي سيٽلائيٽون بيهاري ڇڏيون آهن جن جي ذريعي اهي جن ۽ انسان سڄي ڪائنات مٿان شهداء علي الناس بنجي يعني ملڪن جي مٿان اعلىٰ قسم جي ڪئميرائن سان نگران بڻيا بيٺا آهن- جنن انسانن جو هڪ ٻئي سان گڏ رهڻ مهمان بنجڻ ۽ هڪ ٻئي جي پناھ ۾ رهڻ لاءِ فرمايو ويو ته وَأَنَّهُ كَانَ رِجَالٌ مِّنَ الْإِنسِ يَعُوذُونَ بِرِجَالٍ مِّنَ الْجِنِّ فَزَادُوهُمْ رَهَقًا(6-72) يعني شهري ڏوهاري ماڻهو جڏهن به بدو جابلو ۽ ٻهراڙي وارن پاٽاريدار ماڻهن وٽ وڃي پناھ ۾ رهندا هئا ته هو هنن کي ڪوڙ هٽي وڏن دوڪن سان ڪمايل رقمن مان حصو وٺڻ لاءِ ڦاسائيندا هئا- هن آيت ڪريمه ۾ انسانن کي به رجال يعني مرد ماڻهو چيو ويو آهي ته جنن کي به ساڳيو لفظ رجال يعني مرد ماڻهو چيو ويو آهي، هونئن هن آيت جو عملي مصداق يعني شهري ڏوهاري انسان ٻهراڙي جي جنن وٽ وڃي انهن جي پناھ ۾ رهن جيئن ڪراچيءَ جا پتي خور ايم ڪيو ايم وارا ڏوهاري ماڻهو آپريشن مهل شهر ڇڏي وڃي ديري بگٽي ۾ رهيا هئا- سورت الانعام جي آيت 128 ۽ 130 ۾ به يَا مَعْشَرَ الْجِنِّ وَالْإِنسِ جي جملي سان خطاب فرمايو ويو يعني هڪڙي

معاشري ۾ رهندڙ جنو! ۽ انسانو! چئي سڏيو ويو آهي- آيت (6-28) ۾ انسان جا ٻئي قسم جن خواه انس الله جي اڳيان قبول ڪندا ته برابر اسان هڪ ٻئي کان فائدا ورتا هئا ۽ رسالت واري انقلاب خلاف پاڻ ۾ ساٿي هياسون.

**مستهزئون**

هن لفظ جو اصل مادو هُزُ آهي هن جي معني لوڏڻ آهي پر جنهن وقت هي لفظ باب استفعال تي آٽي استهزاء ٿيو ويو ته اتي ڪنهن کي لوڏڻ منجهان مراد ٿيندي ڪنهن کي هلڪڙو سمجهي انکي لوڏي ڇڏڻ يعني ڪنهن سان مسخري ڪرڻ ۽ انجي مذاق اڏارڻ ان معني جو حوالو آهي (6-10) هن مادي جو لفظ انداز چاليهه ڀيرا قرآن حڪيم ۾ ورجايو ويو آهي انجي استعمال وارن موقعن محلن کي ماقبل ۽ ما بعد وارين عبارتن کي سياق ۽ سباق جي تناظر ۾ پڙهبو ته ايترو ته تعبير ۽ تفصيل سامهون اچي ويندو جو ڪنهن به انساني تفسير علم روايات وغيره وارن "قرآن جو تفسير قرآن سان" تصريف آيات واري هنر جي مقابلي ۾ ڇڻ ته ڪجهه به نه ڪيو آهي ۽ جيڪي ماڻهو قرآن حڪيم بابت مفصل بدران مبهم ۽ مجمل هجڻ جا الزام واڦيندا آهن، تصريف آيات جي هنر انهن جي قرآن دشمنيءَ واري اندر کي پوري طرح وائکو ڪري ڇڏيو آهي.

**ويمدهم**

لفظ مدّ- مدد پنهنجي مختلف صيغن ۾ مختلف ماقبل ۽ مابعد سان قرآن حڪيم ۾ ٻتيهه ڀيرا استعمال ٿيو آهي جيڪو پنهنجي اصل معني "وڃائڻ، ڇڪڻ، ڊگهيرڻ، وڌائڻ، مددڪرڻ ۽ لکڻ واري مس" ۾ آيو آهي ۽ سڀن موقعن وارين معنائن جي پاڻ ۾ مڪمل موافقت ۽ مناسبت به آهي، قرآن کي سمجهي پڙهڻ وارن ۽ ان تي تحقيقي ڪم ڪرڻ وارن جي خدمت ۾ عرض آهي ته قرآن حڪيم جي مضمونن ۽ مسئلن تي جيڪي ڪيٽلاگ ڇپجي مارڪيٽ ۾ آيا آهن انهن سان گڏ قرآن حڪيم جي لفظن تلاش ڪرڻ جا ڪيٽلاگ به ڇپجي اچي چڪا آهن جن لفظن جا حوالا حافظن کان معلوم ڪرڻ جي تڪليف ڪرڻ کان ماڻهو بچي وڃي ٿو پر اجا به وڌيڪ ته هر لفظ جو استعمال ڪل تعداد قرآن حڪيم ۾ ڪيترا ڀيرا ٿيو آهي اهو ته قرآن جا حافظ به ڪونه ٻڌائي سگهندا، اهو وچور لفظن وارن ڪيٽلاگن منجهان مڪمل طرح سان معلوم ٿي ويندو ۽ هاڻي ته اهي ڪيٽلاگ ڪتابي صورت سان گڏوگڏ ڪمپيوٽر ۽ موبائيل فون جي انٽرنيٽ تي به اچي ويا آهن جو هر لفظ جو حوالو ٻٽڻ تي هٿ رکڻ سان اک ڇنڀ ۾ معلوم ڪري سگهجي ٿو، ۽ الله پاڪ جي دعوي ته وَلَقَدْ يَسَّرْنَا الْقُرْآنَ لِلذِّكْرِ فَهَلْ مِن مُّدَّكِرٍ(17-54) يعني قرآن کي آسان ته بڻايو ويو آهي سو هاڻ اچي ڪوئي جو ان منجهان پرائي اها دعوىٰ سو سيڪڙو سچ ثابت ٿي وئي آهي.

### في طغيانهم

طغيان طغي- طاغون- طاغوت، هي لفظ مختلف پيراين ۾ قرآن اندر 39 ڀيرا استعمال ٿيو آهي هن جي معني آهي حد کان ٽپي وڃڻ (24-20) حدون ٽپي وڃڻ جي ٻي معني جيئن اِنَّا لَمَّا طَغَى الْمَاء حَمَلْنَاكُمْ فِي الْجَارِيَةِ(11-69) يعني پاڻي جڏهن ڪنارن کان ٽپي ويو ته اسان توهان کي ٻيڙين ۾ کنيو- هاڻي طاغوت به قرآن حڪيم جي هڪڙي اصطلاح وانگر آهي انهن ماڻهن لاءِ جيڪي الله جي قانون جون حدون اورانگهي سرڪش ٿي چڪا هجن.

### يعمهون

عمه جي معني آهي حيرانيءَ ۾ وائڙو بنجي وڃڻ (72-15)

### اشتروا

بيع و شرىٰ هي لفظ شراء اصل ۾ شئي خريد ڪرڻ جي معنىٰ ۾ آيل آهي يعني پهريائين ملهه ڏيئي پوءِ شئي ونجي، پر هتي استعمال ڏيڻ ونڻ ٻنهي لاءِ ٿيل آهي هتي منافقن لاءِ جيڪو اهو لفظ استعمال ٿيو آهي ۽ ان کي قرآن نقصان وارو واپار به سڏيو آهي ته منافقن جو اهو عمل يعني هدايت جيڪا انهن وٽ آئي هنن انکي ڇڏي گمراهي ورتي ته اها به هڪ قسم جي بيع وشراء ٿي واپار ٿيو جنهن کي قرآن پاڪ نقصان وارو واپار سڏيو.

### فماربحت تجارتهم

لفظ ربح کي تجارت سان گڏ آڻي قرآن پاڪ انجي معني واپار منجهان گهربل منافعو ٻڌائي ڇڏي.

### استوقدنارا

وقودنار معني باهه جو ٻارڻ (17-2) هن معني جي تصديق اڳتي ايندڙ جملو فلما اضائت ماحوله، ڪري ٿو جنهن جي معني آهي ته باهه ٻارڻ سان جڏهن ماحول روشن ٿيو.

### ظلمات

هي جمع آهي ظلمة جو جنهن جي معني آهي انڌيرو جمع جو صيغو هن ڪري آندو ويو ته انڌيرو ڪيترن ئي قسمن جو ٿيندو آهي، جهالت جو، عام روشني جي نه هجڻ جو، وهم پرستيءَ جو گهمراهي جو.

### لايبصرون

لفظ يبصرون جي معني آهي ته ڏسي نٿا سگهن ان مان هتي مراد آهي اکين جو انڌو هجڻ هتي ٻي به مراد آهي ته عقل سمجهه واري بصيرت کان به محروم آهن يعني اکين هوندي به ڏسي پوءِ سمجهي به نٿا سگهن، جيئن فرمان آهي ته وَلَهُمْ أَعْيُنٌ لاَّ يُبْصِرُونَ بِهَا (179-7) يعني اکين هوندي به ڏسي نٿا سگهن.

## صم ـ بڪم ـ عمي

صم معني ٻوڙو- بڪم معني گونگو- عمي معني انڌو هتي هي لفظ آيت (2-18) ۾ جيئن ته منافقن جي حوالي سان آيا آهن سوهتي هنن لفظن جي اصلي معني بدران مجازي معني مراد وٺبي يعني ٻڌڻ ڳالهائڻ ۽ ڏسڻ باوجود حق جي ڳالهين مٿان ايمان ڪونه ٿا آڻين- هنن جو ايمان نه آڻڻ اهو ٻوڙي گونگي انڌي هجڻ برابر آهي- هوئئن آيت ڪريمه (24-11) ۾ انڌي اعمي ۽ ٻوڙي صم جي معني فن تقابل سان لفظ بصير ۽ سميع آڻي قرآن پاڻ سمجهائي ڏئي ڇڏي صم بڪم يعني ٻوڙي ۽ گونگي جي معني سمجهائڻ لاءِ انجي سامهون لاَ يَعْقِلُونَ(22-8) جو لفظ آڻي انهن جي معني به قرآن پاڻ سمجهائي ڏني ته انهن کي عقل ڪونهي.

## صيب

اصاب- يصيب- اصابة فهومصيبة- صيب، معني پهچڻ، لاڳو ٿيڻ، هن معني ۾ مٿان ڪان هيٺ اچڻ جو به مفهوم آهي خاص ڪري هن آيت ۾ هن ڪري جو اهو لفظ آسمان جي نسبت سان ذڪر ڪيو ويو آهي ته معني ٿيندي مينهن ۽ برسات جو وسڻ.

## سماء

سماء جي معني آسمان ته معلوم ۽ مشهور آهي پر هن لفظ لاءِ هي ڪلي قائدو سمجهڻ گهرجي ته هر مٿين شئي کي قرآن پاڪ ۾ سماء سڏيو ويو آهي ڪڪرن کي به سماء چيو ويو آهي خود بارش کي به سماء سڏيو ويو آهي، هيٺ واري شئي کي ارض چئبو ۽ مٿين واري شئي کي سماءِ (6-6) (52-11).

## رعد

رعد جي معني ڪڪرن جي گجگوڙ ۽ جيئن ته هي لفظ هن آيت ڪريمه ۾ بارش ۽ آسمان يا ڪڪرن سان گڏ ذڪر ڪيو ويو آهي انڪري ڪڪرن جي سفر ۽ انهن مان پاڻي وسائڻ ۾ سائنسي طور رعد جي عمل کي وڌو دخل نظر اچي ٿو پنهنجو مشاهدو ۽ تجربو آهي ته جهڙ مهل جيئن ئي ڪڪرن ۾ گجگوڙ جو آواز ايندو آهي ته جلد ئي بارش شروع ٿي ويندي آهي، پوءِ جيڪو فرمان ربي آهي ته وَيُسَبِّحُ الرَّعْدُ بِحَمْدِهِ(13-13) يعني رعد (گجگوڙ) الله جي حاڪميت وارين ڊيوٽين کي سرانجام ڏيڻ لاءِ مڪمل طور سرگرمي ڏيکاري ٿي، ۽ رعد کي جيڪڏهن ملائڪ تصور ڪيو وڃي ته اهو به درست چئبو، هوئئن لفظ رعد جي معني ڏڪڻ، ڌوڏي ڇڏڻ به آهي- ان جو ثبوت خود رعد واري اها گجگوڙ آهي جنهن جي ڪري ڪڪرن کي اهڙو ته ڌڏڪو ۽ لوڏو اچي وڃي ٿو جو انهن مان مينهن وسڻ شروع ٿي وڃي ٿو.

## برق

برق معني بجليءَ جو چمڪاٽ اهڙو تيز جو اکين جي روشنيءَ کي به ڌنڌ سان بي نور ڪري ڇڏي- اها برق واري بجلي هن آيت ڪريمه ۾ ڪڪرن واري ڪنوڻ کي سڏيو ويو آهي- هوئئن

بہ سائنسي تحقيق ڪرڻ وارن زمانو ڏيندو جو پاڻيءَ منجهان بجلي تيار ڪرڻ جو فارمولو بہ پاڻيءَ سان ڀريل ڪڪرن مان پيدا ٿيندڙ ڪنوڻ منجهان ئي تيار ڪيو آهي.

## الصواعق

صواعق جمع جو صيغو آهي هن جو واحد صاعقہ آهي هن جي معني نهايت ئي هولناڪ آواز آهي، جيڪا خود هن ئي آيت (2-19) منجهان پڌري آهي هن معني يعني دهشتناڪ آواز جو اثر ٻڌندڙ کي ڪنهن مقدار جي مطابق تہ بيهوش ڪندڙ بہ آهي ان ڪري لفظ صعق ۽ صاعقہ کي قرآن حڪيم ۾ بيهوشيءَ جي معني ۾ بہ استعمال ڪيو ويو آهي انجا حوالا حاضر آهن (39-68) (7-143).

## خطف

يخطف معني، جهٽي وٺڻ، ڪنهن شئي کي ڪسي ڪٽي وڃڻ- اغوا ڪري وڃڻ هي لفظ مختلف صيغن سان قرآن حڪيم ۾ ست ڀيرا استعمال ٿيو آهي سڀن جڳهن تي معنیٰ اها ئي ساڳي ٿئي ٿي هڪ ٻن جاين تي ان سان ملندڙ جلندڙ ٻي بہ معني اٿس.

## لو

هتي ”لو“ شرطي آهي جنهن جي معني آهي جيڪڏهن هن جو استعمال شرط جي معني ۾ ٿيندو آهي- يعني جيڪڏهن هينئن ٿيو تہ پوءِ هيئن ٿي پوندو- مثال جيڪڏهن دوا کائيندي تہ چڱو ڀلو ٿيندين، جيڪڏهن سواري ملي تہ شهر ويندس، جيڪڏهن پئسا مليا تہ ڪتاب وٺندس.

## شاء

شاء- يشا- مشيئت جي معني آهي، ارادو ڪرڻ، ڪنهن شئي کي وجود ۾ آڻڻ، ناهڻ، ڪنهن جي حالت تبديل ڪرڻ، اهڙي نموني ان جي معني گهُر ۽ چاهت بہ آئي آهي- لفظ شيء جي معني ڪابہ شيء ۽ چيز بہ آهي جيئن فَإِنَّ اللَّهَ كَانَ بِكُلِّ شَيْءٍ عَلِيمًا (33-54).

## قدير

لفظ قدر جي معني آهي ماپ ۽ اندازو- لفظ تقدير جي معني آهي ماپو مقدار ڪرڻ وارو ۽ ڪنهن جو اندازو ۽ ماپ تور اهڙي ڪرڻ جهڙيون ان شي جون گهرجون ۽ تقاضائون هجن، سورت رعد ۾ آهي تہ أَنزَلَ مِنَ السَّمَاء مَاء فَسَالَتْ أَوْدِيَةٌ بِقَدَرِهَا (13-17) يعني آسمان کان پاڻي نازل ڪيو (جنهن سان) واديون وهڻ لڳيون پنهنجي پنهنجي ماپي ۽ اندازي مطابق- سورت بني اسرائيل ۾ آهي تہ إِنَّ رَبَّكَ يَبْسُطُ الرِّزْقَ لِمَن يَشَاء وَيَقْدِرُ إِنَّهُ كَانَ بِعِبَادِهِ خَبِيرًا بَصِيرًا(17-30) يعني تحقيق تنهنجو پالڻهار ڪشادو ڪري ٿو روزگار جنهن لاءِ گهري ۽ تنگ ڪري ٿو روزگار جنهنجو گهري، هتي بسط ۽ قدر کي آمهون سامهون تقابل ۾ آڻي معني سمجهائي وئي تہ جيڪڏهن بسط جي معني ڪشادگي معلوم ۽ طئي ٿيل آهي تہ هاڻي هتي مقابلي ۾ آيل لفظ قدر جي معني پاڻيهي پاڻ ”اندازو“ ماپيل ۽ توريل مقدار طئي ٿي وئي- جناب موسي عليہ السلام

ڪي چيو ويو تہ إِذْ تَمْشِي أُخْتُكَ فَتَقُولُ هَلْ أَدُلُّكُمْ عَلَى مَن يَكْفُلُهُ فَرَجَعْنَاكَ إِلَى أُمِّكَ كَيْ تَقَرَّ عَيْنُهَا وَلَا تَحْزَنَ وَقَتَلْتَ نَفْسًا فَنَجَّيْنَاكَ مِنَ الْغَمِّ وَفَتَنَّاكَ فُتُونًا فَلَبِثْتَ سِنِينَ فِي أَهْلِ مَدْيَنَ ثُمَّ جِئْتَ عَلَى قَدَرٍ يَا مُوسَىٰ(20-40) يعني اي موسیٰ تون جمڻ مهل ماءُ جي جهولي ڪان وٺي درياءَ ۾ پوڻ، اتاهون شاهي محل ۾ پلجڻ، وري جوان ٿئي ڪانپوءِ اتاهون جلاوطن ٿيڻ پوءِ مصر ڏي موٽي اچڻ وارن سڀن مرحلن تائين پهچي پوءِ ان قدر ڪي، ان اندازي ڪي، ان مقدار ڪي، پهتو آهين جو هاڻ تنهنجي ذمي نبوت واري انقلاب آڻڻ جو ڪم حوالي ڪرڻ گهرجي- جيئن تہ لفظ قدير جي معني مفهوم اندازو ماپ، تور، عرض ڪئي سون تہ ان معني ۾ جيڪا گهرائي آهي ان جو تعلق سائنسي فارمولن طبي ۽ تخليقي فارمولن سان بہ آهي جن ۾ هر شيءِ جون خاصيتون ۽ جزئن جي ترڪيب ۾ انهن جي وزن جو اندازو مئٽرڪ ٽنن ڪان وجي ملي گرام ۽ رتين تائين لڪين ڪروڙين ڪلوميٽرن ڪان وٺي هڪ هڪ ملي ميٽر ۽ وار ڪان بہ باريڪ ماپن سان تعلق رکي ٿو جڏهن تہ قرآن حڪيم جي عام مترجمن الله جي وصف قدير جي تعبير ڪي صرف طاقت ۽ قوت ظاهر ڪرڻ واري معني ۾ گهٽو مشهور ڪيو آهي بلڪ محدود بہ رکيو آهي.

## آيت نمبر 8 ڪان 20 تائين قرآني فقہ جون جزئيون

1. آيت نمبر 8 مان ثابت ٿيو تہ ڊبل پاليسي اختيار ڪرڻ وارو منافق ماڻهو ڪافر آهي انڪي مؤمن نہ چئبو-
2. آيت نمبر 9 مان ثابت ٿئي ٿو تہ منافق ماڻهو جيڪو پاڻکي چالاڪ هوشيار سمجهي ٿو اهو حقيقي عقل ۽ شعور ڪان وانجهيل آهي، صحيح عقلمند ۽ باشعور ماڻهو اهو آهي جيڪو حق ۽ سچ جي موقف ۽ نظريي سان ڪلم ڪلا ساٿ ڏئي ۽ باطل ۽ ناحق سان ڪلم ڪلا پنهنجو اختلاف ڄاڻائي-
3. آيت نمبر 10 مان ثابت ٿئي ٿو تہ منافقت اها اندر جي بيماري آهي نفساني بيماري آهي، منافق ماڻهن جون دليون بيمار آهن، منافقت ۽ دل جي بيماريءَ جو اصل سبب ڪوڙ ڳالهائڻ آهي ۽ حق سچ ڪي نہ مڃڻ آهي-
4. آيت نمبر 11 مان ثابت ٿئي ٿو تہ منافقن جا انفرادي مفادن ۽ ذاتي غرضن وارا مقصد انهن ڪي معاشري ۾ تخريب ڪارين ۽ فسادن مچائڻ سان حاصل ٿي سگهندا-
5. آيت نمبر 12 مان ثابت ٿئي ٿو تہ منافق ماڻهو عقل ۽ شعور ڪان مڪمل وانجهيل هوندا آهن، انهن ڪي ايتري بہ ڄاڻ ناهي تہ جيڪڏهن هنن جي ڦرلٽ واري نظام سبب معاشري جي اڪثريت ڪنگال هوندي تہ ٿورڙن منافقن جي آسودگي ۽ ڦرلٽ واري ڍانچي خلاف ڦريل ماڻهو اڄ نہ سڀاڻي ڪڏهن تہ بغاوت ڪڙي ڪندا-
6. آيت نمبر 13 مان ثابت ٿئي ٿو تہ منافق ماڻهو مؤمنن ڪي بيوقوف سمجهي ٿو چو تہ آيت نمبر (2-3) ۾ ٻڌايو ويو تہ مؤمن ماڻهو اهي آهن جيڪي رزق جي ذخيرن ڪي حاجتمندن مٿان خرچ ڪري ڇڏين ٿا جو هو ذخيره اندوزي جي خلاف آهن تہ پوءِ قرآن ٻڌايو تہ سڀ

ڪان وڏيڪ وڏا بيوقوف ته اهي منافق پاڻ آهن جو انهن کي ان انجام جو پتو ئي ڪونهي جو جڏهن رزق جي ذخيرن کي ضرورتمندن مٿان خرچ ڪرڻ بند ڪيو ويندو ته پوءِ يَوْمَ يَقُومُ النَّاسُ لِرَبِّ الْعَالَمِينَ(6-83) اهي بکيا ۽ اگهاڙا ڪڪائن جهوپن منجهان جڏهن ولر ڪري جلوس ڪڍي جهانن جي پالنا واري حق ونڻ لاءِ نڪرندا ته جيڪي امير رزق جي انبارن کي ذخيرو ڪري پوءِ انجا اگهه وڌائي ماڻهن کي مهانگائي بچائي ڪين پيا ڦريندا، ته عام ماڻهو انهن جي محلن ماڙين کي ڊاهي پٽ ڪري باهيون ڏئي ڇڏيندا ته هن آيت ڪريمه ۾ رب پاڪ ٻڌايو ته بيوقوف ته اهي منافق پاڻ آهن جو هنن کي پنهنجي ان پاليسيءَ جي نتيجي جي ڄاڻ ئي ڪانهي، اها معني آهي ولٰكن لايعلمون جي-

7. آيت نمبر 14 منجهان هي ثابت ٿئي ٿو ته انقلاب دشمن ڪافر، مؤمن انقلابين خلاف جيڪي انهن ۾ پنهنجا جاسوس موڪليندو آهي انهن کي دام همرنگ طور منافقت ڪرڻ جي به پرمنٽ ڏيندو آهي ته توهان به پاڻ کي مؤمن ۽ انقلابي سڏائي اسلام سان ظاهري طور همدردي ڏيکاري انهيءَ انقلاب کي ناڪام بڻايو- (ايتري تائين جو اهڙن ايجنٽن کي سامراج خود سندن خلاف به هر قسم جي مخالفت ڪرڻ جي به پرمنٽ ڏيندو آهي.)
8. آيت نمبر 15 ۾ الله عزوجل فرمائي ٿو ته انقلاب قائم ڪرڻ وارن مؤمنن سان ڪافر ۽ منافق جيڪي مذاقون ڪن ٿا الله يستهزئ بهم مون الله جو قانون مڪافات پاڻ انهن جو رستو روڪي انهن کي انهن جي گٽرن ۾ ٽبيون ڏياري انهن جا دماغ چڪرائيندو.
9. آيت نمبر 16 مان ثابت ٿئي ٿو ته اهي انقلاب دشمن سرمايه دار منافق پاڻ کي وڏو تاجر ۽ واپاري سمجهن ٿا پر هتي اسلامي انقلاب خلاف جيڪو هنن ڪٽراڳ ڪڙو ڪيو آهي، اهو هنن جو واپار ته هنن کي ڳچيءَ ۾ پوندو هنن ته حق، سچ ۽ هدايت کي وڪٽي گمراهيءَ کي خريد ڪيو آهي، اهي انقلاب دشمن ڪڏهن به صحيح رستي تي هلڻ وارا ڪونه مڃيا ويندا-
10. آيت نمبر 17 منجهان انقلاب دشمن ٿورن لاءِ هيءَ حقيقت سچ ثابت ٿئي ٿي ته انقلاب کان اڳي چئن ڏينهن جي چاندوڪي اٿن ان ڪانپوءِ سدائين انڌاري رات هوندن جنهن ۾ ڏسي ئي ڪونه سگهندا-
11. آيت نمبر 18 منجهان هي حقيقت ثابت ٿئي ٿي ته اهي انقلاب دشمن ڪافر ۽ انهن جا ايجنٽ منافق ڪنن هوندي به ٻوڙا آهن زبانن هوندي به گونگا آهن اکين هوندي به انڌا آهن جو اهي حق جي طرف موٽي ئي ڪونه ايندا-
12. آيت نمبر 19 منجهان ثابت ٿئي ٿو ته انهن ڪافرن ۽ منافقن لاءِ آسمان کان ڪامصيبت ايندي پوءِ توڙي جو اها بارش جي شڪل ۾ ئي ڇو نه هجي جنهن جون انڌاريون

گجگوڙون ۽ وڄون نهايت خطرناڪ هونديون، جنهن کان بچڻ لاءِ هي انقلاب دشمن پنهنجو بچاء، پنهنجا ڪن بند ڪري ويهڻ ۾ سمجهن ٿا پر الله جي پڪڙ ۽ گهيراءَ کان اهي ڀڄي يا لڪي ڪونه سگهندا-

13. آيت نمبر 20 منجهان هي ثابت ٿئي ٿو ته هنن انقلاب دشمن ڪافرن ۽ منافقن آسماني مصيبتن کان جيڪو ڇوٽڪارو ڪنن ۾ آنگرين وجهڻ ۾ سمجهو آهي اهو انهن جو اجايو خيال آهي اسان جي پڪڙ ته هنن جا دوڙا به ڪدي سگهي ٿي جن سان هي ٿوري چمڪي تي چار وکون هلن ٿا پر اونده ٿيڻ ساڻ ئي بيهي وڃن ٿا، الله جيڪڏهن گهري ته هنن جا ڪن ته ڇا پر اکيون به ڇٽ ڪري ڇڏي سو اهو به مڪمل طور ان جي وس ۾ آهي.

## آيت هڪ کان ويهه تائين جو خلاصو ۽ آيت 1 نمبر سان انجو ربط

رب پاڪ پهرين آيت ۾ ڪتاب قرآن حڪيم بابت پنهنجي ذميداريءَ جو پهريون اعلان فرمايو ته هن ڪتاب ڪي انسان ذات جي ڀلائي لاءِ هدايت لاءِ موڪلڻ وارو آئون ’الف‘ الله ’لام‘ عليم، ’م‘ حڪيم آهيان، ٻيو اعلان فرمايو ته هن ڪتاب جا قانون ڪڏهن به ڪنهن به داعي مدعي سان ڪريب ڪونه ڪندا (يعني هن جا قاعدا عدل انصاف وارا آهن جن سان معاشري جو اصلاح يقيني ٿيندو) هي ڪتاب منع ڪيل ڳالهين کان پاڻ بچائي هلڻ وارن لاءِ هدايت وارو ڪتاب آهي، اهي پاڻ بچائي هلڻ وارا ماڻهو اهي آهن جن جو هن ڪتاب جي قانون ذريعي ملندڙ فائدن وارن نتيجن تي اڻ ڏٺي ايمان ۽ ڀروسو آهي ۽ اهي ماڻهو هن ڪتاب ۾ سمجهايل قانون واري نظام ڪي قائم ڪري انجون ڊيوٽيون سرانجام ڏيڻ وارا هوندا جن جي نشاني يا انهن جي صلوة وارين ڪامياب ڊيوٽين ڏيڻ جي علامت هيءَ هوندي ته هو ان نظام ذريعي رب الارباب طرفان عطا ڪيل رزق جي ذخيرن ڪي خلق خدا مٿان خرچ ڪندڙ ۽ ڪپائيندڙ هوندا، ۽ اهي حاملين قرآن، قرآن سان گڏ اڳ ۾ آيل سين نبين مٿان نازل ٿيل ڪتابن ۽ صحيفن مٿان به ايمان آڻيندڙ هوندا، (يعني وحدت امت جا داعي ۽ علمبردار هوندا ۽ فرقي بازيءَ جي سخت خلاف هوندا) ۽ آخرت واري جهان (يعني مرڻ کان پوءِ جيئڻ ۽ حساب ڪتاب) تي به ايمان آڻڻ وارا هوندا. اهي ئي ماڻهو پنهنجي پالڻهار جي طرفان مليل قائدن واري ڪتاب جي فيصلي مطابق هدايت وارا ۽ ڪامياب ماڻهو هوندا.

هاڻي اهي ماڻهو جڏهن هن ڪتاب واري منشور (آيت هڪ کان چار) ڪي دنيا جي آڏو پيش ڪندا، نافذ ڪندا ته لازمي طور هنن ۾ هڪڙا ته ايمان آڻيندڙ هوندا جن جو ذڪر آيت هڪ کان چار تائين اچي چڪو- ٻيا اهي ماڻهو ٿيندا جيڪي هنن جي ان انقلاب واري دعوت جا ٽُپ انڪاري ٿيندا، جن ڪي آيت نمبر (6) ڇهه ۽ (7) ست ۾ ڪافر سڏيو ويو- ٽيون قسم ماڻهن جو اهو ٿيندو جن جو ذڪر آيت نمبر اٺ کان ويهه تائين اوهان پڙهي آيا اهو قسم

منافق ماڻهن جو آهي قرآن حڪيم انهن جي مؤمن سڏائڻ واري دعوىٰ کي رد ڪري ڪين ڪافر قرار ڏنو آهي- (2-19)

آيت نمبر (2-3) ۾ قرآن واري نظام حڪومت قائم ڪرڻ لاءِ جيڪو منشور ٻڌايو ويو ته اقامة صلوة جي ذريعي خلق خدا ۾ الله جي ڏنل رزق کي خرچ ڪيو ۽ ذخيرو ڪرڻ بدران کپائي ڇڏيو، محترم پڙهندڙ پيارو! اوهان شروع جي آيت نمبر به (2) ۽ ٽي (3) ۾ غور ڪيو ته اها نشاني ۽ وصف متقي مؤمنن نالي ديوٽيون ڏيڻ بيان ڪئي وئي يعني خلق خدا ۾ رعيت ۾ نظام ربوبيت کي صلوة جي ذريعي قائم ڪرڻ وارا اهي متقي مؤمن ٻانها هوندا.

هاڻي آيت نمبر ايڪيهه کان چوويهه تائين متقين بڻجڻ جي ڪوٺ ڏني تي وڃي، دعوت ڏني وڃي ٿي، هي دعوت هي ڪوٺ، ڪانڊ عام آهي، هر ماڻهوءَ کي سڏ آهي، هر بني بشر، کي سڏ آهي هي سڏ ۽ ڪوٺ متقي مؤمنن جي سٽ ۾ پارٽي ۾ پرتيءَ جو سڏ آهي ميمبر ۽ ڪارڪن ٿيڻ جو سڏ آهي. آنيسٽ پرهيزگار ٿيڻ جو سڏ آهي. هي آهي ربط آيت هڪ کان ويهه تائين جو ايندڙ آيت نمبر ايڪيهه کان چوويهه سان.

يَا أَيُّهَا النَّاسُ اعْبُدُواْ رَبَّكُمُ الَّذِى خَلَقَكُمْ وَالَّذِينَ مِن قَبْلِكُمْ لَعَلَّكُمْ تَتَّقُونَ (21) الَّذِى جَعَلَ لَكُمُ الأَرْضَ فِرَاشاً وَالسَّمَاء بِنَاء وَأَنزَلَ مِنَ السَّمَاء مَاء فَأَخْرَجَ بِهِ مِنَ الثَّمَرَاتِ رِزْقاً لَّكُمْ فَلاَ تَجْعَلُواْ لِلّهِ أَندَاداً وَأَنتُمْ تَعْلَمُونَ (22) وَإِن كُنتُمْ فِى رَيْبٍ مِّمَّا نَزَّلْنَا عَلَى عَبْدِنَا فَأْتُواْ بِسُورَةٍ مِّن مِّثْلِهِ وَادْعُواْ شُهَدَاءكُم مِّن دُونِ اللّهِ إِنْ كُنْتُمْ صَادِقِينَ (23) فَإِن لَّمْ تَفْعَلُواْ وَلَن تَفْعَلُواْ فَاتَّقُواْ النَّارَ الَّتِى وَقُودُهَا النَّاسُ وَالْحِجَارَةُ أُعِدَّتْ لِلْكَافِرِينَ (24)

**ترجمو:**

اي انسانو! ڇيو مڃو پنهنجي پالڻ واري جو جنهن اوهان کي پيدا ڪيو، ۽ انهن کي به (پئدا ڪيو) جيڪي اوهان کان اڳي هوا، (ڇيو مڃڻ جو مقدار) ايتري تائين جو اوهان (منع ڪيل ڳالهين کان مڪمل طرح) پاڻ بچائڻ وارا ٿي وڃو-(21) انهيءَ الله جو حڪم مڃو جنهن زمين کي اوهان جي لاءِ وڇايو ۽ آسمان جي اڏاوت ڪئي ۽ مٿان کان نازل ڪيائين پاڻيءَ کي پوءِ ڪڍيائين ان سان ميون کي بطور رزق جي اوهان جي لاءِ، (پوءِ ذاتي ملڪيتون رکڻ جي پرمنٽ ڏيڻ سان) نه ٻڻايو الله جي برابر ڪنهن کي به جڏهن جو (ذاتي

ملڪيتون رکڻ جي نقصانن کي) اوهان ڄاڻو ٿا-(22) جيڪڏهن توهان کي ڪوشڪ شبهو آهي (قانونن واري ان ڪتاب ۾) جيڪو نازل ڪيو آهي اسان پنهنجي ٻانهي تي، ته آڻي (ڏيکاريو) ڪائي هڪڙي سورت (قرآن جي سورتن) جهڙي (انهيءَ سورت ناهڻ لاءِ پل ته) ڪانڊي آڻيو انهن کي جن کي اوهان علم جا نگران سمجهو ٿا، الله کي ڇڏي ڪري- جيڪڏهن اوهان پنهنجي دعوائن ۾ سچا آهيو-(23) ۽ جيڪڏهن اوهان (اها چيلنج) پوري ڪري نه سگهيا آهيو- ۽ وري هر گز ائين ڪري به ڪونه سگهندا ته پوءِ ڊڄو ان باهه کان جنهنجو ٻل ۽ ٻارڻ عام ماڻهو ۽ (انهن جا) پٿر (دل اڳواڻ) هوندا اها باهه خاص منڪرن لاءِ تيار ڪئي وئي آهي (ترجمو ختم).

## خاص لفظن جي معنيٰ

### الناس:

هي جمع جو صيغو آهي ۽ اهو جمع جنهن جو واحد نه ٿيندو آهي لفظ ناس جي معني عام انسان آهي حوالو (13-49) پر ناس جي ٻي معني ڪمزور ٻٽايل ماڻهو به آهي حوالو (24-2).

### اعبدو:

هي صيغو جمع مذڪر امر حاضر معلوم جو آهي هن جو اصل لفظ "عبد" آهي عبد جي معنيٰ ٻانهو آهي پر اها معني به ان لفظ جي هن ڪري آهي جو ٻانهي ۽ عبد جو ڪم آقا جو حڪم مڃڻ هوندو آهي، ته لفظ عبد جي اصلي ۽ حقيقي معني حڪم مڃڻ واري آهي، ان معني جو قرآن مان حوالو آهي يَا أَبَتِ لَا تَعْبُدِ الشَّيْطَانَ إِنَّ الشَّيْطَانَ كَانَ لِلرَّحْمَٰنِ عَصِيًّا(44-19) يعني اي منهنجا پيءُ نه چيو مڃ نه حڪم مڃ شيطان جو بيشڪ شيطان رحمان جو نافرمان آهي-

### خلق:

هن لفظ جي اصل معني آهي جوڙ جوڙڻ، ان جوڙ ۽ جڙاوت جا ٻه قسم آهن هڪ بغير ڪنهن مادي جي شيءِ کي وجود بخشڻ آهي جنهن کي ان شيء جي نئين پئدائش چئبو قرآن حڪيم ۾ ان لاءِ لفظ بديع جو آيو آهي، (117-2) (101-6) بغير ڪنهن مادي جي ڪنهن شيء کي عدم منجهان وجود عطا ڪرڻ اهو صرف الله جو شان آهي اهو ڪم انسانن جي طاقت کان مٿي آهي، خلق ۽ جوڙ جوڙڻ جو ٻيو قسم آهي ته اڳ ۾ پيدا ٿيل شين منجهان تخليقي هنر جي ترتيب ۽ عمل سان ڪاشيء ناهڻ، اهو عمل الله پاڪ ته ڪندو اچي پيو پر انسان به تخليقڪار آهي الله عزوجل پاڻ کان سواءِ انسان کي تخليقڪار مڃيو آهي پر پاڻ کي احسن الخالقين سڏي پنهنجي مقابلي ۾ انسان کي غير احسن خالق تسليم ڪيو آهي (حوالو) (14-23) (125-37) الله جي تخليق جا اڻ ڪٽ مثال آهن جو سڄي ڪائنات جا حيوانات جمادات نباتات انلاءِ شاهد آهن ۽ انساني تخليق جي مثالن لاءِ صنعتن ڪارخانن جي پيداوار جا اڻ ڪٽ مثال ۽ ائٽم انلاءِ شاهد آهن.

**فراشا:**

فراش هر وڇايل شيء کي چيو ويندو اهي جنهن جو هڪ مثال آهي الَّذِى جَعَلَ لَكُمُ الأَرْضَ فِرَاشاً وَالسَّمَاء بِنَاء (2-22) الله اها ذات آهي جنهن ڪيو اوهان لاءِ زمين کي وڇاڻو آسمان کي ڇت.

**بناءً:**

لفظ بناء جي معني اڏڻ ۽ عمارت ناهڻ آهي ۽ هر اڏاوت ۽ عمارت جو مڪمل ٿيڻ ڇت سان ٿيندو آهي ته زمين کي الله پاڪ فرش ڪونيو ته ان جي مٿي واري آسماني حصي کي جيڪو ڇت جي جاءِ تي آهي ان جي ذڪر مهل ان کي بناء جي عمل سان سمجهايو اهو جڻ ته آسمان ڇت وانگر عمارت جو تڪميلي ۽ آخري مرحلو آهي سو انکي اڏي ڏيڻ ناهي ڏيڻ جي لفظ سان سمجهايو ويو.

**اندادا:**

هي جمع جو صيغو آهي هن جو واحد "ند" آهي هن جي معني برابر ۽ مثل آهي يعني الله جو ڀاڱي ڀائيوار ۽ شريڪ.

**سورة:**

لفظ سورة جي هڪ معني آهي ڪوٽ ۽ قلعو (حوالو) (21-38) ٻي معني آهي هٿن ۾ پائڻ وارا ڪنگڻ (حوالو) (31-18) ٽين معني آهي ديني مسئلن ۽ مضمونن جو مجموعو (64-9) (24-1).

**شهدائكم:**

هي صيغو جمع جو آهي هن جو واحد شهيد آهي ۽ شهيد جي معني آهي موقعي محل تي حاضر ۽ موجود، دانا، بينا، پنهنجي مشاهدي جي شاهدي ڏيڻ وارو. (22-78) (6-150).

**حجاره:**

هي جمع جو صيغو آهي هن جو مفرد حجر آهي، هن جو ٻيو جمع احجار به ايندو آهي جنهن جي معني پٿر حرف، حا، جي زير سان جيم جي جزم سان را جي زير سان ته معني ٿيندي عقل ۽ دانائي حوالو (89-5) ح جي پيش سان حجرة معني ڪمرو ۽ واڙو- هن آيت ڪريمه ۾ وقود ها الناس والحجاره ۾ حجاره جي معني پٿر دل ماڻهو سخت مزاج ماڻهو- ترميهم بحجارة (105-4) جي معني ٿيندي ڪنهن تي پٿراءُ ڪرڻ، سنگ باري ڪرڻ، حجر حاء جي پيش سان معني جهولي ۽ حفاظت ٿيندي (حوالو) وَرَبَائِبُكُمُ اللاَّتِي فِي حُجُورِكُم مِّن نِّسَآئِكُمُ اللاَّتِي دَخَلْتُم بِهِنَّ (4-23).

**اعدت:**

فعل واحد مؤنث ماضي مجهول، هن جي معني آهي تيار ڪئي وئي زماني گذريل ۾-

## آيت نمبر 21 کان 24 تائين منجهان ثابت ٿيندڙ مسئلا

آيت ڪريمہ ياايهاالناس اعبدواربڪم جي سڏ ۾ جيڪو فرمايو ويو تہ اي انسانو! عبد ۽ ٻانها بنجو پنهنجي پالڻ واري جا، هن سڏ منجهان ثابت ٿيو تہ قرآن حڪيم ڪتاب صرف مسلم امت وارن لاءِ مخصوص ناهي، هي ذات انسان جو رهبر ۽ رهنما ڪتاب آهي ۽ جملي اعبدوا ربڪم ۾ هڪ حڪم ڏنو ويو آهي تہ ٻانها بنجو ۽ حڪم مڃو پنهنجي رب جو، ٻئي نمبر تي ان حڪم جو دليل، ثبوت ۽ سبب بہ ٻڌايو ويو آهي تہ حڪم رب جو انڪري مڃو جو هو اوهان کي پالڻ ۽ پرورش ڪرڻ وارو آهي، پوءِ جنهن اوهان کي ماءُ جي ٻچي دانيءَ کان وٺي وڏي عمر تائين وڏن وڏن انتظامن ۽ ڪشالن سان پاليو آهي پوءِ ان جو تہ حق ٿيو تہ ان جي اطاعت ڪئي وڃي ان جو حڪم مڃيو وڃي- ان کان پوءِ ربوبيت ۽ پرورش جي وڌيڪ تعبير فرمائي وئي آهي جملي الذی خلقکم والذین من قبلکم سان يعني آئون اوهان جو اهو پالڻ وارو ۽ خالق آهيان جنهن توهان کي ۽ توهان کان اڳين کي بہ پيدا ڪيو آهي، انهي انداز ڪلام کي بلاغت جي فن ۾ اهڙي دعوي سڏي ويندي آهي جنهن ۾ ان سان گڏ ان جي سچائيءَ جو دليل ۽ ثبوت بہ موجود هجي، بهرحال هن آيت ڪريمہ ۾ جيڪو الله جي عبادت ڪرڻ، عابد بنجڻ، ۽ معبود جي حڪمن مڃڻ جو ثبوت ۽ دليل ڏنو ويو تہ هو اوهان جو رب ۽ خالق آهي، هاڻي ان دليل تي غور ڪرڻو آهي تہ رب کان سواءِ ٻئي ڪنهن جا حڪم ان ڪري نہ مڃيا ويندا جو هو خالق ناهن، اهوئي دليل آيت يَا أَيُّهَا النَّاسُ ضُرِبَ مَثَلٌ فَاسْتَمِعُوا لَهُ إِنَّ الَّذِينَ تَدْعُونَ مِن دُونِ اللهِ لَن يَخْلُقُوا ذُبَابًا وَلَوِ اجْتَمَعُوا لَهُ وَإِن يَسْلُبْهُمُ الذُّبَابُ شَيْئًا لَّا يَسْتَنقِذُوهُ مِنْهُ ضَعُفَ الطَّالِبُ وَالْمَطْلُوبُ(73-22) ۾ ڏنو ويو آهي يعني جن ماڻهن الله کان سواءِ ٻين ماڻهن کي معبود بنايو آهي، انهن جو تہ هي حال آهي جو هو هڪڙي مک بہ نٿا ناهي سگهن توڙي جو هڙئي گڏجي بہ پون مک ناهڻ تہ وڏي ڳالهہ آهي پر جيڪڏهن ڪا مک انهن هٿ نوڪين معبودن کان ڪا ذري پرزي جيتري شيءِ ڪسي بہ وٺي تہ هو ان کان اها ڇڏائي بہ نٿا سگهن، مطلب تہ هن آيت ڪريمہ مان ثابت ٿيو تہ الله کانسواءِ عبادت ۽ ڪنهن جو چيو مڃڻ، ان ڪري بہ ناروا آهي جو انهن جو انسانن جي تخليق ۾ ڪوبہ ڪردار ناهي.

هن آيت ڪريمہ منجهان هڪ ٻيو بہ قانون ثابت ٿيو تہ جيئن ڪنهن بہ مشن ۽ گاڏي جو تخليقڪار ۽ جوڙيندڙ انجنيئر ان مشن جي افاديت، رفتار، طاقت ۽ استعمال بابت اصل جوڙيندڙ انجينئر جي ڏسيل ۽ جاري ڪيل لٽريچر واري هدايت نامي مطابق هلائيندو تہ ان سان ئي صحيح نتيجا ملي سگهندا، اهڙي طرح انساني ڍانچي ۽ مشن جو خالق جيئن تہ الله پاڪ پاڻ آهي انڪري انسان جي تخليقي غرض وغايت ۽ مقصد جي روشنيءَ ۾ الله پاڪ جيڪو انساني حيات جي فلاح ۽ بقا لاءِ منشور وارو لٽريچر وحي ذريعي پنهنجي نبين جي معرفت موڪليو آهي، ان مطابق حياتي گذارڻ ۾ ئي انسان جي ڀلائي ٿيندي نہ تہ انسان

خساري ۾ ويندو- هن آيت نمبر 21 جي منڍ ۾ حڪم ڏنو ويو ته اي انسانو! عبادت ڪيو- عابد بنجو! پنهنجي پالڻهار جا ته عبادت ۽ عابد بنجڻ جي معني ٿيندي پنهنجي پالڻهار جا حڪم مڃڻ جيئن اڳ ۾ آيت نمبر (19-44) جي حوالي سان اها معني ثابت ڪري آيا آهيون ۽ آيت جو آخري جملو آهي لعلڪم تتقون هاڻي ڳڏيل معنىٰ هن حقيقت ڪي ثابت ڪري ٿي ته جيڪو به انسان الله جي حڪمن جي اطاعت ڪندو ۽ منع ڪيل ڳالهين کان پاڻ ڪي روڪيندو اهو ئي تقوي جي مرتبن ڪي پهچي سگهندو، اجا به هن پڌرائيءَ منجهان هيءَ حقيقت ثابت ٿي ته صدين کان علم روايات جي ڏس واري رائج الوقت نماز ڪي عبادت نه سڏيو ويندو ان ڪري جو هڪ ته انجي پڙهڻ جو حڪم قرآن پاڪ ۾ ڪونه ڏنو ويو آهي ٻيو ته قرآني لفظ صلوة جي ترجمي ۾ اهو لفظ نماز جو غلط طور مشهور ڪيو ويو آهي سو صلوة لفظ جي معني ته تابعداري آهي ۽ نماز جيڪو فارسي لفظ آهي ان جي معني باه اڳيان جهڪڻ آهي ۽ ڪيئي نماز جا پابند ماڻهو الله جي منع ڪيل حڪمن جي ڀڃڪڙي ڪن ٿا مثال طور، وياج کائڻ، رشوت وٺڻ، زنا ڪرڻ، شراب پيئڻ غريب مسڪين ماڻهن کان ڦرمار ڪرڻ سو اهڙن ماڻهن ڪي جڏهن نماز انهن جي بدعملن کان نٿي روڪي ته اهي ماڻهو عابد ۽ عبادت گذار نه مڃيا ويندا وڌيڪ اوهان هن سورت جي آيت نمبر 2 ۽ 3 ۾ پڙهي آيا ته مؤمن بنجڻ لاءِ هي شرط آهي ته اهو ماڻهو صاحب تقوىٰ به هجي يعني الله جي منع ڪيل ڳالهين کان پاڻ ڪي بچائي هلڻ وارو هجي- يعني تقوىٰ کان سواءِ ڪوئي مؤمن نٿو ٿي سگهي اصل عبادت گذار ٻانها تقوىٰ تي عمل ڪرڻ وارا آهن

## آيت نمبر 22 منجهان ثابت ٿيندڙ مسئلا

هن آيت ڪريمه ۾ زمين آسمان ۽ ان مان وسندڙ پاڻي جو ذڪر ڪيو ويو آهي جنهن پاڻيءَ سبب اناج ميون جي پيدا ٿيڻ جو ذڪر ڪيو ويو جملي جعل لڪم سان بطور انتفاع جي يعني فائدي ۽ نفعي حاصل ڪرڻ جي، آيت ڪريمه جي جملي جعل لڪم منجهان انسانن لاءِ زمين آسمان جي رزق وارين شين منجهان فائدا حاصل ڪرڻ جو پروانو ڏنو ويو آهي هن جملي مان انسانن جي لاءِ زمين آسمان جي شين ڪي ذاتي ملڪيت ۾ ڏارڻ جي نفي ۽ انڪار ثابت ٿئي ٿو جنهن جي وضاحت آيت جي آخري جملي سان وڌيڪ پڌري ٿئي ٿي اهو جملو آهي ته فلا تجعلوا لله انداداوانتم تعلمون يعني الله سان ڪنهن ڪي شريڪ ۽ ڀائيوار نه بڻايو جڏهن اوهان ڄاڻو به ٿا- هتي سوال پيدا ٿئي ٿو ته هن ڄاڻڻ واري جملي منجهان ڇا مقصد آهي- وانتم تعلمون يعني اوهان ذاتي ملڪيت جي علت ۽ سبب ڪي ڄاڻو به ٿا ته اهو انسان جو علم ڪهڙو آهي؟ اهو آهي الله جي خالق هجڻ بابت انسان جو علم! جيڪا هستي ۽ اٿارٽي تخليقڪار ۽ جوڙيندڙ هوندي آهي الله جي قانون مطابق اها خالق هستي ئي حقيقي مالڪ هوندي آهي، سوال پئدا ٿئي ٿو ته پوءِ جن تخليقن جو تخليقڪار انسان هجي ٿو انهن شين ڪي انسان جي ذاتي ملڪيت ۾ قرار ڇو نٿو ڏنو وڃي؟ ان جو جواب هي آهي ته

انسانن جي ذهنن ۾ اصل جي لحاظ سان اهو تخليقي ملڪو ۽ ذات ته ته الله پاڻ پئدا ڪئي آهي ته اهڙا ماڻهو تخليقي فارمولن جي ڄاڻ سان رزق جا سبب پيدا ڪن پوءِ هر بي هنرو ذهني اپاهج سادو سودو ماڻهو به ذهني هوشيار ماڻهن جي رهنمائيءَ ۾ طاقت وارا ڪم حمالي ۽ تغاري ڪٽڻ چوڪيداري پٽيوالي وغيره جا ڪم سرانجام ڏئي پوءِ ڪائڻ ۽ چوڙڻ مهل سڀ گڏ ۽ هڪ جيترا حقدار ٿي ڪائن ۽ استعمال ڪن (41-10) ۽ هيءَ حقيقت به سمجهڻ گهرجي ته انساني تخليقن جو مالڪ به الله آهي- مطلب ته آيت ڪريمه جي آخري جملي فلاتجعلوا لله اندادا يعني الله سان ڪنهن کي به مالڪ هجڻ ۾ شريڪ نه بڻايو اهو جملو انسانن لاءِ ذاتي ملڪيت ڏارڻ ۽ رکڻ جي انڪار جو مڪمل ثبوت آهي.

## آيت نمبر 23 منجهان ثابت ٿيندڙ مسئلا

هن آيت ڪريمه مان به عدد مسئلا ثابت ٿين ٿا هڪڙو ته هي ڪتاب رب پاڪ طرفان جناب رسول عليه السلام طرف نازل ڪيل آهي، ٻيو مسئلو ته خود جناب رسول عليه السلام سميت دنيا جا سڀ دانا بينا دانشور عالم گڏجي به جيڪڏهن هن قرآن جهڙو ڪتاب ٺاهڻ گهرن ته ناهي نه سگهندا، سڄو ڪتاب ٺاهڻ ته وڏي ڳالهه آهي پر ان جي رڳو هڪڙي سورت جهڙي سورت به نه ناهي سگهندا ناهڻ سان مراد قانون ۽ عبارت ٻئي شيون سمجهڻ گهرجن.

## آيت نمبر 24 منجهان ثابت ٿيندڙ مسئلا

هن آيت ڪريمه منجهان هڪ حقيقت هي به ثابت ٿئي ٿي ته قرآن حڪيم جي حقيقتن جي عوامي قسم جي منڪر ماڻهن سان گڏ عالم دانشور ۽ پاڻ کي امام سڏائيندڙ قران کان سواءِ ٻين مخالف قرآن علمن جي پيروڪار ماڻهن کي به جهنم جي باهه ۾ وڌو ويندو-

هن آيت ڪريمه ۾ لفظ حجاره مان مراد اهي عالم ۽ دانشور ورتا ويا آهن جيڪي قرآن جي مقابلي ۾ روايتن ۽ خلاف قرآن گهڙيل علم حديث کي مثله معه يعني قرآن جي برابر سڏين ٿا يعني ٻي مثال قرآن جو مثل ۽ برابر علم قرار ڏين ٿا ته اهي عالم ان سبب ڪري پٿر دل (حجاره) ماڻهو آهن ٻي ڳالهه ۽ مسئلو هي ثابت ٿيو ته جهنم جي باهه هتي هن دنيا ۾ انسانن جي غلط عملن سان انهن لاءِ سندن عملن پٽاندڙ تيار ٿيندي رهندي آهي، اهو ڏس لفظ "اعدت" جي ماضي مجهول واري صيغي منجهان ملي ٿو.

وَبَشِّرِ الَّذِين آمَنُواْ وَعَمِلُواْ الصَّالِحَاتِ أَنَّ لَهُمْ جَنَّاتٍ تَجْرِي مِن تَحْتِهَا الأَنْهَارُ كُلَّمَا رُزِقُواْ مِنْهَا مِن ثَمَرَةٍ رِّزْقاً قَالُواْ هَـذَا الَّذِي رُزِقْنَا مِن قَبْلُ وَأُتُواْ بِهِ مُتَشَابِهاً وَلَهُمْ فِيهَا أَزْوَاجٌ مُّطَهَّرَةٌ وَهُمْ فِيهَا خَالِدُونَ(25)

**ترجمو:**

۽ خوشخبري ڏي انهن ماڻهن کي جن ايمان آندو ۽ سڌارن وارا ڪم ڪيا، بلاشڪ انهن لاءِ باغ هوندا جن جي هيٺان نهرون وهندڙ هونديون جن منجهان ڪين جنهن به وقت ميون ۽ کاڌن وارو رزق ڏنو ويندو اهو (ٻئي ويلي وارو کاڌو پهريين سان) شڪل ۽ صورت ۾ ملندڙ جلندڙ هوندو ۽ انهن (جنتي ماڻهن لاءِ) جنت ۾ باڪردار پاڪيزه صفتن وارا جوڙيوال (مرد ۽ عورتون) ساٿي رفاقت ۾ هوندا ۽ اهي سڀ ان جنت ۾ هميشہ رهائش پذير هوندا، (ترجمو ختم).

## جدا جدا لفظن جي معني

**بشر:**

لفظ بشر- بشارت جي باب کان آهي، جي معني آهي اهڙي خبر جيڪا انسان جي ظاهري چمڙي ۽ کل تي اثرانداز ٿئي، پوءِ اهو اثر خوشي جي شڪل ۾ هجي يا غم جي شڪل ۾ خوشيءَ واري خبر جو مثال جيئن هيءَ آيت وَبَشِّرِ الَّذِين آمَنُواْ وَعَمِلُواْ الصَّالِحَاتِ أَنَّ لَهُمْ جَنَّاتٍ تَجْرِي مِن تَحْتِهَا الأَنْهَارُ (2-25) غم ۽ ڏک جو مثال جيئن وَإِذَا بُشِّرَ أَحَدُهُمْ بِالأُنْثَى ظَلَّ وَجْهُهُ مُسْوَدًّا وَهُوَ كَظِيمٌ(58-16) يعني انهن مان ڪنهن کي به ڌيءُ ڄمڻ جي خبر ڏني وڃي ته ان جو منهن ڪارو ٿي وڃي ٿو ۽ (ان خبر ملڻ تي) ڪاوڙجي وڃي ٿو.

اصل ۾ بشر لفظ جي معني چمڙي ۽ کل آهي اهڙي جنهن تي خوشي ۽ غم جو اثر ظاهر ٿئي، انسان کي بشر به ڪونيو ويو آهي (18-5) اهو به هن معني سان ته هو چمڙيءَ جي لفافي ۾ ڍڪيل آهي، توڙي ڪٿي هر حيوان چمڙيءَ ۾ ويڙهيل آهي پر انسان کان سواءِ ٻيا حيوان جنهن چمڙيءَ ۾ ويڙهيل آهن انهن جي کل انساني کل جيتري صاف ناهي جنهن منجهان صرف ظاهري کل منجهان ئي تاثرات معلوم ڪري سگهجن، توڙي پولي يا ٻين جانورن لاءِ ڪوئي چوي ته انهن جي منهن مان انهن جي اندروني ڪيفيت جواندازو لڳائي سگهجي ٿو، پر ان جو مقدار ۽ ڪيفيت انساني چمڙي ۽ هيئت جي برابر ناهي.

قرآن حڪيم انسان ۽ بشر کي هم معني ۽ مترادف قرار ڏنو آهي ان پڌرائي کي سمجهڻ لاءِ آيت ڪريمہ (15-26) ۽ (15-28) کي ملائي غور ڪيو وڃي.

**جنات:-**

لفظ جنات جمع آهي جنة جو، هن جو اصل مادو آهي ج ن ن ۽ جنّ آهي هن جي معني آهي لڪائڻ ۽ ڍڪڻ، (حوالو) فَلَمَّا جَنَّ عَلَيْهِ اللَّيْلُ رَأَى كَوْكَبًا قَالَ هَذَا رَبِّي فَلَمَّا أَفَلَ قَالَ لا أُحِبُّ الآفِلِينَ(76-6) پوءِ جڏهن ان تي رات ڇائنجي وئي ته ان تاري کي ڏٺو- جنة لفظ جي ٻي معني آهي باغ، جيئن فرمايو ويو ته وَاضْرِبْ لَهُم مَّثَلًا رَّجُلَيْنِ جَعَلْنَا لِأَحَدِهِمَا جَنَّتَيْنِ مِنْ أَعْنَابٍ وَحَفَفْنَاهُمَا بِنَخْلٍ وَجَعَلْنَا بَيْنَهُمَا زَرْعًا(32-18) يعني، انهن کي بيان ڪري ٻڌاءِ انهن ٻن ماڻهن جو مثال جن منجهان هڪڙي کي

اسان انگورن جي ٻن باغن وارو بنايو جن جي چوڦير کجيون لوڙهي وانگر ڦيرايل هيون ۽ وچ ۾ پوکون ڪاهيون هئيون- وڌيڪ لفظ جنت جي معني هر قسم جي معاشي نعمتن کان پرپور معاشري واري به قرآن حڪيم سمجهائي آهي، جيئن وَقُلْنَا يَا آدَمُ اسْكُنْ أَنتَ وَزَوْجُكَ الْجَنَّةَ وَكُلاَ مِنْهَا رَغَداً حَيْثُ شِئْتُمَا وَلاَ تَقْرَبَا هَـٰذِهِ الشَّجَرَةَ فَتَكُونَا مِنَ الْظَّالِمِينَ(35-2) يعني اوهان ٻيئي نوع انسان (مرد عورتون) کائو ان جنت منجهان اڻ ميو- جنت جي معني نعمتن سان ڇانيل جنتي معاشري جو بيو مثال مَّثَلُ الْجَنَّةِ الَّتِي وُعِدَ الْمُتَّقُونَ تَجْرِي مِن تَحْتِهَا الأَنْهَارُ أُكُلُهَا دَآئِمٌ وِظِلُّهَا تِلْكَ عُقْبَى الَّذِينَ اتَّقَواْ وَّعُقْبَى الْكَافِرِينَ النَّارُ(35-13) يعني جنت جو مثال ائين آهي جنهن جو واعدو متقي ماڻهن کي ڏنو ويو جنهن جنت هينان نهرون وهن ٿيون جنهن جي کاڌ خوراڪ واريون شيون ۽ آسائش واريون نعمتون هميشه رهڻ واريون ۽ اڻ کٽ هونديون.

**الانهار:**

انهار جمع جو صيغو آهي، هن جو واحد نهر آهي قرآن حڪيم ۾ ڪئي سارن هنڌن تي جنات تجري من تحتها الانهار آيو آهي يعني اهي باغات جن جي هينان نهرون وهندڙ هونديون، انهن مثالن مان نهر جي هڪڙي معني گهٽو وهندڙ پاڻي ثابت ٿئي ٿي- قرآن حڪيم جي هنن سڀن جملن تي غور ڪبو ته اهي معنائون اصل ڳالهه سمجهائڻ لاءِ هڪ طرح جون تمثيلون لڳن ٿيون- نه ته جنت جا مڪمل ۽ اصل احوال گهڻا سارا اسان جي عقلي پهچ کان دنيا ۾ هن وقت جي لحاظ کان مٿيرا ۽ مخفي آهن- نهر ٻن ڪنارن جي وچ واري هيٺين واديءَ کي چئبو آهي جيڪا وادي کوٽائي ذريعي زمين جي ليول کان هيٺ کوٽي ويندي آهي (33-18) انهيءَ عمل جي مناسبت ثابت ٿئي ٿي هن جملي سان ته وَأَمَّا السَّائِلَ فَلَا تَنْهَرْ(10-93) يعني سوالي ماڻهوءَ کي جهڻڪ نه ڏي، دڙڪو نه ڏي- ڇڙٻ نه ڏي، اصل ۾ ڇڙٻ ۽ دڙڪي سان ڪنهن جو درجو ۽ مان گهٽايو ويندو آهي ۽ ان جي معاشرتي ليول گهٽائي ويندي آهي-

**متشابها:**

تشابه جي معني هڪ شيءِ ٻيءَ سان ملندڙ جلندڙ (70-2) ٿئي ٿي.

**ازواج:**

زوج ڪنهن اهڙين ٻن شين کي چئبو آهي جيڪي پاڻ ۾ هر طرح سان موافقت رکنديون هجن هي لفظ جمع آهي زوج جو- زوج جي معني آهي جوڙو- لفظ جوڙي مان جيئن ته مراد مرد عورت ۽ زال مڙس هوندي آهي اهڙي طرح ڪي به هم خيال مرد هم خيال عورتون انهن جا به علائقائي فڪري ۽ نظرياتي بنيادن تي جوڙ ٿي سگهن ٿا، مثال ڏسو (7-81) (8-78) (22-37).

## مطهرة:

لفظ طهر جي معني هر قسم جي گندگي کان صاف، آجو ۽ پاڪ ٿيڻ آهي جيئن إِذْ يُغَشِّيكُمُ النُّعَاسَ أَمَنَةً مِّنْهُ وَيُنَزِّلُ عَلَيْكُم مِّن السَّمَاء مَاء لِّيُطَهِّرَكُم بِهِ وَيُذْهِبَ عَنكُمْ رِجْزَ الشَّيْطَانِ وَلِيَرْبِطَ عَلَى قُلُوبِكُمْ وَيُثَبِّتَ بِهِ الأَقْدَامَ(8-11) يعني الله نازل فرمائي ٿو توهان مٿان پاڻي کي جنهن سان اوهان کي پاڪ صاف بنائي- هڪڙي پاڪائي جسم جي هوندي آهي، ان جو مثال اچي چڪو، بي پاڪائي دل ۽ دماغ جي ٿيندي آهي دلين جي صفائي جو مثال جيئن وَإِذَا سَأَلْتُمُوهُنَّ مَتَاعًا فَاسْأَلُوهُنَّ مِن وَرَاء حِجَابٍ ذَلِكُمْ أَطْهَرُ لِقُلُوبِكُمْ وَقُلُوبِهِنَّ (33-53) يعني پيغمبر عليہ السلام جي گهر مان يا ڪنهن جي بہ گهر مان ڪا شيءِ شڪل سامان سڙو ونڻو هجي تہ دروازي جي سامهون بيهڻ بدران اوٽ ۾ بيهي سوال ڪندا ڪيو اهو اوهان جي ۽ گهرجي عورتن جي دلين جي پاڪدامنيءَ لاءِ بهتر آهي- ذهن ۽ دماغ جي پاڪ صاف واري معني جو مثال جيئن لَّا يَمَسُّهُ إِلَّا الْمُطَهَّرُونَ(79-56) يعني قرآن حڪيم جي معني مفهوم ۽ مقصدن کي اهي ماڻهو رسي سگهندا جن جي دل ۽ دماغ قرآن ڏانهن بدباطنيءَ کان صاف ۽ اڇو اجرو هوندو- طهر جي بي معني بدڪار بدنيت دشمنن کان پري رهڻ بہ قرآن حڪيم واري لغت ۾ بڌائي وئي آهي جيئن إِذْ قَالَ اللّهُ يَا عِيسَى إِنِّي مُتَوَفِّيكَ وَرَافِعُكَ إِلَيَّ وَمُطَهِّرُكَ مِنَ الَّذِينَ كَفَرُواْ (3-55) يعني اي عيسىٰ عليک السلام آئون توسان وعدي جي وفا ڪندي (۽ دشمنن جي سازش کي ناڪام بنائيندي تنهنجو مرتبو آئون پنهنجي طرفان پاڻ بلند رکندس ۽ توکي پاڪ بڻائيندس ڪافرن جي سازش کي ناڪام بنائيندي

## خالدون:

لفظ خلود جي معني آهي هميشگي ۽ دوام، قرآن حڪيم ۾ خالدين فيها ابدا، جو جملو جنتي ماڻهن ۽ دوزخ ۾ داخل ڪيل ماڻهن لاءِ ڪيئي ڀيرا استعمال ڪيو ويو آهي يعني جنتي ماڻهو جنت ۾ ۽ دوزخي ماڻهو دوزخ ۾ هميشہ رهندا، لفظ خلود ۾ جيڪا هميشگي واري معني آهي ان جي خلاف علم روايات وارن هٿرادو روايتون ٺاهيون آهن تہ مسلم امت وارا پنهنجي گناهن جي سزا پوري ٿيڻ کان پوءِ دوزخ مان ڪڍيا ويندا ۽ انهن کي جنت ۾ داخل ڪيو ويندو پر ان ڳالهہ جو قرآن حڪيم ۾ ڪاٿي بہ ذڪر ڪونہ آهي، سورت هود جي آيت نمبر 107 ۽ 108 ۾ جيڪو ذڪر آيو آهي تہ خَالِدِينَ فِيهَا مَا دَامَتِ السَّمَاوَاتُ وَالأَرْضُ إِلاَّ مَا شَاء رَبُّكَ إِنَّ رَبَّكَ فَعَّالٌ لِّمَا يُرِيدُ (107-11) يعني بدبخت ماڻهو دوزخ جي باهہ ۾ وڌا ويندا جيستري تائين آسمان ۽ زمين هوندا، مگر جيڪي تنهنجو رب گهري اڳتي آيت نمبر 108 ۾ ڀلارن بخت آور ماڻهن لاءِ فرمايو ويو آهي تہ وَأَمَّا الَّذِينَ سُعِدُواْ فَفِي الْجَنَّةِ خَالِدِينَ فِيهَا مَا دَامَتِ السَّمَاوَاتُ وَالأَرْضُ إِلاَّ مَا شَاء رَبُّكَ عَطَاء غَيْرَ مَجْذُوذٍ (108-11) يعني سعيد ماڻهو جنت ۾ هوندا ايتري تائين جو آسمان ۽ زمين قائم هوندا، مگر جيڪي گهري تنهنجو رب جنهن جي عطا اڻ ڪٽ آهي،

جيڪي ماڻهو دوزخي ماڻهن جي سزا ختم ٿيڻ جي ڳالهه ڪن ٿا اهي هت دليل ڏين ٿا ته نيڪ بختن لاءِ استثنا ڪان پوءِ الله جي مهربانين جي اڻ ڪٽ هجڻ جو ذڪر ڪيو ويو آهي پر بدبخت ماڻهن لاءِ استثناء ڪان پوءِ سزائن جي اڻ ڪٽ هجڻ جو ذڪر ڪونهي، سو انهيءَ جو جواب هي اهي ته هتي ان استثناء منجهان مراد سزا جو خاتمو ناهي ان ڳالهه جو دليل خود آيت نمبر 108 جو جملو عطاء غير مجذوذ آهي ته پوءِ آيت نمبر 107 ۾ به بدبخت ماڻهن جو دوزخ ۾ رهڻ به اڻ ڪٽ هوندو، الاماشاءَ ربڪ جي استثنا منجهان مراد هي آهي ته الله جي چاهت هميشه هيءَ رهي آهي ته سندس فيصلن ڪي هميشگي ۽ دوام رهيو آهي، هن پڏرائيءَ جو ثبوت آيت 108 جو واڌو جملو عطاء غير مجذوذ آهي، رهي هيءَ ڳالهه ته آسمانن ۽ زمين جي باقي رهڻ تائين نعمتون ۽ سزائون انهيءَ ابد منجهان ڇا مراد آهي، سو انهن ڪيفيتن ڪي لفظن جي حد تائين سمجهڻ گهرجي جيڪا معني مفهوم ايتري مشڪل ناهي باقي ڪلي تفصيل دنيا ۾ اسان جي ذهني ليول ڪان مٿي آهي انڪري جو قرآن حڪيم جو سمجهائڻ جو طريقو هي آهي ته هو انسانن جي سمجهه وارين حدن ۾ ڳالهه ڪي رکندو آهي- سورت الهمزه نمبر 104 ۾ ذڪر آيو آهي ته يحسب ان ماله اخلده يعني سرمايه پرست ماڻهو گمان ڪري ٿو ته سندس مال هميشه رهندو ته هتي هي خلود فاني دنيا وارو آهي جنهن جي معني ڪبي گهڻو عرصو ۽ ڊگهو وقت باقي آخرت جو جهان جيڪو اڻ ڪٽ آهي اتي ان سان تعلق رکندڙ خلود جي معني به اڻ ڪٽ مدو قرار ڏني ويندي.

## هن آيت مان ثابت ٿيندڙ مسئلا

هن آيت ڪريمه ۾ جيڪا بشارت ۽ خوشخبري ايمان آڻڻ وارن ۽ عمل صالح ڪرڻ وارن لاءِ ڏني وئي آهي ته جنات تجرى من تحتهاالانهار ڪين اهي باغ ملندا جن ۾ نهرون وهندڙ هونديون، انهن خوشخبرين جو تعلق اڪيلي آخرت واري جهان سان ناهي بلڪ قرآن جي هدايتن تي يقين پروسي ۽ عمل صالح يعني زندگي جي هر شعبي ۾ رفارم ٿيڻ سان ماڻهو دنيا جي زندگي ڪي به بهشت بنائي سگهي ٿو بلڪل اهڙو جهڙو جنات تجري من تحتها الانهار- اهو ڪم يورپ جي ڪافي علائقن وارين قومن پنهنجي دنيا ڪي بهشت بنائي ڇڏيو آهي- اسان ڪي اتي رهندڙ عيني شاهدن ڪان معلوم ٿيو آهي ته اتاهون جون يونيورسٽيون وٽن علم پرائيندڙ ريسرچ ڪرڻ وارن ڪي هي ٽاپڪ ۽ موضوع ڏئي پي ايچ ڊي ڪرائيندا آهن ته اصلاح معاشره ۽ رياست لاءِ قرآن جون هدايتون، اقيموا الصلوة جي حڪم ۾ اسٽيٽ سروسز جو روح ۽ جوهر ڇا آهن ان تي مقالا لکي ڏيو، پوءِ هو اهي قرآني هدايتون پنهنجي ملڪن ۾ قرآني حوالن ڇاڻائڻ ڪان سواءِ نافذ ڪن ٿا جنهن سان هو ربنا اٰتنا فى الدنيا حسنة جي منزل ماڻي چڪا آهن توڙي ڪٽي انهن جون اهي ڪوششون قرآن جي معاشي موضوع واريون ناهن مسلم امت وارا قرآن ڪي دنيا جي رهنمائي لاءِ قانون جو ڪتاب نٽا سمجهن ۽ نٽا مڃين- مسلم ماڻهو قرآن ڪي مئل ابن ڏاڏن ڪي ختم قرآن بخشرائي پنهنجي ختمي خور

ملن ڪي نذرانہ ڏيو بهشت ۾ وجڻ جي آسرن ۾ وينا آهن- جنهن سبب تہ اهي دنيا ۾ بہ غلام آهن پر آخرت ۾ بہ رڳي پهچي ڏسن پاڻيهي خبرون پوندن.

هن آيت ڪريمہ منجهان هي مسئلو بہ ثابت ٿيو تہ جنت جي ساٿي بنايل حور عورتن لاءِ رب پاڪ مطهرة اسم مفعول جي صيغي سان انهن جي جيڪا وصف بيان فرمائي آهي- انهيءَ مان هي ثابت ٿئي ٿو تہ جنت ۾ ملندڙ حورن جوڙي وال عورتن سان اتي جماع نہ ٿي سگهندو، ڇو تہ جماع جو عمل طهارت جي خلاف آهي، انڪري جو قرآن پاڪ ۾ آهي تہ وَإِن كُنتُمْ جُنُبًا فَاطَّهَّرُواْ وَإِن كُنتُم مَّرْضَى أَوْ عَلَى سَفَرٍ أَوْ جَاء أَحَدٌ مَّنكُم مِّنَ الْغَائِطِ أَوْ لاَمَسْتُمُ النِّسَاء فَلَمْ تَجِدُواْ مَاء فَتَيَمَّمُواْ صَعِيدًا طَيِّبًا (5-6) يعني جنبي حالت ۾ اچڻ ڪان پوءِ پاڪائي ڪرڻي آهي، اها حقيقت ثابت ڪري ٿي تہ جنبي جماع واري ڪيفيت ڪي نجاست يا غلاظت لازم اهي، انڪري ئي حڪم ڪيو ويو تہ پاڪائي ڪيو- سو جيڪي حور عورتون هر وقت مطهرة پاڪ صاف هونديون انهن ڪي جماع سان گندو ۽ پليت نہ ڪري سگهبو ۽ جماع منجهان مقصد نسل وڌائڻ هوندو آهي سو اهو آخرت جي جهان ۾ نہ ٿيندو ان ڪري جماع بہ نہ ٿيندو.

إِنَّ اللَّهَ لاَ يَسْتَحْيِي أَن يَضْرِبَ مَثَلاً مَّا بَعُوضَةً فَمَا فَوْقَهَا فَأَمَّا الَّذِينَ آمَنُواْ فَيَعْلَمُونَ أَنَّهُ الْحَقُّ مِن رَّبِّهِمْ وَأَمَّا الَّذِينَ كَفَرُواْ فَيَقُولُونَ مَاذَا أَرَادَ اللَّهُ بِهَذَا مَثَلاً يُضِلُّ بِهِ كَثِيراً وَيَهْدِي بِهِ كَثِيراً وَمَا يُضِلُّ بِهِ إِلاَّ الْفَاسِقِينَ(26)

**ترجمو:**

بيشڪ الله نٿو عار (محسوس) ڪري مڇر جهڙي (معمولي) شيءِ جي مثال بيان ڪرڻ ۾ يا ان ڪان بہ وڌيڪ (هلڪي ڦلڪي معمولي) شيءِ بابت- پوءِ جيڪي ماڻهو ايمان وارا آهن اهي ڄاڻن ٿا تہ اهو انداز سندن رب جي طرفان حق سچ وارو آهي پر جن (ايمان آڻڻ ڪان) انڪار ڪيو اهي چون ٿا (۽ چوندا رهندا) تہ ههڙن (خسيس شين جي) مثال ڏيڻ مان الله جو ڪهڙو مقصد آهي؟ (الله جو اهو افهام تفهيم وارو انداز) گمراهہ قرار ڏئي ٿو گهڻن ڪي ۽ هدايت وارو قرار ڏئي ٿو گهڻن ڪي" ۽ نٿو گمراهہ قرار ڏئي الله جو (قانون ۽ اهو انداز) ڪنهن ڪي بہ سواءِ فاسق ماڻهن جي (ترجمو ختم).

## جدا جدا لفظن جي معني

### لايستحيي:

هي صيغو واحد مذڪر مضارع فعل نهي معلوم جو آهي، هن جو مادو حيّ آهي، حيّ بمعني زندگي، حياتي ۽ جياپو آهي، عربي ٻولي ناهڻ وارن جياپي ۽ زندگيءَ لاءِ لفظ حيّ جو انڪري تجويز ڪيو آهي جو هن لفظ جي اصل معني آهي ڇهڻ سبب ويڙهجي

سڪڙجي ۽ سُسي وڃڻ، انهيءَ ڪري نانگ کي عربي ٻولي ۾ حيّة سڏيو وڃي ٿو جو نانگ ٻه ويڙهجي سيڙهجي رهندو آهي، پوءِ جيئري ۽ زنده رهڻ جو نالو ٻه حيات انڪري تجويز ڪيو ويو جو جڏهن ٻه ڪنهن جيئري ستل ماڻهوءَ کي هٿ لائبو ۽ ڇهبو ته شروع ۾ ته هو بچاءَ جي احساس سبب سڪڙبو ان سڪڙجڻ جي ڪري زندگيءَ جو نالو حيات تجويز ڪيو ويو حياء ۽ شرم ٿيڻ ۾ به ماڻهوءَ جي مٿان جيڪو اثر ٿئي ٿو اهو به سڪڙجي وڃڻ ويڙهجي وڃڻ وانگر ٿيندو آهي انڪري عربي ٻوليءَ جي جوڙيندڙ ماهرن لڄ شرم جو نالو به حياء رکيو، لفظ حيات جو ضد موت آهي مئل ماڻهوءَ کي هٿ لائبو ته ان تي سڪڙجڻ جو عمل ظاهر نه ٿيندو.

**بعوضة:**

لفظ بعوضة جو اصل بعض آهي جنهن جي معني آهي ڪل جو جز ۽ ڪجهه حصو، بعض لفظ مان بعوضة ناهڻ کي اسم تصغير وانگر سمجهڻ گهرجي جنهن جي معني ٿيندي ننڍڙو جز ۽ ننڍڙو حصو، عربي ٻوليءَ ۾ مڇر کي بعوضة چيو وڃي ٿو انڪري جو هي جسامت ۾ نهايت معمولي ذرڙو آهي- بعض آهي، ڪجهه آهي.

**يُضِلُّ:**

سورت بقره جي آيت نمبر 16 ۾ آيو آهي ته اولائك الذين اشتروا الضلالة بالهدى هن جاءِ تي لفظ ضلالت هدايت جي مقابلي ۾ استعمال ٿيو آهي ته قرآن حڪيم فن تقابل ذريعي جڻ معني سمجهائي- گمراهي ۽ رستو وڃايل. ٻئي هنڌ آهي وَوَجَدَكَ ضَالًّا فَهَدَى(7-93) هن جاءِ تي نبيءَ کي خطاب آهي معني ٿيندي ته توکي راه حق جي تلاش ۾ حيران پريشان ۽ سرگردان ڏٺوسون پوءِ هدايت ڏني- ٻئي هنڌ آيو آهي ته الَّذِينَ ضَلَّ سَعْيُهُمْ فِي الْحَيَاةِ الدُّنْيَا وَهُمْ يَحْسَبُونَ أَنَّهُمْ يُحْسِنُونَ صُنْعًا(104-18) يعني اهي ماڻهو جن جي ڪئي ڪمائي دنيا ۾ ئي ڇٽ ٿي وئي.

**فاسقين:**

هي صيغو جمع جو آهي، فسق ۽ فاسق جي معني آهي قرآن جي سمجهايل قانون جي دائري کان ٻاهر نڪرڻ، اها معني هنن حوالن منجهان ثابت ٿي وڃي ٿي ملاحظ فرمائيندا، الْمُنَافِقُونَ وَالْمُنَافِقَاتُ بَعْضُهُم مِّن بَعْضٍ يَأْمُرُونَ بِالْمُنكَرِ وَيَنْهَوْنَ عَنِ الْمَعْرُوفِ وَيَقْبِضُونَ أَيْدِيَهُمْ نَسُواْ اللّهَ فَنَسِيَهُمْ إِنَّ الْمُنَافِقِينَ هُمُ الْفَاسِقُونَ(67-9) يعني انهن منافقن الله جي قانون کي وساريو پوءِ الله جي قانون به انهن کي وساري ڇڏيو بيشڪ منافق فاسق آهن ٻئي هنڌ هن آيت ۾ فاسقن کي منافق ڪوٺيو ويو آهي ته وَلاَ تُصَلِّ عَلَى أَحَدٍ مِّنْهُم مَّاتَ أَبَدًا وَلاَ تَقُمْ عَلَىَ قَبْرِهِ إِنَّهُمْ كَفَرُواْ بِاللّهِ وَرَسُولِهِ وَمَاتُواْ وَهُمْ فَاسِقُونَ(84-9) يعني انهن منافقن الله ۽ رسول سان ڪفر ڪيو ايتري تائين جو فسق جي حال ۾ انهن کي موت آيو- هن آيت ڪريمه ۾ فاسقن کي ڪافر ڪوٺيو ويو آهي، ٻئي هنڌ فرمايو ويو آهي ته وَالَّذِينَ يَرْمُونَ الْمُحْصَنَاتِ ثُمَّ لَمْ يَأْتُوا بِأَرْبَعَةِ شُهَدَاء فَاجْلِدُوهُمْ ثَمَانِينَ جَلْدَةً وَلَا تَقْبَلُوا لَهُمْ شَهَادَةً أَبَدًا وَأُوْلَئِكَ هُمُ الْفَاسِقُونَ(4-24) يعني

جيڪي ماڻهو پاڪ دامن عورتن مٿان بهتان هڻن ته انهن کي ٻي سزا سان گڏ انهن جي عدالتن ۾ شاهدي قبول ڪرڻ تي بندش وجهي ڪين هميشه لاءِ بليڪ لسٽ ڪري ڇڏيو اهي فاسق آهن- هن آيت ڪريمه ۾ فاسقن کي ڪوڙو بهتان تراش قرار ڏنو ويو آهي.

## هن آيت ڪريمه مان ثابت ٿيندڙ مسئلا

معاشري جي غريب مسڪين ڪمزور ماڻهن جي مثالي ڪارنامن ۽ ڪردارن کي خلق خدا اڳيان بيان ڪرڻ ۽ واکاڻڻ تمام سني ڳالهه آهي، انهيءَ مسڪينن جي قدر دانيءَ کان نه ڪيٻائجي، هن آيت ڪريمه مان ٻي هيءَ ڳالهه به ثابت ٿي ته معاشري جي ڪمزور ماڻهن جي ڪردارن بيان ڪرڻ تي سچو انقلابي مؤمن ته خوش ٿيندو ۽ تائيد ڪندو پر ڪافر فاسق انقلاب دشمن منافق ماڻهو، غريب ڪمزور ماڻهوءَ جي ڪنهن تعريف جوڳي ڪارنامي جي واکاڻ ڪرڻ تي ارهو ٿيندو.

الَّذِينَ يَنقُضُونَ عَهْدَ اللهِ مِن بَعْدِ مِيْثَاقِهِ وَيَقْطَعُوْنَ مَا أَمَرَاللهُ بِهِ أَن يُوصَلَ وَيُفْسِدُوْنَ فِي الْأَرْضِ أُولَٰئِكَ هُمُ الْخَاسِرُوْنَ(27)

**ترجمو:**

جيڪي ماڻهو الله سان ڪيل وعدو ٽوڙن ٿا پڪاڻان پڪ ڏيڻ جي ۽ ڪاٽين ٿا انهن شين کي جن جي ڳنڍڻ جو الله عزوجل حڪم ڏنو آهي، ۽ فساد مچائين ٿا زمين ۾ اهي ئي (پنهنجي ڪرتوتن سبب) خساري ۾ ويندا (ترجمو ختم).

## جدا جدا لفظن جي معني

**ينقضون:**

نقض جي معني ٽوڙڻ آهي، هتي هي لفظ وعده شڪنيءَ جي معني ۾ آندو ويو آهي، قرآن حڪيم پنهنجي لفظن جي فن تصريف آيات سان جيڪا معني پاڻ بيان ڪندو آهي سندس اهو ڏس هن لفظ جي سمجهائڻ لاءِ جيئن وَأَوْفُواْ بِعَهْدِ اللّهِ إِذَا عَاهَدتُّمْ وَلاَ تَنقُضُواْ الأَيْمَانَ بَعْدَ تَوْكِيدِهَا وَقَدْ جَعَلْتُمُ اللّهَ عَلَيْكُمْ كَفِيلاً إِنَّ اللّهَ يَعْلَمُ مَا تَفْعَلُونَ(16-91) يعني قسم نه ٽوڙيو انهن کي مضبوط ڪرڻ کانپوءِ پڪي ڪرڻ کان پوءِ ٻئي هنڌ فرمايو ويو آهي ته الَّذِينَ يُوفُونَ بِعَهْدِ اللّهِ وَلاَ يِنقُضُونَ الْمِيثَاقَ(20-13) يعني جيڪي ماڻهو الله سان وعده وفائي ڪن ٿا ۽ ميثاق کي نٿا ٽوڙين- غور ڪيو وڃي ته عبارتن ۾ تقابل جي انداز ثابت ڪري ڏنو ته قرآن حڪيم پنهنجي لفظن جون معنائون پاڻ ڪيئن پيو سمجهائي!!-

**عهد:**

هي لفظ وعدي- معاهدي ۽ ايگريمنٽ جي معني مطلب هيٺ ذڪر ڪيو ويو آهي هي لفظ اندازاً 48 ڀيرا قرآن پاڪ ۾ استعمال ڪيو ويو آهي، هر ڀيري سان قرآن پنهنجي لفظن

جي معني ڪي ڪوليندو آهي آئون هت صرف هڪ مثال عرض ڪيان ٿو يَا بَنِي إِسْرَائِيلَ اذْكُرُوا نِعْمَتِيَ الَّتِي أَنْعَمْتُ عَلَيْكُمْ وَأَوْفُوا بِعَهْدِي أُوفِ بِعَهْدِكُمْ وَإِيَّايَ فَارْهَبُونِ(2-40) يعني توهان مون سان ڪيل وعدو وفا ڪيو تہ آئون اوهان سان ڪيل وعدو وفا ڪيان.

**ويقطعون ما امرالله به ان يوصل:**

هن جملي ۾ الله عزوجل لفظ قطع ۽ وصل ڪي تقابل واري انداز ۾ ذڪر ڪري پنهي لفظن جي معني ڪي فلسفي اضداد سان ڪولي سمجهائي ڇڏيو تہ هر شئي پنهنجي مخالف شئي سان سجاتي ويندي آهي- سو جڏهن قطع جي معني ڪاٽڻ مجيل آهي تہ پوءِ لفظ وصل جي معني ڳنڍڻ ۽ ملائڻ از خود ثابت ٿي وڃي ٿي.

**الخاسرون:**

ماپ تور ۾ ڪوٽ ڪرڻ جي معني أَوْفُوا الْكَيْلَ وَلَا تَكُونُوا مِنَ الْمُخْسِرِينَ(26-181) وَأَقِيمُوا الْوَزْنَ بِالْقِسْطِ وَلَا تُخْسِرُوا الْمِيزَانَ(9-55) هي بہ آيتون ماليات جي ڏيتي ليتي ۾ ڪوٽ ۽ خساري بابت ٿيون، زندگي ڪي غير قرآني راهن تي هلائڻ سبب سڄي حياتي رائگان ڪرڻ ايترو جو مورڳو موٽڙي بہ چٽ انهي ڪي قرآن حڪيم خسرالدنيا والآخرة سان تعبير فرمايو آهي (11-22) (63-39).

## هن آيت ڪريمہ مان ثابت ٿيندڙ رهنمائي وارو فقہ القرآن

هن آيت ڪريمہ زندگيءَ جو سودو وڃائي ويهندڙ ماڻهن جي نشاندهي ڪئي آهي- تہ هڪڙا اهي ماڻهو جن الله سان ڪيل وعدي جي ڀڃڪڙي ڪئي، اهو وعدو ۽ معاهدو هي هئو تہ توهان پنهنجي جان ۽ مال مون الله جي حوالي ڪيو- بدلي ۾ توهان جي دنيا ۽ آخرت ڪي آئون الله جنت بڻائي ڇڏيندس (9-111) ان راه جو منشور (مون نوح کان وٺي آخري نبي خاتم الرسل عليهما السلام تائين ڪي جيڪا تعليم ڏني اها هڪڙي ئي هئي (4-163) هاڻي منهنجي ان تعليم ۾ جيڪڏهن اوهان ٻين اثارتين جون علمي ملاوٽون ڪندا تہ توهان جا ٻئي جهان چٽ ٿيندا انڪري منهنجي ڏنل تعليم ڪي ڇڏي فرقانہ ناهيو، (3-103) جيڪڏهن انهن ڳالهين ڪي اوهان اهميت نہ ڏني تہ سمجهي ڇڏيو تہ اوهان خساري ۾ آهيو.

كَيْفَ تَكْفُرُونَ بِاللَّهِ وَكُنْتُمْ أَمْوَاتاً فَأَحْيَاكُمْ ثُمَّ يُمِيتُكُمْ ثُمَّ يُحْيِيكُمْ ثُمَّ إِلَيْهِ تُرْجَعُونَ (28) هُوَ الَّذِي خَلَقَ لَكُم مَّا فِي الأَرْضِ جَمِيعاً ثُمَّ اسْتَوَى إِلَى السَّمَاءِ فَسَوَّاهُنَّ سَبْعَ سَمَاوَاتٍ وَهُوَ بِكُلِّ شَيْءٍ عَلِيمٌ (29)

**ترجمو:**

ڪيئن انڪار ڪيو ٿا اوهان، الله جو- توهان ته (هن حياتيءَ کان اڳي) مئل هوا، پوءِ ان الله اوهان کي حياتي ڏني، پوءِ ماريندو توهان کي وري ان کان پوءِ حياتي ڏيندو اوهان پوءِ ان (الله جي طرف) موٽايا ويندو توهان- اهو (الله) اها ذات آهي جنهن پيدا ڪيون اوهان لاءِ سڀ شيون جيڪي ڪجهه زمين ۾ آهن پوءِ هو متوجه ٿيو آسمان جي طرف، جن کي برابر ڪيائين ست آسمان ڪري اهو الله هر شيءِ کي ڄاڻڻ وارو آهي.

## جدا لفظن جي معني

**ثُمَّ:**

هي لفظ حرف ٿا جي پيش سان ڪڏهن ماقبل ۽ مابعد وارين شين ۾ ترتيب بيان ڪرڻ جي معني ڏيندو آهي جيئن سورت المؤمنون ۾ جناب نوح عليه السلام جي قصي ۾ آيو آهي ته ثُمَّ أَنشَأْنَا مِن بَعْدِهِمْ قَرْنًا آخَرِينَ(23-31) يعني انهن پڇاڙان پوءِ پيدا ڪيو اسان ٻين نسلن کي، هتي لفظ ثم ترتيب جي معني ۾ استعمال ڪيو ويو آهي ۽ ڪٿي وري اهو ساڳيو لفظ صرف گڏ ڪرڻ جي معني ۾ استعمال ڪجي ٿو حرف "واو" وانگر ان جاءِ تي ترتيب مقصود نه هوندي آهي جيئن هن آيت (2-29) ۾ اڳ ۾ زمين جي شين جي پيدا ڪرڻ جي ڳالهه ڪئي وئي آهي ان کان پوءِ آسمانن کي ستن عددن ۾ پيدا ڪرڻ جي ڳالهه ڪئي وئي سو هتي لفظ ثم "واو" وانگر صرف گڏ بيان ڪرڻ واري معني ڏئي ٿو ترتيب مقصد ناهي- اهو انڪري جو سورت النازعات ۾ آيت 27 کان 29 تائين آسمان ناهڻ جي ڳالهه ڪرڻ کان پوءِ پڌري نموني ٻڌايو ويو آهي وَالْأَرْضَ بَعْدَ ذَٰلِكَ دَحَاهَا(79-30) يعني آسمان ناهڻ کان پوءِ زمين کي وڇايو-

**استوي:**

لفظ استوي جو اصل سه حرفي مادو سَوِيُ آهي سويُ معني شيءِ جو پنهنجي ديگهه ويڪر ۾ هر طرح سان برابر ۽ معتدل هجڻ آهي قرآن حڪيم لفظ استوي جي هڪڙي معني پڪي جوانيءَ ۽ طاقت کي پهچڻ واري ڪئي آهي جيئن وَلَمَّا بَلَغَ أَشُدَّهُ وَاسْتَوَىٰ آتَيْنَاهُ حُكْمًا وَعِلْمًا وَكَذَٰلِكَ نَجْزِي الْمُحْسِنِينَ(28-14) يعني جنهن وقت موسىٰ عليه السلام پنهنجي مضبوط جوانيءَ کي پهتو استواءِ کي پهتو ته اسان ان کي نبوت حاڪميت ۽ علم ڏنو- استوي لفظ جي ٻي معني قرآن حڪيم پنهنجي پيرن تي بيهڻ به سمجهائي آهي جيئن كَزَرْعٍ أَخْرَجَ شَطْأَهُ فَآزَرَهُ فَاسْتَغْلَظَ فَاسْتَوَىٰ عَلَىٰ سُوقِهِ(48-29) (يعني جناب خاتم الرسل جي ساٿين جو مثال جيڪو توريت ۽ انجيل ۾ ٻڌايو ويو آهي ته هو) مثل اهڙي پوک جي آهن جنهن پنهنجي تيلي ڪڍي پوءِ اها ڊڄو ٻڻي جيڪا پڪي ۽ سخت ٿي جنهن مضبوط تيلين تي سڌي ٿي.

هن آيت ۾ مون جيڪا معني متوجہ ٿيو ڪئي آهي ان ۾ اها ترتيب واري تقاضا موجود آهي جيڪا آيت (29-48) منجهان ثابت ٿئي ٿي يعني جيئن پوک جي ٻج مان ڦهريائين ڪچڙي گونچ جو نڪرڻ، پوءِ ان جو نرم تيلو بنجڻ پوءِ ان نرم تيلي ۾ سختي اچڻ جنهن سان پڪو ڏيو بنجي جنهن سان هو پنهنجي سنگ جو وزن برداشت ڪري سگهي تہ هاڻي هن پراسيس لاءِ غور ڪيو وڃي تہ خلقڻهار ۽ سرجڻهار جڏهن جڏهن ٻج کان گونچ کان نرم تيلي کان پڪي ڏيڍي تائين پوک جا داڻا اپائي ٿو تہ هڪ مرحلي کان ٻئي مرحلي طرف ٻج کي آڻڻ پهچائڻ اهو عمل متوجہ ٿيڻ ۽ توجہ ڪرڻ جي معني ۾ ئي اچي ٿو.

**السماء:**

لفظ سماء ۽ ارض ڪيترين ئي جاين تي قرآن حڪيم ۾ گڏ استعمال ٿيو آهي، ان استعمال جي تقابلي انداز مان ثابت ٿيو آهي تہ هر هيٺين شيء ارض آهي ۽ انجي هر مٿين شيء سماءِ آهي جنهن کي سنڌيءَ ۾ اسان آسمان ڪوٺيون ٿا، قرآن پاڪ آسمان جي ماهيت بيان ڪندي ٻڌايو آهي تہ اهو هڪ قسم جو دونهون آهي (11-41) هر مٿين شيءَ کي آسمان ڪوٺڻ مطابق خود ڪڪرن ۽ بارش کي بہ قرآن ۾ آسمان ڪوٺيو ويو آهي جيئن يُرۡسِلِ السَّمَاء عَلَيۡكُم مِّدۡرَارًا (11-71) يعني اهو الله اوهان مٿان زور سان وسندڙ ڪڪر موڪلي ٿو، سورت المؤمنون ۾ آسمانن کي رستو ۽ واٽ بہ سڏيو ويو آهي جيئن وَلَقَدۡ خَلَقۡنَا فَوۡقَكُمۡ سَبۡعَ طَرَآئِقَ وَمَا كُنَّا عَنِ الۡخَلۡقِ غَافِلِينَ(17-23) پر اهو رستو ستارن جي گذر گاهن واري معني ۾ چيو ويو آهي، جن ستن سيارن يعني سير ڪندڙ ڪرن لاءِ قرآن پاڪ ۾ فرمايو ويو آهي تہ لَا الشَّمۡسُ يَنۢبَغِي لَهَا أَن تُدۡرِكَ الۡقَمَرَ وَلَا اللَّيۡلُ سَابِقُ النَّهَارِ وَكُلٌّ فِي فَلَكٍ يَسۡبَحُونَ(40-36) اهي سڀ فلك الافلاك ۾ هلن ڦرن ٿا، آسمانن لاءِ قرآن حڪيم تہ فرمايو آهي وَجَعَلۡنَا السَّمَاء سَقۡفًا مَّحۡفُوظًا وَهُمۡ عَنۡ آيَاتِهَا مُعۡرِضُونَ(32-21) يعني آسمان کي هڪ محفوظ ڇت بنايو آهي، قرآن آسمان کي محفوظ ڇت هن ڪري قرار ڏنو جو نظام شمسي ۾ ڪوڙ سارا ننڍا وڏا پٿر يا وڏيون ڇپون مٿان هيٺ ڪرنديون آهن، انهن کي رستي ۾ ئي آسماني ڇڪيون پينهين ڳاري ڇڏينديون آهن، الله جي پاران جيڪڏهن اهو بچاءُ وارو نظام نہ هجي تہ زمين تي رهندڙ مخلوق جو جيئڻ جنجال ٿي وڃي.

## ٻن آيتن (28-29) منجهان ثابت ٿيندڙ حقيقتون

پهرين نمبر تي الله جي فطري قانونن ۽ حقيقتن کي رد ڪرڻ ۽ انهن جي انڪار ڪرڻ جي انسان ۾ علمي ۽ فڪري سگهہ ڪانهي ڪا- انهيءَ جو دليل هي آهي تہ انسان دنيا ۾ پيدا ٿيڻ کان اڳ ۾ ڪابہ شيء ڪونہ هو پوءِ سو چيو وڃي تہ سندس پيدا ٿيڻ کان ڪروڙين اربين ڪربين سال اڳي جي حيقتن تي ڳالهائڻ جو ان ۾ ڪهڙو دم ٿي سگهي ٿو- ٻي ڳالهہ هيءَ آهي تہ انسان دنيا ۾ پيدا ٿيڻ کان پوءِ ٿوري ئي عرصي بعد وري مرندو ۽ ان کان پوءِ

وري جياريو ويندو يعني ﺑﻪ پيرا موت ۾ رهڻ ۽ ﺑﻪ پيرا جياپو حاصل ڪرڻ ۽ ٻئي جياپي سان الله ڏي موٽي ويندڙ وٺ کهڙو علم ۽ فڪر هوندو، ان وٺ کهڙو فڪر ۽ فلسفو هوندو جنهن سان اوهان الله جي حڪم اعبدوا ربکم، ۽ فلاتجعلوا لله اندادا. جي فلاسافي يعني پنهنجي پالڻ واري جي ڏسيل علم، وحي وارن قانونن تي هلو ۽ ڪنهن کي ﺑﻪ ڌرتي ۽ آسمان کان ملندڙ رزق جو ذاتي ملڪيت رکندڙ مالڪ نہ بنايو- دنيا ۾ ذاتي ملڪيت نہ رکڻ واي قانون جي اوهان پيڪڙي ڪري پنهنجي معاشرن جي طبقاتي ڏولاون کي تہ چگي طرح ڏنو جو قرلٽ ۽ ڪرپشن انسانن جي وڏي آباديءَ جو جيئڻ ئي مشڪل ڪري ڇڏيو آهي پر اهي سڀ خبرون اوهان کي تڏهن پونديون جنهن وقت إِلَيْهِ تُرْجَعُوْنَ اوهان ٻي حياتي ملڻ مهل الله ڏي موٽايا ويندو. هُوَ الَّذِی خَلَقَ لَکُم مَّا فِی الأَرْضِ جَمِیعاً واري فرمان ۾ رب پاڪ سمجهايو تہ ڌرتيءَ ۾ جو ﺑﻪ ڪجهہ پيدا ڪيو آهي اهو سڀ اوهان انسانن جي فائدن حاصل ڪرڻ لاءِ ضروري آهي پر ذاتي ملڪيت ۽ ذخير اندوزيءَ لاءِ ناهي- اهو هن ڪري جو ڌرتيءَ ۽ آسمان جي وچ وارين سڀن شين جو مالڪ صرف الله آهي (3-109) (5-18) الله جي اهڙن اعلانن کان پوءِ ﺑﻪ جيڪڏهن ڪو ﺑﻪ شخص پاڻ کي ڪنهن شئي جو مالڪ سڏائيندو تہ پوءِ اهو قرآن جي حڪم فَلاَ تَجْعَلُواْ لِلّهِ أَندَاداً وَأَنتُمْ تَعْلَمُونَ(2-22) يعني الله سان ڪنهن کي ﺑﻪ شريڪ نہ بنايو، جو انڪاري ٿي پوندو- ستن آسمانن کي سائنسدانن ستن گهمندڙ سيارن سان تعبير ڪيو آهي جن بابت قرآن حڪيم ٻڌايو تہ وَلَقَدْ خَلَقْنَا فَوْقَكُمْ سَبْعَ طَرَائِقَ وَمَا كُنَّا عَنِ الْخَلْقِ غَافِلِينَ(17-23) يعني اسان توهان جي مٿان ست رستا ناهيا آهن، هن آيت ڪريمہ ۾ ستن آسمانن کي ست رستا ٻڌايو ويو- هاڻي اڳتي ڏسون تہ انسان کي الله عزوجل ڪائنات کي مسخر ۽ تابع ڪرڻ جون جيڪي ترغيبون ڏنيون آهن انسان ان راهہ ۾ پنهنجيون ذميداريون ڪيئن ٿو نڀائي اسلام جي شروع واري دور ۾ تہ مسلم امت اهڙا سائنسدان پيدا ڪيا جن علم الافلاڪ تي ڏاڍا ڪارائتا ڪتاب لکيا جن جو اتو پتو علمي دنيا منجهان ملي ٿو، پر جڏهن کان مسلم امت وارن قرآن تي تحقيق ۽ ريسرچ ختم ڪري ان کي صرف ملن کي مفت جي ماني ڪارائڻ لاءِ مئلن کي ثواب پهچائڻ جو ڪتاب قرار ڏيئي جڙتو روايات منجهان اسلام کي سکڻ جو رواج شروع ڪيو پوءِ اهو سائنسي ارتقاء جو عمل اسپين وارن مسلم عالمن جي عيسائي شاگردن اڳتي وڌايو، جو اڄ اهي ڪافر قرآن حڪيم جي حڪم تسخير ڪائنات تي تيزيءَ سان عمل ڪري رهيا آهن، ٽي ويون، موويون، فيڪس، انٽرنيٽ مطلب تہ جن ماٿهن هوائن، خلائن تي قابض ٿيڻ ۽ چنڊ تي پهچڻ کان پوءِ مريخ جي طرف سفر ڪرڻ جا پنڌ شروع ڪيا آهن. انهن قرآن حڪيم جي آيت (55-33) تي پورو پورو عمل ڪري ڏيکاريو آهي.

وَإِذْ قَالَ رَبُّكَ لِلْمَلاَئِكَةِ إِنِّي جَاعِلٌ فِي الأَرْضِ خَلِيفَةً قَالُواْ أَتَجْعَلُ فِيهَا مَن يُفْسِدُ فِيهَا

وَيَسْفِكُ الدِّمَاءَ وَنَحْنُ نُسَبِّحُ بِحَمْدِكَ وَنُقَدِّسُ لَكَ قَالَ إِنِّي أَعْلَمُ مَا لَا تَعْلَمُونَ(30)

**ترجمو:**

۽ جڏهن تنهنجي پالڻ واري ملائڪن کي چيو ته آءٌ زمين ۾ هڪ پوءِ ايندڙ (خليفو) بنائڻ وارو آهيان، (ملائڪن چيو ته بنائين پيو تون زمين ۾ ان کي جيڪو ان ۾ فساد ڪري ۽ رت وهائي جڏهن ته تنهنجي ساراهه جوڳي حاڪميت جي اطاعت ۽ بجا آوري اسان ڪريون پيا ۽ تنهنجي (ساراهيل حاڪميت) جي پروگرامن جي تقديس ڪيون ٿا- (جواب ۾ رب پاڪ فرمايو ته) آئون اهو ڪجهه ڄاڻان ٿو جيڪي اوهان نٿا ڄاڻو.

## جدا جدا لفظن جي معني

### قال:

قال جي معني زبان سان ڳالهائڻ آهي جيئن آيو آهي ته يَقُولُونَ بِأَلْسِنَتِهِم مَّا لَيْسَ فِي قُلُوبِهِمْ (48-11) يعني چون ٿا پنهنجي زبانن سان اهڙيون ڳالهيون جيڪي انهن جي دلين ۾ ناهن قرآن حڪيم ۾ دلين اندر صرف سوچڻ کي به قول چيو ويو آهي جيڪا ڳالهه اجا زبان سان نه به چئي وئي هجي، جيئن وَيَقُولُونَ فِي أَنفُسِهِمْ لَوْلَا يُعَذِّبُنَا اللهُ بِمَا نَقُولُ حَسْبُهُمْ جَهَنَّمُ يَصْلَوْنَهَا فَبِئْسَ الْمَصِيرُ(8-58) يعني چون ٿا پنهنجي دلين ۾ ته اسان کي الله عذاب چو نه ٿو ڏئي- لفظ قال جي مجازي معني به مراد ورتي ويندي آهي جيئن آيو آهي ته ثُمَّ اسْتَوَىٰ إِلَى السَّمَاءِ وَهِيَ دُخَانٌ فَقَالَ لَهَا وَلِلْأَرْضِ ائْتِيَا طَوْعًا أَوْ كَرْهًا قَالَتَا أَتَيْنَا طَائِعِينَ(11-41) يعني الله زمين آسمان کي چيو ته خوشي ناخوشي منهنجي حڪم تي هلو ته ٻنهي چيو اسان اطاعت لاءِ حاضر آهيون- لفظ قال جون اجا وڌيڪ ٻيون معنائون به آهن.

### ملائڪ:

هن لفظ جا چيد ۽ اشتقاق، علم صرف جي عالمن ملاڪ، ملڪ، الڪ، الوڪ، وغيره لکيا آهن پر وڏو سوال هي ڪيو ويندو آهي ته هن لفظ ملائڪة جي معني مطلب ڇا آهي، آئون ان سوال جي جواب ۾ عرض ڪيانٿو ته دلچسپي رکندڙ طلب علم وارن لاءِ هن لفظ يا اهڙن ٻين ڪيترن ئي لفظن جي معني مفهوم سمجهڻ لاءِ هڪ ئي طريقو آهي ته قرآن حڪيم پنهنجي اهم لغوي يا اصطلاحي لفظ سمجهائڻ لاءِ پاڻ ئي رهبر و رهنما ڪتاب آهي جو پنهنجي استعمال واري هنر ۾ ان لفظ جي سياق ۽ سباق ۾ يعني اڳ ۾ واري عبارت ۽ پوءِ واري عبارت ۾ اهڙن لفظن جي معني پاڻ ئي ٻڌائي ڇڏيندو آهي انڪري طالب علمن کي غير قرآني ادارن جي محتاج ٿيڻ جي نوبت ئي نه ايندي، هاڻي اهي قرآني استعمال جا ڪجهه مثال ملاحظ فرمائيندا اللهُ يَصْطَفِي مِنَ الْمَلَائِكَةِ رُسُلًا وَمِنَ النَّاسِ إِنَّ اللهَ سَمِيعٌ بَصِيرٌ(75-22) يعني الله عزوجل چوندي ٿو ملائڪن ۽ ماڻهن منجهان قاصد ۽ پيغام پهچائيندڙ- هن آيت

ڪريم ۾ ملائڪ جي هڪڙي معني ۽ ڊيوٽي پيغام پهچائيندڙ قرآن حڪيم پاڻ ٻڌائي ڏني
ٻئي هنڌ فرمايو ويو تہ وَقَالُوا مَالِ هَٰذَا الرَّسُولِ يَأْكُلُ الطَّعَامَ وَيَمْشِي فِي الْأَسْوَاقِ لَوْلَا أُنزِلَ إِلَيْهِ مَلَكٌ فَيَكُونَ مَعَهُ نَذِيرًا(7-25)
چو نہ نازل ڪيو ويو ساڻس ڪوئي ملائڪ (باڊي گارڊ) جيڪو هن سان گڏ ڊيڄارڻ وارو
اردلي ٿي هلي ها- هن آيت ۾ ملائڪ جي ڊيوٽي ۽ عمل مان ان جي ڪارج جو تعارف ٿئي
ٿو جيڪو محافظ ۽ مددگار چئي سگهجي ٿو. ٻئي هنڌ فرمايو ويو آهي تہ فَوَسْوَسَ لَهُمَا الشَّيْطَانُ
لِيُبْدِيَ لَهُمَا مَا وُورِيَ عَنْهُمَا مِن سَوْآتِهِمَا وَقَالَ مَا نَهَاكُمَا رَبُّكُمَا عَنْ هَٰذِهِ الشَّجَرَةِ إِلَّا أَن تَكُونَا مَلَكَيْنِ أَوْ تَكُونَا مِنَ الْخَالِدِينَ(20-7)
يعني چيو شيطان انسان جي ٻنهي نوعن مرد ۽ عورت کي تہ توهان جي رب توهان کي هن
شجره (مشاجرت) وارين ڳالهين ۽ عمل کان صرف هن ڪري روڪيو آهي تہ جيئن اوهان
ملڪ نہ بنجي وڃو يعني غير فاني ۽ دنيا ۾ هميشہ رهڻ وارا نہ بنجي وڃو، هن آيت ڪريمہ
۾ ملائڪن کي سمجهڻ لاءِ انهن جي هڪ نشاني هميشہ رهڻ واري بہ معلوم ٿي وئي- قرآن
حڪيم ۾ ملائڪن لاءِ آيو آهي تہ اسجدوا لآدم يعني اي ملائڪو توهان ماڻهن کي سجدو
ڪيو (يعني انهن جي ايجادن ۽ هنرن ۾ انهن کي ڪم اچو) انهيءَ منجهان ثابت ٿيو تہ
انسانن جي سائنسي صنعتي ايجادن ۾ ڪم ايندڙ هر قسم جو خام مال اهي سڀ ملائڪ
چيا ويندا. ٻي جاءِ تي آيو آهي تہ آئون الله توهان جي مدد ڪياٿو هڪ هزار ٻيلهہ سوار ٿيندڙ
ملائڪن سان (9-8) ڪٿي آيو آهي تہ ٽن هزار ملائڪن سان (124-3) ڪٿي آيو آهي پنج هزار
ملائڪن سان (125-3) وري ڪٿي رب پاڪ ملائڪن کي فرمائي ٿو تہ آئون الله توهان سان
گڏ آهيان اوهان وڃو ۽ مؤمن ڀانهن کي وڃي ميدان جنگ ۾ ثابت قدم رکو- (12-8) قرآن جا
ملائڪن بابت اهڙا سڀ لفظي ۽ معنوي استعمال ٻڌائن ٿا تہ ملائڪ الله جي اها مخلوق آهي
جن کي رب جي قضا ۽ قدرت جو ڪارڪن والنتيئر، ورڪر، ۽ رضا ڪار چئي سگهجي ٿو-
باقي عام خاص ماڻهن ۾ هي جيڪو، مشهور آهي تہ ملائڪن کي الله پاڪ پنهنجي نور
منجهان پيدا ڪيو آهي اها ڳالهہ غلط آهي چو تہ نور غير مادي لطيف شيءِ آهي ملائڪ
مادي جي پيدا وار آهن. هڪ هن ڪري تہ ملائڪن کي قرآن پاڪ ۾ غلاظ ۽ شداد سڏيو ويو
آهي (66-6) انهن لفظن جي معني سخت شيءِ ۽ سختي آهي ۽ اها وصف انهن ملائڪن جي
ڪئي وئي آهي جيڪي دوزخ ۾ داروغا ڪري رکيل هوندا، قرآن حڪيم ۾ ملائڪن کي
حڪم ڪيل آهي تہ اسجدوا لآدم يعني ماڻهن کي سجدو ڪيو سجدي جي معني آهي يفعلون
مايؤمرون يعني انهن کي جيڪو حڪم ڏنو وڃي ٿو اهي ان جي تعميل ڪن ٿا (50-16) ۽
سورت الشوریٰ ۾ ملائڪن بابت آيو آهي تہ تَكَادُ السَّمَاوَاتُ يَتَفَطَّرْنَ مِن فَوْقِهِنَّ وَالْمَلَائِكَةُ يُسَبِّحُونَ بِحَمْدِ رَبِّهِمْ
وَيَسْتَغْفِرُونَ لِمَن فِي الْأَرْضِ أَلَا إِنَّ اللَّهَ هُوَ الْغَفُورُ الرَّحِيمُ(5-42) يعني ملائڪ پنهنجي رب جي ساراهہ جوڳي
(حڪومت) جون ڊيوٽيون سرانجام ڏين ٿا، لفظ سبح جي معني ڪم ڪار ڪرڻ ۽ ان جون
مصروفيتون آهي جيئن فرمان آهي تہ إِنَّ لَكَ فِي ٱلنَّهَارِ سَبْحًا طَوِيلًا(7-73) يعني اي نبي توکي ڏينهن
جي وقت ۾ تمام گهڻا ڪم ڪاريون آهن، تہ هاڻي ملائڪن لاءِ اهي وصفون، غلاظ، شداد،

سجدو، تسبيح اهي ثابت ڪن ٿيون تہ ملائڪ مادي جي پئداوار آهن، ملائڪ ماڻهن وانگر هڪ مستقل علحده وجود رکن ٿا، ملائڪن جي مستقل جدا وجود جو ثبوت بہ اهائي آيت آهي جنهن ۾ ملائڪن کي آدم کي سجدي ڪرڻ جو حڪم آهي انسان ملائڪن کي سجدي ڪرڻ لاءِ ان وقت ئي حڪم ڏيندو جنهن وقت هو پنهنجي مستقل وجود سان موجود هوندو- حڪم احڪام خلائن بدران ملاء ۾ موجود مخلوق کي ڪيا ويندا آهن- زمين آسمان جي وچ وارو سمورو جوف ملاء آهي يعني پريل آهي خلا ناهي خالي ناهي سائنسي تحقيق مطابق پوري ڪائنات جا سڀ جوف پريل آهن هر هنڌ ايٿر آهي ڪا بہ شي خالي ناهي- جيئن اڄ ڪلهہ ٽي وي، ڪمپيوٽر، انٽرنيٽ سان لاڳاپيل سڀ تفصيل انهيءَ ماجرا جي شاهدي ڏين ٿا، انهن کي سائنسي اصطلاحن ۾ ريز ۽ ويز بہ سڏيو وڃي ٿو جن ماڻهن ملائڪ جي معني الوهياتي توانائي ۽ سگهہ قرار ڏني آهي سندن اها معني ڪرڻ صرف سمجهائڻ جي هڪ ڪوشش آهي نہ تہ ڇا حيوانات جمادات ۽ نباتات جا سڀ ائٽم الوهياتي توانائي ڪان خالي ڇئبا ڇا؟ سين ۾ پنهنجي پنهنجي حال سارو سگهہ ۽ قوت آهي، مختلف مخلوقات حيوانات، نباتات جمادات ۾ عقل ناهي ۽ ملائڪن ۾ عقل آهي. تنهن هوندي بہ هر شيءِ الله جي اڳيان انجي قانون ۽ حڪمن جي تابع آهي پوءِ ڪٿي جمادات ڇو نہ هجي.

## جاعل:

لفظ جعل ناهڻ ۽ ڪرڻ جي معني رکي ٿو. قرآني عبارتن ۾ اڳ پوءِ جي مختلف استعمالن سان ان جون تخليقي قسم جي باب جون ڪيئي جدا جدا معنائون بہ آهن.

## خليفہ:

لفظ خليفہ، خلفة خاء جي زير سان ان جي معني آهي پويان اچڻ ۽ نمبر جي لحاظ سان بعد ۾ اچڻ، جيئن فرمان آهي تہ وَهُوَ الَّذِى جَعَلَ اللَّيْلَ وَالنَّهَارَ خِلْفَةً لِّمَنْ أَرَادَ أَن يَذَّكَّرَ أَوْ أَرَادَ شُكُورًا(62-25) يعني الله اها ذات آهي جنهن رات ۽ ڏينهن کي هڪ ٻئي جي پويان اچڻ وارو بنايو ۽ ٻي بعد واري معني جو مثال جيئن أَوَعَجِبْتُمْ أَن جَاءكُمْ ذِكْرٌ مِّن رَّبِّكُمْ عَلَى رَجُلٍ مِّنكُمْ لِيُنذِرَكُمْ وَاذكُرُواْ إِذْ جَعَلَكُمْ خُلَفَاء مِن بَعْدِ قَوْمِ نُوحٍ وَزَادَكُمْ فِي الْخَلْقِ بَسْطَةً فَاذْكُرُواْ آلاء اللّهِ لَعَلَّكُمْ تُفْلِحُونَ(69-7) يعني ياد ڪيو جڏهن جو رب پاڪ بنايو اوهان کي خليفو قوم نوح ڪان پوءِ- ڪيترا ماڻهو آيت وَإِذْ قَالَ رَبُّكَ لِلْمَلاَئِكَةِ إِنِّي جَاعِلٌ فِي الأَرْضِ خَلِيفَةً قَالُواْ أَتَجْعَلُ فِيهَا مَن يُفْسِدُ فِيهَا وَيَسْفِكُ الدِّمَاء وَنَحْنُ نُسَبِّحُ بِحَمْدِكَ وَنُقَدِّسُ لَكَ قَالَ إِنِّي أَعْلَمُ مَا لاَ تَعْلَمُونَ(30-2) منجهان انسان کي الله جو خليفو ۽ نائب ڪونيندا آهن اها سوچ سراسر غلط آهي ان ڪري جو الله لاءِ ائين تصور ڪرڻ سان ان جو جيڪو مرتبو جهانن ڪان بي نياز هجڻ وارو آهي ان جو رد ٿي پوندو، اها ڳالهہ تہ ٽي نائب جي محتاج ٿيڻ واري، پر خلافت پنهنجي اصل ۾ پهريين جي غير حاضريءَ ۾ ٿيندي آهي. سو الله تہ حيّ قيوم آهي (255-2) ان لاءِ اهڙو غير حاضر هجڻ جو تصور ڪرڻ بہ غلط ٿيندو. انهن ڳالهين ڪان پوءِ بہ سوال تہ باقي رهي ٿو تہ پلا انسان

جيڪڏهن خليفو آهي ته اهو ڪنهن جو؟ ان جي جواب ۾ هيءَ حقيقت سمجهڻ گهرجي ته رب پاڪ جيڪو فرمايو ته وَإِذْ قَالَ رَبُّكَ لِلْمَلاَئِكَةِ إِنِّي جَاعِلٌ فِي الأَرْضِ خَلِيفَةً (2-30) يعني آئون زمين ۾ خليفو بنائڻ وارو آهيان- انهيءَ اعلان منجهان معلوم ٿئي ٿو ته زمين ۾ انسانن جي پيدا ٿيڻ کان اڳ ۾ ڪابي مڪلف مخلوق به گذري چڪي هئي انڪري ان جي مناسبت سان بعد ۾ پيدا ٿيڻ واري نوع مخلوق کي خليفو سڏيو ويو جيڪو ان کي ائين سڏڻ درست به آهي، ان پهرين مخلوق جو ذڪر به قرآن حڪيم ۾ آيو آهي ته وَالْجَآنَّ خَلَقْنَاهُ مِن قَبْلُ مِن نَّارِ السَّمُومِ(27-15) يعني اسان انسان کان اڳي جان کي زهريلي تيزباه منجهان پيدا ڪيو هئوسين- (ان جو تفصيلي بحث پنهنجي جاءِ تي ڪيو ويندو).

**يفسد:**

لفظ فساد جي معني آهي بگاڙ ۽ ڦيٽاج، اها معني ملي آهي قرآن حڪيم طرفان لفظ فساد کي لفظ اصلاح جي مقابلي ۾ آڻڻ سان، فرمان آهي ته وَلاَ تُفْسِدُواْ فِي الأَرْضِ بَعْدَ إِصْلاَحِهَا ذَلِكُمْ خَيْرٌ لَّكُمْ إِن كُنتُم مُّؤْمِنِينَ(7-85) يعني زمين ۾ الله جي پاران سڌارن وارن قانونن نافذ ڪرڻ کان پوءِ فساد ۽ بگاڙ نه پيدا ڪيو- ٻئي هنڌ قرآن حڪيم ۾ فرمايو ويو ته قَالَتْ إِنَّ الْمُلُوكَ إِذَا دَخَلُوا قَرْيَةً أَفْسَدُوهَا وَجَعَلُوا أَعِزَّةَ أَهْلِهَا أَذِلَّةً وَكَذَلِكَ يَفْعَلُونَ(27-34) يعني بادشاهه جڏهن ڪنهن ملڪ تي ڪاهه ڪندا آهن ته انهن جي ترقي وارن ڪمن ۽ ڊولپمنٽ کي ڊاهي ناس ڪري ڇڏيندا آهن- واپاري ڏيتي ليتيءَ ۾ ماپ طور مهل ڪوٽي واڌي ڪرڻ سان فساد مچائيندا، جنهن لاءِ حڪم آهي ته وَلَا تَبْخَسُوا النَّاسَ أَشْيَاءهُمْ وَلَا تَعْثَوْا فِي الْأَرْضِ مُفْسِدِينَ(26-183) وٽج واپار ۾ گهاٽي واڌيءَ سان جيڪا ڦرمار ٿيندي ان سان معاشرتي ۽ طبقاتي ڪلاس پيدا ٿيندا جيڪي سماج ۾ فساد ڪرا ڪندا.

**يسفڪ:**

قرآن حڪيم ۾ سفڪ لفظ ڪي وَإِذْ أَخَذْنَا مِيثَاقَكُمْ لاَ تَسْفِكُونَ دِمَاءكُمْ وَلاَ تُخْرِجُونَ أَنفُسَكُم مِّن دِيَارِكُمْ ثُمَّ أَقْرَرْتُمْ وَأَنتُمْ تَشْهَدُونَ(2-84) ۽ ٻي جاءِ تي وَإِذْ قَالَ رَبُّكَ لِلْمَلاَئِكَةِ إِنِّي جَاعِلٌ فِي الأَرْضِ خَلِيفَةً قَالُواْ أَتَجْعَلُ فِيهَا مَن يُفْسِدُ فِيهَا وَيَسْفِكُ الدِّمَاء وَنَحْنُ نُسَبِّحُ بِحَمْدِكَ وَنُقَدِّسُ لَكَ قَالَ إِنِّي أَعْلَمُ مَا لاَ تَعْلَمُونَ(2-30) لفظ يسفڪ کي لفظ دم يعني رت سان گڏ استعمال ڪرڻ سان جڻ ته سفڪ لفظ جي معني سمجهائي وئي آهي جيڪا آهي وهڻ، وهڪرو- جاري ٿيڻ، هارڻ وغيره مطلب ته نرم پنڙي وهڪرو ڪندڙ شيءِ- پر لفظ سفڪ خاص ڪري رت سان گڏ استعمال ڪيو ويندو آهي ان ڪري سفاڪ جو لفظ ناحق خونريزي رت وهائڻ جي معني ۾ اچي ٿو- دم جو لفظ رت جي معني ۾ ايندو آهي جو خود ان لفظ جو استعمال قرآن حڪيم ۾ اهڙي ته سياق سباق يعني اڳي پوءِ وارن لفظن سان ڪيو ويو آهي جو اها معني پاڻيهي پاڻ مقرر معلوم ٿي وڃي ٿي جيئن فرمان آهي ته إِلاَّ

أَن يَكُونَ مَيْتَةً أَوْ دَمًا مَّسْفُوحًا أَوْ لَحْمَ خِنزِيرٍ (6-145) يعني حرام بنايو ويو آهي اوهانتي مئل ڍور ۽ وهندڙ رت ۽ خنزير قسم جو ڳريل سڙيل غدودن وارو گوشت. تہ هتي لفظ دم جي صفت ۾ مسفوح لفظ يعني وهندڙ آڻي لفظ دم جي معني سمجهائي وئي تہ اها رت آهي.

**نسبح:**

هي لفظ جمع متڪلم جو صيغو آهي، سبح جي اصلي معني ترڻ آهي، ۽ ترڻ جسم جي سڀن عضون جي نهايت لڳاتار چرپر ۽ طاقت خرچ ڪرڻ سان ئي ٿي سگهندو، ترڻ جي عمل ۾ عضون جي سستي ۽ ڪمزوري ماڻهوءَ کي ٻوڙڻ جو سبب بہ بنجي سگهي ٿي، قرآن مخالف ماڻهن لفظ تسبيح جي اندر نهايت وڏي پئماني تي معنوي تحريف ڪئي آهي اها هيءَ تہ انهن ان جي معني هر مشڪل وقت ۾ مشڪل کي ٽارڻ لاءِ گهربل ڪوششون ڪرڻ بجاءِ داڻن واري تسبي مالها تي يا زبان سان سبحان الله سبحان الله جو زباني ورد ڪرڻ ڪئي آهي. جيڪا اها قرآن واري مقصد ۽ معني خلاف وڏي سازش جو هڪ حصو آهي.

**ونقدس لک:**

هن جملي جي معني تہ آهي، ۽ اسان تنهنجي لاءِ پاڪائي بيان ڪيون ٿا، ان جملي ۽ معني تي ذهن ۾ هڪ سوال ضرور ايري ٿو تہ اسان ماڻهن جي ڇا مجال آهي جو الله جي هستيءَ کي اسان جي تقديس ۽ پاڪائي ڪرڻ جي ضرورت پوي؟ يا ضرورتن کان تہ الله بي نياز ۽ بلند بالا آهي پر اسان کي تہ پاڻيهي الله جي پاڪائي بيان ڪرڻ گهرجي، اصل ڳالهہ هي آهي تہ هن جملي کان اڳيون جملو آهي، نحن نسبح بحمدک، جو ان جملي ۾ حمد جي معني مفهوم کي سمجهڻ سان ئي هن سوال جو جواب سمجهہ ۾ اچي ويندو، جو لفظ حمد قرآن حڪيم ۾ ڪل اٺهٺ ڀيرا استعمال ٿيو آهي جن مان هڪ ڀيرو تہ هن ڳالهہ سمجهائڻ لاءِ آهي تہ حمد واري تعريف صرف ان کي جڳائي جيڪو، ڪوئي ساراهہ جوڳو ڪارنامو ڪري ڏيکاري يعني بغير ڪنهن ڪارنامي جي ڪنهن کي ساراهڻ ان کي حمد نہ چئبو بلڪ اها ڪوڙي ثنا خواني ڪوٺي ويندي، باقي ستهٺ ڀيرا جيڪو لفظ حمد جو استعمال ٿيو آهي انهن مان پنج ڀيرا جناب خاتم الانبياء عليہ السلام جي حوالي سان ذڪر ٿيل آهي هڪ ڀيرو لفظ "احمد" سندس اصل اسم گرامي ٻڌائڻ جي حوالي سان ۽ چار ڀيرا سندن لقب محمد نالي ٻڌائڻ جي حوالي سان باقي ٻاهٺ ڀيرا ڪل جو ڪل سڀ لفظ حمد، الله عزوجل جي نسبت سان ذڪر ڪيو ويو آهي جن سڀن موقعن تي ان جي معني هيءَ بيهي ٿي تہ الله بادشاهہ جي حڪومت ۽ ڪائنات مٿان حاڪميت ايتري تہ بهترين ۽ بي مثال آهي جو ان جي جيتري بہ واکاڻ ۽ ساراهہ بيان ڪجي حمد بيان ڪجي اهو گهٽ آهي- يعني حمد نامي تعريف صرف الله کي ئي سونهي ٿي ۽ الله کان پوءِ جيڪڏهن ڪوئي حمد واري تعريف جو حقدار آهي تہ اهو جناب خاتم الانبياء عليہ السلام ئي ٿي سگهي ٿو، هاڻ هن مقام تي جڏهن

ماڻهو الله کي نسبح بحمدڪ چوي ٿو تہ جڻ الله سان هي وچن ڪري ٿو تہ اي الله اسان تنهنجي حڪومت ۽ حاڪميت جي ڊيوٽين وارا عمل اهڙين تہ سرگرمين سان سرانجام ڏيون تا جو نقدس لك يعني اسان جي خدمتن سان تنهنجي بادشاهي جي هرڪوئي واکاڻ ڪري ۽ تنهنجي حاڪميت سان رعيت کي جيڪو نظام ملي اهو مڪمل مقدس ۽ وڪ وڪ تي پاڪيزگين وارو معاشرو هجڻ گهرجي، رهيو سوال تہ حمد واري تعريف تہ ٺيڪ ٿيو جو باهث پيرا اهو لفظ الله جي وصف طور استعمال ٿيو آهي انڪري ان جي معني تي الله جي بادشاهي تعريف لائق، پر لفظ قدس ۽ تقديس جي اها ساڳي معني ڪيئن ٿي؟ ان جو جواب آهي تہ الله پنهنجي وصف ۽ بادشاهي جي صفت طور لفظ قدوس کي بہ پيرا الملڪ القدوس طور ذڪر فرمايو آهي، هڪ (23-59) ۽ ٻيو (1-62) ۾، ۽ چار پيرا روح القدس علم وحي جي معنىٰ سان استعمال فرمايو آهي.

## هن آيت ڪريمہ مان ثابت ٿيندڙ مسئلا

هن آيت ڪريمہ ۾ رب پاڪ جيڪو ملائڪن کي ڏسي رهيو آهي تہ آءٌ زمين تي وري هڪ نئين مخلوق (انسان بشر) کي پيو آڻيان- اهو الله طرفان ملائڪن سان صلاح مشورو ناهي بلڪ اهو ملائڪن کي سندن نئين ذميدارين جي خبر ڏيڻ آهي ۽ اهو اطلاع هن خاطر آهي تہ اوهان ملائڪن کي انهن انسانن جي حڪمن جي بجا آوري ڪرڻي آهي جڏهن هو دنيا ۾ منهنجي علم وحي واري نظام کي قائم ڪن ۽ تخليق ۽ ايجادن وارن سائنسي عملن ذريعي منهنجي هدايت مطابق (20-31) تسخير ڪائنات لاءِ جيڪي بہ هو ترقياتي ڪم ڪري تہ توهان کي ان جي پوئواري، ۽ اطاعت ڪرڻي آهي اهو ئي مطلب آهي انسانن کي سجدي ڪرڻ واري هن حڪم جو تہ فَإِذَا سَوَّيْتُهُ وَنَفَخْتُ فِيهِ مِن رُّوحِي فَقَعُواْ لَهُ سَاجِدِينَ(15-29) جو هن آيت ۾ ٻي ڳالهہ هي آهي تہ ملائڪ جيڪو الله پاڪ کي انسانن لاءِ چون ٿا تہ اهي انسان اڳتي هلي فساد مچائيندا ۽ خونريزيون ڪندا، اهو ملائڪن ان بنياد تي چيو هو جو جڏهن انهن ڏٺو تہ الله پاڪ اسان کي حڪم ٿو فرمائي تہ توهان کي هنن جي اطاعت ڪرڻي آهي هي انسان اوهان کان ڪيترائي ڪم وٺڻ وارو آهي تہ ملائڪ سمجهي ويا تہ هي نئين مخلوق اسان وانگر حڪمن جي پابند ۽ بي وس بي اختيار ناهي بلڪ هن کي تہ تمام گهڻا اختيار ڏنا پيا وڃن سو هي ماڻهو ذاتيات ۾ اچي لازمي طور مغرور ٿيندا- قانوني حدن کي اورانگهيندا ۽ نوبت خونريزين تي پهچندي، اڳي واري جان نالي مخلوق وانگر پوءِ وقت اهو ثابت بہ ڪيو تہ ملائڪن جي ڳالهہ سچي نڪتي ۽ ملائڪن جي ان اعتراض اٿارڻ مهل الله بہ ڄاڻي پيو تہ ملائڪ سچ ٿا ڳالهائين ان هوندي بہ رب پاڪ جواب ۾ ملائڪن کي فرمايو تہ إِنِّي أَعْلَمُ مَا لاَ تَعْلَمُونَ يعني انسانن جي فسادن مچائڻ ۽ خونريزين جون ڳالهيون تہ توهان سمجهي ورتيون پر هي ماڻهو وڏيڪ ڇا ڇا ڪندا، اهو سڀ ڪجهہ اوهان کو نہ ٿا ڄاڻو آئون الله ٿو ڄاڻان سو چپ ڪري هاڻي نئين پروگرام لاءِ تيار رهو- ملائڪن طرفان الله کي

جواب ۾ جيڪي لفظ استعمال ٿيا آهن ته مَن يُفْسِدُ فِيهَا وَيَسْفِكُ الدِّمَاء ، انسان فساد مچائيندو دنيا ۾ ۽ رت وهائيندو- اهي لفظ ته برابر صيغي واحد مذڪر جا آهن پر هي ته سيڪو جاٽي ٿو ته اهو جواب ثابت ڪري ٿو ته ملائڪ آدم کي بائيبل جي پادرين ۽ انهن جي علمي پوئواري ڪرڻ وارن روايت پرست مسلم مولوين وانگر واحد ڪو نه پيا سمجهن، هو آدم کي اسم النوع قرار ڏيندي پهريين ڏينهن کان پهريين آدميءَ کان وٺي قيامت ۽ دنيا جي فنا ٿيڻ مهل تائين آخري پيدا ٿيندڙ آدمي کي به مسجود ملائڪ آدم ۽ ماڻهو تسليم ڪن پيا- ملائڪن کي الله جي جواب إِنِّي أَعْلَمُ مَا لاَ تَعْلَمُونَ منجهان مراد آهي سائنس جي سمجهه سان تسخير ڪائنات- جنهن جا هلڪا ڪرشما هاڻ تقريباً اٺويهين ويهين صدي کان شروع ٿيا آهن، پوءِ سوال ٿو ٿئي ته پلا تسخير ڪائنات جي رفتار ۾ ايتري دير ڇو جو وچي وچي ارڙهين ويهين صدي جي ويجهو هوائي جهاز ريڊيا ۽ وائرليس ٽي ويون ۽ انٽرنيٽ ايجاد ٿيا، ان سوال جو جواب هي آهي ته علم وحي جيڪو نوح عليه السلام کان جناب خاتم الانبياءَ تائين ملندو آيو آهي، ان ۾ هر نبيءَ جي وفات کان پوءِ شيطان قسم جي مذهبي پيشوائيت علم وحي ۾ رجعت پرستيءَ واريون ملاوٽون پئي ڪيون پوءِ الله پاڪ وري بئي نبيءَ کي آٽي پنهنجي اڳئين علم کي پئي اجاريو (52-22) ڳالهه ايتري تائين پهتي جو رب پاڪ کي اهڙو انتظام ڪرڻو پيو جو پنهنجي علم جي حفاظت پنهنجي ذمي ڪنيائين پوءِ انهيءَ انتظام کان پوءِ آخري نبي معرفت آخري ڪتاب قرآن موڪليائين. ان ڪتاب جي ڪمال جهڙي جوڙ جڪ اهڙي ڪيائين جو ان ۾ ڪير جيڪڏهن ڪا ڪوٽي واڌي ڪري پيو ته اها پڪڙجي پوي پئي، نيٺ ساڳين شيطان قسم جي مذهبي پيشوائن قرآن ۾ لفظن جي هيرڦير بدران معنائون مٽائڻ جا چڪر هلايا ۽ انهيءَ معنوي هير ڦير جي نسبت علم روايات گهڙي خود نبي سائين طرف منسوب ڪيائون پر الله پاڪ جيڪو پاڻ سمجهايو ته قرآن سمجهڻ لاءِ گهربل تعبيرون سڀ مون پاڻ تصريف آيات سان ڪيون آهن، بئي ڪنهن تي به اعتبار نه ڪجو، سو مسلم امت جي اندر وڏي عرصي تائين قرآن جي سڪيا قرآن کان وٺڻ تي بندش رهندي پئي اچي اڳتي ڏسون ته مسلم امت وارا قرآن کي ڪڏهن ٽا علم روايات ۽ امامي فقهن کان آزاد ڪري خود قرآن جي ڏس مطابق پڙهن ۽ سمجهن (65-6) مسلم امت وارن کي هڪ سو ٽيهه هجري کان پوءِ علم روايات ناهڻ وارن جنگ ذريعي قرآن منجهان حياتيءَ جا مسئلا سمجهڻ جي بدران خلاف قرآن امامي علمن جو رواج وري بيهر جاري ڪرائي ڇڏيو جنهن ۾ انسانن کي غلام بنائڻ بين جي پورهيي جي ڦرلٽ کي جائز سمجهڻ عورتن کي مردن جي تابع بنائڻ جهڙا ظالمانه انسان دشمن قانون وري جاري ٿي ويا، مسلمانن اسپين ۾ يورپي قوم جي اولاد کي هڪ هزار سال تائين تعليم ڏني ان تعليم جي اثر هيٺ يورپي دانشور پيدا ٿيا جن پنهنجي مذهبي پيشوائيت وارن پادرين سان پندرهين صدي کان وڙهڻ شروع ڪيو سترهين صدي جي پڇاڙيءَ تائين پنهنجي ملا ازم کان ڪاميابي حاصل

ڪيائون، هاڻي تسخير ڪائنات جي خدائي پروگرام جا دنيا ۾ اهي استاد آهن ۽ انهن جي موجوده سموري سائنسي ترقي قرآني علم جي مرهون منت آهي جو انهن آيت (45-13) جي فلسفي کي سمجهيو ۽ ان جي مقابلي ۾ مسلمان امت وارن کي علم عمليات سان انهن آيتن منجهان محبوب کي تابع ڪرڻ جا تعويذ سيکاريائون.

وَعَلَّمَ آدَمَ الأَسْمَاء كُلَّهَا ثُمَّ عَرَضَهُمْ عَلَى الْمَلاَئِكَةِ فَقَالَ أَنبِئُونِي بِأَسْمَاء هَؤُلاء إِن كُنتُمْ صَادِقِينَ(31) قَالُواْ سُبْحَانَكَ لاَ عِلْمَ لَنَا إِلاَّ مَا عَلَّمْتَنَا إِنَّكَ أَنتَ الْعَلِيمُ الْحَكِيمُ(32) قَالَ يَا آدَمُ أَنبِئْهُم بِأَسْمَآئِهِمْ فَلَمَّا أَنبَأَهُمْ بِأَسْمَآئِهِمْ قَالَ أَلَمْ أَقُل لَّكُمْ إِنِّي أَعْلَمُ غَيْبَ السَّمَاوَاتِ وَالأَرْضِ وَأَعْلَمُ مَا تُبْدُونَ وَمَا كُنتُمْ تَكْتُمُونَ(33)

**ترجمو:**

رب پاڪ انسانن کي سين شين جي خاصيتن ۽ ڪارج جا نالا سيکاريا پوءِ انهن (شين) کي ملائڪن جي سامهون آندو ۽ انهن کان پڇيو ته مون کي انهن جي خاصيتن ۽ نالن جي خبر (ڄاڻ) ٻڌايو جيڪڏهن اوهان (انسانن خلاف شڪايت ڪرڻ ۾) سچا آهيو. ملائڪن چيو ته پاڪ آهي تنهنجي ذات اسان کي علم ناهي سواءِ ايتري جي جيترو تو اسان کي سکاريو، تون ئي ڄاڻڻ وارو ۽ حڪيم آهين. چيو رب تعاليٰ، اي آدم انهن شين جا نالا تون انهن کي ٻڌاءِ پوءِ جڏهن خبر ڏني انهن ملائڪن کي (دنيا جهان جي شين جي) ته چيو (رب پاڪ) چا نه تو ڄاڻان مان آسمانن ۽ زمينن جا ڳجهه ۽ سين کان وڌيڪ ڄاڻان ٿو جيڪي ڪجهه توهان ظاهر ڪيو ٿا ۽ لڪايو ٿا- (ترجمو ختم)

## جدا جدا لفظن جي معنيٰ

### آدم:

آدَمَ- يَأْدِمُ، ادام معني ڪنهن شيءِ جو ٻي شيءِ سان خلط ملط ٿيڻ، ڳڏجي وڃڻ، ملي جلي وڃڻ، رل مل ٿيڻ، عربي ٻوليءَ ۾ ادام هر ان ڀاڄيءَ کي بلڪ ڀاڄيءَ جي شوربي کي چئبو آهي جنهن ۾ مانيءَ جو گرهه پچائي، ٻوڙي کائبو آهي، سنڌي ٻوليءَ ۾ انکي رهو ۽ ڳنڌڻ به ڪوئبو آهي، سو اهو ڳنڌڻ ۽ عربي وارو لفظ ادام اهو ڀاڄيءَ جي مختلف شين ۽ مصالحن جو مڪسچر شوربو ۽ رهو آهي، انسان کي اُدم ۽ آدمي ڪوئڻ انهن معنوي مناسبتن سان آهي جو انسان جهڙي طرح امشاج نبتليه (76-2) بن پاڻين جي خلط ملط ٿيڻ ۽ رل مل ٿيڻ (15-29) ۽ انسانن جي هڪ ٻئي سان قرابت ونڊر ۽ ورونهه واريون اهڙيون سڀ نسبتون ادام ۽ ادمة جي معني ۾ داخل آهن- آدم انسان جو نوعي نالو آهي، پر جيڪڏهن

ڪوئي شخص انفرادي طور ڪنهن شخص جو نالو آدم رکي ته اهو فرد جو نالو سڏبو باقي قرآن حڪيم ۾ هر هنڌ آدم مان مراد جملي انسان آهن. اجا به لفظ ادام ۽ ادمة جڏهن ڪن جدا جدا شين جي مرڪب ناهڻ جو نالو آهي يعني معجون ۽ ڦڪي ناهڻ يا مختلف ذاتن جي پرزن کي جوڙي ڪا مشنري ناهڻ واري کي حڪيم مستري ۽ سائنسدان سڏيو ويندو آهي ته آدم لفظ معنئ جي لحاظ سان حڪيم ۽ سائنسدان ٿيو.

**اسماء:**

هي جمع آهي لفظ اسم جو، اسم جي معني آهي ڪنهن شيء جي سڃاڻڻ واري نشاني ۽ علامت، جيڪا مسمي جي خاصيتن ۽ حقيقتن جي جاڻ ڏئي، جيئن قرآن حڪيم ۾ آهي ته مَا تَعْبُدُونَ مِن دُونِهِ إِلاَّ أَسْمَاء سَمَّيْتُمُوهَا أَنتُمْ وَآبَآؤُكُم مَّا أَنزَلَ اللّهُ بِهَا مِن سُلْطَانٍ (40-12) يعني توهان جن کي به الله کان سواءِ عبادت لائق سمجهي پوڄيو ٿا، انهن جا اهڙا تعارفي نشان اهڙا نالا اهي ته صرف اوهان جون گهڙاوتون آهن جيڪي توهان ۽ توهان جي بابن ڏاڏن ناهيا آهن، انهن جي سچائيءَ جو ڪو به دليل الله نازل نه ڪيو آهي.

**الحڪيم:**

لفظ حڪم جي معني آهي فيصلي ڪرڻ وارو امين ۽ جج (35-4) ۽ (114-6) حڪيم ۽ حڪمت جي معني آهي قانونن ۽ فيصلن ۾ عدل انصاف جو لحاظ رکڻ ۽ ڪمال دانشمندي سان اختلافي معاملن کي نمٽائڻ، جيئن ادْعُ إِلِى سَبِيلِ رَبِّكَ بِالْحِكْمَةِ وَالْمَوْعِظَةِ الْحَسَنَةِ وَجَادِلْهُم بِالَّتِي هِيَ أَحْسَنُ (16-125) يعني الله جي نظام ربوبيت واري قانون کي مڃائڻ لاءِ حڪمت ۽ سهڻي ناصحانه انداز سان سڏڻ- ٻيو مثال ان معني جو جيئن ذَلِكَ مِمَّا أَوْحَى إِلَيْكَ رَبُّكَ مِنَ الْحِكْمَةِ وَلاَ تَجْعَلْ مَعَ اللّهِ إِلَهًا آخَرَ فَتُلْقَى فِي جَهَنَّمَ مَلُومًا مَّدْحُورًا(39-17) يعني اي منهنجا رسول اهي سڀ قانون ۽ نصيحتون ان علم وحي منجهان آهن ان ڪتاب قرآن منجهان آهن جيڪو وحي ڪيو آهي تنهنجي طرف حڪمت وارن اصولن منجهان- ٽيون مثال ان معني لاءِ جيئن يس. وَالْقُرْآنِ الْحَكِيمِ. إِنَّكَ لَمِنَ الْمُرْسَلِينَ(1-2-3-36) يعني اي رسول! هي حڪمت وارو ڪتاب قرآن شاهد آهي ته تون (الله جي) رسولن منجهان آهين.

**واعلم ماتبدون وماڪنتم تڪتمون:**

هن جاءِ تي قرآن حڪيم لفظ تبدون ۽ تڪتمون کي آمهون سامهون آڻي فن تقابل سان ٻنهي جي معني جڻ ته پاڻ کولي سمجهائي آهي چو ته بدا جي معني ظاهر ڪرڻ ۽ ڪتم جي معني لڪائڻ ٻئي لفظ متضاد ۽ ٽڪريل هجڻ ڪري هڪ ٻئي جي معنائن جي پڌرائي ڪن ٿا، اهڙو استعمال ۽ انداز سورت النور 24 جي آيت نمبر 29 ۾ به ڪيو ويو آهي- قرآن حڪيم جو انداز تصريف آيت وارو ۽ لفظن کي تقابلي ترتيب ۾ آڻي پڙهندڙن کي غير قرآني ڊڪشنرين کان بي نياز بنائي ٿو، سو جيڪي ماڻهو الله جي ڪلام کي سمجهڻ لاءِ غير الله جو محتاج بنائين ٿا اهي پنهنجي انهيءَ سوچ ۽ نظريي مٿان غور ڪن!!! ۽ باز اچن.

### هنن ٻن آيتن منجهان ثابت ٿيندڙ مسئلا ۽ حقيقتون.

### وعلم ادم الاسماء كلها-

يعني الله عزوجل آدم کي، ماڻهن کي سڀن شين جا نالاسيکاريا، هتي اسماء ۽ نالن منجهان انهن انهن شين جون خاصيتون ۽ تاثير بہ مراد آهن، جيڪو اهو خواص الاشياء وارو علم حڪمت ۽ سائنس جو بنياد آهي، باقي ڪنهن بہ شي جي نلهي نالي کي ان جي خاصيتن کان سواءِ سمجهڻ ۽ ڄاڻڻ اها ڪا وڏي ڳالهہ ناهي، پوءِ سوال ٿو پيدا ٿئي تہ ڇا شروع زماني جا ماڻهو پيدا ٿيڻ سان ئي ايڏا وڏا حڪيم ۽ سائنسدان هئا ڇا جو ملائڪن کي انهن مناظري ۽ بحث مهل حيران ۽ لاجواب ڪري ڇڏيو ان جو جواب آهي تہ شروع وارن ماڻهن ملائڪن کي ان وقت جي موجودات جي خاصيتن جو تجرباتي پراسيس ۽ مرحلن گذارڻ سان ئي ڄاڻ ڏني پر الله پاڪ جي هن فرمان تہ ان آدم کي سڀن شين جي خاصيتن وارن نالن جو علم ڏنو! ان جي معني آهي تہ رب سائين انسان جي ذهنن ۾ دل ۽ دماغ ۾ اهڙي صلاحيت ۽ لياقت رکي، سگهہ ۽ استعداد رکي جنهن سان هو گهربل تجرباتي مرحلن کان پوءِ زمين آسمان جي شين جي فائدن ۽ نقصانن جي روشني هيٺ هو انهن جا نالا بہ خود پاڻ ئي تجويز ڪري وجي پيو- جملي علم آدم الاسماء كلها جي معني تہ آدم جي دل دماغ ۾ ڪائنات جي شين کي ڄاڻڻ ۽ سمجهڻ جي سگهہ ۽ ملڪو رکيائين، اها معني ائين آهي جيئن ٻي هنڌ فرمايو ويو تہ عَلَّمَ الْقُرْآنَ(2-55) يعني رب رحمان قرآن سيکاريو انسان کي پيدا ڪيو ان انسان کي بيان ڪرڻ بہ سيکاريو- هتي هاڻ هر انسان کي جيڪو بيان ڪرڻ سيکارڻ جي ڳالهہ ڪئي وئي آهي اها ان ۾ صرف ملڪي ڏيڻ ۽ سگهہ پيدا ڪرڻ ۽ استعداد ڏيڻ جي ڳالهہ ڪئي وئي آهي. اجا ٻئي هنڌ جيڪو فرمايو ويو آهي تہ الَّذِى عَلَّمَ بِالْقَلَمِ(4-96) يعني رب پاڪ انسان کي قلم جي ذريعي تعليم ڏني تہ ان جي معني بہ هيءَ آهي تہ سگهہ ۽ لياقت ڏنائين باقي اڳتي هر ماڻهوءَ جو پنهنجو ڪم آهي تہ هو ان سگهہ ۽ لياقت مان پاڻ ترقي ڪري علم بالقلم علم الانسان مالم يعلم رب پاڪ انسان کي علم سان اهي اهي شيون تہ سيکاريون آهن جيڪي هو اڳي نہ ڄاڻندو هئو ان جي معني تہ رب پاڪ صلاحيت ڏني تہ هو قلم جي ذريعي اڻ ڄاتل شين کي محنت ڪري پاڻ سڪي پاڻ پڙهي علم بالقلم جي معني اها ناهي تہ الله پاڻ وينو ٻارن کي ڦرهيءَ تي لکڻ سيکاري. ماڻهن کي غير قرآني علم ايجاد ڪرڻ وارن، پاڻ محنت ڪرڻ ۽ کوجنا ڪرڻ کان انهن جا ذهن ڦيرائي انهن کي ڇو منتر جو عادي بڻائي ڇڏيو آهي جڏهن تہ رب پاڪ قرآن ذريعي هيءَ حقيقت سمجهائي آهي تہ اوهان کي ملڪو ۽ لياقت آءٌ الله تو ڏيان وڌيڪ ان کي وڏائي ترقي ڪرائڻ اوهان جي ذميداري آهي، جيئن رب پاڪ فرمايو تہ اي رسول! ماڻهو توکان سوال ڪن ٿا تہ انهن لاءِ ڇاڇا حلال ڪيو ويو آهي، تون انهن کي ٻڌاءِ تہ هر وڻندڙ پاڪيزه شي اوهان لاءِ حلال آهي ۽ شڪار ڪيل جانورن منجهان يَسْأَلُونَكَ مَاذَا

أُحِلَّ لَهُمْ قُلْ أُحِلَّ لَكُمُ الطَّيِّبَاتُ وَمَا عَلَّمْتُم مِّنَ الْجَوَارِحِ مُكَلِّبِينَ تُعَلِّمُونَهُنَّ مِمَّا عَلَّمَكُمُ اللّهُ فَكُلُواْ مِمَّا أَمْسَكْنَ عَلَيْكُمْ وَاذْكُرُواْ اسْمَ اللّهِ عَلَيْهِ وَاتَّقُواْ اللّهَ إِنَّ اللّهَ سَرِيعُ الْحِسَابِ(5-4) يعني شڪار ڪرڻ لاءِ جن جانورن کي اوهان پنهنجي عقل سان ٽريننگ ۽ سکيا ڏني آهي ته هو پڪڙڻ وقت شڪار کي صرف زخم ته پهچائن اڦڻ مارين نه اوهان جي اها تعليم اها آهي جيڪا رب پاڪ اوهان کي سيکاري آهي- هاڻي غور ڪبو ته شڪار ڪندڙ شيون جيئن باز، ڪتا، اهي هڪڙا ته سيکاريل هوندا آهن جن کي شڪاري ڪتو ۽ شڪار جو باز سڏيو ويندو آهي، انهن کي مليل سکيا کان پوءِ هو شڪار ڪيل پکي يا هرڻ ڦاڙهي وغيره کي چڪ سان زخمي ڪري مالڪ اڳيان ڪٺي اچي پيش ڪندا آهن، ۽ جيڪي شڪاري جانور پلي ان ٽريند ۽ اڻ سکيل هوندا آهن اهي شڪار کي پڪڙڻ ساڻ ئي اتي ان کي کائڻ شروع ڪندا آهن، ته انهن شڪاري جانورن کي سکيا ڏيڻ لاءِ رب پاڪ فرمايو ته انهن کي جيڪا اوهان ڄاڻ ڏيو ٿا اها الله جي ڏنل تعليم منجهان آهي ته غور ڪبو ته اها تعليم ڪنهن به هنڌ قرآن ۾ ڪانه ٻڌائي وئي آهي سواءِ هن آيت (5-4) جي، سو ان حڪم جو مقصد هي ٿيندو ته اها تعليم مما امسکن عليکم جي روشنيءَ ۾ اوهان انسانن جي پنهنجي عقل ۽ دماغ جي سوچ مان جڙيل هوندي، اڄ ڪلهه ڪتا جيڪو چورن کي سجاڻي پڪڙڻ ۾ مدد ڪن ٿا نشي جي شين جي سمنگلنگ ۽ ٻين ڏوهارين جي پڪڙڻ ۾ مدد ڪن ٿا انهن جي ٽريننگ جا ڪامياب ۽ وڏا ادارا، اوپر ملڪن جي پيٽ ۾ يورپ وارن وٽ وڌيڪ آهن ته عيسائين يورپين پنهنجي اهڙن جانورن کي جيڪا تعليم ڏني آهي ۽ ڏئي رهيا آهن اها خالص قرآن حڪيم جي هن حڪم جي مطابق آهي ته اها تعليم اها آهي جيڪا يَسْأَلُونَكَ مَاذَا أُحِلَّ لَهُمْ قُلْ أُحِلَّ لَكُمُ الطَّيِّبَاتُ وَمَا عَلَّمْتُم مِّنَ الْجَوَارِحِ مُكَلِّبِينَ تُعَلِّمُونَهُنَّ مِمَّا عَلَّمَكُمُ اللّهُ فَكُلُواْ مِمَّا أَمْسَكْنَ عَلَيْكُمْ وَاذْكُرُواْ اسْمَ اللّهِ عَلَيْهِ وَاتَّقُواْ اللّهَ إِنَّ اللّهَ سَرِيعُ الْحِسَابِ(5-4) يعني ان تعليم جي ذهني صلاحيت ۽ استعداد الله اوهان کي عطا ڪري ڇڏي آهي، ائين ڪونهي ته ان تعليم جو تفصيل ۽ ذڪر قرآن ۾ ڪونهي ته اهو فارس وارن جي گهڙيل علم حديث نالي امامي روايتن ۾ اها تعليم ڏني وئي آهي جن حديثن جي ڪوڙي نسبت جناب رسول عليه السلام ڏي ڪندا آهن، پر جانورن جي مٿي ڄاڻايل تعليم اها آهي جنهن لاءِ رب پاڪ فرمايو ته اها اوهان جي ذهني صلاحيت ۽ لياقت ۾ رکيل آهي جيڪا مون الله اوهان کي ڏني آهي (5-4) وَعَلَّمَ آدَمَ الأَسْمَاء كُلَّهَا ثُمَّ عَرَضَهُمْ عَلَى الْمَلاَئِكَةِ فَقَالَ أَنبِئُونِي بِأَسْمَاء هَؤُلاء إِن كُنتُمْ صَادِقِينَ(2-31) ۾ ڪلها يعني زمين آسمان جي سڀن شين جي خاصيتن جي ڄاڻ جي انساني ذهنن ۾ صلاحيت رکيل آهي، هاڻي ڪئي هزارن سالن کان پوءِ به تسخير ڪائنات جي عمل ۾ آسمان ۽ زمين جي وچ ۾ ٽنگيل سيٽلائٽ ڪئميرائن سان زمين ۾ محفوظ محلن اندر بند ڪمرن ۾ رهندڙ ۽ رهايل شين جي نگراني ڪرڻ لاءِ گهربل پرزا مشينري جا نالا ۽ اڃا به دنيا جي فنا ٿيڻ تائين چنڊ تي پهچڻ ۽ هڪڙن ڪرن کان ٻين ڪرن تائين سفر ڪرڻ لاءِ ڪم ايندڙ سوارين جا نالا ايندڙ وقت جا سائنسدان

پيا ٻڌائيندا اهي سڀ علم آدم الاسماء ڪلها ۾ شامل آهن- جيڪي آدمين کي ڏنل آهن صلاحيتن ۾ بالقوه استعداد جي ذريعي.

الله جي پاران انسان بابت هن انڪشاف ڪان پوءِ عملي طور ان کي ثابت ڪري ڏيکارڻ لاءِ ملائڪن اڳيان اهڙي علمي دنگل جو معارضو مظاهرو ۽ مناظرو ٿئي ٿو، جنهن سوال جواب ۾ انسان ڪامياب ٿئي ٿو ۽ ملائڪ اڻ ڄاڻ ثابت ٿين ٿا، ان تي الله پاڪ ملائڪن کي فرمائي ٿو ته توهان آدم جي فسادن ڪرڻ ۽ خونريزين ڪرڻ جي شڪايت ته ضرور ڪئي ۽ منهنجي هن علم جي پتلي کي توهان ڏٺو ته ڪيئن نه دنيا جي سڀن شين جي نالن ۽ خاصيتن جي ڄاڻ سان هي تسخير ڪائنات جي عمل ۾ ڪامياب ٿي ويو آهي ۽ وَإِذَا النُّفُوسُ زُوِّجَتْ(7-81) هي دنيا جهان جي ملڪن وارن ماڻهن کي گلوبل وليج ڪان به وڌيڪ گلوبل پاڪيٽ وانگر جڻ ته هڪ کيسي ۾ گڏ ڪري ڇڏيندو، ۽ وَإِذَا الْعِشَارُ عُطِّلَتْ(4-81) انن ذريعي سامان جي باربرداريءَ کي ڪينسل ڪري معطل ڪري آٽوميٽڪ گاڏين ۽ جهازن ذريعي دريائي خشڪي ۽ هوائي رستن کي استعمال ڪندي دنيا کي پاڻ ۾ ملائي ڇڏيندو ۽ نه صرف ايترو بلڪ ان ڪان به وڌيڪ اڻ ڳڻيون منزلون ماڻيندو- پوءِ جيڪو انسان ڪائناتي شين کي پنهنجي علمي ڄاڻ سان تابع بنائي هزارن ميلن ۽ ڪلو ميٽرن جا فاصلا ڪن پلڪ ۾ تيز رفتار سوارين ذريعي ختم ڪري سگهي ۽ موبائيل فونن، انٽرنيٽ، اي ميل فيڪس ۽ ڊجيٽل ڪئميرائن سان هزارين ميل پري وارن شخصن ۽ انهن جي عملن کي جڻ ته سامهون وينو ڏسي ۽ ٻڌي پوءِ ملائڪن کي لازم ٿئي ٿو ته هو ايڏي علميت رکندڙ ذهين ماڻهن کي سجدو ڪن- ۽ الله سائينءَ جو اهو فرمائڻ ته قَالَ يَا آدَمُ أَنبِئْهُم بِأَسْمَآئِهِمْ فَلَمَّا أَنبَأَهُمْ بِأَسْمَآئِهِمْ قَالَ أَلَمْ أَقُل لَّكُمْ إِنِّي أَعْلَمُ غَيْبَ السَّمَاوَاتِ وَالأَرْضِ وَأَعْلَمُ مَا تُبْدُونَ وَمَا كُنتُمْ تَكْتُمُونَ(33-2) يعني آئون الله ڄاڻان ٿو جيڪي ڪجهه اوهان ملائڪن، انسانن جي فسادن ڪرڻ ۽ خونريزين ڪرڻ جي ڳالهه ڪئي آهي ان کي به- ۽ جيڪي اوهان ۾ ڪائناتي شين جي خاصيتن کي سمجهي نه سگهڻ جا سبب آهن اهي هي ته اوهان کي اڄ بڪ ڪانه لڳي، اوهان جو وڌڻ انسانن وانگر نسلن جي طريقي شادين ڪرڻ وغيره ذريعي ڪونه ٿو ٿئي جيڪي اهڙا سڀ سبب سوال ڪيل شين جي خاصيتن کي سمجهڻ ۾ مددگار ٿيندا آهن وغيره.

وَإِذْ قُلْنَا لِلْمَلاَئِكَةِ اسْجُدُواْ لآدَمَ فَسَجَدُواْ إِلاَّ إِبْلِيسَ أَبَى وَاسْتَكْبَرَ وَكَانَ مِنَ الْكَافِرِينَ(34)

**ترجمو:** ۽ جنهن وقت اسان چيو ملائڪن کي ته سجدو ڪيو آدم کي پوءِ انهن سجدو ڪيو، پر ابليس انڪار ڪيو ۽ وڏائي ڪيائين ۽ اهو ڪافرن منجهان ٿيو (ترجمو ختم)

## جدا جدا لفظن جي معني

### اسجدوا:

سجدي جي معني آهي اطاعت فرمانبرداري حڪم ڪي مڃڻ ۽ ان تي عمل ڪرڻ، هن معني جي ثبوت لاءِ پڙهي ڏسندا سورت النحل جون آيتون (49 ۽ 50) جنهن ۾ سمجهايو ويو آهي ته سجدي جي معني آهي يفعلون مايؤمرون، يعني حڪم ۽ امر جي تعميل ڪرڻ هن معني ڪي چئبو آهي فعلي سجدو- ٻي سجدي جي معني آهي قولي- ۽ هن قولي سجدي ۾ ڪنڌ جهڪائڻ جي معني ۽ هيٺ ڪرڻ جي معني به قرآن حڪيم ۾ سمجهائي وئي آهي جيئن قُلْ آمِنُواْ بِهِ أَوْ لاَ تُؤْمِنُواْ إِنَّ الَّذِينَ أُوتُواْ الْعِلْمَ مِن قَبْلِهِ إِذَا يُتْلَى عَلَيْهِمْ يَخِرُّونَ لِلأَذْقَانِ سُجَّدًا(107-17) يعني جن ڪي الله جي پاران علم ڏنو ويو آهي جڏهن انهن جي اڳيان ڪلام الله ڪي پڙهيو وڃي ٿو ته ان ڪي مڃڻ لاءِ ايترو ته ڪنڌ جهڪائن ٿا جو انهن جو ڪاڏيون هيٺ ڪريو پون- غور ڪيو وڃي ته رب پاڪ فعلي سجدي جي ڳالهه سان گڏ قولي اطاعت لاءِ آمادگيءَ رضامنديءَ جو اقرار ڪهڙي ته صورت ۾ سمجهايو جو ان ساڻ هن مروج نمازن واري سجدي جي نفي ٿي وئي جو هنن جي نمازن واري سجدي ۾ پيشاني هيٺ جهڪائي زمين تي رکي ويندي آهي. عربي ٻولي ۾ پيشاني ڪي جبين چئبو اهي ۽ ڪاڏيءَ ڪي ذقن چئبو آهي ته آيت (107-17) ۾ جبين جي لفظ استعمال ڪرڻ بغير قرآن پاڪ سجدي جي جهڪڻ جي مقدار ڪي سمجهائيندي رواجي سجدي جي نفي ڪري ڇڏي. قرآن حڪيم عملي سجدي ڪان سواءِ ٻيو سجدو جيڪو ڪاڏيون هيٺ ڪرڻ سان سمجهايو ان جي معنيٰ آهي احڪام قرآن مٿان عمل ڪرڻ تي ڪنڌ هيٺ ڪري غور ۽ فڪر ڪرڻ سوچ ويچار ڪرڻ. جاٽڻ گهرجي ته مروج نمازن جي سجدن ۾ غور ۽ فڪر جي ڪابه ڳالهه ڪانهي.

### ابليس:

لفظ ابليس جو سه حرفي مادو بلس آهي بلس يبلس جي معنيٰ آهي نااميد ٿيڻ ۽ مايوس ٿيڻ، جيئن فرمان آهي ته وَيَوْمَ تَقُومُ السَّاعَةُ يُبْلِسُ الْمُجْرِمُونَ(12-30) يعني قيامت قائم ٿيڻ واري وقت ڏوهاري ماڻهو مايوس ٿي ويندا- ٻئي هنڌ آهي ته حَتَّى إِذَا فَتَحْنَا عَلَيْهِم بَابًا ذَا عَذَابٍ شَدِيدٍ إِذَا هُمْ فِيهِ مُبْلِسُونَ(77-23) يعني جڏهن انهن ڏوهارين تي اسان عذابن وارو دروازو کوليندا سون ته اچانڪ مايوس ٿي ويندا- قرآن حڪيم جي هنن معنائن سان ابليس جو هڪڙو مفهوم رجعت پرستيءَ وارو هجڻ به ثابت ٿئي ٿو.

### ابيٰ:

ابيٰ- يابيٰ- تابيٰ- هن لفظ جي معني آهي انڪار ڪرڻ نه مڃڻ، نڪرائڻ، قرآن حڪيم ۾ فرمايو ويو آهي ته وَلَقَدْ صَرَّفْنَاهُ بَيْنَهُمْ لِيَذَّكَّرُوا فَأَبَى أَكْثَرُ النَّاسِ إِلَّا كُفُورًا(50-25) يعني بلاشڪ اسان انهن ماڻهن جي اڳيان قرآن حڪيم جي آيتن ڪي ڦيرائي ڦيرائي آندوسين ته (ان

تصريف آيات جي هنر ۽ عمل سان) هو سمجهن (۽ هڪ ٻئي سان فهم قرآن لاءِ مذاڪرات ڪن) پر ماڻهن جي گهٽائيءَ ان سهولت واري ڏس کي قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيو ۽ ڪافر ٿي رهڻ پسند ڪيائون.

**استڪبر:**

هن لفظ جو مادو ڪبر آهي هي باب استفعال صيغو فعل واحد مذڪر فعل ماضي معلوم آهي- ڪبير جو ضد آهي صغير، ڪبير معني وڏو ۽ صغير معني ننڍو- استڪبر جي معني آهي پاڻ کي وڏو سمجهڻ رب پاڪ فرمايو آهي ته إِنَّهُ لاَ يُحِبُّ الْمُسْتَكْبِرِينَ(23-16) يعني رب پاڪ وڏائي ڪندڙن کي پسند نٿو ڪري- لفظ ڪبر واري معني جي نسبت جڏهن الله پاڪ ڏي ڪئي ويندي ته اها ساراهه جي معني واري نسبت ٿيندي جيئن وَلَهُ الْكِبْرِيَاء فِي السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ وَهُوَ الْعَزِيزُ الْحَكِيمُ (37-45) يعني الله جي بادشاهيءَ کي وڏائي سونهي ٿي آسمانن ۽ زمين ۾ اهوئي غالب حڪمت وارو آهي، قرآن حڪيم جي حقيقتن ۽ مرتبي کان نفرت ڪندڙ لاءِ رب پاڪ فرمائي ٿو ته ثُمَّ أَدْبَرَ وَاسْتَكْبَرَ(23-74) يعني پنهنجي ڦيرايائين ۽ وڏائي ڪيائين.

### آيت نمبر 34 مان ثابت ٿيندڙ حقيقت

جيئن ته ابليس جي معني ۾ ئي مايوسي نامرادي ۽ نااميدي آهي جنهن کي رجعت پسند چيو ويندو ته ان معني جي اثر هيٺ اچي جيڪو به ماڻهو احڪام خدا وندي کان انڪاري ۽ وڏائي ڪندڙ ٿيندو ته اهو لازمي طور رجعت پرست ڪافر ۽ منڪر قرار ڏنو ويندو. ڪتاب قرآن نهايت ترقي يافته سوچ ۽ فڪر وارو ڪتاب آهي پر مسلم امت وارن اهڙي ڪتاب کي پنهنجي ڏئي پاڻ کي رجعت پرست بنائي ڇڏيو آهي. جنهن رجعت پرستي لاءِ قرآن حڪيم جو لفظ بلس ۽ ابليس استعمال ڪيو ويو آهي.

وَقُلْنَا يَا آدَمُ اسْكُنْ أَنتَ وَزَوْجُكَ الْجَنَّةَ وَكُلاَ مِنْهَا رَغَداً حَيْثُ شِئْتُمَا وَلاَ تَقْرَبَا هَـذِهِ الشَّجَرَةَ فَتَكُونَا مِنَ الْظَّالِمِينَ(35)

**ترجمو:**

۽ اسان چيو، اي آدم! تون ۽ تنهنجي جوڙيوال جنت ۾ رهو ۽ ان ۾ ڪائو جتان به گهرو ۽ هن شجره (وانگر اختلاف ۾ وجهندڙ ڳالهين جاگيرداري ۽ سرمايه داري کي) ويجها به نه وڃو، نه ته اوهان ظالمن منجهان ٿي ويندو.

## جدا جدا لفظن جي معني

### اسڪن:

هي واحد مذڪر امر حاضر جو صيغو آهي- سڪن، سڪون جي هڪڙي معني قرار ونڻ ۽ رهائش وارو گهر آئي آهي جيئن وَاللّهُ جَعَلَ لَكُم مِّن بُيُوتِكُمْ سَكَنًا (16-80) يعني الله اوهان لاءِ اوهان جي گهرن منجهان (انهن کي) اوهان لاءِ راحت ۽ سڪون واري جاءِ قرار ڏنو- لفظ سڪون منجهان نهيل لفظ مسڪين جي معني آهي تہ ڪنهن بہ شخص جا ڪمائي ۽ آمدنيءَ جا ذريعا ايترو تہ بيهي ويا هجن جو ڪائڻ پيڻ لاءِ بہ ان وٽ ڪا سهولت نہ هجي ۽ هو لاچار بنجي ويو هجي جيئن وَلَا يَحُضُّ عَلَى طَعَامِ الْمِسْكِينِ(34-69) يعني ان حڪمران جو جهنم ۾ داخل ڪيو وڃڻ جو هڪڙو سبب هي آهي تہ هو ملڪ جي مسڪين ماڻهوءَ کي ڪاڏي ڪارائڻ لاءِ بہ ڪو حيلو ڪونہ ڪندو هو- لفظ سڪون جي وڌيڪ معني ذهني ۽ جسماني قرار ڏيڻ لاءِ جيئن وَمِنْ آيَاتِهِ أَنْ خَلَقَ لَكُم مِّنْ أَنفُسِكُمْ أَزْوَاجًا لِّتَسْكُنُوا إِلَيْهَا وَجَعَلَ بَيْنَكُم مَّوَدَّةً وَرَحْمَةً إِنَّ فِي ذَلِكَ لَآيَاتٍ لِّقَوْمٍ يَتَفَكَّرُونَ(21-30) يعني الله جي نشانين منجهان هي بہ آهي جو پيدا ڪيائين اوهان لاءِ اوهان منجهان اوهانجون زالون هن لاءِ تہ انهن جي رفاقت منجهان سڪون حاصل ڪيو- لفظ سڪون ڪنهن جاءِ تي حرڪت ۽ چرپر جي مقابلي ۾ آندو ويو آهي جيئن إِن يَشَأْ يُسْكِنِ الرِّيحَ فَيَظْلَلْنَ رَوَاكِدَ عَلَى ظَهْرِهِ إِنَّ فِي ذَلِكَ لَآيَاتٍ لِّكُلِّ صَبَّارٍ شَكُورٍ(33-42) يعني الله جي آيتن ۽ نشانين منجهان ٻيڙا ۽ سامونڊي جهاز آهن جبلن وانگر (وڏا) الله جيڪڏهن گهري تہ هوا جي چرپر کي بند ڪري ڇڏي پوءِ اهي ٻيڙا پنهنجي پنيءَ پر بينا رهن هن جاءِ تي قرآن پاڪ سڪن، رڪد ۽ رواڪد جي لفظن کي آمهون سامهون آڻي ٻنهي جي معني حرف فا جي تفسيري قسم سان سمجهائي تہ سڪون جي معني جيئن تہ بيهي وڃڻ آهي اهڙي طرح رواڪد ۽ رڪد جي معني کي بہ بيهي وڃڻ قرار ڏنو وڃي- عربي ٻولي ناهڻ وارن چاقو ۽ ڇريءَ جو نالو سڪين رکيو آهي اهو بہ هن ڪري جو ان جي ذريعي ڪسجي وڃڻ واري جانور جي سدائين سدائين لاءِ چرپر بند ٿي وڃي ٿي جيئن فَلَمَّا سَمِعَتْ بِمَكْرِهِنَّ أَرْسَلَتْ إِلَيْهِنَّ وَأَعْتَدَتْ لَهُنَّ مُتَّكَأً وَآتَتْ كُلَّ وَاحِدَةٍ مِّنْهُنَّ سِكِّينًا (12-31) يعني عزيز مصر جي زال پنهنجي ساهيڙين مان هر هڪ کي چاقو ڏنو-

### ڪلا منها رغدا-

جنت ارضي يعني زمين منجهان کائڻ پيئڻ جا حق مرد عورت جا هڪ جيترا برابر جا آهن.

رغد جي معني روزي رزق جون هر هنڌ واريون بناروڪ ٽوڪ جي جملي اڻ ميون شيون، جيئن وَيَا آدَمُ اسْكُنْ أَنتَ وَزَوْجُكَ الْجَنَّةَ فَكُلَا مِنْ حَيْثُ شِئْتُمَا (19-7). يعني پوءِ ان منجهان جتان وڻيو کائو پيو (بي حساب).

### حيث شئتما:

حيث جي معني جنهن بہ جاءِ تي ۽ جنهن بہ وقت يعني حيث جي معني ۾ زمان ۽ مڪان ٻيئي گڏ بہ اچي سگهن ٿيون ۽ ٻنهي مان ڪا هڪ معني بہ مراد وني سگهجي ٿي-

شئتما جي معني توهان ٻنهي جي چاهت، هي لفظ شاء يشاء جي صيغن منجهان آهي، هن جاءِ تي حيث شئتما منجهان مراد حيث زماني ۽ مڪاني ٻيئي مراد آهن.

**ولاتقربا هٰذه الشجره:**

لاتقربا جو صيغو فعل نهي مخاطب معلوم تثنيہ وارو آهي يعني اوهان انسان جا ٻيئي نوع مرد ۽ عورت ويجها نہ وڃجو هن شجره جي طرف- هٰذه عربي ٻوليءَ منجهہ اشارن وارن لفظن منجهان اشاري جو هڪ لفظ آهي هن لاءِ علم نحو وارن مشاراليہ يعني جنهن جي طرف اشارو ڪيو وڃي ان لاءِ هي ضروري قرار ڏنو آهي تہ اهو اشارو محسوس مبصر شيء جي طرف هجي يعني حس ۾ معلوم ٿيندڙ ۽ نظر ايندڙ هجي ۽ هي بہ نحوين چيو آهي- تہ اهو مشاراليہ نظر ۾ اچڻ سان گڏوگڏ ويجهو بہ هجي، تہ شجره جي معني ان جي مشاراليہ واري شيءِ منجهان مراد ورتي ويندي سو هٰذه الشجره جو اشارو هن جاءِ تي ان ڳالهہ جي طرف آهي جيڪو هاڻ هاڻ (34-3) ۾ ابليسي عمل جو ذڪر گذريو آهي، ابىٰ واستڪبر وارو- يعني الله جي حڪمن مڃڻ کان انڪار ڪرڻ ۽ الله جي حڪمن جي تابعداري، وڏائي ۽ تڪبر سبب نہ ڪرڻ- قرآن حڪيم جي اڻ ڳڻين ترجمي ڪندڙن ۽ تفسير ڪندڙن لفظ شجره جون الائي ڇا ڇا تہ ڪيتريون ئي غلط سلط معنائون ڪيون آهن، سو اسان هتي هٰذه الشجره جي معني جيڪا، قرآني قانونن جو انڪار ۽ انهن تي وڏائيءَ سبب عمل نہ ڪرڻ ڪئي آهي، ان جي گرامر واري نحوي دليل کان واڌاري ٻيو ثبوت هي بہ آهي تہ شجره جو لفظ جيڪو عربي ٻوليءَ ۾ وڻ کي ڪوٺيو ويندو آهي ان جو اصل سبب هي بہ آهي تہ شجره جي معني آهي ٽڙيل شيون ۽ وڻ جون ٽاريون بہ ٽڙيل پکڙيل هونديون آهن عربي ٻولي ڄاڻ وارن بہ انهيءَ مناسبت سان وڻ جو نالو شجره تجويز ڪيو آهي سو انساني معاشري جي افرادن کي بہ جڻ تہ رب پاڪ هي حڪم ڏنو تہ لاتقربا هٰذه الشجره يعني اوهان اختلافن، فرقن ۽ انتشار کان پاسو ڪجو، انهن نظرين خيالن ۽ عملن کان پاسو ڪجو جيڪي اوهان کي فرقن ۾ ورهائن اجا وڏيڪ هيءَ ڳالهہ هٰذه اشاري جو مشاراليه لفظ ابىٰ آهي جنهن جي معنىٰ اطاعت کان انڪار آهي ۽ استڪبر معني الله جي حڪمن مڃڻ ۽ انهن تي عمل ڪرڻ کان وڏائي ڪرڻ ۽ تڪبر ڪرڻ آهي تڪبر ۽ وڏائي ڪرڻ جو ڪارڻ دولت جي ذخيره اندوزي بہ آهي ۽ انهيءَ سان مشاجرت ۽ جهڳڙا بہ وڌندا آهن. انهن ٻنهي ڳالهين جو لازمي نتيجو انتشار ۽ فرقي بازي ٿيندو چو تہ الله جا سڀ حڪم جيڪي قرآن حڪيم طرفان ڏنا ويا آهن اهي سڀ حق سچ تي مبني آهن ۽ انهن جي مقابلي ۾ خلاف قرآن فقهن ۽ روايتن وارا سڀ علم جدا جدا فرقن ۾ ورهايل آهن هذه الشجره اشاري جو مشار اليه آيت جو اڳيون جملو وكلا منها رغدا حيث شئتما آهي ان جملي جي معني ۾ ذاتي ملڪيت جو انصر موجود آهي جن ملڪيتن سبب مشاجرت ۽ جهڳڙا ٿيندا آهن انڪري رب پاڪ فرمايو تہ مون الله جي حڪمن جا انڪاري ڪافر آهن- (2-253) (2-34) (7-76).

**فتكونامن الظالمين**

پوءِ ٿي پوندو توهان ٻئي نوع مرد ۽ عورتون ظالمن منجهان ظالم ۽ ظلم جي معني-

ڪنهن جي مٿان خلاف قانون زيادتي ڪرڻ کي قرآن حڪيم ۾ ظلم ڪوٺيو ويو آهي، قرآن حڪيم ۾ طلاق ڏنل عورتن لاءِ چيو ويو آهي تہ انهن کي عدت واري اجل پوري ٿيڻ مهل يا تہ قانون جي حدن ۾ وري پاڻ وٽ موٽايو يا انهن کي قانون مطابق ڇڏي ڏيو پر جيڪڏهن ڪو انهن کي نقصان پهچائڻ ۽ اڳتي لاءِ مٿن وري وري زيادتيون ڪرڻ خاطر پاڻ وٽ رڪندو تہ وَإِذَا طَلَّقْتُمُ النَّسَاء فَبَلَغْنَ أَجَلَهُنَّ فَأَمْسِكُوهُنَّ بِمَعْرُوفٍ أَوْ سَرِّحُوهُنَّ بِمَعْرُوفٍ وَلاَ تُمْسِكُوهُنَّ ضِرَارًا لَّتَعْتَدُواْ وَمَن يَفْعَلْ ذَلِكَ فَقَدْ ظَلَمَ نَفْسَهُ (2-231) پوءِ ان ڄڻ تہ پنهنجو پاڻ تي بہ ظلم ڪيو، اهو هن ڪري تہ الله بہ اهڙي ماڻهوءَ جي اهڙي تہ بيخ رلائي ڇڏيندو جو جهڙي انهيءَ ان عورت سان ڪئي آهي- (1-65) ٻي معني ماپ طور ۾ گهٽ وڌائي ڪرڻ کي بہ ظلم جي معني ۾ سڏيو ويندو جيئن إِنَّ اللّهَ لاَ يَظْلِمُ مِثْقَالَ ذَرَّةٍ وَإِن تَكُ حَسَنَةً يُضَاعِفْهَا وَيُؤْتِ مِن لَّدُنْهُ أَجْرًا عَظِيمًا(4-40) يعني رب پاڪ ڪنهن سان بہ اهر جي داڻي جيتري بہ ظلم زيادتي نہ ڪندو آهي- لفظ ظلم جي معني تي تہ ڪنهن جي مٿان زيادتي نہ ڪيو ۽ نہ ئي وري پنهنجي مٿان ڪنهن ٻئي کي زيادتي ڪرڻ ڏيو ان معني جو ثبوت قرآن مان هي آهي جو رب پاڪ وياج خورن کي حڪم ڏنو تہ اڄ کان وٺي جيڪو ربوٰ وياج تي بندش جو حڪم جاري ڪجي ٿو هاڻ جو هاڻ اهو جاري سمجهو وجي، وياج تي شيون ڏيندڙن کي مور ۾ ڏنل اصل رقم واپس ڏياري ويندي، فَإِن لَّمْ تَفْعَلُواْ فَأْذَنُواْ بِحَرْبٍ مِّنَ اللّهِ وَرَسُولِهِ وَإِن تُبْتُمْ فَلَكُمْ رُؤُوسُ أَمْوَالِكُمْ لاَ تَظْلِمُونَ وَلاَ تُظْلَمُونَ(2-279) يعني جيئن جو اوهان وياج خوري کان توبہ ڪندو تہ توهان جي مور واري موڙي اوهان کي ڏياري ويندي جنهن ۾ نہ اوهان سان ڪازيادتي ڪئي ويندي نہ ئي وري اوهان جي زيادتي کي ئي برداشت ڪيو ويندو.

ظلم جي معني ۾ الله جي قانونن کي اورانگهڻ بہ مراد ورتي وئي آهي- جيئن فرمان آهي تہ تِلْكَ حُدُودُ اللّهِ فَلاَ تَعْتَدُوهَا وَمَن يَتَعَدَّ حُدُودَ اللّهِ فَأُوْلَـئِكَ هُمُ الظَّالِمُونَ(2-229) يعني جو بہ شخص الله جي قانوني حدن کي اورانگهندو پوءِ اهڙا سڀ ماڻهو ظالم آهن- ٻيو بہ مثال آهي تہ وَمَن لَّمْ يَحْكُم بِمَا أنزَلَ اللّهُ فَأُوْلَـئِكَ هُمُ الظَّالِمُونَ(5-45) يعني جي بہ ماڻهو الله جي نازل ڪيل قانونن مطابق فيصلا نٿا ڪن تہ اهي ظالم آهن.

## آيت 35 مان ثابت ٿيندڙ قانون

رب پاڪ مردن ۽ عورتن کي جيڪو حڪم ڏنو تہ وَقُلْنَا يَا آدَمُ اسْكُنْ أَنتَ وَزَوْجُكَ الْجَنَّةَ وَكُلاَ مِنْهَا رَغَداً هن حڪم ۾ زمين انسانن لاءِ رهائش ۽ کائڻ پيئڻ جي لاءِ ضرور آهي پر

ذاتي ملڪيت لاءِ ناهي، هن ڳالھ جو ثبوت وري آيت ڪريمہ جو ايندڙ ٻيو جملو آهي تہ حيث شئتما- يعني جنهن بہ هنڌ ۽ ماڳ تان وٽيو اتاهون کائو پيو (چو تہ هتي حيث مڪان جي معني ۾ بہ آهي) باقي رهيو کائڻ پيڻ ۽ پيداوار حاصل ڪرڻ لاءِ ڪو قانون يا قائدو سو ان لاءِ فرمايو ويو آهي تہ وَأَن لَّيْسَ لِلْإِنسَانِ إِلَّا مَا سَعَىٰ(39-53) هن آيت ڪريمہ مان ٻي ڳالھ هيءَ ثابت ٿي تہ جڏهن لاتقربا هذه شجرة جي مفهوم ڪي آيت ڪريمہ يَا بُنَيَّ لَا تُشْرِكْ بِاللَّهِ إِنَّ الشِّرْكَ لَظُلْمٌ عَظِيمٌ (13-31) جي مفهوم سان ملائي پوءِ غور ڪبو تہ پوءِ هر انهيءَ ماڻهوءَ ڪي جيڪو پاڻ ڪي قرآن واري مؤمن ڪان سواءِ ڪنهن بہ ٻين امامي فرقن جي نالن ڪي الله ۽ انجي قرآن سان شريڪ ڪندي پاڻ ڪي انهن جي فڪر ۽ سوچ وارو سڏائيندو تہ اهو ماڻهو هن آيت ڪريمہ جي فيصلي مطابق مشرڪ ۽ ظالمن منجهان ڳڻيو ويندو.

فَأَزَلَّهُمَا الشَّيْطَانُ عَنْهَا فَأَخْرَجَهُمَا مِمَّا كَانَا فِيهِ وَقُلْنَا اهْبِطُوا بَعْضُكُمْ لِبَعْضٍ عَدُوٌّ وَلَكُمْ فِي الْأَرْضِ مُسْتَقَرٌّ وَمَتَاعٌ إِلَىٰ حِينٍ(36)

**ترجمو:**

پوءِ شيطان انهن (ٻنهي مرد ۽ عورت جي نوعن ڪي) ڪي ترڪائي ڇڏيو (لاتقربا هٰذه الشجره) واري حڪم جي انحرافي سبب ان حالت منجهان جنهن ۾ هو هوا، ۽ اسان چيو تہ لهي وڃو(اڳيئين مرتبي ڪان) اوهان جا ڪي ڪي ڪن ڪن جا (هڪ ٻئي جا) دشمن ٿيندا، ۽ توهان لاءِ زمين ۾ (هڪ عرصي لاءِ) ٺڪاڻو آهي ۽ فائدي وٺڻ جو سامان (ترجمو ختم)

## جدا جدا لفظن جي معني

### فازلهما:

لفظ ازل (ز ل ل) جي معني آهي ڪنهن ماڳ تي پير جمائڻ ڪان پوءِ ڪن غلطين ۽ غفلتن سبب اتاهون هيٺ ترڪي پوڻ. هن ترڪڻ ۾ جڻ تہ انسان جي جهالت ۽ غفلت سبب بڻبي آهي، جيئن وَلاَ تَتَّخِذُواْ أَيْمَانَكُمْ دَخَلاً بَيْنَكُمْ فَتَزِلَّ قَدَمٌ بَعْدَ ثُبُوتِهَا وَتَذُوقُواْ الْسُّوءَ بِمَا صَدَدتُّمْ عَن سَبِيلِ اللّهِ وَلَكُمْ عَذَابٌ عَظِيمٌ(94-16) يعني بار بار قسم کڻڻ ڪي پنهنجي وچ ۾ ڦيتاج جو سبب نہ بنايو جن سان توهان جا قدم جمي مضبوط ٿي وڃڻ ڪان پوءِ بہ ترڪي پون- انسان جو پنهنجي وعدن ڪان ڦري وڃڻ ۽ عهد اقرار ڪان ترڪي پوڻ گهڻو تڻو ان جي اٽڃاٽائي، غفلت ۽ طبيعت جي ڦرٽي گهرٽي هجڻ سبب ٿئي ٿو، جيئن قرآن حڪيم ٻڌايو تہ وَلَقَدْ عَهِدْنَا إِلَىٰ آدَمَ مِن قَبْلُ فَنَسِيَ وَلَمْ نَجِدْ لَهُ عَزْمًا(115-20) يعني بيشڪ اڳي اسان آدم سان قول قرار ڪيا هئا پر ان وساري ڇڏيا (اصل حقيقت هي آهي تہ) انسان ڪي قول قرار جو پڪو ۽ پر عزم نہ پانيوسين (ز ل ل) ۽ زلة جي

معني جاڻي واڻي ارادي سان ۽ عزم سان ڏوهه گناهه ڪرڻ ناهي زلة جي معني واري غلطي ۽ ڏوهه ڪي پُل به چئي سگهجي ٿو، اجتهادي غلطي به چئي سگهجي ٿو يعني ڪنهن غلط قسمن جي دليلن کي صحيح سمجهڻ کي به زلة چئي سگهجي ٿو جيئن اِنَّ الَّذِينَ تَوَلَّوۡاْ مِنكُمۡ يَوۡمَ الۡتَقَى الۡجَمۡعَانِ (3-155) يعني جيڪي ماڻهو توهان منجهان پنهي ڦيري ويا ٻن لشڪرن جي ٽڪرجڻ واري ڏهاڙي، انهن کي انهن جي ڪن (غلط خيالن) سبب شيطان ترڪائي وڌو (پر) بلاشڪ الله انهن کي معاف ڪري ڇڏيو تحقيق الله غلطين کان) پناهه ۾ رکندڙ ۽ بردبار آهي.

## الشيطان:

شيطان جي معني آهي خيال ۾ قابو نه ايندڙ سرڪش ۽ بي پرواهه جذبا جيڪي انسان کي ان جي ذميوارين کان ڌيوٽين کان غافل ڪيو ڇڏين ٿا جيئن جناب موسىٰ عليه السلام جي ساٿيءَ طلب علم واري سفر ۾ هڪڙي ٻه آبه وٽ ڪجهه آرام ڪري پوءِ اڳتي هلڻ مهل ان جاءِ تي شڪار ڪيل مڇي وساري ڇڏي هئي ته ان لاءِ علم وحي هي لفظ ڳالهايا هئا ته قَالَ أَرَأَيۡتَ إِذۡ أَوَيۡنَا إِلَى الصَّخۡرَةِ فَإِنِّي نَسِيتُ الۡحُوتَ وَمَا أَنسَانِيهُ إِلَّا الشَّيۡطَانُ أَنۡ أَذۡكُرَهُ وَاتَّخَذَ سَبِيلَهُ فِي الۡبَحۡرِ عَجَبًا(63-18) يعني شيطان مون کان مڇيءَ جي حفاظت ڪرڻ ۽ سنڀالڻ کي وساري ڇڏيو- شيطان جي ٻي معني ته قابو ۽ ڪنٽرول ۾ نه ايندڙ جذبا، ان جو مثال جيئن موسىٰ عليه السلام مصر جي شهر ۾ فرعوني قوم جي ماڻهوءَ کي جوش ۾ اچي ڌڪ سان ماري وڌو ته ان تي افسوس ڪندي علم وحي جي عربي ٻوليءَ ٻڌايو ته فَوَكَزَهُ مُوسَى فَقَضَى عَلَيۡهِ قَالَ هَذَا مِنۡ عَمَلِ الشَّيۡطَانِ إِنَّهُ عَدُوٌّ مُّضِلٌّ مُّبِينٌ(15-28) يعني هي غلط ۽ ناجائز ڪم ته شيطاني ڪم ٿي پيو- برن ڪمن جون سوچون ۽ خيال اچڻ لاءِ قرآن حڪيم فرمايو ته اهي به شيطاني طبع جي پيداوار آهن فرمان آهي ته إِنَّمَا النَّجۡوَى مِنَ الشَّيۡطَانِ لِيَحۡزُنَ الَّذِينَ آمَنُوا وَلَيۡسَ بِضَارِّهِمۡ شَيۡئًا إِلَّا بِإِذۡنِ اللهِ وَعَلَى اللهِ فَلۡيَتَوَكَّلِ الۡمُؤۡمِنُونَ(10-58) يعني شيطاني خيال ايمان وارن کي ڏکوئن ٿا ۽ غمگين بنائن ٿا- نبوت جي تحريڪ ۽ مشن واري علم وحي ۾ ملاوٽ ڪرڻ ۽ مغالطا وجهڻ اهو شيطان صفت ماڻهن جو عمل آهي جيئن قرآن حڪيم ٻڌايو ته وَاتَّبَعُواْ مَا تَتۡلُواْ الشَّيَاطِينُ عَلَى مُلۡكِ سُلَيۡمَانَ وَمَا كَفَرَ سُلَيۡمَانُ وَلَكِنَّ الشَّيۡاطِينَ كَفَرُواْ يُعَلِّمُونَ النَّاسَ السِّحۡرَ 102-2) يعني شيطانن علم وحي کي بگاڙي سليمان عليه السلام جي طرف ان جون نسبتون ڪيون جڏهن ته سليمان عليه السلام اهي ڪفريه ڳالهيون هنن کي ڪونه چيون هئيون پر اهي انهن شيطان صفت تعويذ وظيفا ڏسيندڙ پيشوائن جي پنهنجي گهڙاوت هئي- ان حقيقت جي وڌيڪ تائيد هن آيت ڪريمه منجهان ثابت ٿئي ٿي ته وَكَذَلِكَ جَعَلۡنَا لِكُلِّ نِبِيٍّ عَدُوًّا شَيَاطِينَ الإِنسِ وَالۡجِنِّ يُوحِي بَعۡضُهُمۡ إِلَى بَعۡضٍ زُخۡرُفَ الۡقَوۡلِ غُرُورًا وَلَوۡ شَاء رَبُّكَ مَا فَعَلُوهُ فَذَرۡهُمۡ وَمَا يَفۡتَرُونَ(6-112) يعني اهڙي طرح هر نبي جا دشمن شهري ۽ ٻدو قسم جي ماڻهن منجهان ٿيندا رهيا آهن هي ڳالهه ياد رکڻ گهرجي ته شيطان ڪي انسانن کان ڪوئي جدا وجود ۽ ٻادي نه هوندي آهي شيطان براين ۽ بي مهار، قابو ۾ نه ايندڙ سرڪش خيالن ۽ وڏائي وارين سوچن جو نالو آهي، جيڪو پڙهندڙن کي

اميد آهي تہ هن آيت ڪريمہ جي لفظن تي غور ڪرڻ سان سمجهہ ۾ اچي ويندو اها آهي هَلْ أُنَبِّئُكُمْ عَلَى مَن تَنَزَّلُ الشَّيَاطِينُ(26-221) يعني ڇا اوهان کي خبر ڏيان تہ ڪنهن تي تا نازل ٿين شيطان تَنَزَّلُ عَلَى كُلِّ أَفَّاكٍ أَثِيمٍ(26-222) اهي نازل ٿين ٿا هر ڪوڙ گهڙيندڙ (بهانہ ساز) رجعت پسند ماڻهوءَ تي- اڳتي اجا وڌيڪ پڌرائي آهي تہ اهي شيطان قسم جا ماڻهو يُلْقُونَ السَّمْعَ وَأَكْثَرُهُمْ كَاذِبُونَ(26-223) يعني اهي شيطان ماڻهو افواهہ اڏاريندا رهندا آهن جن جي وڏي گهڻائي ڪوڙن تي ٻڌل هوندي آهي- مٿي ڳالهہ تي تہ شيطانن جو نزول ٿئي ٿو، سو اهڙو نزول دماغن ۾ خيالن ۽ ويچارن جو ٿيندو آهي شيطان مشخص سيپريٽ باڊي ۽ مستقل جدا تشخص سان هرگز بہ انسان کان جدا قسم جي مخلوق ناهي- ۽ جيڪو سورت انعام ۾ آيو آهي تہ وَلاَ تَأْكُلُواْ مِمَّا لَمْ يُذْكَرِ اسْمُ اللّهِ عَلَيْهِ وَإِنَّهُ لَفِسْقٌ وَإِنَّ الشَّيَاطِينَ لَيُوحُونَ إِلَى أَوْلِيَآئِهِمْ لِيُجَادِلُوكُمْ وَإِنْ أَطَعْتُمُوهُمْ إِنَّكُمْ لَمُشْرِكُونَ(6-121) يعني شيطان صفت ماڻهو پنهنجي ساٿارين کي اشارا ۽ سگنل ڏيندا آهن تہ هو هاڻي اوهان سان وڙهن، هن آيت ۾ شيطان، انقلاب دشمن مذهبي قيادت ۽ ليبر شپ کي سڏيو ويو آهي جيئن بئي هنڌ آهي تہ اهي منافق جڏهن وَإِذَا لَقُواْ الَّذِينَ آمَنُواْ قَالُواْ آمَنَّا وَإِذَا خَلَوْاْ إِلَى شَيَاطِينِهِمْ قَالُواْ إِنَّا مَعَكْمْ إِنَّمَا نَحْنُ مُسْتَهْزِؤُونَ(2-14) يعني منافق ماڻهو ڪفر جي اڳواڻن کي اڪيلائيءَ ۾ ملندا هوا تہ انهن کي چوندا هوا تہ اسان آهيون اوهان جي پارٽيءَ ۾ پر انهن ڏي جيڪو اچون وڃون پيا سو اها انهن تي مذاق پيا ڪيون- بيو هن آيت ڪريمہ مان ثابت ٿئي ٿو تہ ابليسي صفت، انسان جو داخلي اثر آهي جيڪو ماڻهن کي فعل لازميءَ وانگر اندر ۾ رجعت پرستيءَ واري سوچ پيدا ڪري ٿو ۽ ان جي پيٽ ۾ شيطان ۽ شطن بہ انسان جي اها تہ اندر واري سوچ آهي جنهن جو اثر فعل متعدي وانگر ان کي بي لغام ۽ سرڪش بنائي ان جي بغاوت سان ماحول کي ڦٿائي ۽ ڪاري وجهي ٿو جيئن تہ هن آيت ڪريمہ ۾ فازلهما ۾ اها معني اچي وئي تہ شيطان انسان کي قانون جي لائين کان ترڪائي ۽ هٽائي ڇڏي ٿو.

## اهبطو:

هي لفظ جمع مذڪر امر حاضر معلوم جو صيغو آهي هن جي معني آهي اوهان سڀ لهي وڃو- هت لهي وڃڻ مان مراد آهي اڳ ۾ جيڪو اوهان کي اسان تعظيم ڏئي ڪري چيو هئو تہ جنت ۾ رهائش اختيار ڪيو ۽ جتان تتان پيا موج مستيءَ سان کائيندا پئندا رهو تہ اوهان اسان جي ڏنل تعظيم جو قدر نہ ڪيو ۽ مشاجرتن ۾ پئجي ويا، ان ڪري ان مرتبي کان هاڻ توهان کي ڊي گريڊ ڪري لاٿو وڃي ٿو هاڻ مون الله وٽ اوهان جو اڳيون مرتبو ۽ مان نہ رهيو.

## مستقر:

هن لفظ جي معني ۾ قرار وٺڻ جي معني ضرور آهي پر اهو قرار وٺڻ ۽ زمين ۾ رهائش جو عرصو اهو دائمي ۽ ابدي ناهي اها حقيقت ايندڙ جملي ومتاع الى حين منجهان معلوم ٿي تہ دنيا جو قرار اهو زندگيءَ جي ضرورتن واري سامان ۽ مقدار سان ڳنڍيل آهي دائمي ۽ ابدي ناهي.

## آيت 36 منجهان ثابت ٿيندڙ حقيقتون.

انسان کي رب پاڪ جڏهن مسجود ملائڪ جو درجو ڏنو ته ان جو فرض هئو ته هو پنهنجي ان علمي ۽ تعظيمي عهدي سان اجتماعي طور انسان ذات جي ڀلي لاءِ پنهنجيون صلاحيتون وقف رکي ها، پر ان کي شيطاني سوچن الله جي ڏنل اعزاز کان محروم ڪري ڇڏيو، اهي شيطاني سوچون ۽ ترغيبون ڪهڙيون آهن؟

1. محتاج ۽ حاجتمند ماڻهن جي مدد ڪندؤ ته سجا ۽ محتاج ٿي ويندو-
2. هي حياتي تمام ٿوري آهي ٻي حياتي آهي به سهي الائي ڪانه اچو ته هن حياتيءَ ۾ عياشيون ۽ فحاشين جا مزا ماڻي وٺون(2-268) شيطان ماڻهن کي الله جي حڪمن جي تعميل کان هن ڪري به روڪيندو آهي ته تون متيءَ ۾ ليٽڙيل ماڻهن جي مدد لاءِ پاڻڪي هيٺ لوئر ڪلاس جو چوٿو بڻائين؟ تون ته اوچي سوسائٽيءَ جو اپر ڪلاس ماڻهو آهين تون عام ماڻهن سان منهن ڏئي به نه ڳالهاءِ تون پنهنجي درجي ۽ ڪليبر کان گهٽ ڪلاس جي ماڻهن سان چوٿو ويهين(4-120).
3. دنيا ۾ معاشري ۾ پنهنجي شوبازي ۽ ڪوڙي لئه ڏيکارڻ لاءِ فضول قسم جا وڏا وڏا خرچ ڪرڻ (17-27) مختصر طور هنن ٽن قسم جي شيطاني سوچن مٿان غور ڪيو وڃي ته چڱي طرح معلوم ٿي ويندو ته رب پاڪ جيڪو انسان ذات کي دنياوي حياتي ۾ لاتقربا هٰذه الشجره جي حڪم سان طبقاتي زندگي گذارڻ کان روڪڻ ۽ ڪلامنها رغدا واري مزن واري حياتيءَ جو ڏس ڏنو هئو اهو دنيا جي حياتيءَ جيڪا جنت مثل ملي هئي ان کي اهي شيطاني سوچون دوزخ ۾ تبديل ڪري ڇڏينديون، چو ته جنتي زندگيءَ جي مساواتي اصول (41-10) کي ٽوڙڻ سان ماڻهن جون هڪ ٻئي سان دشمنيون لازمي طور ٿينديون جڏهن جنهن ماڻهوءَ جا دشمن گهڻا ٿيندا ته ان جو سڪون برباد ٿي ويندو جنهن جو لازمي نتيجو اهو ئي ٿيندو جو دنياوي جنت مليل به دوزخ ۾ تبديل ٿي ويندي.

فَتَلَقَّىٰ آدَمُ مِن رَّبِّهِ كَلِمَاتٍ فَتَابَ عَلَيْهِ إِنَّهُ هُوَ التَّوَّابُ الرَّحِيمُ (37)

**ترجمو:**

پوءِ حاصل ڪيو آدم پنهنجي پالڻهار کان (علم) قانون جو، پوءِ (ان علم قوانين مطابق آدم جي عمل ڪرڻ تي) رب پاڪ پالوٽ ڪئي مٿس (رحمت جي) بلاشڪ (اهو رب) پنهنجي رحم سان باربار توجہ ڪرڻ وارو آهي (ترجمو ختم)

## جدا جدا لفظن جي معني

### فَتَلَقَّىٰ آدَمُ مِن رَّبِّهِ كَلِمَاتٍ:

هن لفظ جو اصل مادو لقي ۽ مصدر لقاءِ آهي، جنهن جي معني آهي ملڻ يعني هڪ ٻئي جي آمهون سامهون ٿيڻ، جيئن آيو آهي ته وَإِذَا لَقُواْ الَّذِينَ آمَنُواْ قَالُواْ آمَنَّا وَإِذَا خَلَوْاْ إِلَىٰ شَيَاطِينِهِمْ قَالُواْ إِنَّا

مَعَكُمْ إِنَّمَا نَحْنُ مُسْتَهْزِؤُونَ(2-14) ۾ هتي هن صيغي فتلقیٰ جي معني آهي وصول ڪرڻ ۾ حاصل ڪرڻ، ان معني جو ثبوت اذْهَب بِّكِتَابِي هَذَا فَأَلْقِهْ إِلَيْهِمْ ثُمَّ تَوَلَّ عَنْهُمْ فَانظُرْ مَاذَا يَرْجِعُونَ(27-28) يعني وڃ تون منهنجي هن خط سان پوءِ ڊليور ڪر انهن ڏي، بئي هنڌ آهي قَالَتْ يَا أَيُّهَا المَلأُ إِنِّي أُلْقِيَ إِلَيَّ كِتَابٌ كَرِيمٌ(29-27) يعني قوم سباجي راڻيءَ چيو تہ اي منهنجا اميرو! مون کي هڪ معزز ۽ مانائتو شاهي خط ڏنو ويو آهي- ٽئين هنڌ آيو آهي تہ اذْهَبُواْ بِقَمِيصِي هَذَا فَأَلْقُوهُ عَلَى وَجْهِ أَبِي يَأْتِ بَصِيرًا وَأْتُونِي بِأَهْلِكُمْ أَجْمَعِينَ(12-93) يعني يوسف عليہ السلام پنهنجي ڀائرن کي چيو تہ منهنجو هي شاهي پهراڻ کڻي وڃي منهنجي پيءُ کي ڏيو تہ پاڻيهي سمجهي ويندو.

چوٿين هنڌ آيو آهي تہ وَإِنَّكَ لَتُلَقَّى الْقُرْآنَ مِن لَّدُنْ حَكِيمٍ عَلِيمٍ(27-6) يعني تحقيق توکي ڏنو ويو آهي قرآن، حڪمت ۽ علميت واري اٿارٽي طرفان، هن ڪان اڳ ۾ آيت نمبر 31 ۾ جيئن ڄاڻايو ويو آهي تہ قرآن حڪيم ۾ جيترا ڀيرا بہ آدم جو نالو ۽ لفظ استعمال ٿيو آهي اهو جملي انسانن جو نوعي نالو آهي (7-11) ۽ لفظ آدم فرد واحد جي نالي طور پوري قرآن ۾ ڪٿي بہ استعمال ناهي ٿيو، انڪري هن آيت ڪريمہ ۾ جملہ انبياء عليهم السلام کي انسانن جي نوعي نالي سان سڏيو ويو آهي ان جو ثبوت پوءِ آيل جملو من ربه ڪلمات وارو آهي- يعني رب پاڪ کان قوانين حاصل ڪرڻ اهو صرف علم وحي ذريعي انبياء کي ئي ملي سگهي ٿو، ان جو ڪوئي ٻيو طريقو ڪونهي ڪو- هن معني لاءِ وڌيڪ ثبوت لفظ تلقي جي معني آيت ڪريمہ (27-6) واري آهي جيڪو فرمايو ويو تہ وَإِنَّكَ لَتُلَقَّى الْقُرْآنَ مِن لَّدُنْ حَكِيمٍ عَلِيمٍ يعني قرآن حڪيم جيئن خاتم الانبياء عليہ السلام کي القاء سان مليو آهي اهڙي طرح سڀن نبين کي قانونن جا ڪتاب ۽ علم بہ فتلقیٰ آدم- واري القاء سان مليا آهن.

**فتاب عليہ انه هوالتواب الرحيم:**

لفظ تاب جي معني آهي موٽي اچڻ، ورڻ، موٽ ڪائڻ، وڌيڪ پالوت ۾ ڦري اچڻ بہ تاب جي معني ۾ اچي وڃي ٿو- انهن معنائن جي نسبت جيڪڏهن ٻانهي ڏي، انسان جي طرف ڪئي ويندي تہ معني ٿيندي تہ اهو پنهنجي غلط ڪارين ۽ گمراهين کي ڇڏي صحيح ۽ هدايت واري واٽ طرف موٽي اچي تہ اها ان جي توبہ تصور ڪئي ويندي (6-54) ڄاڻڻ گهرجي تہ توبہ ڪرڻ استغفار ڪرڻ لاءِ هي ڪافي ناهي تہ ڪوئي شخص صرف لفظ توبہ اچارڻ سان تائب قرار ڏنو ويندو، توبہ ڪرڻ لاءِ هي لازم آهي تہ اهو شخص پنهنجي غلط ڪارين کان توبہ ڪرڻ بعد ۾ غلط ڪارين جي ازالي کان پوءِ وري صالح عمل ۾ اصلاح وارا اوترا ڪم بہ ڪري صرف زباني ۾ بي عملي واري توبہ ڪافي ناهي- قرآن حڪيم ۾ انسانن جي توبہ ڪرڻ واري عمل ۾ ڳالهہ سان ويهہ ڀيرن کان وڌيڪ هن ڳالهہ جو ورجاءُ ڪيو ويو آهي تہ وَإِنِّي لَغَفَّارٌ لِّمَن تَابَ وَآمَنَ وَعَمِلَ صَالِحًا ثُمَّ اهْتَدَى(20-82) يعني اڪيلي لفظي توبہ ڪافي ناهي ان سان گڏ عملي اصلاح ۾ سڌارو بہ لازم آهي- ۽ جيڪڏهن لفظ تاب جي نسبت رب

تعالىٰ جي طرف ڪئي ويندي تہ ان جي معني ٿيندي تہ الله عزوجل پنهنجي ٻانهي جي عمل صالح جي مطابق ان جي مٿان پنهنجي رحمت ۽ مهرباني جي پالوٽ ڪئي (2-54) پنهنجي ٻانهي جي غلط ڪارين کان موٽ ڪائي صحيح رستي طرف اچڻ تي ان جي مٿان پنهنجي بخشش ۽ رحمت جي عنايت ڪئي- (2-160).

## هن آيت ڪريمہ منجهان ثابت ٿيندڙ فقہ القرآن

فَتَلَقَّىٰ آدَمُ مِن رَّبِّهِ كَلِمَاتٍ هن جملي منجهان قرآن حڪيم جي گهٽن ترجمي ۽ تفسير ڪرڻ وارن آدم جي نبي هجڻ جو ثبوت ورتو آهي اهو غلط آهي، آدم کي نبي قرار ڏيڻ وارن خاص ڪري هن آيت جي تائيد ورتي آهي إِنَّ اللَّهَ اصْطَفَىٰ آدَمَ وَنُوحًا وَآلَ إِبْرَاهِيمَ وَآلَ عِمْرَانَ عَلَى الْعَالَمِينَ(3-33) يعني رب پاڪ چونڊيو آدم ۽ نوح ۽ آل ابراهيم ۽ آل عمران کي جهانن تي، پر اسان ان دليل ونڻ کي غلط قرار ڏيون ٿا جو تہ تلقي معني ونڻ ۽ سکڻ جي آهي اهو صرف نبين لاءِ خاص ناهي قرآن حڪيم ۾ اهو لفظ غير نبين لاءِ بہ آيو آهي جيئن إِذْ تَلَقَّوْنَهُ بِأَلْسِنَتِكُمْ وَتَقُولُونَ بِأَفْوَاهِكُم مَّا لَيْسَ لَكُم بِهِ عِلْمٌ وَتَحْسَبُونَهُ هَيِّنًا وَهُوَ عِندَ اللَّهِ عَظِيمٌ(15-24) يعني جڏهن ونو پيا ۽ حاصل ڪيو پيا ان کي پنهنجي زبانن سان- لقاء جو وڌيڪ تفصيل پنهنجي موقعي تي ايندو- اهڙي طرح آيت (3-33) جو لفظ اصطفىٰ بہ انبياء عليهم السلام لاءِ خاص ناهي اصطفي جي معني چونڊيو آهي ۽ اهو لفظ صرف نبين سان مخصوص ناهي قرآن پاڪ ۾ بي بي مريم عليها السلام لاءِ بہ استعمال ٿيو آهي (3-42) وڌيڪ جيڪو اصطفي جو لفظ آل ابراهيم ۽ آل عمران لاءِ بہ آيت (3-33) ۾ استعمال ٿيو اهي ان منجهان بہ آل ابراهيم جا سڀ افراد نبي ناهن ۽ آل عمران جا سيئي افراد نبي ناهن پوءِ بہ آل جي غير نبي افرادن لاءِ بہ اصطفي جو لفظ استعمال ٿي ويو تہ اهڙي نموني جڏهن قرآن حڪيم جي ڏس مطابق آدم ڪنهن خاص ماڻهوءَ جو نالو ناهي ۽ آدم انسان ذات جو نوعي نالو آهي جيڪو هر ماڻهوءَ کي آدم چئي سگهجي ٿو مطابق آيت (11-7) جي هن آيت ڪريمہ و مجيده جي ٻئي حصي ۾ آهي تہ فتاب عليه انه هوالتواب الرحيم يعني انسان جڏهن مشاجرت واري طبقاتي شجر ممنوعہ زندگيءَ ۾ ڪاهي پيو پوءِ سندن اهڙا تہ برا حال ٿيا جو ڦورو ماڻهن پورهيتن کي انگ ۽ لٽي لاءِ بہ محتاج ڪري اگهاڙو ڪري ڇڏيو پوءِ جڏهن ماڻهن پنهنجي بي راهہ رويءَ جو احساس ڪيو ۽ الله کان پنهنجي غلطين جي معافي ونئي وري الله جي قانونن تي هلڻ جو عهد ڪيو تہ رب پاڪ هن آيت واري ٻئي حصي ۾ فرمائي ٿو تہ پوءِ مون الله بہ موٽ ڪئي ۽ پنهنجي رحمت جي پالوٽ سان انسانن کي سڌري هلڻ جو وري موقعو ڏنو، سو هن حقيقت منجهان هي ثابت ٿيو تہ رب پاڪ انسانن کي انهن جي سڌري هلڻ تي سندن اڳين غلطين جي سزا نٿو ڏئي ۽ موقعو ڏئي ٿو تہ اوهان پاڻ کي وري درست ڪيو ۽ پاڻ سنياليو ۽ اڳين غلطين جو ازالو هتي هن دنيا ۾ ڪري ونو.

قُلْنَا اهْبِطُوا مِنْهَا جَمِيعًا فَإِمَّا يَأْتِيَنَّكُم مِّنِّي هُدًى فَمَن تَبِعَ هُدَايَ فَلَا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلَا

هُمۡ يَحۡزَنُونَ(38)

ترجمو:

اسان چيو ته اوهان سڀ (هن مان ۽ مرتبي واري جنت منجهان) لهي وڃو، پوءِ جيڪڏهن منهنجي طرف کان توهان ڏي هدايت اچي پوءِ جنهن به شخص تابعداري ڪئي منهنجي (موڪليل) هدايت جي پوءِ انهن لاءِ نه خوف آهي ۽ نه ئي اهي غمگين ٿيندا.

## جدا جدا لفظن جي معني

### هبوط:

لفظ هبوط جي بنيادي ۽ اصلي معني آهي هڪڙي ڪيفيت ۽ حالت کان ٻئي حال طرف منتقل ٿي وڃڻ جيئن قرآن حڪيم اها بنيادي ۽ اصلي معني به سمجهائي آهي ته ثُمَّ قَسَتۡ قُلُوبُكُم مِّن بَعۡدِ ذَٰلِكَ فَهِيَ كَٱلۡحِجَارَةِ أَوۡ أَشَدُّ قَسۡوَةٗۚ وَإِنَّ مِنَ ٱلۡحِجَارَةِ لَمَا يَتَفَجَّرُ مِنۡهُ ٱلۡأَنۡهَٰرُۚ وَإِنَّ مِنۡهَا لَمَا يَشَّقَّقُ فَيَخۡرُجُ مِنۡهُ ٱلۡمَآءُۚ وَإِنَّ مِنۡهَا لَمَا يَهۡبِطُ مِنۡ خَشۡيَةِ ٱللَّهِۗ وَمَا ٱللَّهُ بِغَٰفِلٍ عَمَّا تَعۡمَلُونَ(2-74) هن آيت ڪريمه ۾ رب پاڪ انسانن جي دلين جي سختيءَ ڪي پٿرن ۽ جبلن سان مشابهت ڏيندي سمجهايو آهي ته توهان جون دليون پٿرن کان به سخت آهن جو ڪي پٿر ته سخت هجڻ باوجود چيرجي پون ٿا ۽ انهن مان پاڻيءَ جون نهرون وهي پون ٿيون، ڪن جبلن مان جيڪڏهن وڏي پئماني تي نهرون نٿيون وهن تڏهن به اهي چيرجي ضرور پون ٿا ۽ انهن مان ڪجهه نه ڪجهه پاڻي ضرور وهي ٿو، ۽ انهن جبلن مان ڪي اهڙا به آهن جيڪي الله جي گرائينڊنگ ۽ پيسائي واري قانون سبب ڏريو پون ٿا (پوءِ پاڻي وهي توڙي نه وهي) قرآن حڪيم پٿرن ۽ جبلن جي انهن سڀن ڪيفيتن بابت اخير ۾ هي لفظ فرمايو ته وَإِنَّ مِنۡهَا لَمَا يَهۡبِطُ مِنۡ خَشۡيَةِ ٱللَّهِ ، يعني پٿرن اندر اهي سڀ تبديليون اهي عربي ٻوليءَ ۾ هبوط لفظ جي معنىٰ ۾ اچن ٿيون، ۽ هبوط جو عمل جنهن شئي ۾ اچي ٿو اها ان جي منفعل مزاجي ڇٽبي يعني هڪڙي ڪيفيت کان ٻي ڪيفيت کي قبول ڪرڻ، ته رب پاڪ انسانن جي طبيعت لاءِ فرمايو ته انهن ۾ ايتري ته سختي هجي ٿي جو ڪي ڪي ماڻهو ته، پٿرن کان به سخت هجن ٿا- ان آيت ڪريمه منجهان هبوط جي معني نڪتي ته عزت ۽ مان واري مرتبي کان هيٺين ڏاڪي ڏي لهڻ گهٽ مرتبي واري ڪيفيت طرف لهڻ- جملي قلنا اهبطوا منها جي معني ٿي ته اسان انسانن کي چيو ته زمين ۾ جنهن مان ۽ مرتبي سان اوهان کي رهايو ويو هو ته ڪلا منها رغدا حيث شئتما يعني ڌرتي منجهان جنهن هنڌ کان اوهان کي وڻي اتان ڪائيندا پيئندا رهو هاڻي ان عمومي پرمنٽ جو اوهان قدر نه ڪيو سو اڳتي لاءِ زندگيءَ جي هيٺين ڏاڪي طرف لهي وڃو اڳتي جي لاءِ.

### فاما يأتينكم مني هدى:

جيڪڏهن توهان طرف اچي منهنجي طرفان هدايت فاماجو لفظ اصل ۾ فان ما آهي ان شرطيه آهي پويان ما، تاڪيد واري معني پيدا ڪري ٿي يعني توهان جي ايندڙ زندگيءَ لاءِ منهنجي طرفان توهانجي هدايت لاءِ ضرور قانون ايندو.

**تبع:**

تبع جي معني آهي پويان هلڻ ڪنهن ڪي اڳواڻ بنائي ان جي تابعداري ڪرڻ ان معني جو ثبوت قرآن منجهان (3-73) يعني نه ايمان آڻيو سواءِ ان جي جنهن تابعداري ڪئي هجي توهان جي دين جي.

**ولاخوف عليهم ولاهم يحزنون:**

خوف جي معني آهي، ايندڙ زماني جي هولناڪين ۽ خطرناڪين کان اڳواٽ ئي ڊڄڻ ۽ خطرو ڪرڻ هن لفظ جو معنوي مماثل لفظ حزن آهي جنهن جي معني آهي ڏک ڪرڻ ۽ غم ڪرڻ، خوف ۽ حزن ۾ هي فرق آهي ته غم ۽ حزن ڪنهن نقصان پهچڻ کان پوءِ ٿيندو آهي جڏهن ته خوف ڪنهن ايندڙ وقت جي خطري سبب ٿيندو آهي هن آيت ڪريمه جي آخري جملي ۾ فلا خوف عليهم ولا هم يحزنون جي اندر خوف ۽ حزن گڏ هڪ جاءِ تي آندا ويا آهن انهيءَ لاءِ ته اڳئين جملي ۾ جيڪو فمن تبع هداي فرمايو ويو آهي يعني جنهن به شخص مون الله جي هدايت جي تابع داري ڪئي ته پوءِ اهڙي ماڻهوءَ تي ڪابه مصيبت ڪانه ايندي جو ان کي ان کان اڳواٽ ڊڄڻ گهرجي ۽ جڏهن ڪنهن ماڻهوءَ ڪوئي ڏوهه گناهه ڪيوئي نه هجي ته ان کي ڪائي پشيماني يا غم ڪرڻ جي نوبت ئي ڪانه ايندي.

## هن آيت ڪريمه منجهان ثابت ٿيندڙ حقيقتون

عام مترجمن ۽ تفسير ڪندڙن انسان جي شروعاتي پيدائش جي باري ۾ ڪيئي خلاف قرآن قصا مشهور ڪيا آهن جن پٺاڙڻ جو بنياد علم روايات آهي انهن جو اصل بنياد وري بگڙيل بائيبل يعني تورات آهي، جن پٺاڙڻ ۾ پيدائش آدم جي شروعات جي باري ۾ هي مشهور ڪيل آهي ته منڍ ۾ الله اڪيلي مرد آدم کي پيدا ڪيو پوءِ هو اتي جنت ۾ اڪيلو بنا ڪنهن وندر جي منجهيل ٿي رهندو هو پوءِ الله انجي پاسيريءَ ۾ هڪ ڳوڙهو پيدا ڪيو جنهن منجهان حوا نالي عورت پيدا ٿي پئي پوءِ ٻنهي کي الله حڪم ڪيو ته اوهان ٻيئي هن جنت جي مزن وارن ميون کي خوب پيا کائو پيو. پر هن هڪ خاص وڻ جي ويجهو نه وڃجو پوءِ تفسيرن ان وڻ جون به الائي ڪيتريون معنائون تعبيرون ڪيون آهن بهرحال اڳتي هلي آدم حوا جي برغلائڻ سان ممنوع ميوو کاڌو پو ٻنهي جا لٽا لهي پيا ۽ اگهڙون ظاهر ٿي پين ۽ انهن جي ڍڪڻ لاءِ وڻن جي پنن منجهان ڪم ورتائون پوءِ الله پاڪ انهن ٻنهي کي سزا طور جنت منجهان ڪڍي ڇڏيو ۽ هو جڏهن هيٺ زمين تي سزا طور لاٿا ويا ته جنت منجهان نڪرڻ کان پوءِ هنن بنا نڪاح جي زال مڙس واري طريقي مطابق زندگي گذارڻ شروع ڪئي جنهن ڪري انهن کي هر صبح هر شام واري واري سان ٻِ ٻِ ڄمڻ شروع ٿيا، ائين اڳتي وري انهيءَ اولاد وارن ڀائرن ۽ ڀينرن کي پاڻ ۾ پرڻايو ويو جنهن جو طريقو هڪڙي ڏينهن صبح جو ڄاول پٽ کي ٻئي ڏينهن شام وقت ڄمڻ واري ڌيءَ سان پرڻايو ويندو هو.

محترم پڙهندڙ پائرو! هي سڄي رام ڪهاڻي الله جي قانون تخليق (30-30) جي سراسر خلاف آهي پئدائش آدم جو اصل سچو تفصيل ته اڳتي پنهنجن موقعن تي عرض ڪيو ويندو پر هن آيت ڪريمه منجهان هيترو ته ضرورثابت ٿئي ٿو ته رب پاڪ جڏهن نوع آدم مرد ۽ انجي نوعي جوڙيوال عورت کي جنت ۾ حڪم وَقُلْنَا يَا آدَمُ اسْكُنْ أَنتَ وَزَوْجُكَ الْجَنَّةَ وَكُلاَ مِنْهَا رَغَداً حَيْثُ شِئْتُمَا وَلاَ تَقْرَبَا هَـٰذِهِ الشَّجَرَةَ فَتَكُونَا مِنَ الْظَّالِمِينَ(35-2) سان رهايو ته اتي ڪيترن ئي جوڙن مان ڪيترائي انسان مرد ۽ عورتون پيدا ٿيا (1-4) (11-7) صرف هڪ عدد مرد ۽ هڪ عدد عورت ڪونه هئا پوءِ اتي انهن طرفان الله جي حڪم خلاف شجر ممنوع کي اختيار ڪرڻ سبب انهنکي جنتي معاشري مثل ڪلاس ليس سوسائٽي واري اپر ڪلاس حياتي کان ڊي گريڊ ڪري قلنا اهبطوا جي حڪم سان انهن کي هينين در جي واري ڪلاس جو شهري بڻايو ويو، اهبطوا جيئن ته جمع جو صيغو آهي اهو ثابت ڪري ٿو ته آدم يعني انسان پنهنجي شروعاتي جنت مثل زندگيءَ دوران صرف هڪ جوڙي زال مڙس ٻن ڄڻن بدران ڪيئي اڻ ڳڻئي تعداد ۾ ماڻهو هئا ۽ آيت (35-2) ۾ جيڪو حڪم آهي ته اي آدم تون ۽ تنهنجي جوڙي دار جنت ۾ رهو ۽ ٻيئي ڄڻا نوع مرد ۽ عورتون هر هنڌ کان ڪائيندا پيئندا رهو ته اتي جيڪو تثنيه جو صيغو استعمال ٿيو آهي يعني ٻه عدد ته انهيءَ مان مراد آهي نوع انسان جا سيئي شريڪ مرد ۽ عورتون، سو اهو خطاب فردن بدران ٻن نوعن کي آهي جن جو ڪا ٿو هن آيت جي لفظ اهبطوا واري جمع جي صيغي سان ٿي سگهندو ۽ جيڪڏهن بگاڙيل تورات ۽ ان منجهان ناهيل علم روايات واري انساني نسل جي وڌڻ جي مٿين حقيقت قبول ڪئي ويندي ته پوءِ جڻ ته هي حقيقت مڃڻي پوندي ته پهريائين اڪيلي آدم پنهنجي جسم منجهان غير فطري قانون تخليق (30-30) خلاف پيدا ٿيل حوا نامي ڇوڪريءَ سان شادي ڪئي پوءِ اهو به ڄڻ ائين ٿيو ته قرآن جي قانون (23-4) خلاف ڄڻ ته پيءُ پنهنجي ڌيءُ سان شادي ڪئي! وري اڳتي وڌو ۽ ٻيو غير فطري ڪوڙ هيءُ به ته ڪين هر روز جيڪي صبح ۽ شام ٻار پيدا ٿيندا هئا انهن کي وري پاڻ ۾ پرڻايو ويندو هو ته ان به ڄڻ ٻئي نمبر وارو نسل پائرن جي ڀينرن سان شادي ڪرائڻ منجهان حرام بنايل رستي (23-4) مان پيدا ٿيو، يعني غلطي مٿان غلطي. وڌيڪ هن آيت ڪريمه ۾ هدايت جي حوالي سان نهايت توجه طلب ڳالهه آهي ته رب پاڪ فرمائي ٿو ته پوءِ منهنجي طرفان توهان ڏي هدايت ايندي ۽ اوهان منجهان جيڪو منهنجي ان موڪليل هدايت جي تابعداري ڪندو ته انکي ڪوئي خوف ۽ غم نه ٿيندو. هنن جملن ۾ هدايت لاءِ خاص به پيرا سمجهايو ويو ته هدايت جي جيڪو پيروي ڪندو، هنن لفظن تي غور ڪرڻ سان هي ثابت ٿئي ٿو ته قانون شريعت لاءِ قرآن حڪيم کان سواءِ ٻين علمن کي هدايت جو موضوع ۽ ڪورس نٿو تسليم ڪري سگهجي، هدايت صرف قرآن ۾ آهي ۽ غير قرآني علمن سان ماڻهن کي خوف ۽ خطرا لاحق رهندا.

وَالَّذِينَ كَفَرُواْ وَكَذَّبُواْ بِآيَاتِنَا أُولَـئِكَ أَصْحَابُ النَّارِ هُمْ فِيهَا خَالِدُونَ(39)

ترجمو:

۽ جن ماڻهن انڪار ڪيو ۽ اسانجي آيتن کي ڪوڙو قرار ڏنو ته اهي باه وارا آهن ان ۾ اهي هميشه رهندڙ هوندا.

## جدا جدا لفظن جي معني

### ڪذبوا:

ڪذب لفظ جي معني ته ڪوڙ آهي پر هن آيت ڪريمه ۾ باب تفعيل تي استعمال ٿيو آهي انڪري تڪذيب جي معني فعل متعدي طور ٿيندي يعني الله جي ڪلام کي آيتن کي هو ڪوڙو به قرار ڏين ٿا.

### بايااتنا:

آيات هي جمع آهي هن جو مفرد ۽ واحد آيت آهي هن جي معني علامت ۽ نشاني آهي (26-128) قرآن حڪيم ۾ مختلف هنڌن تي آيت لفظ جي پويان فرمايو ويو آهي ته هي آيت آهي ايمان آڻيندڙن لاءِ (77-15) انهيءَ ترڪيب منجهان ثابت ٿيو ته آيت بمعني نشاني ۽ علامت هن واسطي آهي ته هن آيت واري نصيحت ۽ سمجهايل ڳالهه ۽ قانون کي مڃو، قبول ڪيو ۽ ايمان آڻيو بئي هنڌ آيو آهي هن ڳالهه ۾ اهڙي آيت آهي جو سوچيندڙ قوم کي هن تي غور فڪر ڪرڻ گهرجي (11-16) وري ڪٿي آهي ته وَمَا ذَرَأَ لَكُمْ فِي الأَرْضِ مُخْتَلِفًا أَلْوَانُهُ إِنَّ فِي ذَلِكَ لآيَةً لِّقَوْمٍ يَذَّكَّرُونَ(13-16) ۽ جيڪي ڪجهه ان توهانجي لاءِ زمين ۾ پيدا ڪيو مختلف رنگن ۾ يقيناً ان ۾قوم لاءِ اهڙي تہ نشاني آهي جيڪي نصيحت حاصل ڪندڙ هجن، وري ڪٿي آهي ته ثُمَّ كُلِي مِن كُلِّ الثَّمَرَاتِ فَاسْلُكِي سُبُلَ رَبِّكِ ذُلُلاً يَخْرُجُ مِن بُطُونِهَا شَرَابٌ مُّخْتَلِفٌ أَلْوَانُهُ فِيهِ شِفَاء لِلنَّاسِ إِنَّ فِي ذَلِكَ لآيَةً لِّقَوْمٍ يَتَفَكَّرُونَ(69-16) يعني هن مسئلي ۾ غور ۽ فڪر ڪندڙ ماڻهن لاءِ وڏي نشاني آهي، ته هاڻي اهڙيءَ شي جنهن لاءِ قرآن حڪيم ۾ عقلمندن، مفڪر ماڻهن، نصيحت حاصل ڪندڙ ماڻهن، ايمان آڻيندڙ ماڻهن کي اپيل ڪيل هجي ته مٿي بيان ڪيل آيتن ڳالهين واقعن ۽ مثالن تي غور ڪيو پوءِ يقين سان اهي تاريخ جون ۽ علم عقل جون اهڙيون ته نشانيون هونديون. جن تي قرآن جي تقاضا موجب نهايت فلاحي ۽ انقلابي اثر ظاهر ٿيندا.

### اصحاب:

صحب، صحبت جي معني آهي ڪنهنجي صحبت ۾ رهڻ، ان سان مليو رهڻ، گڏ رهڻ قرآن حڪيم ۾ جنتي ماڻهن کي ڪوڙ سارن هنڌن تي اصحاب الجنة سڏيو ويو آهي ۽ جهنم ۾ رهڻ وارن کي ڪوڙ سارن هنڌن تي اصحاب النار ۽ اصحاب الجحيم سڏيو ويو آهي، ڪڏهن ڪڏهن ڪنهنجي صرف نسبت ڄاڻائڻ لاءِ هي لفظ به ڪم آندو ويندو آهي

جيئن فَاصۡبِرۡ لِحُكۡمِ رَبِّكَ وَلَا تَكُن كَصَاحِبِ الۡحُوتِ إِذۡ نَادَىٰ وَهُوَ مَكۡظُومٌ(48-68) يعني مڇي واري جهڙو بي صبرو نہ ٿجانءِ، هي اشارو آهي جناب يونس عليہ السلام جي طرف.

**النار:**

لفظ نار جي معني آهي باھ، شعلو، پڙڪو، جيپ، برندڙ، ٻاريل، جيئن. نَارُ اللهِ الۡمُوقَدَةُ الَّتِى تَطَّلِعُ عَلَى الۡأَفۡـِٔدَةِ (6-104) يعني الله جي اها ٻاريل باھ جيڪا دلين تي ايرندي هجي ۽ مايوقدون عليه فى النار ابتغاء حلية يعني جنهن ۾ تپائيندا آهن مٿس باھ ۾ زيور ناهڻ لاءِ، سورة النمل جي آيت نمبر 8 ۾ جيڪو فرمايو ويو آهي تہ فَلَمَّا جَاءهَا نُودِىَ أَن بُورِكَ مَن فِى النَّارِ وَمَنۡ حَوۡلَهَا وَسُبۡحَانَ اللهِ رَبِّ الۡعَالَمِينَ(8-27) يعني جڏهن موسي عليہ السلام مدين کان واپسي مهل رستي ۾ رات جو پري کان جيڪا روشني ڏسي انکي باھ جي روشني سمجهي وينو هو ۽ گهروارن کي اهو چئي ان طرف ويو تہ آئون پانيان ٿو تہ ويجهو ڪا باھ ٻري پئي اجهو ٿو اوهان لاءِ ڪا باھ جي چوچڙي يا ڪو هٽ سيڪڻ لاءِ ٽانڊو ڪٽي اچان- پوءِ اتي پهچڻ مهل رب پاڪ موسي عليہ السلام کي جيڪي آجياٽي جا لفظ چيا اهي هوا، نُودِىَ أَن بُورِكَ مَن فِى النَّارِ (8-27) يعني برڪت ڏني وئي آهي توکي ۽ انهنکي جيڪي (بقول تنهنجي) نار ۾ آهن يا باھ ۾ آهن ۽ انهن کي بہ جيڪي ان باھ جي چوڌاري آهن مرتبي ۽ پاڪيزگيءَ ۾ بلند آهي الله جي ذات، جيڪو جهانن جو پالڻ وارو آهي. هن جاءِ تي حقيقت ۾ منظر ۽ مقام نور جو هئو پر جناب موسي انکي باھ جو اثر سمجهي رهيو هئو تڏهن رب پاڪ بہ ان روشنيءَ کي بقول موسي نار جو ئي اثر سڏيو. چو تہ علم وحي حقيقت ۾ ماڻهن جي گفتگو وارن اندازن مطابق نازل ڪيو ويندو رهيو آهي (23-51) باقي جيڪا روشني نور جي معني واري قرار ڏني ويندي آهي اها معني ڪنهن ڪنهن موقعي تي لفظ نار جي معني ۾ بہ مراد ورتي ويندي اهي جيئن مَثَلُهُمۡ كَمَثَلِ الَّذِى اسۡتَوۡقَدَ نَاراً فَلَمَّا أَضَاءتۡ مَا حَوۡلَهُ ذَهَبَ اللّهُ بِنُورِهِمۡ وَتَرَكَهُمۡ فِى ظُلُمَاتٍ لاَّ يُبۡصِرُونَ(17-2) يعني مثال ان ماڻهوءَ جو جنهن ٻاري باھ پوءِ جڏهن روشن ڪيو چئن پاسن کي تہ (باھ وسامڻ کانپوءِ) انهن سين طرفن جي روشني اوندھ ۾ بدلجي وئي جنهن ۾ هو ڏسي بہ نہ سگهن، غور ڪبو تہ نار جو اثر روشني ڏيڻ پوري قرآن حڪيم ۾ صرف هن هڪڙي آيت ڪريمہ ذريعي ٻڌايو ويو آهي پر اهو استعمال ۽ معنويت الله عزوجل موسیٰ عليہ السلام جي سوچ ۽ تصور پٽاندڙ ڪيو آهي. باقي جيڪو لفظ نار جو استعمال پوري قرآن ۾ سو پيرن کان بہ وڌيڪ پيرا استعمال ڪيو ويو آهي انهن سين موقعن تي نار جي تاثير روشني ڏيڻ واري باھ بئي ڪنهن هڪ هنڌ بہ استعمال نہ ڪئي وئي آهي ۽ هن آيت ڪريمہ (17-2) ۾ نار جي ساڙيندڙ ۽ ٻاريندڙ جي ان قسم جو ذڪر ڪيو ويو آهي جيڪا باھ اسان چلهن ۾ ٻاريندا رهون ٿا، اها ڳالھ تمام غور طلب آهي تہ نار لفظ جي ايتري گهٽي

تعداد ۾ استعمال ٿيڻ باوجود انجي برندڙ باھ واري معني اها صرف هڪ هنڌ سو ڇو؟ ان مان هي ثابت ٿئي ٿو تہ قرآن حڪيم ۾ جيڪو جهنم جي باه جو ذڪر ڪيترائي ڀيرا استعمال ٿيو آهي يا جناب ابراهيم عليہ السلام کي مخالفن جنهن باھ ۾ وڌو اهڙن سڀن موقعن تي نار جي معني چلهي ۾ ڪکن ڪانين کي ساڙڻ واري باھ مراد ناهي. خاص ڪري آيت (2-17) ۾ جنهن باھ جي لفظ سان ضوء جو لفظ يعني روشني ڏيڻ آندو ويو آهي، انهيءَ بہ ان حقيقت کي وڌيڪ چٽو ڪري ڇڏيو تہ قرآن ۾ لفظ نار ۽ باھ جو استعمال محاوري واري معني يعني موسمي تپش گرمي ڪاوڙ نفرت ۽ دشمنيءَ جا اثر مراد آهن- اها معني قران جي انداز بيان منجهان هن طرح سان ثابت ٿي جو هڪ ئي آيت ۾ باھ لاءِ لفظ نار سان گڏ انجا بہ عد خاصا بہ بيان ڪيا ويا هڪڙو ضوء يعني روشني ٻيو ٻيرو نور ۽ انجي بہ معني روشني آهي بہ عدد خاصيتون هن ڪري تہ هي جيڪو مشهور آهي تہ نور جي معنىٰ روشني آهي ان لاءِ جاڻڻ گهرجي تہ جنهن بہ شيء جي وصف ۽ تعريف ۾ نور جو لفظ استعمال ڪيو ويندو تہ اها نور واري روشني سندس ذاتي نہ هوندي پر انکي ڪنهن ٻئي ذريعي سان مليل هوندي جڏهن تہ انجي مقابل ٻئو لفظ ضوء ۽ ضياء جي معني بہ روشني آهي پر انجي اها روشني ڪنهن ٻئي ذريعي سبب انکي حاصل ٿيل ناهي اها انجي پنهنجي روشني آهي جيئن فرمايو ويو آهي تہ هُوَ الَّذِى جَعَلَ الشَّمْسَ ضِيَاء وَالْقَمَرَ نُورًا (5-10) يعني الله اها ذات آهي جنهن سج کي روشني ڏني (جيڪا ان ۾ پنهنجي اندر جي آهي) ۽ چنڊ کي نور بنايو. اتي چنڊ جي نور واري روشني سندس ذاتي ناهي بلڪ اهو هڪ قسم جو پرتو ۽ عڪس آهي اهڙي نموني ڪتاب قرآن حڪيم کي جيڪو نور سڏيو ويو آهي تہ قرآن جي نورانيت ۽ روشني بہ هن ڪري آهي جو الله جو ڪلام آهي (5-15) جيڪڏهن اهو ڪتاب، الله ڪانسواءِ ڪنهن ٻئي جي طرفان هجي ها تہ ان ۾ قرآن واري نورانيت نہ هجي ها (4-82).

## هم فيها خالدون:

خلود جي معني آهي ڊگهو عرصو، هميشگي دائم رهڻ وغيره جيئن جنت ۽ دوزخ وارن لاءِ ان ۾ رهڻ واري عرصي بابت قرآن حڪيم ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ خَالِدِينَ فِيهَا مَا دَامَتِ السَّمَاوَاتُ وَالأَرْضُ إِلاَّ مَا شَاء رَبُّكَ إِنَّ رَبَّكَ فَعَّالٌ لِّمَا يُرِيدُ(11-107) (11-108) يعني دوزخ وارا دوزخ ۾ جنت وارا جنت ۾ هميشہ رهندا، ايترو جو جيتري تائين آسمان ۽ زمين هميشہ رهندا.

محترم پڙهندڙن جي خدمت ۾ عرض آهي تہ قرآن حڪيم جيڪو هنن آيتن ۾ خلود جي معني پاڻ ڊگهي عرصي واري سمجهائي تہ آسمانن ۽ زمين جي دائمي عرصي تائين رهڻ هن تشبيہ ۾ غور ڪيو وڃي تہ قرآن حڪيم پنهنجي اهم لفظ جي معنىٰ جي سمجهاڻي ڪيئن تہ ڏيئي رهيو آهي، جو ڪنهن بہ قرآن کي سکڻ ۽ پڙهڻ واري کي ڪنهن

غير الله جي ڊڪشنري ۾ لغت سکڻ جي تکليف نہ ٿئي محتاجي نہ ٿئي، هي آهي الله بي پرواهہ جو غيرالله کان بيپرواهہ بنائڻ وارو ڪتاب. ٻئي هنڌ سورت الدهر جي آيت نمبر 19 ۾ آيو آهي تہ وَيَطُوفُ عَلَيۡهِمۡ وِلۡدَانٌ مُّخَلَّدُونَ إِذَا رَأَيۡتَهُمۡ حَسِبۡتَهُمۡ لُؤۡلُؤٗا مَّنثُورٗا(76-19) يعني اهل جنت وارن جي سامهون انهن جا ٻالپڻي جي حالت ۾ مري ويل ٻار (52-21) (52-24) جيڪي جنت ۾ هميشہ ان ٻالپڻي واري عمر ۾ ئي هوندا اهو هن ڪري تہ جنت جي زندگي ۾ اهڙي تہ هڪ ڪرائي آهي جو ماڻهو اتي پوڙها نہ ٿيندا، زندگيءَ جي هڪڙي ئي مرحلي ۾ رهندا، ۽ انهن ٻارن لاءِ قرآن حڪيم جيڪو لفظ مخلدون جو فرمائي وري انهن جي تشبيہ ٽڙيل پکڙيل موتين سان ڏني آهي ان منجهان انهن کي زيورن سان سينگاريل واري معني بہ ڪڍي سگهجي ٿي، چو تہ جنتي زندگي ۾ وڏي عمر جي جنتي ماڻهن لاءِ سونن ڪنگڻن پائڻ جو بہ ذڪر آيو آهي (18-31) ۽ چانديءَ مان نهيل ڪنگڻن پائڻ جو بہ ذڪر آيو آهي (76-21) ۽ موتين وارن زيورن پائڻ جو بہ ذڪر آيو آهي (35-33) تہ اتي ننڍن ٻارن لاءِ زيورن سان سينگاريل هجڻ بابت مخلدون جي معني هميشہ رهڻ واري قرار ڏيڻ کي بہ قبول ڪري سگهجي ٿو.

**خلود:۔**

لفظ خلود بابت وڏيڪ بحث تہ اهل دوزخ وارن ۽ جنت وارن لاءِ جيڪو قرآن حڪيم ۾ خالدين فيها ابدا جو لفظ فرمايو ويو آهي تہ اهو خلود ۽ اهو ابد ڪٿندو بہ سهي يا ڪونہ، تہ ان لاءِ رب پاڪ جيڪي بہ ڳالهيون بيان فرمايون تہ خلود ۽ ابد آسمانن ۽ زمين جي قائم رهڻ تائين هوندو سو اهو عرصو صرف الله جي ذات کي معلوم آهي تہ اهي ڪيتري تائين رهندا، چو تہ قرآن حڪيم ان ڳالهہ کي پوءِ بہ الله جي قانون مشيت سان ڳنڍيو آهي (6-128) ۽ قانون مشيت کي سمجهڻ اهو سائنسي مسئلو آهي، سائنس جڏهن ايتري ترقي ڪئي تہ پوءِ گهربل معلومات ملي سگهندي.

## هن آيت منجهان ثابت ٿيندڙ قانون

جاڻڻ گهرجي تہ اڳين آيت ۾ جيڪو ٻڌايو ويو تہ شروع واري پئدائش مهل جيڪو انسان شجر ممنوع جي طرف ويجها ويا يعني فرقيبازي طبقاتي معاشري ۽ ڪلاسفيڪيشن وارو معاشرو اختيار ڪيو پوءِ ان سبب هو اڳين عزت واري زندگي کان معزول ڪري هٽايا ويا ۽ ڪين حڪم ڏنو ويو تہ هاڻي اوهان طرف منهنجا نبي منهنجي طرفان قائدا قانون آڻيندا، سو جيڪو بہ ماڻهو انهن جي ڏس مطابق عمل ڪندو ۽ زندگي گذاريندو تہ انکي ڪڏهن بہ نہ خوف واري ڪيفيت ٿيندي نہ ئي وري هو غمگين رهندا، تہ هن پوئين آيت ۾ ٻڌايو ويو تہ جيڪي ماڻهو الله جي نبين ذريعي پهچايل آيتن جو انڪار ڪندا اهي هميشہ دوزخي زندگيءَ ۾ گذاريندا، سو دوزخي زندگيءَ مان عام طور ماڻهو مرڻ کان پوءِ آخرت واري جهان واري زندگي مراد وٺندا آهن، پر هتي ٻنهي آيتن کي ملائي غور ڪبو تہ هيءَ حقيقت ثابت ٿيندي

تہ نار ۾ خلود يعني دائمي باهہ واري زندگيءَ مان مراد آخرت واري جهان جي دوزخ سان گڏ خود هن دنيا جي حياتي بہ دوزخ مثل آهي ڇو تہ جنهن ماڻهو کي پنهنجي پوري ڄمار ۾ هر وقت خوف ۽ غم رهندو تہ اهو بہ ڄڻ دوزخ ۾ پيو گذاري سو ان موقعي تي ابد ۽ خلود جي معني قرآني آيتن جي ان منڪر ماڻهو جي پوري ڄمار قرار ڏني ويندي.

يَا بَنِي إِسْرَائِيلَ اذْكُرُوا نِعْمَتِيَ الَّتِي أَنْعَمْتُ عَلَيْكُمْ وَأَوْفُوا بِعَهْدِي أُوفِ بِعَهْدِكُمْ وَإِيَّايَ فَارْهَبُونِ(40)

**ترجمو:**

اي بني اسرائيل ياد ڪيو منهنجي نعمت کي جيڪا مون توهان کي عطا ڪئي ۽ توهان مون سان ڪيل وعدو پاڙيو، تہ آءُ بہ توهان سان ڪيل وعدو وفا ڪيان، ۽ خاص مونکان ئي ڊڄو.

## جدا جدا لفظن جي معني

**بني:**

لفظ ابن جو جمع آهي بني- بنو ۽ ابناء هي لفظ بناء منجهان جوڙيا ويا آهن جنهن جي هڪ معني آهي اڏاوت (22-2) (64-40) هن لفظ جو جيڪو صيغو بنيان آهي انجي معني عمارت ڄاڻائي وئي آهي (21-18) (109-9) پٽ کي ابن انڪري سڏيو ويو آهي جو هو پنهنجي پيءُ جي نسبي سلسلي واري خانداني شجري ۽ عمارت لاءِ اڏاوت جي پيڙهہ جو پٿر آهي بنياد آهي.

**بني اسرائيل:**

هن مرڪب نالي ۾ اسرائيل جناب يعقوب عليہ السلام جو لقب آهي (93-3) (58-19) (6-12) انجي چوٿين پٽ جو نالو يهودا سڏيو ويو آهي، باقي پٽن کي انهن جي جدا جدا نالن سان گڏ بني اسرائيل سڏيو ويندو هو پوءِ اڳتي سين کي گڏي ڪري يهودي ۽ بني اسرائيل ڪوٺيو ويو آهي.

اسرائيل جي معني آهي الله جو ٻانهو، اسر- اسير- انهن جو جمع اسارىٰ هي لفظ قيدي جي معنىٰ ۾ بہ استعمال ٿيو آهي (85-2) ٻئي لفظ "اسر" کي جزئن ۽ ائٿمن جي ٻڌ جوڙ جڪ ۽ ڪمپوزيشن جي معني ۾ بہ استعمال ڪيو ويو آهي (28-76) هنن جي گڏيل معني ڪنٽرول هيٺ آيل حصا ۽ جزئا بہ قرار ڏئي سگهجي ٿي، ان حوالي سان مون اسرائيل جي معني الله جو ٻانهو ڪئي آهي ئيل تہ ائين ئي سرياني عبراني ٻوليءَ ۾ الله جو نالو

آهي سو ترڪيبي معني ٿيندي الله جي قبضي قدرت ۾ آيل ڪنٽرول هيٺ آيل ٻانهو يعني عبدالله نَحْنُ خَلَقْنَاهُمْ وَشَدَدْنَا أَسْرَهُمْ وَإِذَا شِئْنَا بَدَّلْنَا أَمْثَالَهُمْ تَبْدِيلًا(76-28) جي معني ٿيندي انجي جزئن جي ٻڌ کي اسان نهايت سخت گهاٽو ۽ مضبوط ڪيو.

**اذڪروا:**

هي صيغو جمع مذڪر امر حاضر معلوم جو آهي هتي هن جي معني ياد ڪيو- جي آهي.

**نعمتي:**

نعمت جي معني هر وڻندڙ ۽ ڀلي شيءِ آهي اها معنیٰ سمجهڻ لاءِ قرآن پاڪ ۾ ڪيئي مثال آهن پر هتي تقابل واري انداز سان سمجهائڻ جي قرآني انداز واري مثال کي پيش ڪجي ٿو، إِنَّ الْأَبْرَارَ لَفِي نَعِيمٍ (82-13) يعني نيڪو ڪار نعمتن جي مزن ۾ هوندا ۽ فاجر ماڻهو دوزخ ۾ هوندا.

**اوفوا:**

هي صيغو جمع مذڪر امر حاضر معلوم جو آهي، وفا جي معني آهي پورو ڪرڻ، پورو ڪري ڏيڻ، ڪم کي مڪمل ڪرڻ، ڪم ۾ ماپ تور ۾ گهاٽي واڌي نہ ڪرڻ. مثال لاءِ آيت ڪريمہ عرض رکجي ٿي تہ فَأَوْفُواْ الْكَيْلَ وَالْمِيزَانَ وَلاَ تَبْخَسُواْ النَّاسَ أَشْيَاءهُمْ (85-7) يعني پورو ڪري ڏيو ماپ تور کي ۽ نہ ڪٽائي ڏيو ماڻهن کي انهن جون شيون، يعني ماڻهن جي سودي ۾ گهاٽو ۽ ڪوٽ نہ ڪيو. پڙهندڙ مهربان غور ڪن تہ هن آيت ڪريمہ ۾ رب پاڪ اوفوا ۽ وفا جي معني سمجهائڻ لاءِ ٽي عدد لفظ ڪيل- ميزان ۽ بخس آندا آهن يعني ماپ تور ۽ انهن ۾ ڪوٽي نہ ڪرڻ سان غور ڪيو تہ قرآن پنهنجي لفظ وفا جي معني ڪيئن تہ کولي کولي بيان ڪئي آهي.

**بعهدي:**

عهد لفظ جي معني، معاهدو، ايگريمنٽ، وعدو آهي جيئن وَأَوْفُواْ بِعَهْدِ اللّهِ إِذَا عَاهَدتُّمْ وَلاَ تَنقُضُواْ الأَيْمَانَ بَعْدَ تَوْكِيدِهَا (91-16) يعني پورو ڪيو الله سان ڪيل وعدو جيڪو توهان ان سان معاهدو ڪيو آهي. اهوئي لفظ عهد، منصب، ذميداري ۽ عهدي لاءِ بہ استعمال ڪيو ويو آهي جيئن وَإِذِ ابْتَلَى إِبْرَاهِيمَ رَبُّهُ بِكَلِمَاتٍ فَأَتَمَّهُنَّ قَالَ إِنِّي جَاعِلُكَ لِلنَّاسِ إِمَامًا قَالَ وَمِن ذُرِّيَّتِي قَالَ لاَ يَنَالُ عَهْدِي الظَّالِمِينَ(124-2) يعني منصبن ۽ عهدن کي ظالم ماڻهو حاصل ڪري نہ سگهندا، قرآن حڪيم ۾ وعده وفائيءَ کي بہ عهد سڏيو ويو يعني وعدي ۽ قول اقرار جي حفاظت کي بہ عهد سڏيو ويو آهي جيئن إِلاَّ الَّذِينَ عَاهَدتُّم مِّنَ الْمُشْرِكِينَ ثُمَّ لَمْ يَنقُصُوكُمْ شَيْئًا وَلَمْ يُظَاهِرُواْ عَلَيْكُمْ أَحَدًا فَأَتِمُّواْ إِلَيْهِمْ عَهْدَهُمْ إِلَى مُدَّتِهِمْ إِنَّ اللّهَ يُحِبُّ الْمُتَّقِينَ(4-9) يعني وعدي جي پاس خاطري کي وفا ڪيو، مڪمل ڪيو، سنڀاليو انجي ميعاد تائين، ٻئي هنڌ فرمان آهي تہ وَالْمُوفُونَ بِعَهْدِهِمْ إِذَا عَاهَدُواْ (177-2) يعني جيڪي ماڻهو معاهدا ڪن ٿا اهي انهن جي وفا بہ ڪن ٿا.

**فارهبون:**

رهب لفظ جي معني آهي خوف ۽ ڊڄڻ جيئن فرمان آهي تہ وَقَالَ اللّهُ لاَ تَتَّخِذُواْ إِلـهَيْنِ اثْنَيْنِ إِنَّمَا هُوَ إِلهٌ وَاحِدٌ فَإيَّايَ فَارْهَبُونِ (16-51) يعني پنهنجي هڪ معبود بدران بہ الھ ۽ بہ معبود نہ بنايو ڇو جو هو تہ آهي هڪڙو، انڪري خاص مون الله کان ڊڄو. هن ئي لفظ منجهان رهبانية جو اصطلاحي لفظ نڪتل آهي جنهن جي وڌيڪ تشريح پنهنجي جاءِ تي ايندي.

**هن آيت ڪريم منجهان ملندڙ فقہ القرآن**

هڪ ڳالهہ تہ انسان کي پنهنجي مٿان رب پاڪ طرفان ڪيل مهربانين کي هر وقت ياد رکڻ گهرجي، انهيءَ ڳالهہ جو فائدو هي ٿيندو تہ اهڙو ماڻهو شرڪ ڪرڻ کان بچي ويندو. ٻئي نمبر تي الله سان ڪيل معاهدي (9-111) جي روشنيءَ هيٺ پنهنجي لاءِ الله جي طرفان ساڻس ٿيندڙ مهربانين کي هتي دنيا جي زندگيءَ ۾ بہ پيو حاصل ڪندو رهندو. خاص الله کان ڊڄڻ جو فائدو هي ٿيندو تہ ماڻهو دنيا جي ٻين طاقتن کان بي خوف رهندو.

وَآمِنُواْ بِمَا أَنزَلْتُ مُصَدِّقاً لِّمَا مَعَكُمْ وَلاَ تَكُونُواْ أَوَّلَ كَافِرٍ بِهِ وَلاَ تَشْتَرُواْ بِآيَاتِي ثَمَناً قَلِيلاً وَإِيَّايَ فَاتَّقُونِ(41)

**ترجمو:**

۽ ايمان آڻيو ان تي جيڪو مون نازل ڪيو آهي، اهو تصديق ڪندڙ آهي ان علم جي جيڪو توهان وٽ (موجود) آهي نہ ٿيو توهان منهڙيا منڪر ان جا، منهنجي آيتن مٿان ايمان نہ آڻڻ جي بدلي ۾ (جيڪو اوهان اهل ڪتاب وارن جي مذهبي پيشوائيت منجهان پئسا ڪمائي رهيا آهيو اهو ايمان آڻڻ جي مقابلي ۾ تہ) تمام ٿورو ملهہ آهي سو اهو سو دو نہ ڪيو ۽ اهو ٿورو ملهہ نہ وصول ڪيو، (ائين ڪرڻ کان) خاص مونکان ڊڄو.

**جدا جدا لفظن جي معني**

**مصدقا:**

هي اسم فاعل جو صيغو آهي، هن صيغي جو باب تفعيل آهي صدق دال جي شد سان جون بہ معنائون ٿيندون هڪڙي هيءَ تہ ڪنهن ٻئي جي ڳالهہ جي، شيءِ جي، تصديق ڪرڻ جيئن وَلَمَّا جَاءهُمْ كِتَابٌ مِّنْ عِندِ اللّهِ مُصَدِّقٌ لِّمَا مَعَهُمْ (2-89) يعني جڏهن آيو انهن وٽ ڪتاب جيڪو تصديق ڪندڙ هئو ان علم جي جيڪي ڪجهہ انهن وٽ هئو. ٻي معني ٿيندي تہ پنهنجي ڳالهہ کي قول کي پنهنجي عمل سان سچ ڪري ڏيکاري جيئن وَالَّذِي جَاء بِالصِّدْقِ وَصَدَّقَ بِهِ أُوْلَئِكَ هُمُ الْمُتَّقُونَ(33-39) يعني جو شخص سچائيءَ سان آيو ۽ پنهنجي عمل سان انکي سچ

ڪري ڏيکاريو. اهو لفظ دال جي شد کان سواءِ بہ آيو آهي، جيئن قُلْ صَدَقَ اللّهُ فَاتَّبِعُواْ مِلَّةَ إِبْرَاهِيمَ حَنِيفًا وَمَا كَانَ مِنَ الْمُشْرِكِينَ(3-95) يعني الله سچ ڳالهايو آهي ان ڪري ابراهيمي دين حنيف جي تابعداري ڪيو.

**صدق:**

صدق بمعني سچ ڳالهائڻ اهو قرآن حڪيم لفظ ڪذب جي مقابلي ۾ آندو آهي ۽ ڪذب جي معني ڪوڙ تہ ان فن تقابل سان صدق جي معني ازخود مقرر ٿي وئي "سچ" ان جو مثال، قَالَ هِيَ رَاوَدَتْنِي عَن نَّفْسِي وَشَهِدَ شَاهِدٌ مِّنْ أَهْلِهَا إِن كَانَ قَمِيصُهُ قُدَّ مِن قُبُلٍ فَصَدَقَتْ وَهُوَ مِنَ الكَاذِبِينَ(12-26) يعني جيڪڏهن (يوسف) جي قميص اڳيان ڦاٽل هوندي تہ پوءِ (عزيز مصر جي) زال سچي آهي ۽ (يوسف ڪوڙ ڳالهائيندڙن مان هوندو. لفظ صديق جي معني دوست بہ آئي آهي جيئن وَلَا صَدِيقٍ حَمِيمٍ(26-101) يعني اتي ڪوئي غمخوار دوست بہ نہ هوندو، هن لفظ جي صيغي تصدق جي معني خيرات ۽ صدقو بہ ڪئي وئي آهي، جيئن فَلَمَّا دَخَلُواْ عَلَيْهِ قَالُواْ يَا أَيُّهَا الْعَزِيزُ مَسَّنَا وَأَهْلَنَا الضُّرُّ وَجِئْنَا بِبِضَاعَةٍ مُّزْجَاةٍ فَأَوْفِ لَنَا الْكَيْلَ وَتَصَدَّقْ عَلَيْنَآ إِنَّ اللّهَ يَجْزِي الْمُتَصَدِّقِينَ(12-88) يعني مقرر وزن بہ ڏي پر (ان کانسواءِ) خيرات بہ ڏي الله خيرات ڏيندڙن کي پلو بدلو ڏيندو آهي، هن لفظ صدق کي جڏهن انجي مڙني صيغن کي گڏ ڪري انهن جو معنائون ڪيون وينديون تہ مجموعي طور ۽ قدر مشترڪ طور انجي معنويت ۾ خلوص سچائي دل جي گهرائي رضامندي جا تسليم جا سڀ جذبا موجود هجن ٿا.

**ثمن:**

ثمن جي معني ملهہ ۽ اگهہ، اها معني خود قرآن حڪيم پاڻ ٻڌائي آهي جو لفظ ثمن پوري قرآن ۾ يارنهن ڀيرا واپار ۽ خريد و فروخت جي بيان سان گڏ بطور مُلهہ جي ذڪر ڪيو ويو آهي.

**قليل:-**

لفظ قليل جي معني ٿورڙو، اها معنیٰ قرآن حڪيم پنهنجي ادب واري فن بلاغت جي صنف تقابل سان سمجهائي تہ لِّلرِّجَالِ نَصيِبٌ مِّمَّا تَرَكَ الْوَالِدَانِ وَالأَقْرَبُونَ وَلِلنِّسَاء نَصِيبٌ مِّمَّا تَرَكَ الْوَالِدَانِ وَالأَقْرَبُونَ مِمَّا قَلَّ مِنْهُ أَوْ كَثُرَ نَصِيبًا مَّفْرُوضًا(4-7) هن آيت ڪريمہ ۾ عورتن کي انجي پيءُ ماءُ ويجهن مٽن کان ملندڙ ورثي واري حصي لاءِ قرآن فرمايو تہ اهو حصو ٿورو هجي يا گهڻو هر حال ۾ انکي ڏيڻو آهي، غور ڪيو تہ ڪثير ۽ ڪثر جي لفظ سان گڏ قلّ ۽ قليل کي آڻي قرآن انجي معني بہ سمجهائي ڇڏي، اهو خاص انڪري تہ جيڪي ماڻهو الله جي ڪلام قرآن جي گلا ڪندا آهن تہ هي ڪتاب سمجهڻ ۾ غيرالله جي علمن جو محتاج آهي، انهن کانسواءِ هي سمجهہ ۾ نہ اچي سگهندو سو الله غني جي غني ڪتاب تي ايمان آڻڻ وارا ڏسن تہ قرآن حڪيم ڪيئن نہ پنهنجي لغت بہ پاڻ حل ڪندو ٿو هلي.

## هن آيت منجهان ثابت ٿيندڙ حقيقت

جيئن ته هن آيت ڪريمه ۾ ايمان آڻڻ جي دعوت وارو خطاب اهل ڪتاب ڪي آهي سو قرآن حڪيم جي لحاظ سان ان تي ايمان آڻڻ ۾ اهل ڪتاب وارن کي اڳرائي ڪرڻ گهرجي جو هو مشرڪن جي ڀيٽ ۾ اڳيئي علم وحي جا وارث ۽ علمبردار آهن سو رب پاڪ انهن کي خطاب ۾ فرمايو ته ائين نه ٿئي جو اوهان منهڙين ايمان آڻڻ وارن بدران منهڙيا منڪر ۽ ڪافر بڻجي وڃو.

بي حقيقت ته اهل ڪتاب جي مذهبي اڳواڻن کي ابوجهه ماڻهن منجهان ڏاڍا مالي فائدا هوا انڪري هو اهي مالي فائدا ڇڏي قرآن جي سڏ تي اچڻ لاءِ تيار نه پيا ٿين ان تي رب پاڪ انهنکي فرمايو ته اسانجي حق سچ وارين آيتن جي ڀيٽ ۾ اوهانکي حاصل ٿيندڙ مالي فائدا اهي ثمن قليل آهن، انڪري دنيا ۾ آخرت جي ڪاميابين واري فائدي کي ڇڏي ٿوري ملهه تي نه ڪري پوو. وڌيڪ هي به ته قرآن حڪيم جي هنن الفاظن ته ٿوري ملهه تي نه وڪامجي وڃو جو هي مطلب ناهي ته گهڻو ملهه ملي وڃي ته پوءِ ڀلي سودو ڪيو، قرآن حڪيم سموري دنيا جي اڻ ڪٿ دولت کي به ٿورو ٿو سڏي ڇو ته جڏهن دنيا فاني آهي ته ان جون سڀ شيون فاني ٿيون جيڪي نيٺ ته ختم ٿينديون. رب پاڪ فاني دنيا جي فاني ۽ بي بقا سودن کان پري رهڻ لاءِ نسخو ڏسيو فاياي فاتقون وارو يعني الله جي قانون جي ڀڃڪڙي ڪرڻ کان ڊڄو.

وَلَا تَلْبِسُوا الْحَقَّ بِالْبَاطِلِ وَتَكْتُمُوا الْحَقَّ وَأَنتُمْ تَعْلَمُونَ (42)

**ترجمو:** ۽ حق کي باطل سان نه ملايو جنهن سان حق کي لڪائي ڇڏيو ۽ اوهان پنهنجي ان حرفت کي ڄاڻو به پيا ٿا (ترجمو ختم)

## جدا جدا لفظن جي معني

### وَلَا تَلْبِسُوا الْحَقَّ بِالْبَاطِلِ

هي جمع نهي معلوم جو صيغو آهي، معني آهي ته لباس نه پارايو حق کي باطل جو. هي لفظ ڪنايي جي قسمن منجهان آهي جنهن مان مراد آهي ته حقيقت ته اصل ۾ ڪاپي آهي پر انکي باطل واري معني جو لباس پارائي انجي اصليت کي نه ڏيکيو، هن قسم جو عمل دوکي ڏيڻ برابر آهي عربي ٻوليءَ ۾ انکي التباس چئبو آهي جنهن جي دوکي ڏيڻ واري معني کان سواءِ ٻي معني منجهائڻ ۽ ٺڳي ڪرڻ به آهي. هتي آيت ڪريمه ۾ التباس واري حرفت ۽ ٺڳي لاءِ ٻڌايو ويو آهي ته اهو خلط ملط باطل کي حق جي لباس پارائڻ سان نه ڪيو، آيت پاڪ ۾ حق ۽ باطل کي هڪ هنڌ آمهون سامهون آڻي اجتماع ضدين جي هنر سان ٻنهي لفظن جي معني مفهوم کي به سمجهڻ ۾ سولائي ڪري ڇڏي.

## هن آيت ڪريمه مان ثابت ٿيندڙ مسئلا

چرب زباني سان گفتگو جي چالاڪيءَ سان حق سچ کي ليپا پوتي ڪري لباس ڍڪائي، پارائي لڪائي باطل واري نظريي کي ماڻهن کان مجرائڻ اهو عمل الله وٽ غلط آهي ناجائز طريقي ڪار آهي جنهنڪي قرآن حڪيم التباس ۽ دوکو ڏيڻ سڏيو آهي اهو غلط ۽ ناجائز آهي، قرآن حڪيم هن حرڪت کي ان صورت ۾ ناجائز سڏيو آهي جڏهن اهو عمل ڪوئي شخص ڄاڻي ٻجهي، ڏسي وائسي، ڪري، پر جيڪڏهن اهو عمل ڪنهن اڻ ڄاڻائي ۾ يا غلط فهميءَ ۾ ڪيو هوندو ته انلاء فيصلو مختلف هوندو. (هن جهڙن موقعن لاءِ يعني جن غلطين لاءِ قرآن حڪيم سزا جو فيصلو نه ٻڌائي ته اهو فيصلو وقت جي قاضيءَ جي صوابديد تي منحصر ليکيو ويندو چو ته اهو معروضي صورتحال ۽ ماڻهو ماڻهوءَ جي پسمنظر واري ڄاڻ مطابق فيصلو ڏيندو.

| |
|---|
| وَأَقِيمُواْ الصَّلاَةَ وَآتُواْ الزَّكَاةَ وَارْكَعُواْ مَعَ الرَّاكِعِينَ(43) |

**ترجمو:**

قائم ڪيو (قرآن جي ڏنل نظام جي) پيروي ۽ تابعداري واري عمل کي ۽ (ماڻهن کي) سامان پروش ڏيو. فرمانبردار ۽ مجوتي ڪندڙن سان گڏ اوهان به فرمانبردار بنجي وڃو.

## جدا جدا لفظن جي معنيٰ

### اقيموا

هي صيغو جمع مذڪر امر حاضر معلوم جو آهي هن ۾ حڪم ڏنو ويو آهي نظام صلوة کي قائم ڪرڻ جو، هن لفظ جي مادي منجهان علم صرف سان ڪيئي صيغا تيار ٿيا آهن جن جا مفهوم به اڪيچار آهن، هن جو سه حرفي اصل آهي، قوم، قام آهي هن جي معني بيهڻ ۽ مضبوط ٿيڻ آهي، پوءِ حرفن جي واڌ سان ۽ صيغن جي بدلجڻ سان معنائون به ڪوڙ ساريون وڌيون آهن جيئن اقوم معني گهڻي مضبوط (9-17) وچترائي واري معني جيئن وَكَانَ بَيْنَ ذَلِكَ قَوَامًا(67-25) معتدل ۽ متناسب برابر حصن ۽ اصولن تي مشتمل جيئن قرآن حڪيم لاءِ فرمايو ويو ته الْحَمْدُ لِلَّهِ الَّذِي أَنزَلَ عَلَى عَبْدِهِ الْكِتَابَ وَلَمْ يَجْعَل لَّهُ عِوَجَا. قَيِّمًا لِّيُنذِرَ بَأْسًا شَدِيدًا مِن لَّدُنْهُ(1-2-18) يعني الله عزوجل پنهنجي ٻانهي تي اهڙو ته ڪتاب قرآن نازل فرمايو آهي جنهن ۾ ڪو به ٽيڏ، وڪڙ ۽ نابرابري ڪانهي (بلڪ) هو ته قيم ڪتاب آهي. هڪ هنڌ هن لفظ جي معني ”هميشه رهڻ واري ڪئي وئي آهي، فرمان آهي ته يُرِيدُونَ أَن يَخْرُجُواْ مِنَ النَّارِ وَمَا هُم بِخَارِجِينَ مِنْهَا وَلَهُمْ عَذَابٌ مُّقِيمٌ(37-5) يعني دوزخ وارا ته ان مان نڪرڻ لاءِ گهڻو ڪجهه ڪندا پر اهي نڪري نه سگهندا جو انهن لاءِ اتي هميشه رهڻ وارو عذاب هوندو.

هن آيت ڪريمه ۾ اسانکي سمجهڻو آهي اقامة صلوة جي معني ۽ مفهوم کي، سو ان لاءِ پهريائين لفظ اقامة کي سمجهڻو پوندو، جنهن لاءِ پڙهندڙ مهربان سورت توبه جي آيت

نمبر 18 تي غور ڪن ۽ توجه ڏين ان ۾ اقامة الصلوة لاءِ فرمايو ويو آهي ته الله جي مسجدن (يعني عدالتن ۽ پبلڪ افيئر جي آفيس) جي آبادي اهي ماڻهو ڪري سگهندا آهن جن جو الله جي مٿان ايمان هجي يعني الله جي قانون مٿان پروسو ۽ ايمان هجي، اڳتي قرآن انهن ماڻهن لاءِ فرمائي ٿو ته اهڙا ماڻهو اقام الصلوة واٰتَی الزکوة ڪندا، يعني اهڙي ته قرآن جي پيروي جو ڏنل نظام صلوة قائم ڪندا جنهن سان هو رعيت کي سامان پرورش ڏين، پر انهيءَ راهه ۾ انهن کي قرآن واري ڏنل نظام تي عمل ڪرڻ خلاف وڏن وڏن جاگيردار ۽ استحصالي سرمايه دارن جون رڪاوٽون ۽ مخالفتون ڏسڻيون پونديون، سو هي قرآن حڪيم ذريعي ڏنل اقامة صلوة وارو نظام جنهن سان رعيت کي سڀ سک ڏيڻا آهن اهو ڪم اهي ماڻهو ڪري سگهندا جيڪي ولم يخش الاالله يعني جن کي الله کان سواءِ ڪنهن به ٻئي ڍنگ جو خوف نه هجي ڊڄندا نه هجن، انڪان پوءِ اڳتي جملو آهي ته إِنَّمَا يَعْمُرُ مَسَاجِدَ اللّهِ مَنْ آمَنَ بِاللّهِ وَالْيَوْمِ الآخِرِ وَأَقَامَ الصَّلاَةَ وَآتَى الزَّكَاةَ وَلَمْ يَخْشَ إِلاَّ اللّهَ فَعَسَى أُوْلَـئِكَ أَن يَكُونُواْ مِنَ الْمُهْتَدِينَ(9-18) يعني جڏهن هن نظام صلوة قائم ڪرڻ کان ڪوئي، نه ڊڄندڙ ۽ اڻ موٽ جرئتمند ماڻهو اهو بار کڻندو ته پوءِ اوهان جو صلوة ذريعي رعيت لاءِ نظام پرورش ڪامياب ٿي سگهندو، اجا وڌيڪ هن طرح به سمجهڻ گهرجي ته ولم يخش الاالله يعني جنهن ماڻهوءَ کي الله کان سواءِ ڪنهن جي به پرواهه نه هجي خوف نه هجي اهڙو ماڻهو ئي نظام صلوة کي هلائي سگهندو، صلوٰة قائم ڪرڻ ياڙيي ماڻهوءَ جي وس جي ڳالهه ناهي هن آيت ڪريمه هيءَ حقيقت به کولي کولي سمجهائي ته بقول شاعر:-

جسکو ہو جان پیاری وہ سامنے نہ آئے

يعني نظام صلوة قائم ڪرڻ سان دنيا جون طاقتور اٿارٽيون ضرور وڙهنديون ۽ رڪاوٽون وجهنديون، سو هن نظام صلوٰة کي اهوئي ماڻهو کڻي هلائي سگهندو، جيڪو ولم يخش الاالله، يعني الله کان سواءِ ڪنهن پاڙيي پوڙيي جي پرواه ئي نه ڪندو هجي، سو هن آيت ڪريمه ۾ صلوٰة قائم ڪرڻ جي حقيقت هي ماجرا سمجهائي ڏئي پئي ته جڏهن توهان قرآن وارو نظام صلوة قائم ڪندو ته دنيا جا سامراجي ڌاڙيل ڦورو اوهان سان وڙهندا اوهانکي ناڪام بنائڻ لاءِ اوهانجا رستا روڪيندا، سو وڏي همت ۽ حوصلي سان صلوٰة وارو نظام قائم ڪري سگهبو. صلوٰة جو عمل ڪامروج نماز ڪانهي جيڪا هر قسم جو ڪمزور ۽ محتاج ۽ پينو گداگر به رڪاوٽن کان سواءِ بي خوف ٿي پڙهندو رهي ٿو. ٻئي نمبر تي صلوٰة لاءِ قرآن حڪيم قائم ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي. جڏهن ته نماز کي پڙهيو ويندو آهي اقامة ۽ قائم ڪرڻ جو معنوي تعلق ملڪي نظام سان آهي ملڪي قانون سان آهي ملڪ هلائڻ جي سسٽم سان آهي، ۽ اهوئي ڪم نهايت ڳونرو ۽ مشڪل آهي جو انجي رستي ۾ عوامي ڀلائي جي معاشي نظام جا دشمن جيڪي ٻين جي ڪمائي مان صرف پنهنجا پيٽ پريندا آهن اهي نه چاهيندا ته ڪڏهن به قرآن وارو اهو نظام صلوة قائم ٿئي جنهن ذريعي الَّذِينَ يُؤْمِنُونَ بِالْغَيْبِ وَيُقِيمُونَ الصَّلاةَ وَمِمَّا رَزَقْنَاهُمْ يُنفِقُونَ(2-3) تي عمل ٿئي مونکي هتي محترم

پڙهندڙن جو ذهن اقيمو الصلوٰه جملي ۾ لفظ اقيموا جي مفهوم طرف مبذول ڪرائڻو آهي، سو ان قرآني اصطلاحي لفظ کي سمجهڻ لاءِ آيت ڪريمه وَأَقِيمُوا الْوَزْنَ بِالْقِسْطِ وَلَا تُخْسِرُوا الْمِيزَانَ(9-55) جي مفهوم طرف ڌيان ڏنو وڃي ته رب پاڪ دنيا جهان جي تمام وڏي مسئلي وٺ واپار ۾ ڏيتي ليتي ۾ ماپ طور جهڙي اهم ڳالهه لاءِ هدايت ڏئي ٿو ته واقيموا الوزن يعني تور ۾ ميزان کي برابر رکڻ ۽ درست رکڻ جي نظام کي به قائم ڪيو، يعني اوهانجي رياستي نظام ۾ مملڪتي نظام ۾ وٺ ترازين ڪاٽن ۽ ميٽرن کي صحيح رکڻ ۽ انهن ۾ ڏندي نه هڻڻ لاءِ به ڪو محڪمو ۽ وزارت قائم ڪيو جيڪا ان اهم ڳالهه جي نگراني ڪري.

وري ملڪ جي عدالتي محڪمي ۽ ڊپارٽمنٽ جي ڪاميابي لاءِ قرآن فرمايو فَإِذَا بَلَغْنَ أَجَلَهُنَّ فَأَمْسِكُوهُنَّ بِمَعْرُوفٍ أَوْ فَارِقُوهُنَّ بِمَعْرُوفٍ وَأَشْهِدُوا ذَوَيْ عَدْلٍ مِّنكُمْ وَأَقِيمُوا الشَّهَادَةَ لِلَّهِ ذَٰلِكُمْ يُوعَظُ بِهِ مَن كَانَ يُؤْمِنُ بِاللَّهِ وَالْيَوْمِ الْآخِرِ وَمَن يَتَّقِ اللَّهَ يَجْعَل لَّهُ مَخْرَجًا(2-65) يعني نظام شهادت کي به انصاف جي بحاليءَ لاءِ قائم ڪيو. ميڊيا جو مطالعو ڪندڙ ماڻهو باقائدي ڄاڻن ٿا ته ڪيترائي ماڻهن جا خون شاهدين گم ڪرڻ سان لڙهي ويا گم ڪيا ويا جتي جتي جن جن شاهدن حق جي سچ جي شاهدي ڏيڻ لاءِ ضد ڪيو ۽ بيان ڦيرائڻ کان انڪار ڪيو ته اهڙن الله ڪارڻ انصاف واري شاهدي ڏيندڙن کي شاهديون ڏيڻ کان اڳيئي قتل ڪيو ويو آهي، سو الله عزوجل دنيا جي حڪومتن ۽ حڪمرانن کي حڪم فرمايو ته واقيموا الشهادت لله يعني الله ڪارڻ صرف حق ۽ سچ کي سچ ڪري پيش ڪرڻ لاءِ عدالتن ۾ شاهدي جي بيانن ۽ شاهدن جي حفاظت ۽ سلامتي واري نظام کي قائم ڪيو، هنن مثالن جي روشنيءَ ۾ غور ڪيو وڃي ته قرآن حڪيم اقيموا جي اصطلاحي حڪم سان حڪومت جي ڪيترن ته اهم ڪاتن جي قائم ڪرڻ لاءِ آرڊر ڏنو آهي. جن جي بجا آوري به صلوة جي معنىٰ ۾ شامل آهي.

## وَارْكَعُوا مَعَ الرَّاكِعِينَ

لفظ رڪع جي معني ته آهي لڙي پوڻ ۽ حڪم مڃڻ لاءِ اثبات ۾ ڪنڌ جهڪائڻ، ڪنڌ جو عملي طرح هيٺ ڪرڻ اها علامت آهي حاڪم جي حڪم کي مڃڻ جي آقا جي آرڊر کي قبول ڪرڻ جي ڪيتريون مثبت يا منفي جسماني حرڪتون خاص خاص معنائن لاءِ مقرر هونديون آهن جو بغير الفاظن ڳالهائڻ جي صرف انهن کي عمل ۾ آڻڻ سان اهي معنائون مراد ورتيون وينديون آهن، هونئن ته هٿن ۽ ڪنڌ جي اشارن واري ٻولي جيڪا عمومي طور گونگن لاءِ تيار ڪيل آهي ان ۾ صرف جسماني اشارا لفظن جو ڪم ڏيندا آهن، سو لفظ رڪوع کي به قرآن حڪيم جسماني عمل يعني ڪنڌ کي ٿورو ڪجهه هيٺ جهڪائڻ کي مڃڻ، تسليم ڪرڻ ۽ قبول ڪرڻ جي معنىٰ ۾ قبول ڪري سگهبو، رڪوع جي معني مڃڻ ۽ قبول ڪرڻ سورت المرسلات جي آخري ٽن آيتن کي ملائي پڙهڻ ۽ انهن

تي غور ڪرڻ سان سمجهه ۾ اچي ويندي، فرمان آهي ته وَإِذَا قِيلَ لَهُمُ ارْكَعُوا لَا يَرْكَعُونَ. وَيْلٌ يَوْمَئِذٍ لِّلْمُكَذِّبِينَ. فَبِأَيِّ حَدِيثٍ بَعْدَهُ يُؤْمِنُونَ(48-49-50-77) يعني انهن منڪرن کي جڏهن چيو وڃي ٿو ته مڃو! ته هو نٿا مڃن، سو ويل ٿيندو ان ڏينهن تڪذيب ڪرڻ وارن لاءِ پوءِ (قرآن وارين حديثن کان وڌيڪ) ٻي ڪهڙي حديث تي ايمان آڻيندا؟ هتي محترم پڙهندڙ پائر غور ڪن ته ارڪعو ۽ لايرڪعون جي پويان هي جملو آندو ويو آهي ته انهن مڪذبين ماڻهن يعني نه مڃيندڙ ۽ قرآني حديث کي ڪوڙو قرار ڏيندڙن رڪوع نه ڪندڙ ماڻهن لاءِ ويل آهي، هڪ ته لايرڪعون جي معني کي معنوي طريقي سان تعارف ڪرايو ويو ته اهي مڪذبين آهن يعني اهي ماڻهو صرف نه مڃڻ جي حد تائين ڏوهاري ناهن بلڪ اهي ته اسان جي ڪائناتي مظهرن کي به ڪوڙو ٿا قرار ڏين. هن آيت 49 ۾ ته لفظ لايرڪعون جي مقابلي ۾ ان جو نتيجي وارو مفهوم سمجهايو ويو ته اهي ماڻهو قراني حقيقتن جي تڪذيب به ڪن ٿا. وري اڳتي آخري آيت 50 ۾ اجا به رڪوع جي معني مڃڻ کي وڌيڪ کولي سمجهايو ويو ته اهي لايرڪعون قسم جا، رڪوع نه ڪندڙ ماڻهو قرآن ۾ قرآني حديثن سان مٿي بيان ڪيل قدرتي حقيقتن کي نٿا مڃن ته پوءِ وڌيڪ ٻين ڪهڙين حديثن کي مڃيندا يا انهن تي ايمان آڻيندا. هاڻي وري قرآن سکڻ وارن کي عرض آهي ته آيت 48 کي آيت 50 سان ملائي غور ڪيو ته رڪوع جي معني پاڻيهي معلوم ٿي ويندي. اهو هن طرح ته جنهن وقت انهن کي چيو وڃي ٿو ته رڪوع ڪيو ته هو نٿا رڪوع ڪن (48) پوءِ پلا ڪهڙي حديث تي ايمان آڻيندا (50) غور ڪيو ته ايمان آڻڻ ۽ مڃڻ جيئن ته هڪڙي ئي ڳالهه آهي سو رڪوع نه ڪرڻ وارن کي آيت 50 ۾ نه مڃڻ وارا ڪوٺي الله پاڪ لفظ رڪوع جي معني باقائدي طرح سان سمجهائي ڇڏي ته يرڪعون معني مڃڻ ۽ لايرڪعون معني نه مڃڻ.

## هن آيت ڪريم مان ثابت ٿيندڙ حقيقت

هتي هي حقيقت ثابت ٿي ته قرآني حڪمن ۽ فيصلن کي نه مڃيندڙ ماڻهو ۽ انهن تي عمل نه ڪندڙ ماڻهو قرآن جو سمجهايل صلوة وارو نظام جنهن سان خلق خدا کي اتوالزکوة جي آرڊر مطابق سامان پرورش ڏنو وڃي، اهڙو نظام قائم ڪري نه سگهندا.

أَتَأْمُرُونَ النَّاسَ بِالْبِرِّ وَتَنسَوْنَ أَنفُسَكُمْ وَأَنتُمْ تَتْلُونَ الْكِتَابَ أَفَلَا تَعْقِلُونَ(44)

**ترجمو:-**

ڇا توهان ماڻهن کي حڪم ڪيو ٿا نيڪيءَ جو ۽ پاڻ کي وساري ٿا ڇڏيو، اهڙي حال ۾ جو توهان الله جي ڪتاب کي به پڙهو ٿا پوءِ ڇو ڪونه ٿا (انکي سمجهڻ لاءِ) عقل ۽ سمجهه کان ڪم وٺو. (ترجمو ختم)

## جدا جدا لفظن جي معني

**امر:-**

لفظ امر جي هڪڙي معني آرڊر ۽ حڪم آهي، جيڪا مٿاهين طاقت واري طرفان ماتحت مخلوق ۽ ماڻهوءَ کي آهي جيئن قُلْ أَمَرَ رَبِّي بِالْقِسْطِ (7-29) يعني اي نبي ماڻهن کي تون چؤ ته مونکي منهنجي رب انصاف ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي. ٻيو مثال ته إِنِ الْحُكْمُ إِلاَّ لِلّهِ أَمَرَ أَلاَّ تَعْبُدُواْ إِلاَّ إِيَّاهُ ذَلِكَ الدِّينُ الْقَيِّمُ (40-12) يعني حاڪميت ۽ بادشاهي صرف الله لاءِ آهي انجو حڪم آهي آرڊر آهي ته انکان سواءِ ڪنهنجو حڪم نه مڃو لفظ امر جي هڪڙي معنيٰ سببن ۽ علتن کي پيدا ڪرڻ به آهي جيئن وَإِذَا أَرَدْنَا أَن نُّهْلِكَ قَرْيَةً أَمَرْنَا مُتْرَفِيهَا فَفَسَقُواْ فِيهَا فَحَقَّ عَلَيْهَا الْقَوْلُ فَدَمَّرْنَاهَا تَدْمِيرًا(16-17) يعني جڏهن ڪنهن ملڪ کي برباد ڪرڻ جي نوبت ايندي آهي ته اتي جي پرائين ڪماين تي امير ماڻهن جي فسق فجور جو رواج زور وٺندو آهي جنهن جي نتيجي ۾ اهي ملڪ ۽ معاشرا ناس ٿي ويندا آهن. ته هتي امرنا مترفيها جملي ۾ لاقانونيت سبب ماڻهن ۾ امير ۽ غريب جا جڏهن ڪلاس نهندا ته نتيجو اهو ٿي نڪرندو- جو ته مترفين جي معنيٰ آهي پراين ڪماين تي عياشيون ڪندڙ ماڻهو- لفظ امر جي هڪڙي معني مشورو به آهي جيئن، يُرِيدُ أَن يُخْرِجَكُم مِّنْ أَرْضِكُمْ فَمَاذَا تَأْمُرُونَ(7-110) يعني فرعون پنهنجي درٻارين کي چيو ته موسي جو ارادو توهانکي توهانجي ملڪ مان نيڪالي ڏيڻ جو آهي سو ان ماڻهوءَ بابت توهان مونکي ڪهڙو مشورو ٿا ڏيو.

لفظ امرجي هڪ معني فيصلو ۽ معاملو به آهي جيئن ملڪ سبا جي راڻيءَ کي جناب سليمان عليه السلام خط موڪليو ته اسانجي قانون جي اطاعت ڪر يا جنگ لاءِ تيار ٿي ته ان پنهنجي درٻاري صلاحڪارن کي چيو مشورو ڏيو ته جواب ۾ ڇا فيصلو ڪجي، اتي درٻار جي اميرن چيو ته نَحْنُ أُوْلُوا قُوَّةٍ وَأُولُوا بَأْسٍ شَدِيدٍ وَالْأَمْرُ إِلَيْكِ فَانظُرِي مَاذَا تَأْمُرِينَ(33-27) يعني معاملو تنهنجي حوالي ٿا ڪيون تون سوچ ويچار سان اسانکي پنهنجو فيصلو ٻڌاءِ. لفظ امرجي معني هيءَ به آهي ته مخلوقات جي تخليق کان اڳي ڪائنات ۽ انجي حصن کي وجود ۾ آڻڻ کان اڳي واري مرحلي ۾ انهنجي لاءِ تدبير ۽ اسڪيمون جوڙڻ کي عالم امر سڏيو ويو آهي ۽ الله جي ذات ڪائنات جي وجود ۾ آڻڻ کان اڳي ۽ تخليق ڪرڻ کان پوءِ به ٻنهي مرحلن جي مدبر ۽ خالق آهي جيئن فرمايو ويو ته إِنَّ رَبَّكُمُ اللّهُ الَّذِي خَلَقَ السَّمَاوَاتِ وَالأَرْضَ فِي سِتَّةِ أَيَّامٍ ثُمَّ اسْتَوَى عَلَى الْعَرْشِ يُغْشِي اللَّيْلَ النَّهَارَ يَطْلُبُهُ حَثِيثًا وَالشَّمْسَ وَالْقَمَرَ وَالنُّجُومَ مُسَخَّرَاتٍ بِأَمْرِهِ أَلاَ لَهُ الْخَلْقُ وَالأَمْرُ تَبَارَكَ اللّهُ رَبُّ الْعَالَمِينَ(7-54) لفظ امر جي هڪڙي معني حڪومت به ڪئي وئي آهي جيئن إِنَّ اللّهَ يَأْمُرُكُمْ أَن تُؤدُّواْ الأَمَانَاتِ إِلَى أَهْلِهَا وَإِذَا حَكَمْتُم بَيْنَ النَّاسِ أَن تَحْكُمُواْ بِالْعَدْلِ إِنَّ اللّهَ نِعِمَّا يَعِظُكُم بِهِ إِنَّ اللّهَ كَانَ سَمِيعًا بَصِيرًا(4-58) يعني اطاعت ڪيو الله جي ۽ انجي رسول جي ۽ حڪومت هلائيندڙن جي. لفظ امر جي هڪڙي معني قانون به ڪئي وئي آهي جيئن وَآتَيْنَاهُم بَيِّنَاتٍ مِّنَ الْأَمْرِ (45-17) يعني اسان انهنکي قانون

جون چٽيون ۽ پڌريون ڳالهيون ڏنيون. لفظ امرجي هڪڙي معنيٰ طرف، نموني، سبجيڪٽ، ڪاتو، زندگي جي ضرورتن جا سڀ گهربل انتظام جا معاملا، جيئن تَنَزَّلُ الْمَلَائِكَةُ وَالرُّوحُ فِيهَا بِإِذْنِ رَبِّهِم مِّن كُلِّ أَمْرٍ(4-97).

## بالبر

لفظ بر ۾ حرف با جي زبر سان معني آهي ميداني علائقو ڪشادو برپٽ، جيئن وَحُرِّمَ عَلَيْكُمْ صَيْدُ الْبَرِّ مَا دُمْتُمْ حُرُمًا(96-5) يعني حرام ڪيو ويو آهي توهان تي ميداني علائقن جو شڪار حج ڪرڻ دوران. ٻيو مثال ته بر حرف با جي زبر سان معني خشڪي زمين جو وڏو ۽ ڪشادو ميدان جيئن هُوَ الَّذِي يُسَيِّرُكُمْ فِي الْبَرِّ وَالْبَحْرِ(22-10) يعني الله اها ذات آهي جنهن سير ڪرايو اوهان کي خشڪ زمين جي ميداني علائقن ۽ پاڻيءَ جي ساموندي علائقي جو. هاڻ ان لفظ بر جي حرف با کي جيڪڏهن زبر جي بدران زير ڏني ويندي ته ان ۾ به ساڳي ڪشادگيءَ واري معني ضرور رهندي پر واڌو معني قرآن حڪيم پنهنجي فن تقابل ۽ ڪنهن ٻئي مشهور ۽ معلوم معني واري لفظ سان پاڙي ۾ گڏ آڻي معنوي ترادف ۽ هڪ جهڙائي سمجهائي آهي ويجهو گڏ پاڙي ۾ آڻڻ کي عربي ٻوليءَ ۾ "صلہ" چئبو آهي، تقابل جو مثال جيئن إِنَّ الْأَبْرَارَ لَفِي نَعِيمٍ. وَإِنَّ الْفُجَّارَ لَفِي جَحِيمٍ(13-14-82) هتي فجار جي مقابلي ۾ ابرار کي آندو ويو آهي ابرار جمع آهي بر جو فاجر جي هتي معني جيئن معلوم ۽ مقرر آهي ته ڏوهن گناهن ۾ روان دوان رهڻ جيئن أُولَٰئِكَ هُمُ الْكَفَرَةُ الْفَجَرَةُ(42-80) يعني اهي ڪافر ۽ بدڪاريون ڪندڙ آهن. لفظ فجر جو وڌيڪ تفصيل به آهي جيڪو پنهنجي موقعي تي ايندو سو مٿي آيت 13-82) واري مثال ۾ فجار جي مقابلي ۾ ابرار کي آڻڻ سان ابرار جي معني معلوم ۽ ثابت ٿي وئي ڀلايون ۽ چڱايون ڪرڻ وارا ۽ ڪنهن ٻئي لفظ جنهن جي معنيٰ معلوم ۽ مشهور هجي پوءِ ان جي صلي ۾ پاڙي ۾ گڏ استعمال ڪرڻ سان به ڪنهن لفظ جي معنيٰ قرآن حڪيم پنهنجي استعمالن ۾ سمجهائيندو آهي. جيئن وَلَٰكِنَّ الْبِرَّ مَنِ اتَّقَىٰ(189-2) يعني اصل ڀلائي ۽ چڱائي آهي، تقويٰ ۾ يعني منع ڪيل ڳالهين کان پاڻ کي بچائڻ ۾ سوچيو وجي ته هن جملي ۾ الله پاڪ لفظ تقويٰ ۽ بر جي اندر معنوي ترادف ۽ هڪ جهڙائي واري هنر سان سمجهائي آهي. اهڙي طرح ٻيو مثال وَتَعَاوَنُواْ عَلَى الْبرِّ وَالتَّقْوَى وَلاَ تَعَاوَنُواْ عَلَى الإِثْمِ وَالْعُدْوَانِ(2-5) هن عبارت ۾ بر ۽ تقويٰ کي گڏ آڻي انهن جو معنوي طور مترادف هجڻ سمجهايو ويو. ۽ اجا به آيت جي اڳئين جملي اندر بر ۽ تقويٰ جي مقابلي ۾ لفظ اثم ۽ عدوان کي آڻي لفظ بر جون وڌيڪ معنوي خاصيتون به سمجهائي ڇڏيون هاڻ جڏهن اثم ۽ اثيم جي معني ڪاهلي سستي ۽ رجعت پرستي آهي ۽ لفظ عدوان جي معنيٰ زيادتي ڪرڻ ۽ ڪنهن تي زور زبردستي ڪرڻ، چڙهت ۽ ڏاڍائي ڪرڻ آهي" غور ڪيو وجي ته قرآن حڪيم ڪيئن ته پنهنجي لفظن ۽ اصطلاحن جي معنيٰ کي کولي کولي بيان ڪري رهيو آهي جنهن سان

پڙهندڙن ڪي ڪنهن جي به محتاجي نه ٿئي، جو اهم لفظن ۽ اصطلاحن جي قرآني استعمالن واري هنر تي غور ڪرڻ سان سپ ڪجهه ترجمو ۽ تفسير معلوم ٿي وجي ٿو فهم قرآن ڪي بين علمن جو محتاج سڏڻ وارن جڻ ته الله تي الزام ۽ بهتان هنيو آهي ته ان ڪي پنهنجي ڳالهه سمجهائڻ ئي ڪانه آئي آهي.

**وتنسون**

نسيان جي اصل معنيٰ آهي ڪنهن ڳالهه ڪي يا حڪم ڪي بي پرواهي سان ڇڏي ڏيڻ ڦٽو ڪرڻ جيئن وَلَقَدْ عَهِدْنَا إِلَى آدَمَ مِن قَبْلُ فَنَسِيَ وَلَمْ نَجِدْ لَهُ عَزْمًا(20-115) يعني اسان اڳي آدم (انسان) سان قول قرار ۽ وعدا ڏنا ورتا هئا پر هن انهن ڪي ڦٽو ڪري ڇڏيو انهن جي ڪابه پاس خاطري ڪانه ڪئي جنهن منجهان هي ثابت ٿيو ته ان ۾ ڪو به عزم ۽ پختگي ڪانهي. ساڳي معنيٰ جو بيو دليل قرآن منجهان ته رب پاڪ منافقن جي باري ۾ فرمائي ٿو نَسُواْ اللّهَ فَنَسِيَهُمْ(9-67) يعني انهن الله جي حڪمن ڪي ڦٽو ڪيو پوءِ الله به انهن سان ڪيل وعدن ڪي پاڙڻ ڇڏي ڏنو" سمجهڻ گهرجي ته نسيان جي معنيٰ حڪمن ڪي تعميل واري حساب سان، وساري ڇڏڻ اهڙي نسيان جو الله جي ليکي ۾ حساب ٿيندو پڇاڻو ٿيندو جزا سزا ٿيندي ۽ نسيان جي معني جيڪا ذهني ڪمزوري سبب ويسر آهي جنهن جو مثال قَالَ أَرَأَيْتَ إِذْ أَوَيْنَا إِلَى الصَّخْرَةِ فَإِنِّي نَسِيتُ الْحُوتَ(18-63) يعني جڏهن موسي عليه السلام پنهنجي مشهور سفر ۾ پنهنجي ساٿيءَ ڪي چيو ته ٽڪجي پيا آهيون هاڻي ناشتو ته ڪراءِ! جواب ۾ ان زنبيل جاچي چيو ته مڇي ته گذريل منزل واري ٽڪري وٽ ساهي پٽڻ مهل اتي ئي وساري آيس" سو اها ويسر حافظي جي ڪمزوري واري معنيٰ ۾ ايندي ان جي پڪڙ ڪانه ٿيندي ۽ اها معاف آهي" جيڪو نسيان غفلت ۽ ذهني ڪمزوري وارو آهي جنهن جو پڇاڻو معاف آهي ان ڪي قرآن حڪيم ذڪريٰ ۽ ذڪر جي تقابل ۾ آندو آهي، جيئن وَمَا أَنسَانِيهُ إِلَّا الشَّيْطَانُ أَنْ أَذْكُرَهُ(18-63) يعني مونکان اها مڇي شيطاني غفلت، ياد ڪرڻ کان وسارائي آهي. ٻئي هنڌ بيان آهي ته وَإِذَا رَأَيْتَ الَّذِينَ يَخُوضُونَ فِي آيَاتِنَا فَأَعْرِضْ عَنْهُمْ حَتَّى يَخُوضُواْ فِي حَدِيثٍ غَيْرِهِ وَإِمَّا يُنسِيَنَّكَ الشَّيْطَانُ فَلاَ تَقْعُدْ بَعْدَ الذِّكْرَى مَعَ الْقَوْمِ الظَّالِمِينَ(6-68) يعني جيڪڏهن شيطان توکان قرآن مخالفن طرفان خلاف قرآن ڳالهين واري مجلس منجهان واڪ آئوٽ ڪرڻ وساري ڇڏي ته پوءِ جنهن به وقت اها ڳالهه توکي ياد اچي وڃي ته ان ئي وقت تون انهن جي مجلس مان اٿي وڃ" هنن ٻنهي آيتن ۾ اها ويسر جيڪا بي توجهي ۽ غفلت سبب ٿي هجي ان جي نسبت انسان جي شيطاني طبيعت طرف ڪئي وئي آهي ۽ اهو نقطو به نهايت غور طلب آهي.

**انفسكم**

هي جمع جو صيغو آهي هن جو واحد ۽ مفرد نفس آهي، جنهن جون پنهنجي ماقبل ۽ مابعد جي حساب سان ڪيئي معنائون بنجن ٿيون جن مان ڪجهه پيش ڪجن ٿيون.

نفس جي هڪڙي معني "ساھ" آهي خِتَامُهُ مِسۡكٌ وَفِي ذَٰلِكَ فَلۡيَتَنَافَسِ الۡمُتَنَافِسُونَ(26-83) يعني جنت ۾ شربت جي شيشن ڪي مشڪ سان سيل مهر ڪيو ويو هوندو، پوءِ پيل ته انسان ساھ ڪڍندڙ انجي خوشبو جو مزو ساھ ڪڍڻ سان وٺندا رهن. ٻئي هنڌ آهي ته وَالصُّبۡحِ إِذَا تَنَفَّسَ(18-81) ان ۾ به توڙي ڪٿي صبح جي شروع ٿيڻ واري معني ڪئي وئي آهي جيڪا درست به آهي پر هر متنفس جي شروعات ساھ ڪڍڻ سان ئي ٿيندي آهي. ٻي معني لفظ نفس جي آهي "فرد" پاڻ "خود" پنهنجي سر "عزم ۽ ارادو" بنفس نفيس. وجود "شخص" انسان جي اندر ۾ وجود ۾ ۽ ان مفهوم سان ملندڙ جلندڙ معنائون جيئن يَوۡمَ لَا تَمۡلِكُ نَفۡسٌ لِّنَفۡسٍ شَيۡئًا وَالۡأَمۡرُ يَوۡمَئِذٍ لِّلَّهِ(19-82) ان ڏينهن ڪوبه شخص ڪنهن به فرد لاءِ مالڪيءَ جو ڪوبه اختيار ۽ پاور نه رکندو هر قسم جا معاملا ان ڏينهن الله جي حوالي هوندا. ٻيو مثال لاَ نُكَلِّفُ نَفۡسًا إِلاَّ وُسۡعَهَا (152-6) اسان ڪنهن ڪي به ڪا به تڪليف ڪو نه ٿا ڏيون مگر انجي توفيق ۽ طاقت آهر. ٽيون مثال جيئن وَلَقَدۡ رَاوَدتُّهُ عَن نَّفۡسِهِ فَاسۡتَعۡصَمَ و (32-12) يعني مون ان ڪي انجي ارادي ڪي موڙڻ لاءِ وس ڪيو پرهو پاڻ بچائي ويو. چوٿون مثال فَمَنِ اهۡتَدَىٰ فَإِنَّمَا يَهۡتَدِي لِنَفۡسِهِ (92-27) يعني جيڪو به شخص هدايت حاصل ڪري ٿو اهو هدايت وني ٿو پنهنجي پاڻ لاءِ. پنجون مثال تَعۡلَمُ مَا فِي نَفۡسِي وَلاَ أَعۡلَمُ مَا فِي نَفۡسِكَ إِنَّكَ أَنتَ عَلاَّمُ الۡغُيُوبِ(116-5) يعني تون منهنجي اندر جي ڳالهه ڄاڻين ٿو ۽ آئون تنهنجي اندر جي ڳالهه نٿو ڄاڻان. مطلب ته لفظ نفس مختلف اڳ پوءِ جي لحاظ سان تقريباً ٽي سو (300) ڀيرا قرآن حڪيم ۾ استعمال ٿيو آهي جن جا معنوي قسم به اڪيچار آهن.

## تتلون

تلىٰ، يتلو، تلاوة- جي معني آهي پڙهڻ ۽ پويان هلڻ يعني تابعداري ڪرڻ هي لفظ قرآن حڪيم ۾ خاص ڪري علم وحي ۽ ڪتاب قرآن حڪيم جي پڙهڻ ۽ ان جي تابعداري ڪرڻ واري معنىٰ لاءِ استعمال ٿيو آهي بلڪ اڃا هيئن به سمجهڻ گهرجي ته هن لفظ جو استعمال خاص علم وحي جي آيتن ۽ ڪتابن سان خاص آهي مخصوص آهي، هونئن خالي پڙهڻ لاءِ ته اقرأ- قرائت وغيره جو لفظ به عربي ٻوليءَ ۾ موجود آهي پر ان لفظ جو جڏهن استعمال ٿيو ته فَإِذَا قَرَأۡنَاهُ فَاتَّبِعۡ قُرۡآنَهُ(18-75) ته ان ۾ اتباع ڪرڻ لاءِ وڌاري لفظ سان وضاحت ڪئي وئي ۽ تلاوت جي معني پڙهڻ اهو خاص علم وحي جي آيتن ۽ ڪتابن لاءِ ڪتب آڻڻ اهو خاص هن مقصد لاءِ آهي ته الله جي ڪتاب ڪي صرف پڙهڻو ناهي بلڪ پڙهڻ سان گڏ ان جي پويان هلڻو به آهي انجي تابعداري ۽ پيروڪاري به ڪرڻي آهي، ته اها پيروي ڪرڻ ۽ تابعداري ڪرڻ جي معني خود لفظ تلاوت جي اندر ۾ موجود آهي جو ان لفظ جي استعمال ڪانپوءِ تابعداريءَ لاءِ وڌيڪ جدا لفظ جي ضرورت ڪانه ٿي پوي، رهيو سوال ته لفظ تلاوت ۾ پيروي ۽ تابعداري ڪرڻ جو ثبوت سو اهو حاضر آهي وَالۡقَمَرِ إِذَا تَلَاهَا(2-91) يعني جنهن وقت

سچ پنهنجي روشني واري اوج سان سفر ڪري ٿو تہ چند ان جي پنيان پنيان هلي ٿو. اڳتي ڪير سوال ڪري سگهي ٿو تہ قرآن حڪيم ۾ وَاتَّبَعُواْ مَا تَتْلُواْ الشَّيَاطِينُ عَلَى مُلْكِ سُلَيْمَانَ (2-102) آيت ۾ جو آيو آهي تہ ماڻهن تعويذ فورش شيطانن جي تلاوت ڪيل ڳالهين جي تابعداري ڪئي. پوءِ هن جاءِ تي تہ غير خداوندي علم ۽ غير وحي واري شيطاني علم جي بہ تابعداري ڪئي وئي آهي ۽ غير وحي واري علم لاءِ بہ تلاوت جو لفظ استعمال ڪيو ويو آهي، ان سوال جي جواب ڪي سمجهڻ لاءِ پهريائين هن حقيقت ڪي سمجهڻ گهرجي تہ قرآن حڪيم پنهنجي طرفان جيڪي اصطلاحون يا لفظ استعمال ڪندو آهي، اهي استعمال هن معني ۾ هوندا آهن تہ "بقول انهن ماڻهن جي، بقول اها ڳالهہ ڪرڻ وارن جي، بقول اها ڳالهہ چوندڙن جي، يعني اهڙا اصطلاحي حيثيت وارا لفظ ائين سمجهو جيئن اوهان پنهنجا محاورا پاڻ ۾ استعمال ڪندا آهيو (23-51) هاڻي ان حقيقت جي روشنيءَ ۾ ان پوري آيت جي مفهوم ڪي سامهون رکي پوءِ غور ڪيو وجي پوري آيت آهي تہ وَاتَّبَعُواْ مَا تَتْلُواْ الشَّيَاطِينُ عَلَى مُلْكِ سُلَيْمَانَ (2-102) انهن ماڻهن تابعداري ڪئي ان علم جي جنهن جي تلاوت ڪندا هئا شيطان قسم جا ماڻهو، على ملك سليمان يعني سليمان عليہ السلام جي حڪومت ۾، سليمان عليہ السلام جي بادشاهيءَ ۾. سليمان عليہ السلام جي بادشاهي جيڪا ان نبوت واري علم وحي جي ڪتاب جي ماتحت هئي ۽ شيطان صفت قرآن مخالف مذهبي پيشوائيت جي منترن ٽوٽڻ ۽ حديثي تعويذن سان ماڻهن جا مقدربدلائڻ جي دعویٰ ڪرڻ وارا ماڻهو ۽ جنن ڪيڻ جي دعوي ڪندڙ ماڻهو پنهنجي طرفان ڳالهيون گهڙي انهن لاءِ چوندا هوا تہ هي اسانجون ڳالهيون اهي آهن جيڪي جناب سليمان عليہ السلام ڪي بطور وحي جي مليون هئيون، اسان اوهان جي اڳيان اهي ئي تلاوت ڪري رهيا آهيون هوبهو جيئن مسلم امت جي مذهبي پيشوائيت وارا جڳڙنتو روايتن ڪي وحي خفي جودرجو ڏيندا آهن تہ رب پاڪ پهريائين تہ انهن جي نام نهاد تتلوا الشياطين واري تلاوت جو ذڪر ڪيو، پوءِ انهن جو رد فرمايو تہ اهي ماڻهو جيڪو جناب سليمان عليہ السلام جي طرف پنهنجيون گهڙيل ڳالهيون منسوب ڪري ڪفر جي ڳالهہ ڪن ٿا ٻڌي ڇڏيو تہ وَاتَّبَعُواْ مَا تَتْلُواْ الشَّيَاطِينُ عَلَى مُلْكِ سُلَيْمَانَ وَمَا كَفَرَ سُلَيْمَانُ وَلَكِنَّ الشَّيْاطِينَ كَفَرُواْ (2-102) يعني هنن جون ڪفريہ قسم جون ڳالهيون اهي صرف انهن جون ئي آهن جناب سليمان عليہ السلام اهڙو ڪفر ڪونہ ڪيو هو، مطلب تہ شيطان قسم جي مذهبي پيشوائيت جناب سليمان عليہ السلام جي نبوت واري زمانہ کانپوءِ في الفور پنهنجي هٿ گهڙين ڳالهين جي نسبت جناب سليمان عليہ السلام ڪي مليل علم وحي طرف ڪري ڪوڙ ڳالهايو، تہ قرآن حڪيم بہ انهن جي زباني ڪلامي ڪي نقل ڪندي آيت (2-102) ۾ ان ڪي تلاوت سڏيو، بعينهٖ جيئن مشرڪين مڪہ بتن جي پوڄا پاٺ ڪي بہ عبادت سان تعبير ڪندا هوا تہ قرآن حڪيم بہ انهن جي زباني ڪلامي ۽ بقول انهن جي پوڄا ڪي پوڄا بدران عبادت ڪوٺيو تہ لَا أَعْبُدُ مَا تَعْبُدُونَ(2-109) يعني آئون نہ پوڄا ڪندس انهن جي جن ڪي توهان

پوڄيو ٿا. اهڙي طرح بت پرستي وارو ڌرم تہ انهن جو مذهب هئو جنهن کي هو دين قرار ڏئي رهيا هوا تہ الله پاڪ بہ انهن جي زباني انهن جي جامد قسم جي پوڄا واري مذهب کي بقول انهن جي دين سڏيو جيئن لَكُمْ دِينُكُمْ وَلِيَ دِينِ (6-109) يعني اوهان لاءِ اوهانجو دين ( يعني مذهب) ۽ منهنجي لاءِ منهنجو دين.

**افلاتعقلون:**

هي جمع مذڪر مخاطب فعل نهي معلوم جو صيغو آهي. عربي ٻوليءَ ۾ عقل جي معني روڪڻ، ٻڌڻ ۽ بند ڪرڻ آئي آهي ۽ عقال اٺ جي ڏانوڻ ۽ مال جي پيڪڙ کي چيو ويندو آهي انڪري جو ان سان اٺ کي پيچي وڃڻ کان اهو روڪي ٿو بند ڪري ٿو، پوءِ قرآن حڪيم ۾ عقل جو لفظ عربي ٻوليءَ مطابق انهيءَ مقصد لاءِ استعمال ۾ آيو آهي جنهن جو مقصد ڪجهہ هن طرح آهي تہ ماڻهو جڏهن ڪا ماجرا ۽ حقيقت ٻڌندو تہ ٻڌڻ ڪانپوءِ انڪي دماغ ۾ روڪڻ ۽ ان تي غور فڪر ڪرڻ ويچار ڪرڻ ڪانپوءِ ئي ان جي سمجهہ پوندي تہ ڪنهن بہ ڳالهہ کي ٻڌڻ ڪانپوءِ دماغ ۾ انڪي سانڍڻ وري سوچڻ جي سموري پراسيس ۽ مرحلي کي عقل سڏيو ويو آهي ائين بہ چئي سگهجي ٿو تہ ٻڌڻ، ڳالهہ کي دماغ ۾ سانڍي وري انتي غور ويچار ڪرڻ انجو اصطلاحي نالو عقل رکيو ويو آهي تہ ٻولي ٻاهڻ جي اها ٽرمنالاجي بہ درست قرار ڏني ويندي، علم حاصل ڪرڻ جا ٽي ذريعا آهن، هڪ ڪن جنهن سان ڪا ڳالهہ ٻڌي وڃي، ٻيو زبان، جنهن سان ڳالهائڻ ذريعي افهام تفهيم لاءِ سوال جواب ڪري ڳالهہ مڪمل طرح حاصل ڪري سمجهي سگهي ۽ ٽئين نمبر تي اکيون، جن سان ڏسڻ بعد مشاهداتي علم حاصل ٿي وڃي انهن ٽن ذريعن سان ئي ڪوئي شخص ڪا شي حاصل ڪري سگهندو ان ڪانپوءِ وارو ايندو عقل جو جنهن جي معنيٰ مطلب ٿيندي ان ماجرا ۽ حقيقت کي ذهن ۾ روڪڻ ۽ محفوظ ڪرڻ ڪانپوءِ ان تي غور ويچار ڪرڻ ۽ سمجهڻ جي، بلڪل انهيءَ ئي ترتيب سان الله تبارڪ وتعالىٰ ڪافرن لاءِ فرمايو تہ وَمَثَلُ الَّذِينَ كَفَرُواْ كَمَثَلِ الَّذِي يَنْعِقُ بِمَا لاَ يَسْمَعُ إِلاَّ دُعَاء وَنِدَاء صُمٌّ بُكْمٌ عُمْيٌ فَهُمْ لاَ يَعْقِلُونَ(2-171) يعني مثال ڪافرن جو ائين آهي جو (ڪوئي مال چارينڊڙ مال کي) ڳنڪرون تہ ڏئي پوءِ اهي ڊور آواز تہ ٻڌن پر سواءِ واڪي جي انجي ڪا بہ معني نہ سمجهن، سو هي ڪافر بہ انهن ڊورن وانگر ئي چئبا جيڪي ٻوڙا گونگا ۽ انڌا آهن. (هاڻي ڪو بہ ماڻهو سمجهي سگهي ٿو تہ اهڙا ماڻهو تہ) ڪڏهن بہ حقيقت کي سمجهي ئي نہ سگهندا، ڇو تہ سمجهہ ان کي پوندي جيڪي پهريائين ٻڌن پوءِ سمجهن ۽ ڏسي بہ سگهن انڌا نہ هجن. مون جيڪا عقل جي معني روڪڻ ۽ بند ڪرڻ عرض ڪئي ان لاءِ قرآن حڪيم اهڙي ڳالهہ کي پهريائين ٻڌڻ لازمي قرار ڏنو آهي ڇو تہ ڪنهن بہ حقيقت کي سمجهڻ لاءِ دماغ ۾ روڪڻ ۽ محفوظ ڪرڻ تڏهن ٿيندو جڏهن ان جو تفصيل ڪنن سان ٻڌي، جيئن رب پاڪ اهل ڪتاب جي منڪرن لاءِ فرمايو تہ أَفَتَطْمَعُونَ أَن يُؤْمِنُواْ لَكُمْ وَقَدْ كَانَ فَرِيقٌ مِّنْهُمْ يَسْمَعُونَ كَلاَمَ اللّهِ ثُمَّ يُحَرِّفُونَهُ مِن بَعْدِ مَا عَقَلُوهُ وَهُمْ يَعْلَمُونَ(2-75) يعني اهي ماڻهو الله جي ڪلام کي ٻڌن

تا ۽ سمجهن به تا پر سمجهڻ ڪانپوءِ ان ۾ ڦير ڦارڪن تا، مطلب ڳالهه جو ته سمجهڻ لاءِ پهريائين پڙهڻ لازمي آهي.

## هن آيت ڪريمه مان ثابت ٿيندڙ قانون

هڪ ڳالهه ته جن پلاين ۽ چڱاين جو ٻين ماڻهن کي حڪم ڪيو وڃي ترغيب ڏني وڃي ته پهريائين ان تي پاڻ عمل ڪجي. ۽ هن آيت ڪريمه جي ٻئي جملي وانتم تتلون الكتاب منجهان هي جاڻ به ملي ته پلاين ۽ نيڪين جي تعليم سموري قرآن ۾ آهي. ٽين نصيحت هي ملي ٿي ته هي ڪتاب پڙهڻ سان گڏ انجي حقيقت کي سمجهڻو سانڍڻو ۽ پروڙڻو به آهي، بغير سمجهڻ جي پڙهڻ بي مقصد ۽ غلط چئبو (44).

وَاسْتَعِينُواْ بِالصَّبْرِ وَالصَّلاَةِ وَإِنَّهَا لَكَبِيرَةٌ إِلاَّ عَلَى الْخَاشِعِينَ(45)

**ترجمو:**

مدد حاصل ڪيو استقامت سان ۽ (قرآن جي ٻڌايل نظام جي صحيح صحيح) ڊيوٽين ڏيڻ سان، (اهي وقتائتيون ڊيوٽيون ڏيڻ) ڏکيريون ضرور آهن سواءِ انهن ماڻهن جي جيڪي هر وقت (الله جي قانون اڳيان) جهڪندڙ رهن ٿا.

## جدا جدا لفظن جي معني

### واستعينوا

هي صيغو جمع مذکر امر حاضر معلوم جو آهي. عون لفظ جي معني آهي "مدد" پوءِ هي معني مختلف صيغن سان بدلبي رهندي، هن معني جو ثبوت ۽ مثال قرآن منجهان جيئن إِيَّاكَ نَعْبُدُ وإِيَّاكَ نَسْتَعِينُ(1-5) يعني خاص تنهنجي عبادت ڪيون تا ۽ خاص توکان ئي مدد طلب ڪيون تا، ٻيو مثال جيئن قَالَ مَا مَكَّنِّي فِيهِ رَبِّي خَيْرٌ فَأَعِينُونِي بِقُوَّةٍ أَجْعَلْ بَيْنَكُمْ وَبَيْنَهُمْ رَدْمًا(18-95) يعني چيو (ذوالقرنين ته جنهن مهم کي سرڪرڻ ۾ منهنجي رب مونکي پاور ڏنو آهي انکي مڪمل ڪرڻ ۾ اوهان منهنجي مدد ڪيو پنهنجي پنهنجي افرادي طاقت سان يعني بند ٻڌڻ لاءِ ليبر توهان جي هنر ۽ جاڻ اسان جي، ان معني جو ٽيون ۽ چوٿون مثال وَتَعَاوَنُواْ عَلَى الْبرِّ وَالتَّقْوَى وَلاَ تَعَاوَنُواْ عَلَى الإِثْمِ وَالْعُدْوَانِ وَاتَّقُواْ اللّهَ إِنَّ اللّهَ شَدِيدُ الْعِقَابِ(5-2) يعني مدد ڪيو نيڪين ۽ تقوىٰ تي ۽ نه مدد ڪيو ڏوهن ۽ زيادتي ڪرڻ وارين ڳالهين تي.

### بالصبر:

صبر جي معني آهي ڪنهن ڪم، ذميداري ۽ حالت مٿان استقامت ۽ هميشگيءَ سان گذارڻ. جيئن أُولَـئِكَ الَّذِينَ اشْتَرُوُاْ الضَّلاَلَةَ بِالْهُدَى وَالْعَذَابَ بِالْمَغْفِرَةِ فَمَآ أَصْبَرَهُمْ عَلَى النَّارِ(2-175) يعني اهي ماڻهو اهي آهن جن هدايت جي مقابلي ۾ گمراهي ورتي ۽ مغفرت جي بدلي ۾ عذاب ورتو

پوءِ کھڙو دم آهي کھڙي شي آهي انهن ۾ جيڪا هميشہ رهائي سگهندي انهن کي باھ ۾، صبر جي هن معني جي لحاظ سان ۽ مناسبت سان ٻي معنىٰ استقامت ۽ ڪنهن ذميداريءَ کي جمت سان مضبوطيءَ سان نباهڻ بہ ڪئي وئي آهي. جيئن فَاصْبِرْ لِحُكْمِ رَبِّكَ وَلَا تَكُن كَصَاحِبِ الْحُوتِ إِذْ نَادَى وَهُوَ مَكْظُومٌ(48-68) يعني پنهنجي رب جي حڪم جي تعميل جمي ڪري (مضبوطيءَ سان) مڇيءَ واري (يونس عليہ السلام) وانگر نہ ٿجانءِ (جيڪو الله جي عذاب اچڻ کان اڳيئي الله جي اجازت کانسواءِ علائقي مان نڪري ويو هو انهي استقامت يعني جمت سان ڊيوٽي سرانجام ڏيڻ جو ٻيو مثال، فَإِن يَكُن مِّنكُم مِّئَةٌ صَابِرَةٌ يَغْلِبُواْ مِئَتَيْنِ وَإِن يَكُن مِّنكُمْ أَلْفٌ يَغْلِبُواْ أَلْفَيْنِ بِإِذْنِ اللّهِ وَاللّهُ مَعَ الصَّابِرِينَ(66-8) يعني جيڪڏهن توهان منجهان هڪ سؤ ماڻهو (جمي ڪري وڙهڻ وارا هوندا تہ اهي بہ سؤ ماڻهن مٿان غالب ٿي ويندا. مطلب تہ لفظ صبر قرآن حڪيم جي انهن اهم انقلابي اصطلاحي لفظن منجهان آهي جنهن جي قرآن دشمن مافيا وارن معني بدلائي ابتي معني مشهور ڪري ڇڏي آهي يعني صبر جي معني جمت ۽ استقامت بدران مؤقف تان هٽ ڪٽي صوفي بنجي مونڻن ۾ منهن وجهي ويهڻ ڪئي آهي.

**لكبيرة**

لفظ ڪبير جو معني جي لحاظ سان مقابل لفظ آهي صغير. انڪري ڪبيرة ۽ ڪبير جي معني ٿيندي وڏو ۽ وڏي ڳالھ يا وڏي شيءِ، هن لفظ جون وڌيڪ معنائون سمجھڻ لاءِ پڙهندڙ مهربان قرآن حڪيم جي لفظن واري ڪئٽلاگ المعجم المفهرس ۾ غور ڪن تہ صغير لفظ جي مختلف صيغن وارين معنائن کي غور ۾ آڻي لفظ ڪبير جي انهن وزنن وارن صيغن جون معنائون فن تقابل ذريعي وڌاري معنائون سمجهي سگهندا، تنهن هوندي بہ ان مادي جي مختلف صيغن جون معنائون عرض ڪجن ٿيون. ڪاف ۽ "با" جي زير ۽ "را" جي زبر سان لفظ ڪبر جي معني ٿيندي وڏو حصو ۽ گهڻو پاڱو وَالَّذِى تَوَلَّى كِبْرَهُ مِنْهُمْ لَهُ عَذَابٌ عَظِيمٌ(11-24) يعني جو شخص انهن منجهان وڏي حصي جو حقدار ٿيو يا مستحق ٿيو. ڪبير لفظ جي عمر ۾ چاڻ ۾ هنر ۽ فن ۾ وڏو هجڻ بہ قرآن حڪيم ۾ آيو آهي جيئن فرعون پنهنجي ملڪ جي جادوگر قسم عالمن کي چيو تہ قَالَ آمَنتُمْ لَهُ قَبْلَ أَنْ آذَنَ لَكُمْ إِنَّهُ لَكَبِيرُكُمُ الَّذِى عَلَّمَكُمُ السِّحْرَ (71-20) يعني موسىٰ توهان سڀن جو وڏو ۽ توهان کي جادو سيکارڻ وارو آهي، يا جناب يوسف عليہ السلام جي ڀائرن مان انهن جي وڏي لاءِ قرآن ۾ آيو آهي تہ فَلَمَّا اسْتَيْأَسُواْ مِنْهُ خَلَصُواْ نَجِيًّا قَالَ كَبِيرُهُمْ أَلَمْ تَعْلَمُواْ أَنَّ أَبَاكُمْ قَدْ أَخَذَ عَلَيْكُم مَّوْثِقًا مِّنَ اللّهِ (80-12) يعني انهن جي وڏي چيو تہ نٽا ڄاڻو جو توهان جي پيءُ توهان کان الله جي نالي وعدو ورتو آهي- ۽ لفظ ڪبرياء جي معني آهي حاڪيمت ۽ بادشاهي جيئن فرعون ۽ ان جي درٻارين جناب موسىٰ عليہ السلام ۽ ان جي ڀاءُ هارون عليہ السلام کي چيو تہ قَالُواْ أَجِئْتَنَا لِتَلْفِتَنَا عَمَّا وَجَدْنَا عَلَيْهِ آبَاءنَا

وَتَكُونَ لَكُمَا الْكِبْرِيَاء فِي الأَرْضِ وَمَا نَحْنُ لَكُمَا بِمُؤْمِنِينَ(78-10) يعني توهان ٻئي پائر هن لاءِ آيا آهيو ته اسان کي توهان پنهنجي وڏن کان مليل ورثن کان ڇٽ ڪري محروم بنايو پوءِ زمين تي بادشاهي رڳي توهان ٻنهي پائرن کي ملي وڃي، لفظ ڪبرياء جي معني بادشاهي جو ٻيو مثال جيئن وَلَهُ الْكِبْرِيَاء فِي السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ وَهُوَ الْعَزِيزُ الْحَكِيمُ(37-45) يعني ان الله لاءِ آهي بادشاهي آسمانن ۽ زمين جي اهوئي غالب ۽ حڪمت وارو آهي.

**الخاشعين:**

هي صيغو جمع مذڪر اسم فاعل جو آهي، لفظ خشع جي معني آهي جهڪو ٿيڻ، گهٽجڻ، جيئن يَوْمَئِذٍ يَتَّبِعُونَ الدَّاعِيَ لَا عِوَجَ لَهُ وَخَشَعَت الْأَصْوَاتُ لِلرَّحْمَنِ فَلَا تَسْمَعُ إِلَّا هَمْسًا(108-20) يعني الله جي سامهون ماڻهن جا آواز هيٺ ٿي ويندا، گهٽجي ويندا، دٻجي ويندا، اي مخاطب قرآن! پوءِ تون انهن ماڻهن جا آواز اهڙا ته گهٽ ٻڌندي جڻ ته هو سرٻاٽن ۾ ڳالهائيندا هجن. لفظ خشوع جي ٻي معني آهي نيازنوڙت جيئن وَيَخِرُّونَ لِلأَذْقَانِ يَبْكُونَ وَيَزِيدُهُمْ خُشُوعًا(109-17) يعني انهن قرآن ٻڌندڙن جون (غور ويچار لاءِ) ڪاڏيون هيٺ ٿي وينديون ۽ روئندي روئيندي انهن کي سندن قرآن ٻڌڻ ۽ غور ڪرڻ انهن جي نياز ۽ نوڙت کي وڌائيندو.

**هن آيت ڪريم مان ثابت ٿيندڙ قانون**

جيئن ته قرآن حڪيم ڦورو ۽ استحصالي جاگيردارن ۽ پرائي ڪمائي، تي عياشيون ڪندڙن خلاف انقلاب آڻڻ وارو هڪ منشور ۽ دستور قسم جو ڪتاب آهي ۽ هن ڪتاب تي ايمان آڻيندڙ انقلابي ممبر مؤمنن کي قرآن حڪيم هڪ نهايت جامع قسم جي تعليم ڏئي ٿو ته دشمن اوهان جي انقلابي تحريڪن کي ناڪام بنائڻ لاءِ هر قسم جي جائز ۽ ناجائز حربن کي استعمال ڪندو ۽ اختيار ڪندو، انڪري انهن جي مقابلي لاءِ اوهان وٽ صرف ٻه طريقا آهن جن جي مدد سان اوهان انهنکي شڪست ڏئي سگهو ٿا، هڪڙو آهي صبر جنهن جو مقصد آهي ته اوهان جو پنهنجي نظرين ۽ اصولن تي قائم رهي وڏي مضبوطيءَ سان ڄميا رهو مطلب ته ترميم پسند ايجنٽن ۽ دلالن کان هوشيار رهڻ ٻيو آهي الصلوة، يعني جيڪو نظريو ۽ فڪر اوهانکي نظام حڪومت قائم ڪرڻ ۽ حڪومت هلائڻ لاءِ قرآن حڪيم عطا ڪيو آهي انجو مڪمل طور تي تابعدار رهڻ ۽ انتي ڪار بند رهڻ ۽ پوئلڳ بنجڻ آهي، هن آيت ڪريم منجهان ٻي هيءَ نصيحت ملي ته صبر ۽ صلوة کان مدد وٺڻ اهو ماڻهو حاصل ڪري سگهندو جنهنکي ذهن ۾ تڪبر ۽ وڏائي نه هجي ۽ الله جي حڪمن جي اطاعت لاءِ هر وقت هو نهايت عاجزيءَ سان هر حڪم مهل حاضر هجي.

الَّذِينَ يَظُنُّونَ أَنَّهُم مُّلاَقُو رَبِّهِمْ وَأَنَّهُمْ إِلَيْهِ رَاجِعُونَ(46)

**ترجمو:** جيڪي ماڻهو پروسو رکن ٿا ته اهي، پنهنجي رب (طرفان مليل قانون) سان ملڻ وارا آهن ۽ انجي (سامهون اچڻ وارا آهن اهي ئي) ان طرف موٽندڙ آهن.

## جدا جدا لفظن جي معنيٰ

### يظنون:

هي صيغو جمع مذڪر فعل مضارع معلوم جو آهي، لفظ ظن جي معني، خيال ڊوڙائڻ گمان ڪرڻ، پڪ ڄاڻڻ، به غير يقيني ڪيفيت ۾ ڏڪا هڻڻ ۽ اندازا لڳائڻ به آهي، جنهن جا ڪجهه مثال هي آهن، خيال ڊوڙائڻ ۽ گمان ڪرڻ جو مثال جيئن وَمَا أَظُنُّ السَّاعَةَ قَائِمَةً وَلَئِن رُّدِدتُّ إِلَى رَبِّي لَأَجِدَنَّ خَيْرًا مِّنْهَا مُنقَلَبًا(36-18) يعني نٿو ڀانيان ۽ نٿو سمجهان ته ڪا قيامت به ايندي پر جيڪڏهن الله جي طرف وڃڻو به پيو ته ان موٽي وڃڻ واري جاءِ لاءِ منهنجو غالب گمان اهي ته اها به هن ڪان ڀلي هوندي- غير يقيني قسم جا ڏڪا ۽ اندازاً لڳائڻ جو مثال جيئن وَإِذَا قِيلَ إِنَّ وَعْدَ اللَّهِ حَقٌّ وَالسَّاعَةُ لَا رَيْبَ فِيهَا قُلْتُم مَّا نَدْرِي مَا السَّاعَةُ إِن نَّظُنُّ إِلَّا ظَنًّا وَمَا نَحْنُ بِمُسْتَيْقِنِينَ(32-45) يعني "اسان پڪ سان ته نٿا سمجهون پر صرف گمان ڪيون ٿا اهو به يقين وارو نه". انهيءَ ساڳي معني لاءِ ٻيو مثال جيئن أَلا إِنَّ لِلّهِ مَن فِي السَّمَاوَات وَمَن فِي الأَرْضِ وَمَا يَتَّبِعُ الَّذِينَ يَدْعُونَ مِن دُونِ اللّهِ شُرَكَاء إِن يَتَّبِعُونَ إِلاَّ الظَّنَّ وَإِنْ هُمْ إِلاَّ يَخْرُصُونَ(66-10) يعني اهي مشرڪ پنهنجي معبودن ڪان مشڪل ڪشائيءَ جي پڪ ته ڪونه ٿا سمجهن پر وهمن ۽ گمانن جي پوئواري ڪن ٿا سا به اٽڪلن ۽ هٿ ٺوڪين گمانن واري. عربي ٻوليءَ ۾ ڪيترائي اهڙا لفظ هوندا آهن جن جي معني ته هڪڙي هوندي آهي پر انهن جي پاڙي ۾ ۽ پر ۾ گڏ استعمال وارن ڪن لفظن جي ڪري انهن لفظن جي معنيٰ بدلجي ويندي آهي، جنهن جو مثال خود هي آيت ڪريم (46-2) به آهي اهو ته لفظ ظن جي پر ۾ جيڪڏهن لفظ انّ جو استعمال ٿيندو ته ان جي يڪدم ابتڙ معنيٰ وهم ۽ گمان بدران يقين ۽ پڪ ٿيندي انجي تائيد لاءِ مثال پيش ڪجي ٿو، حَتَّى إِذَا اسْتَيْأَسَ الرُّسُلُ وَظَنُّواْ أَنَّهُمْ قَدْ كُذِبُواْ جَاءهُمْ نَصْرُنَا فَنُجِّيَ مَن نَّشَاء وَلاَ يُرَدُّ بَأْسُنَا عَنِ الْقَوْمِ الْمُجْرِمِينَ(12-110) يعني الله جا رسول پنهنجي قومن کي الله جي عذاب کان ڊيڄاريندا رهيا، پوءِ الله جي پڪڙ ۽ عذاب ۾ ايتري ته دير ٿي جو جڻ پڪ سمجهي وينا ته سندن قوم وٽ هو هاڻ ڪوڙا قرار ڏنا ويا آهن ته عين اهڙي صورتحال ۾ مدد جي لاءِ وٽن اسانجو عذاب آيو پوءِ جن کي اسان جي قانون مطابق مدد ملڻي هئي اهي ڇوٽڪارو وني ويا باقي ٻيا سڀ رهڙي ۾ اچي ويا. غور ڪيو ته ان آيت ۾ ظن لفظ سان گڏ لفظ انّ جو استعمال ٿيو آهي، اڳتي اهڙي استعمال جو ٻيو مثال جيئن وَأَنَّا ظَنَنَّا أَن لَّن نُّعجِزَ اللَّهَ فِي الْأَرْضِ وَلَن نُّعْجِزَهُ هَرَبًا(12-72) يعني اسان کي پڪ آهي ته اسان الله کي زمين ۾ شڪست ڏئي نه سگهندا سون ۽ نه ئي وري ان کان ڀڄي فرار جي صورت ۾ انکي عاجز بنائي سگهنداسون. هاڻي هن مثال ۾ به لفظ ظننا جي پاڙي ۾ انا جو لفظ استعمال ٿيل آهي تنهن جي ڪري ظن جي معني شڪ بدران پڪ ٿي وئي آهي. نه ته هونئن لفظ ظن جي اصل معني غير يقيني صورتحال ۽ منجهيل ڳالهه آهي جيئن قرآن حڪيم اها معنوي ڪيفيت هنن لفظن سان سمجهائي ته وَمَا يَتَّبِعُ أَكْثَرُهُمْ إِلاَّ ظَنًّا إَنَّ الظَّنَّ

لاَ يُغْنِي مِنَ الْحَقِّ شَيْئًا إِنَّ اللّهَ عَلَيمٌ بِمَا يَفْعَلُونَ(10-36) يعني انهن مشرڪن جي گهڻائي ظن ۾ گمان جي پوئواري ڪري ٿي بلاشڪ ظن تہ ظن ئي آهي جيڪو حق وارو فائدو نہ ٿو ڏئي سگهي.

**ملاقوا**

هي صيغو جمع مذڪر اسم فاعل جو آهي. هن جو مصدري صيغو لقاء آهي، هن جي معني سامهون اچڻ آهي، ان جو مثال وَإِذَا لَقُواْ الَّذِينَ آمَنُواْ قَالُواْ آمَنَّا وَإِذَا خَلَوْاْ إِلَى شَيَاطِينِهِمْ قَالُواْ إِنَّا مَعَكْمْ إِنَّمَا نَحْنُ مُسْتَهْزِؤُونَ(2-14) يعني اهي منافق جڏهن مؤمنن جي سامهون ايندا هئا تہ انهن کي چوندا هئا تہ اسان بہ ايمان آندو آهي ۾ جيڪڏهن هن ئي لفظ کي مصدر مثائي استعمال ڪيو وڃي تہ ان مصدر جي خاصيت مطابق معني واڌو نئين نڪري ايندي جيئن فَتَلَقَّى آدَمُ مِن رَّبِّهِ كَلِمَاتٍ فَتَابَ عَلَيْهِ إِنَّهُ هُوَ التَّوَّابُ الرَّحِيمُ(2-37) يعني پوءِ حاصل ڪيا ۾ ونئي ورتا آدم پنهنجي رب کان قوانين حيات. لفظ القي جي معني سامهون رکڻ، پيش ڪرڻ، اڳيان رکڻ بہ آهي جنهن جا مثال ڪجھ هن طرح آهن جناب سليمان عليہ السلام پنهنجي قاصد کي ملڪ سباجي اڳواڻن ۾ سبا جي راڻيءَ نالي خط ڏيندي انکي چيو تہ اذْهَب بِّكِتَابِي هَذَا فَأَلْقِهْ إِلَيْهِمْ ثُمَّ تَوَلَّ عَنْهُمْ فَانظُرْ مَاذَا يَرْجِعُونَ(27-28) يعني هي خط انهن جي اڳيان پيش ڪر ۾ سامهون رک. قرآن حڪيم ۾ لقاء رب جو جملو استعمال ٿيو آهي، قُلْ إِنَّمَا أَنَا بَشَرٌ مِّثْلُكُمْ يُوحَى إِلَيَّ أَنَّمَا إِلَهُكُمْ إِلَهٌ وَاحِدٌ فَمَن كَانَ يَرْجُو لِقَاء رَبِّهِ فَلْيَعْمَلْ عَمَلًا صَالِحًا وَلَا يُشْرِكْ بِعِبَادَةِ رَبِّهِ أَحَدًا(18-110) يعني جو بہ شخص چاهي ٿو تہ هو لقاء رب حاصل ڪري تہ انتي لازم آهي تہ هو عمل صالح ڪري ۾ پنهنجي پالڻهار جي حڪمن سان ڪنهن کي شريڪ نہ بنائي، (يعني غير الله جي حڪمن تي نہ هلي) تہ هن آيت ڪريمہ ۾ لقاء رب جي معنیٰ کي پوئين جملي چٽو ڪري ڇڏيو تہ جو بہ شخص اصلاحي ڪم ڪندو ۾ اهي بہ الله جا ڏسيل ۾ نہ ڪنهن ٻئي ڪنهنجا ڏسيل تہ پوءِ اهڙي ماڻهوءَ کي رب جو لقاء حاصل ٿيندو تہ هتي هاڻ هيءَ معني ثابت ٿي تہ لقاء رب منجهان مراد انجي قانونن جا مثبت نتيجا ۾ فائدا حاصل ٿيڻ آهي ۾ هي بہ ڄاڻجي تہ لقاء رب منجهان جيئن ڪو انسان ڪنهن، ٻئي انسان کي روبرو ۾ آمهون سامهون اکين سان ڏسي ٿو هتي اها معني مراد ناهي، چو تہ الله کي مادي شڪل ناهي انڪري انجو ڏسڻ محال آهي (7-143) القي جي هڪڙي معني ڦٽو ڪرڻ ۾ اڇلائڻ بہ ڏسي وئي آهي جيئن وَلَمَّا رَجَعَ مُوسَى إِلَى قَوْمِهِ غَضْبَانَ أَسِفًا قَالَ بِئْسَمَا خَلَفْتُمُونِي مِن بَعْدِيَ أَعَجِلْتُمْ أَمْرَ رَبِّكُمْ وَأَلْقَى الألْوَاحَ وَأَخَذَ بِرَأْسِ أَخِيهِ يَجُرُّهُ إِلَيْهِ (7-150) يعني جناب موسیٰ عليہ السلام جن ڦرهين کي سٽي پنهنجي پاءُ کي منديءَ کان ورتائين پاڻ ڏي ڇڪيندي، ٻيو مثال جيئن وَأَوْحَيْنَا إِلَى أُمِّ مُوسَى أَنْ أَرْضِعِيهِ فَإِذَا خِفْتِ عَلَيْهِ فَأَلْقِيهِ فِي الْيَمِّ وَلَا تَخَافِي (7-28) يعني رب پاڪ موسیٰ جي ماءُ کي فرمايو تہ جنهن وقت توکي موسیٰ بابت فرعون جي وانن کان ڪنهن قسم جو خوف ٿئي تہ تون موسیٰ واري صندوق کي درياءَ ۾ اڇلائي ڇڏجانءِ. وڌيڪ ٻي معنیٰ جنهن جو مثال وَإِذَا تُتْلَى عَلَيْهِمْ آيَاتُنَا بَيِّنَاتٍ قَالَ الَّذِينَ لاَ يَرْجُونَ لِقَاءنَا ائْتِ بِقُرْآنٍ غَيْرِ هَـذَا أَوْ بَدِّلْهُ قُلْ مَا يَكُونُ لِي أَنْ أُبَدِّلَهُ مِن تِلْقَاء نَفْسِي إِنْ أَتَّبِعُ إِلاَّ مَا يُوحَى إِلَيَّ إِنِّي أَخَافُ إِنْ عَصَيْتُ رَبِّي عَذَابَ يَوْمٍ عَظِيمٍ(10-15) يعني ”اي پيغمبر! قرآن ۾ تبديل ۾ ترميم جو مطالبو ڪرڻ وارن کي

چؤ تہ ناهي مونکي اختيار قرآن ۾ تبديلي ڪرڻ جو پنهنجي پاران". هڪ هنڌ يلقي جي معني توفيق بہ آئي آهي جنهن جو مثال آهي تہ وَمَا يُلَقَّاهَا إِلَّا الَّذِينَ صَبَرُوا وَمَا يُلَقَّاهَا إِلَّا ذُو حَظٍّ عَظِيمٍ(35-41) يعني "نيڪي ۽ برائي اهي برابر نہ ٿيون ٿي سگهن سو برائي ڪرڻ واري کي نيڪيءَ جي ذريعي ٽارڻ اهو تمام وڏو ڪم آهي جنهن کي جيڪو تيڪو ماڻهو نٿو ڪري سگهي) اهڙي توفيق انهن ماڻهن کي ڏني ويندي جيڪي پنهنجي اصولن تي اٽل رهندڙ هوندا ۽ انهيءَ توفيق وارا اهي ماڻهو ٿي سگهن ٿا جن کي استقامت جو ڪو وڏو ڀاڱو مليل هجي.

## راجعون:

هي صيغو جمع مذڪر اسم فاعل جو آهي. هن جي معني آهي موٽندڙ، ان معني جو مثال جيئن فَرَجَعَ مُوسَى إِلَى قَوْمِهِ غَضْبَانَ أَسِفًا (20-86) يعني جنهن وقت موٽيو موسي عليہ السلام پنهنجي قوم جي طرف غصي ۽ افسوس سان، ٻيو مثال جيئن فَإِن لَّمْ تَجِدُوا فِيهَا أَحَدًا فَلَا تَدْخُلُوهَا حَتَّى يُؤْذَنَ لَكُمْ وَإِن قِيلَ لَكُمُ ارْجِعُوا فَارْجِعُوا هُوَ أَزْكَى لَكُمْ وَاللَّهُ بِمَا تَعْمَلُونَ عَلِيمٌ(28-24) يعني جنهن وقت اوهان کي گهروارن طرفان چيو وڃي تہ موٽي وڃو تہ پوءِ اوهان موٽي وڃو اهوئي توهان لاءِ پاڪيزگي وارو عمل ٿيندو ۽ الله اوهان جي عمل جو ڄاڻُٺهار آهي، هڪڙي معنیٰ لايرجعون جي ڪنهن حقيقت جي طرف توجہ نہ ڪرڻ ۽ ڌيان نہ ڏيڻ بہ آئي آهي جنهن جو مثال آهي صُمٌّ بُكْمٌ عُمْيٌ فَهُمْ لاَ يَرْجِعُونَ(2-18) يعني اهي منافق ماڻهو اهڙا تہ آهن جيئن ٻوڙا گونگا ۽ انڌا هجن حق سچ جي دعوت تي غور ئي نٿا ڪن، ڪي ماڻهو تصوف جي نظريي وحدت الوجود جي تائيد ۾ ثبوت لاءِ قران حڪيم منجهان انا لله و انا اليه راجعون جي معني هيءَ ڪيندا آهن تہ الله ڪل آهي انسان يا ٻي بہ مخلوق انجو جز آهي انسان جنهن وقت مري ٿو تہ اهو جز موٽي وڃي پنهنجي ڪل سان ملي ٿو، سو انا اليه راجعون جي اها معني غلط آهي، ان مفهوم سان جڻ تہ الله سان شرڪ بہ ٿئي ٿو ۽ خالق مخلوق جو فرق بہ ختم ٿئي ٿو، ان سوچ ۽ نظريي تي هي بہ اعتراض ڪري سگهجي ٿو تہ جيڪو انسان ڪافر ظالم فاسق فاجر آهي ۽ انکي ان جي نافرمانين سبب دوزخ ۾ وڌو ويندو تہ پوءِ ان لاءِ ڇا چيو ويندو تہ اهو الله جو جز ڪري پيو ۽ اهو الله جو جز دوزخ لائق ٿيو؟ اهو الله جو جز ڪافر ظالم ۽ فاسق ٿيو؟ معاذ الله بهرحال صوفي ازم ۽ تصوف جو اهو نظريو گهڙڻ وارن اٽڪل سان الله جو انڪار ڪيو آهي، هن لفظ رجوع ۽ رجع جي مختلف صيغن جون وڌيڪ معنائون پنهنجي جاين تي لکيون وينديون.

## هن آيت بابت ڇاڻ ۽ تحقيق

قرآن حڪيم جي آيت (15-91) ۾ جيڪو فرمايو ويو آهي تہ الذين جعلوا القرآن عضين. اهي منافق ۽ اهي قرآن دشمن جن قرآن حڪيم کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو، لفظ

عضين جي معنيٰ چڪ سان چباڙي ٽڪرا ٽڪرا ڪرڻ آهي جنهن منجهان ترجمي ڪندڙن ۽ تفسير ڪندڙن اڄ تائين يعني پندرهين صديءَ تائين هڪڙي ئي معني ڪئي آهي اها هيءَ ته انهن ڪوڙن قسم کڻندڙن قرآن کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو جي معنيٰ هيءَ ڪئي آهي قرآن جا مضمون جدا جد ڪوڙا، من گهڙت، جادو ۽ شاعري ۽ پوين جي اڳڪٿين جي قسم جا آهن. آئون ان معني کان واڌاري وجعلوا القرآن عضين جي وڌيڪ پي معنيٰ هيءَ به ڪيان ٿو ته اهي دشمنان قرآن منافق ماڻهو قرآن جي عبارتن آيتن جي مقدار ۾ ٽوڙ ڦوڙ ڪندا انهن کي ٽڪرا ٽڪرا ڪندا، هونئن ته متن قرآن جي حفاظت جو ذمو الله پنهنجي مٿان ڪنيو آهي پر هن آيت (2-46) تي غور ڪيو وجي ته اها مڪمل طرح سان باقائدي آيت (2-45) جو ئي حصو آهي ۽ ان ۾ معني مفهوم جي لحاظ سان به شامل آهي ۽ ان جو داخلي حصو آهي، پر قرآن دشمنن هن کي پنهنجي اڳئين حصي کان ڌار ڪرڻ لاءِ وچ تي گولڙو ڏئي جدا آيت بنائي ڇڏيو آهي. هتي هڪڙي آيت منجهان هنن ٻن بنايل آيتن جي اصل ۾ هڪ هجڻ جو ثبوت هي به آهي ته آيت (2-45) جي آخري لفظ الخاشعين کي رب پاڪ الذين جي لفظ سان جيڪو سمجهائڻ گهريو آهي، انهيءَ کي دشمن قرآن ٽيم جدا ڪري ٽوڙي نئين واڌو نمبر سان الڳ آيت بنائي ڇڏيو آهي. منهنجي هن ڳالهه جي تائيد هن حقيقت منجهان به ثابت ٿئي ٿي ته قرآن حڪيم جي پڙهڻ لاءِ رموز اوقاف جانشان ڏيڻ وارن عالمن به منهنجي انڪشاف کي پاڻ به سجهو آهي ۽ تسليم ڪيو آهي انڪري انهن هن مضمون کي به جدا آيتون بنائڻ واري گولڙي جي مٿان ”لا“ جو لفظ لکي ڇڏيو آهي ته هتي نه بيهو الخاشعين کي الذين واري تشريح سان ملائي پڙهجي، يعني هي سڄي عبارت ڳنڍيل آهي هنکي جدا نه سمجهو، ان هوندي به جيڪڏهن ڪو ماڻهو اعتراض ڪري ته قرآن حڪيم ۾ قرآن کي ٽڪرا ٽڪرا ڪرڻ وارن لاءِ االذي جعلو القرآن عضين ۾ لفظ جعلوا ماضي وارو صيغو آندو ويو آهي، ۽ آئون انجي معني مضارع واري معني زماني مستقبل جي وني رهيو آهيان انڪري منهنجو اهو انڪشاف غلط قرار ڏبو. جواب ۾ منهنجو عرض آهي ته ان آيت کان پهريائين جيڪو علم وحي جي مخالفن جو ذڪر آيت نمبر (15-88) کان شروع ٿيو آهي ان ۾ نهايت لطيف اشارو موجود آهي ته اي نبي! عالمي سرمايه داريت طرفان ۽ انهن جي جوڙيوال پاپائيت جي مخالفت تي لاتحزن عليهم غمگين نه ٿي، هن آيت ۾ ”تمدن“ ۽ ”لاتحزن“ به عدد مضارع جا صيغا استعمال ڪيا ويا آهن جن منجهان هي ثابت ٿئي ٿو ته عالمي سرمايه دار برادري ۽ انجي پالتو مذهبي پيشوائيت پنهنجي وسيلن سان قرآن جو رستو ايندڙ وقتن ۾ به روڪيندا رهندا. انڪري جناب رسول عليه السلام جن انهن جي منصوبن ۽ اسڪيمن ڪري غمگين به ٿي رهيا هوا ته الله عزوجل پنهنجي رسول کي هڪ طرف آٿت ڏني ۽ ٻئي طرف انهن سان مقابلي ڪرڻ جو نسخو به ڏسيو ته تون پنهنجي پارٽي ورڪرن يعني حزب الله جي ساٿين لاءِ لاَ تَمُدَّنَّ عَيْنَيْكَ إِلَى مَا مَتَّعْنَا بِهِ أَزْوَاجًا مِّنْهُمْ وَلاَ تَحْزَنْ عَلَيْهِمْ وَاخْفِضْ جَنَاحَكَ لِلْمُؤْمِنِينَ(15-88) وڇاءِ پنهنجي رحم ۽ مهربائين جون ٻانهون مؤمنن لاءِ، يعني جن پارٽي ورڪرن جو پنهنجي قائد

تي اعتماد هوندو ۽ جيڪو به قائد ۽ پيشوا پنهنجي ساٿين تي هر وقت مهربان هوندو، اهڙي جماعت هر دشمن جو ڀرپور مقابلو ڪري سگهندي. (نوٽ قرآن ڪي ٽڪرا ٽڪرا ڪرڻ جو تفصيلي بحث منهنجي ڪتاب (قرآن فهمي ڪے خلاف سازش ۾ پڙهندا)

مناسب ڀانيان ٿو بلڪ ضروري سمجهان ٿو ته پڙهندڙن جي خدمت ۾ هيءَ ڳالهه به پڌري ڪندو هلان ته آيت وَاسْتَعِينُواْ بِالصَّبْرِ وَالصَّلاَةِ وَإِنَّهَا لَكَبِيرَةٌ إِلاَّ عَلَى الْخَاشِعِينَ(2-45) کي ٽڪرا ڪري به اڌ ڇو ڪيو ويو، انجو اصل پسمنظر هي آهي ته الله پاڪ پنهنجي رسول جي جماعت ۽ قرآن واري پارٽيءَ کي علم وحي جي دشمنن جي مقابلي ۾ مضبوط ڪرڻ جا نسخا هن آيت ۾ ڏسي رهيو آهي، سو پهرين نسخي کي جدا آيت بنائي ان جي ٻئي حصي کي انکان ڪاٽي انکري جدا ڪيو ويو ته جيئن پڙهندڙ ماڻهو ٻئي حصي کي پهريين جو تسلسل نه سمجهن ۽ الله جي ان نسخي کي مڪمل طور سمجهي نه سگهن، جنهن ٻئي حصي ۾ رب پاڪ مؤمنن کي هي ٻڌائي ٿو ته جڏهن توهان صبر ۽ صلوة سان مدد حاصل ڪندؤ ته پوءِ اوهان جو مقام ۽ مرتبو منهنجي ملاقاتين جي لسٽ ۾ شامل ٿي ويندو. هاڻي غور ڪيو ته قرآن کي ٽڪرا ٽڪرا ڪرڻ وارن ڪيڏا ته حيلا ڪيا آهن جن سان هو ماڻهو حزب الله جي ورڪر مؤمنن کي الله کان ڌار ڪرڻ گهرن ٿا. پر الله به قرآن جي طالب علم کي دشمنن جي چالبازين کان باخبر رکڻ لاءِ سمجهائي ڇڏيو ته ولقد وصلنالهم القول لعلم يتذكرون (51-28) يعني قرآن حڪيم جي نظرين ۽ اصولن کي اسان پاڻ ۾ ڳنڍي ۽ ملائي ڇڏيو آهي سوفن تصريف سان به انهن جدا ڪيل ڪنهن کي ڳولي ڳولي اسانجي نظرين کي مذاڪرن سان سمجهڻ جي ڪوشش ڪيو.

يَا بَنِي إِسْرَائِيلَ اذْكُرُواْ نِعْمَتِيَ الَّتِي أَنْعَمْتُ عَلَيْكُمْ وَأَنِّي فَضَّلْتُكُمْ عَلَى الْعَالَمِينَ(47)

**ترجمو:**

اي بني اسرائيل ياد ڪيو منهنجي نعمت کي جيڪا مون توهان کي انعام ڪئي يعني مون فضيلت ڏني توهان کي دنيا جي قومن مٿان.

## جدا جدا لفظن جي معني

**بنّاء:**

بنوا، ابن، بنينا، بناء، هي سڀ لفظ اڏاوت ۽ تعمير جي معني ۾ استعمال ٿيا آهن جن جا مثال هيٺ ڏجن ٿا، وَالشَّيَاطِينَ كُلَّ بَنَّاء وَغَوَّاصٍ(37-38) يعني جناب سليمان عليہ السلام کي سندس حڪومت ۾ شيطان قسم جا سرڪش ماڻهو جيڪي جايون ناهيندڙ رازا هوا ۽ پاڻيءَ جا ٽوبا هوا اهي سڀ تابع ڪري ڏناسون، ٻيو مثال لاَ يَزَالُ بُنْيَانُهُمُ الَّذِي بَنَوْاْ رِيبَةً فِي قُلُوبِهِمْ إِلاَّ أَن تَقَطَّعَ قُلُوبُهُمْ وَاللّهُ عَلِيمٌ حَكِيمٌ(9-110) يعني مسجد ضرار ناهڻ وارن، جيڪا عمارت ناهي اها سدائين انهن جي بدنيتي سبب انهن جي دلين ۾ چڀندي رهندي، وڌيڪ ٻيو مثال أَفَلَمْ يَنظُرُوا إِلَى السَّمَاء فَوْقَهُمْ كَيْفَ

بَنَيْنَاهَا وَزَيَّنَّاهَا وَمَا لَهَا مِن فُرُوجٍ(6-50) يعني ڇا نٿا ڏسن آسمان ڏي پنهنجي مٿان ڪيئن ته اسان ان کي ناهيو آهي. بنا بمعني تعمير ۽ اڏاوت جو اچا وڏيڪ مثال ۽ أَأَنتُمْ أَشَدُّ خَلْقًا أَمِ السَّمَاء بَنَاهَا(27-79) يعني ڇا پيدا ڪرڻ جي لحاظ سان توهان مشڪل ۽ ڏکيا آهيو يا آسان؟ جنهن کي رب پاڪ ناهيو آهي پٽ کي ابن ڪونيو ويو آهي انڪري ته هو پيءُ جي خاندان جو حصو ۽ بنياد بنجي ٿو مثال، وَهِيَ تَجْرِي بِهِمْ فِي مَوْجٍ كَالْجِبَالِ وَنَادَى نُوحٌ ابْنَهُ وَكَانَ فِي مَعْزِلٍ يَا بُنَيَّ ارْكَب مَّعَنَا وَلاَ تَكُن مَّعَ الْكَافِرِينَ(42-11) يعني جناب نوح عليہ السلام پنهنجي پٽ کي سڏيو. ٻيو مثال قَالَ ابْنَ أُمَّ إِنَّ الْقَوْمَ اسْتَضْعَفُونِي وَكَادُواْ يَقْتُلُونَنِي فَلاَ تُشْمِتْ بِيَ الأعْدَاء وَلاَ تَجْعَلْنِي مَعَ الْقَوْمِ الظَّالِمِينَ(7-150) يعني جناب هارون عليہ السلام پنهنجي ڀاءُ موسي عليہ السلام کي چيو ته اي اما جا پٽ قوم وارن مون کي ايترو ته ڪمزور ڪري ڇڏيو جو هو مون کي ته قتل ڪرڻ وارا هوا.

## بني اسرائيل

بني جي معني آهي اولاد اسرائيل ۽ اسرائيل جناب يعقوب عليہ السلام جو لقب آهي جناب يعقوب عليہ جناب ابراهيم عليہ السلام جو پوٽو ۽ جناب اسحاق عليہ السلام جو پٽ هئو (6-84) اسرائيل لفظ جي معني عبدالله آهي، ڪن ماڻهن معني مرد خدا ڪئي آهي هي لفظ جيئن ته عربي ٻوليءَ جو ناهي تڏهن به ئيل لفظ عبراني ۽ سرياني ٻوليءَ ۾ الله جي نالي لاءِ استعمال ڪيو ويو آهي، باقي جيڪڏهن لفظ اسر جي عربي ٻوليءَ ۾ استعمالن مٿان غور ڪبو ته ان جي معني قيدي، ۽ ٻڌل شي ٻڌ معلوم ٿئي ٿي (28-76) سو ٻانهو ۽ عبد به الله جي حڪمن جو پابند ۽ انهن جي تعميل لاءِ ٻڌل هوندو آهي انڪري اسرائيل جي معني مرد خدا سان گڏوگڏ الله جو ٻانهو ۽ عبدالله قرار ڏيڻ به مناسب لڳي ٿي، ان معنیٰ جو ثبوت قرآن منجهان ته جناب عيسیٰ عليہ السلام جو هيڪل جي پنڊتن کي چوڻ ته قَالَ إِنِّي عَبْدُ اللهِ آتَانِيَ الْكِتَابَ وَجَعَلَنِي نَبِيًّا(30-19) آئون الله جو ٻانهو آهيان جنهن مونکي صاحب ڪتاب نبي بنايو آهي.

## فضلتكم:

هي صيغو واحد متڪلم جو آهي، ۽ تفضيل جي باب ڪان آهي هن لفظ جو استعمال نقص، ڪمي ۽ کوٽ جي مقابلي ۾ وڌيڪ عطا ڪرڻ جي معني ۾ استعمال ٿيندو آهي، ان معني جو مثال جيئن وَلاَ تَتَمَنَّوْاْ مَا فَضَّلَ اللّهُ بِهِ بَعْضَكُمْ عَلَى بَعْضٍ (32-4) يعني نه خواهش ڪيو ان ڳالهه جي جنهن جي فضليت ڏني آهي الله اوهان مان ڪن ماڻهن کي ڪن جي مٿان، هتي، ذهني استعداد جي گهٽ وڌ هجڻ جي معني ۾ لفظ فضل جو استعمال نقص جي مقابلي ۾ ڪيو ويو آهي. انهيءَ معني سان هن لفظ جو ٻيو استعمال جيئن والله فضل بعضكم علي بعض في الرزق (16-71) معني ته الله توهان منجهان ڪن کي ڪن جي مٿان رزق ڪمائڻ ۾ وڌيڪ فضيلت ڏني آهي، هتي هن معني تي هي اعتراض نه ڪري سگهبو ته دنيا ۾ امير ۽ غريب

ماڻهو ۽ ڪلاس بہ الله جا قائم ڪيل ٿيا، انهيءَ خدشي کي ختم ڪرڻ لاءِ رب پاڪ فرمايو تہ وَاللّهُ فَضَّلَ بَعْضَكُمْ عَلَى بَعْضٍ فِي الْرِّزْقِ فَمَا الَّذِينَ فُضِّلُواْ بِرَآدِّي رِزْقِهِمْ عَلَى مَا مَلَكَتْ أَيْمَانُهُمْ فَهُمْ فِيهِ سَوَاء أَفَبِنِعْمَةِ اللّهِ يَجْحَدُونَ(71-16) يعني وڏيڪ فضيلت ڏنل ماڻهو، پنهنجي ماتحت ڪمائڻ جي هنر ۾ گهٽ لياقت ڏنل ماڻهن کي انهن جي ضرورتن کي پورو ڪري ڏيڻ لاءِ پنهنجيون واڌيون موٽائي ڏين. پوءِ وري بہ ڪير اعتراض ڪري تہ پلا رب پاڪ سين کي هڪ جهڙي ذهني لياقت ۽ اوسر ڏئي ها، ان سوال جو جواب رب پاڪ هي ڏنو تہ أَهُمْ يَقْسِمُونَ رَحْمَةَ رَبِّكَ نَحْنُ قَسَمْنَا بَيْنَهُم مَّعِيشَتَهُمْ فِي الْحَيَاةِ الدُّنْيَا وَرَفَعْنَا بَعْضَهُمْ فَوْقَ بَعْضٍ دَرَجَاتٍ لِيَتَّخِذَ بَعْضُهُم بَعْضًا سُخْرِيًّا وَرَحْمَتُ رَبِّكَ خَيْرٌ مِّمَّا يَجْمَعُونَ(32-43) يعني تہ اسان اهي گهٽ وڌ ذهني لياقتون صرف هن لاءِ ڏنيون آهن تہ جيئن وڏيڪ ذهني هوشيار ماڻهو گهٽ ذهني لياقت واري پر وڏيڪ جسماني طور طاقت واري ماڻهوءَ کان ان جي مناسبت وارا ڪم ڪار وٺي سگهي، هي معاملو تہ ضروريات زندگي گهر ۽ کاڌو پيتو علاج جاءِ رهائش وغيره ان ۾ استحقاق لاءِ قرآن حڪيم فرمايو تہ وڏيڪ ڪمائڻ وارا ماڻهو گهٽ ڪمائڻ وارن کي انهن جي ضرورتن لاءِ پنهنجيون واڌيون موٽائي ڏين چو تہ الله جي نظر ۾ وَاللّهُ فَضَّلَ بَعْضَكُمْ عَلَى بَعْضٍ فِي الْرِّزْقِ فَمَا الَّذِينَ فُضِّلُواْ بِرَآدِّي رِزْقِهِمْ عَلَى مَا مَلَكَتْ أَيْمَانُهُمْ فَهُمْ فِيهِ سَوَاء أَفَبِنِعْمَةِ اللّهِ يَجْحَدُونَ(71-16) ضرورتن جي حساب سان اهي ذهني هوشيار ماڻهن جي برابر آهن جنگين لڙاين ۾ فتح مندي کي قرآن حڪيم بہ الله جي فضل سان تعبير ڪيو آهي، جيئن فَانقَلَبُواْ بِنِعْمَةٍ مِّنَ اللّهِ وَفَضْلٍ لَّمْ يَمْسَسْهُمْ سُوْءٌ وَاتَّبَعُواْ رِضْوَانَ اللّهِ وَاللّهُ ذُو فَضْلٍ عَظِيمٍ(174-3) يعني هو موٽيا (ميدان جنگ کان) الله جي فضل سان ۽ نہ پهتو انهن کي ڪوئي ڏک هڪڙي معني لفظ فضل جي قرآن پاڪ روزي ڪمائڻ، بہ ڏسي آهي، جنهن جو مثال وَمِنْ آيَاتِهِ مَنَامُكُم بِاللَّيْلِ وَالنَّهَارِ وَابْتِغَاؤُكُم مِّن فَضْلِهِ إِنَّ فِي ذَلِكَ لَآيَاتٍ لِّقَوْمٍ يَسْمَعُونَ(23-30) معني تہ ان جي نشانين منجهان رات ڏينهن جو آرام ڪرڻ ۽ توهان جو ان جي فضل (روزگار) کي تلاش ڪرڻ بہ آهي، انهيءَ معني لاءِ بيو مثال جيئن فَإِذَا قُضِيَتِ الصَّلَاةُ فَانتَشِرُوا فِي الْأَرْضِ وَابْتَغُوا مِن فَضْلِ اللَّهِ وَاذْكُرُوا اللَّهَ كَثِيرًا لَّعَلَّكُمْ تُفْلِحُونَ(10-62) يعني جنهن وقت صلوٰة واري ڊيوٽي پوري ٿي وڃي تہ پوءِ پيل زمين ۾ ٽڙي پکڙي وڃو الله جي (خلقيل) روزگار جي ڳولا ڪيو.

**العالمين:**

عالم لام جي زبرسان جي هڪڙي معني آهي جڳ جهان بلڪ سڀ آسمان ۽ زمين ۽ انهن جي وچ واريون سڀ شيون، جنهن جو مثال تہ جڏهن فرعون جناب موسي عليہ السلام کي چيو تہ تون جيڪو چوين ٿو تہ فَأْتِيَا فِرْعَوْنَ فَقُولَا إِنَّا رَسُولُ رَبِّ الْعَالَمِينَ(16-26) يعني بنهي پائرن چيو تہ رب العالمين جا موڪليل آهيون تہ اهو رب العالمين آهي ڪير؟ (23-26) جواب ۾

جناب موسي عليہ السلام ان کي ٻڌايو تہ قَالَ رَبُّ السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ وَمَا بَيْنَهُمَا إِن كُنتُم مُّوقِنِينَ(24-26) يعني سڀني آسمانن ۽ زمين ۽ انهن جي وچ وارين سڀني شين جي پرورش ڪندڙ، ۽ لفظ عالم لام جي زبر سان جي ٻي معني آهي "قوم" ان جو مثال وَلُوطًا إِذْ قَالَ لِقَوْمِهِ إِنَّكُمْ لَتَأْتُونَ الْفَاحِشَةَ مَا سَبَقَكُم بِهَا مِنْ أَحَدٍ مِّنَ الْعَالَمِينَ(28-29) يعني جڏهن جناب لوط عليہ السلام پنهنجي قوم وارن کي چيو تہ توهان اهڙي تہ فحاشي ڪيو ٿا جيڪا اوهان کان اڳي وارين قومن منجهان ڪنهن هڪڙي بہ قوم ائين نہ ڪيو آهي، انهيءَ کي چئبو آهي اسم الضرف علي المضروف يعني ٿانو جو نالو ٿانو ۾ پيل شيءِ جي مٿان، جيئن ميز تي پاڻيءَ جو گلاس پريو پيو هجي ڪير ڪنهن کي گلاس بدران چوي تہ هي پاڻي مونکي ڪٽي ڏي، تہ اهو چوڻ درست چئبو غلط نہ چئبو. تہ قوم کي عالم لام جي زبر سان سڏڻ اهو بہ اسم الضرف علي المضروف جي باب کان آهي.

## هن آيت ڪريم منجهان ملندڙ تعليم

هن آيت ڪريم ۾ رب پاڪ اهل ڪتاب سان خاص ڪري بني اسرائيل يعني يهودين سان مخاطب آهي، جن کي الله پاران ڏنل نعمتن کي ياد ڏياري وري موٽ ۾ انهن جي نافرمانين ۽ غدارين جو ذڪر ڪيو آهي اهو تفصيل هن آيت نمبر 47 کان وٺي انداز 104 آيتن تائين هليو آهي يعني اهو مذڪور 56 عدد آيتن تي مشتمل آهي، الله پاران يهودين جي خلاف علم وحي جاٽايل ڪرتوتن کي انهن آيتن ۾ نهايت تفصيل سان بيان ڪري پوءِ آيت نمبر 104 کان ياايهاالذين آمنوا سان جناب خاتم الانبياء عليہ السلام جي امت جي قيادت کي سمجهايو وڃي ٿو تہ اوهان يهودين جي ڪرتوتن ۽ پرڪارن کان پاسو ڪجو، انهن جهڙا نہ ٿجو، 56 آيتن مٿان باقائدي جيڪڏهن ڪو تعليمي ادارو ڪا ريسرچ ڪرائي يا ڪوئي شخص انسانن جي ڪرڻ ۽ انسان جي الله سان جنگ جو نفسياتي ۽ تاريخي مواد سهيڙڻ گهري تہ علم وحي سان جنگ جو سمورو پسمنظر اهڙو تہ سامهون اچي ويندو جنهن سان وري امت مسلم جي امامي علمن جي عالمن جون فڪري ۽ نظرياتي رشتي داريون سندن استاد يهودين سان باقائدي ايڪ ڏون ڏون بہ ڏون چار وانگي سامهون ٿي بيهنديون.

وَاتَّقُواْ يَوْماً لاَّ تَجْزِي نَفْسٌ عَن نَّفْسٍ شَيْئاً وَلاَ يُقْبَلُ مِنْهَا شَفَاعَةٌ وَلاَ يُؤْخَذُ مِنْهَا عَدْلٌ وَلاَ هُمْ يُنصَرُونَ(48)

**ترجمو:**

ڊڄو ان وقت کان جنهن ۾ ڪوئي شخص ڪنهن بہ ڏوهاريءَ جو بدلو ڏئي نہ سگهندو ۽ نہ ڪنهن شخص جي سفارش قبول ڪئي ويندي ۽ نہ ئي ڪنهن کان (ان جي ڏوهہ جو) ڏنڊ ورتو ويندو ۽ نہ ئي ڏوهاري کي (ڪنهن جي) مدد ڏياري ويندي.

## جدا جدا لفظن جي معني

**يوما:**

لفظ يوم جون معنائون آهن، گهڙي، وقت، پيرڊ، ميعاد، ۽ سج اڀرڻ کان سج لهڻ تائين وارو وقت، ميعاد- مدي جي معني جو مثال جيئن تَعْرُجُ الْمَلَائِكَةُ وَالرُّوحُ إِلَيْهِ فِي يَوْمٍ كَانَ مِقْدَارُهُ خَمْسِينَ أَلْفَ سَنَةٍ(4-70) ملائڪ ۽ روح (يعني ڪائناتي اسڪيمون) پنهنجي ذمي لڳايل اسڪيمن جي تڪميل لاءِ هدف طرف چڙهن ٿيون هڪڙي ميعاد ۾ جنهن جو اندازو پنجاهه سال جو آهي، ٻي معني ٻارنهن ڪلاڪن واري ڏينهن جو مثال جيئن وَيَسْتَعْجِلُونَكَ بِالْعَذَابِ وَلَن يُخْلِفَ اللهُ وَعْدَهُ وَإِنَّ يَوْمًا عِندَ رَبِّكَ كَأَلْفِ سَنَةٍ مِّمَّا تَعُدُّونَ(47-22) يعني بيشڪ يوم (جو مقدار) تنهنجي پالڻهار وٽ هڪ هزار سال آهي جنهن جي مقدار کي توهان پنهنجي حساب واري ڏينهن سان هڪ هزار سال ڪري ڳڻيندا آهيو، يوم جي معني ڪن، پلڪ، دم، گهڙي جو مثال جيئن يَسْأَلُهُ مَن فِي السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ كُلَّ يَوْمٍ هُوَ فِي شَأْنٍ(29-55) يعني آسمانن ۽ زمين ۾ رهندڙ سڀ مخلوق پنهنجي حاجتن لاءِ انجي درتي سوالي آهي، سو ان ڏيڻ واري جو شان ته هي آهي جو ان جي ذات ۽ عطا هر گهڙي هر دم هر سيڪنڊ هر ملي سيڪنڊ ۾ نئين سر نئين ۽ نرالي آهي. يوم منجهان جيڪا معني وقت پيرڊ ۽ ميعاد نامعلوم حد تائين وٺي سگهجي ٿي ان جو مثال، جيئن إِنَّمَا يَعْمُرُ مَسَاجِدَ اللّهِ مَنْ آمَنَ بِاللّهِ وَالْيَوْمِ الآخِرِ (18-9) يعني "بلاشڪ آباد ڪندا الله جي قانون جون عدالتون اهي ماڻهو جن جو ايمان هوندو الله تي ۽ ڏهاڙي آخرت تي"، هتي هاڻي آخرت جي جهان جو ميعاد ته خلود ۽ ابد (23-72) ٻڌايل آهي جنهن کي اڻ کٽ سڏي سگهجي ٿو ته ايتري لامحدود عرصي کي به يوم سڏيو ويو آهي.

**لاتجزي:**

جزاء لفظ جي معني آهي "بدلو" پوءِ اهو بدلو ڏيڻ جي معني ۾ ڏنڊ جرمانو رشوت هجي يا ڪائي جان ۽ شخص ڪنهن ٻئي شخص جو بدل ۽ عيوض بنجي اهي سڀ صورتون جزاء جي معني ۾ شامل آهن جن جا مثال حاضر آهن بدلي جي معني جو مثال جيئن وَجَزَاهُم بِمَا صَبَرُوا جَنَّةً وَحَرِيرًا(12-76) يعني بدلو ڏنو انهن کي مقابلي استقامت جي جنت ۽ ريشم (جا لباس) ٻيو مثال وَجَزَاء سَيِّئَةٍ سَيِّئَةٌ مِّثْلُهَا فَمَنْ عَفَا وَأَصْلَحَ فَأَجْرُهُ عَلَى اللهِ إِنَّهُ لَا يُحِبُّ الظَّالِمِينَ(40-42) يعني برائيءَ جو بدلو انجي مثل بروئي ڏنو ويندو. ٽيو مثال فَجَاءتْهُ إِحْدَاهُمَا تَمْشِي عَلَى اسْتِحْيَاء قَالَتْ إِنَّ أَبِي يَدْعُوكَ لِيَجْزِيَكَ أَجْرَ مَا سَقَيْتَ لَنَا (25-28) چيو مدين جي شيخ ڪبير جي ڌيءُ ته منهنجو پيءُ توکي سڏي ٿو ته توکي بدلو ڏئي اسان جي مال کي پاڻي پيارڻ جو، وڌيڪ مثال هن معني جو ته ڪوئي شخص ڪنهنجو ضامن ۽ بدلو نه بڻبو، جيئن وَاتَّقُواْ يَوْماً لاَّ تَجْزِي نَفْسٌ عَن نَّفْسٍ شَيْئاً (48-2) يعني انهيءَ وقت کان ڊڄو (جڏهن الله جي قانون واري عدالت قائم ٿيندي) جنهن ۾ ڪوئي ماڻهو ٻئي ماڻهوءَ

جي ڪرتوتن جي سزا جو عوض نہ ڀڄبو نہ ئي ڪوئي ان ڏوہ جو معاوضو ورتو ويندو نہ ئي سفارش قبول ڪئي ويندي ۽ نہ ئي ڪنهن قسم جي ٻاهرين مدد ڏياري ويندي، انهي معني لاءِ وڌيڪ ٻيو مثال جيئن يَا أَيُّهَا النَّاسُ اتَّقُوا رَبَّكُمْ وَاخْشَوْا يَوْمًا لَّا يَجْزِي وَالِدٌ عَن وَلَدِهِ وَلَا مَوْلُودٌ هُوَ جَازٍ عَن وَالِدِهِ شَيْئًا إِنَّ وَعْدَ اللَّهِ حَقٌّ فَلَا تَغُرَّنَّكُمُ الْحَيَاةُ الدُّنْيَا وَلَا يَغُرَّنَّكُم بِاللَّهِ الْغَرُورُ(33-31) يعني اي انسانو! ڊڄو پنهنجي پالڻهار کان ۽ ان ڏينهن کان جنهن ڏينهن پيءُ پٽ جي بدلي ۾ ڪم اچي نہ سگهندو ۽ نہ وري پٽ پيءُ جي بدلي ۾ عوض بنجي سگهندو.

**شفاعة:**

قرآن حڪيم پنهنجي لفظن جي معني پاڻ ڏسڻ جو جيڪو هنر گهڻو ٿڻو اختيار ڪيو آهي جيئن ڪوئي قرآن جو طالب علم ڪنهن ٻئي غير قرآني امامي علمن جي معنوي تحريف وارين سازشن کان محفوظ رهي ۽ انڪري اها قرآن جي سمجهاڻ جي ذميداري بہ رب پاڪ پنهنجي ذمي پاڻ ڪنئي آهي تہ ثُمَّ إِنَّ عَلَيْنَا بَيَانَهُ(19-75) يعني قرآن حڪيم ڪي ڪولي ڪولي بيان ڪرڻ بہ اسان جي مٿان آهي تہ هن لفظ شفاعت جي اصل معنیٰ بہ فن تقابل سان پاڻ سورت الفجر ۾ سمجهايائين (3-89) جيڪي آسمان جا تارا ٻٽا ٻٽا ڏسجن ٿا يا هڪ هڪ هاڻي ڪير غور ڪري تہ ڪيئن نہ قرآن حڪيم شفع ۽ وتر لفظن ڪي ملائي بيان ڪرڻ سان ٻنهي جي معني سمجهائي تہ شفع معني ٻڏي ۽ وتر معني اڪي. قرآن حڪيم جي ان بنيادي رهنمائي کان پوءِ شفاعت لفظ جون ڪوڙ سمجهاڻيون ڪلي وجن ٿيون جيڪي معنائون گهٽ ۾ گهٽ هي آهن، هڪ ٻئي جو ساٿ ڏيڻ، مددگار بنجڻ، ڪنهن جي حمايت ۾ شاهدي ڏيڻ، سفارش ڪرڻ، وغيره- هاڻي انهن معنائن جا قرآن پاڪ منجهان استعمال پيش ڪجن ٿا، شفاعت جي معني شاهدي ڏيڻ جو مثال جيئن وَلَا يَمْلِكُ الَّذِينَ يَدْعُونَ مِن دُونِهِ الشَّفَاعَةَ إِلَّا مَن شَهِدَ بِالْحَقِّ وَهُمْ يَعْلَمُونَ(86-43) يعني جيڪي ماڻهو الله کان سواءِ ٻين ڪي پنهنجي حمايت ۾ سفارشي سمجهن ٿا يا حمايتي سمجهن ٿا انهن لاءِ رب پاڪ فرمائي ٿو تہ اهي ماڻهو لايملڪ يعني ڪو بہ اختيار نٿا رکن انهن ڪي اهڙي ڪابہ مالڪي ڪانهي، اهي اهڙي مالڪي نہ هجڻ ڪري بي اختيار آهن پر جيڪڏهن ڪنهن جي لاءِ الله جو اذن الله جو قانون ڪنهن ڪي اجازت بہ ڏيندو تہ ان لاءِ شرط آهي تہ ان جي اها شفاعت شهد بالحق جي معني ۾ هجي، يعني شفاعت حق جي شاهدي ۽ سچ جي شاهديءَ ۾ قبول ڪئي ويندي وهم يعلمون جي معني تہ جنڪان رب پاڪ ڪنهن جي لاءِ بہ شفاعت واري شاهدي وٺندو بہ تہ اها شاهدي خود اهي شاهد بہ ڄاڻن ٿا تہ اها انهن ڪي الله وٽ حق سچ جي ڳالهہ ڪرڻي آهي، شاهدي وارن شفاعت ڪرڻ وارن لاءِ جيئن مٿي آيت ڪريمہ ۾ فرمايو ويو تہ هو حق جي شاهدي ڏيندا وڌيڪ فرمايو ويو تہ وَمَن يَشْفَعْ شَفَاعَةً سَيِّئَةً يَكُن لَّهُ كِفْلٌ مِّنْهَا (4-85) يعني جو بہ شخص ڪنهن جي لاءِ ان جي برن ڪمن هوندي بہ انجي فائدي واري شاهدي ڏيندو يا سفارش ڪندو تہ اهڙي سفارش ڪرڻ

واري جو ان برائيءَ ۾ حصو شمار ڪيو ويندو. هاڻي قرآن سمجهڻ وارن کي سوچڻ گهرجي ته علم روايات ۾ ڏوهاري ماڻهن لاءِ الله جي نبين ۽ الله جي مقرب ٻانهن لاءِ جيڪو هي مشهور ڪيو ويو آهي ته اهي انهن ماڻهن لاءِ شفاعت ڪندا جن لاءِ الله جي ليکي ۾ دوزخ واجب ٿي چڪو آهي، پوءِ شفاعت سبب الله انهن کي جنت ۾ موڪليندو، سو اهو ڪيئن ٿي سگهي ٿو ته آيت ڪريمه (58-4) مطابق بدڪار جي سفارش ڪندڙ کي به الله جي قانون ۾ برائي جو حصه دار شمار ڪيو وڃي ٿو ته پوءِ الله جا نبي ۽ مقرب ٻانها ڪيئن اهڙو ڪم ڪندا جو انهن جو پنهنجو رڪارڊ به خراب ٿي وڃي بلڪ سچ ته هي آهي جو الله جا نبي ۽ مقرب ٻانها اهڙو ڪم ڪندا به ڇو جنهن لاءِ الله جي منع فرمايل هجي (58-4) لفظ شفاعت ۽ شفيع جي معني ساٿي ۽ مددگار لاءِ مثال جيئن فرمايو ويو ته وَأَنذِرْ بِهِ الَّذِينَ يَخَافُونَ أَن يُحْشَرُواْ إِلَى رَبِّهِمْ لَيْسَ لَهُم مِّن دُونِهِ وَلِيٌّ وَلاَ شَفِيعٌ لَّعَلَّهُمْ يَتَّقُونَ(51-6) يعني اي رسول! تون ڊيڄار انهن ماڻهن کي جن کي پنهنجي رب اڳيان اٿاريو وڃڻ جو خوف هجي (انهن کي هي ڊيڄار ته) انهن لاءِ الله کان سواءِ ڪو به ساٿي ۽ مددگار ڪونهي، ڪاش جو هو الله جي ان قانون کان ڊڄن.

**عدل:**

لفظ عدل جي معني قرآن حڪيم معمول مطابق پنهنجو پاڻ سمجهائي آهي جيڪا آهي برابري ۽ مساوات ۽ هڪ جهڙائي جنهن سان توازن قائم ٿئي فرمايائين ته الَّذِى خَلَقَكَ فَسَوَّاكَ فَعَدَلَكَ(7-82) يعني اي انسان! ڪهڙي شيءِ توکي ڌوکي ۾ وڌو آهي پنهنجي مهربان پالڻهار جنهن توکي پيدا ڪيو ۽ پوءِ تنهنجي (جسماني مشنري جي ذرن پرزن ۾) هڪ قسم جي برابري ۽ هڪ جهڙائي رکيائين“. پڙهندڙ مهربان هتي غور ڪن ته فعدلک کي ترتيب ۾ فسواک جي پويان آڻي رب پاڪ مساوات ۽ برابري جي لفظ کي وري عدل جي لفظ سان سمجهايو ڇڻ ته مساوات ۽ عدل هڪ لحاظ سان مترادف المعني يعني معنوي هڪ جهڙائي وارا به قرار ڏنا ويا. لفظ عدل جي معني هڪ جهڙائي، اعتدال ۽ برابريءَ جو ٻيو مثال جيئن وَأُمِرْتُ لِأَعْدِلَ بَيْنَكُمُ اللهُ رَبُّنَا وَرَبُّكُمْ لَنَا أَعْمَالُنَا وَلَكُمْ أَعْمَالُكُمْ لَا حُجَّةَ بَيْنَنَا وَبَيْنَكُمُ اللهُ يَجْمَعُ بَيْنَنَا وَإِلَيْهِ الْمَصِيرُ(15-42) پڙهندڙن جي خدمت ۾ عرض آهي ته هن جملي ۾ جيڪو جناب خاتم الانبياء عليہ السلام جن فرمائي رهيا آهن مونکي حڪم ڪيو ويو آهي ته آئون توهان جي وچ ۾ عدل قائم ڪيان هڪ جهڙائي قائم ڪيان انهي معني جي گهرائي ۽ معنوي اونهائي باقائدگي سان تڏهن ذهن نشين ٿيندي جڏهن سورت جي پهرين آيت کان وٺي مضمونن تي غور ڪيو ويندو، رب پاڪ آيت نمبر 13 کان وٺي جناب نوح عليہ السلام کان جناب موسي عليہ السلام جي دور تائين جي تاريخ واري عرصي ۾ انسانن طرفان علم وحي ۾ ڏڦيڙ وجهي فرقن ناهڻ جي تخريبڪارين جي ڪارگذارين کي سامهون رکندي پنهنجي آخري پيغمبر کان اعلان ڪرايو ته وَأُمِرْتُ لِأَعْدِلَ بَيْنَكُمُ اللهُ رَبُّنَا وَرَبُّكُمْ لَنَا أَعْمَالُنَا وَلَكُمْ أَعْمَالُكُمْ لَا حُجَّةَ بَيْنَنَا وَبَيْنَكُمُ اللهُ يَجْمَعُ بَيْنَنَا وَإِلَيْهِ الْمَصِيرُ(15-42) مون کي حڪم ڪيو ويو آهي ته توهان جي فرقي بازين جي خاتمي لاءِ هڪ

اعتدال وارو متوازن معاشرتي فلسفي وارو ڪتاب ۽ قانون پيش ڪيان جنهن جي رهنمائي ۾ اوهانجي گمراهه ٿيڻ ۽ ڪرڻ جوعلاج آهي، خود هن آيت جي روشني ۾ عدل جي هڪ معني ڏوهاري جي ضمانت ۽ سفارش ڪرڻ بہ عدل جي خلاف آهي.

**ولاهم ينصرون**

نصر، ينصر، نصرا لفظ نصرت جي معني مدد ڪرڻ ۽ ساٿ ڏيڻ آهي قرآن حڪيم اها معني بہ پنهنجو پاڻ سمجهائي آهي، جو لفظ نصير کي اندازاً تيرهن ڀيرا لفظ ولي سان گڏ استعمال ڪيو ويو آهي جيئن إِنَّ اللّهَ لَهُ مُلْكُ السَّمَاوَاتِ وَالأَرْضِ يُحْيِـي وَيُمِيتُ وَمَا لَكُم مِّن دُونِ اللّهِ مِن وَلِيٍّ وَلاَ نَصِيرٍ(9-116) يعني ناهي اوهان لاءِ الله ڪانسواءِ ڪوئي ساٿي ۽ مدد گار. جيئن تہ لفظ ولي جي معني پاڙيسري، ويجهو، ساٿي، مددگار وغيره آهي (جنهنجو تفصيل پنهنجي پنهنجي جاءِ تي ايندو) تہ لفظ نصير کي ان لفظ سان تيرهن ڀيرا گڏ ذڪر ڪرڻ منجهان هي ثابت ڪري ٿو تہ قرآن حڪيم پنهنجو تفسير پاڻ آهي ۽ الله پاڪ پنهنجي ڪتاب جي پڙهڻ وارن کي ٻين جي محتاجي کان بچائڻ گهري ٿو.

**هن آيت ڪريم مان ثابت ٿيندڙ قانون**

هن آيت ۾ آخرت واري قيامت ۽ ان کان اڳي هتي دنيا جي جهان ۾ قرآني انقلاب واري حڪومت قائم ٿيڻ ۽ ان جي عدالتي سرشتي بابت قرآن حڪيم ٻڌائي رهيو آهي تہ قرآن واري حڪومت ۾ عدالتن جي اندر هر ڏوهاري کي پنهنجي ڏوهن جي سزا پاڻ ڀوڳڻي پوندي هڪڙي جي سزا ٻئي کي ڪانہ ڏني ويندي. ڏوهارين جي ضمانت يا ڪنهن بہ قسم جي مدد ڪرڻ بہ، رشوت ۽ سفارش کي بہ ڏوهہ قرار ڏنو ويو آهي.

> وَإِذْ نَجَّيْنَاكُم مِّنْ آلِ فِرْعَوْنَ يَسُومُونَكُمْ سُوَءَ الْعَذَابِ يُذَبِّحُونَ أَبْنَاءكُمْ وَيَسْتَحْيُونَ نِسَاءكُمْ وَفِي ذَلِكُم بَلاءٌ مِّن رَّبِّكُمْ عَظِيمٌ(49)

**ترجمو:**

”۽ جنهن وقت ڇڏايوسين توهانکي فرعونين کان جيڪي توهان کي چوندي چوندي بڇڙا عذاب ڏيندا هوا، (جيئن) توهان جا سگهارا ماري، ڪمزورن کي ڇڏي ڏيندا هئا ۽ انهيءَ ۾ توهان جي لاءِ رب پاڪ جي وڏي آزمائش هئي“. (ترجمو ختم)

**جدا جدا لفظن جي معني**

**نجيناڪم:**

نجينا هي جمع متڪلم جو صيغو آهي، لفظ نجات جي معني ڇوٽڪارو آهي انجو مثال قرآن حڪيم منجهان جيئن وَقَالَ الَّذِي نَجَا مِنْهُمَا وَادَّكَرَ بَعْدَ أُمَّةٍ أَنَاْ أُنَبِّئُكُم بِتَأْوِيلِهِ فَأَرْسِلُونِ(12-45) هتي

لفظ نجا جناب يوسف عليہ السلام سان جيل منجهان ٻن قيدين جي جيل منجهان نڪرڻ ڪانپوءِ جي حوالي سان اهڙي طرح ذڪر ڪيو ويو آهي جو ڪلام جو سياق سباق يعني اڳ ۽ پوءِ ازخود ٻڌائي رهيو آهي تہ لفظ نجا جي معني جيل مان آزاد ٿيڻ ۽ ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ آهي، لفظ نجات جو قرآن حڪيم ۾ ٻيو استعمال جنهن منجهان هو پاڻيهي پاڻ پنهنجي لفظن جي معني جي سڌ ڏيو ڇڏي، جيئن قَالَ لَا تَخَفْ نَجَوْتَ مِنَ الْقَوْمِ الظَّالِمِينَ(25-28) يعني موسي عليہ السلام جڏهن مصر منجهان فرعونين کان ڀڄي نڪتو ۽ مدين شهر جي شيخ ڪبير جي گهر پهتو ۽ انکي مصر ۾ پنهنجي قوم جي غلام هجڻ ۽ غلامي خلاف بادشاه فرعون واري قوم سان ٽڪر کائڻ ۽ انهنجي ماڻهو مارڻ، فرعونين جي دربار ۾ موسي مٿان قتل جي الزام ۾ سزا طئہ ٿيڻ وري انجو اطلاع موسىٰ کي ملڻ ۽ موسي جو مصر مان ڀڄي مدين شهر پهچڻ جي سرپرستي احوال ڏيڻ تي مدين جي شيخ ڪبير جو ان پوري اسٽوري ٻڌڻ تي هي چوڻ تہ لاتخف نجوت من القوم الظالمين يعني مصر مان نڪري هتي مدين ۾ پهچڻ کان پوءِ خوف نہ سمجهہ تون ظالمن جي قوم مان نڪري آيو آهين آزاد ٿي آيو آهين، ڇو ٽڪارو حاصل ڪري آيو آهين، مطلب تہ قرآن پاڪ جي عبارت ئي انهيءَ جاءِ تي لفظ نجات جي استعمال مان ئي ازخود ان جي معني کولي ظاهر ڪري رهي آهي جيڪا ڇوٽڪاري ڪانسواءِ ٻي ٿي نٿي سگهي.

**آل:**

لفظ آل جي هڪڙي مصدر تاويل آهي هن جو تہ حرفي مادو الف، واو، ۽ لام آهي، اسان آل جي معني عرض ڪرڻ کان اڳي مصدري لفظ تاويل جي معني طرف پڙهندڙن جو ڌيان ڇڪايون ٿا، جيڪا آهي "اصل حقيقت" "مول متو" "آخري نتيجو" لفظ تاويل جي مفهوم کي هنن لفظن سان سمجهي سگهجي ٿو تہ ڦري گهري جنهن ماجرا طرف ماڻهو موٽي اچي، تہ ڦير گهير ۽ موٽ کي بہ تاويل چيو ويندو، انهن معنائن لاءِ قرآن حڪيم ۾ اهڙن استعمالن مٿان غور ڪرڻ سان ڳالهہ سمجهہ ۾ اچي ويندي جن جا حوالا هي آهن (59-4) (53-7) (78-18) (12-6) (7-3) هاڻ قرآن حڪيم ۾ لفظ آل جو استعمال نسلي ۽ نسبي اولاد جي طرف بہ ڪيو ويو آهي، جيئن يَرِثُنِي وَيَرِثُ مِنْ آلِ يَعْقُوبَ وَاجْعَلْهُ رَبِّ رَضِيًّا(6-5-19) يعني جناب ذڪريا عليہ السلام دعا گهري تہ مونکي تون اهڙو وارث عطا ڪر جيڪو منهنجو ۽ آل يعقوب جو وارث بنجي، هن استعمال ۾ لفظ آل جي معني جيڪا مٿي عرض ڪري آياسين تہ موٽ کائڻ سو خاندان ۽ نسل جي طرف پيءُ ڏاڏي جي پيڙهيءَ جي تڪميل ۽ واڌاري سان اولاد جي ذريعي ئي اهو سلسلو قائم ٿئي ٿو، هن آيت ڪريمہ ۾ زڪريا پيءُ آهي دعا گهرندڙ، تہ دعا ۾ ڏاڏنگ ڏي بہ جناب يعقوب عليہ السلام جي ذڪر سان پڌرائي اچي وئي پر جناب زڪريا عليہ السلام جو پٽ لاءِ پنهنجي وراثت جي حوالي سان ذڪر ڪرڻ ان ۾ اهو ورثو

رهائشي گهر ۽ اهڙو ڪو بيو گهريلو سامان به مراد وٺي سگهجي ٿو، پر هن مقام تي اصل ۾ سندس ۽ جناب يعقوب عليہ السلام واري حوالي سان هي ورثو خاص طور علم نبوت جي ذريعي انساني فلاح واري تحريڪ (6-19) جو ذڪر هن دعا ۾ مقصود آهي مطلب ته هن آيت ڪريمہ ۾ لفظ آل جون به عدد معنائون اچي ويون هڪڙي نسلي خانداني وارث بنجڻ واري، ٻي فڪري نظرياتي تحريڪي ۽ هم خيال ۽ هم مشرب هجڻ واري معني وارو وارث بنجڻ جيئن كَدَأْبِ آلِ فِرْعَوْنَ وَالَّذِينَ مِن قَبْلِهِمْ كَذَّبُواْ بآيَاتِ رَبِّهِمْ فَأَهْلَكْنَاهُم بِذُنُوبِهِمْ وَأَغْرَقْنَا آلَ فِرْعَونَ وَكُلٌّ كَانُواْ ظَالِمِينَ(54-8) هن آيت ڪريمہ ۾ فرنونين جي هلاڪت ۽ درياء ۾ ٻوڙڻ جو ذڪر آهي ته ان منجهان مراد فرعون جا يعني جاگيردارن جا ٻار ٻچا يا نسلي اولاد سميت انجا حالي موالي پوئلڳ ۽ پيروڪار لشڪر وارا به آهن". هن موقعي تي پڙهندڙن کي هن ماجرا تي به غور ڪرڻ گهرجي ته اهو لفظ آل نسب ۽ نظريي جي ٻنهي جاءِ نشينن ۽ وارثن لاءِ قرآن پاڪ جناب نوح، ابراهيم، يعقوب داؤد، سليمان، موسي، هارون لوط، عليهم السلام جي نالن سان گڏ ته استعمال فرمايو پر جناب خاتم الانبياء عليہ السلام کي پٽيلي اولاد نه ڏيڻ جي پڌرائي (40-33) کان پوءِ به نظرياتي ۽ فڪري پوئلڳن واري معني ۾ به سندن لاءِ آل جو لفظ ڪتب نه آندو آهي سو غور ڪرڻ سان اهو معلوم ٿئي ٿو ته اهو احتياط رب پاڪ هن ڪري ڪيو آهي ته جيئن ڪوئي گروهه نبوت کي موروثي شيء قرار ڏيئي آل جي حوالي سان ختم نبوت جي اعلان ۽ فيصلي خلاف نه ڪائي سازش ڪري، پوءِ اهڙي سازش سان ڪتاب قرآن جيڪو خاتم الانبياء هٿان خاتم الڪتب ڪري موڪليل آهي سو ڪتائين ان جي تعليمات کان ماڻهن جو منهن ڪنهن ٻئي طرف نه موڙيو وڃي.

**فرعون:**

هي لفظ جناب موسي عليہ السلام جي زماني ۾ ۽ ان کان ڪجهه اڳي پوءِ مصر جي بادشاهن لاءِ لقب طور مشهور آهي. هي عبراني ٻولي جو لفظ آهي هن ٻوليءَ ۾ سج کي فاراع ڪونيو ويندو آهي عبراني ٻولي وارا سج کي معبود بنائڻ ڪري پنهنجي بادشاه کي به اهڙي لقب سان پڪاريندا هئا. ان سان گڏوگڏ لفظ جاگيرداريت جي اصطلاح طور به قرآن حڪيم استعمال ڪيو آهي.

**يسومونكم:**

س-و-م هن لفظ جي سنڌي ٻوليءَ ۾ معني ٽيندي، ٻجڻ، چنبڙڻ، نشان لڳائڻ ۽ ڏني ڏيڻ وغيره، هاڻي اسان انهن معنائن لاءِ قرآن حڪيم منجهان اهڙن استعمالن جا مثال ڏيون ٿا پڙهندڙ مهربان غور فرمائن، وَإِذْ تَأَذَّنَ رَبُّكَ لَيَبْعَثَنَّ عَلَيْهِمْ إِلَى يَوْمِ الْقِيَامَةِ مَن يَسُومُهُمْ سُوَءَ الْعَذَابِ إِنَّ رَبَّكَ لَسَرِيعُ الْعِقَابِ وَإِنَّهُ لَغَفُورٌ رَّحِيمٌ(167-7) يعني جڏهن تنهنجي پالڻهار اعلان فرمايو ته انهن (اهل ڪتاب جي ڪريلن) مٿان قيامت تائين اهڙا ته بخت نصر ۽ هٽلر جهڙا ماڻهو اٿاريندو رهندو جيڪي انهن

کي بچڙو عذاب چکائيندا رهندا، هن آيت ۾ يسوم جي معني بچڻ، چنبڙائڻ ۽ چکائڻ اهي سڀ معنائون اچي ويون، ٻيو مثال الْمُسَوَّمَةِ (3-14) يعني نشان ڪيل گهوڙا هتي نشان جي معني داغن ذريعي ڏنپ بہ ٿي سگهي ٿي.

**يذبحون:**

هي جمع مذکر مضارع فعل غائب معلوم جو صيغو آهي. لفظ ذبح جي هڪڙي معني چيرڻ يا ڪاٽيءَ سان ڪهڻ آهي جنهن جو مثال جيئن فَذَبَحُوهَا وَمَا كَادُواْ يَفْعَلُونَ(71-2) يعني (موسي جي قوم چيو تہ هاڻي تون صحيح ڏس تي آيو آهين پوءِ انهن (اهڙي قسم جي ڳئون هٿ ڪري) ان کي ذبح ڪيو يعني ڪنو پر اصل ۾ هو ائين ڪرڻ ئي نہ پيا گهرن، لفظ ذبح جي ٻي معني آهي ڪنهن کي ان جي مرتبي کان هٽائڻ، ڊي گريڊ ڪري حيثيت کي گهٽائڻ، معزول ڪرڻ، سسپنڊ ڪرڻ، ڊسمس ڪرڻ وغيره اهڙي استعمال جو مثال جيئن فرمايو ويو تہ وَتَفَقَّدَ الطَّيْرَ فَقَالَ مَا لِيَ لَا أَرَى الْهُدْهُدَ أَمْ كَانَ مِنَ الْغَائِبِينَ. لَأُعَذِّبَنَّهُ عَذَابًا شَدِيدًا أَوْ لَأَذْبَحَنَّهُ أَوْ لَيَأْتِيَنِّي بِسُلْطَانٍ مُّبِينٍ(20-21-27) يعني (جڏهن جناب سليمان عليہ السلام پنهنجي طير نالي واري انٽيليجينس جي هراول فوجي دستي واري سربراه جنرل هد هد کي غير حاضر ڏٺو تہ فرمايائين تہ ڇا ڳالهہ آهي جو آئون هد هد کي موجود نٿو ڏسان هاڻ ان جي غير حاضري جي ڪورٽ مارشل واري سزا هي آهي تہ ان لاءِ سخت وڏو عذاب يا انکي عهدي کان سسپنڊ ڪندس، ان سزا کان بچڻ لاءِ صرف هڪ صورت هوندي تہ هو پنهنجي غير حاضريءَ جو کو پڌرو ۽ واضح سبب بطور ثبوت جي ڏئي. هن آيت ۾ ذبح جي معنیٰ سخت سزا مراد ونبي، ڪاٽي سان ڪهڻ مراد ناهي.

**ابناء:**

ابناء جمع آهي ابن جو ابن معني پٽ، هن لفظ جا مختلف صيغا بناء، بنيان، تبنون، بنينا، وغيره قرآن حڪيم ۾ استعمال ٿيا آهن، بناء جي معني ڇت ۽ اڏاوت آهي جنهن جو مثال الَّذِي جَعَلَ لَكُمُ الأَرْضَ فِرَاشاً وَالسَّمَاء بِنَاء (22-2) يعني الله اها ذات آهي جنهن توهان جي زمين کي فرش بنايو ۽ آسمان کي ڇت، هن عبارت ۾ فن تقابل واري انداز سان فرش جي مقابل بناء کي آڻي ان جي معني ڇت کي بہ سمجهائي ڇڏيائين. بناء جي معني عمارت ۽ اڏاوت جنهن جو مثال إِذْ يَتَنَازَعُونَ بَيْنَهُمْ أَمْرَهُمْ فَقَالُوا ابْنُوا عَلَيْهِم بُنْيَانًا (21-18) يعني چيائون تہ انهن (اصحاب ڪهف وارن) تي ڪنهن عمارت کي ناهي ڇڏيو، پٽ کي ابن انکري ڪوٺيو وڃي ٿو جو هو پنهنجي پيءُ جي خاندان جي عمارت ۾ ڳٽيون وجي ٿو، ابن معني پٽ جو مثال وَهِيَ تَجْرِي بِهِمْ فِي مَوْجٍ كَالْجِبَالِ وَنَادَى نُوحٌ ابْنَهُ وَكَانَ فِي مَعْزِلٍ يَا بُنَيَّ ارْكَب مَّعَنَا وَلاَ تَكُن مَّعَ الْكَافِرِينَ(42-11) يعني سڏيو نوح پنهنجي پٽ کي جيڪو طوفان سبب جدا ٿيڻ واري ماڳ تي پهچي ويو هو تہ اي پٽڙا اسان سان سوار ٿي، فرعون جيڪا پاليسي بني

اسرائيل جي پٽن کي ذبح ڪرڻ يعني ڪمزور ڪرڻ جي اختيار ڪئي، انڪري ته ڪنهن قوم جا ابناء، ڪمزور ڪرڻ جي معني آهي قوم جا ڪارائتا ماڻهو، جن جي آڌارتي ڪنهن قوم جو قومي وجود سگهارو بنجي ۽ قوم جي قومي عمارت ٺهي ۽ جڙي، انهن کي بيڪار پاڙي ۽ لغور بنائي ڇڏجي.

**نساءکم:**

نساء معني عورتون هي جمع جو اهڙو صيغو آهي جنهن جو انهن لفظن منجهان واحد ناهي آيو. اهڙي طرح امرأة جي معني آهي هڪڙي عورت ۽ هي اهڙو ته واحد جو صيغو آهي جنهن جو انهن لفظن منجهان جمع وارو صيغو ٺهيل ناهي، نساء جي هڪڙي معني جيئن ته گهڻيون عورتون آهن، پوءِ ضروري ناهي ته اهي عورتون زالون ۽ گهرواريون هجن، اهڙي طرح نساء گهروارين يعني زالن لاءِ به استعمال ٿيو آهي، ٻنهي جا مثال، يَا نِسَاء النَّبِيِّ لَسْتُنَّ كَأَحَدٍ مِّنَ النِّسَاء (32-33) يعني (اي رسول جون گهرواريون ناهيو توهان) دنيا جهان جي ٻين عورتن وانگر. ۽ نساء جي معنيٰ نڪاح ٻڌيون زالون ۽ گهرواريون ان جو ٻيو مثال وَآتُواْ النَّسَاء صَدُقَاتِهِنَّ نِحْلَةً (4-4) يعني زالن کي مهر ڏيو بنا ڪنهن بدلي ۽ معاهدي جي. قرآن حڪيم ۾ هن آيت سميت ڇئن جاين تي نساء جو لفظ ابناء جي مقابلي ۾ آندو ويو آهي ابناء جمع آهي ابن جو پر ابن جي معني بناء عام اڏاوت ۾ ڪم ايندڙ شيء به آهي سو نسل جي خانداني عمارت ۾ ڪم ايندڙ فرد ابن به آهي، يعني جيڪا شي ڪنهن اڏاوت ۾ ڪم اچي لازمي طور اها مضبوط هوندي ته جڏهن ڪوئي دشمن ڪنهن ٻئي دشمن تي وار ڪندو ته لازمي طور انجي طاقت واري شيء تي حملو ڪندو آهي انڪري رب پاڪ جيڪو فرعون ۽ بني اسرائيل جي قصي ۾ چار ڀيرا فرمايو ته قَالَ سَنُقَتِّلُ أَبْنَاءهُمْ وَنَسْتَحْيِـي نِسَاءهُمْ وَإِنَّا فَوْقَهُمْ قَاهِرُونَ(127-7) هنن لفظن جي عمومي ظاهري معنيٰ ڪجي ٿي جلد ته قتل ڪنداسين پٽ انهن جا ۽ جيئريون ڇڏي ڏينداسون عورتون انهن جون، پر ان معنيٰ بدران اصلي حقيقي معنيٰ هي آهي ته جلد قتل ڪنداسون سگهارا ماڻهو انهن جا ۽ (انهن جي مقابلي ۾) سگهارو ڪنداسون انهن جي ڪمزور ماڻهن کي، (يعني انهن کي پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان ويڙهائيندسون) هن معني جي تائيد به قرآن حڪيم منجهان ئي ثابت آهي ته إِنَّ فِرْعَوْنَ عَلَا فِي الْأَرْضِ وَجَعَلَ أَهْلَهَا شِيَعًا يَسْتَضْعِفُ طَائِفَةً مِّنْهُمْ يُذَبِّحُ أَبْنَاءهُمْ وَيَسْتَحْيِي نِسَاءهُمْ إِنَّهُ كَانَ مِنَ الْمُفْسِدِينَ(4-28) يعني فرعون بني اسرائيل وارن کي ٽولا ٽولا ڪري، هڪڙن جي هٿان ٻين کي ڪمزور بنائيندو هو، انجو طريقو هي هوندو هو جو ڪمزورن جي مدد ڪري انهن هٿان قوم جي طاقتور ماڻهن کي ڪمزور بنائيندو هو، انهن مثالن جا چارئي حوالا هي آهن (49-2) (127-7) (4-28) (25-40) هنن ڇئني آيتن ۾ نساء لفظ کي ابناء لفظ جي مقابلي ۾ آڻي سمجهايو ويو آهي جيئن ابناء جي معني طاقتور ۽ سگهارا آهي ته ان جي مقابلي ۾ آندل لفظ نساء جي معني ڪمزور مراد ورتي ويندي، هن معني جي روشني ۾ جهانسيءَ جي راڻي جيڪا عورت

هوندي بہ آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ انگريزن سان لڙي هئي تہ انکي نساء بدران ابناء جي معني ۾ سگهاري ۽ طاقتور سڏي سگهجي ٿو.

**بلاء:-**

هن لفظ بلاء جي مصدر آهي، ابتلاء هن جون مختلف معنائون آهن، هڪڙي معني آهي آزمائش جنهن جو مثال قرآن پاڪ بڌايو، فَلَمَّا فَصَلَ طَالُوتُ بِالْجُنُودِ قَالَ إِنَّ اللّهَ مُبْتَلِيكُم بِنَهَرٍ (2-249) يعني جڏهن طالوت لشڪر وني نڪتو تہ فوج وارن کي چيائين تہ الله توهان کي نهر جي ذريعي آزمائش ۾ وجهندو تہ هتي هڪ ڳالھ کي ذهن ۾ رکڻ گهرجي تہ جتي بہ انسانن کي آزمائش ۾ وجهڻ جي ڳالھ قرآن پاڪ ڪندو تہ ان مان مراد انهن ماڻهن کي سندن حال جي جاڻ ڏيڻ مقصد هوندي آهي يعني ڏسو تہ اوهان ۾ ڪيترو دم آهي، اوهان ڪيتري پاڻي ۾ آهيو يعني اوهان پنهنجي لاءِ وڏيون وڏيون ڊاڙيون نہ هڻو، نہ تہ الله تہ هر هڪ ماڻهوءَ کي آزمائش کان اڳيئي ڄاڻي ٿو تہ هن ۾ ڪيترو دم آهي، هن لفظ جي ٻي معني آهي کولڻ ۽ ظاهر ڪرڻ جنهن لاءِ قرآن پاڪ ۾ مثال آيو تہ يَوْمَ تُبْلَى السَّرَائِرُ(9-86) يعني جنهن وقت کوليا ويندا ظاهر ڪيا ويندا راز، وڌيڪ بہ هڪ معني آهي ڪنهن شي جو زوال پذير ٿيڻ پراڻو ٿيڻ، ان جو مثال جيئن فَوَسْوَسَ إِلَيْهِ الشَّيْطَانُ قَالَ يَا آدَمُ هَلْ أَدُلُّكَ عَلَى شَجَرَةِ الْخُلْدِ وَمُلْكٍ لَّا يَبْلَى(120-20) يعني چا توکي اهڙي وڻ جو ڏس ڏيان جنهن جي ميوي کائڻ سان تون هميشہ رهين ۽ توکي اهڙي بادشاهي ملي جنهن کي ڪڏهن بہ زوال نہ اچي.

## هن آيت ڪريم منجهان ثابت ٿيندڙ قانون

هن آيت ڪريم کان يهودين مٿان الله جي احسانن ڳڻائڻ جو جيڪو سلسلو شروع ڪيو ويو آهي ان جي شروعات فرعون وٽ غلاميءَ جي عرصي ۾ رهڻ دوران بني اسرائيل کي جيڪي اذيتون ڏنيون ويون، انهن جو تفصيل بيان ڪرڻ شروع ٿيو آهي، اهڙي بيان جي جيڪا شروعات ڪئي وئي آهي اها فرعون طرفان غلام سازيءَ لاءِ ان جي اها ترمنالاجي ۽ چال آهي، جيڪا دنيا جو هر ڊڪٽيٽر، هر آمر، هر سامراج، پنهنجي مقصدن لاءِ ڪتب آڻيندو آهي، جنهن جي قرآن پاڪ پاڻ ئي پڌرائي پيش ڪئي تہ إِنَّ فِرْعَوْنَ عَلَا فِي الْأَرْضِ وَجَعَلَ أَهْلَهَا شِيَعًا يَسْتَضْعِفُ طَائِفَةً مِّنْهُمْ يُذَبِّحُ أَبْنَاءهُمْ وَيَسْتَحْيِي نِسَاءهُمْ إِنَّهُ كَانَ مِنَ الْمُفْسِدِينَ(4-28) يعني فرعون جيڪو زمين تي وڏي طاقت ۽ بگ پاور بنجڻ گهري ٿو انجي لاءِ هو رعيت کي ٽولن ٽولن ۾ ورهائي هڪڙن هٿان ٻين کي ڪمزور بنائي ٿو، ان عمل لاءِ هو قوم جي ڏاڍن کي هيٺن هٿان مارائي پاڻ ۾ ويڙهائڻ وارو فساد ٻپا ڪرڻ گهري ٿو، قرآن پاڪ جي نعمتن ڳڻائڻ جي هيءَ ترتيب ٻڌائي ٿي تہ دنيا جي انسان لاءِ وڏي ۾ وڏي نعمت آزادي آهي ۽ وڏي ۾ وڏي ذلت غلامي آهي.

وَإِذْ فَرَقْنَا بِكُمُ الْبَحْرَ فَأَنجَيْنَاكُمْ وَأَغْرَقْنَا آلَ فِرْعَوْنَ وَأَنتُمْ تَنظُرُونَ(50)

**ترجمو:**

۽ جڏهن درياءَ کي توهان جي لاءِ اسان ورهايو (جو اوهان سڪي حصي کان پار ٿيا (20-77) پوءِ توهان کي ڇوٽڪارو ڏياريوسون ۽ آل فرعون کي اسان ٻوڙيوسين اهڙي حال ۾ جو انهن کي اوهان ٻڏندي ڏسي به رهيا هئو. (ترجمو ختم)

## جدا جدا لفظن جي معني

### فرقنا:

فرق لفظ جي هڪڙي معني آهي "سينڌ" متي جي وارن کي ڦٽيءَ سان جدا جدا ڪري ڇڏبو آهي وچ ۾ خالي چمڙي نظر ايندي آهي، اها آهي "سينڌ" فرق لفظ جي معني جدا ڪرڻ جو مثال جيئن وَقُرْآناً فَرَقْنَاهُ لِتَقْرَأَهُ عَلَى النَّاسِ عَلَى مُكْثٍ وَنَزَّلْنَاهُ تَنزِيلاً(106-17) يعني اسان قران حڪيم کي ورهايوسين ۽ جدا جدا ڪيوسين هن لاءِ ته تون انکي ماڻهن اڳيان ترسي ترسي پڙهين ۽ اسان به قرآن کي ٿورو ٿورو ڪري نازل ڪيو، (ته جيئن ماڻهو ان انداز سان غور فڪر ڪري سمجهي سگهن) ان معني لاءِ ٻيو مثال جيئن قرآن حڪيم لاءِ فرمايو ويو ته مِن قَبْلُ هُدًى لِّلنَّاسِ وَأَنزَلَ الْفُرْقَانَ إِنَّ الَّذِينَ كَفَرُواْ بِآيَاتِ اللّهِ لَهُمْ عَذَابٌ شَدِيدٌ وَاللّهُ عَزِيزٌ ذُو انتِقَامٍ(4-3) يعني رب پاڪ فرقان کي نازل فرمايو، هتي فرقان جي معني آهي حق کان باطل کي جدا ڪرڻ وارو، فرق، يفرق، تفريقا، هي لفظ جڏهن باب تفعيل تي آندو ويندو ته تفريق جي معني ٿيندي اختلاف وجهڻ، ڏڦيڙ وجهڻ، جنهن جو مثال إِنَّ الَّذِينَ يَكْفُرُونَ بِاللّهِ وَرُسُلِهِ وَيُرِيدُونَ أَن يُفَرِّقُواْ بَيْنَ اللّهِ وَرُسُلِهِ وَيقُولُونَ نُؤْمِنُ بِبَعْضٍ وَنَكْفُرُ بِبَعْضٍ وَيُرِيدُونَ أَن يَتَّخِذُواْ بَيْنَ ذَلِكَ سَبِيلاً(150-4) يعني اهي ڪافر چاهين ٿا ته الله ۽ ان جي رسولن جي وچ ۾ (قانون ۽ اصولن جي لحاظ سان) ڏڦيڙ پيدا ڪن اختلاف پيدا ڪن، انهي معني جو ٻيو مثال فَيَتَعَلَّمُونَ مِنْهُمَا مَا يُفَرِّقُونَ بِهِ بَيْنَ الْمَرْءِ وَزَوْجِهِ (102-2) يعني هاروت ۽ ماروت ماڻهن کي اهي ڳالهيون وضيفا ۽ تعويذ) ڏسيندا هئا، جن سان زال ۽ مڙس جي وچ ۾ اختلاف ۽ ڏڦيڙ پيدا ٿئي. اهڙي نموني دين اسلام ۾ فرقا پيدا ڪرڻ کان منع ڪرڻ لاءِ به قرآن حڪيم اهوئي لفظ استعمال فرمايو ته وَاعْتَصِمُواْ بِحَبْلِ اللّهِ جَمِيعًا وَلاَ تَفَرَّقُواْ (103-3) يعني الله جي رسي (علمي دليل) کي قابو رکو سڀ گڏجي ۽ فرقا فرقا نه ٿيو (قرآن کي ڇڏڻ سان).

### البحر:

بحر جي معني وڏي پاڻيءَ جي وهڪري جي جاءِ جيئن قرآن حڪيم ۾ آيو آهي ته إِنَّ فِي خَلْقِ السَّمَاوَاتِ وَالأَرْضِ وَاخْتِلاَفِ اللَّيْلِ وَالنَّهَارِ وَالْفُلْكِ الَّتِي تَجْرِي فِي الْبَحْرِ بِمَا يَنفَعُ النَّاسَ (164-2) يعني الله پاڪ جي نشانين منجهان آهي، ٻيڙي جيڪا هلي ٿي سمونڊ ۾ جيڪا فائدو ڏئي ٿي ماڻهن کي ۽ خود

هن آيت ڪريمہ 50 ۾ سمونڊ جو ذڪر آڻي پوءِ فرمايو تہ فانجينا کم واغرقنا آل فرعون يعني اسان توهان کي ڇوٽڪارو ڏئي پوءِ ٻوڙيوسين فرعونين کي، ٻئي هنڌ بہ اها ساڳي ڳالهہ فرمائي وئي تہ وجاوزنا ببنی اسرائيل البحر يعني اسان بني اسرائيل کي سمونڊ پار ڪرايوسين، فاتبعهم فرعون وجنوده پوءِ انهن جي پويان پيو فرعون ۽ انجو لشڪر وَجَاوَزْنَا بِبَنِي إِسْرَائِيلَ الْبَحْرَ فَأَتْبَعَهُمْ فِرْعَوْنُ وَجُنُودُهُ بَغْيًا وَعَدْوًا حَتَّى إِذَا أَدْرَكَهُ الْغَرَقُ (10-90) ايتري تائين جواهي ٻڏي ويا، سو بحر جي لفظ سان ان ٻيڙين جي هلڻ ۽ لشڪرن جي ان ۾ ٻڏي وڃڻ جو ذڪر خود معني ڏسي رهيو آهي تہ بحر پاڻيءَ جي وڏي وهڪري ۽ سمونڊ کي چئبو آهي، پڙهندڙ مهربان قرآن پاڪ جي عبارت ۽ لفظن جي ترتيب تي غور ڪن تہ پاڻيهي معلوم ٿي ويندو تہ قرآن حڪيم ڪيئن تہ پنهنجي الفاظن جي معني پاڻ ڏسي رهيو آهي، جنهن جي ڄاڻ لاءِ ڪنهن ٻئي علم جي محتاجي نہ ٿئي.

**واغرقنا:**

هي جمع متڪلم جو صيغو آهي، غرق معني ٻڏڻ ۽ اغرقنا معني اسان ٻوڙيو، قران حڪيم پنهنجي لفظن جي استعمال ۾ اهڙو تہ هنر رکندو آهي جو انهن جي اڳ پوءِ وارا لفظ ڄڻ تہ پاڻ پيا وچ واري لفظ جون معنائون ڏسيندا آهن، هاڻي خود لفظ غرق جي استعمال تي غور ڪندا سورت الڪهف ۾ جناب موسي عليہ السلام جي علم حاصل ڪرڻ واري مشهور سفر جي قصي ۾ آهي تہ هو جڏهن الله جي ٻانهي سان گڏ ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿيا تہ فَانطَلَقَا حَتَّى إِذَا رَكِبَا فِي السَّفِينَةِ خَرَقَهَا قَالَ أَخَرَقْتَهَا لِتُغْرِقَ أَهْلَهَا لَقَدْ جِئْتَ شَيْئًا إِمْرًا(18-71) يعني ٻيڙي تي چڙهڻ کانپوءِ الله جي ان ٻانهي ٻيڙيءَ جا تختا اکيڙيا ان تي موسي عليہ السلام اعتراض ڪيو تہ تون هي تختا اکيڙي ٻيڙي وارن کي ٻوڙيندي ڇا؟ هتي غور ڪيو وڃي تہ لفظ غرق جو استعمال اهڙي تہ هنڌ ڪيل آهي جتي عبارت جو اڳ ۽ پوءِ خود انجي معني "ٻڏڻ" پاڻ ٻڌائي ۽ سمجهائي رهيو آهي.

## هن آيت ڪريمہ منجهان ثابت ٿيندڙ حقيقت

جيئن تہ رب پاڪ آيت نمبر 47 کان بني اسرائيل کي متن پنهنجيون نعمتون ۽ مهربانيون ڳڻائي ۽ ياد ڏياري رهيو آهي تہ هن آيت نمبر 50 ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ الله اوهان جي دشمن کي جيڪو اوهان کي پنهنجو غلام بنائي چڪو هئو، انکي اوهان جي اکين آڏو دريا ۾ ٻوڙيو، ۽ انهن جي ٻڏڻ جو مشاهدو اوهان پاڻ ڪري رهيا هئا، مطلب تہ دشمن جي شڪست ۽ بربادي کي پنهنجي اکين سان پاڻ پسڻ اها بہ الله جي نعمتن منجهان هڪ وڏي نعمت آهي.

وَإِذْ وَاعَدْنَا مُوسَى أَرْبَعِينَ لَيْلَةً ثُمَّ اتَّخَذْتُمُ الْعِجْلَ مِن بَعْدِهِ وَأَنتُمْ ظَالِمُونَ(51)

**ترجمو:** "۽ جڏهن ميعاد (۽ مدو) ڏنو اسان موسي کي چاليهن راتين جو پويان توهان ڳابي (جي پوڄا ۾) وڃي اڙيا توهان جو حال وڏو ظالمانہ هئو".

## جدا جدا لفظن جي معني

**واعدنا:**

هي صيغو باب مفاعلة جو آهي جنهن جي معنيٰ ۾ ٻن ڌرين سان تعلق هجڻ لازم هوندو آهي سو هتي هڪڙي ڌر ميعاد ڏيڻ واري الله جي ذات آهي، ٻئي طرف ان مدي کي قبول ڪري ان طرف هلي وڃڻ واري ڌر جناب موسيٰ عليہ السلام آهي.

**موسيٰ:**

هي عبراني ٻولي جو لفظ آهي اڄڪلهه ان جو اچار سين بدران شين جو ٻڌون پيا. موشي معني ڪنهن شيءِ کي ڇڪي ڪڍڻ، سو جناب موسي عليہ السلام کي ٻه ٻالپڻي ۾ جڏهن سندس والده ان کي صندوق ۾ وجهي درياء ۾ وڌو هو ته ان صندوق کي ڇڪي ڇڪي جيڪو ڪناري تي آندو ويو هئو ان مناسبت سان انکي موشي سڏيو ويو کي ماڻهو عبراني ٻوليءَ جي لفظ کي عربي بنائي موسي جي معني وارن ڪوڙڻ واري پاڪي ڪن ٿا ۽ ان نالي واري ڪا مڇي ٻه قرار ڏين ٿا. چيووجي ٿو ته عبراني ٻوليءَ ۾ نئين ڄاول ٻار کي ٻه موسي سڏيو ويندو آهي بهرحال اهي سڀ حقيقت بدران محاوراتي قياس آرائيون ۽ موشگافيون قرار ڏيئي سگهجن ٿيون.

**اربعين ليلة:**

معني چاليهه راتيون لفظ ليل يعني راتيون چوڻ سان انهن ۾ ڏينهن از خود اچي ويندا ته مراد ٿيندي چاليهه راتيون ۽ چاليهه ڏينهن.

**اتخذتم:**

اتخاذ جي معني آهي ونڻ، چنبڙڻ، پڪڙڻ، جيئن وَإِذْ قَالَ مُوسَى لِقَوْمِهِ يَا قَوْمِ إِنَّكُمْ ظَلَمْتُمْ أَنفُسَكُم بِاتِّخَاذِكُمُ الْعِجْلَ (2-54) جناب موسي عليہ السلام جن پنهنجي قوم کي چيو ته اي منهنجي قوم توهان پاڻ تي وڏو ظلم ڪيو آهي ڳابي کي (معبود ڪري) ونڻ ۾ ٻيو مثال پڪڙڻ جي معني جو جيئن ثُمَّ أَخَذْتُ الَّذِينَ كَفَرُوا فَكَيْفَ كَانَ نَكِيرِ(26-35) يعني پوءِ مون پڪڙيو انهن ماڻهن کي جن ڪفر ڪيو پوءِ ڪيئن ته هو منهنجو انهن کي بگاڙي ڇڏڻ.

**العجل:**

لفظ العجل تي الف لام اچڻ ڪري هي اسم ٿي پيو آهي نه ته بغير الف لام جي فعل هجڻ جي صورت ۾ هن جي معني آهي جلدي ۽ تڪڙ، جنهن جو مثال وَرَبُّكَ الْغَفُورُ ذُو الرَّحْمَةِ لَوْ يُؤَاخِذُهُم بِمَا كَسَبُوا لَعَجَّلَ لَهُمُ الْعَذَابَ بَل لَّهُم مَّوْعِدٌ لَّن يَجِدُوا مِن دُونِهِ مَوْئِلًا(18-58) يعني جيڪڏهن الله انهن جي سبب پڪڙي ها ته ضرور تڪڙو ڏئي ها انهن کي عذاب، اهو لفظ عجل حرف عين جي زير سان ڳابي لاءِ استعمال ڪيو ويو آهي، ڳابي کي عجل صرف انجي مهيني ٻن سالن واري عمر تائين ان نالي سان سڏيو ويندو آهي، اهو ان مناسبت سان جو ان ۾ پيڄڻ ڊڪڻ ٽپ

ڏيڻ واري جلد بازي وڏي پئماني تي هوندي آهي، هي سامريءَ وارو ڳابو بني اسرائيلين جي عورتن وارن سون چانديءَ جي زيورن منجهان چندو ڪري ٺاهيو ويو هو جنهن ۾ اهڙي ڪاريگري رکيل هئي جو هو رنڀون به ڪندو هو، جيئن قرآن حڪيم ٻڌايو آهي ته وَاتَّخَذَ قَوْمُ مُوسَى مِن بَعْدِهِ مِنْ حُلِيِّهِمْ عِجْلاً جَسَدًا لَّهُ خُوَارٌ أَلَمْ يَرَوْاْ أَنَّهُ لاَ يُكَلِّمُهُمْ وَلاَ يَهْدِيهِمْ سَبِيلاً اتَّخَذُوهُ وَكَانُواْ ظَالِمِينَ(7-148).

ثُمَّ عَفَوْنَا عَنكُم مِّن بَعْدِ ذَلِكَ لَعَلَّكُمْ تَشْكُرُونَ(52)

**ترجمو:** ”پوءِ درگذر ڪيو اسان اوهان کان (سزا کي) اهڙي ڏوهه کان پوءِ به تا ته اوهان شڪر گذار ٿيو.“

## جدا جدا لفظن جي معني

**عفونا:**

هي جمع متڪلم جو صيغو آهي، عفو جي معني آهي درگذر ڪرڻ، ميٽي ڇڏڻ، بغير بدلي وٺڻ جي معاف ڪري ڇڏڻ، عفو لفظ جي هڪڙي معني آهي اڳيون حساب ڪتاب صاف ڪري ڇڏڻ، پوئتي لاءِ ڪجهه به نه بچائڻ ان جو مثال جيئن فرمان آهي ته عَفَا اللّهُ عَمَّا سَلَف وَمَنْ عَادَ فَيَنتَقِمُ اللّهُ مِنْهُ وَاللّهُ عَزِيزٌ ذُو انْتِقَامٍ (5-95) يعني الله عزوجل اڳيان گذريل ڏوهه گناهه معاف ڪري ڇڏي ٿو، پر جيڪو وري موٽي ڪسارا ڪم ڪندو ته ان کان رب پاڪ بدلو وٺندو، قران حڪيم عفو سان گڏ صفح جو لفظ انجي هم معني طور به استعمال ڪيو آهي جيئن وَلْيَعْفُوا وَلْيَصْفَحُوا أَلَا تُحِبُّونَ أَن يَغْفِرَ اللهُ لَكُمْ وَاللهُ غَفُورٌ رَّحِيمٌ(22-24) يعني ضروري آهي ته ڇڏي ڏين ۽ معاف ڪن ڇا هي ڳالهه پسند نٿا ڪيو ته الله به توهان کي ڍڪي ۽ بچائي، لفظ ”عفو“ جا قرآن حڪيم ۾ جيترا پيرا به استعمال آيا آهن انهن تي غور ڪيو ويندو ته ان جي معني ۾ جيڪا معافي ۽ درگذر واري معني آهي ان ۾ پوئتي لاءِ قصور وار ماڻهوءَ خلاف ڪا به ڳالهه غصي ۽ بدلي جي ڪانه ٿي رهي يعني قصور وار جا سڀ ڏوهه گناه ختم ۽ معاف سو ان معني جي روشنيءَ ۾ جيڪو سوال آهي ته وَيَسْأَلُونَكَ مَاذَا يُنفِقُونَ قُلِ الْعَفْوَ كَذَلِكَ يُبيِّنُ اللّهُ لَكُمُ الآيَاتِ لَعَلَّكُمْ تَتَفَكَّرُونَ(2-219) اي نبي! تو کان سوال ٿا ڪن ته هو پنهنجي ڪمائيءَ مان ڪيترو خرچ ڪن؟ ته تون انهن کي جواب ۾ ٻڌاءِ ته ”العفو“ يعني جملي بچت شي، يعني ضرورت کان وڌ سڀ فالتو مال خرچ ڪري ڇڏيو، هن ئي آيت جي اندر سوال جي جواب ۾ ذاتي ملڪيت رکڻ جي مڪمل نفي ڪيل آهي، اها معني لفظ العفو ۾ سمايل آهي.

هي صيغو جمع مذڪر مخاطب فعل مضارع معلوم جو آهي، لفظ شڪر کي رب پاڪ قرآن پاڪ ۾ ڪفر جي مقابلي ۾ آڻي پڙهندڙن کي جڻ ته انجي معني سمجهائي آهي لفظ ڪفر جون ٽي عدد مصدرون آهن، هڪ ڪفران ٻيو ڪفر ٽين ڪفور، ڪفران

جي مصدر منجهان جيڪو اشتقاق ڪبو تہ انهن صيغن جي معني ٿيندي لڪائڻ ۽ ميٽڻ، ڪفر جي مصدر مان نڪرندڙ صيغن جو استعمال ايمان جي مقابلي ۾ ٿيندو پر معني ان جي بہ حق ۽ سچ جو لڪائڻ ٿيندي ۽ حق سچ مٿان ايمان آڻڻ کان انڪار واري معني ٿيندي، باقي ٽين مصدر ڪفور منجهان نڪرندڙ صيغن جو استعمال ٻنهي معنائن ۾ گڏيل استعمال ٿيندڙ آهي، اسانکي هت ڪفران واري مصدر منجهان نڪرندڙ مختلف صيغن لاءِ عرض ڪرڻو آهي تہ اهو ڪفر قرآن حڪيم ۾ ڪيترن ئي هنڌن تي استعمال ٿيو آهي جنهن سان جڏهن جو ڪفر جي معني لڪائڻ ۽ ميٽي ڇڏڻ آهي تہ انجي مقابل لفظ شڪر جي معني ٿيندي کولي رکڻ، ظاهر ڪري ڏيڻ ان جو مثال قرآن حڪيم منجهان هي آهي تہ قَالَ هَذَا مِن فَضْلِ رَبِّي لِيَبْلُوَنِي أَأَشْكُرُ أَمْ أَكْفُرُ وَمَن شَكَرَ فَإِنَّمَا يَشْكُرُ لِنَفْسِهِ وَمَن كَفَرَ فَإِنَّ رَبِّي غَنِيٌّ كَرِيمٌ(40-27) جناب سليمان عليہ السلام سبا ملڪ جي راڻيءَ جو ملڪ فتح ڪرڻ کانپوءِ چيو تہ هي فتح منهنجي رب جي مهرباني آهي هو مونکي آزمائي ٿو تہ آئون ان جي نعمتن کي کولي رکان ٿو يا لڪايان ٿو، جو بہ شخص الله جي نعمتن کي خلق جي ڀلي لاءِ کولي رکندو تہ اهو جڻ پنهنجي پاڻ لاءِ ائين ڪري پيو ۽ جيڪو الله جي نعمتن کي لڪائيندو تہ الله کي ڪنهن جي بہ لوڙھ ڪانهي هو مهربان ٻاجهارو آهي. انهي معني لاءِ ٻيو مثال جيئن وَلَقَدْ آتَيْنَا لُقْمَانَ الْحِكْمَةَ أَنِ اشْكُرْ لِلَّهِ وَمَن يَشْكُرْ فَإِنَّمَا يَشْكُرُ لِنَفْسِهِ وَمَن كَفَرَ فَإِنَّ اللَّهَ غَنِيٌّ حَمِيدٌ(12-31) يعني يعني اسان لقمان کي حڪمت عطا ڪئي سون هن لاءِ تہ هو اسانجي عطائن کي الله ڪارڻ کولي رکي جو بہ شخص الله جي نعمتن کي کولي رکندو ان جو فائدو کيس ئي ملندو ۽ جو بہ شخص (ڪفر ڪندو) يعني الله جي نعمتن کي (خلق خدا کان) لڪائيندو تہ اهو ڄاڻي ڇڏي تہ الله بي پرواھ ۽ بهتر حڪمران آهي.

**نوٽ:**

منهنجي تحقيق مطابق آيت نمبر 51 ۽ 52، اصل ۾ هڪڙي آيت آهي پر هن کي دشمنن ٽڪرا ٽڪرا ڪري ٻن حصن ۾ ورهايو آهي آيت نمبر (15-90) منهنجي هن دعوىٰ جو ثبوت آهي تہ آيت 51 جي پڇاڙيءَ تي ڳالهہ ختم ڪانہ ٿي ٿئي ٻئي حصي جنهن کي جدا آيت بنايو ويو آهي انجو پهريون لفظ "ثم" خود ٻڌائي رهيو آهي تہ الله جو ڪلام اڃا جاري آهي، الله جي هن موضوع واري ڳالهہ ختم نہ ٿي آهي، اها 'ثم' کان پوءِ واري حصي سان مڪمل ٿئي ٿي ۽ مسئلي جي آيت جو مفهوم پورو نٿو اچي ڇو تہ آيت گهٽ ۾ گهٽ ايتري ڪلام تي مشتمل هجڻ گهرجي جنهن سان ٻڌندڙن کي مسئلي جي سموري ڳالهہ پلئہ پوي ۽ جيئن تہ رب پاڪ آيت نمبر 47 کان بني اسرائيل کي پنهنجيون نعمتون ڳڻائڻ شروع ڪيون آهن تہ هت هن اڪيلي آيت نمبر 51 بنايل ڪلام جي اندر تہ بني اسرائيل جي صرف شڪايت جو ذڪر آهي انهن کي تہ ڳابي جي پوڄا ڪرڻ تي الله ظالم ڪوٺيو آهي، قرآن کي ٽڪرا ٽڪرا

ڪرڻ وارن ڪوڙن قسمي ماڻهن (90-91-15) تہ الله جي بني اسرائيل مٿان نعمت واري حصي کي ڪاٽي جدا آيت بنائي، آيت نمبر 51 کي نعمت جي تصور ۾ مفهوم کان ئي خالي ڇڏي ڏنو آهي، هن ڪلام ۾ الله جي مهرباني احسان ۾ نعمت واري حصي کي ڇني جدا ڪري آيت نمبر 52 بنائي ڇڏيو آهي.

## هتي هن ڪلام ربي منجهان ثابت ٿيندڙ حڪمت

پهرين ڳالهہ تہ بني اسرائيلين جي نبي جناب موسي عليہ السلام طرفان پنهنجي ڀاءُ هارون ۽ پنهنجي قوم مٿان تمام وڏي پيٽماني تي ڪاوڙجڻ باوجود الله انهن کي معافي ڏني ۽ سزا نہ ڏني انجو هڪڙو سبب تہ هي بہ نظر اچي ٿو تہ هي ماڻهو تازو غلاميءَ منجهان نڪتا هوا مصر ۾ غلام ٿي رهڻ واري عرصي ۾ جناب موسي جي شريعت جو منشور ڪل هڪ پوائنٽ وارو هئو يعني غلامي خلاف جنگ ۽ آزادي وٺڻ، سو انهن جي ذهنن ۾ اجا فڪري ۽ نظرياتي پختگي ڪانہ آئي هئي ۽ فرعون جي بڌڻ ڪانپوءِ جڏهن موسي عليہ السلام جي اڳواڻي ۾ صحرائي سفر ۾ هئا تہ رستي ۾ هنن هڪ قوم کي بہ ڏٺو تہ هو مندر ناهي اتي بتن کي معبود سڏي پوڄين پيا، پوءِ هنن بہ موسي کان مطالبو ڪيو تہ تون اسان کي مندر ناهي ان ۾ ڪنهن بت کي الله بنائي اسان کان انجي پوڄا ڪراءِ، جناب موسىٰ عليہ السلام انهن کي سمجهايو تہ توهان جٿ آهيو هي شيون تباهہ ٿيڻ واريون آهن باطل آهن (52-2) پر هن آيت ڪريمہ ۾ الله پاڪ سامري واري ڳابي جي پوڄا ڪرڻ واري ڏوهہ جي معاف ڪرڻ جو سبب ٻڌايو آهي لعلكم تشكرون اها ڳالهہ تمام اهم آهي جو ڳابي جي پوڄا جهڙي ڏوهہ جي معافي ڏني وئي آهي تہ لعلكم تشكرون يعني ڳابي واري بت کي ناهڻ لاءِ زيور سون چاندي (87-20) اهي اوهان الله وٽان مليل ڏن دولت مال ملڪيت حاجتمند انسانن جي ضرورتن پوري ڪرڻ لاءِ ڪولي رکو، هتي هن سبب ۾ علت جو جوڙ ڳابي جي پوڄا واري ڏوه جي معافي سان ڪهڙو آهي؟ ڄاڻڻ گهرجي تہ دنيا ۾ محنتن جي ڦرلٽ لاءِ جاگيرداري ۽ سرمايہ داري ۾ خانقاهن ذريعي ناجائز طبقن کي جيڪو جنم ۽ سهارو ملندو آهي اها آهي مذهب جي نالن سان باطل خانقاهيت ۽ پاپائيت، تہ سامري واري ڳابي جي پوڄا سان ان مندر واري ڪلچر جي شروعات پئي ٿي جيڪا اڳتي هلي نذر نياز ڏن پٽ ڏيڻ سان دولت جي ذخيره اندوزي ۽ مفت خوري جو بنياد بنجي ها، تڏهن هن آيت ڪريمہ ۾ الله پاڪ ڳابي جي پوڄا واري ڏوهہ جي معافي هن لاءِ ڏني تہ لعلكم تشكرون هاڻي سامري جهڙن پيرن ۽ پنڊتن کي نذر نياز ڏيڻ بند ڪيو پنهنجي ڪمائي واري آمدني پنهنجي ۽ سڀن محتاجن جي ضرورتن جي پورائي لاءِ ڪولي رکو.

وَإِذْ آتَيْنَا مُوسَى الْكِتَابَ وَالْفُرْقَانَ لَعَلَّكُمْ تَهْتَدُونَ(53)

**ترجمو:** ”۽ جڏهن اسان موسي کي اهڙو تہ ڪتاب ڏنو جيڪو حق باطل جي وچ ۾ فرق سمجهائڻ وارو هئو، اهو هن لاءِ تہ اوهان هدايت وارا ٿيو“.

## جدا جدا لفظن جي معني

### الفرقان

هن لفظ جو اصل مادو ف-ر-ق آهي جنهن متعلق آيت نمبر 50 ۾ ڪجهہ گذارش اڳي ڇڪي آهي، هت الفرقان جو لفظ الڪتاب جي صفت طور بيان ڪيو ويو آهي جيڪو الڪتاب موسوي شريعت جي صحيفن تي مشتمل آهي ۽ اهو لقبي نالو جيئن تہ جناب موسي، جناب هارون جناب عيسي جناب خاتم الانبياءِ عليهم السلام کي مليل سڀن ڪتابن جي لقب طور قرآن ۾ ذڪر ٿيو آهي (4-3) (48-21) (1-25) بدرجي جنگ کي بہ قرآن ۾ يوم الفرقان سڏيو ويو آهي ۽ رب پاڪ مؤمنن کي بہ فرمايو آهي تہ جيڪڏهن توهان تقوي جي ماپن مطابق زندگي گذاري تہ اوهان جو وجود بہ دنيا جي قومن ۾ حق ۽ باطل جي وچ ۾ فرق ڪرڻ وارو هوندو (29-8).

## هن آيت ڪريمہ مان ثابت ٿيندڙ حڪمت

هدايت لاءِ مليل علم وحي وارو ڪتاب ئي حق ۽ باطل جي وچ ۾ فرق ڪري سگهي ٿو، ۽ جنهن علم ۾ حق ۽ باطل جي وچ ۾ فرق ڪرڻ جي خاصيت نہ هجي تہ اهڙو علم هدايت لاءِ ناڪافي آهي.

وَإِذْ قَالَ مُوسَى لِقَوْمِهِ يَا قَوْمِ إِنَّكُمْ ظَلَمْتُمْ أَنفُسَكُمْ بِاتِّخَاذِكُمُ الْعِجْلَ فَتُوبُواْ إِلَى بَارِئِكُمْ فَاقْتُلُواْ أَنفُسَكُمْ ذَلِكُمْ خَيْرٌ لَّكُمْ عِندَ بَارِئِكُمْ فَتَابَ عَلَيْكُمْ إِنَّهُ هُوَ التَّوَّابُ الرَّحِيمُ (54)

**ترجمو:**

۽ جنهن وقت چيو موسي پنهنجي قوم کي تہ اي منهنجي قوم توهان پاڻ تي ظلم ڪيو آهي گابي کي (معبود الله) قرار ڏيڻ سان (ان جو حل هي آهي تہ) موٽ ڪاڻ پنهنجي پيدا ڪرڻ واري جي (قانونن) طرف ۽ پاڻ کي لغام ۾ رکو، (اهو ڪنٽرول ۽ الاهي قانونن جي جڪڙ ۾ رهڻ) اهو اوهان لاءِ ڀلو آهي اوهان جي خلقٽهار وٽ پوءِ ان (خلقٽهار) توهان مٿان پنهنجي رحمت جي پالوٽ ڪئي اهوئي (پنهنجي ٻانهن مٿان) وري وري توجہ ڪرڻ ۽ رحمت ڪرڻ وارو آهي.

## جدا جدا لفظن جي معني

### لقومہ:

يعني موسي جنهن وقت پنهنجي قوم کي چيو، لفظ قوم جا جدا جدا صيغا آهن، قوم لفظ جو عمومي تعلق گهڻي ڀاڱي انساني معاشرن جي مختلف وصفن سان آهي، البت

هن جا مٽ ست صيغا غير انساني شين لاءِ بہ استعمال ٿيندا آهن، قيامت ۽ قيام جي معني وڏي سگهہ سان طاقت سان بيهڻ جي معني ۾ اچي ٿي عربي بوليءَ ۾ قيامت جو جيڪڏهن اڄ جي خيالن مطابق ترجمو ڪبو تہ قيامت جي معني انقلاب بہ ڪري سگهبي توڻي ڪٽي لفظ انقلاب خود بہ عربي آهي. پر جن انقلابن آڻڻ لاءِ وڏي طاقت جي ضرورت هوندي آهي تہ اها معني خود قام ۽ قيامت جي لفظ ۾ بہ آهي، هونئن قاف جي زير سان قوام جي معني آهي تہ اهي جزئا جن جي مٿان ڪنهن جي قائم ٿيڻ ۽ بيهڻ جو دارو مدار هجي، طاقت ۽ قوت سان پنهنجي پيرن تي بيهڻ واري کي قرآن پاڪ ۾ قائم ڪونيو ويو آهي، ۽ قائم جي اها معني خود مقابل متضاد لفظ آڻڻ سان سمجهائي وئي آهي جيئن ذَٰلِكَ مِنْ أَنبَاءِ الْقُرَىٰ نَقُصُّهُ عَلَيْكَ مِنْهَا قَآئِمٌ وَحَصِيدٌ(11-100) يعني اهي جيڪي ملڪن جون خبرون ۽ قصا توکي ٻڌايون پيا انهن منجهان ڪي ملڪ تہ پنهنجي پيرن تي بيٺل سگهارا هئا پر ڪي ڳريل ۽ ڪمزور بہ هئا، هن آيت ۾ رب پاڪ قائم جي معني انڪان پوءِ آندل لفظ حصيد سان سمجهائي ڏني تہ هڪڙا ملڪ تہ ڳريل زبون ۽ ويران آهن ۽ ڪي ٻيا ملڪ قائم آهن يعني پنهنجي وسيلن تي بيٺل آهن، پوءِ اهڙي طرح لفظ قوم جي معني بہ اها ٿيندي تہ جيڪا بہ انساني جمعيت جن جن قدرن جن جن افعالن تي پاڻ ۾ متفق هوندي تہ اها اها گينگ انهن افعالن واري قوم سڏي ويندي، جيئن قرآن پاڪ ۾ فرمايو ويو آهي تہ قُلْ أَرَأَيْتَكُمْ إِنْ أَتَاكُمْ عَذَابُ اللّهِ بَغْتَةً أَوْ جَهْرَةً هَلْ يُهْلَكُ إِلاَّ الْقَوْمُ الظَّالِمُونَ(6-47) يعني صرف ظالمن جي قوم ئي هلاڪ ڪئي ويندي، ٻئي هنڌ فرمان آهي تہ وَلاَ يُرَدُّ بَأْسُهُ عَنِ الْقَوْمِ الْمُجْرِمِينَ (6-147) يعني اسان جو عذاب مجرمن جي قوم تان واپس نہ موٽندو، ٽيون مثال جيئن قَالَ إِنَّكُمْ قَوْمٌ مُّنكَرُونَ(15-62) يعني لوط عليہ السلام پاڻ وٽ آيل قاصدن کي چيو تہ اوهان تہ اوپرا ۽ اڻ ڄاتل قوم آهيو. اميد آهي تہ هنن مثالن سان مهربان پڙهندڙ، قوم جي معني سمجهي ويا هوندا، پر اڃا بہ انساني معاشرن جي نسلي قبيلائي وحدت ۽ رشتيداري کي بہ نسلي قوم سڏي سگهجي ٿي، ۽ رب پاڪ اهڙين سين قومن طرف پنهنجا نبي موڪليا آهن جيئن فرمان آهي تہ وَيَقُولُ الَّذِينَ كَفَرُواْ لَوْلاَ أُنزِلَ عَلَيْهِ آيَةٌ مِّن رَّبِّهِ إِنَّمَا أَنتَ مُنذِرٌ وَلِكُلِّ قَوْمٍ هَادٍ(13-7) يعني هر قوم طرف پنهنجا نبي موڪليا آهن ٻيو مثال إِنَّا أَرْسَلْنَاكَ بِالْحَقِّ بَشِيرًا وَنَذِيرًا وَإِن مِّنْ أُمَّةٍ إِلَّا خلَا فِيهَا نَذِيرٌ(35-24) يعني ڪا بہ اهڙي امة ناهي جنهن ڏي پنهنجا نبي نہ موڪليا هجن نظرياتي ۽ فڪري اختلاف قومي وحدت جي خلاف ناهي يعني ڪافر ۽ مؤمن هڪڙي قوم ۽ نسل مان ٿي سگهن ٿا جيئن قرآن پاڪ فرمايو تہ إِنَّ قَارُونَ كَانَ مِن قَوْمِ مُوسَى فَبَغَى عَلَيْهِمْ (28-76) يعني قارون جناب موسي عليہ السلام جي قوم منجهان هو پو ان پنهنجن جي خلاف بغاوت ڪئي، انهي بغاوت کي هن طرح سمجهيو وڃي تہ فرعون جاگيردار هو ۽ قارون سرمايہ دار هو، قارون ۽ موس عليہ السلام هڪڙي قوم منجهان هئا تڏهن بہ قارون سرمايہ دار ماڻهوءَ پنهنجي قوم وارن کي ڇڏي جاگيردار فرعون سان نيايو ۽ اهو آهي جاگيرداريت ۽ سرمايہ

داريت جو پاڻ ۾ تعلق، اهو آهي طبقاتي تعلق، پر قارون جي ڪافر هجڻ باوجود الله پاڪ ان ڪي موسي جي قوم منجهان سڏي رهيو آهي، اهڙي طرح جناب نوح، جناب هود جناب صالح جناب شعيب عليهم السلام اهي سڀ نبي پنهنجي منڪر ۽ ڪافر قوم وارن ڪي جنهن وقت پڪارن ٿا تہ يا قوم اعبدوا الله چون ٿا يعني اي منهنجي قوم الله جي عبادت ڪيو، هن ڳالھ تي غور ڪيو وجي تہ الله جي رسولن ۽ نبين جو بہ نسبي نسلي وحدت وارو تعلق پنهنجي ڪافر قوم وارن سان انهن جي ڪافر هجڻ باوجود قائم آهي، يعني قرآن مؤمن نبين ڪي ۽ انهن ڪي نہ مجڻ وارن ۽ ايمان نہ آڻڻ وارن ڪي بہ انهن جي قوم منجهان شمار پيو ڪري، بهرحال جهڙي طرح قوم جي معني ۾ بدڪاريون فسق فجور ظلم زيادتيون ڪرڻ وارن ڪي قرآن انهن جي پر ڪارن واري جدا جدا قوم ڪري سڏيو اهي تہ اهڙي طرح قوم يعلمون (6-97) سان عالمن جي قوم ۽ قوم يفقهون (6-98) سان سمجهدارن جي قوم ۽ قوم يؤمنون (6-99) سان مؤمنن جي قوم لقوم يشڪرون (7-58) سان شڪرگذارن جي قوم چئي اهڙن سين ڪردارن ۽ خوبين وارن ڪي بہ مستقل قوم سان سڏڻ جي سمجهاڻي ڏئي ٿو تہ، جن بہ ماڻهن جي تعارفي نشاني ڪارڪردگي، انهن جون مختلف علمي، عملي لائينون انهن جي قومي شناخت قرار ڏني ويندي يعني برن عملن سبب بري قوم تہ ڀلن عملن سان ڀلي قوم بہ سڏيا ويندا.

## ظلمتم:

قرآن حڪيم لفظ ظلم جي معني قرآن جو تفسير قرآن سان واري فن سان حسب معمول تمام وڏي تفصيل سان سمجهايو آهي، سورت الطلاق ۾ عورتن ڪي طلاق طلاق جي معاملي جا مسئلا بيان ڪندي قرآن فرمايو تہ وَتِلْكَ حُدُودُ اللهِ وَمَن يَتَعَدَّ حُدُودَ اللهِ فَقَدْ ظَلَمَ نَفْسَهُ لَا تَدْرِى لَعَلَّ اللهَ يُحْدِثُ بَعْدَ ذَلِكَ أَمْرًا(65-1) يعني ڪتاب قرآن جيڪو الله جي قانونن جو ڪتاب آهي ان جي قانونن ڪي جو بہ شخص اورانگهيندو يعني پيچڪڙي ڪندو تہ اهو جڻ پنهنجو پاڻ سان زيادتي ڪندو، تہ هن آيت ڪريمہ ۾ ظلم جي معني سمجهائي وئي الله جي قانونن جي انحرافي ڪرڻ، سورت انعام ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ قَدْ نَعْلَمُ إِنَّهُ لَيَحْزُنُكَ الَّذِى يَقُولُونَ فَإِنَّهُمْ لاَ يُكَذِّبُونَكَ وَلَكِنَّ الظَّالِمِينَ بِآيَاتِ اللّهِ يَجْحَدُونَ(6-33) يعني اي نبي! اهي انقلاب دشمن ظاهر ۾ تہ توکي ڪوڙو قرار ڏين ٿا پر حقيقت ۾ تنهنجي ڳالهين جا انڪاري ناهن اهي تہ الله جي آيتن يعني ڪتاب قرآن جا انڪاري ٿين ٿا، هن آيت ڪريمہ ۾ قرآن جي حڪمن جي انڪارين ڪي ظالم سڏيو ويو، سورت الاعراف ۾ فرمايو ويو آهي تہ انصاف واري ڏينهن اسانجي حڪومت جا قائدا اهڙا تہ برحق هوندا جو جنهن جي نيڪ عملن جو ترازو وارو پلڙو ڳورو ٿيندو تہ اهڙا ماڻهو ڪامياب قرار ڏنا ويندا ۽ جن جي صالح عملن جو وزن (برن جي ڀيٽ ۾) هلڪو ٿيندو، تہ اهي خساري وارا ٿيندا، ۽ انهن جي خساري وارن مان ٿيڻ جو واحد سبب هي هوندو تہ اهي

اسانجي قرآن جي آيتن سان ظلم ڪندا هوا، قرآن پاڪ جي هن سمجهاڻي، تي غور ڪجي ته ظلم جي معني الله جي قانونن جي پيڪڙي ثابت ٿئي ٿي، انهيءَ هوندي به ظلم جي براه راست سڌي سنئين معني به قرآن پاڪ سمجهائي آهي ته أُذِنَ لِلَّذِينَ يُقَاتَلُونَ بِأَنَّهُمْ ظُلِمُوا وَإِنَّ اللهَ عَلَى نَصْرِهِمْ لَقَدِيرٌ . (40-39-22) يعني جن ماڻهن کي سندن ملڪ ۽ وطن کان ناحق بيدخل ڪيو وڃي ۽گهرن کان بي گهر ڪيو وڃي ته انهن کي الله جي طرفان ملڪ نيڪالي ڏيڻ وارن خلاف ۽ بي گهر بنائڻ وارن خلاف جنگ ڪرڻ جي اجازت آهي انڪري جو اهي ماڻهو مظلوم آهن، الله جي قانون ۾ انهن ماڻهن جو اهو هرگز ڏوهه ڪونهي جو هو الله جي نظام ربوبيت جي نفاذ جي ڳالهه ڪن ٿا يعني سرمايه داريت ۽ جاگيرداريت جي خلاف مساويانه معاشي نظام جي ڳالهه ڪن ٿا انڪري ڦورو دشمن انهن کي ملڪ نيڪالي ڏين ٿا پر الله ته انهن مظلومن جي پاسي آهي ۽ انهن کي ڦورن خلاف وڙهڻ جو حق ڏئي ٿو ۽ انهن کي مظلوم ۽ ڦورن کي ظالم قرار ڏئي ٿو.

ظلم لفظ جي معنیٰ ڪنهن سان ماپ تور ۾ گهاٽي واڌي ڪرڻ، ڪنهن جو حق وجائڻ به آهي، مثال لاءِ فرمان ربي آهي ته وَمَا تُنفِقُواْ مِنْ خَيْرٍ يُوَفَّ إِلَيْكُمْ وَأَنتُمْ لاَ تُظْلَمُونَ(272-2) يعني (فلاحي ڪمن ۾ جيتري به سيڙپ ڪندو) ته موٽ ۾ اوهان کي سڀ جو سڀ پورو پورو ڪري ڏنو ويندو، ۽ توهان سان ڪوبه ظلم نه ڪيو ويندو، يعني ڪنهن کي به ڏيتي ليتي ۾ موٽ مهل حساب پورو ڏيڻو آهي، ان ۾ گهاٽي واڌي ڪرڻ اهو الله جي ليکي ۾ ظلم قرار ڏنو ويندو، قرآن حڪيم ۾ لفظ ظلم پنهنجي مختلف صيغن ۾ ٽي سو پيرن کان به وڌيڪ استعمال ٿيو آهي انهن کي پنهنجي پنهنجي اڳ پوءِ وارن استعمالن جي روشنيءَ ۾ ڏسبو ته ان هڪ لفظ جي تشريح تي قرآن جو تفسير قرآن سان وارو هڪ پورو ڪتاب جڙي سگهندو، اڳتي ظلمات جي معني اونداهيون، اها معني به قرآن حڪيم پاڻ سمجهائي جو ٻارنهن پيرا لفظ ظلمات کي نور جي لفظ جي مقابلي ۾ آڻي ٻڌائي ڇڏيو جڏهن نور جي معني روشني آهي ته انجي مقابل لفظ ظلمات جي معني از خود اونداهي ثابت ٿي وئي.

**اهم نڪتو**

قرآن حڪيم جي اندر لفظ ظلمات جمع جي صيغي سان نور جي مقابلي ۾ آندو ويو آهي، پر هڪ هنڌ به نور لفظ کي جمع جي صيغي انوار ۾ استعمال نه ڪيو ويو آهي، انهيءَ انداز استعمال منجهان صاف صاف هيءَ تعليم ملي ٿي ته قرآن حڪيم کي رب پاڪ پڌري پٽ نور سڏيو آهي يَا أَيُّهَا النَّاسُ قَدْ جَاءكُم بُرْهَانٌ مِّن رَّبِّكُمْ وَأَنزَلْنَا إِلَيْكُمْ نُورًا مُّبِينًا(174-4) يعني اسان اوهان ڏي پڌرو نور نازل ڪيو آهي، يعني هدايت جي نور لاءِ هڪڙو ڪتاب هڪڙو رستو ۽ هڪڙي واٽ آهي ۽ گمراهه ڪرڻ لاءِ اونداهين ۾ پهچائڻ لاءِ مخالف قرآن ڪيئي ڪتاب آهن ۽ گمراهيءَ جا ڪيئي پنڌ پيچرا آهن جيڪي هر فرقي جا ڪتاب خلاف قرآن هجڻ سبب جدا جدا آهن سڀ ظلمات يعني

اونداهين وارا ٿيا، انڪري لفظ ظلمة جو جمع ته قرآن ۾ آندو ويو پر هدايت واري نور جي معني ۾ نالي وارو ڪتاب قرآن هڪڙو آهي گهڻا ناهن.

**فتوبوا الي بارئكم:**

لفظ باريءَ جو اصل ب-ر-ء آهي برء جي معني آجو ٿيڻ، جدا ٿيڻ. نرالو ٿيڻ انهن معنائن جا مثال قرآن حڪيم منجهان جيئن وَأُبْرِئُ الأَكْمَهَ والأَبْرَصَ وَأُحْيِـي الْمَوْتَى بِإِذْنِ اللّهِ (3-49) يعني چڱايان ٿو ۽ آجو ڪيان ٿو آئون پيدائشي انڌي کي ۽ ڪوڙهه جي مريضن کي انهن جي عارضن کان وري ساڳيو مثال ساڳين لفظن ۾ معنائن سان صرف صيغن جي مٽا سان سورت مائده وَتُبْرِئُ الأَكْمَهَ وَالأَبْرَصَ بِإِذْنِي (5-110) ٽيون مثال وَمَا أُبَرِّئُ نَفْسِي إِنَّ النَّفْسَ لأَمَّارَةٌ بِالسُّوءِ إِلاَّ مَا رَحِمَ رَبِّيَ إِنَّ رَبِّي غَفُورٌ رَّحِيمٌ (12-53) عزيز مصر جي زال پنهنجي ڏوهه جو اقرار ڪندي چيو ته) آئون (يوسف سان ٿيل سلوڪ ۾ ڏوهارڻ آهيان) آئون پنهنجو پاڻ کي (ان الزام کان) آجو نٿي قرار ڏيان "وڌيڪ ته الباريءَ الله جي نالن منجهان به هڪ نالو آهي ۽ ان نالي جي نسبت ۽ معنويت الله جي صفت خالقيت سان تعلق رکي ٿي جيڪا تخليقي عمل ۾ هڪ اسٽيج ۽ مرحلو آهي تخليقي عمل جا ڪل ٽي مرحلا آهن هڪ ته ڪنهن به شيءِ لاءِ مادي جي اڻ گهڙيل خام مال جي تخليق ڪرڻ ٻيو مرحلو ان مادي جزئن کي فالتو شين کان جدا ڪري صاف سنو بنائڻ ٽيو مرحلو آهي ان شي کي اصل مقصود ۽ گهربل شڪل ڏيڻ جيئن مثال طور ڪو ڪاريگر ڪرسي يا ٽيبل بنائڻ گهري ٿو ته پهريائين هو ان ڪم لاءِ ڪاٺ هٿ ڪندو ٻئي مرحلي ۾ ان ڪاٺ کي رندي ۽ چيرائي جي عمل سان انجا چوڏا لاهي وروڪڙ ڪاٽي صاف سٿرو بنائيندو، پوءِ انکي گهربل شڪل ڏيندو اها شڪل ڪرسيءَ جي هجي يا ڪٽولي جي هجي يا جهڙو به فرنيچر جو ائٽم ناهڻ گهري، ته ان سلسلي ۾ جيڪو پهريون مرحلو آهي ان کي خالق سان تعبير ڪيو ويو آهي ٻئي مرحلي کي الباريءَ سڏيو ويو آهي ۽ ٽئين مرحلي کي المصور سڏيو ويو آهي قرآن پاڪ ۾ الله عزوجل کي انهن ٽنهي صفاتي نالن سان هوالخالق، الباريء، المصور ڪري سڏيو ويو آهي (24-59).

**فاقتلوانفسكم:**

قتل لفظ جي معني ته ڪنهن کي اقٽ ماري چڏڻ ختم ڪري چڏڻ جسم مان ساهه کي ڪڍي چڏڻ آهي اها معني ته مجيل آهي ۽ ان معني سان قرآن پاڪ ۾ ڪيئي مثال آهن، پر هن جملي فاقتلواانفسكم جي اندر فاقتلوا جي معني ڪنهن کي قتل ڪري موت ڏيئي چڏڻ واري ناهي هتي هن حڪم ۽ جملي ۾ قتل جي معني آهي پنهنجو پاڻ کي خسيس ۽ ذليل بنائڻ وغيره ان معني جا مثال جيئن رب پاڪ علم وحي جي دشمن مالدار ۽ سرمايه دار لاءِ فرمايو ثُمَّ يَطْمَعُ أَنْ أَزِيدَ. كَلَّا إِنَّهُ كَانَ لِآيَاتِنَا عَنِيدًا. سَأُرْهِقُهُ صَعُودًا. إِنَّهُ فَكَّرَ وَقَدَّرَ. فَقُتِلَ كَيْفَ قَدَّرَ. ثُمَّ قُتِلَ كَيْفَ قَدَّرَ(15 کان 20-74) يعني اهو خوشحال بنايل اجا به گهري ٿو ته آئون انکي اجا به وڌيڪ مال ڏيان

خبردار اهو تہ اسانجي آيتن ۽ قانون خلاف عناد ۽ مخالفت ڪري ٿو آئون انکي سخت مرحلن ۾ گرفتار ڪندس اهو اسڪيمون ناهي پنهنجا ماپا ۽ منصوبا هلائڻ گهري ٿو انهيءَ ڪي مارپوي ڪهڙا تہ ان جا غلط منصوبا آهن اهو تہ تباه ٿيندو ڪهڙيون تہ تدبيرون پيو ناهي ٿو، هنن آيتن ۾ بہ پيرا قتل جا لفظ آيا آهن بنهي جاين تي انهن جي معني ساهہ ڪيڻ وارو قتل ناهي.

اجا وڌيڪ ان معني لاءِ ٿيون مثال جيئن سورت توبہ ۾ رب پاڪ يهودين لاءِ فرمايو تہ انهن عزيرکي الله جو پٽ قرار ڏنو ۽ عيسائين لاءِ ٻڌايو تہ انهن عيسي مسيح کي الله جو پٽ قرار ڏنو پوءِ ٻنهي لاءِ فرمايو تہ قَاتَلَهُمُ اللّهُ أَنَّى يُؤْفَكُونَ(30-9) يعني انهن کي الله جي مارپوي ڪهڙا تہ ڪوڙ پيا ٿا گهڙين، بلڪل انهيءَ ساڳي معني لاءِ وڌيڪ مثال قُتِلَ الْخَرَّاصُونَ. الَّذِينَ هُمْ فِي غَمْرَةٍ سَاهُونَ. يَسْأَلُونَ أَيَّانَ يَوْمُ الدِّينِ(10ڪان12-51) يعني مار پئي انهن اٽڪلن ڪرڻ وارن کي جيڪي جهالت ۾ تابا پيا ڪائن ٿا جو يوم حساب بابت ابتيون سبتيون ڳالهيون پيا ٿا ڪن، مطلب تہ هن جملي فاقتلو انفسكم جي معني ٿيندي تہ پنهنجيون مستيون ماري غرور ۽ وڏائي چڏي پنهنجي نفس جي هٽ ۽ سرڪشي کي ختم ڪري عاجزيءَ سان هلو انهيءَ ۾ اوهان جي ڀلائي آهي اوهان جي خلقٽهار وٽ.

## هن آيت ڪريم منجهان ملندڙ هدايتون

هڪ تہ الله جو رسول موسیٰ عليہ السلام پنهنجي ظالم پوڄاري ۽ بدڪار قوم ڪان پنهنجي نسبي ۽ نسلي قومي رشتي جي حوالي سان انهن کي هدايت ڪري انهن جي گمراهہ هجڻ باوجود انهن سان قومي رشتي کي ثابت تسليم ڪري ٿو. ٻئي نمبر تي، هي حقيقت ثابت ٿي تہ غيرالله جي پوڄا ڪرڻ ظلم آهي، ٽئي نمبر تي جيڪا توبہ الله خالق جي اڳيان ڪرئي آهي ان ۾ الله لاءِ انجي خالق هجڻ واري وصف جيڪا باريءَ جي حوالي ۽ نالي سان آهي خاص ان وصف کي ذهن ۾ رکي توبہ ڪرڻي آهي چو تہ باريءَ جي معني آهي تہ انسان ۾ جيڪي رذيل خصلتون ۽ بدڪاريون اڇي ويون آهن، اهي ان ڪان هٽائڻ، چنڻ، جدا ڪرڻ الله جي شان باريءَ نالي سان انسان ڪان جدا ٿينديون. ٽئي نمبر تي اهي خوبيون ۽ خاصيتون انسان ۾ تڏهن پيدا ٿينديون جڏهن هو پنهنجي تڪبر ۽ وڏائي کي ماري هلندو.

وَإِذْ قُلْتُمْ يَا مُوسَى لَن نُّؤْمِنَ لَكَ حَتَّى نَرَى اللهَ جَهْرَةً فَأَخَذَتْكُمُ الصَّاعِقَةُ وَأَنتُمْ تَنظُرُونَ(55)

**ترجمو:** "۽ جنهن وقت چيو توهان تہ اي موسىٰ تنهنجي (ڳالهين) تي هرگز ايمان ڪو نہ آڻيندا سون ايتري تائين جو اسان الله کي ڏسون بي حجاب، پوءِ پڪڙيو اوهان کي هڪ وڏي گوڙ، هڪ وڏي ڌماڪي واري آواز، (ان سان اوهان ايترو تہ دهلجي ويا) جو انهي دهشت سبب بي حس ٿي رڳو هڪ ٻئي طرف ڏسڻ لاءِ تارا ٿمڪائي رهيا هوا".

## جدا جدا لفظن جي معني

**جهرة:**

هي لفظ قرآن جي لفظ سر ۽ خيفة- بغتة جي مقابلي ۾ استعمال ڪيو ويو آهي (10-13) (205-7) (47-6) سر معني آهستي- خفيه معني مخفي نموني، بغتة معني اچانڪ، اوچتو، اهي تقابل وارن لفظن جون معنائون ثابت ڪن ٿيون تہ جهرة جي معني آهي جيڪا شي ڏسڻ وائسڻ ۾ اچي ٻڌڻ ۾ اچي ۽ اوچتو بيهوش بنائڻ بدران هوريان هوريان اچي جنهن کي ڏسي ماڻهو ڪائي مناسب پيشگي جوابي تياري ڪري سگهي.

**الصاعقة:**

صعق ۽ صاعقه لفظن جي معني آهي دهشتناڪ آواز، انجو مثال ۽ ثبوت قرآن حڪيم منجهان جيئن أَوْ كَصَيِّبٍ مِّنَ السَّمَاءِ فِيهِ ظُلُمَاتٌ وَرَعْدٌ وَبَرْقٌ يَجْعَلُونَ أَصَابِعَهُمْ فِي آذَانِهِم مِّنَ الصَّوَاعِقِ حَذَرَ الْمَوْتِ وَاللَّهُ مُحِيطٌ بِالْكَافِرِينَ(19-2) هن مثال واري آيت ڪريمہ ۾ اهڙي برسات جو ذڪر آهي جو جنهن ۾ انڌاري گجگوڙ ڪنوڻين واريون وجون هجن جن جي آوازن جي دهشت قرآن حڪيم بيان فرمائي ٿو تہ ٻڌندڙ ڪنن ۾ آنگريون وجهندا آهن تہ ڪٿائين آواز جي دهشت کان مري نہ وڃون، غور ڪيو تہ ڪيئن تہ قرآن حڪيم پنهنجي لفظن جي معنائن سمجهائڻ لاءِ صاعقه جي معني ايڏو وڏو آواز جو ٻڌڻ وارو موت جي خوف کان ڪنين آنگريون ڏيو چڏي انهيءَ انداز تفهيم کي قرآن حڪيم پاڻ سڏيو آهي تہ وَلَقَدْ يَسَّرْنَا الْقُرْآنَ لِلذِّكْرِ فَهَلْ مِن مُّدَّكِرٍ(17-54) اسان سمجهڻ لاءِ قرآن کي سولو بنايو آهي هجي ڪو جو سمجهي.

## هن آيت ڪريمہ منجهان ملندڙ نصيحت

اها نصيحت هي آهي تہ الله جي ڪلام ۽ علم وحي تي پروسو رکجي اجايا ۽ بي مقصد ۽ بي فائده سوال نہ ڪجن پنهنجي ڪم سان ڪم رکجي نہ تہ نتيجو اوهان ڏٺو.

ثُمَّ بَعَثْنَاكُم مِّن بَعْدِ مَوْتِكُمْ لَعَلَّكُمْ تَشْكُرُونَ(56)

**ترجمو:**

پوءِ اسان توهان کي اٿاريوسين موت (جهڙي حالت) منجهان تا تہ اوهان شڪر ڪرڻ وارا بنجو.

# جدا جدا لفظن جي معني

## بعثناڪم:

لفظ بعث جي معني آهي اٿارڻ، بيهارڻ ۽ موڪلڻ، اجا وڌيڪ معنائون ان بنيادي معنائن جي روشنيءَ ۾ صيغن جي اڳ پوءِ وارين عبارتن سان انهيءَ بنيادي تصور ڪي ڪولينديون جن جا مثال عرض ڪجن ٿا. كَانَ النَّاسُ أُمَّةً وَاحِدَةً فَبَعَثَ اللّهُ النَّبِيِّينَ مُبَشِّرِينَ وَمُنذِرِينَ (2-213) يعني پيدائش انساني واري شروع دور ۾ سڀئي ائين ته هڪ هئا جيئن هڪ نسلي امت ٿيندي آهي (پر وقت گذرڻ بعد جڏهن محنتن جو استحصال شروع ٿيو) ته پوءِ (ماڻهن جي) هدايت لاءِ الله نبي موڪليا ۽ اٿاريا، جيڪي فرمانبردار ماڻهن کي خوشخبري ڏيندا هئا ۽ (نافرمانن کي) ڊيڄاريندا هوا. صرف موڪلڻ جي معني لاءِ مثال جيئن فَابْعَثُوا أَحَدَكُم بِوَرِقِكُمْ هَذِهِ إِلَى الْمَدِينَةِ فَلْيَنظُرْ أَيُّهَا أَزْكَى طَعَامًا فَلْيَأْتِكُم بِرِزْقٍ مِّنْهُ وَلْيَتَلَطَّفْ وَلَا يُشْعِرَنَّ بِكُمْ أَحَدًا(19-18) يعني پاڻ منجهان ڪنهن هڪڙي کي هن سڪي ۽ ڪرنسيءَ سان موڪليو شهر طرف (راشن وٺڻ لاءِ)

قرآن حڪيم منجهه هن لفظ بعث جو استعمال وڏي تعداد ۾ اٿاريي ويندڙ ماڻهن جو ٻين ماڻهن ٻي خلق جي مسئلن ۽ ڪمن سان تعلق نظر اچي ٿو، يا ٻين جي مفادن ۽ مسئلن جي انجام تي مثبت منفي طرح اثرانداز ٿيڻ لاءِ نظر اچي ٿو پهرين معني لاءِ مثال اچي چڪو آهي هن پوئين معني لاءِ مثال فَإِذَا جَاء وَعْدُ أُولاهُمَا بَعَثْنَا عَلَيْكُمْ عِبَادًا لَّنَا أُوْلِي بَأْسٍ شَدِيدٍ فَجَاسُواْ خِلاَلَ الدِّيَارِ وَكَانَ وَعْدًا مَّفْعُولاً(5-17) يعني اسان اوهان بني اسرائيل تي پنهنجي خوفناڪ ٻانهن کي موڪليوسين جيڪي وچ گهرن ۾ گهڙي پيا، موجود دور ۾ عراق اندر جيڪا سياسي پارٽي بعث جي نالي سان ٺاهي وئي هئي، ان ۾ به معنوي مفهوم جڻ قرآن منجهان ثابت ٿيندڙ ۽ ورتل مفهوم ملي ٿو.

## موتڪم:

موت جي هڪڙي معنىٰ آهي جسم منجهان ساهه جو نڪري وڃڻ اها معني گهڻي مشهور ۽ معلوم آهي پر ان معني ڪانسواءِ به هن لفظ موت جون ٻيون معنائون به آهن موت معني ساهه جي جسم مان نڪري وڃڻ جو مثال جيئن وَالسَّلَامُ عَلَيَّ يَوْمَ وُلِدتُّ وَيَوْمَ أَمُوتُ وَيَوْمَ أُبْعَثُ حَيًّا(33-19) يعني سلامتي هئي مونتي جنهن ڏينهن ڄڻيو ويس، ۽ سلامتي هوندي مرڻ واري ڏينهن تائين ۽ سلامتي هوندي (آخرت ۾ به) جنهن وقت اٿاريو ويندس جيئرو ڪري. لفظ موت جي ٻي معني آهي. جهالت ۽ غلامي واري زندگي، جنهن لاءِ جناب ابراهيم عليه السلام جيڪو رب سائينءَ کان سوال ڪيو ته وَإِذْ قَالَ إِبْرَاهِيمُ رَبِّ أَرِنِي كَيْفَ تُحْيِي الْمَوْتَى قَالَ أَوَلَمْ تُؤْمِن قَالَ بَلَى وَلَكِن لِّيَطْمَئِنَّ قَلْبِي (260-2) يعني اي منهنجا پالڻهار تون مونکي ڏيکار تون مونکي سمجهاءِ تون ڪهڙي طرح جيئرو ڪندين مئلن کي، ته هن آيت ڪريمه ۾ موت اهو ناهي جنهن سان جسم منجهان ساهه نڪري ويندو آهي بلڪ

جناب ابراهيم عليہ السلام واري سوال ۾ جيڪي مئل آهن اهي جسماني طور تي ته جيئرا آهن ڪائن پين گهمن ڦرن پيا پر آهن بادشاهي نظام هيٺ دٻيل ۽ غلام، جنڪي جهالت سبب حياتي ۽ آزديءَ جي اصل مفهوم جي ڀاڄ به ڪانه لڳي آهي، ۽ جناب ابراهيم عليہ السلام به انهن کي جسماني طور جيئرو سمجهي پيو البت هو انهن کي غلامي ۽ جاهليت واري موت منجهان آزاديءَ واري حياتي ۾ اچڻ تي فڪر مند هو ۽ اها انجي ذهني پريشاني بلڪل بجا هئي چو ته اهل مطالعه ڄاڻندا هوندا ته جنهن وقت جناب موسىٰ عليہ السلام جن پنهنجي غلام قوم کي فرعونين کان آزادي وني ڏني ۽ سندس قوم وارن فرعونين جي تباهيءَ جا سڀ مرحلا ڏٺا جو انهن جي فصلن کي چٽ ڪرڻ لاءِ ماڪڙ آئي، شهرن ۽ رهائش گاهن ۾ گندگي سبب ڪيڙا ۽ ڏيڏريون پيدا ٿيون جن هنن جو جيئڻ جنجال ڪري ڇڏيو ۽ گندي غذائن سبب هنن جي جسماني بيمارين منجهان رت جي خرابيءَ وارا هيپاٽائيٽس جا سڀ مرض انهن سان لاڳو ٿي ويا، جيڪي جناب موسىٰ عليہ السلام جي ڏسيل تدبيرن سان دفعي ٿيا پر اجا به انهن غلاميءَ جي موت جهڙي بلڪ موت کان به بچڙيءَ ڪلچر ۾ رهندڙ بني اسرائيلين پنهنجي اکين سان ڏٺو ته اسان پنهنجي قائد موسي جي اڳواٽيءَ ۾ ته درياء ٽپي آيا سون پر اسانکي غلام بنائيندڙ ۽ آقا فرعوني مارشلا آفيسر سڀ اسان جي اکين اڳيان ٻڏي مئا، انهن سين ڳالهين کان پوءِ يعني آزادي ملڻ کان پوءِ به جڏهن جناب موسي عليہ السلام انهن کي چيو ته "ياقوم ادخلواالارض المقدسة التى كتب الله لكم" يعني اي منهنجي قوم وارو! (فلسطين جي) ارض مقدس رب پاڪ توهان لاءِ لکي ڇڏي آهي هلو ته ان مٿان قابض قوم کي هٽائي پاڻ هلي اتي آباد ٿيون. سو ان وقت جناب موسىٰ جي سامهون سڀ اهي ماڻهو هئا جيڪي فرعونين جي غلاميءَ هيٺ پلجي وڏا ٿيا هئا، تن پنهنجي آزادي ڏياريندڙ قائد کي چيو ته تاريخي لحاظ سان اسان جي وڏن واري زمين تي قابض قوم تمام ڏاڍي ۽ طاقت واري آهي سو پاڻ کان انهن سان وڙهڻ ڪونه ٿو پڄي انڪري تون ۽ تو وارو الله وڃي انهن سان وڙهي، اسان کان هلڻ به ڪونه ٿو پڄي (5-24) پوءِ الله به موسي کي چيو ته چاليهه سال جو عرصو انهن کي ڇڏيو ٿا پل ته اهي بيابانن ۾ رلي رلي مرن پوءِ جڏهن غلاميءَ جي ڪلچر ۾ جاول ۽ پليل نسل وارا سڀ مري کپي ويا ۽ انهن کي جيڪا اتي نئين نسل ڄائي جن ڪنهن جي مالڪي پنهنجي مٿان ڏٺي به ڪانه هئي اهي جڏهن جوان ٿيا ته جناب موسي عليہ السلام انهن کي چيو ته هلو پنهنجي تاريخي ورثي واري فلسطين جي زمين قابض ماڻهن کان مقابلي ڪرڻ سان هلي ڇڏايون ۽ اتي آباد ٿيون ته انهن سين جواب ۾ لبيڪ چيو ۽ وڃي وڙهي پنهنجي زمين ورتائون، سو جناب ابراهيم عليہ السلام به قومن جي غلامي کي به موت قرار ڏئي اهو سوال ڪيو ۽ هو غلامي واري موت کي انهن جي جسماني موت کان به بچڙو پيو سمجهي ۽ رب پاڪ کان اهو سوال ڪيائين ته غلاميءَ ۾ رهندڙ مردارن ۾ آزاديءَ جي جياپي واري ڳالهه ڪيئن ٿي سگهندي.

## هي آيت ڪريمه مان ملندڙ نصيحت

هن آيت ڪريمه ۾ رب پاڪ بني اسرائيلين کي فرمايو ته ثم بعثناڪم من بعد موتڪم، يعني اوهان موت مثل غلاميءَ ۾ هئا پر نه صرف اوهان کي آزاد ڪيو سون بلڪ بعثناڪم يعني اوهان کي دنيا جي غلام قومن، معاشرن، انسانن کي آزادي وٺي ڏيڻ لا ء اٿاريوسون، انڪري ته جيڪي قومون پاڻ غلام بنجي پنهنجي موروثي وطن به وڃائي وينيون هيون ۽ اوهان جا ابا ڏاڏا چار سو سال غلاميءَ هيٺ تباهه ٿي سڀ انساني قدر وڃائي ويناهوا، اسان جڏهن اهڙي دوزخ مثل موت مثل غلاميءَ منجهان اوهانکي آزاد ڪرايو ته اڳتي لاءِ بعثناڪم دنيا ۾ غلاميءَ خلاف آزاديءَ لاءِ انقلاب آڻڻ اوهانجي ديوٽي رهندي پر ياد رکو ته اوهان جا اهي انقلاب اهي غلامن کي آزادي ڏياريندڙ مهمون ۽ معرڪا ڇاجي لاءِ هوندا؟ ڇا انسانن جي آزاديءَ جو اهو مطلب آهي ته هو به فرعونين وانگر ٻين قومن کي پنهنجو غلام بنائين، عياشيون ڪن، ڦرلٽ ڪن، مستيون ڪري ٻين جي ڪمائي تي پنهنجا محل اڏين ٻڌي ڇڏيوانسانن کي آزاد رکڻ جو مقصد هي آهي ته لعلڪم تشڪرون يعني متاع حيات، زندگيءَ جي جياپي جي شين کي سڀن لاءِ کولي رکو، تيري ميري جي ٽپن هٽڻ سان ذاتي ملڪيتون ۽ جاگيرداريون بند ڪيو (2-219) لعلڪم تشڪرون جي معني آهي ته سڀ سامان ربوبيت سامان پرورش هرهڪ حاجتمند لاءِ ڪليل رهي، ۽ ڪو به پنهنجي ضرورت کان وڌيڪ نه ڪٺي. پڙهندڙ مهربانن کي عرض آهي ته آيت ڪريمه جي روشني ۾ هي تفصيل هي ڪا منهنجي لباڙ ناهي، پڙهندڙ ماڻهو ٿورو سوچين ته هن آيت ۾ خطاب انهن ماڻهن سان آهي جن جون ڪيئي پيڙهيون يعني چارسئو سال غلاميءَ هيٺ هئيون رب پاڪ وڏن ڪشالن سان انهن کي غلاميءَ جي گهاڻن مان ڇڏائڻ کان پوءِ مخاطب آهي سو انهن کي فرمائي ٿو ته اوهانجي آزاديءَ جو مقصد هاڻي مون الله جي نظر ۾ هي آهي ته بعثناڪم، اسان اوهان کي دنيا ۾ غلام قومن جي غلامي وارين زنجيرن کي ٽوڙڻ لاءِ انقلاب آڻڻ لاءِ اٿاريو آهي، انهن انقلابن انهن تحريڪن جو منشور هميشه هي رهندو ته لعلڪم تشڪرون، يعني اوهان سڀن کي پنهنجي حاجتمندن لاءِ رزق جا سڀ وسيلا کولي رکڻا آهن اڳتي لاءِ فرعونين واري جاگيرداريت ختم قارون واري سرمايه داريت ختم، ذاتي ملڪيتن واريون پرمٽئون ختم.

وَظَلَّلْنَا عَلَيْكُمُ الْغَمَامَ وَأَنزَلْنَا عَلَيْكُمُ الْمَنَّ وَالسَّلْوَىٰ كُلُوا مِن طَيِّبَاتِ مَا رَزَقْنَاكُمْ وَمَا ظَلَمُونَا وَلَٰكِن كَانُوا أَنفُسَهُمْ يَظْلِمُونَ (57)

**ترجمو:**

“۽ ڇانو ڪئي سون اسان توهان جي مٿان ڪڪرن سان ۽ نازل ڪيوسون اسان توهان مٿان ٻٽيهر ترنجبين ۽ وٽندڙ پاڄيون، (۽ چيو سون اوهان کي ته) کائو تازيون ۽ سجر

شيون انهن منجهان جيڪي رزق ڏنو آهي اسان اوهان ڪي ۽ اوهان انهن جي ذخيراندوزي ڪري اسانجي قانون لعلكم تشكرون جي پيڇڪڙي ته ڪئي پر اسان جو ته ڪجھ به بگاڙي نه سگهيا الٽو پنهنجو پاڻ کي نقصان ڏنو".

## جدا جدا لفظن جي معني

### ظللنا:

لفظ ظل جي معني آهي پاڇو ۽ اس کان بچائيندڙ ۽ ڍڪيندڙ ڇانو، انجو مثال جيئن مَّثَلُ الْجَنَّةِ الَّتِي وُعِدَ الْمُتَّقُونَ تَجْرِي مِن تَحْتِهَا الأَنْهَارُ أُكُلُهَا دَآئِمٌ وِظِلُّهَا تِلْكَ عُقْبَى الَّذِينَ اتَّقَواْ وَّعُقْبَى الْكَافِرِينَ النَّارُ(35-13) يعني جن متقين کي وعدو ڏنو ويو آهي جنهن جنت (باغ) جو ان جا ميوا (موسمن بدران هميشه وارا هوندا) ۽ انهن وڻن جا پاڇا ۽ ڇائون به، اهو انجام انهن ماڻهن جو آهي جن پنهنجي حياتي تقوىٰ سان گذاري.

حرف ظا جي زبر سان ظل جنهن به جملي مٿان ايندو ته اتي معني دوام ۽ هميشگي واري معنىٰ ڏيندو جيئن جناب ابراهيم عليہ السلام پنهنجي پيءُ ۽ قوم وارن کان پڇيو ته توهان ڪنهن جي پوڄا ٿا ڪيو ته انهن جواب ۾ چيو ته قَالُوا نَعْبُدُ أَصْنَامًا فَنَظَلُّ لَهَا عَاكِفِينَ(71-26) يعني بتن کي پوڄيون پيا پر اها انهن جي پوڄا سدائين پيا ڪنداسين، انهيءَ معني جو ٻيو مثال جيئن وَإِذَا بُشِّرَ أَحَدُهُمْ بِالأُنثَى ظَلَّ وَجْهُهُ مُسْوَدًّا وَهُوَ كَظِيمٌ (88-16) يعني ملائڪن کي الله جون ڌيئرون ڪوٺڻ وارن منجهان ڪنهن به هڪڙي کي جيڪڏهن اهڙي خوشخبري ڏني وڃي جهڙي هو الله لاءِ بيان ڪن ٿا ته انجو چهرو سدائين لاءِ ڪارو ۽ پريشان ٿي وڃي، لفظ ظلل جي ٽي معني باهه جا شعلا به آهي مثال لَهُم مِّن فَوْقِهِمْ ظُلَلٌ مِّنَ النَّارِ وَمِن تَحْتِهِمْ ظُلَلٌ ذَلِكَ يُخَوِّفُ اللهُ بِهِ عِبَادَهُ يَا عِبَادِ فَاتَّقُونِ(16-39) يعني انهن منڪرين حق مشرڪن جي مٿان ۽ هيٺان باهه جا شعلا هوندا.

### الغمام:

غم ۽ غمام ٻنهي لفظن جو اصل مادو هڪڙو آهي غ-م-م ان جي معني آهي ڍڪي ڇڏڻ، آسمان ۾ مٿي بارش وسائڻ وارن ڪڪرن کي به غمام سڏيو وڃي ٿو پر خود ڪڪر جيئن ته اصل ۾ اهي به پاڻيءَ مان نهيل آهن ۽ وسڻ مهل وسي وسي خود به گم ٿي ويندا آهن انڪري قرآن حڪيم انهن ڪڪرن کي بارش به سڏيو آهي انڪري غمام لفظ جون ٻه معنائون ٿيون هڪ ڪڪر جن سان ڇانو ٿئي ٻيو خود بارش ٻنهي معنائن جا جدا جدا مثال پيش ڪجن ٿا، ڪڪرن جي معني وارو مثال جيئن وَظَلَّلْنَا عَلَيْهِمُ الْغَمَامَ وَأَنزَلْنَا عَلَيْهِمُ الْمَنَّ وَالسَّلْوَى كُلُواْ مِن طَيِّبَاتِ مَا رَزَقْنَاكُمْ وَمَا ظَلَمُونَا وَلَكِن كَانُواْ أَنفُسَهُمْ يَظْلِمُونَ(160-7) يعني انهن تي ڇانو ڪئي سون ڪڪرن جي- ٻيو مثال بارش جي معني وارو جيئن فرمان آهي ته وَيَوْمَ تَشَقَّقُ السَّمَاء بِالْغَمَامِ وَنُزِّلَ الْمَلَائِكَةُ تَنزِيلًا(25-25) يعني جنهن وقت ڦاٽي پوندو آسمان بارش وسائڻ سان ۽ اهڙي موقعي تي ملائڪ به نازل ٿيندا رهندا.

**المن والسلويٰ:**

قرآن حڪيم ۾ من ۽ سلوي جا لفظ ٽي ڀيرا جدا جدا جاين تي استعمال ٿيا آهن، تنهي جاين تي پويان هي حڪم آهي تہ ڪلوامن طيبات ما رزقناڪم يعني اسانجي ڏنل رزق منجهان پاڪيزه شيون ڪائو، تہ من ۽ سلوي لاءِ هي تہ طئہ ٿيو تہ اهي ڪائڻ جون شيون آهن وڏيڪ انهن جا نالا انهن علائقن جي زرعي ۽ جاگرافي واري صورتحال جي روشنيءَ ۾ وٺڻ جي ڪونر ڪي بہ من يعني ترنجبين سڏيو ويو آهي ۽ پکين منجهان اتي تترن جي هڪ نندي قسم ڪي بہ سڏيو وجي ٿو جنهن ڪي بيٽهر چئبو آهي، هونئن لفظ من نون جي شد سان قرآن حڪيم ۾ احسان ۽ مهرباني ڪرڻ جي معني ۾ ڪيئي ڀيرا استعمال ڪيو ويو آهي.

**طيبات:**

لفظ طيب جي معني دل کي وڻندڙ راحت ڏيندڙ قرآن حڪيم ۾ لفظ طيب خبيث جي مقابلي ۾ بہ استعمال ٿيو آهي جيئن مَّا كَانَ اللّهُ لِيَذَرَ الْمُؤْمِنِينَ عَلَى مَآ أَنتُمْ عَلَيْهِ حَتَّىَ يَمِيزَ الْخَبِيثَ مِنَ الطَّيِّبِ (3-179) يعني الله اهڙو ناهي جو مومنن کي انهيءَ حال ۾ ڇڏي ڏئي جنهن حال ۾ توهان (هن وقت) آهيو، جيستري تائين نکيڙي نہ ڇڏي خبيثن کي طيب کان پليت کي پاڪ کان.

طيب جي معني دل کي وڻندڙ جو مثال وَإِنْ خِفْتُمْ أَلاَّ تُقْسِطُواْ فِي الْيَتَامَى فَانكِحُواْ مَا طَابَ لَكُم مِّنَ النِّسَاء (4-3) يعني نڪاح ڪيو انهن عورتن سان جيڪي اوهان کي پسند ٿين، لفظ طيب ۽ خبيث جي معني قرآن پاڪ پنهجي فن تقابل سان سمجهائي ٿو تہ وَالْبَلَدُ الطَّيِّبُ يَخْرُجُ نَبَاتُهُ بِإِذْنِ رَبِّهِ وَالَّذِي خَبُثَ لاَ يَخْرُجُ إِلاَّ نَكِدًا كَذَلِكَ نُصَرِّفُ الآيَاتِ لِقَوْمٍ يَشْكُرُونَ(58-7) يعني بهتر زمين جو سلو ڦٽني ٿو پالڻهار جي قانون سان ۽ جيڪا زمين خبيث يعني ردي آهي تہ نٽو نڪري انمان سلو مگر ضعيف ۽ ڪمزور قسم جو، اهڙي نموني اسان آيتن کي ڦيرائي آڻيون ٿا اهڙي قوم لاءِ جيڪي (پنهنجي محنتن سان پئداواري ذريعن کي خلق خدا لاءِ) کلي عام رکڻ گهرن ٿا، هن آيت ڪريمہ ۾ طيب ۽ بلد خبيث جو ذڪر آيو انهن ٻنهي قسمن منجهان زراعتي آبادي جي لحاظ سان پلي زمين ۽ ڊلي زمين واري معني فن تقابل ۽ فن تصريف آيات سان قرآن پاڪ سمجهائي ڏني.

**رزقناڪم:**

هي جمع متڪلم فعل ماضي معلوم جو صيغو آهي، رزق هر انهيءَ شيءِ کي سڏي سگهجي ٿو جيڪا انسان جي طبعي جسماني کاڌي خوراڪ لباس مڪان تعليم تربيت ۽ هر قسم جي آسائشن جي لاءِ ڪم اچي کاڌي پيتي واري رزق جو مثال جيئن وَإِذِ اسْتَسْقَى مُوسَى لِقَوْمِهِ فَقُلْنَا اضْرِب بِّعَصَاكَ الْحَجَرَ فَانفَجَرَتْ مِنْهُ اثْنَتَا عَشْرَةَ عَيْناً قَدْ عَلِمَ كُلُّ أُنَاسٍ مَّشْرَبَهُمْ كُلُواْ وَاشْرَبُواْ مِن رِّزْقِ اللَّهِ وَلاَ تَعْثَوْاْ فِي الأَرْضِ مُفْسِدِينَ(60-2) يعني کاؤ پيو الله جي ڏنل رزق منجهان، رزق جي معني کاڌي پيتي جي

شين کان سواءِ بہ ٻين پئداواري شين کي رزق سڏڻ جو مثال جيئن وَلَوْ بَسَطَ اللهُ الرِّزْقَ لِعِبَادِهِ لَبَغَوْا فِي الْأَرْضِ وَلَكِن يُنَزِّلُ بِقَدَرٍ مَّا يَشَاءُ إِنَّهُ بِعِبَادِهِ خَبِيرٌ بَصِيرٌ(27-42) يعني جيڪڏهن ڪشادو ڪري ها الله رزق کي پنهنجي ٻانهن لاءِ تہ اهي بغاوت ڪن ها زمين ۾ هن آيت ڪريمہ ۾ غور ڪجي تہ رزق جا قسم جن سان ماڻهو تونگر بنجي قرمار تي لهي پون ٿا ۽ قرمار لاءِ خلق خدا سان جهيڙا جهٽا شروع ڪن ٿا تہ اهڙين بغاوتن ۽ قرمار لاءِ جيڪي بہ گهربل شيون درڪار هونديون انهن سڀن کي رب پاڪ رزق سڏيو آهي توڙي ڪٽي بغاوت لاءِ بندوق رائفلون ڪارتوس گوليون ڪٽي رزق نہ بہ مججن پر انهن شين کي خريد ڪرڻ حاصل ڪرڻ لاءِ تہ رزق جي حقيقي قسمن کي وڪٽي ڪري هٿيار حاصل ڪري سگهبا، اڳي جيڪڏهن انن گهوڙن گڏهن ۽ ٻين چوپاين جانورن کي رزق سڏيو ويندو هئو تہ هاڻي موٽرڪارن ٽريڪٽرن ٽرڪن ٽرالن کي بہ رزق سڏي سگهجي ٿو انهيءَ ڪري تہ انهن سڀن شين منجهان فائدا ورتا وڃن ٿا، جيڪي ماڻهو ڪوڙ ٺڳي دوکي دولاب سان ملڪيتون ناهن ٿا تہ انهن جي اهڙي حرام واري ڪمائي کي بہ رزق تہ ضرور سڏيو ويندو، اها جدا ڳالھ آهي تہ اهڙو رزق ناجائز قرار ڏنل هوندو، انهيءَ جو مثال جيئن وَتَجْعَلُونَ رِزْقَكُمْ أَنَّكُمْ تُكَذِّبُونَ(82-56) هن آيت ڪريمہ ۾ قرآن حڪيم سان دوکو ۽ فراڊ ڪندڙ ماڻهن کي چيو ويو آهي تہ توهان خلاف قرآن علمن کي دين جو بنياد بڻائي پنهنجو گذرسفر ئي ڪوڙ تي پيا ٿا هلايو.

زمين ۾ جملي نباتات، جمادات يعني جبل وغيره سڀن شين کي الله عزوجل معاشيات ۽ رزق منجهان شمار ڪيو آهي جيئن فرمان آهي تہ وَجَعَلْنَا لَكُمْ فِيهَا مَعَايِشَ وَمَن لَّسْتُمْ لَهُ بِرَازِقِينَ(15-20) يعني اسان اوهان لاءِ ان زمين ۾ گذر سفر جو بندوبست ڪيو آهي ۽ انهن لاءِ بہ جنهنکي توهان روزي ڪونہ ٿا پهچايو.

## هن آيت ڪريمہ منجهان ملندڙ حڪم

پهريائين تہ بني اسرائيلين مٿان رب پاڪ پنهنجا جيڪي احسان پيو ڳڻائي انهن مان، برپٽ ۽ ميدانن واري علائقي ۾ ڪڪرن ذريعي ڇانو ڪرڻ جي نعمت کاڌي خوراڪ لاءِ اجا وڏيڪ من ۽ سلوي جهڙيون نعمتون عطا ڪرڻ ڪانپوءِ هڪ دائمي ابدي سک ۽ انعام تہ جيڪي بہ شيون اوهانجي روح کي راحت ڏين طيبات معني تازيون ۽ سجر مطلب تہ پاروٿيون نہ هجن، کائڻ ۾ لذيذ ۽ موافق لڳن اهي سڀ اوهانجي کائڻ لاءِ رب پاڪ حلال ۽ جائز بنايون آهن، (اها الله جي سڀ کان وڏي نعمت چئبي).

وَإِذْ قُلْنَا ادْخُلُوا هَٰذِهِ الْقَرْيَةَ فَكُلُوا مِنْهَا حَيْثُ شِئْتُمْ رَغَدًا وَادْخُلُوا الْبَابَ سُجَّدًا وَقُولُوا حِطَّةٌ نَّغْفِرْ لَكُمْ خَطَايَاكُمْ وَسَنَزِيدُ الْمُحْسِنِينَ(58)

ترجمو:

"۽ جنهن وقت اسان چيو تہ داخل ٿيو هن علائقي (فلسطين) ۾ پوءِ کائو ان مان جنهن وقت بہ گهرو ڪشادگيءَ سان ۽ داخل ٿيو (علائقي جي) منهڙيين طرف کان يعني مهاڳ کان فرمانبردار بنجي ۽ چئو (هڪ ٻئي کي هميشہ لاءِ) قلعہ بند ٿي محفوظ رهائش اختيار ڪرڻ جي ڳالهہ ڪيو، پوءِ اسان بہ پناهہ ۾ (۽ حفاظت ۾) رکنداسون اوهان کي اوهان جي (هلڪين ڦلڪين) خطائن کان ۽ جلد وڌائينداسين (اوهان جي فتحن کي) سهڻي ڪارڪردگي ڏيکاريندڙن لاءِ".

## جدا جدا لفظن جي معني

### القرية:

معني گهڻن ماڻهن گهڻن گهرن ۽ جڳهن وارو شهر ۽ ڳوٺ ۽ قُرىٰ جي معني گهڻا شهر ۽ ڳوٺ هي قريہ جي جمع جو صيغو آهي، هنن معنائن جا ثبوت قرآن حڪيم جي آيتن منجهان جيئن وَاضْرِبْ لَهُم مَّثَلاً أَصْحَابَ الْقَرْيَةِ إِذْ جَاءهَا الْمُرْسَلُونَ(13-36) يعني بيان ڪر انهن لاءِ مثال ان قريہ جي رهواسين جو يعني قريہ وارن جو جڏهن آيا انهن وٽ رسول، شهرن يا ڳوٺن جو جمع قُرىٰ جو مثال جيئن تِلْكَ الْقُرَى نَقُصُّ عَلَيْكَ مِنْ أَنبَآئِهَا(101-7) اهي واهڻ وستيون (اهي آهن) جن جا قصا انهن جي خبرن منجهان تو اڳيان بيان ڪيون ٿا، گهڻن سارن ڳوٺن ۽ وستين جو مرڪزي ڳوٺ ۽ شهر جيئن وَهَذَا كِتَابٌ أَنزَلْنَاهُ مُبَارَكٌ مُّصَدِّقُ الَّذِي بَيْنَ يَدَيْهِ وَلِتُنذِرَ أُمَّ الْقُرَى(92-6) يعني (هن ڪتاب قرآن سان) ضروري آهي تہ تون ڊيڄارين مڪي وارن کي (جيڪو علائقي جي سين ڳوٺن ۽ شهرن جو مرڪزي شهر آهي) ۽ انجي چوڌير وارن کي، قريہ معني جنهن ۾ گهڻا گهر هجن جو مثال جيئن أَوْ كَالَّذِي مَرَّ عَلَى قَرْيَةٍ وَهِيَ خَاوِيَةٌ عَلَى عُرُوشِهَا(259-2) يعني يا تہ ان ماڻهوءَ وانگر جيڪو لنگهيو هڪ بستيءَ تان جنهن جا گهر ويران هئا ڇتين پر ڊٺل هئا.

### الباب:

باب لفظ جي معني آهي دروازو- دروازو گهر جو بہ ٿيندو آهي، گهر جي ڪمرن جو بہ ٿيندو آهي، شهر جا بہ هڪ ۽ هڪ کان وڌيڪ دروازا ٿيندا آهن، ملڪن جا بہ دروازا ٿيندا آهن، سين جا مثال عرض ڪجن ٿا، هڪ گهر جا گهڻا دروازا ان جو مثال جيئن وَرَاوَدَتْهُ الَّتِي هُوَ فِي بَيْتِهَا عَن نَّفْسِهِ وَغَلَّقَتِ الأَبْوَابَ وَقَالَتْ هَيْتَ لَكَ قَالَ مَعَاذَ اللّهِ إِنَّهُ رَبِّي أَحْسَنَ مَثْوَايَ إِنَّهُ لاَ يُفْلِحُ الظَّالِمُونَ(23-12) يعني عزيز مصر جي زال گهر جا سڀ در بند ڪري يوسف کي گناهہ جي دعوت ڏني، ملڪ جو دروازو جنهن جون وڌيڪ معنائون گهٽ گهيڙ، لنگهہ وغيره بہ آهن جيئن قَالَ رَجُلاَنِ مِنَ الَّذِينَ يَخَافُونَ أَنْعَمَ اللّهُ عَلَيْهِمَا ادْخُلُواْ عَلَيْهِمُ الْبَابَ فَإِذَا دَخَلْتُمُوهُ فَإِنَّكُمْ غَالِبُونَ وَعَلَى اللّهِ فَتَوَكَّلُواْ إِن كُنتُم مُّؤْمِنِينَ(23-5) يعني اوهان داخل ٿيو (فلسطين) ۾ دروازي کان پوءِ جنهن مهل داخل ٿيندو ان ۾ تہ توهان غالب ٿي ويندو، وڌيڪ مثال گهرجي مک ۽ مين دروازي جو جيئن يَسْأَلُونَكَ عَنِ الأهِلَّةِ قُلْ هِيَ مَوَاقِيتُ

لِلنَّاسِ وَالْحَجِّ وَلَيْسَ الْبِرُّ بِأَنْ تَأْتُوْا الْبُيُوتَ مِن ظُهُورِهَا وَلَـكِنَّ الْبِرَّ مَنِ اتَّقَى وَأْتُوْا الْبُيُوتَ مِنْ أَبْوَابِهَا وَاتَّقُوْا اللّهَ لَعَلَّكُمْ تُفْلِحُونَ(2-189) يعني داخل ٿيو گهرن ۾ انهن جي دروازن کان ۽ سامهون کان قرآن حڪيم ۾ جنت، جهنم جي دروازن جو بہ ذڪر آهي (50-38) (72-39) ۽ مينهن وسائيندڙ ڪڪرن جي دروازن جو بہ ذڪر آهي، جيئن فَفَتَحْنَا أَبْوَابَ السَّمَاء بِمَاء مُّنْهَمِرٍ(11-54) يعني پوءِ کولياسين دروازا ڪڪرن جا ساڻ زورسان وهندڙ پاڻيءَ جي.

**سُجّدَا:**

لفظ سجدي جي بنيادي ۽ اصلي معني آهي حڪم جي اطاعت ۽ فرمانبرداري جنهن جو ثبوت، دليل ۽ حوالو قرآن حڪيم منجهان پيش ڪجي ٿو وَلِلّهِ يَسْجُدُ مَا فِي السَّمَاوَاتِ وَمَا فِي الأَرْضِ مِن دَآبَّةٍ وَالْمَلآئِكَةُ وَهُمْ لاَ يَسْتَكْبِرُونَ. يَخَافُونَ رَبَّهُم مِّن فَوْقِهِمْ وَيَفْعَلُونَ مَا يُؤْمَرُونَ(49-50-16) الله کي سجدو ڪن ٿيون جيڪي بہ آسمانن ۽ زمين ۾ چرندڙ ڦرندڙ ساهہ واريون شيون ۽ ملائڪ آهن، اهي تڪبر ۽ وڏائي نٿا ڪن ڊڄن ٿا پنهنجي پالڻهار کان جنهن جا قانون مٿاهان آهن انهن تي، تعميل ڪن ٿا انهن ڳالهين جي جن جو انهنکي حڪم ڏنو وڃي ٿو، انهيءَ معني لاءِ ٻيو دليل، فَمَا لَهُمْ لَا يُؤْمِنُونَ. وَإِذَا قُرِئَ عَلَيْهِمُ الْقُرْآنُ لَا يَسْجُدُونَ. بَلِ الَّذِينَ كَفَرُوا يُكَذِّبُونَ.(20 تا 22-84) يعني انهن ماڻهن کي ڇا ٿي ويو آهي جو ايمان نٿا آڻين، (ايتري حد تائين جو) جڏهن انهن جي اڳيان قرآن منجهان حڪم پيش ڪيا وڃن ٿا تہ انهن کي بہ نٿا عمل ۾ آڻين (يا نٿا قبول ڪن) ۽ ٻيو مڃڻ وغيره تہ نهيو پر جن ڪفر ڪيو آهي اهي قرآني حقيقتن کي بہ ڪوڙو قرار ڏين ٿا.

لفظ سجدي جي ٻي معني سوچ ويچار ڪرڻ لاءِ ڪنڌ نمائڻ بہ آهي انجي شڪل قرآن حڪيم پاڻ سمجهائي آهي تہ مٿو اهڙي نموني هيٺ ڪرڻ جو ڪاڏي هيٺ تي ڇاتيءَ سان ملي وڃي، جنهن جو ثبوت قرآن منجهان تہ قُلْ آمِنُواْ بِهِ أَوْ لاَ تُؤْمِنُواْ إِنَّ الَّذِينَ أُوتُواْ الْعِلْمَ مِن قَبْلِهِ إِذَا يُتْلَى عَلَيْهِمْ يَخِرُّونَ لِلأَذْقَانِ سُجَّدًا(107-17) يعني جن ماڻهن کي انهن کان اڳي علم ڏنو ويو هئو (اهي اهڙا تہ سالم طبع ماڻهو هئا) جو جڏهن انهن اڳيان ڪلام ربي پڙهيو ويندو هئو تہ اهي، پنهنجيون ڪاڏيون هيٺ ڪيرائي غور فڪر لاءِ سجدو ڪندا هوا.

يعني ڪنڌ هيٺ ڪري ڪاڏيون ڇاتين سان هيٺ ملائي الله جي ڪلام مان ان قسم جي ڪنڌ جهڪائڻ واري سجدي ۾ غور ۽ فڪر ڪرڻ سوچڻ ۽ سمجهڻ شروع ڪندا هوا، جيڪڏهن ڪير قرآن جي هن معني واري سجدي کي قبول نہ ڪندو تہ پوءِ انکي ڪنهن بہ امامي فقهن ۽ روايتن وارو سجدو جنهن ۾ ڪاڏيءَ بدران پيشاني زمين تي رکڻ جو ثبوت قرآن منجهان ثابت ڪرڻو پوندو. کي ماڻهو آيت ڪريمہ مُّحَمَّدٌ رَّسُولُ اللهِ وَالَّذِينَ مَعَهُ أَشِدَّاء عَلَى الْكُفَّارِ رُحَمَاء بَيْنَهُمْ تَرَاهُمْ رُكَّعًا سُجَّدًا يَبْتَغُونَ فَضْلًا مِّنَ اللهِ وَرِضْوَانًا سِيَاهُمْ فِي وُجُوهِهِم مِّنْ أَثَرِ السُّجُودِ (29-48) يعني نشان انهن

جا هوندا انهن جي چهرن تي سجدن جي اثر سبب جي معني اها ڪندا آهن ته پيشانيءَ واري سجدي جو ثبوت هن آيت ۾ موجود آهي، جڏهن ته اهڙو استدلال مڪمل غلط آهي ڇو ته مروج سجدن جي گاٺ جو نشان ڪارو هوندو آهي جنهن ڪي ڏسڻ سان ڪراهت ٿيندي آهي، الله جي عبادت گذار ۽ فرمانبردار ٻانهن جي چهرن تي ڪارن نشانن بدران رب سائين فرمائي ٿو ته تَعْرِفُ فِي وُجُوهِهِمْ نَضْرَةَ النَّعِيمِ(24-83) يعني اي قرآن ٻڌندڙ الله جي نيڪو ڪار ٻانهن کي سڃاڻي ويندي تون انهن جي چهرن جي تازگيءَ مان جيڪا الله جي نعمتن سبب کين حاصل ٿي هوندي. سو ڄاڻن گهرجي ته آيت ڪريمه مُّحَمَّدٌ رَّسُولُ اللهِ وَالَّذِينَ مَعَهُ أَشِدَّاء عَلَى الْكُفَّارِ رُحَمَاء بَيْنَهُمْ تَرَاهُمْ رُكَّعًا سُجَّدًا يَبْتَغُونَ فَضْلًا مِّنَ اللهِ وَرِضْوَانًا سِيمَاهُمْ فِي وُجُوهِهِم مِّنْ أَثَرِ السُّجُودِ (29-48) جي معنيٰ آهي ته اصحاب رسول جي چهرن جي مٿان انهن جي فرمانبردار طبع هجڻ جا نشان هوندا يعني اهي پري کان پنهنجي سنجيدگي متانت پزرگيءَ سبب ۽ الله جي فرمانبرداريءَ سبب معتبرائيءَ خشوع خضوع سبب سڃاتا ويندا. پر جيڪڏهن ڪوئي ضد ڪري ته نه سيما هم فى وجوههم جي معني بيشاني پر سجدن ڪرڻ جا اهي نشان آهن ۽ انهيءَ مان پيشانيءَ وارو سجدو ثابت ٿي ويو ته اهڙي ماڻهوءَ جي خدمت ۾ عرض آهي ته رب پاڪ ڏوهارين ۽ دوزخين لاءِ به اهي ساڳيا لفظ تعارف طور فرمايا آهن ته يُعْرَفُ الْمُجْرِمُونَ بِسِيمَاهُمْ فَيُؤْخَذُ بِالنَّوَاصِي وَالْأَقْدَامِ(41-55) يعني سڃاتا ويندا ڏوهاري ماڻهو پنهنجي نشانن سان پوءِ جڪڙيا ويندا پيشانين ۽ پيرن پر، سو آيت (29-48) ۾ پيشاني تي پيشاني وارن سجدن ۽ انهن جي گاٺ جو ذڪر ۽ ثبوت ڪونهي ڪو ۽ قرآن حڪيم جي ڏس مطابق لفظ مسجد جو اسم ظرف مڪاني جي حوالي سان جي معني ٿيندي ته اها جاءِ اها جڳهه جنهن منجهان جاري ٿيندڙ احڪامن ۽ فيصلن جي اطاعت ڪئي وڃي انهن کي مڃيو وڃي ۽ انهن انصاف وارن حڪمن جي مڃوتيءَ کي رياست ۾ معاشري ۾ قائم ڪيو وڃي جئين فرمان آهي ته قُلْ أَمَرَ رَبِّي بِالْقِسْطِ وَأَقِيمُواْ وُجُوهَكُمْ عِندَ كُلِّ مَسْجِدٍ وَادْعُوهُ مُخْلِصِينَ لَهُ الدِّينَ كَمَا بَدَأَكُمْ تَعُودُونَ(29-7) يعني اي نبي! اعلان ڪر ته منهنجي پالڻهار حڪم ڏنو آهي فيصلن ۾ عدل انصاف ڪرڻ جو ۽ هي به حڪم ڏنو آهي ته قائم رکو پنهنجا توجهات پنهنجا چهرا سڀن مسجدن جي فيصلن کي مڃڻ لاءِ ۽ سڏيو پڪاريو انکي خالص بنائيندڙ ٿي انجي قانون کي (پوءِ) جيئن توهان کي شروع پيدائش وقت جنت ڏني وئي هئي اهڙي نموني ان ڏي وري موٽايا ويندو. هن آيت ڪريمه صاف طريقي سان ثابت ڪري ڏنو ته مسجدون اهي جايون جڳهون آهن جتان فيصلا ٿين ٿا، اهي عدالتون آهن، اهي عوام جي مسئلن حل ڪرڻ جون جايون آفيسون ڪورٽون وغيره آهن، انهيءَ ڪري ته رب پاڪ آيت ڪريمه جي منڍ ۾ جناب رسول عليه السلام کي حڪم ڏنو ته عدل انصاف جي اتم معيار کي قائم رکو ۽ هر سرڪاري آفيس ۽ عدالتن جي فيصلن ۽ حڪمن جي اطاعت ڪرڻ جو

هڪڙو نظام ۽ سسٽم قائم ڪيو، ۽ هن ڳالهه جو به لحاظ رکو ته مخلصين له الدين جي معني ته انهن مسجدن ۾ انهن عدالتن ۾ انهن آفيسن ۾ قانون صرف الدين معني خالص الله وارو نجو قانون هلڻ گهرجي.

مسجد معني عدالتون ۽ رعيت جي مسئلن ڪي حل ڪرڻ واريون آفيسون، هن معني جو وڌيڪ ثبوت ۽ دليل قرآن حڪيم منجهان جيئن يَا بَنِي آدَمَ خُذُواْ زِينَتَكُمْ عِندَ كُلِّ مَسْجِدٍ وكُلُواْ وَاشْرَبُواْ وَلاَ تُسْرِفُواْ إِنَّهُ لاَ يُحِبُّ الْمُسْرِفِينَ(31-7) يعني اي اولاد آدم جڏهن به ۽ جنهن به وقت مسجدن ۾ وڃو ته سونهن سينگار ڪري پوءِ وڃو قرآن حڪيم جي هن حڪم تي غور ڪيو وڃي ته ان ۾ خطاب عام آهي يعني اي اولاد آدم، هن آيت ۾ مسجدن ۾ وڃڻ جي آداب جي تعليم ۾ ياايهاالذين آمنوا ڪونہ چيو ويو آهي، اهو هن ڪري ته مسجدن ۾ هر هندو، عيسائي، يهودي، پيل ڪولهيءَ ۽ باگڙيءَ ڪي به وڃڻو آهي، انهن ڪي اتي انهن جي ميرٽ ۽ صلاحيتن مطابق نوڪريون به ڪرڻيون آهن انڪري سموري اولاد آدم ڪي وڃڻو آهي، اڄڪلهه وانگر پيش جي چيتين منجهان نهيل ۽ پلاسٽڪ جون ٽوپيون پائي وڃڻ سان مسجدن جي لاءِ سونهن سينگار واري حڪم جي نافرماني ناهي ڪرڻي سو لفظ مسجد جي معني جيڪا اڄڪلهه مشهور ڪيل آهي ته نماز نالي واري عبادت جو گهر، اها معني غلط آهي ڇو ته عبادت خود عربي لفظ آهي انلاءِ ظرف مڪانيءَ جو صيغو ٿيندو معبد، جنهن جي معني ٿيندي عبادت ڪرڻ جي جاءِ. سو جيڪي ماڻهو مروج نماز ڪي الله جي طرفان ان لاءِ حڪم نہ ڪرڻ باوجود به ان ڪي الله جي عبادت سڏين ٿا، انهن جي خدمت ۾ عرض آهي ته قرآن پاڪ ۾ رب سائينءَ عبادت جو لفظ مختلف صيغن ۽ شڪلن ۾ ادائي سؤ پيرن ڪان وڌيڪ تعداد ۾ ذڪر فرمايو آهي ۽ انهي ايڏي وڏي تعداد منجهان هڪ پيرو به انلاءِ عبادت جي هنڌ ۽ ماڳ جو ذڪر مروج نماز پڙهڻ لاءِ ان جي هنڌ ۽ ماڳ ڪي معبد جي نالي سان ڪٿي به ڪونہ استعمال ڪيو ويو آهي، جڏهن ته مسجد وارو لفظ ۽ صيغو ڪل اناويهه پيرا استعمال به ٿيو آهي، انهيءَ تفاوت جو هڪڙو سبب هي به آهي ته عبد جي معني آهي ٻانهو ۽ ٻانهي جو ڪم ۽ ڊيوٽي هوندي آهي ته هو هر وقت ۽ هر هنڌ پنهنجي مالڪ جي حڪم جي تعميل ۽ فرمانبرداري ڪري ۽ اهڙي فرمانبرداريءَ لاءِ ڪنهن خاص هنڌ ۽ ماڳ ڪي مقرر ڪرڻ اهو مالڪ جي حڪمن جي تعميل ۾ اهڙي حدبندي ٿيندي ٻڌايو وڃي ته اهي هن آيت (135-4) واري حڪم ته اٿو نظام شهادت بگڙي ويو آهي حق سچ جي شاهدي ڏيڻ وارا قتل ڪيا پيا وڃن، انهن قاتلن خلاف اتي انهن جي هر حرڪت ڪي ٻنجو ڏنو وڃي، هاڻ ٻڌايو وڃي ته الله جيڪو پنهنجي ٻانهن جو حقيقي مالڪ آهي ڇا انجي هن حڪم جي تعميل ۽ فرمانبرداري امامي علمن جي معني واري مسجد يا ڪنهن پوڃا گهر مندر ۽ معبد ۾ ويهي شون شون ڪرڻ سان ٿيندي؟ سمجهي ڇڏڻ گهرجي ته الله جي حڪمن جي تعميل ۽ فرمانبرداري جو هنڌ ۽ ماڳ ماڻهن جا ميڙاڪا هوندا آهن، ماڻهن جا معاشرا هوندا آهن، بازاريون ۽ مارڪيٽون هونديون آهن، مدرسا، ڪاليج ۽ يونيورسٽيون هونديون آهن، ۽ قرآن

جون سمجهايل مسجدون موجوده ڪورٽون ۽ آفيسون آهن. جن هنڌن ۽ ماڳن کي ماڻهن پنهنجي لاءِ الله جي ويجهڙائي حاصل ڪرڻ لاءِ عبادت خانو قرار ڏنو آهي اهڙا سڀ عبادت خانا ماڻهن جي انفرادي ۽ شخصي ذهني تسڪين لاءِ آهن. پر اهي قرآن واريون مسجدون ناهن (9-18) قرآن حڪيم ۾ رب پاڪ سندس ويجهڙائي حاصل ڪرڻ جي جيڪا سوچ سيکاري آهي، انلاءِ هي حڪم به ڏنو اٿس ته يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُواْ اتَّقُواْ اللّهَ وَكُونُواْ مَعَ الصَّادِقِينَ(9-119) يعني اي امن عالم جا ذمي وارو! ممنوع ڳالهين کان پاڻ کي بچايو ۽ حق وارن جو سچ وارن جي ساٿ ڏيڻ بابت سوچيو ته اهو ڪم ته ماڻهن جي مسئلن معاملن ميڙاڪن جي وچ ۾ هجبو تڏهن ڪوڙ سچ جي خبر پوندي تڏهن حق ناحق وارن جي خبر پوندي ۽ رائج الوقت معني وارين مسجدن، مندرن، گرجائن ۾ دنيا وارن کان الڳ ٿي دنيا کي تياڳ ڪري سرجي بلاسرسان واري سوچ مطابق زندگي گذارڻ اها قران جي حڪم ڪونوا مع الصادقين جي خلاف آهي چو ته ماڻهن جي ميڙن کان الڳ ٿلڳ رهڻ وارو شخص ڪنهن به چوڙي نبيري ۾ پنهنجي مشاهدي ۽ اکين ڏٺي حقيقت کانسواءِ نه ڪنهن کي ڪوڙو قرار ڏيئي سگهندو نه ئي سچو قرار ڏئي سهگندو، ماڻهن ۾ ڪيترائي اهڙا "ٻچاپڙيا" دوکي باز آهن جن جو تعارف رب پاڪ پنهنجي رسول کي بلڪ سين قران حڪيم جي پڙهندڙ طالب علمن کي ڪرائي ٿو ته وَمِنَ النَّاسِ مَن يُعْجِبُكَ قَوْلُهُ فِي الْحَيَاةِ الدُّنْيَا وَيُشْهِدُ اللّهَ عَلَى مَا فِي قَلْبِهِ وَهُوَ أَلَدُّ الْخِصَامِ (2-204) يعني ڪيترائي اهڙا ماڻهو آهن جن جي دنياوي معاملن ۾ ظاهري ڳالهه ٻولهه توکي ڏاڍي وڻندي ۽ هو الله کي حاضر ناظر ڄاڻائي پنهنجي اندر جي ڳالهين جي سچائي ته پيش ڪندا پر هوندا اهي وڏا جهيڳڙالو ۽ فسادي. انهن ماڻهن جو وڌيڪ احوال قرآن پاڪ ٻڌايو ته وَإِذَا تَوَلَّى سَعَى فِي الأَرْضِ لِيُفْسِدَ فِيِهَا وَيُهْلِكَ الْحَرْثَ وَالنَّسْلَ وَاللّهُ لاَ يُحِبُّ الفَسَادَ(2-205) يعني اهي (ڪوڙن نڳين سان ماڻهن کي متاثر ڪرڻ وارا) جڏهن اقتدار ۽ حڪومت جا مالڪ ٿيندا ته ماڻهن جي ٻيخ ڪڍي ڇڏيندا ۽ پيڙهيون تباهه ڪري ڇڏيندا پر الله اهڙن فسادين کي پسند نٿو ڪري، هاڻي قرآن حڪيم جي هن تعليم تي غور ڪيو ته اهي نصيحتون صرف ان ماڻهوءَ کي ذهن ۾ اچي سگهنديون جيڪي خلق خدا جي ميڙاڪن ۾ اٿڻ ويهڻ وارا هوندا، پر جيڪي ماڻهو دنيا جي وهنوار کي تياڳ ڪري ڪا ڪنڊ وسائي مراقبن ۾ ويهندا ته اهڙي ماڻهن لاءِ قرآن حڪيم جي هن قسم جي نصيحت ته ڍنگرن مٿان اٿي هارڻ برابر ٿيندي.

مون سجدي ۽ مسجد جي معني قرآن جي روشني ۾ پيش ڪري انجي مقابلي ۾ جن روايت پرستن طرفان قرآن جي ان اهم اصطلاح جي معني بگاڙڻ مٿان ڪجهه تفصيلي گذارش پيش ڪئي آهي اهو صرف ۽ صرف هن ڪري ته ماڻهن ۾ عالمي سرمايه داريت ۽ جاگيرداريت خلق خدا کي وحدت الوجود جهڙن نظرين ۾ ڦاسائي خانقاهيت ۽ پاپائيت جي اسڪولن ذريعي تصوف جي ڇٽيءَ هيٺ استحصالين خلاف پنهنجا حق گهرڻ جي مزاحمت واري سوچ ۽ همت کي ختم ڪرڻ گهري ٿي.

## حطة

هي لفظ حطة قرآن حڪيم ۾ ڪل ٻه ڀيرا استعمال ٿيو آهي هن جي معني آهي مٿي ڪان هيٺ لهڻ هي هڪ ڀيرو استعمال ٿيو آهي هن آيت (2-58) ۾ ٻيو ڀيرو آيت (7-161) ۾ ٻنهي هنڌن جو سياق سباق يعني قرآن حڪيم جو مضمون ٻ انجو اڳ پوءِ ٻڌائي ٿو ته جنهن وقت فرعونين ڪان آزاد ٿيڻ ڪانپوءِ يهودي پنهنجي اصل وطن فلسطين ۾ داخل ٿيا ته رب سائين جناب موسیٰ عليہ السلام ذريعي هنن کي هي حقيقت سمجهائڻ گهري قولواحطة يعني اوهان هڙيئي هڪ ٻئي کي هي نظريو ۽ ماجرا سمجهايو ته اڳتي لاءِ اوهان کي هميشہ واسطي پنهنجي هن وطن ۾ لڏا لاهي مستقل نڪاڻو ڄمائي رهڻو آهي. هن ڪان اڳي توهانجي تاريخ ٻڌائي ٿي ته توهان جيڪو پنهنجو وطن ڇڏي دنيا جهان جون نوڪرون ڪاڏيون آهن جن جي ڪري چارسو سال قبطين جا غلام بنجي ٻه رهيا آهيون هاڻي اڳتي لاءِ ان ساڳي غلطيءَ کي ٻيهر نه دهرايو، اها معني آهي قولواحطة جي هن ڪان پوءِ واري آيت (2-59) ۽ (7-162) ٻه هن معني ۽ مفهوم جي تصديق ڪري ٿي ته فَبَدَّلَ الَّذِينَ ظَلَمُواْ مِنْهُمْ قَوْلاً غَيْرَ الَّذِى قِيلَ لَهُمْ فَأَرْسَلْنَا عَلَيْهِمْ رِجْزًا مِّنَ السَّمَاء بِمَا كَانُواْ يَظْلِمُونَ(7-162) يعني يهودين کي جيڪو هي اصول ۽ نظريو سمجهايو ويو هئو ته پنهنجي وطن کي دائمي نڪاڻو بنائي هميشہ لاءِ ان ۾ رهو پر انهن ظالمن اهو اصول ڇڏي ٻيو نظريو اختيار ڪيو جيڪو اڄوڪي نموني دربدر ٿي دنيا جهان کي ڪالونيون بنائيندا ٻين قومن جي وطني پيداوار جو استحصال ڪندا رهندا هئا هاڻي ڪجهہ ڏينهن اڳ (2010) ۾ ترڪي وارن جي هڪ بحري جهاز فلوطيلا نالي ۾ ڪجهہ امدادي سامان سان صحافي سفر ڪري رهيا هئا ته اسرائيلين انهن تي هن ڪوڙي الزام هيٺ حملو ڪيو ته انهي جهاز ۾ فلسطينن کي مدد ڪرڻ لاءِ هٿيار ڏيڻ پيا وڃن، ان واقعي تي هڪ پاڪستاني صحافي ترڪيءَ وڃي ڪري يهودين جي ان بربريت تي دنيا جهان جي دانشورن ڪان انٽرويو ورتا، انهن ۾ يهودين جو هڪ مذهبي عالم ٻه تل ابيب ڪان ترڪي ۾ آيو هئو جيڪو اسرائيلين جي ان حملي جي مذمت ڪري پيو، مونکي انجي هت جيڪا ڳالهہ عرض ڪرڻي آهي اها هي آهي ته ان پنهنجي انٽرويو ۾ صحافي نالي حامد مير کي چيو ته اسان يهودين جي مذهب ۾ اسانکي هي حڪم آهي ته اسان سڄي دنيا ۾ رلندا رهون ۽ ڪنهن مقرر خطهءِ زمين ۾ پنهنجو وطن نه بنايون پر اسان ڇا ڪيون جو اسانجا يهودي سياست دان اسانجي اها ڳالهہ نٿا مڃن انهن هرويرو اسرائيلي رياست جوڙي آهي. قرآن حڪيم جي آيت فَبَدَّلَ الَّذِينَ ظَلَمُواْ قَوْلاً غَيْرَ الَّذِى قِيلَ لَهُمْ فَأَنزَلْنَا عَلَى الَّذِينَ ظَلَمُواْ رِجْزاً مِّنَ السَّمَاء بِمَا كَانُواْ يَفْسُقُونَ(59-2) جو مصداق ان يهودي ربي مولويءَ جي بيان منجهان ثابت ٿي ٿو.

## نغفرلكم خطاياكم

هن جملي جي معني آهي ته جيڪڏهن اوهان بني اسرائيلين الله جي حڪم مطابق فلسطين کي پنهنجو مستقل وطن بنايو ته توهانجي ماضيءَ وارين ڪوتاهين کي ميٽي ڇڏينداسون ۽

**وسنزيد المحسنين**

يعني اوهانجي حڪومت ۾ بہ واڌارو آڻيندا سين پرهن شرط تي تہ اوهان جو انساني برادريءَ سان سهڻو سلوڪ هجي.

## هن آيت ڪريمہ منجهان ملندڙ هدايتون

آيت ڪريمہ جي پهريين جملي ۾ جيڪا هدايت ڏني وئي آهي تہ هن قريہ ۾ علائقي ۾ داخل ٿيو ۽ ان منجهان جنهن بہ جڳهہ تان ۽ جنهن بہ وقت وڻيو، مزي سان کائو پيو، هن حڪم ۾ انسان لاءِ دنيا ۾ ذاتي ملڪيت ۽ ذخيره اندوزي جي ڪابہ گنجائش ڪانہ رکي وئي آهي،

آيت ڪريمہ جي ٻئي جملي ۾ جيڪو حڪم آهي تہ وادخلو الباب سجدا انهيءَ مان هي نصيحت ملي ٿي تہ ان مليل خطہ زمين ۾ قانونن جي فرمانبرداري ڪرڻي آهي، يعني معاشري ۾ لاقانونيت انارڪي ڦهلائڻ جي اجازت ناهي.

**وقولو احطة**

هن جملي منجهان هيءَ نصيحت ملي ٿي تہ پنهنجو وطن ڇڏي ٻي ڪنهن بہ قوم جي ڌرتيءَ تي ڦرلٽ ۽ استحصال لاءِ قبضي ڪرڻ خاطر ملڪ گيري جي هوس نہ ڪيو. پنهنجي ملڪي سرحدن جي احاطي ۾ محدود رهو ۽ ٻين قومن جي علائقن ۽ زمين کي ڦٻائڻ جي بدنيتي نہ ڪيو.

| |
|---|
| فَبَدَّلَ الَّذِينَ ظَلَمُواْ قَوْلاً غَيْرَ الَّذِى قِيلَ لَهُمْ فَأَنزَلْنَا عَلَى الَّذِينَ ظَلَمُواْ رِجْزاً مِّنَ السَّمَاء بِمَا كَانُواْ يَفْسُقُونَ(59) |

**ترجمو:**

پوءِ انهن مان جيڪي ظالم قسم جا هوا انهن (الله جو سمجهايل) نظريو بدلايو (ذاتي ملڪيت جي نفي ۽ حطة يعني نيشنل ازم واري نظريي خلاف پاليسي اختيار ڪئي) پوءِ اسان انهن منجهان جيڪي ظالم هوا انهن تي رجز (جي قسم اندروني خوف وارو عذاب) نازل ڪيو سون بسبب هن جي تہ هو فسق ڪندڙ هوا.

## جدا جدا لفظن جي معني

**رجز:**

رجز معني آهي پريشاني- اها بہ اهڙي جيڪا دل دماغ کي لوڏي ڇڏي پوءِ انجا قسم ۽ اثر ڪوڙ سارا آهن هي لفظ رجز قرآن حڪيم ۾ ڏهہ ڀيرا استعمال ٿيو آهي نو ڀيرا "را" جي زيرسان ۽ هڪ ڀيرو "را" جي پيش سان، معني ٻنهي جي ساڳي آهي صرف

رجز ”را“ جي زير سان جنهن جنهن جاءِ تي استعمال ٿيو آهي اهو پنهنجي ماقبل ۽ مابعد ۾ بيان ڪيل صورتحال سان مخصوص آهي ۽ هڪ ڀيرو ”را“ جي پيش سان جناب خاتم الانبياءَ عليہ السلام کي جيڪو خطاب ڪندي فرمايو ويو آهي ته وَالرُّجْزَ فَاهْجُرْ(5-74) انجي معني ۾ عموم آهي ۽ اهو جمع جو صيغو ڇئبو، يعني هر وقت هردم جڏهن تڏهن يعني اي منهنجا رسول! تون دشمنن جي تڪليفن ڏيڻ ڪري ڪڏهن به دلگير نه ٿيندو ڪر اهڙي قسم جي سين پريشانين کي پاڻ کان هٽائي ڇڏ. لَا تَخَفْ إِنِّي لَا يَخَافُ لَدَيَّ الْمُرْسَلُونَ(10-27) حقيقت هي آهي ته منهنجي ڊيوٽي ڏيندڙ رسولن کي خوف کائڻ جي ڪا به ضرورت ناهي وَاصْبِرْ لِحُكْمِ رَبِّكَ فَإِنَّكَ بِأَعْيُنِنَا وَسَبِّحْ بِحَمْدِ رَبِّكَ حِينَ تَقُومُ(48-52) يعني وڏي استقامت ۽ جمت سان پنهنجي پالڻهار جي حڪم تي مضبوط رهه تون اسانجي نگراني ۾ آهين انڪري هر ڪٽڪي ۽ پريشانيءَ کي هڪ جهٽڪي سان پري ڪري ڇڏ.

## هن آيت ڪريم منجهان ملندڙ رهبري

جيڪي ماڻهو، جيڪو معاشرو، جيڪا رياست، جيڪو ملڪ، جيڪا قوم الله جي طرفان ۽ ان جي رسولن جي معرفت علم وحي ذريعي مليل نظرين، فڪرن، جيئدان ۽ حياتيءَ جي مسئلن کي ڇڏي انهن جي عوض علم وحي جي رهنمائيءَ خلاف قومن کي مليل وسيلن جي ڦرلٽ جا هٽ ٺوڪيا فڪر ۽ نظريا اختيار ڪندي اهي ماڻهو اها قوم سدائين ڏولاون سبب دربدر خاڪ بسر پريشان ۽ وائڙي ٿي رهندي.

وَإِذِ اسْتَسْقَى مُوسَى لِقَوْمِهِ فَقُلْنَا اضْرِب بِّعَصَاكَ الْحَجَرَ فَانفَجَرَتْ مِنْهُ اثْنَتَا عَشْرَةَ عَيْناً قَدْ عَلِمَ كُلُّ أُنَاسٍ مَّشْرَبَهُمْ كُلُواْ وَاشْرَبُواْ مِن رِّزْقِ اللهِ وَلاَ تَعْثَوْاْ فِي الأَرْضِ مُفْسِدِينَ(60)

**ترجمو:**

۽ جڏهن پاڻيءَ جو مطالبو ڪيو موسىٰ پنهنجي قوم لاءِ ته اسان چيو (پاڻيءَ جي ڳولا ڦولا لاءِ) گهماءِ ۽ سفر ڪراءِ پنهنجي سگهارن ماڻهن کي جابلو علائقي جو، (پوءِ انهن جي ٽيڪمن ۽ اوزارن سان) وهي نڪتا ان علائقي منجهان ٻارهن (ماڳن تي) چشما، بلاشڪ سين ماڻهن پنهنجي پنهنجي چشمي جي (مالڪي واري حق جي) ڄاڻ حاصل ڪري ورتي ۽ اسان ڪين حڪم ڏنو ته کائو ۽ پيو الله جي رزق منجهان ۽ نه ڪوٽ ڪيو (ماڻهن جي حصن پتين ڏيڻ ۾) زمين جي اندر فسادي بنجي.

## جدا جدا لفظن جي معني

**استسقيٰ:**

هي صيغو فعل ماضي معلوم باب استفعال جو آهي هن جو اصل سہ حرفي مادو س-ق-ي آهي هن جي معني آهي پاڻيءَ پيئڻ جي طلب ڪرڻ ان معنيٰ جو حوالو قرآن منجهان جيئن وَسُقُوا مَاء حَمِيمًا فَقَطَّعَ أَمْعَاءهُمْ(15-47) يعني اهي دوزخ وارا رهواسي پياريا ويندا گرم پاڻي جيڪو هنن جا آندا بہ ڪپي ڇڏيندو.

**اضرب:** هي صيغو فعل واحد مذڪر امر حاضر معلوم جو آهي. ضرب جون معنائون قرآن حڪيم ڪيئي ساريون بيان ڪيون آهن، ضرب جي هڪڙي معني آهي بيان ڪرڻ جنهن جو مثال جيئن وَضَرَبَ اللّهُ مَثَلاً قَرْيَةً كَانَتْ آمِنَةً مُّطْمَئِنَّةً يَأْتِيهَا رِزْقُهَا(16-112) يعني بيان فرمايو الله هڪڙو مثال هڪ علائقي جو جيڪو پر امن هو،

ٻي معنيٰ آهي سفر ڪرڻ، جنهن جو مثال جيئن وَآخَرُونَ يَضْرِبُونَ فِي الْأَرْضِ(20-73) يعني ٻيا اهي آهن جيڪي سفر ڪن ٿا زمين ۾ الله جي ڏنل رزق جي جستجو ۾. ٽين معني آهي، تلاش ڪرڻ جنهن جو مثال آهي تہ وَلَقَدْ أَوْحَيْنَا إِلَى مُوسَى أَنْ أَسْرِ بِعِبَادِي فَاضْرِبْ لَهُمْ طَرِيقًا فِي الْبَحْرِ يَبَسًا لَّا تَخَافُ دَرَكًا وَلَا تَخْشَى(77-20) يعني رب پاڪ جناب موسي عليہ السلام کي فرمايو تہ درياءَ ٽپڻ لاءِ پنهنجي قوم وارن واسطي درياءَ ۾ ڪوئي سڪل رستو تلاش ڪر، چوٿين معني ضرب جي آهي، مالش ڪرڻ يا لپري ناهي ٻڌڻ جيئن وَخُذْ بِيَدِكَ ضِغْثًا فَاضْرِب بِّهِ وَلَا تَحْنَثْ إِنَّا وَجَدْنَاهُ صَابِرًا نِعْمَ الْعَبْدُ إِنَّهُ أَوَّابٌ(44-38) لپري ناهي ٻڌيا مالش ڪر ۽ ڦيٽن يا شو شو وارا غلط ڪم نہ ڪر. پنجين معني آهي لاڳو ڪرڻ ۽ چنبڙائي ڇڏڻ جنهنجو مثال آهي، ضُرِبَتْ عَلَيْهِمُ الذِّلَّةُ أَيْنَ مَا ثُقِفُواْ (112-3) يعني لاڳو ڪئي وئي آهي انهن يهودين مٿان ذلت جتي بہ لڪندا وتن، ڇهين معني آهي مارڻ جنهن جو مثال آهي تہ فَإِذا لَقِيتُمُ الَّذِينَ كَفَرُوا فَضَرْبَ الرِّقَابِ(4-47) يعني جڏهن انقلاب دشمن سان آمهون سامهون ٿيو تہ پوءِ ڪنڌ ڪپيون.

**بعصاڪ:**

بعصاڪ جي معني آهي، ساڻ جماعت پنهنجي، عصا جي اصلي ۽ سڌي سنئي معني آهي طاقت قوت ۽ اجتماعي ٻڌي، قرآن حڪيم ۾ جيڪو جناب موسي عليہ السلام کي حڪم ڪيو ويو آهي تہ فَأَوْحَيْنَا إِلَى مُوسَى أَنِ اضْرِب بِّعَصَاكَ الْبَحْرَ فَانفَلَقَ فَكَانَ كُلُّ فِرْقٍ كَالطَّوْدِ الْعَظِيمِ(63-26) يعني اي موسيٰ تون سفر ڪراءِ پنهنجي جماعت کي (رستن جي تلاش لاءِ) درياءَ جو، پوءِ نروار ٿي بيٺو هرهڪ ٽولو جيئن وڏو دڙو، بئي هنڌ جناب موسي عليہ اسلام کي حڪم ڪيو ويو آهي تہ وَأَوْحَيْنَا إِلَى مُوسَى أَنْ أَلْقِ عَصَاكَ فَإِذَا هِيَ تَلْقَفُ مَا يَأْفِكُونَ (117-7) يعني اسان وحي ڪيوسون موسي کي تہ تون اڇلاءِ پنهنجي سمورن علمي دلين واري طاقت کي پوءِ ڏسندي تہ اها فرعوني عالمن جي سين ڪچن خيالي دليلن کي ڳهي ويندي.

جيڪڏهن عام مترجمن وانگر آيت (60-2) ۾ عصا جي معني ڪاٺ واري لٺ قرار ڏيئي پوءِ ترجمو ڪيو ويندو تہ اسان موسيٰ کي چيو تہ تون پٿر کي لٺ هڻ تہ پوءِ اها ڳالھہ نهايت غير عقلي ٿي پوندي جو هڪ پٿر کي لٺ هڻڻ سان ان مان پاڻيءَ جا ٻارنهن چشما ڦٽي پون، جيڪڏهن معجزي پسند ماڻهن جي اها معني قبول ڪئي ويندي تہ پوءِ تہ هڪ پٿر مان هڪ ڌڪ سان پاڻيءَ جو هڪ چشمو ڦٽڻ گهرجي ٻارنهن چو؟ جيڪڏهن ڪير چوي تہ ٻارهن ڀيرا جدا جدا پٿرن کي جدا جدا لٺيون هنيون ويون آهن جيڪڏهن اها ڳالھہ ائين هجي ها تہ پوءِ انهن جو ذڪر بہ ٻارهن ڀيرا اچڻ گهرجي ها، يا الحجر واحد واري صيغي بدران احجار جمع جو صيغو اچي ها سو عقل جي تقاضا ۽ قرآني استعمالن واري معني ۽ ان جي رهنمائيءَ جي تقاضا هيءَ آهي تہ اسان موسي کي چيو تہ تون پنهنجي جماعت کي سفر ڪراءِ پٿريلي علائقي جو. رهيو سوال تہ پٿريلي زمين ۾ سفر ڪرڻ سان ٻارنهن چشما ڪيئن نڪتا؟ تہ ان سوال جو جواب آسان آهي جو هزارن سالن کان وٺي اڄ تائين جيئن جابلو علائقن جي زمين منجهان کوٽائيءَ سان پاڻي ڪڍيو ويندو رهي ٿو، بلڪل اهڙي نموني جناب موسي عليہ السلام جي زماني ۾ بہ اهڙي طريقي کوٽائي ڪئي وئي هوندي.

**الحجر:**

حجر جي هڪ معني پٿر آهي، جنهن جو مثال خود هيءَ آيت آهي، هن لفظ جو جمع حجاره آهي جنهن جو مثال وَإِنَّ مِنَ الْحِجَارَةِ لَمَا يَتَفَجَّرُ مِنْهُ الأَنْهَارُ (74-2) يعني ڪيترائي اهڙا جبل ۽ پٿر آهن جن مان ڦٽي وهن ٿيون نهرون. حرف "حا" جي پيش سان حُجره جي معني گهر ۽ ڪمرو ٿئي ٿي جنهن جو مثال إِنَّ الَّذِينَ يُنَادُونَكَ مِن وَرَاء الْحُجُرَاتِ أَكْثَرُهُمْ لَا يَعْقِلُونَ(4-49) يعني بلاشڪ اهي ماڻهو جيڪي توکي سڏين ٿا گهرن جي ٻاهران انهن جي اڪثريت اڻ ڄاڻ آهي انهي جي ٻي معني جهولي ۽ حفاظت آهي مثال وَرَبَائِبُكُمُ اللاَّتِي فِي حُجُورِكُم مِّن نِّسَآئِكُمُ اللاَّتِي دَخَلْتُم بِهِنَّ (23-4) ۽ حرف حا جي زير سان معني ٿيندي رڪاوٽ ۽ بند جنهن جو مثال آهي وَهُوَ الَّذِي مَرَجَ الْبَحْرَيْنِ هَذَا عَذْبٌ فُرَاتٌ وَهَذَا مِلْحٌ أُجَاجٌ وَجَعَلَ بَيْنَهُمَا بَرْزَخًا وَحِجْرًا مَّحْجُورًا(53-25) يعني (الله اها ذات آهي جنهن ٻن دريائن کي ملائي ڇڏيو هڪڙو مٺو ٻيو کارو جيڪي وهن تہ گڏ ٿا پر انهن جي وچ ۾ رڪاوٽ ۽ بند آهي، جو کارو پاڻي مٺي ڏي ڪونہ ٿو وڃي ۽ مٺو پاڻي کاري ڏي نہ ٿو وڃي. ساڳئي لفظ يعني حرف حاء جي زير سان ٻي معني اهي تہ بندش پيل شي جنهن جو مثال آهي وَقَالُواْ هَذِهِ أَنْعَامٌ وَحَرْثٌ حِجْرٌ لاَّ يَطْعَمُهَا إِلاَّ مَن نّشَاء بِزَعْمِهِمْ (138-6) يعني (مشرڪ چون ٿا تہ) هنن ڍورن ۽ پوک مٿان بندش آهي ان کي اسان جي مرضيءَ کان سواءِ ڪوبہ نہ کائي. انهن جي (هٺ ٺوڪي) قانون مطابق.

**فانفجرت:**

هن لفظ جو اصل مادو ف-ج-ر- آهي هي باب انفعال جو صيغو واحد مؤنث غائب فعل ماضي معلوم جو آهي، لفظ فجر جي معني آهي ڪنهن شيءِ کي ڦاڙڻ چيرڻ، کولڻ

رهائڻ وغيره جنهن جا مثال عرض ڪجن ٿا، كِلْتَا الْجَنَّتَيْنِ آتَتْ أُكُلَهَا وَلَمْ تَظْلِمْ مِنْهُ شَيْئًا وَفَجَّرْنَا خِلَالَهُمَا نَهَرًا(33-18) يعني ٻئي باغ ميوا ڏين پيا ۽ ان ۾ ڪا ڪمي ڪانہ پئي آئي ۽ ڪوليو سون- وهايوسون چيريوسون، ڦاڙيوسون، وچ انهن ٻن باغن جي نهر ڪي، لفظ فجر جي ٻي معني فاسق فاجر ۽ بدڪار وغيره بہ آئي آهي انجي مناسبت اصل معني سان هيءَ آهي تہ بدڪار ماڻهوءَ جي طبيعت منجهان بہ برائيون نافرمانيون ڦٽي نڪرن ٽيون وهي نڪرن ٽيون، جيئن أُوْلَئِكَ هُمُ الْكَفَرَةُ الْفَجَرَةُ(42-80) يعني (انصاف واري ڏهاڙي انقلاب دشمنن جا منهن ڪارا هوندا) انڪري تہ اهي حق سچ جا منڪر ۽ بدڪار آهن، قرآن حڪيم ٻن جاين تي لفظ فجور ڪي تقوىٰ سان گڏ آڻي بيان ڪيو آهي جنهن منجهان ٻنهي لفظن جي تقابل ۽ آمهون سامهون آڻڻ سان معني جي پڌرائي ٿئي ٿي پهريون مثال جيئن فَأَلْهَمَهَا فُجُورَهَا وَتَقْوَاهَا(8-91) يعني رب پاڪ انسان ۾ نيڪي ۽ بديءَ جي جاڻ رکي ڇڏي آهي، ٻئي هنڌ آهي تہ أَمْ نَجْعَلُ الَّذِينَ آمَنُوا وَعَمِلُوا الصَّالِحَاتِ كَالْمُفْسِدِينَ فِي الْأَرْضِ أَمْ نَجْعَلُ الْمُتَّقِينَ كَالْفُجَّار(28-38) يعني ڇا اسان متقي ماڻهن ڪي فاسق فاجر ماڻهن جهڙي حال ۾ رکنداسين، هنن جاين تي تقابل جو هنر ٻنهي لفظن جي معني ڪي سمجهائي ٿو تہ تقوي جي معني براين ۽ بدڪارين واري انتشار کان بچڻ بچائڻ ۽ فجور جي معني آهي چيرڦار ۽ انتشار.

**عينا:**

لفظ عين پنهنجي مختلف صيغن سان قرآن حڪيم ۾ ڪافي تعداد ۾ استعمال ٿيو آهي، هنجي اصل ۽ پنهنجي معني آهي اک، ان کان سواءِ ٻيو معنائون چشمہ ۽ نگراني وغيره اهي پنهنجي اصل معني سان مناسبتن جي حوالي سان بہ آيون آهن. پهرين اصل معني جو مثال جيئن وَكَتَبْنَا عَلَيْهِمْ فِيهَا أَنَّ النَّفْسَ بِالنَّفْسِ وَالْعَيْنَ بِالْعَيْنِ وَالأَنفَ بِالأَنفِ وَالأُذُنَ بِالأُذُنِ وَالسِّنَّ بِالسِّنِّ وَالْجُرُوحَ قِصَاصٌ (5-45) يعني اسان انهن تي لازم ڪيو هئو (فيصلن ۾) ماڻهو جي (قتل جي) بدلي ۾ ماڻهو، اک جي بدلي ۾ اک، نڪ جي بدلي ۾ نڪ، ڪن جي بدلي ۾ ڪن، ڏند جي بدلي ۾ ڏند، ۽ زخمن جو بدلو بہ برابريءَ مطابق ڪيو ويندو. عين لفظن جي ٻي معني پاڻيءَ جا چشما انجو مثال جيئن وَفَجَّرْنَا الْأَرْضَ عُيُونًا فَالْتَقَى الْمَاء عَلَى أَمْرٍ قَدْ قُدِرَ(12-54) ۽ ڦاڙيوسين زمين ڪي چشمن جي صورت ۾ پوءِ وهيو پاڻي هڪ ماپيل اندازي مطابق. عين جي معني اک جو مثال ڏئي آياسون ۽اک جي معني جئين تہ ڏسڻ آهي سو ان معني جو وڌيڪ مثال فَأَوْحَيْنَا إِلَيْهِ أَنِ اصْنَعِ الْفُلْكَ بِأَعْيُنِنَا (27-23) يعني اسان (جناب نوح عليہ السلام ڪي) وحي ڪيو سون تہ ناهہ تون ٻيڙي ڪي اسانجي نگراني هيٺ ۽ رهنمائي هيٺ، ٻيو مثال جيئن وَاصْبِرْ لِحُكْمِ رَبِّكَ فَإِنَّكَ بِأَعْيُنِنَا وَسَبِّحْ بِحَمْدِ رَبِّكَ حِينَ تَقُومُ(48-52) يعني ثابت قدم رهہ تون الله جي قانون

تي (گهبرائجان نہ) تون اسانجي نظرداري هيٺ آهين، (يعني اسان تنهنجي سنڀال لهڻ وارا آهيون) لفظ عين جي هڪڙي معني اک ٻي معني چشمو ٻنهي معنائن جي پاڻ ۾ مناسبت هي آهي تہ ٻنهي مان پاڻي وهندو آهي.

**اناس:**

هي لفظ جمع آهي، انس جو ناس وانگر، هن جو استعمال ۽ اطلاق هڪ قبيلي جي گهڻن ماڻهن ۽ هموطن ۽ هم مشرب ماڻهن لاءِ ٿيو آهي جنهن جو مثال هن آيت کان سواءِ جيئن وَمَا كَانَ جَوَابَ قَوْمِهِ إِلاَّ أَن قَالُواْ أَخْرِجُوهُم مِّن قَرْيَتِكُمْ إِنَّهُمْ أُنَاسٌ يَتَطَهَّرُونَ(82-7) يعني (قوم لوط وارن چيو تہ) لوط عليہ السلام ۽ ان جي پوئلڳن کي شهر نيڪالي ڏيو وڏا آيا آهن پاڪائي ڏسڻ وارا. ۽ هم فڪر يا مخلتف فرقن، قومن ۽ جدا جدا وطنن وارن جي معني جو مثال جيئن يَوْمَ نَدْعُو كُلَّ أُنَاسٍ بِإِمَامِهِمْ (71-17) يعني جنهن ڏينهن سڏينداسون اسان سڀن ماڻهن کي (ڪين مليل) ڪتاب جي نالي سان. امام جي معني ڪتاب جي ثبوت لاءِ پڙهي ڏسندا دليل وَمِن قَبْلِهِ كِتَابُ مُوسَى إِمَامًا وَرَحْمَةً (17-11) يعني قرآن کان اڳ ۾ موسىٰ جو ڪتاب امام ۽ رحمت ٿي ڪري ٻہ هنن وٽ رهيو آهي. (46-12)

**ولا تعثوا:**

ولاتعثوا صيغي جو اصل آهي ع-ث-ي، هي لفظ قرآن حڪيم ۾ پنج ڀيرا هڪڙي ئي قسم جي ساڳئي جملي سان استعمال ٿيو آهي اهو هي تہ لاتعثوا في الارض مفسدين. تہ عثي جي معني پنهنجي ماقبل ۽ مابعد جي جملن منجهان پڌري ٿي ملي ٿي تہ نہ پڙڪو. نہ ايرو- نہ بدمعاشي ڦهلايو- يعني الله جي قانونن خلاف شرارتون نہ ڪيو وغيره.

**هن آيت ڪريم مان ملندڙ نصيحتون**

پاڻيءَ جي مطالبي تي جناب موسي عليہ السلام کي حڪم ڏنو ويو تہ پنهنجي سگهارن ماڻهن ذريعي جابلو زمين ۾ سفر ڪري وڃي پاڻي ڳوليو، هن حڪم منجهان رياست جي معاشي ۽ اقتصادي معاشرت لاءِ هيءَ سياسي تعليم ملي ٿي تہ معاشري ۽ قومن قبيلن جي اجتماعي ۽ گڏيل معاشي ضرورتن ۽ مقصدن لاءِ ٻہ اجتماعي ۽ گڏيل جاکوڙ ڪرڻي آهي ۽ هي تعليم ملي ٿي تہ اهڙن ڪمن ۾ تفرد ۽ انفراديت پسندي کي الله جو قانون نامناسب قرار ڏئي ٿو، آيت ڪريمہ جي جملي قَدْ عَلِمَ كُلُّ أُنَاسٍ مَّشْرَبَهُمْ كُلُواْ وَاشْرَبُواْ مِن رِّزْقِ اللَّهِ، منجهان هيءَ تعليم ملي ٿي تہ ملڪي سياست ۾ قبيلائي ۽ قومي اڪاين کي تسليم ڪرڻو آهي، رب پاڪ بني اسرائيلين جي نسلي بنيادن تي ٻارهن قبيلن جي جدا گانہ حيثيت کي قبيلائي خود مختياري طور قبول ڪندي انهن جي لاءِ معاشي طور جدا جدا انهن لاءِ پاڻيءَ جي ورهاڱي کي ۽ چشمن کي تسليم ڪيو آهي ۽ انهن جي مٿان ون يونٽ قسم جي غير فطري جبر ۽ ڪوڙي وحدت کي لاڳو نہ ڪيو آهي، آيت ڪريمہ جي آخري جملي ۾ جيڪو

فرمايو ويو آهي تہ ولاتعثوا في الارض مفسدين. يعني رب پاڪ جيڪا ماڻهن جي علائقائي (2-60) ۽ قبيلائي جدا گانہ حيثيت کي معاشرت جي ڪاميابيءَ لاءِ ضروري قرار ڏنو آهي (7-160) ۽ انساني حاجتن لاءِ اجتماعي جدوجهد جو حڪم ڏنو آهي. انهيءَ اصول ۽ انهيءَ فڪري ۽ نظرياتي تعليم خلاف ولاتعثوا في الارض مفسدين. زمين ۾ شرارتون ڪري فساد نہ مچايو.

وَإِذْ قُلْتُمْ يَا مُوسَى لَن نَّصْبِرَ عَلَىَ طَعَامٍ وَاحِدٍ فَادْعُ لَنَا رَبَّكَ يُخْرِجْ لَنَا مِمَّا تُنبِتُ الأَرْضُ مِن بَقْلِهَا وَقِثَّآئِهَا وَفُومِهَا وَعَدَسِهَا وَبَصَلِهَا قَالَ أَتَسْتَبْدِلُونَ الَّذِى هُوَ أَدْنَى بِالَّذِى هُوَ خَيْرٌ اهْبِطُواْ مِصْراً فَإِنَّ لَكُم مَّا سَأَلْتُمْ وَضُرِبَتْ عَلَيْهِمُ الذِّلَّةُ وَالْمَسْكَنَةُ وَبَآؤُوْاْ بِغَضَبٍ مِّنَ اللّهِ ذَلِكَ بِأَنَّهُمْ كَانُواْ يَكْفُرُونَ بِآيَاتِ اللّهِ وَيَقْتُلُونَ النَّبِيِّينَ بِغَيْرِ الْحَقِّ ذَلِكَ بِمَا عَصَواْ وَّكَانُواْ يَعْتَدُونَ(61)

**ترجمو:**

۽ جڏهن توهان چيو تہ اي موسیٰ! اسان هرگز هڪ طعام تي گذارو نہ ڪنداسون، پوءِ تون پنهنجي پالڻهار کان اسانجي لاءِ مطالبو ڪر، (گهر ڪر) تہ هو اسانجي لاءِ اهي شيون جيڪي ڦٽن ٿيون زمين منجهان انجي ترڪارين مان ڪيرا ونگيون، ٿوم، داليون ۽ زمين جا بصر، (ڏيار) (موسي عليہ السلام) چين تہ ڇا مٽايو ٿا توهان اها شيءِ جيڪا گهٽيي قسم جي آهي ان جي بدلي ۾ جيڪا ڀلي آهي. هاڻ وڃو ۽ شهري زندگي اختيار ڪيو، پوءِ (انجي مارڪيٽن منجهان) جيڪي ڪجھ گهرندؤ اهو توهانکي ملندو ۽ انهن تي ذلت ۽ خواري، لاڳو ڪئي وئي ۽ هو الله جي غضب ۾ اچي ويا اهو هن ڪري جو هو الله جي آيتن (علم وحي) جا انڪاري هوا ۽ الله جي نبين کي ناحق قتل ڪندا هوا (يعني انهن جي نبوت واري تحريڪ ۽ مشن جي ڪاميابيءَ ۾ رڪاوٽون وجهندا هوا) اهو هن ڪري جو اهي نافرمان ۽ حد کان زيادتي ڪندڙ هوا.

## جدا جدا لفظن جي معني

**ادنيٰ:**

دنا، يدنو، دنوا، دان، دناوة هن لفظ جي معني آهي ويجهو ٿيڻ، پوءِ هن جهان کي جنهن ۾ اسان جيون پيا انکي دنيا انڪري سڏيو وڃي ٿو جو هي اسان کي ان ۾ رهڻ

ڪري في الفور ويجهي ۽ گڏ آهي مقابلي ۾ مرڻ کان پوءِ بيهر جيئڻ واري آخري جهان جي. قرآن حڪيم ۾ لفظ دنيا جو استعمال، آخرت واري جهان جي تقابل ۾ چاليهه ڀيرن کان وڌيڪ استعمال ٿيو آهي، هن ويجهڙائي واري معني جا ڪجهه بيا مثال إِنَّ الَّذِينَ يُؤْذُونَ اللهَ وَرَسُولَهُ لَعَنَهُمُ اللهُ فِي الدُّنْيَا وَالْآخِرَةِ وَأَعَدَّ لَهُمْ عَذَابًا مُّهِينًا (57-33) هن آيت ڪريمه ۾ دنيا کي لفظ آخرت جي مقابلي ۾ استعمال ڪري فن تقابل سان ان جي معني سمجهائي ڇڏي. دنا-يدنو- دنو ۽ دنيا جي معني ويجهي شيءِ جو بيو مثال يَا أَيُّهَا النَّبِيُّ قُل لِّأَزْوَاجِكَ وَبَنَاتِكَ وَنِسَاءِ الْمُؤْمِنِينَ يُدْنِينَ عَلَيْهِنَّ مِن جَلَابِيبِهِنَّ (59-33) مطلب ته عورتون پنهنجي معتبرائي ۽ سنجيدگي ثابت ڪرڻ خاطر گهر کان ٻاهر هلڻ مهل پنهنجي جسم تي چادر ويڙهي هلن. اتي لفظن يدنين جو مادو دنيا، ادني دنو- وارو ساڳيو آهي صرف صيغو مٽيل آهي، ٻئي هنڌ آيو آهي ته قُطُوفُهَا دَانِيَةٌ(23-69) يعني جنت جا ميوا ويجها هوندا. (انهن کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڏاڪڻ تي چڙهڻو ڪونه پوندو) وڌيڪ مثال ته إِذْ أَنتُم بِالْعُدْوَةِ الدُّنْيَا وَهُم بِالْعُدْوَةِ الْقُصْوَى (42-8) يعني توهان (جنگ بدر واري ڏينهن) ويجهي لنگهه وٽ هئيو ۽ اهي مخالف پري واري لنگهه وٽ هئا. غور ڪيو وجي ته قرآن پاڪ پنهنجي لفظن کي تقابل جي انداز ۾ استعمال ڪري ڪيئن ته انهن جون معنائون پاڻ سيکاري رهيو آهي.

**مصر:**

لفظ مصر قرآن حڪيم ۾ ڪل پنج ڀيرا استعمال ٿيو آهي، مصر ملڪ جو به نالو آهي، جيئن فرعون پنهنجي قوم وارن کي چيو ته أَلَيْسَ لِي مُلْكُ مِصْرَ(51-43) يعني ڇا آئون ملڪ مصر جو بادشاه ۽ مالڪ ناهيان؟ ٻيو لفظ مصر جي معني شهر آهي جيڪي ٻهراڙين ۽ ڳوٺن جي مقابلي ۾ پيٽا ۾ هوندا آهن جيئن وَقَالَ الَّذِي اشْتَرَاهُ مِن مِّصْرَ لِامْرَأَتِهِ أَكْرِمِي مَثْوَاهُ (21-12) يعني جنهن شخص شهر (جي منڊيءَ مان) خريد ڪيو (يوسف کي) ان پنهنجي زال کي چيو ته هنکي مان شان سان رهاءِ، وڌيڪ لفظ مصر جي معني آيت ڪريمه (87-10) منجهان، گڏيل نموني هڪ ئي وقت شهر ۽ ملڪ به نڪري ٿي جيئن وَأَوْحَيْنَا إِلَى مُوسَى وَأَخِيهِ أَن تَبَوَّآ لِقَوْمِكُمَا بِمِصْرَ بُيُوتًا وَاجْعَلُواْ بُيُوتَكُمْ قِبْلَةً وَأَقِيمُواْ الصَّلَاةَ وَبَشِّرِ الْمُؤْمِنِينَ(87-10) يعني اسان وحي ڪيوسون موسي ۽ انجي ڀاءُ ڏي ته نڪاڻا بڻايو اوهان پنهنجي قوم وارن لاءِ ملڪ مصر ۾ گهرن اڏڻ سان. هن آيت ۾ غور ڪرڻ سان هي معلوم ٿئي ٿو ته جڏهن بني اسرائيلي ماڻهو اڳيئي مصر جا رهاڪو هئا ته پوءِ هي حڪم ڇو؟ سوهن حڪم جي معني هيءَ ثابت ٿي ته اوهان ملڪ مصر ۾ بني اسرائيلين جا پاڙا، محلا ۽ ڳوٺ ناهي وهو، ڪٺو ڪٺو ٿي جدا جدا گهر نه بڻايو ڇو ته آزادي حاصل ڪرڻ لازم آهي ته وَأَوْحَيْنَا إِلَى مُوسَى وَأَخِيهِ أَن تَبَوَّآ لِقَوْمِكُمَا بِمِصْرَ بُيُوتًا وَاجْعَلُواْ بُيُوتَكُمْ قِبْلَةً وَأَقِيمُواْ الصَّلَاةَ وَبَشِّرِ الْمُؤْمِنِينَ(87-10) يعني اوهانکي پنهنجي گهرن کي آزادي جي هلچل جي لاءِ هيڊڪواٽر ۽ مرڪز به بڻائڻو

آهي، سو هيءَ آيت لفظ مصر جي معني هيءَ بہ ڏسي رهي آهي تہ مصر جي معني اهڙو شهر ۽ ملڪ جنهن ۾ اوهان محلا ۽ پاڙا ۽ ڳوٺ ٺاهيو جيڪي ٻين نسلن جي محلن ۽ پاڙن کان نويڪلا هجن.

**الذلة:**

هن لفظ جي معني آهي غلامي خواري ۽ محڪومي هي معني قرآن حڪيم پنهنجي هن تقابل سان سمجهائي آهي وَتُعِزُّ مَن تَشَاء وَتُذِلُّ مَن تَشَاء بِيَدِكَ الْخَيْرُ (3-26) يعني جنهن کي گهري تنهنجو قانون غلبو ڏئي جنهن کي گهري ان کي ذليل ڪري، ذليل جي معني جنهن جي سختي ۽ مستي ماري وئي هجي مثال بَقَرَةٌ لاَّ ذَلُولٌ تُثِيرُ الأَرْضَ وَلاَ تَسْقِي الْحَرْثَ (71-2) اهڙي ڳئون جيڪا هرن ۽ نار ۾ وهايل نہ هجي.

**والمسكنه:**

هن لفظ جو اصل مادو، س-ڪ-ن آهي، ان جي معني آهي چرپر کان بيهي وڃڻ رڪجي وڃڻ، ان معني جو مثال جيئن أَلَمْ تَرَ إِلَى رَبِّكَ كَيْفَ مَدَّ الظِّلَّ وَلَوْ شَاء لَجَعَلَهُ سَاكِنًا ثُمَّ جَعَلْنَا الشَّمْسَ عَلَيْهِ دَلِيلًا(45-25) يعني ڇا تون نٿو ڏسين پنهنجي پالڻهار جي (قانون کي) تہ هو ڪيئن ٿو وڏائي پاڇي کي، جيڪڏهن هو گهري تہ نظام شمسي کي هڪ هنڌ بيهاري ڇڏي يا زمين جي گردش کي روڪي ڇڏي تہ اهي سڀ پاڇا هڪ هنڌ تي بيهي ويندا.
ڏينهن جي مقابلي ۾ ماڻهو رات جو چرپر گهٽ ڪري ٿو سڪون ۽ آرام ڪري ٿو تہ قرآن حڪيم بہ اها معنیٰ ٻڌائي تہ هُوَ الَّذِي جَعَلَ لَكُمُ اللَّيْلَ لِتَسْكُنُواْ فِيهِ وَالنَّهَارَ مُبْصِرًا إِنَّ فِي ذَلِكَ لآيَاتٍ لِّقَوْمٍ يَسْمَعُونَ(67-10) يعني الله اها ذات آهي جنهن اوهان لاءِ رات کي بنايو، تا تہ سڪون ۽ آرام ڪيو ان ۾.
گهر ۽ رهائش گاهہ کي بہ عربي ٻوليءَ ۾ مسڪن سڏيو ويو آهي ڇو تہ ماڻهو پنهنجي گهرن ۾ آرام ڪندا آهن ۽ رهائش اختيار ڪندا آهن، جيئن لَقَدْ كَانَ لِسَبَإٍ فِي مَسْكَنِهِمْ آيَةٌ جَنَّتَانِ عَن يَمِينٍ وَشِمَالٍ (15-34) يعني قوم سباجي رهائش گاہ جو هڪڙو نشان هئو جو انهن جي سڄي ۽ کابي پاسي کان بہ باغ هوا، انهي مادي جو صيغو مسڪين بہ اها ئي معني رکي ٿو، يعني هو زندگيءَ جي ضرورتن جي حاصلات کان جيڏانهن تيڏانهن معذور ٿي رڪجي بيهي ويو هجي، جنهن لاءِ قرآن فرمائي ٿو تہ الله جي حساب ۾ ڪا چوٽي سر ڪرڻ کو جبل تي چڙهڻ جهڙو ڪارنامو هي آهي تہ فَكُّ رَقَبَةٍ. أَوْ إِطْعَامٌ فِي يَوْمٍ ذِي مَسْغَبَةٍ. يَتِيمًا ذَا مَقْرَبَةٍ. أَوْ مِسْكِينًا ذَا مَتْرَبَةٍ(13 تا 16-90) يعني ڪنهن غلام کي آزادي وٺي ڏيڻ يا ڪنهن بکيي کي ويلو ماني جو کارائڻ الله وٽ اهو وڏي ۾ وڏو ڪارنامو آهي. يا ڪنهن مسڪين مٽيءَ ۾ ليٽڙيل کي کارائڻ، عربي ٻوليءَ ۾ سڪين چاقو ۽ ڇريءَ کي سڏيو ويندو آهي، اهو هن ڪري تہ ڇري چاقو ڪنهن تي وهائي ڇڏجي تہ پوءِ دم نڪرڻ سان ان جي چرپر ختم ٿي ويندي آهي چاقو معني سڪين جو مثال

جيئن فَلَمَّا سَمِعَتْ بِمَكْرِهِنَّ أَرْسَلَتْ إِلَيْهِنَّ وَأَعْتَدَتْ لَهُنَّ مُتَّكَأً وَآتَتْ كُلَّ وَاحِدَةٍ مِّنْهُنَّ سِكِّينًا (31-12) يعني عزيز مصر جي زال پنهنجي سهيلين مان هرهڪ کي چاقو ڏنو، هن مادي جو هڪڙو صيغو مسڪنہ بہ اهي جنهن جي معني محڪوميت ۽ خواري آهي جنهن جو مثال وَبَآؤُوا بِغَضَبٍ مِّنَ اللَّهِ وَضُرِبَتْ عَلَيْهِمُ الْمَسْكَنَةُ (3-112) يعني موٽيا اهي (اهل ڪتاب) الله جي ڏمر سان ۽ مسلط ڪئي وئي انهن مٿان بدحالي ۽ خواري.

**وباؤ:**

باء-يبوء-بوأ- باء لفظ جي معني آهي موٽڻ ۽ وڌيڪ معنائون مختلف صيغن ۾ ماقبل مابعد جي لحاظ سان بہ هن مادي منجهان نڪرن ٿيون جيئن وَاذْكُرُواْ إِذْ جَعَلَكُمْ خُلَفَاء مِن بَعْدِ عَادٍ وَبَوَّأَكُمْ فِي الأَرْضِ تَتَّخِذُونَ مِن سُهُولِهَا قُصُورًا وَتَنْحِتُونَ الْجِبَالَ بُيُوتًا فَاذْكُرُواْ آلاء اللّهِ وَلاَ تَعْثَوْا فِي الأَرْضِ مُفْسِدِينَ(74-7) يعني (رب پاڪ) رهايو اوهان کي زمين ۾ جنهن جي نرم حصن منجهان پلازا ناهيو تا ۽ جبل کي رهڙي ڪٽائيءَ ڪري ان جي گرائنڊنگ ڪري انهن مان گهر ناهيو تا.

تيار ڪرڻ ۽ سپاهين کي مورچہ بند ڪري ويهارڻ لاءِ مثال جيئن وَإِذْ غَدَوْتَ مِنْ أَهْلِكَ تُبَوِّئُ الْمُؤْمِنِينَ مَقَاعِدَ لِلْقِتَالِ وَاللّهُ سَمِيعٌ عَلِيمٌ(121-3) اي نبي! جنهن صبح مهل تون پنهنجي گهر وارن وٽان نڪري تيار ڪرين پيو مؤمنن کي جنگي مورچن ۾، الله اوهانجي جنگي تربيت واري گفتگو کي ٻڌڻ وارو آهي ۽ اوهانجي خلوص واري صورتحال کي ڏسڻ وارو آهي، ساڳي اهائي معني رهائڻ، ترسائڻ، سيٽ ڪرڻ ان جو مثال جيئن وَلَقَدْ بَوَّأْنَا بَنِي إِسْرَائِيلَ مُبَوَّأَ صِدْقٍ وَرَزَقْنَاهُم مِّنَ الطَّيِّبَاتِ فَمَا اخْتَلَفُواْ حَتَّى جَاءهُمُ الْعِلْمُ إِنَّ رَبَّكَ يَقْضِي بَيْنَهُمْ يَوْمَ الْقِيَامَةِ فِيمَا كَانُواْ فِيهِ يَخْتَلِفُونَ(93-10) يعني بلاشڪ اسان ترسايوسين بني اسرائيلين کي تمام پلي جاءِ تي جتي اسان انهن کي پاڪيزه قسم جو رزق ڏنوسون، هي لفظ پنهنجي مختلف صيغن سان قرآن حڪيم ۾ سترهن ڀيرا استعمال ٿيو آهي.

**بغضب (غضب):**

قرآن حڪيم ۾ لفظ غضب جو استعمال ٽي ڀيرا لعنت سان گڏ ڪيو ويو آهي (93-4) (60-5) هاڻي انهيءَ گڏيل استعمال ئي لفظ غضب جي معني پڌري ڪري ڇڏي جيئن وَغَضِبَ اللَّهُ عَلَيْهِمْ وَلَعَنَهُمْ وَأَعَدَّ لَهُمْ جَهَنَّمَ وَسَاءتْ مَصِيرًا(6-48) يعني ڏمريو الله انهن تي ۽ لعنت ڪيائين انهن تي ۽ تيار ڪيائين انهن لاءِ جهنم کي. ان ڪانسواءِ لفظ رجس سان بہ گڏاستعمال ڪري قرآن سڪڻ ۽ سمجهڻ وارن کي لفظ غضب جي معني سمجهائي ڇڏيائين جيئن قَالَ قَدْ وَقَعَ عَلَيْكُم مِّن رَّبِّكُمْ رِجْسٌ وَغَضَبٌ أَتُجَادِلُونَنِي فِي أَسْمَاء سَمَّيْتُمُوهَا أَنتُمْ وَآبَآؤُكُم مَّا نَزَّلَ اللّهُ بِهَا مِن سُلْطَانٍ فَانتَظِرُواْ إِنِّي مَعَكُم مِّنَ الْمُنتَظِرِينَ(71-7) يعني واقع ٿيو توهان مٿان توهان جي رب طرفان رجس ۽ غضب هاڻي پڙهندڙ پاڻ غور ڪن

تہ قرآن پنهنجي لفظن جي ڪيئن تہ معنائون پاڻ پيو سمجهائي ڪير جيڪڏهن سوال ڪري تہ اسانکي رجس جي معني تہ معلوم ڪانهي پوءِ ڪيئن سمجهون تہ رجس جي سمجهاڻيءَ ۾ غضب تہ چيو ويو پر رجس ئي معلوم ڪونهي تہ غضب جي خبر ڪيئن پوندي، سو ان مشڪل جو حل ڪرڻ بہ سولو آهي صرف قرآني معني ڪي سمجهڻ لاءِ تصريف آيات واري ڏس (6-65) تي عمل ڪندي ٿوري جاچ ڪندؤ تہ رجس جي معني جي خبر پئجي ويندي، جيئن يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُواْ إِنَّمَا الْخَمْرُ وَالْمَيْسِرُ وَالأَنصَابُ وَالأَزْلاَمُ رِجْسٌ مِّنْ عَمَلِ الشَّيْطَانِ فَاجْتَنِبُوهُ لَعَلَّكُمْ تُفْلِحُونَ(90-5) يعني شراب، جوا، بت ۽ قبرون، لاٽريون اهي سڀ شيطاني عمل واريون رجس آهن. قرآن حڪيم اجا بہ وڌيڪ کولي رجس جي معني سمجهائي آهي تہ قُل لاَّ أَجِدُ فِي مَا أُوْحِيَ إِلَيَّ مُحَرَّمًا عَلَى طَاعِمٍ يَطْعَمُهُ إِلاَّ أَن يَكُونَ مَيْتَةً أَوْ دَمًا مَّسْفُوحًا أَوْ لَحْمَ خِنزِيرٍ فَإِنَّهُ رِجْسٌ أَوْ فِسْقًا أُهِلَّ لِغَيْرِ اللّهِ بِهِ فَمَنِ اضْطُرَّ غَيْرَ بَاغٍ وَلاَ عَادٍ فَإِنَّ رَبَّكَ غَفُورٌ رَّحِيمٌ(6-145) هن آيت ڪريمہ ۾ رب پاڪ مردار جانور ۽ سير جي رت ۽ غدودن واري ڳريل سڙيل گوشت کي رجس سڏي رجس لفظ جي معني پڌري ڪري ڇڏي.

**يقتلون:**

هي جمع مذڪر غائب فعل مضارع معلوم جو صيغو آهي، هن لفظ جو اصل قتل آهي قتل جي معني ڪنهن کي هٿيار وغيره سان مارڻ آهي، ان مار ۾ اها مار بہ شامل آهي جنهن سان ان کي ايذاء تڪليف تہ پهچي پر انجو ساه نہ نڪري ۽ ٻي معني اها بہ آهي تہ مار کائيندڙ اُٿ مري وڃي ۽ انجو ساه نڪري وڃي، ٽين معني قتل جي هي بہ آهي تہ ڪنهن جي حقن ۽ ترقيءَ جون سڀ راهون بند ڪري انهن کي ذليل خوار ۽ غلام بنايو وڃي ۽ هو جيئرا بہ هجن، انهن سڀني معنائن جا مثال عرض ڪجن ٿا، هٿيارن ۽ اوزارن سان مارڻ جو مثال جيئن فَلَمْ تَقْتُلُوهُمْ وَلَكِنَّ اللّهَ قَتَلَهُمْ وَمَا رَمَيْتَ إِذْ رَمَيْتَ وَلَكِنَّ اللّهَ رَمَى وَلِيُبْلِيَ الْمُؤْمِنِينَ مِنْهُ بَلاء حَسَناً إِنَّ اللّهَ سَمِيعٌ عَلِيمٌ(17-8) يعني انهن مخالفن سان (اوهان پنهنجي مرضي ۽ اختيار سان) نہ وڙهيا هئا پر الله (جي حڪم سان اوهان) انهن کي ماريو هو ۽ تو جيڪا تيراندازي ڪئي هئي (اها تو پنهنجي خيال ۽ راءِ مطابق نہ ڪئي هئي) بلڪ الله (جي حڪم سان تو اهي تير ڇٽيا هئا، هن مثال ۾ قتل ۽ قتال جي ذڪر ۾ هٿيارن يعني تيراندازي جو ذڪر آيو، لفظ قتل جي ٻي معني ڪنهن کي علم ۽ هنر کان محروم رکي ترقي ڪرڻ کان روڪڻ ۽ نوڪر چاڪر ڪري پنهنجي سڪ لاءِ انهن کي جاهل بنائي رکڻ جيئن قُلْ تَعَالَوْاْ أَتْلُ مَا حَرَّمَ رَبُّكُمْ عَلَيْكُمْ أَلاَّ تُشْرِكُواْ بِهِ شَيْئًا وَبِالْوَالِدَيْنِ إِحْسَانًا وَلاَ تَقْتُلُواْ أَوْلاَدَكُم مِّنْ إمْلاَقٍ نَّحْنُ نَرْزُقُكُمْ وَإِيَّاهُمْ (6-151) يعني پنهنجي اولاد کي قتل نہ ڪيو سڃائي جي ڀو کان اسان اوهان کي انهن کي، سڀن کي رزق ڏيڻ وارا آهيون، هتي قتل جي معني ترقي کان روڪڻ آهي ماري ڇڏڻ ۽ قتل بمعني ساهہ ڪڍي ڇڏڻ جي حدتائين جيئن وَمَا مُحَمَّدٌ إِلاَّ رَسُولٌ قَدْ خَلَتْ مِن قَبْلِهِ الرُّسُلُ أَفَإِن مَّاتَ أَوْ قُتِلَ انقَلَبْتُمْ عَلَى أَعْقَابِكُمْ (3-144) يعني جيڪڏهن

(الله جونبي) طبعي موت مري وڃي يا قتل ڪيو وڃي ته ڇا توهان پوئين پيرين موٽي ويندو؟. انهيءَ معني جو وڌيڪ مثال جيئن يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُواْ لاَ تَقْتُلُواْ الصَّيْدَ وَأَنتُمْ حُرُمٌ (95-5) يعني اي مؤمنو احرام جي حالت ۾ ڪوبه شڪار نه ماريو، نه قتل ڪيو.

**النبيين:**

هن لفظ جي مادو، ن-ب-أ- آهي هن لفظ نبأ جو جمع آهي انباء، لفظ نبأ جي معني آهي خبر- نبوت الله جي پاران هڪ عهدو منصب آهي هي عهدو جناب خاتم الانبياء محمد عليه السلام کان پوءِ ڪنهن کي ملڻ بند آهي. نبي جي ذميداري آهي انساني فلاح لاءِ الله جي پاران مليل قانون شريعت جي تابعداري ڪرڻ ۽ ان کي ماڻهن تائين پچائڻ ۽ معاشري ۾ نافذ ڪرڻ. عهدي ۽ منصب جو دليل، قَالَ إِنِّي عَبْدُ اللهِ آتَانِيَ الْكِتَابَ وَجَعَلَنِي نَبِيًّا(30-19) يعني چيو عيسي عليه السلام ته آئون الله جو ٻانهو آهيان جنهن مونکي (قانون وارو) ڪتاب ڏنو آهي ۽ مونکي نبي به بڻايو آهي، ٻيو دليل ثُمَّ جَعَلْنَاكَ عَلَى شَرِيعَةٍ مِّنَ الْأَمْرِ فَاتَّبِعْهَا وَلَا تَتَّبِعْ أَهْوَاء الَّذِينَ لَا يَعْلَمُونَ(18-45) يعني (اي نبي) پوءِ اسان توکي قانون جي معاملي ۾ صاحب شريعت بڻايوسين، ضروري آهي ته تون انجي تابعداري ڪر ۽ جٽن جي خواهشن جي پوئواري نه ڪر. ٽيون دليل ته إِنَّا أَنزَلْنَا إِلَيْكَ الْكِتَابَ بِالْحَقِّ لِتَحْكُمَ بَيْنَ النَّاسِ بِمَا أَرَاكَ اللّهُ وَلاَ تَكُن لِّلْخَآئِنِينَ خَصِيمًا(105-4) يعني اسان تنهنجي مٿان نازل ڪيوسون الڪتاب کي حق سان، تا ته حڪمراني ڪرين تون ماڻهن جي وچ ۾ الله جي ڏنل بصيرت مطابق هنن پيش ڪيل آيتن منجهان منصب نبوت ۽ نبي جي هڪ معني بلند ۽ مٿاهين درجي وارو به نڪري ٿي لفظ نبي جو ٻيو مادو ن-ب-و به اهي جنهن جو مصدري صيغو نبوت ثابت ٿئي ٿو، مٿاهين درجي ۽ وڏي مرتبي واري معني جو دليل ۽ ثبوت، يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُوا لَا تَرْفَعُوا أَصْوَاتَكُمْ فَوْقَ صَوْتِ النَّبِيِّ وَلَا تَجْهَرُوا لَهُ بِالْقَوْلِ كَجَهْرِ بَعْضِكُمْ لِبَعْضٍ أَن تَحْبَطَ أَعْمَالُكُمْ وَأَنتُمْ لَا تَشْعُرُونَ(2-49) يعني اي مؤمنو! نه مٿاهان ڪيو پنهنجا آواز نبي جي آواز کان ۽ نه ئي ان جي اڳيان وڏي واڪي سان پنهنجي ڳالهه (مڃائڻ لاءِ) شور ڪيو جيئن اوهان هڪ ٻئي سان پاڻ ۾ ڏاڍيان ڳالهائيندا آهيو، ائين نه ٿئي جو اوهانجي (اهڙن واڪن ۽ خود مطلبي سبب) توهان جا عمل ڇٽ ٿي وڃن جنهنجو اوهان کي پتوئي نه پوي.

نبي جي منصب عهدي جي وڏائي ۽ بلنديءَ سان گڏ خود لفظ نبي ۽ نبوت ۾ به ان جي معني ۾ مٿيرو بلند هجڻ جو مفهوم موجود آهي انهن ٻنهي معنائن لاءِ ثبوت جيئن النَّبِيُّ أَوْلَى بِالْمُؤْمِنِينَ مِنْ أَنفُسِهِمْ وَأَزْوَاجُهُ أُمَّهَاتُهُمْ (6-33) يعني الله جو نبي بلند ۽ مٿاهون آهي مؤمنن کان انهن جي جانين کان ۽ ان جون گهرواريون توهان جون مائرون آهن ۽ هي به ڄاڻڻ گهرجي ته جو به شخص نبي آهي لازمي طور اهو رسول به آهي ثبوت لاءِ پڙهي ڏسندا ته جناب موسي عليه السلام جي شان ۾ چيو ويو آهي ته وَاذْكُرْ فِي الْكِتَابِ مُوسَى إِنَّهُ كَانَ مُخْلَصًا وَكَانَ رَسُولًا نَّبِيًّا(51-19) يعني

جناب موسي مخلص هئو ۽ رسول ۽ نبي هئو، بعينه جناب اسماعيل عليہ السلام لاءِ بہ ٻڌايو ويو تہ وَاذْكُرْ فِي الْكِتَابِ إِسْمَاعِيلَ إِنَّهُ كَانَ صَادِقَ الْوَعْدِ وَكَانَ رَسُولًا نَّبِيًّا(54-19) يعني اهو وعدي جو سچو ۽ رسول ۽ نبي هئو، جاڻن گهرجي هر نبي لازمي طور رسول بہ هوندو آهي، ان ڳالهہ کي سمجهڻ لاءِ عرض آهي تہ نبوت جي ذميداري ۽ عهدي جو تعلق الله سان هوندو آهي، هن ڪري جو هو علم وحي الله کان وٺي ٿو، ۽ رسالت جو تعلق رسولن پاران ماڻهن سان هوندو آهي، ان ڪري جو هو الله کان مليل علم انهن تائين پهچائي ٿو، جڏهن تہ هي معني بہ هرڪو ڄاڻي ٿو تہ رسالت معني پهچائڻ آهي.

## عصوا:

عصوا هي عصيان جي مصدر مان نڪتل صيغو آهي جمع مذڪر غائب فعل ماضي معلوم هن جي معني آهي حڪم جي انحرافي ڪرڻ، جنهن جو مثال آهي وَعَصَىٰ آدَمُ رَبَّهُ فَغَوَىٰ(121-20) يعني نافرماني ڪئي آدم پنهنجي پالڻهار جي پو ڀٽڪي ويو، ٻيو مثال جنهن ۾ قرآن پاڪ پنهنجي لفظن جي معني فن تقابل سان سمجهائي ٿو، فَمَن تَبِعَنِي فَإِنَّهُ مِنِّي وَمَنْ عَصَانِي فَإِنَّكَ غَفُورٌ رَّحِيمٌ(36-14) يعني جنهن منهنجي تابعداري ڪئي اهو مون منجهان آهي ۽ جنهن منهنجي نافرماني ڪئي پوءِ تون پناهہ ڏيڻ وارو ۽ رحم ڪرڻ وارو آهين، اجا بہ انهي معني تہ عصيان معني حڪم جي انحرافيءَ جو مثال جيئن عَلَيْهَا مَلَائِكَةٌ غِلَاظٌ شِدَادٌ لَا يَعْصُونَ اللَّهَ مَا أَمَرَهُمْ وَيَفْعَلُونَ مَا يُؤْمَرُونَ(6-66) يعني جهنم تي نگران ملائڪ اهڙا بہ سخت ۽ طاقتور آهن جيڪي الله جي ڪنهن بہ حڪم جي نافرماني ڪونہ ٿا ڪن.

## يعتدون:

هي صيغو جمع مذڪر غائب فعل مضارع معلوم جو آهي اعتدىٰ ۽ عدوان جي معني آهي حد اورانگهڻ، ان معني جو ثبوت قرآن منجهان جيئن تِلْكَ حُدُودُ اللَّهِ فَلَا تَعْتَدُوهَا وَمَن يَتَعَدَّ حُدُودَ اللَّهِ فَأُولَٰئِكَ هُمُ الظَّالِمُونَ(229-2) يعني اهي الله جي قانون جون حدون آهن انهن کي نہ اورانگهيو، اهڙائي مثال قرآن ۾ ڪوڙ سارا بيان ڪيا ويا آهن، پڙهي ڏسندا (14-4) (1-65) (7-23).

## هن آيت ڪريمہ منجهان ملندڙ تعليم

بني اسرائيلين کي فرعون وٽان غلاميءَ منجهان آزادي وٺي ڏيڻ ڪانپوءِ رب پاڪ ان آزاديءَ کي هميشہ لاءِ بچائڻ واسطي ميداني ۽ صحرائي زندگي واري ڪلچر ۾ رهڻ انهن لاءِ پسند ڪيو، جنهن ۾ آسماني پکين جي شوق ۽ شڪار بهاني نشاني بازي جو فن ڪين ملي ها، ۽ خوراڪ ۾ گوشت ملي ها، جنهن سان هي جڻ تہ مفت ۾

نشاني بازيءَ وارو جنگي فن بہ سکي وجن ها ۽ گوشت خوري سبب جسماني سگهہ بہ هنن جي لڙاين مهل ڪار آمد بنجي ها، پوءِ اڳتي جيڪڏهن هنن کان ڪائي قوم هنن جي ڌرتي کسي هنن کي وري غلام بنائڻ گهري ها تہ هي ان سان لڙڻ جو حوصلو ۽ هنر رکن ها، پر هنن انهيءَ ميداني زندگي بدران منڊي ۽ مارڪيٽ جي شهري زندگيءَ کي پسند ڪيو جتي هڪ ئي جاءِ تي گڏ ڪين ٿوم-بصر-ڪيرا-دال سڀ شيون ملي وڃن، سو الله بہ هنن جو مطالبو تہ پورو ڪيو پر اهو بہ فرمايو تہ توهان اهو سودو صحيح ڪونہ ڪيو آهي، پلي تمدن زراعتي هنر جي پيٽ ۾ ڊليون شيون ۽ شهري ڪلچر ورتو اٿو، جنهن ۾ ذلت ۽ خواريءَ جا موقعا توهان کي سدائين پيا پڙپوندا، پوءِ ٿيو بہ ائين جو هنن الله جي آيتن واري تعليم کي پٺي ڏني، الله جي نبين واري انساني ڀلائي واري تحريڪ ۽ مشن کي ناڪام بنائڻ لاءِ حيلا ڪيائون ۽ بچڙا ٿيندا رهن پيا.

إِنَّ الَّذِينَ آمَنُواْ وَالَّذِينَ هَادُواْ وَالنَّصَارَى وَالصَّابِئِينَ مَنْ آمَنَ بِاللَّهِ وَالْيَوْمِ الآخِرِ وَعَمِلَ صَالِحاً فَلَهُمْ أَجْرُهُمْ عِندَ رَبِّهِمْ وَلاَ خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلاَ هُمْ يَحْزَنُونَ(62)

**ترجمو:**

جن ماڻهن ايمان آندو ۽ اهي جيڪي يهودي ٿيا ۽ نصاريٰ ٿيا ۽ صابي ٿيا، (انهن منجهان) جن جن بہ ايمان آندو الله تي ۽ آخرت تي ۽ عمل ڪيا سڌاري وارا، پوءِ انهن لاءِ اجورو آهي انهن جي پالڻهار وٽ ۽ انهن تي ڪو بہ خوف (جو مرحلو) نہ ايندو ۽ نہ ئي هو غمگين ٿيندا.

## جدا جدا لفظن جي معني

### هادوا:

لفظ هادوا هو جمع مذڪر غائب فعل ماضي معلوم جو صيغو آهي هن جي معني آهي، اهي ماڻهو جن يهودي مذهب اختيار ڪيو، ان جو مثال جيئن إِنَّ الَّذِينَ آمَنُواْ وَالَّذِينَ هَادُواْ وَالصَّابِؤُونَ وَالنَّصَارَى مَنْ آمَنَ بِاللّهِ وَالْيَوْمِ الآخِرِ وعَمِلَ صَالِحًا فَلاَ خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلاَ هُمْ يَحْزَنُونَ(5-69) يعني جن ايمان آندو ۽ جيڪي يهودي ٿيا ۽ صابي ۽ نصاري (انهن مان) جنهن بہ ايمان آندو الله تي ۽ آخرت واري ڏينهن تي ۽ عمل ڪيا صالح پوءِ انهن تي نہ خوف آهي ۽ نہ ڪي هو پڇتائيندا، قرآن ۾ ڏهہ ڀيرا هادوا جو لفظ انهيءَ معني سان استعمال ٿيو آهي.

### والنصاريٰ:

هي جناب عيسي عليہ السلام جي پيروڪارن جو لقبي نالو اهو جناب عيسي عليہ السلام جي نصرت لاءِ دعوت لَمَّا أَحَسَّ عِيسَى مِنْهُمُ الْكُفْرَ قَالَ مَنْ أَنصَارِي إِلَى اللّهِ قَالَ الْحَوَارِيُّونَ نَحْنُ أَنصَارُ اللّهِ

آمَنَّا بِاللّهِ وَاشْهَدْ بِأَنَّا مُسْلِمُونَ(3-52) يعني الله جي دين لاءِ منهنجو ڪير مددگار ٿيندو؟ جواب ۾ حواريون چيو تہ نحن انصارالله، يعني اسان مددگار ٿيون ٿا، پوءِ اڳتي لاءِ جناب عيسي عليہ السلام جي پيروڪارن جو نالو نصراني ۽ نصاري مشهور ٿي ويو.

## والصابئين:

قرآن حڪيم ۾ هي لفظ ان صيغي سان بہ پيرا ۽ صائبون جي شڪل ۾ هڪ پيرو يعني ڪل ٽي پيرا استعمال ٿيو آهي قرآن حڪيم ٽنهي موقعن تي جيڪي نزول قرآن جي زماني ۾ مشهور مذهب ڳڻايا آهن، يهودي، نصاري، مجوسي ۽ مؤمن انهن سان گڏ صابئين جو ذڪر بہ ٽيئي پيرا ڪيو آهي انهيءَ مان ثابت ٿئي ٿو تہ صابي بہ پنهنجي دور ۾ هڪڙو مذهب رهيو آهي، ممڪن آهي تہ هن دور ۾ ڪي صابي هجن، جيڪي ٽي پيرا صابين جو زڪر ٿيو آهي انجا حوالا آهن (2-62) (5-69) (22-17).

## واليوم الآخر:

يوم قرآن حڪيم جي ڏس مطابق مطلق وقت ۽ پيرڊ ڪي چئبو آهي ان وقت جو مقدار ۽ اندازو مقرر بہ هوندو آهي ۽ اهو اندازو ضروري ناهي تہ هر وقت هڪ جيترو هجي، يوم جي اها تشريح مثالن سان وڌيڪ سولائيءَ سان سمجهہ ۾ ايندي، رب پاڪ پنهنجي بابت فرمايو آهي تہ يَسْأَلُهُ مَن فِي السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ كُلَّ يَوْمٍ هُوَ فِي شَأْنٍ(55-29) يعني سين آسمانن ۽ زمين جي سموري مخلوق هر وقت الله جي درتي سوالي آهن، ۽ اهو الله هر دم هر گهڙي نرالي شان ۾ هوندو آهي، هاڻ غور ڪيو وجي تہ هن آيت ۾ رب پاڪ يوم جو لفظ جدا جدا مقدار وارن ميعادن ۽ وقتن لاءِ استعمال فرمايو آهي جيڪو هڪ لمحي يعني اک ڇنڀ کان وٺي سالن ۽ صدين ڪي بہ يوم چئي سگهبو، هڪ هنڌ رب پاڪ پنجاهہ هزار سال ڪي هڪ يوم يعني ڏينهن سڏيو آهي جيئن تَعْرُجُ الْمَلَائِكَةُ وَالرُّوحُ إِلَيْهِ فِي يَوْمٍ كَانَ مِقْدَارُهُ خَمْسِينَ أَلْفَ سَنَةٍ(70-4) يعني ملائڪ ۽ روح چڙهن ٿا طئہ ڪيل اسڪيم جي تڪميل طرف هڪڙي ڏينهن ۾ جنهن جو مقدار پنجاهہ هزار سالن جي برابر آهي. وري هڪ هنڌ رب پاڪ پنهنجين ڊگهي عرصي وارين اسڪيمن جي ٽوٽل ميعاد صدين ۽ هزارين سال بيان ڪرڻ کان پوءِ اهو بہ سمجهايو تہ منهنجا اهي ايتري ڊگهي عرصي وارا ڏينهن اوهان انسانن جي ماپيل ٻارنهن ڪلاڪن ۽ انجي لڳ ڀڳ وقت وارن ڏينهن جي حساب سان آهن ۽ منهنجو هڪ ڏينهن ڪڏهن گهڙي ڪن ڪڏهن پنجاهہ هزار سال تہ ڪڏهن هڪ هزار سال جيترو بہ ٿئي ٿو مثال وَيَسْتَعْجِلُونَكَ بِالْعَذَابِ وَلَن يُخْلِفَ اللَّهُ وَعْدَهُ وَإِنَّ يَوْمًا عِندَ رَبِّكَ كَأَلْفِ سَنَةٍ مِّمَّا تَعُدُّونَ(22-47) يعني تنهنجي رب جو (ڪڏهن ڪڏهن) هڪڙو ڏينهن هزار سالن جيترو ٿئي ٿو، توهان جي ڳاڻيٽي واري حساب سان، بهرحال يوم جي معني ٿي، ميعاد ۽ پيرڊ، پوءِ اهو ڪيترو بہ گهٽ وڌ هجي، هن آيت ڪريمہ جي جملي ۾ واليوم الآخر منجهان مراد هن دنيا جي جهان جي پڇاڙي کان پوءِ جيڪو مرڻ کان پوءِ ٻيهر جيئڻ وارو جهان ايندو اهو مراد آهي.

**اجر:**

لفظ اجر جي هڪڙي معني آهي تحفو، ٻي معني آهي ڪم ڪار جي اجرت ۽ مزدوري ٻنهي جا مثال وَعَدَ اللّهُ الَّذِينَ آمَنُواْ وَعَمِلُواْ الصَّالِحَاتِ لَهُم مَّغْفِرَةٌ وَأَجْرٌ عَظِيمٌ(5-9) يعني جن ايمان آندو ۽ عمل صالح ڪيا انهن لاءِ مغفرت ۽ اجر عظيم آهي هتي اجر جي معني تحفو ان ڪري آهي جو ايمان ۽ عمل صالح ڪوئي الله جي نوڪري ڪانهي ڇو ته الله هر شي کان بي نياز آهي اهي ڪم انسان جي پنهنجي لاءِ آهن اجر جي ٻي معني مزدوريءَ جو ملهه فَجَاءتْهُ إِحْدَاهُمَا تَمْشِي عَلَى اسْتِحْيَاء قَالَتْ إِنَّ أَبِي يَدْعُوكَ لِيَجْزِيَكَ أَجْرَ مَا سَقَيْتَ لَنَا (25-28) يعني منهنجو پيءُ توکي سڏي ٿو هن لاءِ ته توکي اجورو ڏئي مال کي پاڻي پيارڻ جو.

**ولاخوف عليهم ولاهم يحزنون:**

خوف جي معني آهي ڊڄ ۽ ڀوءِ، اهو ڊڄ ۽ ڀوءِ عام طور ايندڙ زماني جي خطرن ۽ نقصانن کان ٿيندو آهي، قرآن حڪيم ۾ ڪافي هنڌن تي، خوف جي لفظ کان پوءِ حزن لفظ گڏ آندو ويو آهي جيڪي اندازا پندرنهن ڀيرا اهڙا استعمال آيا آهن.

**يحزنون:**

لفظ حزن جي معني آهي گذري ويل وقت جي ڪنهن به غلط ڪاري ۽ مسئلي ڪري پريشاني ٿئي، غم ۽ ڏک ٿئي افسوس ٿئي پڇتاءُ ٿئي، حزن جون اهي سڀ ڪيفتيون خوف جي مقابلي ۾ گذري ويل حادثي سان تعلق رکن ٿيون مثال قُلْنَا اهْبِطُواْ مِنْهَا جَمِيعاً فَإِمَّا يَأْتِيَنَّكُم مِّنِّي هُدًى فَمَن تَبِعَ هُدَايَ فَلاَ خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلاَ هُمْ يَحْزَنُونَ(38-2) يعني جو به شخص مون الله جي هدايت تي هلندو انکي نه ايندڙ مشڪالتن جو الڪو ٿيندو نه ئي گذري ويل مسئلن جي ڪا پريشاني ۽ پڇتاءُ ٿيندو.

## هن آيت ڪريم منجهان ثابت ٿيندڙ قانون

پڙهندڙن کي هي معلوم هوندو ته دنيا جهان جي مذهبن وارن جي صرف پنهنجي پنهنجي دين ڌرم کي سچو قرار ڏيئي چوٽڪاري ۽ اڳلي جهان ۾ جنت ۾ وڃڻ جي صرف انهن جي پنهنجي لاءِ دعوي آهي، جڏهن ته رب پاڪ هن آيت ڪريمه جي اندر هڪ جامع اصول سمجهائي ڏنو آهي ته ايندڙ وقت جي ڪابه پريشاني يعني دوزخ جو خوف يا گذريل غلطين جو شامتون فڪري ۽ نظرياتي اسڪولن جي حوالي سان مذهبن ۽ ڌرمن جي حوالي سان مسلم، يهودي، نصاري يا صابي يعني ڪنهن به ٻئي مذهب واري سڏائڻ سان تعلق نٿيون رکن، بلڪ انهيءَ نجات ۽ آخرت ۾ جنت ملڻ جو تعلق صرف ۽ صرف هن ڳالهه سان آهي ته من آمن بالله واليوم الآخروعمل صالحا فلهم اجرهم عندربهم يعني جنهن به الله تي ايمان آندو ۽ آخرت جي حساب ڪتاب تي ايمان آندو ۽ صالح عمل ڪيا ته اهڙن ماڻهن جو اجورو سندن پالڻهار وٽ محفوظ ٿي ويو. جيئن ته اسان ذڪر

ڪيو ته رب تعالىٰ آيت (2-47) ڪان ونئي اهل ڪتاب سان مخاطب آهي ته اوهان جيڪو اسان جي آخري نبي مٿان ايمان نٿا آڻيو ته جيڪڏهن اوهان الله جي دوست هجڻ جي دعوىٰ ۾ سچا آهيو ته پلا اسان جي آخري نبيءَ جو ذڪر ۽ شرط ڇڏي دنيا جي سين ڌرمن وارا اچو صرف ٽي ڳالهيون قبول ڪيو ته اوهان ڪي جنت ڏيون ٿا هڪ ته الله تي ايمان آڻيو ٻيو آخرت واري جهان تي ايمان آڻيو ۽ هت دنيا ۾ عمل صالح ڪيو اهي شرط قبول ڪيو پوءِ اسان جو اوهان سان ٻيو ڪوبه جهيڙو جهڳو ڪونهي.

وَإِذْ أَخَذْنَا مِيثَاقَكُمْ وَرَفَعْنَا فَوْقَكُمُ الطُّورَ خُذُواْ مَا آتَيْنَاكُم بِقُوَّةٍ وَاذْكُرُواْ مَا فِيهِ لَعَلَّكُمْ تَتَّقُونَ(63) ثُمَّ تَوَلَّيْتُم مِّن بَعْدِ ذَالِكَ فَلَوْلاَ فَضْلُ اللهِ عَلَيْكُمْ وَرَحْمَتُهُ لَكُنتُم مِّنَ الْخَاسِرِينَ(64)

**ترجمو:**

۽ جڏهن توهان ڪان اسان وعدو ۽ اقرار ورتو ۽ توهان جي مٿان (جبل) طور بلند (بيندل) هئو ۽ جيڪو به (منشور) اسان اوهان ڪي ڏنو ته ان ڪي طاقت سان (سنڀالي) ونو ۽ (ان قانون ڪي) هروقت ياد رکو تا ته ان جي پڄڪڙي ڪان هر وقت بچي وڃو، پوءِ توهان پٺي ڦيري، ان ڪان پوءِ، پوءِ جيڪڏهن توهان مٿان الله جي مهربانيءَ رحمت نه ٿئي ها ته توهان خساري وارن منجهان ٿي وڃو ها.

## جدا لفظن جي معنىٰ

**ميثاقڪم:**

لفظ ميثاق جو اصل مادو و-ث-ق آهي، وثق جي معني آهي ڪنهن ڪي رسي سان ٻڌڻ، پابند ڪرڻ، قابوڪرڻ، لفظ ميثاق جي معني آهي، وعدو، معاهدو، ايگريمينٽ اهڙي جو جيئن شاهدن ذريعي ڳالهه پڪي ڪئي ويندي آهي، قابو ڪرڻ جو مثال جيئن فَإِذا لَقِيتُمُ الَّذِينَ كَفَرُوا فَضَرْبَ الرِّقَابِ حَتَّى إِذَا أَثْخَنتُمُوهُمْ فَشُدُّوا الْوَثَاقَ (47-4) يعني جنهن وقت دشمن مٿان توهان غالب ٿي وڃو ته پوءِ انهن ڪي ڪنجي ڪري ٻڌو، قابو ڪري ٻڌو، انهيءَ معني جو ٻيو مثال جيئن فَمَنْ يَكْفُرْ بِالطَّاغُوتِ وَيُؤْمِن بِاللّهِ فَقَدِ اسْتَمْسَكَ بِالْعُرْوَةِ الْوُثْقَىَ (2-256) يعني جيڪو شخص شيطنت جو انڪار ڪري ۽ الله تي ايمان آڻي پوءِ اهو بلاشڪ چنبڙيو مضبوط ڪڙي ڪي، (يا) ان جڻ ته قابو ڪري ورتو ڪڙي ڪندي ڪي اهڙو قابو ڪرڻ جنهن ڪي ٽٽڻ ۽ ڇڄڻ ئي ڪونهي ڪو، وثق جي معني مضبوط رسي سان ٻڌڻ جو مفهوم نڪري ٿو، ۽ آيت ڪريمه الَّذِينَ يُوفُونَ بِعَهْدِ اللّهِ وَلاَ يِنقُضُونَ الْمِيثَاقَ(20-13) يعني جيڪي ماڻهو پورو ڪن تا الله سان ڪيل معاهدو ۽ نٿا ٽوڙين ميثاق ڪي،

آيت ڪريمہ جي هن حصي ميثاق کي لفظ عهدالله جي پويان آڻي بہ ان جي معني وعدو ۽ ايگريمنٽ سمجهائي ڏني ۽ ميثاق لاءِ لاينقضون معني نٿا ٽوڙين ۽ چنن جو لفظ آڻي ان جي معني رسي سان ٻڌڻ ۽ قابو ڪرڻ واري مفهوم کي بہ ثابت ڪري ڏنو، اها ساڳي معني آيت ڪريمہ جي هن حصي منجهان بہ ثابت ٿئي ٿي الَّذِينَ يَنقُضُونَ عَهْدَ اللهِ مِن بَعْدِ مِيثَاقِهِ وَيَقْطَعُونَ مَا أَمَرَ اللهُ بِهِ أَن يُوصَلَ (2-27) يعني جيڪي ماٺهو ٽوڙين ٿا الله سان ڪيل وعدي کي، پڇاڻان معاهدي ڪرڻ انجي.

## الطور:

طور هڪ جبل جو نالو آهي جنهن کي رب پاڪ سورة التين ۾ ان جي جاگرافيڪل جاءِ وقوع جي جاڻ ڏني تہ وَالتِّينِ وَالزَّيْتُونِ. وَطُورِ سِينِينَ. وَهَذَا الْبَلَدِ الْأَمِينِ(1 تا 3-95). هي انهن ماڳن جا نالا آهن جن هنڌان جناب موسي عليہ السلام جناب عيسي عليہ السلام جناب خاتم الانبياء عليہ السلام جي ذريعي هدايت جا چشما ڦٽي نڪتا، وڌيڪ تفصيل انهن لفظن جو انهن جي موقعي تي ايندو، (ان شاءَ الله).

## هنن ٻن آيتن منجهان ملندڙ تعليم

**هڪ ضروري نوٽ:-**

پهريائين تہ جيئن آئون منڍ ۾ عرض ڪري آيو آهيان تہ قرآن حڪيم انهن ماڻهن جن ڪوڙا قسم ڪڻي الَّذِينَ جَعَلُوا الْقُرْآنَ عِضِينَ(91-15) قرآن کي ڇباڙيل ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو انهن قرآن دشمنن کي پڌرو ڪيو ويو آهي، انهن ماڻهن سورت بقره جي هن آيت نمبر ٽيهڻ کي بہ ٻہ اڌ ڪري پوئين حصي کي جدا چوهڻ نمبر آيت بنائي ڇڏيو، انهن جي ان شرارت منجهان هي پسمنظر معلوم ٿئي ٿو تہ، انهيءَ آيت ڪريمہ جي شروع واري حصي ۾ جيئن تہ يهودين کي چيو ويو آهي تہ توهان سان اسان جبل طور وٽ عهد پيمان ڪيو ۽ توهان کي اسان چيو تہ ان کي مضبوطيءَ سان نباهجو، پوءِ آيت ڪريمہ جي ٻئي حصي ۾ هي چيو تہ توهان ائين تہ نہ ڪيو بلڪ نباهڻ بدران اوهان پوئين پر ڦري ويو ۽ خساري وارن منجهان بنجي وئيو تہ، جيڪي يهودي باطني روپ ۾ اچي ۽ اسلام ۾ ڀهروپيا ٿي داخل ٿيا پوءِ انهن ڪئي فرقا ناهيا هوا، جيڪي اڄ تائين هليا پيا اچن انهن غير قرآني علم ايجاد ڪرڻ وارن ذريعن سان هن آيت کي بہ ٻہ حصا ڪري جدا ڪرائي ڇڏيو، اصل ۾ هنن جي خواهش تہ اها رهي هوندي تہ پنهنجي خلاف الله جي هن رمارڪ کي پاڻ تان گم ڪرڻ لاءِ سڄي آيت کي ئي گم ڪري ڇڏين ها پر جيئن تہ رب پاڪ پنهنجي ڪتاب جي حفاظت جو ذمو پاڻ کنيو آهي سو انهن کي اها طاقت نہ ملي سگهي سو هنن هن آيت کي ٽڪرا ڪري هڪ منجهان بہ آيتون ڪري ڇڏيون، جيئن پڙهندڙن کي هي مغالطو ڏئي سگهن تہ پوئين آيت جو پهرين سان ڪوئي واسطو ڪونهي ڪو، ۽ قرآن دشمنن جو اڄ تائين قرآني مفهوم ۾ هيرا ڦيري ڪرڻ جو اهو طريقو هلندو پيو هلي تہ هو قرآن جي هڪ آيت جو

معنوي ربط بي آيت سان گهٽ قبول ڪندا آهن ۽ اهڙيون جاهلانہ شڪايتون ستيارٿ پرڪاش قرآن جي علميت خلاف پنهنجي ڪتاب ۾ ڪوڙ ساريون ڪيون آهن، انهيءَ منجهان هي بہ ثابت ٿئي ٿو تہ ستيارٿ پرڪاش بہ قرآن پاڪ جا اهي ترجما ۽ تفسير پڙهيا هوندا جيڪي يهودين فاطمي طريقي جي ڇٽي هيٺ باطني تحريڪون اسلام ۾ داخل ٿيڻ ڪان پوءِ هلايون هيون ۽ انهن جي دانشورن مسلم سڏائي جبا ۽ قبا ڍڪي مسلم امت وارن کي غير قراني علم ڏنا هئا، سي اڄ تائين مسلم امت جي علمي ذخيرن ۾ وڏي جاءِ والاريون بيٺا آهن ۽ سموري مسلم دنيا جي اندر مڪي مديني مصر ايران هندستان افغانستان پاڪستان انڊونيشيا هر هنڌ جي ديني مدرسن ۾ اهڙن امامي علمن جي، خلاف قرآن تعليم ڏني ٿي وڃي. (نوٽ جي عبارت ختم)

هن آيت ڪريمہ ۾ آهي تہ خذواماأتيناڪم بقوه يعني اسان جيڪو بہ علم نظريو ۽ فڪر اوهان کي ڏنو آهي ان کي وڏي سگهہ ۽ طاقت سان وٺو ۽ سنڀاليو. هي جملو ثابت ڪري ٿو تہ الله جي پاران ڏنل علم وحي ۾ انساني معاشرن ۾ جيڪي بہ سماجي ۽ معاشي برابري واريون هدايتون ڏنل آهن زماني جا ڦورو ۽ استحصالي جاگيردار ۽ سرمايہ پرست علم وحي جي اها ڳالهہ پسند نہ ڪندا ۽ علم وحي کي دنيا منجهان ختم ڪرڻ لاءِ هو وڏا حيلا هلائيندا انڪري رب پاڪ فرمايو تہ الله جي توهان سان ڪيل عهد پيمان کي نظرين کي قابو ڪيو (9-111) (39-53) (10-41) الله جي اوهان کي ڏنل انهيءَ علمي رهنمائي واري قانون کي اوهان صرف وڏي طاقت ۽ قوت سان هلائي ۽ بچائي سگهندو، ڇو تہ توهانجو اهو مقابلو دنيا جي سرمايہ دارن جاگيردارن ۽ مذهبي پيشوائن سان آهي. رب پاڪ قرآن حڪيم ۾ طاقت ۽ قوت سان علم وحي جي ڏنل ورثي کي سنڀالڻ ۽ بچائڻ لاءِ ڪيئي ڀيرا تاڪيد ڪيو آهي، آيت ڪريمہ ۾ ثم تو ليتم جملي ۾ بني اسرائيلين جي وعده خلافي جو ذڪر ڪيو ويو آهي پر انهن کي سزا نہ ڏيڻ لاءِ رب سائين ٻڌائي ٿو تہ تڪڙ ۾ هن دنيا ۾ سزا نہ ڏيڻ اهو منهنجو فضل آهي هن لاءِ تہ اڳتي هلي شايد توهان کي سمجهہ اچي وڃي ۽ سڌري وڃو ۽ الله سان ڪيل عهد و پيمان طرف موٽي اچو. ۽ خساري کان بچي وڃو انڪري آئون سزا جي فيصلي کي اوهان کان هتي دنيا ۾ روڪيان ٿو.

وَلَقَدْ عَلِمْتُمُ الَّذِينَ اعْتَدَواْ مِنكُمْ فِي السَّبْتِ فَقُلْنَا لَهُمْ كُونُواْ قِرَدَةً خَاسِئِينَ (65)
فَجَعَلْنَاهَا نَكَالاً لِّمَا بَيْنَ يَدَيْهَا وَمَا خَلْفَهَا وَمَوْعِظَةً لِّلْمُتَّقِينَ (66)

**ترجمو:**

۽ بيشڪ توهان ڄاڻي ورتو انهن کي جن اوهان منجهان زيادتي ڪئي موڪل واري ڏينهن جي معاملي ۾ جو هو حد ڪان ٽپي ويا پوءِ اسان انهن کي چيو تہ اوهان (اخلاقن ۽ ڪردار ۾) ٻولن جهڙا ذليل ٿي وڃو. پوءِ اسان انهن جي سزا کي عبرت بنايوسين انهن جي

دور وارن ماڻهن لاءِ به ۽ انهن لاءِ به جيڪي انهن کان پوءِ اچڻ وارا هوا ۽ (ڊڄڻ وارن ماڻهن لاءِ نصيحت به (ترجمو ختم)

## جدا جدا لفظن جي معني

**السبت:**

لفظ سبت جي معني آهي آرام ڪرڻ، سڪون حاصل ڪرڻ، راحت وٺڻ انهن سين معنائن جو مثال جيئن قُلْ أَرَأَيْتُمْ إِن جَعَلَ اللهُ عَلَيْكُمُ النَّهَارَ سَرْمَدًا إِلَى يَوْمِ الْقِيَامَةِ مَنْ إِلَٰهٌ غَيْرُ اللهِ يَأْتِيكُم بِلَيْلٍ تَسْكُنُونَ فِيهِ أَفَلَا تُبْصِرُونَ(28-72) يعني چؤ ڇا، ڏٺو آهي توهان، جيڪڏهن الله اوهان مٿان ڏينهن کي سدائين لاءِ قيامت تائين هلائيندو رهي ته الله کان سواءِ ڪو ٻيو معبود آهي جيڪو رات کي آڻي توهان جي لاءِ جنهن ۾ سڪون ۽ آرام ڪيو، ڇا توهان عقل کان ڪم نٿا وٺو، غور ڪيو وڃي ته هن آيت ڪريمه ۾ رات کي رب پاڪ سڪون ۽ آرام جو وقت قرار ڏنو آهي، پوءِ جيڪو سورت فرقان ۾ رب پاڪ رات جي آرام کي، ننڊ کي سبات سڏيو آهي ته وَهُوَ الَّذِي جَعَلَ لَكُمُ اللَّيْلَ لِبَاسًا وَالنَّوْمَ سُبَاتًا وَجَعَلَ النَّهَارَ نُشُورًا(47-25) يعني رب پاڪ اها ذات آهي جنهن توهان لاءِ رات کي لباس بنايو ۽ ننڊ کي راحت ۽ سڪون بنايو.

ان پڌرائيءَ سان قرآن حڪيم پنهنجي معني پاڻ ڏسي ڇڏي. اهڙي ساڳي پڌرائيءَ لاءِ ٻيو به مثال پڙهي ڏسندا وَجَعَلْنَا نَوْمَكُمْ سُبَاتًا(9-78) يعني اسان اوهان جي ننڊ کي باعث سڪون بنايوسين غور ڪيو ته قرآن حڪيم ڪيئن نه پنهنجي لفظن جي معني پاڻ ڏسي ٿو ۽ امامي علمن جي مدرسن جي تعليم کان بي نياز بنائي ٿو جن جي لڳاتار هيءَ پروپگنڊا هلي ٿي پئي ته قرآن کي هنن جي امامن جي علمن کان سواءِ سمجهي نه سگهبو.

**قردة:**

هي لفظ قرآن حڪيم ۾ ڪل ٽي ڀيرا استعمال ٿيو آهي، انهن مان به پيرا قرده جي پويان بطور صفت جي لفظ خاسئين آيو آهي، هڪ ڀيرو لفظ خنازير آيو آهي، خاسئين کي سورة الفرقان ۾ دوزخ ۾ داخل ماڻهن جي حوالي سان ذڪر فرمايو آهي ته اهي الله کي فريادون ڪندا ته اي رب اسانجا هيڪر اسان کي هتان ڪڍ پوءِ جڪڏهن وري ڏوهه ڪيا ته پوءِ اسان ظالم ٿياسون، رب پاڪ جواب ۾ انهن کي چوندو ته قَالَ اخْسَؤُوا فِيهَا وَلَا تُكَلِّمُونِ(108-23) يعني انهيءَ باه ۾ پياڳرو، تباه ٿيو مونسان نه ڳالهايو، ٻيو ڀيرو لفظ خسا سورة الملڪ ۾ آيو آهي ته ثُمَّ ارْجِعِ الْبَصَرَ كَرَّتَيْنِ يَنقَلِبْ إِلَيْكَ الْبَصَرُ خَاسِأً وَهُوَ حَسِيرٌ(4-67) يعني اي انسان تون اسان جي آسماني ڪُرن جي ترتيب ۽ ٽريفڪ ۾ وري وري نظر ڦيرائي ڏس تنهنجيون اکيون موٽي تڪجي چنجهيون ٿي پونديون هاڻي هتي خسا جي جيڪا معني تڪجڻ ۽ ڳري وڃڻ آئي، وري اها معني جڏهن قرده جي صفت ۾ آئي ته موصوف جي معني ازخود ثابت ٿي ڳريل سڙيل لڳڙو وغيره، اهڙي طرح جيڪو سورة المائده ۾ آيو آهي ته وَجَعَلَ مِنْهُمُ الْقِرَدَةَ وَالْخَنَازِيرَ وَعَبَدَ

الطَّاغُوتَ أُوْلَـئِكَ شَرٌّ مَّكَاناً وَأَضَلُّ عَن سَوَاء السَّبِيلِ(5-60) **لفظ خنازير جي هڪ معني مريض گوشت ڳريل سڙيل جنهن ڪي غدودن وارو گوشت بہ چئبو آهي.** تہ قرده يعني يولي ڪي بہ انهن وصفن سان موصوف هجڻ ڪري قرده سڏيو وڃي ٿو جو ان ۾ لڳڙائي واريون مٿيون وصفون موجود آهن. مطلب تہ قرآن حڪيم موصوف جي معني ان جي صفتن ذريعي سمجهائي آهي.

**نڪالا:**

نڪال لفظ سزا جي معني ۾ استعمال ٿيو آهي ۽ هن جي استعمال وارن سين موقعن تي غور ڪبو تہ اها سزا اهڙي قسم جي معلوم ٿئي ٿي جيڪا ڏوهاريءَ ڪي قابو ڪري جڪڙي ڇڏي ٿي، اهوئي مفهوم خود هن آيت (2-66) ۾ بہ موجود آهي ان سان گڏ آيت (12-73) ۾ آيو آهي تہ إِنَّ لَدَيْنَا أَنكَالًا وَجَحِيمًا(12-73)، **يعني جيڪي امير ماڻهو، انقلابين جي نظرين جي تڪذيب ڪندڙ هوندا ۽ انهن جي دعوت جي ترديد ڪندڙ هوندا** (11-73) **تہ انهن لاءِ اسان وٽ لغام تيار ٿيل آهن جيڪي انهن جي پراپگنڊا وارن منصوبن ڪي روڪيندڙ هوندا،** سورت مائده ۾ وَالسَّارِقُ وَالسَّارِقَةُ فَاقْطَعُواْ أَيْدِيَهُمَا جَزَاء بِمَا كَسَبَا نَكَالاً مِّنَ اللّهِ وَاللّهُ عَزِيزٌ حَكِيمٌ(5-38) **هن آيت ۾ نڪال جي معني ۾ چور مرد ۽ چور عورت لاءِ جيڪا قطع يد جي سزا يعني هٿ ڪٽڻ لکي وئي آهي انکي قرآن پاڪ نڪال لکيو آهي، نڪال ڪي جيڪڏهن سخت سزا ۽ وڏي سزا جي معني ۾ ورتو وڃي تہ اها ٿيندي هٿ ڪڙيون ۽ لوهي ٻيڙيون پارائڻ ڪات ذريعي هٿ ڪپي عضوو جدا ڪري ڇڏڻ واري معني غلط چئبي، ڇو تہ آيت جي پڇاڙيءَ ۾ آيو آهي تہ والله عزيز حڪيم يعني الله غالب ۽ حڪمت وارو آهي، سو چور ڪان چوري ڇڏائڻ لاءِ ان جو هٿ ڪپي ڇڏڻ اهو حڪمت جي خلاف آهي، حڪمت هن ڪي چئبو تہ چور جي ان بري عادت جي سبب تي غور ڪبو پوءِ انهن سبب جو ازالو ڪبو جيڪڏهن ڪوئي ايتري ڪان پوءِ بہ چوري نہ ڇڏي تہ انکي دائمي طور بجاءِ جيلن ۾ قيد رکڻ جي هٿ ڪڙيون ۽ ٻيڙيون پارائي ڇڏجن يلي پيو اهڙن زنجيرن سان معاشري ۾ گهمندو ڦرندو رهي. جيتري تائين پنهنجي عادت نہ ڇڏي، پرهي طريقو بہ ڪو ضروري ۽ لازمي ناهي اصل ۾ اهو چور جي ڏوهن وارن سببن ۽ ذهنيت جي بنياد تي ججن ڪي تجويز ڪرڻو پوندو جنهن سان قرآن جي حڪم قطع يد جي محاوري واري معني تي عمل ٿئي اهو وقت جي جج ۽ حاڪم ڪي ڏسڻو پوندو تہ هي ڏوهاري ڪهڙي بندش جو اثر وٺندو تہ پوءِ هو انکي اها سزا ڏئي، جيئن رب تعالىٰ فرعون جي لاءِ فرمايو تہ هو بني اسرائيلين ڪي غلام بنائي رکڻ ڪانسواءِ ٻي ڳالهہ يعني انهن ڪي آزادي ڏيڻ لاءِ تيار ئي نہ هئيو، تہ پوءِ اهڙي ضديري ڏوهاري ڪي جيڪا سزا درياه ۾ ٻوڙڻ واري ڏني وئي تہ ان لاءِ رب پاڪ فرمايو تہ** فَأَخَذَهُ اللَّهُ نَكَالَ الْآخِرَةِ وَالْأُولَىٰ(25-79) **يعني الله ان ڪي پڪڙي اڳيون پويون ڪسرون ڪڍي ڇڏيائينس. هن موقعي تي لفظ نڪال بہ وڏي ۽ سخت سزا جي معني ۾ استعمال ڪيو ويو آهي.**

**موعظة:**

وعظ معني آهي ته ڪنهن سڻي ڪم لاءِ ڪنهن کي نصيحت ڪرڻ ان معني جو ثبوت قرآن منجهان ته إِنَّ اللّهَ نِعِمَّا يَعِظُكُم بِهِ إِنَّ اللّهَ كَانَ سَمِيعًا بَصِيرًا(4-58) يعني بيشڪ الله يلي ڳالهين جي نصيحت ڪري ٿو اوهان کي، يلي ڳالهين جو ذڪر شروع آيت ۾ اچي چڪو ته عهدا اهل ماڻهن کي ڏيو ۽ فيصلا عدل انصاف سان ڪيو، وعظ نصيحت گفتگو جي سهڻن لفظن سهڻي لهجي ۽ طريقي سان ڪئي ويندي ته اثرائتي ٿيندي جنهن لاءِ فرمان آهي ته ادْعُ إِلِى سَبِيلِ رَبِّكَ بِالْحِكْمَةِ وَالْمَوْعِظَةِ الْحَسَنَةِ وَجَادِلْهُم بِالَّتِي هِيَ أَحْسَنُ إِنَّ رَبَّكَ هُوَ أَعْلَمُ بِمَن ضَلَّ عَن سَبِيلِهِ وَهُوَ أَعْلَمُ بِالْمُهْتَدِينَ(16-125) يعني پنهنجي پالڻهار جي واٽ طرف سڏ ڪرتون حڪمت سان ۽ وعظ نصيحت ڪر سهڻي طريقي سان،

## هنن ٻن آيتن منجهان ملندڙ هدايت

1. جيڪي ماڻهو پنهنجي معاشرت لاءِ ڪي قانون ۽ پابنديون پاس ڪن ۽ لاڳو ڪن پوءِ اڳتي هلي انهن جي به ڀڃڪڙي ڪن ته اهو به رياستي ۽ معاشرتي ڏوهه قرار ڏنو ويندو.
2. هي ڳالهه ته هفتي ۾ هڪ ڏينهن موڪل ڪيو، اهو ڪو الله جي پاران لاڳو ڪيل قانون ته ڪونه هئو، پر ڪنهن ملڪ، رياست ۽ قومي حڪومت جي مفڪرن ۽ عقلمندن جي پارليمنٽ جيڪڏهن ماڻهن جي فائدي لاءِ ڪا اهڙي تجويز پاس ڪري لاڳو ڪئي هجي ته رب پاڪ انهيءَ کي تسليم به ڪري ٿو ۽ ان جي ڀڃڪڙي ڪندڙ ماڻهن کي پولي باندر جهڙو لڄڙو نه هيڏي نه هوڏي وانگر نااهل قرار ڏئي ٿو.

وَإِذْ قَالَ مُوسَى لِقَوْمِهِ إِنَّ اللّهَ يَأْمُرُكُمْ أَنْ تَذْبَحُواْ بَقَرَةً قَالُواْ أَتَتَّخِذُنَا هُزُواً قَالَ أَعُوذُ
بِاللّهِ أَنْ أَكُونَ مِنَ الْجَاهِلِينَ(67) قَالُواْ ادْعُ لَنَا رَبَّكَ يُبَيِّن لّنَا مَا هِيَ قَالَ إِنَّهُ يَقُولُ إِنَّهَا
بَقَرَةٌ لاَّ فَارِضٌ وَلاَ بِكْرٌ عَوَانٌ بَيْنَ ذَلِكَ فَافْعَلُواْ مَا تُؤْمَرونَ(68) قَالُواْ ادْعُ لَنَا رَبَّكَ يُبَيِّن
لَّنَا مَا لَوْنُهَا قَالَ إِنَّهُ يَقُولُ إِنّهَا بَقَرَةٌ صَفْرَاء فَاقِعٌ لَّوْنُهَا تَسُرُّ النَّاظِرِينَ(69) قَالُواْ ادْعُ لَنَا
رَبَّكَ يُبَيِّن لَّنَا مَا هِيَ إِنَّ البَقَرَ تَشَابَهَ عَلَيْنَا وَإِنَّآ إِن شَاء اللهُ لَمُهْتَدُونَ(70) قَالَ إِنَّهُ يَقُولُ
إِنَّهَا بَقَرَةٌ لاَّ ذَلُولٌ تُثِيرُ الأَرْضَ وَلاَ تَسْقِي الْحَرْثَ مُسَلَّمَةٌ لاَّ شِيَةَ فِيهَا قَالُواْ الآنَ جِئْتَ

بِالْحَقِّ فَذَبَحُوهَا وَمَا كَادُوا۟ يَفْعَلُونَ(71)

**ترجمو:**

۽ جڏهن موسي پنهنجي قوم کي چيو ته الله توهان کي حڪم ڏئي ٿو وهڙي ڪهڻ جو، چيو (قوم وارن ته) ڇا تون اسان سان مذاق ٿو ڪرين، چيو موسي عليہ السلام ته آئون الله کان پناهه گهران ٿو هن ڳالهه جي جو جاهلن منجهان ٿيان (67) چيو (قوم وارن ته) پڇي ڏي تون اسان لاءِ پنهنجي پالڻهار کان ته هو کولي ٻڌائي ته اها ڪهڙي هجي. چيو (موسي عليہ السلام) ته رب پاڪ فرمائي ٿو ته اها وهڙي نه پوڙهي هجي نه صفا ڳابڙي هجي وچٿري جوان هجي، پوءِ تعميل ڪيو ان حڪم جي جيڪو توهان کي ڏنو ويو آهي (68) (تڏهن به وري) چيائون ته پڇي ٻڌاءِ اسان لاءِ رب پنهنجي کان ته کولي ٻڌائي ته ان جو رنگ ڪهڙو هجي، چيو (موسي عليہ السلام) ته وهڙي پيلي هجي رنگ ڇٽو هجيس جيڪو ڏسندڙن کي وڻندڙ هجي (69) (وري قوم وارن) چيو ته تون پنهنجي رب کان پڇي ٻڌاءِ ته اها وهڙي ڪهڙي هجي، وهڙيون ته هڪ جهڙيون ٿي پيون آهن الله اسانکي اڃا به کولي ٻڌائي اسان ان شاءَ الله (اهڙي) ڳولي لهنداسون (70) چيو (موسي عليہ السلام) ته رب سائين فرمائي ٿو ته اها وهڙي زمين ۾ هرڪاهڻ ڪري ۽ پاڻي جو نار وهائڻ ڪري ڪمزور ٿيل نه هجي عضون ۾ صحيح سالم هجي ڏنب ڏنل نه هجي (يا ڪوئي داغ يا ڇُٽو نه هجيس) چيائون (قوم وارن) ته هاڻي تو صحيح ڏس ڏنو آهي، پوءِ انهن اهڙي وهڙي ذبح ته ڪئي (پر وڏي ٻري سان) ۽ ائين ڪرڻ وارا ڇڻ ته (پنهنجي نيت ۾) هئائي ڪونه. (71) (ترجمو ختم)

هتي پنج آيتون لڳاتار گڏ لکيون ويون اهن هن ڪري جو هنن سيني ۾ هڪڙي ئي ڳالهه آهي.

## جدا جدا لفظن جي معني

**بقره:**

هاڻ هنن پنجن آيتن ۾ لفظ بقره جو پنج ڀيرا استعمال ٿيو آهي، انهن پنجني ڀيرن ۾، بقره جي هرن ۾ وهڻ جنهن سان زمين پوکيءَ لاءِ کيڙي ويندي آهي، زمين کي پاڻي ڏيڻ لاءِ نار ۾ به ڏڳا ٻڌا ويندا آهن ان جو به ذڪر آيو ته لَّا ذَلُولٌ تُثِيرُ الْأَرْضَ وَلَا تَسْقِي الْحَرْثَ يعني ڏاند ۽ وهڙو اهڙو نه هجي جو هر ڪاهي ڪاهي ۽ نار ۾ وهي وهي ضعيف ٿي ويو هجي، قرآن حڪيم بقره جي استعمال ۾ جيڪي هي پڌرايون ذڪر ڪيون آهن انهن سان انجي معني ۽ مفهوم کلي ڪري سمجهه اچي وجي ٿو.

**اعوذ:**

هي واحد متڪلم جو صيغو آهي هن اعوذ لفظ جي معني آهي پناهه ۾ اچان ٿو، پناهه گهرڻ جا موقعا قرآن حڪيم اندر جيترا به ذڪر ڪيا ويا آهن انهن منجهان هي ثابت ٿئي ٿو ته دنياوي سرشتي جي اندر صحيح پناهه گاهه الله جو قانون آهي ۽ اهو نظام آهي

جيڪو رب پاڪ پنهنجي ڪتاب قرآن حڪيم جي ذريعي ڏنو ۽ سمجهايو آهي، هاڻي اها ماجرا قرآن حڪيم ۾ اهڙن استعمالن مٿان غور ڪرڻ سان سمجهه ۾ اچي سگهندي جيئن وَأَعُوذُ بِكَ رَبِّ أَن يَحْضُرُونِ(98-23) يعني اي منهنجا رب تنهنجي پناه ۾ اچڻ گهران ٿو شيطانن جي مون وٽ اچڻ کان، ٻئي هنڌ آهي ته وَإِمَّا يَنزَغَنَّكَ مِنَ الشَّيْطَانِ نَزْغٌ فَاسْتَعِذْ بِاللّهِ إِنَّهُ سَمِيعٌ عَلِيمٌ(200-7) يعني جڏهن پهچي توکي شيطان کان ڪوئي شر يا فساد ته پوءِ تون پناهه طلب ڪر الله جي تحقيق اهو ٻڌندڙ ۽ ڄاڻندڙ آهي. هن آيت ۾ جيڪو پناهه گهرڻ جو حڪم آهي ان جو طريقو به الله جي قانون ۽ ان جي مطابق نظام قائم ڪرڻ سان ٿيندو، الله جي پناهه ائين ڪانه ملندي جو الله پاڻ اچي مشڪل ۾ ڦاٿل ماڻهوءَ پاران ان کي تڪليف پهچائڻ واري کي لنيون هڻي، الله کان پناهه گهرڻ ۽ پناهه هيٺ اچڻ جي معني آهي ان جي قائم ڪيل نظام کان مدد گهرڻي آهي ته جيڪا پناهه ماڻهو ماڻهن کان گهرن ٿا جيئن وَأَنَّهُ كَانَ رِجَالٌ مِّنَ الْإِنسِ يَعُوذُونَ بِرِجَالٍ مِّنَ الْجِنِّ فَزَادُوهُمْ رَهَقًا(6-72) يعني شهري (ڏوهاري) ماڻهو پناهه وڻڻ لاءِ جهنگلي (ڏوهاري) ماڻهن وٽ وڃي پناهه وٺڻ ٿا پوءِ هو انهن جي سرڪشي وڌائن ٿا، هن آيت مٿان غور ڪيو ته مٿين ساڳي ڳالهه ثابت ٿيندي ته بدوي زندگيءَ جو به پنهنجو هڪ قسم جو فيوڊل قسم جو نظام آهي جنهن هيٺ رولو پاجوڪڙ قسم جا ڏوهاري ماڻهو انهن وٽ وڃي پناهه وٺن ٿا ته جيئن ڪرپٽ ۽ ڪمزور انتظاميه انهن تائين پهچ نه ڪندي آهي، ڪڏهن ڪڏهن ته انهن سان رياست جو ناني ويڙهو به هوندو آهي.

## الجاهلين:

هي جمع مذڪر اسم فاعل جو صيغو آهي، جاهل جي معني آهي اڻ ڄاڻ ۽ بي خبر جيئن ثُمَّ إِنَّ رَبَّكَ لِلَّذِينَ عَمِلُواْ السُّوءَ بِجَهَالَةٍ ثُمَّ تَابُواْ مِن بَعْدِ ذَلِكَ وَأَصْلَحُواْ إِنَّ رَبَّكَ مِن بَعْدِهَا لَغَفُورٌ رَّحِيمٌ(119-16) يعني پوءِ تنهنجو رب انهن ماڻهن لاءِ جن اڻ ڄاڻائيءَ ۾ بدڪاري ڪئي پوءِ (ڄاڻ ملڻ بعد) توبهه ڪيائون ۽ برائي واري ڪم جو اصلاح ڪيائون ته ان کان پوءِ تنهنجو پالڻهار بخشيندڙ رحم وارو آهي.

## فارض:

هي لفظ فرض منجهان فارض نهيل آهي فرض جي معني آهي، ڪاٽڻ، مقرر ڪرڻ، اندازو لڳائڻ، ڪنهن شيءِ کي ڪاٽڻ لاءِ به چيو ويندو آهي جيئن پهريائين اندازو لڳائبو آهي ته ڪٿان ڪاٽبو، ڪيتري تائين ڪاٽبو، ته ٻولي ناهڻ وارن خود اهڙي اندازي لڳائڻ واري عمل کي يعني مقرر ۽ متعين ڪرڻ کي به لفظ فرض جي معني ۾ شامل ڪري ڇڏيو آهي، مثال سورة سُورَةٌ أَنزَلْنَاهَا وَفَرَضْنَاهَا وَأَنزَلْنَا فِيهَا آيَاتٍ بَيِّنَاتٍ لَّعَلَّكُمْ تَذَكَّرُونَ(1-24) يعني قرآن حڪيم جي نازل ڪيل هيءَ سورت به ٻين سورتن وانگي بطور فرض جي لاٿل آهي (85-28) لفظ فرض جي ٻي معني آهي جدا ڪري ڏيڻ، ۽ حصو ڪاٽي ڏيڻ، ان جو مثال لاَّ جُنَاحَ عَلَيْكُمْ إِن طَلَّقْتُمُ

النِّسَاء مَا لَمْ تَمَسُّوهُنَّ أَوْ تَفْرِضُواْ لَهُنَّ فَرِيضَةً وَمَتِّعُوهُنَّ عَلَى الْمُوسِعِ قَدَرُهُ وَعَلَى الْمُقْتِرِ قَدْرُهُ مَتَاعًا بِالْمَعْرُوفِ حَقًّا عَلَى الْمُحْسِنِينَ(2-236) يعني اوهان تي ڪوئي حرج ناهي جيڪڏهن اهڙين عورتن کي طلاق ڏني آهي توهان جن سان نڪاح ڪرڻ کان پوءِ انهن کي ويجها ئي ڪونہ ويا آهيو، ٻيو تہ هن ڳالھ ۾ بہ ڪوئي حرج ناهي تہ اهڙي صورت ۾ جيڪڏهن ان طلاق ڏنل عورت لاءِ ڪوئي مهر مقرر نہ ڪيو ويو هجي تہ ان صورت ۾ ان کي پنهنجي مال منجهان ڪجھ حصو جدا ڪري مقرر ڪري علحده ڪري ڏيو.

**بڪر:**

قرآن حڪيم ۾ هي لفظ حرف "با" جي تنهي اعرابن سان آيو آهي سڀن اعرابن سان معني ساڳي ٿيندي نواڻ ۽ نوخيز جواني زير جو مثال جيئن هيءَ آيت، زبر جو مثال جيئن فَجَعَلْنَاهُنَّ أَبْكَارًا(56-36) يعني ڪيو اسان انهن کي ڪنواريون، پيش جو مثال جيئن وَاذْكُرِ اسْمَ رَبِّكَ بُكْرَةً وَأَصِيلًا(76-25) يعني ياد ڪر نالو (تعارف) رب پنهنجي جو صبح شام، سو صبح بہ ڏينهن جي شروعات ۾ نوخيزيءَ سان تعلق رکي ٿو.

**عوان:**

لفظ عون جي معني آهي مدد، هي مشتق صيغو اهي هن جا اشتقاق بہ ٻين صيغن ۽ گردانن وانگر آهن جيئن اعان، يعين، اعانة، تعاون، معاون، استعانة وغيره.

هي لفظ عوان رب سائين قرآن حڪيم ۾ هن آيت ڪريمہ منجھ اهڙي تہ لاجواب ادبي صنف ۾ بيان ڪيو ويو آهي جو خود ان جي معني بہ ازخود ظاهر ۽ ثابت ٿي وئي آهي تہ قَالَ إِنَّهُ يَقُولُ إِنَّهَا بَقَرَةٌ لاَّ فَارِضٌ وَلاَ بِكْرٌ عَوَانٌ بَيْنَ ذَلِكَ فَافْعَلُواْ مَا تُؤْمَرونَ (68-2) يعني چيو موسي عليہ السلام تہ رب سائين ٻڌائي ٿو تہ اهڙي وهڙي کهو جيڪا نہ پوڙهي هجي نہ ئي ڳابڙي هجي عوان هجي يعني مٿي ٻڌايل عمر جي ٻنهي ڪنارن جي وچ واري عمر جنهنڪي سنڌيءَ ۾ اڌڙوٽ بہ چئجي، پڙهندڙ مهربان غور ڪن قرآن پاڪ ڪيئن تہ پنهنجي لفظن جي معني ۽ مفهوم جي سمجهاڻي پاڻ ٿو بيان ڪري (افسوس جو اهڙي ڪتاب قرآن جي نالي تي چندا خيراتون زڪاتون وٺي وري اهي ئي مدرسن جا مولوي عوام کي اهو ٻڌائيندا وتن ٿا تہ قرآن مبهم ڪتاب آهي جنهن جي تنهنجي سمجهڻ کان وڏو آهي. جڏهن تہ رب پاڪ قرآن ۾ بار بار فرمايو آهي تہ اسان هن ڪتاب کي سولو ڪري نازل ڪيو آهي وَلَقَدْ يَسَّرْنَا الْقُرْآنَ لِلذِّكْرِ فَهَلْ مِن مُّدَّكِرٍ(54-40) آهي ڪو جو اچي هن کي سمجهي؟

## هنن آيتن منجهان ڪهڙي تعليم ملي؟

ضروري نوٽ پڙهندڙ پهريائين منهنجي هيءَ نرالي تحقيق تہ رب پاڪ قرآن پاڪ ۾ سوره الحجر جي آيت 91 ۾ ماضيءَ جي حوالي سان مستقبل جو جيڪو انڪشاف ڪيو آهي تہ الَّذِينَ جَعَلُوا الْقُرْآنَ عِضِينَ(91-15) يعني جن ماڻهن قرآن کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو تہ هاڻي

هتي پنجن آيتن تي غور ڪيو ته هنن آيتن ۾ ڪل هڪڙي مربوط ۽ مسلسل ڳالهه ڪيل آهي جن ڪي امت مسلمه ۾ ففٿ ڪالمسٽ طور موڪليل امامن جدا جدا پنج ٽڪرا ڪري خواه مخواه پنج آيتون بنايو آهي، اهو صرف هن لاءِ ته انهي ڪلام ۾ غور ڪري ڏسو ته يهودين جي انتهائي ۽ حد درجي جي واهيات سوالن واري گفتگو ڪيل آهي جن پنهنجي عظيم الشان نبيءَ سان جيڪا نهايت چيچڙائي ۽ لچي انداز سان مذاق ڪئي اٿن سو جيڪي باطني ۽ امامي تحريڪن ۾ يهودي دانشورمسلم سڏائي اسلام ۾ داخل ٿي ڀهروپيا بنجي قرآن ۾ خيانتون ڪرڻ آيا هئا پوءِ الله جي پهري ۽ حفاظت ڪري هو قرآن جي متن منجهان ڪا ڪمي پيشي ۽ چوري ته نه ڪري سگهيا پر آيتن جي مربوط (51-28) مقدار ڪلام ۾ مونجهارا وجهڻ لاءِ انهن جا ٽڪرا ٽڪرا ڪري هڪ آيت مان ٻه ٻه — ٽي ٽي آيتون بنائي ڇڏيائون پر هن قصي واري آيت ڪي ته هنن ٽڪرا ڪري هڪ منجهان پنج آيتون بنائي ڇڏيون آهن، جيئن پڙهندڙن ڪي پڙهڻ ۾ ربط ملائڻ ۾ ڪانه ڪا رڪاوٽ ٿئي، ڪير جيڪڏهن سوال ڪري ته هنن پنجن آيتن ڪي هڪ آيت بنائڻ سان آيت تمام ڊگهي ٿي ويندي ته اهڙي سوال ڪرڻ واري جي خدمت ۾ عرض آهي ته آيت جي ڪمپوزيشن لاءِ اصول هي آهي ته ان جو مقدار ڪلام پڙهندڙ ڪي ڪو اصول، ڪو قانون، ڪو واقعو، يا ڪنهن ڊگهي قصي جو ڪو مخصوص ٽڪرو جنهن منجهان ڪو ضابطو ۽ فڪري نظرياتي اصول جڙندڙ ڏيندو هجي ته اهڙي ۽ ايتري ڪامل ۽ مڪمل ڪلام تي مشتمل عبارت ڪي آيت سڏيو ويندو، سو هنن پنجن آيتن ۾ ڪل لفظ اندازاً ۽ لڳ ڀڳ پنجاهه يا ٻه چار گهٽ وڌ لفظ هوندا، پر آيت ڪريمه (282-2) ڪي ڪير غور ڪري پڙهي ڏسي ته ان ۾ لفظن جو ڳاٽيتو پنجهتر ڪان به مٿي آهي ۽ ان ۾ موضوع به منڍ ڪان پڇاڙي تائين هڪڙو آهي، جنهن ۾ ڪاروبار جي وهنوار، ڏيتي ليتي قرضن جي لکا پڙهي اسٽامپ نويسي، شاهدي ڏيڻ جي نظام شهادت لاءِ ضروري هدايتون آهن يعني ان ڊگهي آيت ۾ جڻ ته اسٽامپ نويسي جي هڪ مڪمل سبجيڪٽ جي پوري تعليم ڏني وئي آهي، اهڙي طرح آية الڪرسي جيڪا گهٽ ۾ گهٽ ٽيهن لفظن تي مشتمل آهي انجي موضوع جي هڪ جهڙائي يعني الله جي واڪاڻ ٽورن لفظن ۾ گهٽو تعارف آهي اها آيت به ڪافي سارين آيتن ڪان وڏي آيت آهي ان جو مقدار ۾ وڏي هجڻ جو واحد سبب هي آهي ته جيڪو موضوع شروع ڪيو ويو آهي ان ڪي آيت ۾ اڌوري بدران مڪمل ڪري پيش ڪرڻ مقصود آهي، اهو هن لاءِ ته پڙهندڙن ڪي ڪجهه پلئه پوي. اهڙي طرح سورت النساء جي آيت نمبر 23 ۾ ڪل الفاظ اندازاً چاليهن جي لڳ ڀڳ آهن سو اها آيت ڪريمه به قرآن حڪيم جي وڏين آيتن منجهان آهي ۽ ان آيت ڪريمه جو موضوع به پوري عبارت ۾ هڪجهڙائيءَ وارو آهي بلڪ اجا به هن ڪان پوءِ واري آيت نمبر 24 جو موضوع به ساڳيو آيت نمبر 23 وارو آهي عين ممڪن آهي ۽ ٿي سگهي ٿو ته ان ڪي به يهودين جي ڪن ڀهروپين ئي جدا آيت بنائي ڇڏيو هجي، چو ته ان آيت نمبر 23

ڪي رب پاڪ جيڪو جملي ڪي حرمت عليكم سان حرام ڪيل رشتن جي لسٽ ٻڌائڻ سان شروع ڪيو آهي تہ ان آيت ڪي ختم ڪرڻ ڪان پوءِ وري آيت نمبر 24 جي شروعات وارو حصو والمحصنات من النساء ۾ بہ ساڳيو حرام ڪيل رشتي جو ذڪر آهي ۽ ان بعد ٻئي جملي ۾ جيڪو فرمايو ويو آهي تہ واحل لكم ماوراء ذالكم، واري جملي ۾ ذالكم اشاري جي مشاراليہ وارا توڻل رشتا اهي مراد آهن جيڪي آيت نمبر 23 ۾ گذري چڪا، جيڪڏهن ڪوئي عالم فاضل ماڻهو منهنجي هن توجيہ ڪي قبول نہ ڪندو هن دليل سان تہ انهن جي وڏن امام بخاري جهڙن ماڻهن جي بقول پٽرن ۽ بدبودار هڏين تي جدا جدا لکيل آيتن ڪي ميڙي سموهي انهيءَ نموني قرآن ڪي گڏ ڪيو ويو آهي جيئن جيئن هن وقت آهي تہ آئون جواب ۾ عرض ڪندس تہ جيڪڏهن جدا آيت بنايل نمبر چوويھہ والمحصنات ڪان شروع ٿئي ٿي تہ پوءِ ان ۾ اڳئين جملي واحل لكم ماوراء ذالكم وارو اشارو ذالكم جمع جي بدران ذالک واحد هجڻ گهرجي ها، چو تہ هن آيت 24 ۾ حرام بنايل رشتو تہ صرف هڪڙو محصنات عورتون آهن يعني مڙسن واريون شادي شده عورتون بہ حرام آهن يعني جن جا مڙس جيئرا هجن انهن سان نڪاح تي نڪاح نہ ڪيو ويندو ۽ هن آيت واري جملي واحل لكم ماوراء ذالكم ۾ بہ رب پاڪ واڌاري حلال رشتن ۾ هي شرط لاڳو ڪيو تہ اهي حلال ڪيل رشتا بہ محصنين جي شرط سان هوندا يعني هن بنياد تي جو جن ڪي اوهان نڪاح ذريعي زال بنائيندو تہ اهو بہ صرف هن صورت ۾ تہ انهن سان همبستريءَ جو مقصد محصنين هجي سفح نہ هجي يعني نسل انساني جي واڌاري لاءِ اولاد پيدا ڪرڻ ۽ ان عورت ڪي سدائين لاءِ زال ڪري رکڻ هجي ايترو جو مڙس جي مري وڃڻ ڪان پوءِ اها ان جي متروڪ مال جي وارث بہ بنجي ۽ بقايا حلال ڪيل رشتا غير مسافحين هجن، يعني سفح جي مقصد سان نہ هجن سفح جي معني آهي اجائي جنسي لذت لاءِ بي مقصد مني خارج ڪرڻ سو انهيءَ غرض سان ڪو بہ رشتو حلال قرار نہ ڏنو ويندو، سو بني اسرائيلين تہ الله طرفان مليل علم وحي ۾ لفظن جي ڦيرڦار سان پنهنجون غرضون پوريون ڪيون (41-5) پر مجوسين منجهان جيڪي برقعي مثل جبا قبا پائي اسلام ۾ داخل ٿي مسلم بنيا، انهن ڪان قرآن مٿان الله جي پهري سبب لفظي هيرڦار واري خيانت تہ نہ ٿي سگهي پر انهن بہ معنوي چڪر هلائي زوري هن جدا ڪيل آيت (24-4) منجهان متعي جي نالي سان بہ هڪڙو نڪاح متعہ يعني عارضي وقتي طور صرف مني هاري لذت وٺڻ لاءِ ان ڪي جائز بنائي متعارف ڪرايو ۽ ان تي هو جيئن اسلام ۾ اچڻ ۽ شامل ٿي داخل ٿيڻ ڪان اڳي مجوسي ماڻهو ساساني دور ڪان وٺي عمل پيرا هئا، بلڪل انهيءَ ريت ڪي هو مسلم سڏائي بہ هن جدا بنايل آيت (24-4) منجهان پنهنجي موروثي عادت جاري رکيون پيا هلن.

هنن پنج بنايل آيتن ۾ بني اسرائيل جي فرعون وٽان آزاد ٿي ٻاهر اچڻ وقت جڏهن موسي عليہ السلام جبل طور جي سفر تي ويل هئو پويان سامري بني اسرائيلين کي چيو تہ موسي الله جي تلاش ۾ ڀلجي پيو آهي توهان جو الله هي ڳابو آهي جيڪو هن سون چانديءَ جا زيور ڳاري ٺاهيو هئو، ۽ اهو عمل هنن پاڙي جي هڪ قوم کي ڏنو هئو تہ اهي مندر ٺاهي ان ۾ ڳابي کي الله ٺاهي پوڄيندا هئا، پوءِ هنن بہ ان قوم کان متاثر ٿي ڳئو ماتا جي حرمت جو عقيدو اختيار ڪيو، سو موسي عليہ السلام جي واپسيءَ کان پوءِ لازم هئو ۽ ضروري هئو تہ ان غلط سوچ ۽ غلط نظريي جو اصلاح ڪجي جنهن لاءِ رب سائين انهن جي هٿارون ڳابي کهائڻ جو حڪم ڏنو تہ جيئن هو هي حقيقت سمجهي سگهن تہ جنهن شيءِ کي اسان پنهنجي هٿن سان پاڻ کهون پيا اهو الله ڪيئن ٿي سگهي ٿو، آيت ڪريمہ جي پڇاڙيءَ ۾ رب پاڪ هي بہ ٻڌايو تہ وما كادو يفعلون يعني انهن جيڪا وهڙيءَ بابت عمر پڇڻ، رنگ پڇڻ جا سوال ڪيا هوا اصل ۾ ڳئون کهڻ جي هنن جي اهڙي نيت ئي ڪانہ هئي جڻ تہ وڏي تپ سان مس مس اهو ڪم ڪيائون.

وَإِذْ قَتَلْتُمْ نَفْساً فَادَّارَأْتُمْ فِيهَا وَاللّهُ مُخْرِجٌ مَّا كُنتُمْ تَكْتُمُونَ (72) فَقُلْنَا اضْرِبُوهُ بِبَعْضِهَا كَذَلِكَ يُحْيِي اللّهُ الْمَوْتَى وَيُرِيكُمْ آيَاتِهِ لَعَلَّكُمْ تَعْقِلُونَ (73)

**ترجمو:**

۽ جڏهن توهان قتل ڪيو هڪ شخص کي پوءِ (ان ڏوهہ جي قبول داريءَ ۾) توهان پاڻ ۾ ٽال مٽول ڪرڻ لڳا، انهيءَ حال ۾ الله تہ اهو (راز) ظاهر ڪرڻ وارو هو جيڪو اوهان لڪايو پيا، پوءِ اسان چيو تہ ان (قاتل) کي هٽو، (مقتول) جي ڪنهن بہ عضوي سان (يعني قاتل مقتول جي جسم تي هٿ رکي بيان ڏئي تہ مون هن کي قتل نہ ڪيو آهي) اهڙي طريقي سان جيئرو ڪري ٿو الله مئلن کي ۽ توهان کي ڏيکاري ٿو پنهنجيون نشانيون تا تہ توهان بہ عقل کان ڪم وٺو.

## جدا جدا لفظن جي معنيٰ

### فادارءتم:

درء-يدرء، معني آهي هٽائڻ ۽ ٽارڻ جنهن جو مثال ۽ ثبوت قرآن حڪيم منجهان وَيَدْرَأُ عَنْهَا الْعَذَابَ أَنْ تَشْهَدَ أَرْبَعَ شَهَادَاتٍ بِاللَّهِ إِنَّهُ لَمِنَ الْكَاذِبِينَ(8-24) يعني عورت مٿان سزا کي هيءَ ڳالهہ ٽاري سگهي ٿي. هٽائي سگهي ٿي تہ هوءَ چار ڀيرا شاهدي ڏئي تہ انجو مڙس ڪوڙ ڳالهائيندڙن منجهان آهي. انهيءَ معني جو ٻيو ثبوت قرآن حڪيم منجهان، الَّذِينَ قَالُوا لِإِخْوَانِهِمْ وَقَعَدُوا لَوْ أَطَاعُونَا مَا قُتِلُوا قُلْ فَادْرَءُوا عَنْ أَنفُسِكُمُ الْمَوْتَ إِن كُنتُمْ صَادِقِينَ (168-3) يعني اي نبي انهن منافقن کي چئو تہ توهان پنهنجي مٿان ايندڙ موت کي تہ هٽائي ڏيکاريو جيڪڏهن اوهان سچا آهيو.

## هن آيت ڪريمہ منجهان ملندڙ تعليم

(ضروري نوٽ) جيئن تہ هي بہ عدد آيتون 72 ۽ 73 بہ اصل ۾ هڪ ئي آيت ثابت ٿئي پئي، هنن ٻنهي آيتن جا ڪل الفاظ اندازاً سترهن ارڙهن بنجن ٿا ۽ ٻنهي آيتن جو موضوع ۽ واقعو هڪڙو ئي آهي جنهن ۾ بني اسرائيلين جي هيراڦيرين منجهان انهن جي هڪ خون جي ڏوهہ لڪائڻ لاءِ شاهڪار قسم جي چالبازيءَ جو ذڪر آهي. اسان هاڻ هاڻ جيڪو ذڪر ڪري آيا آهيون تہ يهود ۽ مجوس گروهن منجهان انهن جا ڪيئي علمي دانشور اسلام ۾ داخل ٿي انهن قرآن حڪيم جي تفهيم ۽ تعليم ۾ وڏيون وڏيون هيرا ڦيرون ڪيون آهن جن جا ڪجهہ مثال آئون پنهنجي ڪتاب "امامي علوم اور قرآن" ۾ ڏئي چڪو آهيان، سو قرآن حڪيم جي انڪشاف ۽ اطلاع الَّذِينَ جَعَلُوا الْقُرْآنَ عِضِينَ(91-15) يعني جن قرآن کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو، مطابق جيڪي انهن قرآن جي آيتن ۾ پيچ ڊاهہ ڪئي ان جو مثال هڪڙي هن آيت کي بہ آيتون بنائڻ بہ آهي. پڙهندڙ مهربان غور ڪن تہ صاف صاف معلوم ٿيندو تہ آيت ڪريمہ جي پهرين حصي ۾ رب پاڪ بني اسرائيلين جي هڪ ڪڌي ڪم يعني ڪنهن شخصيت کي قتل ڪيو وري ان ڏوهہ جي ڏوهاريءَ کي ڪولڻ ۽ ظاهر ڪرڻ لاءِ آيت جي پوئين حصي ۾ هڪ نفسياتي قسم جو فارمولو ڏسيو جنهن سان ڏوهاري پڌرو ٿي پيو، تہ هي سڄي ماجرا هڪڙي ئي آهي جيڪا ڪل پندرهن ويهن لفظن ۾ هڪ آيت ذريعي بيان ڪئي وئي آهي پر فنڪار ماڻهن پنهنجوهنر ڏيکاري لفظ فقلنا کان پوءِ وارو حصو ڪاٽي ان کي هڪ واڌو جدا آيت بنائي ڇڏيو (نوٽ جي عبارت ختم)

هن آيت ڪريمہ جنهن کي بہ آيتون بنايو ويو آهي ان ۾ بني اسرائيل جي نئين گناهہ ۽ ماقبل واري ڳئون ڪهڻ واري ڳالهہ کان جدا مستقل واڌو سماجي خرابي ۽ سماجي برائيءَ جو ذڪر ڪيو ويو آهي اهو هي تہ هنن پنهنجي معاشري جي ڪنهن شخص کي قتل ڪيو هو ۽ قاتلن مٿان ڪڪ رکڻ ۽ ان جي ڏوهہ لڪائڻ ۾ هنن جي هڪ نيڪ ناڪ ٽيم شامل هئي جن جو پتو آيت ڪريمہ جي جملي ماكنتم تكتمون منجهان پوي ٿو پوءِ رب پاڪ ڏوهي قاتل شخص کي نروار ڪرڻ لاءِ جيڪو فارمولو ڏسيو اهو انهن ماڻهن جي ذهني ليول مطابق هئو اهو هي تہ هي بني اسرائيلي توهم پرست مشرڪ ڳابي جا پوڄاري آهن سو انهن جي وهم پرست ذهنيت جي مطابق ڪين چيو ويو تہ هڪ هڪ ماڻهو نمبر وار اچي انجي مٿي يا ڪلهي تي قتل ٿيل مردي جو هٿ رکيو وڃي، پوءِ هو پنهنجو حلفيہ بيان ڏئي تہ مون هن ماڻهوءَ کي قتل ڪونہ ڪيو آهي. سو ان دوران جيڪو حقيقي ۽ سچو قاتل هوندو ان جي جسماني ڪيفيت، ڳالهائڻ ۽ حلفيہ بيان ڏيڻ مهل ٻين بي ڏوهي ماڻهن جي پيٽ ۾ انداز ۾ ضرور فرق نظر ايندو، انڪي چيڪ ڪرڻ واري جج ٽيم نفسياتي ڪيفيتن سان انداز بيان ۽ باڊي لنگويج منجهان سمجهي ويندي تہ قاتل ڪير آهي، اهڙين نشانين ملڻ کانپوءِ جرم جي تفتيش واري ٽيم جڏهن ان تي قصاص جو حڪم لاڳو ڪندي تہ الله پاڪ جيڪو آيت ڪريمہ ۾ فرمايو آهي تہ كذالك يحي الله الموتى يعني اهڙي طريقي سان الله مئلن کي

جيارينڊو آهي، سومئن کي جيارڻ جي معني اها ناهي ته هن واقعي وارو مقتول جيئرو ٿي پوندو بلڪ قرآن پاڻ تصريف آيات سان ٻڌائي ٿو ته رب پاڪ جيڪو قانون يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُواْ كُتِبَ عَلَيْكُمُ الْقِصَاصُ فِي الْقَتْلَى الْحُرُّ بِالْحُرِّ وَالْعَبْدُ بِالْعَبْدِ وَالأُنثَى بِالأُنثَى (2-178) يعني اي لا ايند آرڊر ذريعي امن ڏيڻ جا ذميدار حڪمرانو! هي قانون اوهان لاءِ لازم بنايو وڃي ٿو ته قصاص جي ذريعي خون جو بدلو خون ٿيندو ۽ اسان جي هن قانون جي حڪمت به سمجهي ڇڏيو ته وَلَكُمْ فِي الْقِصَاصِ حَيَاةٌ يَاْ أُولِيْ الأَلْبَابِ لَعَلَّكُمْ تَتَّقُونَ(2-179) يعني اي عقل مندو! بدلي وٺڻ ۾ اوهان جي حياتي آهي، هن لاءِ ته بدلي جي قانون کان ڊڄندي ڪوئي شخص ڪنهن کي قتل نه ڪندو. سوهن آيت 73 ۾ جيڪو رب پاڪ فرمايو آهي ته كذالك يحى الله الموتى يعني انهيءَ قصاص واري قانون سان الله مئلن کي جياري ٿو. مئن کي جيارڻ جي معني هيءَ ٿي ته جڏهن معاشري ۾ قتل جي ڏوهارين کي بدلي ۾ قتل نه ڪيو ويندو ته لازمي طور ظالم مزاج ماڻهو خونريزيون وڌائيندا، پر جڏهن قانون قصاص جي مٿان لازمي طور عمل ڪيو ويندو ته ڪوڙ سارا ماڻهو مرڻ ۽ قتل ٿيڻ کان بچي ويندا، آيت ڪريمه 73 ۾ انهيءَ کي رب پاڪ كذالك يحى الله الموتى سڏيو آهي ۽ آيت ڪريمه جي جملي ويريكم آياته منجهان مراد آهي علم وحي جي قانون نافذ ڪرڻ سان معاشري جو امن وارو بنجي وڃڻ، ڇو ته الله جو قانون الله جي الڪتاب وارين آيتن ۾ موجود آهي ۽ آيت ڪريمه ۾ لعلكم تعقلون منجهان تعليم ڏني وئي آهي معاشري جي اندر انهن ماڻهن کي جن کي رياست طرفان تفتيش ۽ ڏوهن جي انويسٽيگيشن جي ڊيوٽي مليل هجي، انهن کي حڪم ڏنو ويو آهي ته ڏوهن جون پڙتايون ۽ ثابتيون ڪجهه مٿي ڄاڻايل طريقي يا ٻين ڪوڙ سارن طريقن ڪجهه نفسياتي ۽ عقلي فارمولن کي به ڪتب آڻيو، جيئن اسان بني اسرائيلين جي ناحق قتل ٿيل ماڻهو، جي قاتل کي ظاهر ڪرڻ لاءِ عقلي ۽ نفسياتي طريقو اوهان کي هن آيت ۾ سيکاريو.

ثُمَّ قَسَتْ قُلُوبُكُم مِّن بَعْدِ ذَلِكَ فَهِيَ كَالْحِجَارَةِ أَوْ أَشَدُّ قَسْوَةً وَإِنَّ مِنَ الْحِجَارَةِ لَمَا يَتَفَجَّرُ مِنْهُ الأَنْهَارُ وَإِنَّ مِنْهَا لَمَا يَشَّقَّقُ فَيَخْرُجُ مِنْهُ الْمَاء وَإِنَّ مِنْهَا لَمَا يَهْبِطُ مِنْ خَشْيَةِ اللّهِ وَمَا اللّهُ بِغَافِلٍ عَمَّا تَعْمَلُونَ(74)

**ترجمو:**

پوءِ سخت ٿي ويون اوهانجون دليون پڄاڻان انهن جي (الله جي نافرمانين جي،) پوءِ اهي مثل پٿرن جي ٿيون يا انهن کان به وڌيڪ سخت، پر پڪ سان پٿرن مان ڪي اهڙا به آهن جن مان وهن ٿيون نهرون ۽ تحقيق انهن پٿرن منجهان به ڪي اهڙا آهن جيڪي ڦاٽي

پون ٿا پوءِ نڪري ٿو انهن مان پاڻي، ۽ بيشڪ انهن (پٿرن مان ڪي اهڙا به آهن جو ڏري ۽ ڪري پون ٿا الله جي خوف کان ۽ الله اوهانجي ڪرتوتن کان غافل ناهي.

## جدا جدا لفظن جي معني

### ثم قسمت قلوبكم:

قست، قسوه، القاسية هن لفظ جي معني آهي ڪنهن شيء جو پڪو سخت بنجڻ، اها معني هن ئي آيت ڪريمہ ۾ قرآن حڪم پاڻ سمجهائي ڇڏي آهي تہ فهي كالحجارة اواشد قسوه، يعني اوهان جون دليون اوهانجي نافرمانين سبب پٿر وانگر تہ سخت ٿي ويون آهن پر اجا بہ ان کان وڌيڪ سخت- قرآن حڪيم پاران لفظ قست ۽ قسوة جي معني سمجهائڻ سو بہ مثال سان اهو ڪم جڻ تہ هڪ بهترين استاد جو تدريسي هنر آهي ۽ قرآن پاڪ جي اها سمجهاڻي ثابت ڪري ٿي تہ قرآن پنهنجي لفظن جي معنیٰ مفهوم سمجهائڻ لاءِ پاڻ ئي تفسير تفصيل ۽ ڊڪشنري آهي.

### يتفجر:

فجر، يفجر، تفجير، الفجر، ان جون معنائون جيئن ڪنهن شيء جو زورسان ڦٽي نڪرڻ، کلي پوڻ، ظاهر ٿي پوڻ، وهي هلڻ آهي انهن معنائن جا مثال وَقَالُواْ لَن نُّؤْمِنَ لَكَ حَتَّى تَفْجُرَ لَنَا مِنَ الأَرْضِ يَنبُوعًا(90-17) يعني ايتري تائين ايمان ڪو نہ آڻينداسون جيتري تائين تون اسان لاءِ زمين منجهان چشما نہ وهائي ڏين. رات جي ختم ٿيڻ کان پوءِ واري وقت کي فجر چيو وڃي ٿو ان ڪري جو فجر رات جي انڌيري کي چيري ڦاڙي ان منجهان نڪري ٿي جيئن، سَلَامٌ هِيَ حَتَّى مَطْلَعِ الْفَجْرِ (5-97) يعني اها نزول ملائڪ نزول روح واري سلامتي ايتري تائين هلندي رهندي جيتري تائين (رات جي انڌيري منجهان) صبح جي روشني ڦٽي نڪري ۽ ظاهر ٿي پوي. ڏوهاري ماڻهوءَ کي بہ فاجر چيو ويندو آهي اهو هن ڪري جو ان جي سوچ ۽ طبيعت منجهان برايون بدڪاريون ڦٽي نڪرن ٿيون ان معني جو مثال اِنَّ الْأَبْرَارَ لَفِي نَعِيمٍ. وَإِنَّ الْفُجَّارَ لَفِي جَحِيمٍ(13-14-82) يعني بلاشڪ نيڪو ڪار نعمتن ۾ هوندا ۽ ڏوهاري ماڻهو دوزخ ۾ هوندا.

### خشية:

خشي، بخشي، تخشون، بخشون هن لفظ جي معني ڊڄڻ، انديشو ڪرڻ آهي، خشيه جي معني ۾ ڊپ ۽ ڊڄڻ اها خوف واري معني ڊڄڻ کان مقدار ۾ واڌاري هوندي آهي مثال إِنَّمَا تُنذِرُ مَنِ اتَّبَعَ الذِّكْرَ وَخَشِيَ الرَّحْمَن بِالْغَيْبِ فَبَشِّرْهُ بِمَغْفِرَةٍ وَأَجْرٍ كَرِيمٍ(11-36) يعني تون صرف اهڙي ماڻهوءَ کي ڊيڄاري سگهين ٿو جيڪو الله کان اڻ ڏٺي پرپٺ ڊڄندو هجي، ايندڙ وقت بابت انديشو ڪرڻ جو مثال قَالَ يَا ابْنَ أُمَّ لَا تَأْخُذْ بِلِحْيَتِي وَلَا بِرَأْسِي إِنِّي خَشِيتُ أَن تَقُولَ فَرَّقْتَ بَيْنَ بَنِي إِسْرَائِيلَ وَلَمْ تَرْقُبْ قَوْلِي(94-20) يعني جناب هارون عليہ السلام پنهنجي ڀاءُ جناب موسي عليہ السلام کي چيو تہ مونکي

انديشو ٿيو، آئون ڊنس هن ڳالهه کان ته ڪا ٿي تون ائين نه چوين ته (ڳابي جي پوڄا کان زوري جهلڻ ڪري) اسان جي قوم جي ٻڌي ٽوڙي تو انهن ۾ گروهه بندي چو ڪئي.

## هن آيت ڪريمه مان ثابت ٿيندڙ حقيقتون

آيت ڪريمه جي شروع واري جملي ۾ قَسَتْ قُلُوبُكُم مِّن بَعْدِ ذَٰلِكَ يعني اوهان جي لڳاتار نافرمانين ڪرڻ سبب اوهان جون دليون پٿر وانگر سخت ٿي ويون. سو انهيءَ ڳالهه کي ماڻهو هميشه دل ۾ رکي ته الله جي نافرمانيءَ جو نتيجو ڇاٿو نڪري. ۽ رب پاڪ مايوسيءَ کان بچڻ لاءِ اهو به ٻڌايو ته قرآن کي پڙهڻ سمجهڻ ۽ انتي عمل ڪرڻ سان پٿر دل ماڻهو به سڌري سگهن ٿا ۽ هدايت طرف موٽي سگهن ٿا، ان جي مثال لاءِ فرمايائين ته وَإِنَّ مِنَ الْحِجَارَةِ لَمَا يَتَفَجَّرُ مِنْهُ الْأَنْهَارُ يعني ڪي وري اهڙا به جبل آهن جن منجهان پاڻيءَ جا چشما ڦٽي نڪرن ٿا سوالله جي ڪلام قرآن ۾ سچائي، جي ايتري طاقت آهي جو اوهان جون پٿر جهڙيون سخت دليون به نرم ٿي حق سچ طرف موٽي سگهن ٿيون جيئن وَإِنَّ مِنْهَا لَمَا يَهْبِطُ مِنْ خَشْيَةِ اللّٰهِ يعني ڪيئي جبل به اهڙا آهن جيڪي الله جي خوف کان ٽٽي ۽ ڪري پون ٿا، ان ڪري ڪوئي نا اميد نه ٿئي قران ڏي موٽي اچي، هي ڳالهيون بني اسرائيلين سان گڏوگڏ دنيا ڪائنات جي سين ماڻهن لاءِ آهن.

أَفَتَطْمَعُونَ أَن يُؤْمِنُوا لَكُمْ وَقَدْ كَانَ فَرِيقٌ مِّنْهُمْ يَسْمَعُونَ كَلَامَ اللّٰهِ ثُمَّ يُحَرِّفُونَهُ مِن بَعْدِ مَا عَقَلُوهُ وَهُمْ يَعْلَمُونَ(75)

**ترجمو:**

ڇا توهان خواهش رکو ٿا ته (اهي بني اسرائيلي) ايمان آڻيندا اوهان جي لاءِ، جڏهن ته انهن منجهه هڪ گروهه اهڙو به آهي جيڪو الله جو ڪلام ٻڌڻ ۽ سمجهڻ کان پوءِ به ان ۾ هيرا ڦيري ڪيو ڇڏي ٿو، ۽ هو پنهنجي ان عمل کي ڄاڻن به ٿا (ته اسان اهو ڇا ٿا پيا ڪيون).

## جدا جدا لفظن جي معني

### طمع:

هن جي معني آهي اميد خواهش ۽ لالچ، خواهش جو مثال جيئن وَالَّذِي أَطْمَعُ أَن يَغْفِرَ لِي خَطِيئَتِي يَوْمَ الدِّينِ (26-82) يعني اها شئي جنهن جي آءٌ خواهش ۽ اميد ڪيان ٿو ته بخشي منهنجا گناهه ۽ لالچ جو مثال ثُمَّ يَطْمَعُ أَنْ أَزِيدَ(15-74) يعني پوءِ هو لالچ ڪري ٿو ته آئون هن کي وڌائي ڏيان.

### يحرفونه:

حرف- يحرف- تحريف- معني ڦيرائڻ- مٽائڻ- خود پاڻ ڦري وڃڻ، ڪنارو، مثال اِنَّ الَّذِينَ هَادُوا يُحَرِّفُونَ الْكَلِمَ عَن مَّوَاضِعِهِ (4-46) يعني انهن يهودين منجهان ڪي اهڙا آهن جيڪي لفظن

جا لفظ پنهنجي هنڌن ۽ ماڳن کان ڦيرائي هٽائي ڇڏين ٿا، ماڻهوءَ جو پاڻ ڦيري ڪائڻ ۽ ڦري وڃڻ جو مثال جيئن وَمَن يُوَلِّهِمْ يَوْمَئِذٍ دُبُرَهُ إِلاَّ مُتَحَرِّفاً لِّقِتَالٍ أَوْ مُتَحَيِّزاً إِلَى فِئَةٍ فَقَدْ بَاء بِغَضَبٍ مِّنَ اللّهِ وَمَأْوَاهُ جَهَنَّمُ وَبِئْسَ الْمَصِيرُ(8-16) يعني جيڪو (ڏهاڙي جنگ جي) پنهنجي پٺي ڦيرائيندو سواءِ مورچي مٽائڻ جي يا پلٽڻ مٽائڻ جي، ته اهو جڻ الله جي غضب ڏي موٽيو انهي ماڻهو جو نڪاڻو جهنم آهي ۽ اهو ڏاڍو بڇڙو نڪاڻو آهي.

حرف معنيٰ ڪناري جو مثال جيئن وَمِنَ النَّاسِ مَن يَعْبُدُ اللَّهَ عَلَى حَرْفٍ فَإِنْ أَصَابَهُ خَيْرٌ اطْمَأَنَّ بِهِ وَإِنْ أَصَابَتْهُ فِتْنَةٌ انقَلَبَ عَلَى وَجْهِهِ خَسِرَ الدُّنْيَا وَالْآخِرَةَ ذَلِكَ هُوَ الْخُسْرَانُ الْمُبِينُ(11-22) يعني ماڻهن منجهان ڪوئي اهڙو به آهي جيڪو الله جي عبادت ڪري ٿو، يعني الله جو حڪم مڃي ٿو ڪناري تي بيهي پوءِ جيڪڏهن انکي ڪوئي فائدو پهچي ٿو ته مطمئن ٿئي ٿو.

## هن آيت ڪريمه منجهان ثابت ٿيندڙ حقيقت

هي آيت ڪريمه ٻڌائي ٿي، سمجهائي ٿي ته جيڪو ماڻهو قرآن ۾ به لفظي توڙي معنوي هيرڦير ڪري، قرآن منجهان به نه مڙي ته اهڙي ماڻهوءَ جي ايمان آڻڻ جو ڪو به آسرو نه ڪيو. جيئن اڄ ڪلهه قرائت جي بهاني سان لاهوري اهل حديثن حرفي ملاوٽن وارا سورنهن قرآن تيار ڪيا آهن ۽ سعودي مصري ڪويتي حڪومت به ڪجهه ڪجهه ملاوٽن وارا قرآن ناهيا آهن لَّعَنَهُمُ اللّهُ بِكُفْرِهِمْ (4-46)

وَإِذَا لَقُواْ الَّذِينَ آمَنُواْ قَالُواْ آمَنَّا وَإِذَا خَلاَ بَعْضُهُمْ إِلَىَ بَعْضٍ قَالُواْ أَتُحَدِّثُونَهُم بِمَا فَتَحَ اللّهُ عَلَيْكُمْ لِيُحَآجُّوكُم بِهِ عِندَ رَبِّكُمْ أَفَلاَ تَعْقِلُونَ(76) أَوَلاَ يَعْلَمُونَ أَنَّ اللّهَ يَعْلَمُ مَا يُسِرُّونَ وَمَا يُعْلِنُونَ (77) وَمِنْهُمْ أُمِّيُّونَ لاَ يَعْلَمُونَ الْكِتَابَ إِلاَّ أَمَانِيَّ وَإِنْ هُمْ إِلاَّ يَظُنُّونَ(78)

**ترجمو:**

۽ جڏهن ملن ٿا ماڻهن سان جن ايمان آندو آهي ته چون ٿا (انهن کي) اسان ايمان آندو آهي ۽ جڏهن ملن ٿا اڪيلائي ۾ هڪ ٻئي کي ته انهن جا (اڳواڻ انهن کي) چون ٿا ته ڇا توهان انهن سان اهي ڳالهيون ڪيو ٿا جيڪي، ڪوليون آهن الله توهان مٿان، ته اهي جهڳڙو ڪري سگهن توهان جي پالڻهار وٽ (پيشي مهل) ڇو ڪو نه ٿا عقل کان ڪم وٺو، ڀلا اهي نٿا ڄاڻن ته بيشڪ الله ڄاڻي ٿو هر انهيءَ ڳالهه کي جيڪا هو رازداري ۾ ڪن ٿا ۽ هر انهيءَ ڳالهه کي جيڪا علانيه کلي عام ڪن ٿا، ۽ انهن منجهان ڪجهه اڻ پڙهيل آهن

جيڪي ڪتاب کي بلڪل ڪونہ ٿا ڄاڻن سواءِ غلط خواهش وارن ڏکن جي، جيڪي سواءِ اٽڪلن ۽ وهم گمان جي ڪجهہ بہ ناهن، (ترجمو ختم)

## جدا جدا لفظن جي معني

### اتحدثونهم:

هي جمع مذڪر مخاطب فعل مضارع معلوم جو صيغو آهي، هن لفظ جو اصل مادو حدث آهي، حدث جي معني آهي نئين طرح ظاهر ٿيو، جنهن جو ثبوت قران منجهان مَا يَأْتِيهِم مِّن ذِكْرٍ مَّن رَّبِّهِم مُّحْدَثٍ إِلَّا اسْتَمَعُوهُ وَهُمْ يَلْعَبُونَ(2-21) يعني انهن وٽ انهن جي پالڻهار پاران ڪا بہ اهڙي نئين نصيحت ڪانہ ٿي اچي مگر اهي ان کي ٻڌن تہ ٿا پر اهڙي حال ۾ جو هو راند روند ڪيڏڻ ۾ مصروف هوندا آهن ۽ لفظ حديث جي ٻي معني آهي ”ڳالهہ“ ان جو ثبوت قرآن منجهان جيئن اللهُ نَزَّلَ أَحْسَنَ الْحَدِيثِ كِتَابًا مُّتَشَابِهًا (23-39) يعني الله نازل فرمايو (قرآن کي) سهڻين حديثن (سهڻين ڳالهين) وارو ڪتاب ڪري (وڌيڪ سهڻين ڳالهين واري ڪتاب جي شڪل ۾) ٻيو مثال جيئن فَبِأَيِّ حَدِيثٍ بَعْدَ اللهِ وَآيَاتِهِ يُؤْمِنُونَ(6-45) يعني پوءِ ڪهڙي ڳالهہ تي، ڪهڙي حديث تي الله جي حديثن ۽ ڳالهين ۽ آيتن کانپوءِ ايمان آڻيندا؟

### فتح:

لفظ فتح جي هڪڙي معني آهي بند ڪيل شئي کي کولڻ ان جو مثال قرآن حڪيم منجهان جيئن فَفَتَحْنَا أَبْوَابَ السَّمَاء بِمَاء مُّنْهَمِرٍ(11-54) يعني پوءِ اسان ڪڪرن جا دروازا کولي ڇڏيا وسندڙ پاڻيءَ سان، ٻي معني ڪنهن بند ڪيل شئي کي کولڻ جو مثال قرآن منجهان جيئن وَلَمَّا فَتَحُواْ مَتَاعَهُمْ وَجَدُواْ بِضَاعَتَهُمْ رُدَّتْ إِلَيْهِمْ (65-12) يعني جڏهن کوليائون پنهنجي سامان جا ٻورا تہ لڌائون (انهن ۾) موڙي پنهنجي جيڪا موٽائي ڏني وئي هئي سندن طرف. ٽين معنیٰ لفظ فتح جي آهي ٻن ڌرين، ٻن لشڪرن، منجهان لڙائي ۾ هڪڙي لشڪر ۽ ڌر کي ٻئي جي مٿان سوڀ حاصل ٿئي، ان معني جو مثال قرآن منجهان جيئن الَّذِينَ يَتَرَبَّصُونَ بِكُمْ فَإِن كَانَ لَكُمْ فَتْحٌ مِّنَ اللّهِ قَالُواْ أَلَمْ نَكُن مَّعَكُمْ (141-4) يعني جيڪڏهن الله جي مهرباني سان (دشمن مٿان) اوهان کي سوڀ حاصل ٿئي تہ (اهي منافق) چون ٿا تہ ڇا اسان اوهان سان گڏ ڪو نہ هئاسون؟.

چوٿين معني لفظ فتح جي آهي علم عرفان عقل ۽ فراست جا دروازا کولڻ جيئن إِنَّا فَتَحْنَا لَكَ فَتْحًا مُّبِينًا(1-48) يعني اسان کوليو سون تنهنجي لاءِ فتح مبين کي، اها فتح مبين اها آهي جو دشمنن کي جناب رسول عليہ السلام جي دعوت ۽ پروگرام جي ڄاڻ ۾ سمجهہ ڏني سون پوءِ هو بغير لڙائيءَ جي اسلام ۾ داخل ٿيا، (هن معني لاءِ ضروري نوٽ) ڪي ماڻهو مڪي جي فتح ۾ علم الروايات جي حوالن سان ڳالهيون ڪندا آهن تہ نبي سائين جي هڪ فوجي جنرل صحابي خالد بن وليد فتح مڪي واري ڏينهن لڙائي ڪندي مڪي جي ماڻهن

جو وڏو تعداد قتل ڪيو هو، اهڙي قسم جون روايتون ڪوڙيون آهن انڪري جو پاڻ رب پاڪ فرمايو آهي تہ وَهُوَ الَّذِي كَفَّ أَيْدِيَهُمْ عَنكُمْ وَأَيْدِيَكُمْ عَنْهُم بِبَطْنِ مَكَّةَ مِن بَعْدِ أَنْ أَظْفَرَكُمْ عَلَيْهِمْ وَكَانَ اللهُ بِمَا تَعْمَلُونَ بَصِيرًا(48-24) يعني الله اها ذات آهي جنهن (جنگ ڪرڻ ڪان) مشرڪن جا هٿ اوهان سان وڙهڻ ڪان روڪيا ۽ توهان جا هٿ بہ انهن سان وڙهڻ ڪان روڪيا مڪي جي واديءَ ۾ پڇاڙان هن جي جو اڳي بہ اوهان هنن مٿان سوڀارا ٿيا آهيو، (اهي سڀ فتحون ان ڪري ٿيون جو) هر وقت الله اوهان جي ڪمن مٿان نگران هئو.

**ليحاجوكم:**

هي صيغو باب مفاعلہ جو آهي جيڪو جمع مذڪر غائب فعل مضارع معلوم سان تعلق رکي ٿو هن جي معني آهي جهڳڙو ڪن ٿا اهي ماڻهو توهان سان، حرف "حا" جي زبر سان هن جي معني آهي ارادو ڪرڻ، قصد ڪرڻ، جنهن جو مثال آهي إِنَّ الصَّفَا وَالْمَرْوَةَ مِن شَعَآئِرِ اللّهِ فَمَنْ حَجَّ الْبَيْتَ أَوِ اعْتَمَرَ (158-2) يعني جنهن ارادو ڪيو بيت جو يعني ڪعبة الله ڏي وڃڻ جو، انهي باب مفاعلة جي صيغي واحد مذڪر غائب فعل ماضي معلوم جو صيغو ٿيندو "حاج" ان جي معني ٿيندي ان ماڻهوءَ جهڳڙو ڪيو، جنهن جو مثال أَلَمْ تَرَ إِلَى الَّذِي حَآجَّ إِبْرَاهِيمَ فِي رِبِّهِ (258-2) يعني ڇا تو ان جي حالت مٿان غور ڪونہ ڪيو جيڪو جهڳڙو ڪري پيو ابراهيم سان ان جي رب جي معاملي ۾، حرف "حا" جي زبر سان لفظ حج جي ٻي معني ٿيندي، ڪورٽ ۽ عدالت جنهن جو مثال آهي يَسْأَلُونَكَ عَنِ الأهِلَّةِ قُلْ هِيَ مَوَاقِيتُ لِلنَّاسِ وَالْحَجِّ (189-2) يعني سوال ڪن ٿا تو ڪان چنڊ جي گهٽين سارين شڪلن متعلق بابت، تون انهن کي چئو تہ اهي ماڻهن جي ڪمن ڪارين لاءِ تاريخن مقرر ڪرڻ، پروگرامن ۽ ڪورٽن جي تاريخن مقرر ڪرڻ لاءِ آهن،

انهي ساڳي معني لاءِ ٻيو مثال جيئن وَأَذَانٌ مِّنَ اللّهِ وَرَسُولِهِ إِلَى النَّاسِ يَوْمَ الْحَجِّ الأَكْبَرِ أَنَّ اللّهَ بَرِيءٌ مِّنَ الْمُشْرِكِينَ وَرَسُولُهُ (3-9) يعني الله ۽ رسول جي طرفان اعلان آهي ماڻهن جي طرف وڏي عدالت واري ڏينهن جي حوالي سان تہ الله ۽ ان جو رسول مشرڪن ڪان بيزار آهي، حج اڪبر جي معني آهي بين الاقوامي عدالت، اسان جو رسول جناب خاتم الانبياء عليہ السلام بہ پنهنجي ڏاڏي جناب ابراهيم عليہ السلام وانگر دنيا جي سين انسانن ۽ قومن طرف نبي ۽ رسول بنائي موڪليو ويو آهي ان ڪري سندن زير قيادت جيڪا عدالت قائم ڪئي ويندي اها بہ سين انسانن ۽ قومن لاءِ بين الاقوامي عدالت هوندي، ان سموري حقيقت کي سمجهڻ لاءِ هنن آيتن کي ملائي پڙهندا (124-2) (158-7) (97-3) غور ڪرڻ جي ڳالهہ آهي تہ مسلم امت جي مذهبي پيشوائيت حج کي بين الاقوامي عدالت عاليہ طور قرآني تعارف (3-9) (97-3) ڪان پوءِ ان کي ڊي گريڊ ڪري بجاءِ عدالت جي تيرٿ ياترا بنائي ڇڏيو آهي جڏهن تہ قرآن حڪيم ذات انسان لاءِ سندن حاجتن ۽ مسئلن حل ڪرڻ لاءِ جناب ابراهيم عليہ السلام هٿان هي مرڪز نهرايو (97-96-3) وري پوءِ منصب جي لحاظ سان سندس جاءِ نشين سندس پوٽي جناب

خاتم الانبياء عليہ السلام ڪي انسان ذات جو نبي بنائي وري ان جي قيادت ۾ عدالت عاليہ طرف اچڻ لاءِ بہ حج تي سين انسانن مسلم خواهہ غير مسلمن ڪي سڏ ڏنو تہ وَإِذْ جَعَلْنَا الْبَيْتَ مَثَابَةً لِّلنَّاسِ وَأَمْناً وَاتَّخِذُواْ مِن مَّقَامِ إِبْرَاهِيمَ مُصَلًّى وَعَهِدْنَا إِلَى إِبْرَاهِيمَ وَإِسْمَاعِيلَ أَن طَهِّرَا بَيْتِيَ لِلطَّائِفِينَ وَالْعَاكِفِينَ وَالرُّكَّعِ السُّجُودِ(125-2) (97-5) پر مسلم امت جي قرآن دشمن مذهبي پيشوائيت وارن ڪعبة الله ۾ عدالت حج وٺ وجي جملي انسانن جا مسئلا نبيرڻ لاءِ سين ڪي اتي شريڪ ٿيڻ بدران هنن انهيءَ مقام تي گڏ ٿيڻ صرف مسلم امت لاءِ مخصوص ڪري ڇڏيو ۽ غير مسلمن جي اتي اچڻ ۾ شريڪ ٿيڻ مٿان بندش وجهي ڇڏي.

## ان الله يعلم مايسرون ومايعلنون:

قرآن حڪيم هن آيت ڪريمہ ۾ يسرون، صيغي ۽ لفظ ڪي يعلنون جي آمهون سامهون آڻي جڻ تہ پنهي لفظن جي معني سمجهائي ڏني تہ جيئن پڙهندڙن ڪي ڪنهن غير قرآني اسڪول طرف وڃڻ جي ضرورت نہ پوي. لفظ "سر" جي معني جيئن تہ راز آهي، تہ ان جي مقابل لفظ يعلنون اعلان جي معني وڏي واڪي پڙهو ڏيڻ آهي، اهڙي طرح ٻئي هنڌ تي فرمايائين تہ وَهُوَ اللّهُ فِي السَّمَاوَاتِ وَفِي الأَرْضِ يَعْلَمُ سِرَّكُمْ وَجَهرَكُمْ وَيَعْلَمُ مَا تَكْسِبُونَ(3-6) يعني اهوئي الله آهي آسمانن ۾ ۽ زمين ۾ جيڪو ڄاڻي ٿو اوهان جي آهستي واري گفتگو ڪي ۽ وڏي واڪي واري گفتگو ڪي، هن جاءِ تي بہ قرآن لفظ "سر" ۽ "جهر" ڪي گڏ آڻي تقابل ذريعي پنهنجي لفظن جي معني پاڻ سمجهائي ڏني. شرم اچڻ کپي انهن ماڻهن ڪي جيڪي چون ٿا تہ قرآن جون معنائون امامي روايتن ڪانسواءِ سمجهہ ۾ ڪون ٿيون اچن.

## اميون:

هي لفظ اميون جمع جو صيغو آهي هن جو واحد امي آهي امي معني ماء وارو، هونئن تہ هر ڪوئي ماء وارو هوندو آهي ڪوئي بہ اهڙو شخص ناهي جيڪو ماء وارو نہ هجي، پر رب پاڪ هن جملي پنيان جيڪوبيو جملو آندو تہ لايعلمون الڪتاب الا اماني وان هم الايظنون، يعني نٿا ڄاڻن ڪتاب، مگر ڪوڙن ۽ اٽڪلن تي پيا ٽا هلن، سو لفظ امي جي معني جڻ تہ قرآن حڪيم ان ئي آيت ۾ پاڻ سمجهائي ڏني تہ جهڙو ماء جي پيٽ مان ڄڻ ۽ اڻ ڄاڻ ٿي ڄائو آهي اهڙو ئي ڏريو آهي. ٻي معني لفظ اميءَ جي شهر مڪي جي لقبي نالي ام القرىٰ طرف نسبت ڪري بہ ڪنهن ڪي امي سڏي سگهجي ٿو جنهن جي معني ٿيندي ام القرىٰ وارو.

## امانيّ:

هن لفظ جو اصل مادو آهي م-ن-ي، هن جي معني آهي خواهش ۽ سڌ، آهي اماني جمع جو صيغو آهي هن جو واحد امنية آهي هن لفظ جا ڪيئي صيغا قرآن حڪيم ۾ استعمال ٿيا آهن جيئن وَيُمَنِّيهِمْ (4-120) تَمَنَّوُا (28-82) تَمَنَّوْنَ الْمَوْتَ(3-143) وَلاَ تَتَمَنَّوْاْ (4-32) معني هر

هن صيغن مطابق خواهش واري هوندي، ڪي خواهشون تمام پليون هونديون آهن جن جو ذڪر انبياء عليهم السلام جي حوالي سان ڪيو ويو آهي (22-52) ۽ ڪئي ساريون خواهشون غلط بہ هونديون آهن جيئن وَقَالُواْ لَن يَدْخُلَ الْجَنَّةَ إِلاَّ مَن كَانَ هُوداً أَوْ نَصَارَى تِلْكَ أَمَانِيُّهُمْ قُلْ هَاتُواْ بُرْهَانَكُمْ إِن كُنتُمْ صَادِقِينَ(2-111) يعني يهودي ۽ نصاري چوندا هوا تہ انهن کان سواءِ جنت ۾ ڪوئي نہ ويندو، انهن جي جواب ۾ رب پاڪ فرمايو تہ اهي انهن جون ٺلهيون خواهشون آهن.

## هنن آيتن منجهان ملندڙ تعليم

آيت ڪريم (2-47) کان بني اسرائيل کي رب پاڪ فرمايو تہ مون الله تہ توهان مٿان وڏيون وڏيون مهربانيون ڪيون پر اوهان انهن جي پيٽ ۾ وڏا ناشڪر ۽ منڪر ثابت ٿيا آهيو، پوءِ لڳاتار رب پاڪ هنن جون اهي غلط ڪاريون بيان ڪيون، جيڪي هنن آيتن 76 کان 78 تائين جيڪو انهن جو اهڙو تعارفي مذڪور آيو آهي ان بابت هنن 76 کان 78 تائين ٽي عدد آيتن کي آئون هڪ آيت سمجهان ٿو، ان هڪ آيت کي قرآن دشمن منافقن ۽ ڪوڙا قسم کڻندڙ ۽ قرآن کي ٽڪرا ٽڪرا ڪرڻ وارن (15-91) اسلام ۾ داخل ٿي ۽ پاڻ کي وڏا وڏا لقب مشهور ڪرائي پاڻ کي قرآن جو وڏو عالم ۽ مفسر سڏائي ڪوڙ ساريون معنوي هيراڦيريون ڪيون آهن ۽ انهن کي ڪامياب ڪرڻ لاءِ انهن آيتن ۾ بہ پيچ ڏاهہ ڪرڻ کان ڪين گهٽايو آهي، هوندئن بہ آئون پنهنجي هن انڪشاف ۽ دعوي جي ثبوت لاءِ اڳتي هلي گذارش پيش ڪيان ٿو، پر قرآن سمجهڻ وارن لاءِ عرض آهي تہ آيت نمبر 47 کان پوءِ آيت نمبر 75 تائين رب پاڪ بني اسرائيل کي جيڪي جيڪي بہ پنهنجيون نعمتون ڳڻائي وري انهن جون نافرمانيون بہ بيان ڪيون آهن تہ هر هر نعمت جو ذڪر انجي منڍ ۾ "واذ" جي لفظ سان ڪيو آهي ۽ اهو آيت 47 کان 75 تائين گويا ٻارهن ڀيرا "واذا" جي لفظ سان رب سائين پنهنجون ٻارهن عدد نعمتون انهن لاءِ ڳڻايون آهن ۽ هاڻ آيت نمبر 76 بہ لفظ واذ سان شروع ڪئي پئي وڃي، پر هن آيت نمبر 76 ۾ نعمت بدران اهل ڪتاب بني اسرائيلين جي شڪايت ڪئي وئي آهي تہ اوهان جو ڪردار منافقانہ آهي، آيت نمبر 77 ۽ 78 ۾ انهن جي منافقت کي انهن جي جهالت ۽ بدباطنيءَ کي وڏيڪ کولي سمجهايو ويو آهي. سو يهودين جي دانشورن اسلام ۾ داخل ٿي پاڻ کي وڏن القابن سان ۽ جبن قبن سان تہ گهڻوئي ڍڪيو ۽ هنن جي اصل ڪوشش تہ اها رهي تہ هي يهودين جي ڪرتوتن کي پڌرو ڪرڻ وارين آيتن کي منڊيان قرآن منجهان ئي ڪڍي ڇڏين پر الله جي تمام سخت پهري سبب اهي ائين تہ نہ ڪري سگهيا هئا پر هڪڙو تہ هنن سندن ابن ڏاڏن جي اهڙن پرڪارن کي کولڻ وارين آيتن کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري هڪ هڪ آيت منجهان ٻہ ٻہ- ٽي ٽي- چار چار آيتون بنائي ڇڏيون هن لاءِ تہ پڙهندڙ ماڻهن لاءِ سندن ابن ڏاڏن جي علم وحي سان دشمني کي ڪجهہ لڪائي ۽ منجهائي پيش ڪجي سو هنن جي اهڙي ڪارستانيءَ جو شڪار هي ٽي عدد آيتون بہ آهن جيڪي پنهنجي موضوع ۽ مفهوم جي لحاظ سان اصل ۾ هڪ آيت نظر اچي ٿي، آءٌ هاڻ

هنن ٽن آيتن منجهان ملندڙ تعليم کي هڪ جاءِ تي گڏ عرض رکان ٿو جنهن سان هنن جي مربوط خلاصي تي غور ڪري پوءِ فيصلو ڪندا تہ هيءَ هڪڙي آيت آهي يا ٽي عدد آيتون آهن.

عام يهودي جڏهن ايمان وارن سان ملن ٿا تہ انهن کي چون ٿا تہ اسان ايمان آندو آهي، اسان تہ اوهان سان اوهان جهڙا مؤمن آهيون وغيره وغيره پوءِ هنن جا گرو قسم جا سينيئر ۽ شيطان قسم جا مذهبي پيشوا هنن کي جدا ملڻ مهل چون ٿا تہ ڪٿائين اوهان مؤمنن سان الله طرفان اسان کي بہ انهن جي قرآن جهڙين مليل ڳالهين جو ذڪر تہ ڪونہ ٿا ڪيو جو هو اڳئين جهان ۾ الله وٽ اسان خلاف دليل ڏين ۽ حجت بازي ڪن تہ هنن وٽ موجود ڪتابن ۾ بہ خاتم الانبياء عليہ السلام جو ذڪر موجود هئو ان هوندي بہ هنن انتي ايمان ڪونہ آندو، ڏاها ٿجو ائين نہ ڪجو، هنن جي ان چالبازيءَ کي سامهون رکندي قرآن فرمايو تہ هي جيڪو پنهنجي لوئر ڪلاس جي ماڻهن کي چون ٿا تہ انقلابي مؤمنن سان اسانکي مليل علم جي ڳالهہ نہ کولجو تہ ڪٿي اڳتي الله وٽ يا دنيا ۾ ئي نہ اهي ماڻهو اسان کي ڦاسائي وجهن، انهن جو ائين چوڻ اهڙو تہ لڳي ٿو جڻ اهي ماڻهو الله کي بي خبر پيا ٿا سمجهن ڇا اهي جڻ هي حقيقت نٿا سمجهن تہ الله هنن جون لڪل ۽ ڪليل سڀ ڳالهيون ڄاڻي ٿو ۽ انهن جا ڪيترائي اڻ پڙهيل جنکي هنن جا ربي پنڊت پادري ڄاڻي ٻجهي الله وٽان ڪين مليل ڪتاب جو علم سکڻ ئي ڪونہ ڏيندا آهن ۽ هنن جا اهي رولو ماڻهو ڏڪن ۽ اٽڪلن تي پيا هلندا آهن، محترم پڙهندڙ پائرو هي آهي آيت 76 کان 78 يعني ٽن آيتن جو خلاصو جن ٽنهي آيتن جا الفاظ اندازاً ڪل ٽيهارو کن آهن يعني آية الڪرسي جيترا آهن، پر يهودين هڪ منجهان ٽي آيتون بنائڻ سان پنهنجي وڏن جي ساک بچائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، جن جو مقصد ئي اهو هئو تہ ماڻهن کي قرآن جي سيڪاريل علم کان پري رکي جاهل بنائي پنهنجي پارسائي کي دائم قائم رکجي، بعينہ اهائي پاليسي عرصي کان وٺي مسلم مذهبي پيشوائن امت مسلمہ جي عوام سان بہ ڪئي آهي تہ اهي بہ الله جو ڪتاب نہ پڙهن، صرف هننجي بزرگن جا قرآن جي خلاف ناهيل ڪتاب پڙهن جن بزرگن ۽ پيش امامن منجهان ڪيترائي پڪڙ جي بہ چڪا آهن تہ اهي اصل ۾ يهودي ۽ عيسائي هئا لباس مٽائي امام قاضي ۽ مفتي بڻيا آهن.

فَوَيْلٌ لِّلَّذِينَ يَكْتُبُونَ الْكِتَابَ بِأَيْدِيهِمْ ثُمَّ يَقُولُونَ هَـذَا مِنْ عِندِ اللّهِ لِيَشْتَرُواْ بِهِ ثَمَناً قَلِيلاً فَوَيْلٌ لَّهُم مِّمَّا كَتَبَتْ أَيْدِيهِمْ وَوَيْلٌ لَّهُمْ مِّمَّا يَكْسِبُونَ(79) وَقَالُواْ لَن تَمَسَّنَا النَّارُ إِلاَّ أَيَّاماً مَّعْدُودَةً قُلْ أَتَّخَذْتُمْ عِندَ اللّهِ عَهْدًا فَلَن يُخْلِفَ اللّهُ عَهْدَهُ أَمْ تَقُولُونَ عَلَى اللّهِ

مَا لاَ تَعْلَمُونَ(80) بَلَى مَن كَسَبَ سَيِّئَةً وَأَحَاطَتْ بِهِ خَطِيـئَتُهُ فَأُوْلَـئِكَ أَصْحَابُ النَّارِ هُمْ فِيهَا خَالِدُونَ(81) وَالَّذِينَ آمَنُواْ وَعَمِلُواْ الصَّالِحَاتِ أُولَـئِكَ أَصْحَابُ الْجَنَّةِ هُمْ فِيهَا خَالِدُونَ(82)

**ترجمو:**

سو ويل آهي اهڙن ماڻهن لاءِ جيڪي پنهنجي هٿن سان ڪتاب لکن ٿا پوءِ ماڻهن کي چون ٿا تہ هي آهي الله وٽان مليل ڪتاب (هي پنهنجي ان ڪرتب سان) خريد ڪن ٿا ان کوڙ جي بدلي ۾ معمولي ملهہ، سو ويل آهي انهن لاءِ (انهن جي ان ڪرتوت تي)جيڪو لکيائون تہ پنهنجي هٿ سان ۽ ويل آهي انهن جي اهڙي ڪسب ڪرڻ تي (79) (جنهن کي روزگار جو ذريعو بنايو اٿن) ۽ چيائون تہ دوزخ جي باهہ اسان کي (سدائين تہ ڪانہ ملندي) سواءِ ٿورن ڳاڻيٽي وارن ڏينهن جي، تون انهن کي چؤ تہ ڇا توهان الله ڪان اهڙي ڪا ايگريمنٽ لکائي ورتي آهي ڇا؟ جو الله پنهنجي معاهدي ڪان ڪونہ ڦرندو يا اوهان الله جي خلاف اهي ڳالهيون ڪيو ٿا جن جي اوهان کي ڄاڻ ئي ڪانهي (80) هائو جن جو پيشو ئي بڇڙو هوندو (79-2) ۽ گهيري ۾ هوندو اهو پنهنجي ڏوهن جي تہ (ان سان) سڄو معاشرو ئي دوزخين جو ٿي ويندو جيڪي ان ۾ هميشہ رهندا ۽ جن ايمان آندو ۽ سڌارن وارا ڪم ڪيائون تہ اهي ماڻهو جنتي هوندا جيڪي ان ۾ هميشہ رهندا، (82) (ترجمو ختم)

## جدا جدا لفظن جي معني

**ويل:**

هي لفظ سنڌي ٻوليءَ ۾ پٽ پاراتي مهل استعمال ڪيو ويندو آهي ۽ هي عربي ٻوليءَ جي انهن لفظن منجهان آهي جيڪي مڪمل طور ساڳئي اچار ۽ ساڳي معني ۾ سنڌي ٻوليءَ جو لفظ بنجي ويو آهي، انهيءَ هوندي بہ هن لفظ جا قرآن حڪيم ۾ استعمال جا سڀ موقعا ڏسبا تہ ان جي وسيع مفهوم کي ماڻهو سمجهي ويندا، انهن موقعن منجهان ڪجهہ مثال عرض رکان ٿو.

پهريائين خود هن آيت نمبر 79 ۾ جيڪو ويل جو لفظ استعمال ٿيو آهي اهو انهن ماڻهن لاءِ آهي جيڪي پنهنجي هٿ گهڙي تحرير کي ڪنهن پاپولر هستيءَ جو ليبل ڏئي پوءِ ان کي بازار جي سودي وانگر ان جي خريدو فروخت منجهان پنهنجو پيٽ پالين، اڄ ڪلهہ سڄي دنيا ۾ ڪاپي رائٽ، جو قانون پاس ٿيل آهي جنهن مطابق ڪوئي شخص ڪنهن ٻئي مصنف ۽ پبلشر جو ڇاپيل ڪتاب انهن جي اجازت کانسواءِ پنهنجي اداري ۽ پبلشنگ ڪمپنيءَ نالي ڇپرائيندو تہ اهو ان ڏوهہ سبب سزا جو حقدار ٿيندو، هن علمي ۽ ڪتابي دنيا ۾ ان کهپلي کان سواءِ هڪ ٻيو بہ مڃيل ڏوهہ آهي اهو هي تہ ڪوئي شخص ڪنهن ٻئي

مصنف، ليکڪ، جي لکڻي ۾ عبارت بطور نقل ۾ چوريءَ جي بجاءِ اصل ليکڪ جي اجازت ڪانسواءِ هو پنهنجي نالي سان اها عبارت اها لکڻي پنهنجي ڪري پيش ڪري، يا پنهنجي لکڻين کي جناب رسول عليہ السلام طرف ڪوڙي نسبت سان انجي حديث ڪري يا پنهنجي ڳالهين کي الله جي قرآن جي معنىٰ قرار ڏيئي مشهور ڪري. اهو بہ عدالت جي قانون مطابق هڪ ڏوهہ آهي ڪاپي رائيٽ جي ڏوهہ ۾ ان جي سزا جو هت هن آيت ڪريمہ (2-79) ۾ علمي ۽ ڪتابي دنيا جو هڪ تمام وڏو ڏوهہ قرآن حڪيم لفظ ويل واري سزا سان متعارف ڪرايو آهي اهو آهي تہ ڪوئي رائيٽر ڪوئي ليکڪ، ڪوئي مصنف، ڪي لکڻيون ۽ تحريرون لکي تہ پاڻ، لکي تہ پنهنجي عقل ۽ سوچ واريون پر انهن جي نسبت ڪري ٻين نالي وارن مٿاهين هستين طرف، هن قسم جي هڪڙي ڏوهہ ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٽي عدد ڏوهہ سمايل آهن هڪڙو تہ ڪوڙ ڳالهائڻ تہ هيءَ منهنجي شئي ناهي فلاڻي جي آهي، ٻيو ان ٻي هستي ۽ شخص جي طرف هڪ هٿ ٺوڪيي غلط قسم جي فڪري ۽ نظرياتي فارمولي جي نسبت ڪرڻ جيڪا ڳالهہ ان کان صادرئي ڪانہ ٿي آهي، ٽيون ڏوهہ تہ ان باطل ۽ ڪوڙي لکت ڪوڙي نظريي ۽ ڪوڙي فڪري فارمولي سبب معاشري ۾ جيڪي ان جا خراب اثر پوندا- تہ اهڙن ماڻهن لاءِ رب پاڪ جيڪو فرمايو تہ انهن لاءِ ويل آهي، ان جي معني هيءَ ٿي ثابت ٿئي تہ اهڙن ماڻهن کي بليڪ لسٽ قرار ڏيئي هسٽري شيٽ قرار ڏنو وڃي جنهن جي نتيجي ۾ اهڙي ماڻهوءَ جا سڀ شهر حق ضبط.

ٻئي هنڌ جيڪو لفظ ويل جو استعمال ٿيو آهي تہ وَيْلٌ لِّكُلِّ أَفَّاكٍ أَثِيمٍ(45-7) يعني ويل آهي ان شخص لاءِ جيڪو معاشري ۾ رجعت پرستي ڦيلائڻ لاءِ ڪوڙ گهڙيندو رهي تهمتن وارا ڪوڙا الزام ڪوڙيون ڪهاڻيون ۽ افسانا گهڙيندو رهي، ۽ ٽئي هنڌ هن لفظ ويل جو استعمال آهي جيئن فَوَيْلٌ يَوْمَئِذٍ لِّلْمُكَذِّبِينَ(52-11) يعني عدل انصاف ڪرڻ واري وقت ڪوڙ ڳالهائيندڙن لاءِ ويل جو لقب انهن سان لاڳو ڪيو وڃي چوٿين هنڌ هن لفظ جو استعمال جيئن وَيْلٌ لِّلْمُطَفِّفِينَ(83-1) يعني ويل آهي گهٽ، وڌ، ماپ تور ڪرڻ وارن لاءِ، هونئن تہ لفظ ويل قرآن حڪيم ۾ اندازاً چاليهاروڪن ڀيرا استعمال ٿيو آهي، هر ڀيري سان قانون سازي لاءِ جدا جدا رهنمائي ملي ٿي، قرآن سان دل چسپي رکندڙ ماڻهو ۽ حق سچ جا ڳولائو ماڻهو جيڪڏهن قرآن منجهان معاشرن جا قانون تلاش ڪندا تہ يقين سان ڪنهن بہ ضرورت واري رهنمائيءَ کان محروم نہ ٿيندا، قرآن جو هي اعلان آهي تہ اڃو مونکان هر شئي پڇندا وڃو آئون اوهان جي سڀن سوالن جو جواب کولي کولي ٻڌائيندو ويندس (2-186) (25-33) سو آيت ڪريمہ (83-1) ۾ جن واپارين لاءِ ماپ تور ۾ گهٽ وڌائي ڪرڻ وارن لاءِ ويل جي سزا قرآن ٻڌائي آهي اها هتي دنيا ۾ بہ سزا ڏني ويندي، جن روايت پرست ماڻهن قرآن جي ترجمن ۽ تفسيرن لکڻ مهل ويل دوزخ جو هڪڙو طبقو قرار ڏيئي ان سزا کي دنيا مان هٽائي جڻ تہ انهن ٻئي جهان طرف منتقل ڪري ڇڏيو آهي اهو غلط آهي چو تہ قرآن مخالفن اهڙين فنڪارين سان ماڻهن کي جڻ تہ هيءَ سوچ ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ قرآن جي حڪمن

جو تعلق هن دنيا بدران صرف آخرت سان آهي. سو آيت (1-83) ۾ اهڙن واپارين لاءِ ويل جي معني ٿيندي ته انهن جي ڪاروبار ۽ ڪمپنين جون پرمنٽون رڌڪري انهن کي بليڪ لسٽ قرار ڏيئي انهن جي ڏيتي ليتي مٿان بندش لاڳو ڪري ڇڏيو، جيتري تائين سڌرڻ جي ضمانت نه ڏين، (5-4-24) ۽ جيڪو لفظ ويل جو ملڪ جي انتظامي بيوروڪريسيءَ لاءِ استعمال ڪيو ويو آهي ته فَوَيْلٌ لِّلْمُصَلِّينَ(4-107) يعني جيڪي بيوروڪريٽ بيواهي عوام کي دٻائن ۽ مسڪينن جي لاءِ کاڌ خوراڪ جو بلو نه ڪن ۽ ملڪي قانون جي بدناموسيءَ جو سبب بنجن ته اهڙن افسرن ۽ حاڪمن لاءِ ويل جو حڪم آهي، ته هتي ويل جي معني ساڳي بليڪ لسٽ ته ٿيندي پر ان ۾ ڊسمس فرام سروس جو حڪم به لازمي آهي، (59-19)

## يڪسبون:

هي صيغو جمع مذڪر غائب فعل مضارع معلوم جو آهي، لفظ ڪسب جي معني آهي ڪنهن ڪم جي عمل ۽ فعل کي پلاننگ، منصوبہ بندي ۽ پورهيي سان ڪرڻ ۽ اهو ڪم ڪرڻ به پنهنجي دنڌي ۽ روزگار ڪمائڻ جي مقصد سان هجي پوءِ اهو ڪڏهن به ضروري ناهي ته اهو ڪسب يا اهڙو ڪسب ڪو خالص جائز ۽ حلال طريقي وارو به هجي، ڪسب معني ڪمائڻ پوءِ اهو حلال هجي يا حرام، جائز هجي يا ناجائز، انهن معنائن جا مثال عرض رکجن ٿا جيئن يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُواْ أَنفِقُواْ مِن طَيِّبَاتِ مَا كَسَبْتُمْ وَمِمَّا أَخْرَجْنَا لَكُم مِّنَ الأَرْضِ (2-267) يعني اي ايمان وارو! پنهنجي ڪمائيءَ منجهان پاڪيزه ۽ سنيون سٺريون شيون خرچ ڪيو. ٻيو مثال هڪ ئي هنڌ جائز ڪمائي ۽ ناجائز ڪمائيءَ جو جيئن لاَ يُكَلِّفُ اللّهُ نَفْسًا إِلاَّ وُسْعَهَا لَهَا مَا كَسَبَتْ وَعَلَيْهَا مَا اكْتَسَبَتْ (2-286) يعني (الله جي پاران ڪنهن کي به تڪليف ڪانه ٿي ڏني وڃي ان جي سگهه کان وڌيڪ) هر نفس تي جيڪو بهتر ڪمائي ان جي فائدي لاءِ آهي ۽ جيڪو بروڪمائي اهو ان جي نقصان لاءِ آهي، هاڻ هتي هن آيت (2-79) ۾ ڪليي طرح رب پاڪ انهن ماڻهن لاءِ ٻڌائي ٿو جيڪي دنيا آخرت جي سچ کي ۽ حق جي رستي ۽ هدايت واري تعليم کي دڪان جي سودي وانگر ان ۾ قلمي فنڪاريءَ سان ملاوٽ ڪري ان کي الله جو ڪتاب سڏي ٿوري ملهه تي وڪڻن ٿا، انهن لاءِ قرآن پاڪ هي الفاظ استعمال ڪري ٿو ته وويل لهم ممايڪسبون يعني ويل آهي انهن علم فروشن لاءِ جيڪي حق سچ ۾ ملاوٽ ڪري ان کي الله جو لکيو سڏي معمولي ملهه تي وڪڻڻ جو ڪسب وينا ٿا ڪن يعني اهي سچ کي وڪڻندڙ ڪسب وينا ڪن.

## وقالوالن تمسناالنار:

لفظ مس جي معني آهي ڇهڻ، ان معني ۾ ڪنهن شئي جو ڪنهن شي جي ڪل کي يا جز کي ڇهڻ سان حاصل ڪرڻ به شامل آهي، ان جو مثال لَّا يَمَسُّهُ إِلَّا الْمُطَهَّرُونَ(56-79) يعني بلاشڪ هي قرآن وڏي عزت وارو آهي جيڪو هڪ محفوظ ڪتاب ۾ آهي جنهن جي علميت کي پاڪيزه دل دماغ واري ماڻهوءَ کان سواءِ ڪوئي ڇهي به نٿو سگهي، لفظ مس جي

پنهنجي اصل معني ڇهڻ، اها بطور ڪنايي جي زال مڙس جي جماع لاءِ به ڪتب آندي وئي آهي، جنهن جو مثال جيئن لاَّ جُنَاحَ عَلَيْكُمْ إِن طَلَّقْتُمُ النِّسَاء مَا لَمْ تَمَسُّوهُنُّ أَوْ تَفْرِضُواْ لَهُنَّ فَرِيضَةً (2-236) يعني جيڪڏهن اوهان انهن زالن کي طلاق ڏئي ويهو اڳي جماع ڪرڻ کان، انهيءَ حال ۾ جو اوهان انهن لاءِ مهر به مقرر ڪري وينا آهيو ته پوءِ اهڙي طلاق جي صورت ۾ مقرر ڪيل مهر جو اڌ ڏيڻو پوندو، ان ساڳي معني جو ٻيو مثال جيئنقَالَتْ أَنَّى يَكُونُ لِي غُلَامٌ وَلَمْ يَمْسَسْنِي بَشَرٌ وَلَمْ أَكُ بَغِيًّا(20-19) يعني چيو بي بي مريم ته اي منهنجا رب ڪيئن ٿيندو مون کي ٻار مونکي ته ڪنهن ماڻهوءَ ڇهيو ئي ناهي، ته هن جڳهه تي ڇهڻ جي معني اها ڪنايو آهي همبستري ۽ جماع جي معني ۾، يعني لفظ مس پنهنجي اصل معني بدران ڪنايي واري معني ۾ آهي.

## آيت نمبر 79 کان 82 تائين منجهان ملندڙ حقيقتون

آيت نمبر 78 ۾ ٻڌايو ويو ته اهل ڪتاب وارن پنهنجي عوامي قسم جي ماڻهن کي ڄاڻي ٻجهي جاهل رکيو ۽ انهن کي اصل توريت ۽ انجيل جي تعليم کان محروم رکيو، نه رڳو ايترو پر پوءِ آيت نمبر 79 جي ڏس مطابق ته وري اهل ڪتاب جي مذهبي اڳواڻن پنهنجي هٿن سان الڪتاب يعني علم وحي جي نالي سان جيڪي ڳالهيون لکيون ۽ انهن بابت ماڻهن ۾ هي مشهور ڪيو ته اصل دين ۽ اصل شريعت هنن جون ناهيل هي حديثون آهن جيڪي وحي خفي آهن جيڪا الله اوهان ڏي موڪلي آهي، پوءِ هنن جي هٿ ٺوڪين لکٽين ۾ ڦورو ماڻهن جي مفادن واريون ڳالهيون هونديون هئيون سو انهن کان انهن جي مفادن ۾ لکيل ڳالهين جي عوض وڏيون وڏيون رقمون وصول ڪندا هئا جنهن کي رب پاڪ ثمن قليل سڏيو آهي، انهن مذهبي پيشوائن جيترين به وڏيون رقمون ورتيون هونديون الله عزوجل ان کي پوءِ به معمولي ملهه سڏي ٿو، ٿوري قيمت انڪري جو جيتري به گهڻي هوندي نيٺ ته ختم ٿيندي. سال 1983 يا 1984 جي ڳالهه آهي ته ڪراچي شهر جي هڪ وڏي ماهر عالم دين مون کي چيو ته مون وٽ سيٺ ٻاواني جي عائشه باواني ٽرسٽ جو مينيجر آيو ۽ چيائين ته اسان کي اوهان قرآن منجهان لامحدود ملڪيت ڌارڻ ۽ رکڻ لاءِ مضمون يا ڪتاب لکي ڏيو اسان اوهان کي ان جو منهن گهريو اجورو ڏينداسون، ان لاءِ اوهان مون کي مشورو ڏيو ته آءٌ ان کان ڪيتري قيمت گهران مون ان کي جواب ۾ چيو ته هي ڳالهه ته تمام سولي آهي هن طرح سان ته اوهان پنهنجي ضمير ۽ ايمان جي قيمت جو اندازو پاڻ لڳايو، پوءِ ايتري قيمت سيٺ کان وصول ڪيو، سو پڙهندڙ مهربان هن آيت نمبر (2-79)کي غور سان پڙهو توڙي ڪٽي ماقبل ۽ مابعد جي آيتن ۾ هي موضوع زمانه نزول قرآن ۽ ان کان اڳي واري دور سان تعلق رکي ٿو پر خاص هن آيت 79 کي رب تعالىٰ لفظن جي چوند ۾ اهڙي ته عموم واري درجي تي رکيو آهي جو قيام قيامت تائين اهل ڪتاب توڙي مسلم امت جي ايمان فروشن مٿان هر دور ۾ هي آيت ڪريمه فٽ اچي ٿي، اڳتي آيت

نمبر 80 ۾ قرآن پاڪ اهل ڪتاب جي مولوين جو هي نظريو ٻڌايو آهي ته هو چوندا هوا ته اسان کي دوزخ جي باهه ۾ ڪونه وڌو ويندو، جيڪڏهن ائين ڪيو به ويو ته اهي ڪي ٿوري ڳاڻيٽي وارا به چار ڏينهن، رب سائين انهن کي جواب ۾ فرمائي ٿو ته ڇا توهان مون کان ڪا اهڙي تحريري ايگريمنٽ لکائي ورتي آهي ڇا؟ مون الله جي مٿان اهڙا ڪوڙ ڇو ٿا هڻو، پر مسلم امت جا قرآن پڙهندڙ مهربان غور ڪن ته يهودين ۽ نصارن ته دوزخ مان ٿورن ڏهاڙن کان پوءِ نڪري اچڻ جا جيڪي ڪوڙ ٺاهيا انهن کي ته قرآن وائکو ڪيو، پر اسان مسلم ۽ مؤمن سڏائيندڙ سوچيون ۽ غور ڪيون ته قرآن حڪيم جيڪو دوزخ ۾ وڃڻ وارن متعلق اندازاً ٻتيهه ڀيرا فرمايو آهي ته آهي خالدين فيها هميشه لاءِ دوزخ ۾ رهندا ۽ سموري قرآن ۾ هڪ ڀيرو به دوزخ وارن کي اتاهون معافي ڏيڻ ۽ ٻاهر ڪڍڻ جي ڳالهه ڪانه ڪئي وئي آهي انهيءَ باوجود يهودين ۽ نصارن جي عالمن لاءِ ته قرآن حڪيم ٻڌايو ته يَكْتُبُونَ الْكِتَابَ بِأَيْدِيهِمْ ثُمَّ يَقُولُونَ هَذَا مِنْ عِندِ اللَّهِ ، يعني پاڻ پنهنجي هٿن سان گهڙي لکي پوءِ ماڻهن کي چون ٿا ته هي الله جو لکيو ٿا اوهان کي ٻڌايون، پر مسلم امت جي عالمن الله مٿان ڪوڙ هڻڻ سان گڏ پنهنجي عظيم الشان خاتم الرسل مٿان به ڪوڙ هڻي ٻڌايا ته انهن الله کان پڇي پوءِ اسان کي ٻڌايو آهي ته رمضان مهيني جي هر رات ۾ جن ماڻهن تي دوزخ واجب ٿيل هوندو انهن کي به ڇوٽڪارو ڏئي جنت ۾ موڪليو ويندو. (ڪتاب ترمذي، ابواب الصوم جي پهرين حديث ڪتاب جي حديث نمبر 682) جڏهن ته روزي کي قران پاڪ جرمانو، ڇٽي ۽ وبال يعني مصيبت سڏيو آهي (5-89) ۽ (5-95).

آيت نمبر 79 ۾ هٿ گهڙين ڳالهين کي لکي انهن لاءِ هي مشهور ڪرڻ ته هذامن عندالله يعني هي به الله طرفان ڳالهيون مليل آهن جيئن مسلم امت جا مذهبي اڳواڻ به خلاف قرآن هٿ گهڙين ڳالهين کي جناب رسول عليه السلام جي حديث قرار ڏئي پوءِ ان کي وحي خفي جي نالي سان مشهور ڪندا ٿا وتن ته رب پاڪ آيت 79 ۾ انهن لاءِ فرمايو ته ويل لهم مما يكسبون يعني انهن لاءِ ويل آهي انهن جي انهي ڪسب جي ڪري ته آيت نمبر 80 — 81 ۾ به انهن لاءِ جيڪي چون ٿا ته دوزخ جي سزا عارضي آهي، ٿورن ڏينهن ۾ يا مهيني رمضان جي برڪت سبب ڇوٽڪارو ملندو ۽ دوزخ مان نڪري بهشت ۾ ايندا سون ته قرآن پاڪ انهن کي به هن آيت ۾ بلى من كسب سان متعارف ڪرايو ته هائو اهي ڪاسبي آهن ۽ ڪسب ڪرڻ وارن جا ڏوهه ايترا ته آهن جن انهن کي احاطي ۾ گهيري ڇڏيو آهي سو اهڙا ڪاسبي به اصحاب النار يعني دوزخي آهن ۽ اهي هم فيها خالدون ان ۾ هميشه رهندا، پوءِ لڳو لڳ آيت نمبر 82 ۾ رب پاڪ ايمان آڻڻ ۽ عمل صالح ڪرڻ وارن جي لاءِ فرمايو ته اهي جنت ۾ ويندا ۽ اهي به اتي هم فيها خالدون هميشه رهندا، گهڻي غور ڪرڻ سان هي ثابت ٿئي ٿو ته آيت نمبر 79 کان آيت 82 يعني چئن آيتن جو مضمون ۽ مذڪور به هڪڙو ئي آهي.

وَإِذْ أَخَذْنَا مِيثَاقَ بَنِي إِسْرَائِيلَ لاَ تَعْبُدُونَ إِلاَّ اللّهَ وَبِالْوَالِدَيْنِ إِحْسَاناً وَذِي الْقُرْبَى وَالْيَتَامَى وَالْمَسَاكِينِ وَقُولُواْ لِلنَّاسِ حُسْناً وَأَقِيمُواْ الصَّلاَةَ وَآتُواْ الزَّكَاةَ ثُمَّ تَوَلَّيْتُمْ إِلاَّ قَلِيلاً مِّنكُمْ وَأَنتُم مِّعْرِضُونَ(83)

**ترجمو:**

۽ جڏهن اسان بني اسرائيل کان وعدو ورتو ته الله کانسواءِ ڪنهن جي به حڪمن (۽ قانونن) تي نه هلندو ۽ پيءُ ماءُ سان سهڻو سلوڪ هلندو ۽ مٽن مائٽن، پاڙي وارن، بي واهن ۽ جن جو هلندڙ هلڻ بيهي ويو هجي (انهن سان به سهڻو سلوڪ هلندو) ۽ عام ماڻهن سان به سهڻو برتاءُ ڪندو، (انهن سڀن ڪمن لاءِ) قائم ڪجو (اسان جي طرفان مليل علم وحي) جي تابعداريءَ واري نظام کي (جنهن جي ذريعي) ڏجو ماڻهن کي سامان پرورش، پوءِ توهان پوئين پنڌ هليا ويا سواءِ ٿورڙن جي ۽ توهان منهن مڙيندڙ آهيو(83).

## جدا جدا لفظن جي معني

### احسانا:

لفظ احسان هي باب افعال جو مصدري صيغو آهي، هن جي معني گردانن جي صيغن مطابق مٽبي رهندي هن جي اصل مادي حسن جي معني آهي سونهن سوڀيا، جيڪا شي پنهنجي متناسب بيهڪ سبب وڻندي هجي هيءَ معني ته مادي جسماني شين جي سهڻين هجڻ جي لحاظ سان ٿي پر سهڻائي ۽ سونهن اخلاق، برتاءَ ۽ بهيور سان به ٿيندي آهي قرآن حڪيم ڪيترن ئي هنڌن تي حسنہ جي مقابلي ۾ سيئہ جو لفظ آندو آهي سو ان تقابل منجهان معني واضح آهي ان جي معني آهي ڪنهن سان به اهڙو سلوڪ هلڻ ورتاءُ اختيار ڪرڻ جو اڳلي کي راحت ۽ سڪون پيو محسوس ٿيندو هجي، اهڙين سڀن معنائن جا مثال قرآن حڪيم ۾ موجود آهن، تقابل واري هنر سان معني سمجهائڻ جو مثال جيئن وَلَا تَسْتَوِي الْحَسَنَةُ وَلَا السَّيِّئَةُ ادْفَعْ بِالَّتِي هِيَ أَحْسَنُ فَإِذَا الَّذِي بَيْنَكَ وَبَيْنَهُ عَدَاوَةٌ كَأَنَّهُ وَلِيٌّ حَمِيمٌ(34-41) يعني نيڪي ۽ بدي ٻئي برابر نٿيون ٿي سگهن، ڪوئي قصو، ڪوئي مضمون ڪائي ڪٿا سهڻي هجي ته ان جو مثال جيئن نَحْنُ نَقُصُّ عَلَيْكَ أَحْسَنَ الْقَصَصِ (3-12) يعني اسان تنهنجي لاءِ قصن منجهان تمام سهڻو قصو بيان ڪيون ٿا، ماڻهن جي سونهن سوڀيا جو مثال جيئن وَصَوَّرَكُمْ فَأَحْسَنَ صُوَرَكُمْ (64-40) يعني رب پاڪ اوهان کي صورت بخشي ۽ اها تمام سهڻي صورت ڪيائين توهان جي، ڪنهن انسان سان سهڻو سلوڪ هلڻ جو مثال جيئن هَلْ جَزَاءُ الْإِحْسَانِ إِلَّا الْإِحْسَانُ(60-55) يعني ڪوئي ڪنهن سان نيڪي ڪري ته ان جو بدلو به نيڪي کان سواءِ ٻيو ڪجهه ناهي، والدين سان نيڪي ڪرڻ جو حڪم ته هن آيت ۾ آهي ئي آهي.

**ذي القربيٰ:**

لفظ قربىٰ جو اصل مادو ق-ر-ب آهي هن لفظ جي معني آهي مطلق ويجهڙائي- پوءِ اها ويجهڙائي فاصلي جي هجي يا دوستي جي هجي يا رشتي داري جي هجي يا هم خيالي جي هجي، قرآن حڪيم ان اصل معني کي پنهنجي مخصوص فن تقابل سان سمجهايو آهي ته فَإِن تَوَلَّوْا فَقُلْ آذَنتُكُمْ عَلَىٰ سَوَاءٍ وَإِنْ أَدْرِي أَقَرِيبٌ أَم بَعِيدٌ مَّا تُوعَدُونَ(109-21) يعني آئون نٿو ڄاڻان ته جنهن شيءِ جو اوهان سان وعدو ڪيو ويو آهي اهو ويجهو آهي يا پري آهي، لفظ ذي القربي جي معني ۽ مفهوم ۾ قرابت مٽي مائٽيءَ جي ۽ قرابت فڪري ۽ نظرياتي بئي هڪڙي مقدار ۾ شامل آهن قرآن حڪيم پاڙيسرين ۾ به هي فرق سمجهايو آهي ته جن جاگهر اوهان کي ويجها آهن پوءِ ان ويجهڙائي وارا اهي توهان جا نظرياتي ساٿي هجن يا رشتن ۾ ويجها هجن يا صرف گهرن جي جڳهن جي فاصلي ۾ ويجهڙائي ۾ هجن اهي به ذي القربىٰ جي معني ۾ شامل آهن ان جي مثال لاءِ آيت نمبر (36-4) تي باقاعدي غور ڪيو وڃي، جيتري تائين هن لفظ ذي القربي جي حوالي سان علمي ميدان ۾ وڏي طوفان جيترو بحث هلايل آهي ته جناب رسول الله عليہ السلام جا ذوي القربي وارا رشتي وارا صرف علي ۽ حسن حسين آهن ۽ جناب رسول جي ٻين ٽن نياڻين جي اولاد لاءِ انهن جي ذي القربي ۾ شموليت بابت جڻ ته هي فيصلہ ڪن انداز ۾ ڪوڙهڻي فرمائيندا آهن ته اهي نياڻيون بغير اولاد جي گذاري وئيون هئيون، ڪي ماڻهو انهن کي نبيءَ جون اڳ ڄايون ڪري انهن جي نبي پاڪ جي ڌيئرن هجڻ جو به انڪار ڪندا آهن اسان انهيءَ سموري مامري ۾ ڪوبہ دخل نہ ڏيندي صرف هيترو عرض ڪنداسين ته سوٽ ۽ ڏوهٽا رشتيداريءَ ۾ ايتري به اهميت ڪونہ ٿا رکن جو انهن کي ترڪي جي مال منجهان ڪوئي ذرو پرزو ملي سگهي!! ۽ فوتيءَ جا نڪي آل سڌي سگهجن ٿا ۽ نہ ئي وارث بنجي سگهن ٿا، قرآن حڪيم ۾ رشتي وارن جن وارثن کي ذوي القربي جي بنياد تي ورثي جي حصي پتي ملڻ جو تفصيل ڏنل آهي اهو پڙهي ڏسن ته انهن ۾ سوٽ ۽ ڏوهٽن ڏوهٽين جو ڪٿي به ذڪر ڪونهي، ته گهٽ ۾ گهٽ ترڪي واري مال جي وارث بنجڻ وارن ذوي القربي جي لسٽ ۾ سوٽ ۽ ڏوهٽا ذوي القربي مان نہ ڳڻيا ويا آهن، انهن ذوي القربي وارن مائٽن جي پيٽ ۾ جن لاءِ قرآن حڪيم حصن پتين جو ذڪر ۽ تفصيل ڏنو آهي، ٻيا ذوي القربي وارا جن کي ورثي منجهان ڪجهه به ناهي ملڻو ته اهي حصي لهڻ وارن جي پيٽ ۾ ڪجهه پري به ٿيا اهي ۽ نسبتاً ورثي ڪٽندڙن جيترا به ذوي القربي ڪو نہ ٿيا.

**واليتاميٰ:**

يتيم جو لفظ قرآن حڪيم ۾ اندازاً ڪل ٽيويهه ڀيرا استعمال ٿيو آهي، انهن سڀن استعمالن مٿان عبارت جي ماقبل ۽ مابعد يعني اڳ پوءِ جي حوالن سان ڏسبو ته لفظ يتيم جون سڀ معنائون نڪري اينديون، يتيم جي هڪڙي معني آهي بي سهارو جنهن کي ٽيڪ جي، پناهہ ۽ مدد جي، ضرورت هجي، ان جو مثال جيئن أَلَمْ يَجِدْكَ يَتِيمًا فَآوَىٰ(93-6) يعني اي نبي ڇا توکي تنهنجي رب يتيم نہ لڌو پوءِ توکي پناهہ ڏنائين- هن ئي مثال ۾ هي به ثابت ٿيو ته

يتيم ماڻهو جيئن عمر جي لحاظ سان بالپڻي جي عمر ۾ هوندو آهي تيئن وڏي عمر واري کي به يتيم چئي سگهجي ٿو، وڏي عمر واري کي يتيم چوڻ جو ٻيو مثال جيئن وَيَسْتَفْتُونَكَ فِي النِّسَاء قُلِ اللّهُ يُفْتِيكُمْ فِيهِنَّ وَمَا يُتْلَى عَلَيْكُمْ فِي الْكِتَابِ فِي يَتَامَى النِّسَاء الَّلاتِي لاَ تُؤْتُونَهُنَّ مَا كُتِبَ لَهُنَّ (4-127) يعني سوال پڇن ٿا تو کان عورتن جي باري ۾ تون انهن کي چئو ته الله فتوي ڏئي ٿو توهان کي انهن جي باري ۾ ۽ جيڪو ڪتاب ۾ پڙهيو وڃي ٿو يتيم عورتن جي باري ۾ هن آيت ۾ اڳتي بيواهي عورتن جي يتيمن جي باري ۾ ذڪر آهي. هن آيت ڪريمه ۾ جن عورتن کي يتيم سڏيو ويو آهي اهي اولاد واريون آهن يعني عمر ۾ وڏيون آهن، يتيم جي ننڍي عمر وارو هجڻ جو مثال جيئن وَأَمَّا الْجِدَارُ فَكَانَ لِغُلَامَيْنِ يَتِيمَيْنِ فِي الْمَدِينَةِ (18-82) يعني جيڪا پت ڪرڻ جي خوف کان سڌي ڪري بيهاري هئي سون اها شهر جي ٻن يتيمن ٻارن جي هئي، انهي معني جو ٻيو مثال جيئن وَلاَ تَقْرَبُواْ مَالَ الْيَتِيمِ إِلاَّ بِالَّتِي هِيَ أَحْسَنُ حَتَّى يَبْلُغَ أَشُدَّهُ (6-152) يعني يتيم جي مال ڏي (خيانت جي خيال کان) ويجها به نه وڃو سواءِ سهڻي ۽ درست مقصد جي جيستري تائين هو پڪي جوانيءَ کي پهچي.

## والمساڪين:

هي جمع جو صيغو آهي هن جو واحد مسڪين آهي، هن جو اصل سه حرفي مادو س-ڪ-ن آهي هن جي اصل معني آهي ڪنهن شيء جو ڪنهن ماڻهوءَ جو هلندي هلندي بيهي وڃڻ، مسڪين ماڻهوءَ کي مسڪين به ان معني ۾ چيو ويندو آهي جو ان جو هلندڙ ڪارو بار ۽ هلڻ بيهي وڃي، انهي معني جو ثبوت قرآن حڪيم منجهان جيئن أَلَمْ تَرَ إِلَى رَبِّكَ كَيْفَ مَدَّ الظِّلَّ وَلَوْ شَاء لَجَعَلَهُ سَاكِنًا ثُمَّ جَعَلْنَا الشَّمْسَ عَلَيْهِ دَلِيلًا(25-45) يعني ڇا تو هن ڳالهه تي غور نه ڪيو ته ڪيئن (تنهنجي رب) ڊگهو ڪيو پاڇي کي جيڪڏهن هو گهري ها ته ان کي بيهاري به ڇڏي ها، ۽ انهيءَ پاڇي جي (هلندي رهڻ تي) اسان سج کي دليل بنايوسين. انهي معني جو ٻيو مثال جيئن هُوَ الَّذِي جَعَلَ لَكُمُ اللَّيْلَ لِتَسْكُنُواْ فِيهِ وَالنَّهَارَ مُبْصِرًا إِنَّ فِي ذَلِكَ لآيَاتٍ لِّقَوْمٍ يَسْمَعُونَ(10-67) يعني الله اها ذات آهي جنهن اوهان لاءِ رات کي بنايو سڪون لاءِ ۽ ڏينهن کي روشني ڏيندڙ، عربي ٻولي ۾ ڇري چاقوءَ کي سڪين چيو ويندو آهي اهو به هن مناسبت سان ته جنهن تي به ڇري چاقو وهايو ويندو ته ان سان ان ڪنل ماڻهوءَ ۽ جانور جي چرپربند ٿي ويندي، عربي ٻوليءَ ۾ گهر جو هڪڙو نالو مسڪن به آهي، جنهن جي مناسبت معني جي لحاظ سان هي آهي ته ان ۾ ماڻهو آرام ۽ حفاظت حاصل ڪري ٿو، جنهن جو مثال جيئن حَتَّى إِذَا أَتَوْا عَلَى وَادِي النَّمْلِ قَالَتْ نَمْلَةٌ يَا أَيُّهَا النَّمْلُ ادْخُلُوا مَسَاكِنَكُمْ لَا يَحْطِمَنَّكُمْ سُلَيْمَانُ وَجُنُودُهُ وَهُمْ لَا يَشْعُرُونَ(27-18) يعني راڻي نمله پنهنجي قوم نمل کي چيو ته پنهنجي گهرن ۾ داخل ٿي وڃو ته ڪٿائين سليمان ۽ ان جو لشڪر اوهان کي (پنهنجو مخالف سمجهي) پيچي نه لاهي وجهيو، ۽ مسكنة لفظ جي معني غضب خدا جو به آئي آهي جيئن وَضُرِبَتْ عَلَيْهِمُ الذِّلَّةُ وَالْمَسْكَنَةُ وَبَآؤُوْاْ بِغَضَبٍ مِّنَ اللهِ (2-61) يعني انهن يهودين مٿان ذلت

خواري ۾ هر وقت ڏمر جي طرف منهن هجڻ واري صورتحال جو لاڳو رهڻ- اهڙيون سڀ معنائون ۾ ڪي ٻيون به ان مادي منجهان نڪرن ٿيون.

**الزكوٰة:**

زڪي-يزڪي- تزڪية- لفظ زڪوٰة جي معني آهي. پرورش، پالڻ، واڌ، ويڌ، ڦٽڻ ۾ وڌڻ، هن معني جو تعلق، نباتات زراعت ۾ حيواني جسمن سان آهن، حيوانات جي حوالي سان معني ڪبي پرورش، پالنا، پالڻ، ايگريڪلچر سائنس جي تحقيق مطابق نباتات کي به ساهدار شين مان شمار ڪيو وڃي ٿو جنهن جو ثبوت قرآن ۾ آهي وَجَعَلْنَا مِنَ الْمَاء كُلَّ شَيْءٍ حَيٍّ أَفَلَا يُؤْمِنُونَ(30-21) آهي يعني اسان هر شئي کي پاڻي منجهان حياتي ڏني آهي، نباتات جي حياتيءَ لاءِ قرآن فرمايو ته إِنَّ اللّهَ فَالِقُ الْحَبِّ وَالنَّوَى يُخْرِجُ الْحَيَّ مِنَ الْمَيِّتِ وَمُخْرِجُ الْمَيِّتِ مِنَ الْحَيِّ(95-6) يعني الله ٻج جي داڻي ۾ ککڙيءَ کي چيري ان مرده مان زنده شئي کي ڪڍي ٿو، ته هاڻي اسان هت زڪوة جي معني جو ثبوت صرف حيوانات لاءِ ڏينداسون وڏيڪ ان کي نباتات سان هر ڪوئي پاڻ لاڳو ڪري، اجا وڌيڪ عرض ته زڪوٰة بمعني جسماني پالنا ۾ پرورش سان گڏ، علمي فڪري ذهني نظرياتي سڌارو ۾ اصلاح اهو به زڪوٰة جي معني مفهوم ۾ شامل آهي، جسماني زڪوة يعني بهتر نشو نما جو مثال جيئن فَابْعَثُوا أَحَدَكُم بِوَرِقِكُمْ هَذِهِ إِلَى الْمَدِينَةِ فَلْيَنظُرْ أَيُّهَا أَزْكَى طَعَامًا فَلْيَأْتِكُم بِرِزْقٍ مِّنْهُ وَلْيَتَلَطَّفْ وَلَا يُشْعِرَنَّ بِكُمْ أَحَدًا(19-18) راشن خريد ڪرڻ واري کي هت حڪم ڏنو ويو آهي ته اهو سيڌو ونجاءِ جيڪو کائڻ پيئڻ ۾ زياده پرورش ڪندڙ هجي، انهيءَ ساڳي معني جي لاءِ ٻيو مثال جيئن فَانطَلَقَا حَتَّى إِذَا لَقِيَا غُلَامًا فَقَتَلَهُ قَالَ أَقَتَلْتَ نَفْسًا زَكِيَّةً بِغَيْرِ نَفْسٍ لَّقَدْ جِئْتَ شَيْئًا نُّكْرًا(74-18) يعني توهي ڇا ڪيو جو هڪڙو چاق چو بند جوان بغير ڪنهن جي بدلي جي ناحق قتل ڪري ڇڏئيي هي ڪم ته تو ڏاڍو برو ڪيو، ان معني ڪانسواءِ لفظ زڪوة جي معني ذهني فڪري ۾ نظرياتي اصلاح ۾ سڌارو، ان جو مثال جيئن رَبَّنَا وَابْعَثْ فِيهِمْ رَسُولاً مِّنْهُمْ يَتْلُو عَلَيْهِمْ آيَاتِكَ وَيُعَلِّمُهُمُ الْكِتَابَ وَالْحِكْمَةَ وَيُزَكِّيهِمْ إِنَّكَ أَنتَ العَزِيزُ الحَكِيمُ(129-2) هي دعا آهي جناب ابراهيم عليہ السلام جي ته اي رب اسان جا اثار تون انهن ۾ هڪ رسول انهن مان جيڪو انهن اڳيان تنهنجيون آيتون پڙهي ۾ سيکاري انهن کي ڪتاب ۾ حڪمت ۾ پاڪيزه بنائي (دليون ۾ دماغ) انهن جا تحقيق تون غالب ۾ حڪمت وارو آهين_ محترم پڙهندڙن جي خدمت ۾ عرض آهي ته پوري قرآن ۾ الله جي آيتن پڙهڻ سان جيڪو ماڻهن جو علمي ذهني فڪري تزڪيو ٿئي ٿو پر جن آيتن ۾ يزڪيهم يايزڪيڪم جا لفظ استعمال ٿيا آهن اهي ڪل پنج آهن سو قرآن جي آيتن سان تزڪيي جي معني آهي ذهني فڪري ۾ علمي سڌارو ۾ نظرياتي سڌارو، انهن پنجن مثالن منجهان هڪ آيت هاڻ اوهان پڙهي چڪا باقي اوهان پڙهي ڏسندا (2-151) (2-174) (3-164) (2-62) هنن مثالن کان وڌيڪ به ڪيترائي ٻيا مثال به قرآن ۾ موجود آهن.

**توليتم:**

هي صيغو جمع مذڪر مخاطب فعل ماضي معلوم جو آهي، هن لفظ جون اعرابن جي لحاظ سان ٽي عدد ڪيفيتون آهن ۽ معنائن ۾ به فرق اچي ٿو وڃي، جيڪڏهن هن لفظ ولّي ۾ لام کي شد ڏني ويندي ته معني ٿيندي پٺي ڏئي هليو وڃڻ، پوءِ ان لفظ جي سين صيغن ۾ معني اها ساڳي رهندي مثال جيئن وَإِذَا تُتْلَى عَلَيْهِ آيَاتُنَا وَلَّى مُسْتَكْبِرًا كَأَن لَّمْ يَسْمَعْهَا كَأَنَّ فِي أُذُنَيْهِ وَقْرًا فَبَشِّرْهُ بِعَذَابٍ أَلِيمٍ(7-31) يعني جنهن وقت پڙهيو وينديون مٿس آيتون اسانجون ته وڏائي سان پٺي ڦيري ائين ته هليو ويندو ڄڻ ته ڪجهه ٻڌائين به ڪونه، اعراب جي لحاظ سان ٻي ڪيفيت ته حرف آخر "يا" کي شد ڏني ويندي ته معني ٿيندي دوست ساٿي جنهن جو مثال اللّهُ وَلِيُّ الَّذِينَ آمَنُواْ (257-2) يعني الله مدد گار ۽ وارث آهي مؤمنن جو، جيڪڏهن ڪنهن به حرف تي شد نه ڏني ويندي ته ان صورت ۾ به معني دوستي مدد ڪرڻ ۽ وارثيءَ واري ٿيندي ان جو مثال جيئن وَالَّذِينَ آمَنُواْ وَلَمْ يُهَاجِرُواْ مَا لَكُم مِّن وَلاَيَتِهِم مِّن شَيْءٍ حَتَّى يُهَاجِرُواْ (72-8) يعني جن ماڻهن ايمان آندو ۽ هجرت نه ڪئي ته انهن جي دوستيءَ جو توهان جي مٿان ڪوئي حق ڪونهي جيترو تائين هجرت نه ڪن، هاڻي صيغا وليّ، ولايت، مولي، انهن سين جي معني ٿيندي دوست، ساٿي، مددگار، هي ڳالهه ذهن ۾ رکڻ گهرجي ته ولايت ۽ وليّ هي ڪوئي منصب ۽ عهدو ناهي جيئن نبوت جو عهدو الله جي پاران عطا ڪيو ويندو آهي، يعني نبوت عطائي شي آهي جيڪا هاڻي جناب خاتم الانبياءُ محمد عليہ السلام جن کانپوءِ بند آهي ۽ ولايت ڪسبي شيءِ آهي يعني جيڪو وهي سو لهي، جو به شخص الله پاران مليل قرآن واري ڏسيل نظام ۽ قانون مٿان ايمان آڻيندو ته ذَالِكَ بِأَنَّ اللهَ مَوْلَى الَّذِينَ آمَنُوا وَأَنَّ الْكَافِرِينَ لَا مَوْلَى لَهُمْ(11-47) يعني جن ماڻهن ايمان آندو ته انهن جو مولي الله آهي ۽ ڪافرن جو ڪوئي مولي ناهي.

## ولي ڪير ٿي سگهي ٿو ۽ ولايت ڇاهي

إِنَّمَا وَلِيُّكُمُ اللّهُ وَرَسُولُهُ وَالَّذِينَ آمَنُواْ الَّذِينَ يُقِيمُونَ الصَّلاَةَ وَيُؤْتُونَ الزَّكَاةَ وَهُمْ رَاكِعُونَ(55-5) بلاشڪ اوهان جو دوست الله ۽ ان جو رسول ۽ اهي ماڻهو آهن جن ايمان آندو. (مؤمن اهي آهن) جيڪي نظام قائم ڪن ٿا جيڪو قرآن کان مليل آهي ان جي تابعداري وارو اهو نظام جنهن سان رعيت جي هر طرح جي پرورش ٿئي ۽ اهي احڪام الاهي کي مڃيندڙ آهن، هن آيت ڪريمہ منجهان الله جو ولي هجڻ ۽ جناب رسول الله جو ولي هجڻ ۽ انهن سين مؤمنن جو ولي هجڻ ثابت ٿيو جيڪي قرآن ذريعي مليل نظام کي مڃڻ ۽ قائم ڪرڻ وارا هوندا، وڌيڪ اڳتي رب پاڪ سمجهايو ته وَمَن يَتَوَلَّ اللّهَ وَرَسُولَهُ وَالَّذِينَ آمَنُواْ فَإِنَّ حِزْبَ اللّهِ هُمُ الْغَالِبُونَ(56-5) يعني جو به شخص الله ۽ ان جي رسول، ۽ مؤمنن سان دوستي رکندو ته اهي سڀ حزب الله بنجي ويا، (يادرکو) ته فتح ۽ غلبو الله جي پارٽيءَ کي حاصل ٿيندو.

## معرضون:

هي صيغو جمع مذڪر اسم فاعل جو آهي، لفظ عرض جي هڪڙي معني آهي ڪنهن شيء کي ڪنهنجي اڳيان پيش ڪرڻ، ٻي معني آهي منهن موڙڻ، ٽي معني آهي سامان، چوٿين معني آهي ڪنهن شئي جي موڪرائي، اها ويڪر جيڪا ڏيگهه جي پيٽ ۾ چئي ويندي آهي انهن سڀن معنائن جي ڄاڻ ۽ تعين گفتگو جي اڳ پوءِ منجهان مقرر ڪئي ويندي آهي، انهن سڀن معنائن جا مثال قرآن حڪيم منجهان پيش ڪجن ٿا، ڪنهن شئي کي ڪنهن جي اڳيان پيش ڪرڻ جو مثال جيئن وَعَلَّمَ آدَمَ الأَسْمَاء كُلَّهَا ثُمَّ عَرَضَهُمْ عَلَى الْمَلاَئِكَةِ (2-31) يعني رب پاڪ آدم کي سڀ شين جا نالا (مصرف ۽ ڪارج سميت) سيکاريا پوءِ پيش ڪيائين سڀن ماڻهن کي ملائڪن اڳيان، لفظ عرض جي ٻي معني آهي منهن موڙڻ ان جو مثال جيئن خُذِ الْعَفْوَ وَأْمُرْ بِالْعُرْفِ وَأَعْرِضْ عَنِ الْجَاهِلِينَ(199-7) يعني انهن ڪافرن جي مسئلي ۾ درگذر اختيار ڪر ۽ انهن جاهلن کان پنهنجو منهن موڙي رک، لفظ عرض جي ٽين معنیٰ سامان ان جو مثال قرآن منجهان جيئن تَبْتَغُونَ عَرَضَ الْحَيَاةِ الدُّنْيَا فَعِندَ اللّهِ مَغَانِمُ كَثِيرَةٌ (94-4) يعني توهان ته دنيا جي حياتي واري سامان جي لوڙهه ۾ لڳا پيا آهيو پر الله وٽ ته غنيمتون جام آهن، لفظ عرض جي معني ويڪر ۽ چوڙائي جيئن سَابِقُوا إِلَى مَغْفِرَةٍ مِّن رَّبِّكُمْ وَجَنَّةٍ عَرْضُهَا كَعَرْضِ السَّمَاء وَالْأَرْضِ (21-57) يعني اڳرائي ڪيو پنهنجي رب جي مغفرت طرف ۽ جنت حاصل ڪرڻ جي طرف جنهن جنت جي موڪر، آسمان ۽ زمين جيتري آهي.

## هن آيت ڪريمہ منجهان انسان ذات جي فلاح لاءِ ملندڙ رهنمائي

## وحدت اديان

هن آيت ڪريمہ ۾ جنهن ميثاق بني اسرائيل جو ذڪر ڪيو ويو آهي ۽ ان جو تفصيل بہ ٻڌايو ويو آهي، ان ميثاق بابت تفصيلي عرض ڪرڻ کان اڳ ۾ هيءَ حقيقت سمجهڻ گهرجي تہ رب پاڪ جيڪو سورت النساءِ ۾ فرمايو آهي تہ إِنَّا أَوْحَيْنَا إِلَيْكَ كَمَا أَوْحَيْنَا إِلَى نُوحٍ وَالنَّبِيِّينَ مِن بَعْدِهِ وَأَوْحَيْنَا إِلَى إِبْرَاهِيمَ وَإِسْمَاعِيلَ وَإِسْحَقَ وَيَعْقُوبَ وَالأَسْبَاطِ وَعِيسَى وَأَيُّوبَ وَيُونُسَ وَهَارُونَ وَسُلَيْمَانَ وَآتَيْنَا دَاوُودَ زَبُورًا(163-4) يعني اي نبي! اسان تنهنجي طرف اهڙي طرح وحي ڪيو آهي جهڙي طرح جناب نوح ۽ ان کان بعد وارن جملي انبياءَ عليهم السلام جي طرف وحي ڪيو آهي، سو هن اعلان الاهي منجهان ثابت ٿيو تہ هي جيڪو ميثاق بني اسرائيل وارو تفصيل آيت (83-2) ۾ ٻڌايو ويو آهي اهو ميثاق سموري انسان ذات سان بہ آهن، ان ميثاق ۾ برابر بني اسرائيل قوم جو ذڪر ضرور آهي پر آيت (163-4) جي روشني مطابق الله جي سڀن نبين جي تعليم هڪ ئي آهي، پيغام هڪ آهي سو ان ميثاق جو پابند هر مؤمن مسلم کي هر انسان کي پاڻ کي بہ ذميدار ۽ پابند سمجهڻ گهرجي، منهنجي هن معني مفهوم ۽ دعوي جي ثبوت لاءِ قرآن حڪيم جا اهڙا حوالا هر ڪوئي شخص پڙهي ڏسي جيڪي هي آهن (15-46) (21-2) (36-

4) منهنجي هن گذارش جو هڪڙو مقصد هي عرض ڪرڻو آهي تہ جملي نبين معرفت مليل دين اهي سڀ هڪ آهن، جدا جدا ناهن جنهن جا حوالا پيش ڪري آياسين، هاڻ هي حقيقت بہ سيڪو چاڻي ٿو تہ جڏهن بني اسرائيل وارن يكفرون بايات الله (3-112) الله جي آيتن جو انڪار ڪيو تہ انهن لاءِ ضُرِبَتْ عَلَيْهِمُ الذِّلَّةُ أَيْنَ مَا ثُقِفُوٓاْ (3-112) واري ذلت ۽ خواري هر هنڌ انهن سان لاڳو ٿي وجي ٿي تہ مسلم امت وارا بہ جيڪڏهن الله جي آيتن جا انهن وانگر انڪاري ٿيندا تہ الله جو قانون ضربت عليهم الذله بنا ڪنهن ڏڙڪ جي انهن سان بہ لاڳو ٿي ويندو، پر آئون تہ ڏسان پيو تہ مسلم امت وارا بہ يكفرون بآيات الله جا مرتڪب ٿي چڪا آهن، زماني خلافت بنو عباس کان وٺي جو مسلم هر هنڌ خلاف قرآن علمن جو پوئلڳ آهي ۽ پنهنجي داخلي خارجي معاملن ۾ قرآني هدايتن جو انڪاري بہ آهي جنهن وارو ڪجهہ تفصيل آئون پنهنجي ڪتاب "*فتنہ انکار قرآن کب اور کیسے*" ۾ ڏئي چڪو آهيان ان ڪري سُنَّةَ اللهِ فِي الَّذِينَ خَلَوْا مِن قَبْلُ وَلَن تَجِدَ لِسُنَّةِ اللهِ تَبْدِيلًا(33-62) يعني الله جو قانون جهڙواڳي وارن سان لاڳو ڪيو ويو (اهڙوئي سدائين رهندو) الله جي قانون ۾ ڪڏهن بہ ڪائي تبديلي ڪانہ ايندي سو مسلم امت وارا بہ يهودين وانگر ذلت ۽ مسڪنة جي سزا پوڳين پيا.

هن موضوع جي شروع ۾ ڏنل سرخي وحدت اديان يعني دنيا ۾ سين ماڻهن کي الله جي پاران هڪ ئي دين قرآن جي شڪل ۾ علم وحي جي ذريعي مختلف صحيفن ۾ ڏنل آهي، انهيءَ جي پڌرائي مڪمل طرح قرآن حڪيم آيت ڪريمہ (4-163) ۾ سمجهائي ڏني، پر مسلم امت ۾ اهڙيون تہ ڪمزوريون پيدا ٿيون جو قرآن حڪيم جي ان وحدت امة واري تعليم جي مخالفين اصول پرستيءَ بدران تعليم قرآن جي درسگاهن ۾ قرآن حڪيم جي فلسفي خلاف شخصيت پرستي نسل پرستي ۽ خاندان پرستي جا جراثيم داخل ڪيا، جنهن سبب امامت جي نالن سان امت مسلمہ پاڻ ئي ڪيترن سارن فرقن ۾ ورهائجي وئي، هاڻ اهي ماڻهو جيڪي پاڻ ئي هڪ نہ هجن ٻين کي وحدت ۽ توحيد جي ڪهڙي دعوت ڏئي سگهندا. اڄ ڪلهہ تہ نهيو پر نزول قرآن جي زماني ۾ بہ يهودين ۽ نصارن کي اصطلاحي طور اهل ڪتاب سڏيو ويو آهي ۽ مسلم امت وارن کي اٰمنوا جي لقب سان پڪاريو ويو آهي، پر غور ڪبو تہ مسلم امت وارا خلافت بنو عباس کان وٺي خالص قران منجهان دين سکڻ بدران رد قرآن لاءِ انهن جي دانشورن خلاف قرآن آل رسول واري امامي ٽيم جيڪي حديث ۽ فقهن جي نالن سان علم جوڙيا هوا تن انهن علمن کي جيئرن ماڻهن لاءِ اسلامي درسگاهن جو نصاب تعليم قرار ڏيئي ڇڏيو ۽ قرآني تعليم کي دنياوي رهنمائي کان هٽائي جدا ڪري ان کي مئل ماڻهن جي ايصال ثواب جو علم قرار ڏيئي ڇڏيو. اڄ تائين تقريبا چوڏهن سو سال گذرڻ تائين مسلم امت وارا الله جي ڏنل دين جي ڄاڻ قرآن بدران امامي روايتن ۽ فقهن منجهان امت جي اولاد کي پڙهائي رهيا آهن، انڪري مسلم امت جو لقب رب پاڪ جيڪو منڍ اسلام ۾ معنوي طور "آمنوا" قرار ڏنو هئيو هاڻي هو ان کان ڦريل

آهن، باقي اصطلاحي طور ڪير انهن کي آمنوا سڏي ته اها بي ڳالهه آهي انتي بندش ناهي. انڪري مسلم امت وارن کي بغير ڪنهن ڪنڪي جي لغوي طور اهل ڪتاب به سڏي سگهجي ٿو، يعني جيئن يهودي ۽ نصاري کين ڪتاب ملڻ کان پوءِ هو ان کان ڦري ويا پر انهن کي صرف اهل ڪتاب ته سڏيو ويو پر مؤمن مسلم نه سڏيو ويو سو هاڻ مسلم امت وارا به انهن وانگر جڏهن پنهنجي پوين نسلن کي قرآن منجهان دين نٿا پڙهائن ته اهي به آمنوا جي لقب جا حقدار نه رهيا سو مسلم امت وارا به اهل ڪتاب منجهان شمار ڪيا وڃن ته ڪوئي حرج ناهي.

وَإِذْ أَخَذْنَا مِيثَاقَكُمْ لاَ تَسْفِكُونَ دِمَاءكُمْ وَلاَ تُخْرِجُونَ أَنفُسَكُم مِّن دِيَارِكُمْ ثُمَّ أَقْرَرْتُمْ وَأَنتُمْ تَشْهَدُونَ (84) ثُمَّ أَنتُمْ هَؤُلاء تَقْتُلُونَ أَنفُسَكُمْ وَتُخْرِجُونَ فَرِيقاً مِّنكُم مِّن دِيَارِهِمْ تَظَاهَرُونَ عَلَيْهِم بِالإِثْمِ وَالْعُدْوَانِ وَإِن يَأتُوكُمْ أُسَارَى تُفَادُوهُمْ وَهُوَ مُحَرَّمٌ عَلَيْكُمْ إِخْرَاجُهُمْ أَفَتُؤْمِنُونَ بِبَعْضِ الْكِتَابِ وَتَكْفُرُونَ بِبَعْضٍ فَمَا جَزَاء مَن يَفْعَلُ ذَلِكَ مِنكُمْ إِلاَّ خِزْيٌ فِي الْحَيَاةِ الدُّنْيَا وَيَوْمَ الْقِيَامَةِ يُرَدُّونَ إِلَى أَشَدِّ الْعَذَابِ وَمَا اللّهُ بِغَافِلٍ عَمَّا تَعْمَلُونَ (85) أُولَـئِكَ الَّذِينَ اشْتَرَوُاْ الْحَيَاةَ الدُّنْيَا بِالآَخِرَةِ فَلاَ يُخَفَّفُ عَنْهُمُ الْعَذَابُ وَلاَ هُمْ يُنصَرُونَ (86)

**ترجمو:**

۽ جنهن وقت اسان توهان کان واعدو ورتوسين ته توهان هڪ ٻئي جي خون ريزي نه ڪندؤ، ۽ هڪ ٻئي کي ملڪ مان نيڪالي نه ڏيندؤ، پوءِ توهان (ان ڳالهه جو) اقرار به ڪيو ۽ توهان اهڙي اقرار جا شاهد به (پاڻ) آهيو.(84) پوءِ توهان ئي اهي آهيو جيڪي پنهنجي ماڻهن کي قتل ڪيو ٿا ۽ پنهنجن منجهان ئي هڪڙي گروه کي انهن جي علائقي مان ڪڍو ٿا، ۽ غلبو ڪيو ٿا انهن تي (سامراجيت جي هنر سان) انهن کي پوئتي (غير ترقي يافته) رکڻ لاءِ ۽ (غلبو ڪيو ٿا انهن تي) زيادتي ڪرڻ سان، ۽ جيڪڏهن اچن توهان وٽ قيد ٿي (اهي نيڪالي ڏنل ماڻهو) ته انهن کي توهان رليف فنڊ نالن سان) ته فديا ڏيو ٿا انهن کي (انهن جي بحاليءَ لاءِ مهاجرڪئمپون ناهي) حالانڪ انهنکي (انهن جي علائقي مان ئي) ڪڍڻ حرام هئيو توهانجي مٿان، ته ڇا توهان ڪتاب (ميثاق نامي معاهدي) جي هڪ حصي کي مڃو ٿا ۽ هڪ حصي جو انڪار ٿا ڪيو پوءِ ڪهڙي سزا هجڻ گهرجي توهان منجهان ان ماڻهوءَ جي

جيڪو اهڙا ڪم ڪري سواءِ هن جي تہ دنيا جي حياتي ۾ خواري هجيس ۽ قيامت جي ڏينهن موٽايا وڃن اهي ماڻهو سخت عذاب ڏي، ۽ الله اوهانجي ڪرتوتن ڪان اڻ ڄاڻ ناهي،(85) اهي ئي اهي ماڻهو آهن جن آخرت جي بدلي ۾ دنيا جي حياتي ڳنهي ورتي آهي پوءِ انهن تان نہ عذاب گهٽايو ويندو ۽ نہ ئي انهن کي ڪا مدد ئي ڪئي ويندي(86).

## جدا جدا لفظن جي معنيٰ

### من ديارهم:

دار-يدور-دورا- هن لفظ جي اصل معني آهي ڦيريون ڪائڻ پوءِ ماڻهو پنهنجي گهر ۾ گهريلو ڪمن لاءِ مستقل اٿ ويهہ ۽ ڦيريون ڏيڻ لاءِ ڪم حاج خاطر گهمندو آهي ۽ انجون اهي ڦيريون هڪ گهر ڪان وڌيڪ گهڻن گهرن محلي- ڳوٺ علائقي تائين بہ هونديون آهن، دار جو جمع قرآن پاڪ ديار آندو آهي جيڪو هن آيت ڪريمہ (84-2) ۾ علائقي ۽ ملڪ جي معني سان آيو آهي، لفظ دار واحد جي صيغي جو مثال جيئن وَاللّٰهُ يَدْعُو إِلَىٰ دَارِ السَّلَامِ وَيَهْدِي مَن يَشَاءُ إِلَىٰ صِرَاطٍ مُّسْتَقِيمٍ(25-10) يعني الله سلامتي واري گهر (جنت) ڏي سڏي پيو، لفظ دائره بہ گهيري ڪنڌ گردش کي سڏيو ويو آهي جنهن جي معني مصيبت بہ ٿي سگهي ٿي چو تہ گردشن منجهان نڪرڻ بہ هڪ مسقتل ڏچو ۽ مشڪل ڪم هوندو آهي، جنهن جو مثال جيئن وَمِنَ الْأَعْرَابِ مَن يَتَّخِذُ مَا يُنفِقُ مَغْرَمًا وَيَتَرَبَّصُ بِكُمُ الدَّوَائِرَ عَلَيْهِمْ دَائِرَةُ السَّوْءِ وَاللّٰهُ سَمِيعٌ عَلِيمٌ(98-9) يعني اهي اعرابي اوهان خلاف انتظار ۾ هوندا آهن تہ توهان گردشن ۽ چڪرن ۾ ڦاٿل هجو(پر رب پاڪ انهن لاءِ ٿو فرمائي تہ) عليهم دائرة السوء يعني اهي بڇڙي مصيبت ۾ ڦاٿل آهن.

### تظاهرون:

ظهر-يظهر-ظهور- هن آيت ڪريمہ جو لفظ تظاهرون اهو باب مفاعلہ منجهان آهي هي لفظ قرآن پاڪ ۾ ڪوڙ سارين معنائن لاءِ استعمال ۾ آيو آهي جن منجهان ڪجھ ذڪر ڪجن ٿيون- ظهر معنيٰ ڪلي پوڻ ۽ ظاهر ٿيڻ جو مثال جيئن وَلَا يُبْدِينَ زِينَتَهُنَّ إِلَّا مَا ظَهَرَ مِنْهَا (31-24) يعني عورتون پنهنجي سونهن سينگار (گهرڪان ٻاهر نڪرڻ مهل) ظاهر نہ ڪن سواءِ هن جي جو جيڪو حصو پاڻهي پاڻ ظاهر ٿي پوي. لفظ ظهر جي ٻي معني آهي پٺي ۽ پويون حصو اهو لفظ مناسبت سان هر شي سان لاڳو ڪري سگهجي ٿو جانورن جي پٺيءَ جو مثال جيئن وَأَنْعَامٌ حُرِّمَتْ ظُهُورُهَا (138-6) (مشرڪن جيڪي پنهنجا قائدا قانون ناهيا هئا انهن مان هي بہ هئو تہ) ڪي چوپا يا ڍور جن جي پٺين کي ڪائڻ ۽ چڙهڻ ناجائز بنايو هئائون. ماڻهن جي پٺيءَ جو مثال جيئن وَهُمْ يَحْمِلُونَ أَوْزَارَهُمْ عَلَىٰ ظُهُورِهِمْ أَلَا سَاءَ مَا يَزِرُونَ(31-6) يعني اهي (منڪر ڪافر) ڍوئيندا بار پنهنجا پنهنجي پٺن تي خبردار! بڇڙو آهي، اهو بار جيڪو هو کڻندا، زمين جي پٺيءَ جو مثال جيئن وَلَوْ يُؤَاخِذُ اللّٰهُ النَّاسَ بِمَا كَسَبُوا مَا تَرَكَ عَلَىٰ ظَهْرِهَا مِن دَابَّةٍ (45-35) يعني جيڪڏهن الله ماڻهن جي

ڪرتوتن جي پڪڙ ڪري ها تہ زمين جي پٺيءَ تي ڪا بہ چرندڙ ڦرندڙ شيءِ (سلامت) نہ ڇڏي ها (هر شيءِ احتساب جي گهاٽي ۾ پيڙ جي وڃي ها) ظهر معنىٰ پٺي اهو گهرن، محلن، ياڙن ڳوٺن جي پوئين طرف لاءِ استعمال جو مثال وَلَيْسَ الْبِرُّ بِأَنْ تَأْتُوْاْ الْبُيُوتَ مِن ظُهُورِهَا وَلَكِنَّ الْبِرَّ مَنِ اتَّقَى وَأْتُواْ الْبُيُوتَ مِنْ أَبْوَابِهَا وَاتَّقُواْ اللّهَ لَعَلَّكُمْ تُفْلِحُونَ(2-189) يعني هيءُ چڱيءَ ڳالهہ ناهي جو اوهان آفيسن ڪورٽن (تي ڇاپي هڻڻ لاءِ) انهن جي پوئين پاسي کان داخل ٿيو، ظهر ۽ ظهور جي هڪڙي معنىٰ غلبو بہ آهي جنهن جو مثال إِنَّهُمْ إِن يَظْهَرُوا عَلَيْكُمْ يَرْجُمُوكُمْ أَوْ يُعِيدُوكُمْ فِي مِلَّتِهِمْ وَلَن تُفْلِحُوا إِذًا أَبَدًا(20-18) يعني اهي جيڪڏهن اوهان تي غالب ٿي ويا تہ اوهان کي سزا ڏيندا يا پنهنجي نظريي طرف اوهان کي موٽائيندا، اهو لفظ ظهر ۽ ظهيره ٻن پهرن واري وقت جي معنى لاءِ بہ استعمال ٿيو آهي، جيئن يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُوا لِيَسْتَأْذِنكُمُ الَّذِينَ مَلَكَتْ أَيْمَانُكُمْ وَالَّذِينَ لَمْ يَبْلُغُوا الْحُلُمَ مِنكُمْ ثَلَاثَ مَرَّاتٍ مِن قَبْلِ صَلَاةِ الْفَجْرِ وَحِينَ تَضَعُونَ ثِيَابَكُم مِّنَ الظَّهِيرَةِ وَمِن بَعْدِ صَلَاةِ الْعِشَاء ثَلَاثُ عَوْرَاتٍ لَّكُمْ لَيْسَ عَلَيْكُمْ وَلَا عَلَيْهِمْ جُنَاحٌ بَعْدَهُنَّ طَوَّافُونَ عَلَيْكُم بَعْضُكُمْ عَلَى بَعْضٍ كَذَلِكَ يُبَيِّنُ اللهُ لَكُمُ الْآيَاتِ وَاللهُ عَلِيمٌ حَكِيمٌ((24-58) يعني اي امن ڏيڻ وارؤ! ضرور آهي تہ اجازت گهرن اوهان کان اوهانجا ماتحت عملي وارا، ۽ اهي ٻار جيڪي اجا بلوغت کي نہ پهتا آهن اوهان مان (انن پهرن ۾) ٽي ڀيرا، هڪڙو فجر جي ڊيوٽي، کان اڳئين وقت ۾ ٻيو جنهن وقت اوهان ٻيپهريءَ جو لٿالاهي(آرام ڪندا آهيو) ٽيو عشاءَ تائين واري ڊيوٽي کان پوءِ واري وقت، جنهن ۾ اوهان آرام ڪندا آهيو)، بهرحال هن لفظ جون اجا ٻيون بہ ڪافي معنائون آهن.

**الاثم:**

لفظ اثم جي معنىٰ سورت الدخان ۾ سمجهائي وئي آهي تہ إِنَّ شَجَرَةَ الزَّقُّومِ. طَعَامُ الْأَثِيمِ. كَالْمُهْلِ يَغْلِي فِي الْبُطُونِ. كَغَلْيِ الْحَمِيمِ.(43 کان 46-44) يعني جهنم ۾ جيڪو شجره الزقوم وارو ديرهضم کاڌو ڏوهاري ماڻهن کي ڏنو ويندو اهو پگهريل ڌاتن جهڙو هوندو ۽ جيڪو کائڻ سان انهن جا پيٽ پيا ٻڙڪندا هوندا جيئن ڪوسو پاڻي ٻڙڪندو آهي- هاڻي غور ڪبو تہ هنن آيتن ۾ رب پاڪ پڙهندڙن کي ڄڻ تہ لفظن جي معنىٰ ڪڍڻ بہ سيکاري آهي اهو هن طرح تہ قرآن حڪيم جيڪو هي اصول ڏسيو آهي تہ وَجَزَاء سَيِّئَةٍ سَيِّئَةٌ مِّثْلُهَا فَمَنْ عَفَا وَأَصْلَحَ فَأَجْرُهُ عَلَى اللهِ إِنَّهُ لَا يُحِبُّ الظَّالِمِينَ(40-42) يعني برائيءَ جي سزا بہ بري ڏني ويندي پر اها ان ڏوهہ جي برابر هوندي- تہ ڏوهاري ماڻهن جو کاڌو جيڪو زقوم وڻ مان تيار ڪيل هوندو اهو پيٽ ۾ گرم ڌاتن يا پاڻيءَ وانگر پيو ٻڙڪندو هوندو تہ ان سزا جي مٿان غور ڪبو تہ اهڙو کاڌي کائيندڙ ماڻهوءَ جا تہ ٻئي هٿ پيٽ تي هوندا ۽ پيو هر وقت لڇندو پڇندو رهندو هاڻ ان مختصر پڙرائي، کان پوءِ غور ڪبو تہ قرآن حڪيم جن بہ ڏوهارين لاءِ لفظ اثيم جو استعمال ڪيو آهي يا جن بہ ڏوهن کي اثم سڏيو آهي تہ انهن ڏوهن جو معاشري مٿان اثر هي ٿيندو جو اهو

معاشرو انهن ڏوهن سبب هر وقت رجعت پرستي طرف پيو ويندو ۽ اهڙا ڏوهاري پاڻ به ترقيءَ بدران هر وقت زوال ڏي پيا ويجها ٿيندا، قرآن حڪيم ۾ هي لفظ اندازاً پنجاه پيرن جي ويجهو استعمال ٿيو آهي، سو اثم جي معني ڏوهه ته ٿي پر ان ڏوهارين ۽ ڏوهن جو اثر ۽ مفهوم اهو سمجهڻ گهرجي ته انهن ڏوهن سبب معاشرو ترقي بدران پيو رجعت پرستي طرف پوئتي هٽندو رهندو.

**اساريٰ:-**

هي لفظ اساريٰ جمع جو صيغو آهي هن جو واحد آهي اسير، هن جي معنيٰ آهي قيدي، لفظ اسر جي معني آهي ٻڌڻ ۽ ٻڌ جيئن نَحْنُ خَلَقْنَاهُمْ وَشَدَدْنَا أَسْرَهُمْ وَإِذَا شِئْنَا بَدَّلْنَا أَمْثَالَهُمْ تَبْدِيلًا(76-28) يعني اسان انهن ماڻهن جي تخليق مهل انهن جي جزن کي هڪ ٻئي سان ملايو آهي ۽ اها اهڙي ته ٻڌ ڪئي آهي يا ڪمپوزيشن ڪئي آهي جيڪا تمام پڪي ۽ سخت نموني سان آهي. قيد ڪرڻ واري معنيٰ جو مثال جيئن وَقَذَفَ فِي قُلُوبِهِمُ الرُّعْبَ فَرِيقًا تَقْتُلُونَ وَتَأْسِرُونَ فَرِيقًا(26-33) يعني الله پاڪ انهن دشمنن جي دلين تي رعب وڌو اهڙو جو هڪ گروه کي اوهان قتل ڪيو ۽ هڪ کي قيد ڪيو.

**تفادوا:**

هي لفظ جمع مذڪر مخاطب فعل مضارع معلوم جو صيغو آهي. لفظ فديي جي معني آهي، عيوضو ۽ بدلو، جنهن بدلي ۽ عيوضي ڏيڻ سان مقابلي ۾ ڪا سهولت يا رعايت حاصل ڪئي وڃي جيئن فَإِنْ خِفْتُمْ أَلَّا يُقِيمَا حُدُودَ اللّهِ فَلاَ جُنَاحَ عَلَيْهِمَا فِيمَا افْتَدَتْ بِهِ تِلْكَ حُدُودُ اللّهِ فَلاَ تَعْتَدُوهَا وَمَن يَتَعَدَّ حُدُودَ اللّهِ فَأُوْلَـئِكَ هُمُ الظَّالِمُونَ(229-2) يعني جيڪڏهن اوهان (ججن فيصلي ڪندڙن کي) هي انديشو هجي ته زال مڙس گڏ رهڻ سان الله جي قانوني حدن کي قائم نه رکي سگهندا ۽ عورت به پنهنجي جان ڇڏائڻ لاءِ پريشان آهي ته اها جيڪڏهن عيوضي ۾ ڪجهه مال ڏيئي مڙس کان طلاق وٺڻ گهري ٿي ته ان عورت کي عيوضي ۾ مال ڏيڻ ۽ مڙس کي طلاق ڏيڻ جي بدلي ۾ اهي پئسا وٺڻ ۾ ڪوئي حرج ناهي. هن آيت ۾ عورت کي پنهنجي جان ڇڏائڻ لاءِ ۽ طلاق وٺڻ لاءِ جيڪي پئسا ڏيڻا پون ٿا ان کي قرآن فديو سڏيو آهي. انهيءَ معنيٰ جو ٻيو مثال جيئن وَفَدَيْنَاهُ بِذِبْحٍ عَظِيمٍ(107-37) يعني فديي ۾ ڏنو اسان (اسماعيل کي) ذبح عظيم جي لاءِ يعني اسماعيل جيڪڏهن پنهنجي پيءُ ابراهيم عليه السلام جي وطن ڪنعان ۽ ملڪ شام جي سرسبز شاداب علائقي ۾ رهي ها ته اها وڏي نعمتن واري زندگي هجي ها پر اسان انجي عيوض مڪي شهر جهڙي خشڪ غير ذي زرع ۽ گرم علائقي ۾ جتي کاڌه ساوڪ ۽ پاڻي وغيره جي سهولت نه هئي ان علائقي ۾ اسماعيل کي رهائڻ لاءِ قرآن حڪيم اهڙي زندگيءَ کي ذبح عظيم سان تعبير فرمايو آهي. لفظ فديه جي انهيءَ معنيٰ جو ٻيو مثال جيئن وَعَلَى الَّذِينَ يُطِيقُونَهُ فِدْيَةٌ طَعَامُ مِسْكِينٍ فَمَن تَطَوَّعَ خَيْرًا فَهُوَ خَيْرٌ لَّهُ وَأَن تَصُومُواْ خَيْرٌ لَّكُمْ إِن كُنتُمْ تَعْلَمُونَ(184-2) يعني جيڪي

ماڻهو وڏوزور ۽ طاقت لڳائي پوءِ مس مس روزو رکي سگهن ٿا ته اهڙا ماڻهو روزي رکڻ بدران بدلي ۾ فديو ڏين هڪڙي مسڪين جي ويلي واري طعام جيترو.

**خزيٌ:**

قرآن حڪيم جي جيئن هيءَ دعوىٰ آهي ته هو تصريف آيات جي هنر سان پنهنجي لفظن جون معنائون پاڻ سمجهائي ٿو پڙهندڙ مهربان ان دعوىٰ جي ثبوت تي غور ڪن جنهن لاءِ مثال حاضر آهي هاڻي لفظ خزي جي جيڪا معني آهي خواري ۽ رسوائي ڏسو ته اها معنىٰ قرآن حڪيم پاڻ ڪيئن ٿو ٻڌائي رَبَّنَا إِنَّكَ مَن تُدْخِلِ النَّارَ فَقَدْ أَخْزَيْتَهُ وَمَا لِلظَّالِمِينَ مِنْ أَنصَارٍ (3-192) يعني اي رب اسان جا جنهن کي تو جهنم ۾ داخل ڪيو پوءِ بيشڪ تو ان کي خوار ڪيو، ڇا هي حقيقت ناهي ته دوزخ ۾ داخل ٿيڻ ڪيڏي نه وڏي خواري آهي، هن جاءِ تي خزي لفظ جي ٻي معنىٰ نهي ئي نه ٿي سگهي، ٻيو مثال وَاتَّقُوا اللّهَ وَلاَ تُخْزُونِ(69-15) يعني جنهن الله عزوجل قوم لوط کي عذاب جي خبر ڏيڻ لاءِ پنهنجا قاصد وٽس موڪليا هوا ته قوم لوط وارن انهن قاصدن ڳڀرو جوانن کي ڏسي اچي لوط عليه السلام وٽ پيهه ڪئي ته جناب لوط عليه السلام ڪين چيو ته هي مون وٽ مهمان ٿي آيا آهن ڪجهه شرم ڪيو مونکي ذليل نه ڪيو الله کان ڊڄو مونکي خوار نه ڪيو ته هن آيت ڪريمه جو سياق ۽ سباق يعني ڪلام جي اڳياڙي پوياڙي پاڻ لفظ خزي جي معنىٰ خواري ۽ رسوائي وڏي واڪي سان ٻڌائي رهي آهي پر اجا به وڌيڪ مثال، جيئن وَلَوْ أَنَّا أَهْلَكْنَاهُم بِعَذَابٍ مِّن قَبْلِهِ لَقَالُوا رَبَّنَا لَوْلَا أَرْسَلْتَ إِلَيْنَا رَسُولًا فَنَتَّبِعَ آيَاتِكَ مِن قَبْلِ أَن نَّذِلَّ وَنَخْزَىٰ(134-20) يعني اسان جيڪڏهن انهن منڪرن کي عذاب ذريعي هلاڪ ڪري ڇڏيون ها ته چون ها ته اي رب اسان جا جيڪڏهن اسان جي اطلاع لاءِ ڪوئي رسول موڪلين ها ته اسان تنهنجي آيتن تي ايمان آڻيون ها ۽ هن ذلت خواريءَ کان اڳ ۾ ئي مؤمن بنجي وڃون ها، سوچيو وڃي ته هن آيت ۾ نذل و نخزي جا لفظ يعني ذلت ۽ خزي گڏ آڻي قرآن پاڪ ٻنهي لفظن جي معنىٰ پنهنجي تقابل ۽ ترادف سان پاڻ سمجهائي ڏني ته اها معنىٰ ذلت ۽ خواري آهي.

## هنن آيتن منجهان ثابت ٿيندڙ حقيقتون

هنن ٽن آيتن کي اسان هتي گڏ ڪري آندو آهي انڪري جو انهن جو موضوع هڪ ئي آهي توڙي ڪٽي هي ماجرا بني اسرائيل جي حوالي سان پيئي بيان ٿئي جنهن ۾ ڪيئي آيتون اچي وڃن ٿيون پر اسان ذڪر ڪري آيا آهيون ته يهودين جي دانشورن ڏنو ته هي ڪتاب قرآن قيامت تائين الله جي حفاظت سبب محفوظ رهڻو آهي ۽ هن ۾ هنن جي ابن ڏاڏن جون حراميپون کولي کولي ٻڌايون ويون آهن سو چو نه اسان نمائشي طور اسلام ۾ داخل ٿي ڪري قرآن ۾ جيڪڏهن ڪا وڏي ڦير ڦار ۽ مٽا سٽا نه به آڻي سگهون تڏهن به ايترو ته ڪيون جو قرآن جي سمجهڻ ۾ ڪي رڪاوٽون ۽ معنوي هيراڦيريون ڪري سگهون سو اهي برقعه پوش سازشي پاڻ کي وڏن وڏن لقبن سان امام، مجدد، غوث، قطب ۽ الائي ڇا ڇا سڏائي ايترو ڪجهه ڪري ويا جيڪي قرآن ٻڌايو ته الَّذِينَ جَعَلُوا الْقُرْآنَ عِضِينَ(91-15) يعني جيڪي

قرآني آيتن کي ڇياڙيل ٽڪرا ٽڪرا ڪري ويا، سو قرآن جي طالب علمن تي فرض آهي تہ موضوع جي وحدت ذريعي جدا جدا بنايل آيتن کي ملائي قرآني حقيقتن کي مربوط بنائي (51-28) سهيڙين ۽ سموهين جنهن سان تفهيم قرآن خلاف سازشن کي ناڪام بنائي سگهون، تہ هاڻي هن ماجرا ۾ جنهن حصي کي آيت چوراسي بنايو ويو آهي، ان ۾ انسانن جي استحصال ۽ ڦورو ذهنيت واري ڪلاس جو هي تعارف ڪرايو ويو آهي تہ اهي ماڻهو سامراجيت واري ائنٽي نيشنل ازم نظريي سان ملڪ گيريءَجي هوس رکندڙ بہ هوندا جو پنهنجي ئي ملڪ جي ماڻهن کي قتل بہ ڪندا ۽ تخرجون فريقامنكم من ديارهم جو گروهن جا گروهہ بي دخل ڪري انهن کي انهن جي علائقن مان نيڪالي ڏئي مهاجر سڏي پوءِ انهن بي دخل بنايل قيدين جون ڪئمپون قائم ڪري انهن لاءِ رليف فنڊ قائم ڪري اهي ڦورو پاڻ کي وڏو انسان دوست مشهور ڪندا آهن، قرآن انهن لاءِ چوي ٿو تہ انهن جي اها انسان دوستي ان وقت ڪاڏي وئي هئي جڏهن هي انهن شرنارٿين کي انهن جي گهرن مان نيڪالي ڏئي رهيا هوا، جڏهن تہ اها نيڪالي ڏيڻ انهن تي حرام هئي، اهڙا ماڻهو پيل پاڻ کي مومن چو نہ سڏايندا هجن پر الله کي انهن جو اهڙو ايمان قبول ناهي جو ڪجهہ قرآن تي ايمان آڻجي ۽ ڪجهہ جو انڪار ڪجي، آيت ڪريمہ جو اهو حصو جنهنکي پنجاسي نمبر ڏنو ويو آهي اهو ٻڌائي ٿو تہ اهڙا مؤمن ۽ مسلم سڏائيندڙ بہ دنيا ۾ ذليل ۽ خوار ٿي رهندا ۽ آخرت ۾ تہ انڪان بہ وڌيڪ لوڙون لوڙيندا، اهي ماڻهو اهي آهن جن آخرت جي بدلي ۾ دنيا کي پنهنجي لاءِ خريد ڪري ورتو آهي، انهن ماڻهن بابت جيڪي پاڻ کي مؤمن ۽ مسلم سڏائيندڙ بہ هوندا انهن لاءِ قرآن حڪيم ٻڌائي ٿو تہ انهن کي مليل سزا ڪڏهن بہ ختم ڪانہ ٿيندي پيل هنن جي پاڙي تي مقرر ڪيل ڪوڙيون روايتون ۽ حديثون ٺاهيندڙ امام هنن کي تسليون ڏيندا رهن تہ دوزخ ۾ گناهن جي سزا پوري ٿيڻ کان پوءِ هنن کي واپس بهشت ۾ داخل ڪيو ويندو پر هن آيت ڪريمہ ۾ رب پاڪ فرمائي ٿو تہ چوٽڪارو ۽ معافي تہ وڏي ڳالهہ آهي پر ولايخفف عنهم العذاب يعني انهن جي سزا ۾ بہ ڪا گهٽتائي رعايت ۽ ڪنسيشن بہ ڪانہ ڪئي ويندي ۽ ولاهم ينصرون يعني نہ ڪي وري هنن جا دنيا واري زندگيءَ ۾ پير مرشد سفارشي قرار ڏنل هنن جي ڪا مدد بہ ڪري سگهندا.

وَلَقَدْ آتَيْنَا مُوسَى الْكِتَابَ وَقَفَّيْنَا مِن بَعْدِهِ بِالرُّسُلِ وَآتَيْنَا عِيسَى ابْنَ مَرْيَمَ الْبَيِّنَاتِ وَأَيَّدْنَاهُ بِرُوحِ الْقُدُسِ أَفَكُلَّمَا جَاءكُمْ رَسُولٌ بِمَا لاَ تَهْوَى أَنفُسُكُمُ اسْتَكْبَرْتُمْ فَفَرِيقاً كَذَّبْتُمْ وَفَرِيقاً تَقْتُلُونَ(87) وَقَالُواْ قُلُوبُنَا غُلْفٌ بَل لَّعَنَهُمُ اللہ بِكُفْرِهِمْ فَقَلِيلاً مَّا يُؤْمِنُونَ(88)

**ترجمو:**

يقين سان اسان موسىٰ کي ڪتاب ڏنو ۽ اسان ان جي پنيان ڪيئي رسول موڪليا ۽ ڏنوسون اسان عيسي پٽ مريم کي ڪليل دليل ۽ سگهارو ڪيو سون انکي روح القدس سان (جنهن ان جي تائيد ڪئي) پوءِ ڇا جڏهن بہ ڪنهن رسول توهان وٽ اهڙي ڳالهہ آندي جنهن کي توهان نہ پسند ڪيو تہ توهان (انکي مڃڻ کان) وڏائي ڪئي، پوءِ (رسولن جي) هڪڙي گروهہ کي توهان ڪوڙو قرار ڏنو تہ هڪڙي گروهہ کي توهان قتل ڪيو، (87) ۽ چيائون تہ اسانجي دلين تي پردا چڙهيل آهن، بلڪ الله انهن تي انهن جي ڪفر سبب لعنت ڪئي آهي پوءِ ٿورا ڪي (انهن منجهان) ايمان آڻيندا.

## جدا جدا لفظن جي معني

### قفينا:

هي لفظ جمع متڪلم ثلاثي مجرد فعل ماضي معلوم جو صيغو آهي، هن جي معني آهي ڪنهن شيءِ جي پويان هلڻ ۽ ان جو پيڇو ڪرڻ ان جو مثال جيئن وَلاَ تَقْفُ مَا لَيْسَ لَكَ بِهِ(36-17) يعني ان شي جو پيڇو نہ ڪر جنهن جي توکي ڄاڻ ئي ناهي- ۽ خود هن آيت جي ترڪيب لفظي پاڻ ٻڌائي ٿي تہ ولقد آتينا موسي الڪتاب بيشڪ ڏنوسون اسان موسي کي ڪتاب ۽ وقفينا من بعده بالرسل ۽ پوءِ آنداسون بعد ان موسي جي ڪيئي رسول هن جملي ۾ غور ڪبو تہ قفينا صيغي جي معني من بعده واري جملي سان پاڻيهي پاڻ ظاهر ٿي پوندي، اها آهي دعوىٰ وَلَقَدْ يَسَّرْنَا الْقُرْآنَ لِلذِّكْرِ فَهَلْ مِن مُّدَّكِرٍ(22-54) جي تعليم جو ثبوت يعني اسان قرآن کي سمجهڻ لاءِ سولو بنايو آهي.

### رسل:

هي لفظ جمع جو صيغو آهي هن جو واحد رسول آهي ۽ مصدري صيغو رسالة آهي هن لفظ جي معني آهي ڪنهن شيئ کي ڪنهنجي طرف موڪلڻ جيئن يوسف عليہ السلام جي ڀائرن پنهنجي پيءُ کي چيو تہ أَرْسِلْهُ مَعَنَا غَدًا يَرْتَعْ وَيَلْعَبْ وَإِنَّا لَهُ لَحَافِظُونَ(12-12) يعني يوسف کي اسان سان گڏ مال چارڻ لاءِ هلڻ لاءِ سياڻي اسان سان موڪليو جتي کائڻ (پيئڻ) سان گڏ راند بہ ڪيڏي اسان انجي حفاظت ڪنداسون. موڪلڻ واري معني جو ٻيو مثال جيئن وَمَا نُرْسِلُ الْمُرْسَلِينَ إِلَّا مُبَشِّرِينَ وَمُنذِرِينَ (56-18) يعني اسان نہ موڪليندا آهيون رسولن کي ڪنهن بہ اجائي ڪم لاءِ (۽ جن کي موڪيندا آهيون ان منجهان اسان جو مقصد صرف (مڃيندڙن لاءِ) خوشخبري ڏيڻ ۽ (منڪرن کي) ڊيڄاريندڙ ڪري هوندو آهي، لفظ رسالت لغت جي لحاظ سان پنهنجي مختلف صيغن واري معني لاءِ نبي ۽ غير نبي سڀن سان لاڳو ٿي سگهي ٿو، پر اصطلاحي لفظ رسول لفظ نبي جي مترادف المنصب آهي. نبي ۽ رسول جي معني تہ جدا جدا آهي نبي لفظ نبوت جي ماخذ منجهان آهي نبوت لفظ جي معني آهي مٿاهين جڳهہ تي

فائز، مٿاهين مرتبي ۽ درجي تي بيٺل نبي جو تعلق نبأ (خبر) حاصل ڪرڻ مهل انجو تعلق الله سان هجي ٿو ۽ رسول جي معني آهي اهو پيغام ۽ خبر جيڪا ان کي الله جي طرفان ملي ان کي ماڻهن تائين پهچائڻ. قرآن حڪيم ۾ لفظ نبا-ن-ب-ء- آهي اهو خبر جي معنيٰ ۾ آهي جيڪو منصب نبوت جو اصل ۽ ماخذ ناهي، جنهن هستي ۽ شخصيت کي الله پنهنجي طرفان نبوت عطا ڪري نبي بنائي انسانن ڏي موڪليو ان نبوت واري عهدي جو ماخذ ۽ اصل نبا ناهي بلڪ نبو آهي نباجي معني خبر ۽ نبوجي معني آهي مٿاهين جڳهه هر نبي لازمي طور الله جو رسول به هوندو آهي هي ڳالهه جيڪا مشهور ڪيل آهي ته هر رسول نبي ته هوندو آهي پر انکي الله جي پاران ڪتاب به مليل هوندو آهي ۽ نبي الله جي پاران ته هوندو آهي پر ان کي ڪتاب مليل نه هوندو آهي، اهو خيال سراسر غلط آهي، هر نبي الله جو رسول به هوندو آهي، نبوت لاءِ رسالت لازمي آهي يعني نبيءَ کي جيڪو پيغام الله جي پاران ملي ته انکي هو جڏهن ماڻهن تائين پهچائيندو ته ان عمل کي رسالت چئبو هي ٿي نٿو سگهي ته نبي کي الله جي طرفان پيغام ملي ۽ هو ان کي ماڻهن تائين نه پهچائي، هيءَ سوچ مرزائي قاديانين جي مشهور ڪيل آهي جن جي تعليم جو ماخذ علم حديث آهي. مطلب ته هر نبيءَ لاءِ ڪتاب وارو هجڻ به لازم آهي (79-3) لفظ رسالت جي معنيٰ جيڪا پهچائڻ آهي انجي خاصيت ۾ نرمي به ضروري آهي، جيئن أُبَلِّغُكُمْ رِسَالاتِ رَبِّي وَأَنَاْ لَكُمْ نَاصِحٌ أَمِينٌ(68-7) يعني آئون اوهان تائين الله جا پيغام پهچايان ٿو ۽ آئون توهان لاءِ نصيحت ڪندڙ ۽ امين آهيان.

**عيسي:**

هي لفظ الله جي نبي جو نالو آهي جيڪو قرآن حيڪم ۾ پنجويهه ڀيرا استعمال ٿيو آهي. هي لفظ عبراني يا سرياني ٻوليءَ مان نهيل لڳي ٿو، ان هوندي به ان غير عربي ٻولي واري لفظ جي معني قرآن حڪيم پاڻ به ٻڌائي آهي، اهو هن طرح ته قرآن ۾ جناب عسي عليه السلام لاءِ بطور لقب جي لفظ مسيح يارهن ڀيرا استعمال ڪيو ويو آهي ۽ مسيح جي معني سياحت ۽ سير سفر ڪرڻ آهي، پوءِ جيڪو عربي لغت ۾ العيس ٻڳي رنگ جي اٺ کي چيو ويندو آهي ۽ سير سفر جو مفهوم قديم زماني ۾ اٺن سان لاڳاپيل آهي اهو معنويت کي ملائڻ وارو به چئبو، عبراني ۽ سرياني ٻولي جي لفظ عيسي جي معني عربي ٻولي جي لفظ ۾ سيح سان قرآن حڪيم پاڻ به ٻڌائي ته سياحت ڪرڻ وارو. عربي لغت وارن عاس جي هڪڙي معني روزگار لاءِ ڊڪ ڊوڙ ڪرڻ به لکي آهي.

**مريم:**

هي لفظ نالو آهي جناب عيسي عليه السلام جي ماءُ جو هي نالو قرآن حڪيم ۾ چوٽيهه ڀيرا استعمال ٿيو آهي، هن نالي جو تعلق سرياني ٻوليءَ سان آهي.

**روح القدس:**

لفظ روح جي معني آهي سگهه- توانائي- طاقت- جيئن فرمايو ويو آهي ته وَيَسْأَلُونَكَ عَنِ الرُّوحِ قُلِ الرُّوحُ مِنْ أَمْرِ رَبِّي وَمَا أُوتِيتُم مِّن الْعِلْمِ إِلاَّ قَلِيلاً(85-17) يعني ماڻهو توکان سوال ڪن ٿا روح جي

باري ۾ تون انهن کي چؤ ته روح الله جي امر منجهان هڪ امر آهي، جيئن ته الله پاڪ جو هر امر هر حڪم قانون آهي انڪري جو الله بادشاهه آهي پوءِ جڏهن روح الله جي امر ۽ حڪم جو هڪ حصو آهي ته اهو به الله جو قانون ٿيو، يعني قانون مطابق نهيل ٿيو. جاڻڻ گهرجي ته معاشرن ۾ ماڻهن جي سگهه جو مدار قانون ۾ اصول تي ٿيندو آهي الله جل شانه پنهنجي قانون کي رحمت ۽ فضل سان به تعبير فرمايو آهي(87-17) انڪري خود روح کي به رحمت ۽ فضل سڏي سگهجي ٿو، ان معني جي روشنيءَ هيٺ خود قرآن به روح ٿيو ڇو ته ڪتاب قرآن به قانونن جو مجموعو آهي (105-4) جاڻڻ گهرجي ته ملڪن قومن ۾ معاشرن جي مضبوطي ۽ سگهه قانون ۾ نظرين تي هوندي آهي ان حوالي سان قرآن به ڪائنات جو روح آهي. انسانن کي ۽ آدمين کي سجدي ڪرڻ لاءِ رب پاڪ ملڪوتي مخلوق کي جيڪو حڪم فرمايو آهي اهو انهن جو سجدو، آدمين جي شعور کي آهي فهم ۽ فراست کي آهي، اهو سجدو آدمين کي مليل ايجادن واري سائنس ڪاريگري جي اڳيان آهي، اهو سجدو انسان ۾ الله جي طرفان وڌل روح (عقلمندي ۽ سائنسي هنر مندي) کي آهي، سائنسي عمل کي آهي، جنهن جي هڪڙي معنىٰ ساجاهه به آهي اها حقيقت سمجهڻ لاءِ قرآن پاڪ جي هن انڪشاف مٿان غور ڪيو وڃي ته فَإِذَا سَوَّيْتُهُ وَنَفَخْتُ فِيهِ مِن رُّوحِي فَقَعُواْ لَهُ سَاجِدِينَ(29-15) يعني جڏهن آئون الله ان انسان کي فهم فراست جي هر پهلوءَ کان متناسب متوازن بنايان ۽ ان ۾ پنهنجي طرفان شعوري ۽ عقلي سگهه وارو روح ڦوڪيان پوءِ توهان انجي حڪمن جي اطاعت ڪيو، سوچڻ جهڙي ڳالهه آهي ته هن آيت ڪريمه جي روشنيءَ ۾ مخبوط الحواس چرين جي اطاعت ناهي ڪرڻي اهو اطاعت جو سجدو شعور ۽ عقل کي آهي، جيڪو روح منجهان جڙيل آهي ۽ روح جي پيداوار آهي.

**القدس:**

لفظ قدس جي معني آهي عيبن ۽ خامين کان پاڪ صاف، جنهن جو مثال وَإِذْ قَالَ رَبُّكَ لِلْمَلاَئِكَةِ إِنِّي جَاعِلٌ فِي الأَرْضِ خَلِيفَةً قَالُواْ أَتَجْعَلُ فِيهَا مَن يُفْسِدُ فِيهَا وَيَسْفِكُ الدِّمَاء وَنَحْنُ نُسَبِّحُ بِحَمْدِكَ وَنُقَدِّسُ لَكَ قَالَ إِنِّي أَعْلَمُ مَا لاَ تَعْلَمُونَ(30-2) يعني ملائڪن الله کي چيو ته اسان تنهنجي (حاڪميت ۽ بادشاهي) جي هر ممڪن اطاعت ڪيون ٿا اها به اهڙي جو دنيا ۾ تنهنجي حاڪميت جي) واڪاڻ ۽ ساراهه ٿئي (اهڙي ساراهه، جو) جنهن سان تنهنجي بادشاهت جي عمدگي ۽ پاڪيزگي ثابت ڪيون، جنهن بادشاهي نظام ۾ ڪوئي نقص نه هجي.

**لاتهوي:**

هوىٰ جي معني ته زائل ٿي وڃڻ، لهي وڃڻ ۽ غائب ٿي وڃڻ ڪئي وئي آهي پر اهي سڀ معنائون اثرآهن، نتيجو آهن، هن معنىٰ جو جنهن کي اصل معني قرار ڏيڻ گهرجي اها آهي ڪنهن شئي جو ٽڙي پکڙي وڃڻ، منتشر ٿي غائب ٿي وڃڻ، ذرو ذرو ٿي گم ٿي وڃڻ، جاڻڻ گهرجي ته هي معنائن جو ٽڪراءُ نه چئبو بلڪ اصل معني جون ايتريون سڀ تشريحون

چئبيون جيڪي پنهنجي پنهنجي موقعي تي ماقبل ۽ مابعد جي مناسبت سان جدا جدا مراد ورتيون وينديون جن جو حاصل ۽ نتيجو هڪڙوئي هوندو آهي، ان ڳالهه کي بولين جي گهڙاوت واري فن جا ماهر ماڻهو بهتر طريقي سان سمجهي سگهندا، قرآن حڪيم ۾ مٿي ذڪر ڪيل معنائن جا مثال عرض ڪجن ٿا، منتشر خياليءَ جو مثال جيئن وَلَا تُطِعْ مَنْ أَغْفَلْنَا قَلْبَهُ عَن ذِكْرِنَا وَاتَّبَعَ هَوَاهُ وَكَانَ أَمْرُهُ فُرُطًا(18-28) (خلاصو) جنهن ماڻهوءَ (انسان جي ڏنل سگهه جي غلط استعمال سان) پنهنجي قلب کي اسانجي قانون کان غافل ۽ بي خبر بنائي ڇڏيو اهڙي ماڻهوءَ جي ڪڏهن بہ اطاعت نہ ڪجانءِ ڇو تہ انهيءَ اسانجي قانون بدران پنهنجي آواره خيالن جي تابعداري ڪئي آهي، هاڻ ان جو معاملو حدون اورانگهي ويو آهي، انهيءَ معني جو ٻيو مثال جيئن وَأَمَّا مَنْ خَافَ مَقَامَ رَبِّهِ وَنَهَى النَّفْسَ عَنِ الْهَوَى(40-79) يعني، جو شخص پنهنجي پالڻهار جي حاڪميت واري مرتبي کان ڊنو ۽ پنهنجي نفس کي آوارگيءَ کان روڪيائين تہ بيشڪ اهڙي ماڻهوءَ جو ٺڪاڻو جنت هوندي، ٽيون مثال ان معني جو جيئن وَلاَ تَتَّبِعْ أَهْوَاء الَّذِينَ كَذَّبُواْ بِآيَاتِنَا (150-6) يعني پيروي نہ ڪجان انهن ماڻهن جي چڙواڳين جي جن اسانجي آيتن جي تڪذيب ڪئي، چوٿون مثال وَالنَّجْمِ إِذَا هَوَى(1-53) يعني جنهن وقت تارو (يا چمڪو) زائل ٿي ويو، (سو اهڙا ڪيئي چمڪا ايندا ۽ زائل پيا ٿيندا رهندا پر) توهانجو ساٿي نڪي گمراهہ ٿيو آهي نہ ئي وري ڀليو آهي، يا ڪا غلط ۽ فسق فساد جي ڳالهہ ڪري ٿو، پنجون مثال جيئن فَاجْعَلْ أَفْئِدَةً مِّنَ النَّاسِ تَهْوِي إِلَيْهِمْ وَارْزُقْهُم مِّنَ الثَّمَرَاتِ لَعَلَّهُمْ يَشْكُرُونَ(37-14) يعني تون ماڻهن جي دلين کي منهنجي ذريت جي طرف موڙ ۽ رزق ڏي تون انهن کي ميوات منجهان... هن آيت ڪريمہ ۾ ماڻهن جي خيالن کي موڙڻ لفظ تهوي جي معني ۾ آندو ويو آهي سو غور ڪيو تہ لفظ هوي جي ٻين استعمالن واري هنڌ جي معنائن سان بہ هي معني ملي جلي ٿي ۽ ڪو بہ ٽڪراءُ ڪونهي ڪو.

## هن آيت منجهان ملندڙ حقيقتون

هن آيت ڪريمہ جي شروع وارن جملن منجهان هي ثابت ٿئي ٿو تہ بني اسرائيل جي طرف جناب موسىٰ عليہ السلام کانپوءِ جناب عيسىٰ عليہ السلام تائين وچ ۾ گهڻا سارا رسول موڪليا ويا آهن، ٻيو جيڪو جناب عيسىٰ عليہ السلام جن لاءِ ٿي پيرا هي فرمايو ويو آهي وايدناه بروح القدس يعني اسان عيسىٰ عليہ السلام کي علم وحي سان سگهارو ڪيو سو سوچڻ جي ڳالهہ آهي تہ علم وحي تہ سڀن نبين کي مليو آهي پر خصوصيت سان اها ڳالهہ جناب عيسىٰ عليہ السلام جي شان ۾ چوڻ منجهان ثابت ٿئي ٿو تہ جيئن تہ اهي خاص بني اسرائيل قوم جي طرف نبي ڪري موڪليا ويا هئا (49-3) سو بني اسرائيلين پڪ سان جناب موسىٰ عليہ السلام کان وٺي جناب عيسىٰ تائين وارن مڙني نبين جي وحي واري تعليم ۾ ڦيرقار آٽي(41-5) ان ۾ ملاوٽون ڪري ڇڏيون هئيون تنهنڪري انهن سڀن هيراڦيرين جو علاج صرف هڪڙوئي هئو جو انهن جو مقابلو توڙي ڪٽي الله جي نبي عيسىٰ عليہ السلام

ڪيو پر ان مقابلي جو هٿيار صرف علم وحي هئو، روح القدس هئو، سو ڇيو وڃي ٿو بني اسرائيلين وانگر مسلم امت وارن به الله جي ڪتاب قرآن ۾ ڪيترين ساريون معنوي هيراقيريون ڪيون آهن ۽ ڪيترائي دينيات جي نالي سان خلاف قرآن علم گهڙيا آهن، سو انهن سڀن قرآن مخالف علمن جو رد ۽ ٿوڙ اڄ به هلندڙ دور ۾ به روح القدس يعني علم وحي سان ئي ٿي سگهندو، ۽ قرآن حڪيم جي فهم فراست ۽ پروڙ به بجاءِ علم روايات ۽ امامي فقهن جي، وَلَقَدْ صَرَّفْنَا فِي هَذَا الْقُرْآنِ لِيَذَّكَّرُواْ وَمَا يَزِيدُهُمْ إِلاَّ نُفُورًا(17-41) قرآن جو تفسيرقرآن سان يعني تصريف آيات جي روشني ۾ ٿي سگهندو، يعني عباسي خلافت جي دور کان وٺي دينيات جي نالي سان جيڪو علم روايات ۽ قرآن جو تفسير انهن روايتن سان ۽ قرآن جو قانون امامي فقهن سان اهو سڀ غلط قرآن جو تفسير صرف قرآن حڪيم پاڻ ئي ڪري ٿو.

آيت ڪريمه جي آخري حصي منجهان هيءَ تاريخ ملي ٿي جڏهن علم وحي جي دشمنن خود انبياء عليهم السلام جي تعليمات کي پنهنجي خواهشن جي خلاف ڏٺو ته انهن منجهان ڪيترن ئي نبين کي انهن ڪوڙو قرار ڏنو ۽ ڪيترن کي قتل به ڪري ڇڏيو يعني انهن جي مشن ۽ تحريڪ ۾ رڪاوٽون پيدا ڪيون، سو اڄ جي دور ۾ مسلم امت وارن جي اندر يهودين جي اها ساڳي ريت اڃا چڪي آهي جو هو خالص قرآن جي تعليم ڏيڻ وارن کي ڪوڙو به قرار ڏين ٿا ۽ قتل به ڪن ٿا، انهن جي اهڙن ڪرتوتن جا ڪيئي مثال موجود آهن، يهودين جي هنن ڪرتوتن پيش ڪرڻ کان پوءِ قرآن پاڪ انهن جي هڪڙي ڳالهه ٻڌائي ٿو هو حق سچ ڏي يعني علم وحي جي طرف اچڻ کان جيڪو عذر پيش ڪن ٿا ته اسان جي دلين تي پردا چڙهي چڪا آهن. وَقَالُواْ قُلُوبُنَا غُلْفٌ بَل لَّعَنَهُمُ الله بِكُفْرِهِمْ فَقَلِيلاً مَّا يُؤْمِنُونَ(88). انهن لاءِ رب پاڪ فرمائي ٿو پردو وغيره ڪجهه به نه اٿن اهو سڀ علم وحي جي انڪار ڪرڻ ڪري مٿن الله جي لعنت پيل آهي سو ٿورا ڪي ماڻهو ان حقيقت کي سمجهي ايمان آڻن ته آڻن، اڄ ڪلهه مسلم امت وارن جي علم وحي ۽ قرآن کان دين سکڻ ۽ سمجهڻ کان انڪار واري صورتحال يهودين کان به وڌيڪ آهي.

وَلَمَّا جَاءهُمْ كِتَابٌ مِّنْ عِندِ اللّهِ مُصَدِّقٌ لِّمَا مَعَهُمْ وَكَانُواْ مِن قَبْلُ يَسْتَفْتِحُونَ عَلَى الَّذِينَ كَفَرُواْ فَلَمَّا جَاءهُم مَّا عَرَفُواْ كَفَرُواْ بِهِ فَلَعْنَةُ الله عَلَى الْكَافِرِينَ(89) بِئْسَمَا اشْتَرَوْاْ بِهِ أَنفُسَهُمْ أَن يَكْفُرُواْ بِمَا أنَزَلَ اللّهُ بَغْياً أَن يُنَزِّلُ اللّهُ مِن فَضْلِهِ عَلَى مَن يَشَاء مِنْ عِبَادِهِ فَبَآؤُواْ بِغَضَبٍ عَلَى غَضَبٍ وَلِلْكَافِرِينَ عَذَابٌ مُّهِينٌ(90).

**ترجمو:**

۽ جنهن وقت آيو انهن وٽ الله جي طرفان ڪتاب جيڪو تصديق ڪندڙ هئو ان علم جي جيڪو (اڳيئي) انهن وٽ موجود هئو، ۽ اهي هن کان اڳي ڪافرن مٿان فتح جي گُهر

ڪندا هئا، پوءِ جنهن وقت آيو انهن وٽ ڪتاب جنهن کي هنن سڃاتو به (ته هن ڪتاب جون ڳالهيون سچيون آهن انهيءَ هوندي به) ان علم وحي جو انڪار ڪيائون، پوءِ لعنت هجي الله جي ڪافرن مٿان(89) بڇڙي آهي اها شئي جيڪا ڳڌي ورتي اٿن پنهنجي جانين جي بدلي ۾ الله جي نازل ڪيل علم وحي سان ڪفر ڪرڻ جي صورت ۾ (هنن جو اهو عمل) بغاوت ڪرڻ آهي الله جي طرفان پنهنجو فضل (نبوت) نازل ڪرڻ (خلاف جيڪو) جنهن لاءِ به هو چاهي، پنهنجي ٻانهن منجهان- (انڪار سبب) پوءِ هو موٽيا (الله جي) ڏمر سان ڏمر مٿان ۽ ڪافرن لاءِ عذاب آهي خوار ڪندڙ(90).

## جدا جدا لفظن جي معني

**بئس:**

هن لفظ بئس جي معني آهي، بڇڙو- سخت عذاب، خوف، هن جي معنوي ڪيفتين جو تعلق ذهن سان گهڻو آهي لفظ ضر جي مقابلي ۾، جيئن جاين تي هي لفظ گڏ آندو ويو آهي، ضار ۽ ضرر جي نقصان جو تعلق جان ۽ مال سان آهي بئس جي معني عذاب جو مثال جيئن فَلَمَّا رَأَوْا بَأْسَنَا قَالُوا آمَنَّا بِاللهِ وَحْدَهُ وَكَفَرْنَا بِمَا كُنَّا بِهِ مُشْرِكِينَ(84-40) يعني جنهن وقت ڏٺائون عذاب اسان جو ته چياؤن اسان الله جي هيڪڙائي تي ايمان آندو- سختي واري معني جو مثال جيئن وَأَنزَلْنَا الْحَدِيدَ فِيهِ بَأْسٌ شَدِيدٌ وَمَنَافِعُ لِلنَّاسِ (25-57) يعني اسان نازل ڪيو سون لوهه کي ان ۾ سختي به گهڻي آهي ۽ ماڻهن لاءِ فائدا به آهن، برائي ۽ بڇڙائيءَ واري معني جو مثال جيئن جَهَنَّمَ يَصْلَوْنَهَا فَبِئْسَ الْمِهَادُ(56-38) يعني جنهن جهنم کي پهچندا اهو تمام بڇڙو ٺڪاڻو آهي.

**بغيا:**

هن لفظ جون به ڪيئي معنائون آهن جيڪي ماقبل ۽ مابعد جي مناسبت سان سمجهه ۾ اچن ٿيون انهن منجهان هڪ معنیٰ آهي تلاش ڪرڻ ان جو مثال آهي جيئن قَالَ ذَلِكَ مَا كُنَّا نَبْغِ فَارْتَدَّا عَلَى آثَارِهِمَا قَصَصًا(64-18) يعني جناب موسیٰ عليہ السلام جي ساٿيءَ جواب ۾ جيڪو ٻڌايو ته اسان جنهن پهاڙيءَ وٽ پناهه ورتي هئي سون اتي مون مڇي وساري هئي- پوءِ موسیٰ عليہ السلام فرمايو ته اهوئي ته اهو ماڳ هئو جنهن جي ڳولا ۾ ۽ تلاش ۾ آهيون- اتي نبغ معنیٰ تلاش پيا ڪيون آهي، ٻي معنیٰ بغاوت زيادتي ۽ حدون اورانگهڻ انجو مثال جيئن وَإِنَّ كَثِيرًا مِّنْ الْخُلَطَاء لَيَبْغِي بَعْضُهُمْ عَلَى بَعْضٍ (24-38) يعني ڪيترائي ڀائيوار هڪ ٻئي مٿان زيادتي ڪن ٿا، ان معنیٰ جو ٻيو مثال فَإِن بَغَتْ إِحْدَاهُمَا عَلَى الْأُخْرَى فَقَاتِلُوا الَّتِي تَبْغِي حَتَّى تَفِيءَ إِلَى أَمْرِ اللهِ (49-9) يعني جيڪڏهن هڪڙو انهن ٻن منجهان بغاوت ڪري ٻئي تي ته پوءِ لڙائي ڪيو انسان جيڪو بغاوت ڪري ٿو، اخلاقيات ۾ بغاوت يعني زنا ڪاري جو مثال وَلَا تُكْرِهُوا فَتَيَاتِكُمْ عَلَى الْبِغَاء إِنْ أَرَدْنَ تَحَصُّنًا (33-24) يعني پنهنجي جوان عورتن مٿان نڪاح ڪان روڪڻ لاءِ ڏاڍ نه ڪيو جو هو وڃي زنا ڪاري جي حدن کي پهچن، ۽ ابتغي جي معنیٰ پيڇو ڪرڻ جو مثال

جيئن وَلاَتَهِنُواْفِي ابْتِغَاء الْقَوْمِإِن تَكُونُواْ تَأْلَمُونَ فَإِنَّهُمْ يَأْلَمُونَ كَمَا تَأْلَمونَ وَتَرْجُونَ مِنَ اللّهِ مَا لاَيَرْجُونَ وَكَانَ اللّهُ عَلِيمًا حَكِيمًا (104-4) يعني سستي نہ ڪيو دشمن قوم جي پيڇي ڪرڻ ۾.

**مهين:**

هان-يهون-هونا، هن لفظ جون بہ مختلف معنائون آهن جيڪي قرآن پاڪ پنهنجي عبارت جي اڳ پوءِ ذريعي سمجهائي ڇڏي ٿو، هڪڙي معنیٰ توهين ۽ تذليل ان جو مثال جيئن وَأَمَّا إِذَا مَا ابْتَلَاهُ فَقَدَرَ عَلَيْهِ رِزْقَهُ فَيَقُولُ رَبِّي أَهَانَنِ(16-89) يعني جنهن وقت انسان کي الله آزمائي ٿو پوءِ انجي روزي تنگ ڪري ٿو پوءِ چوي ٿو تہ منهنجي پالڻهار مون کي ذليل ڪيو آهي منهنجي توهين ڪئي اٿس، ٻي معني آهي سولو ۽ آسان ان جو مثال جيئن قَالَ كَذَٰلِكَ قَالَ رَبُّكَ هُوَ عَلَيَّ هَيِّنٌ وَقَدْ خَلَقْتُكَ مِن قَبْلُ وَلَمْ تَكُ شَيْئًا(9-19) يعني تنهنجي رب فرمايو تہ اهو تہ منهنجي مٿان آسان آهي، اڳي مون توکي پيدا ڪيو هو جڏهن تہ تون ڪجهہ بہ نہ هئين. نرم رويو هلڻ جي معنیٰ جو مثال جيئن وَعِبَادُ الرَّحْمَٰنِ الَّذِينَ يَمْشُونَ عَلَى الْأَرْضِ هَوْنًا وَإِذَا خَاطَبَهُمُ الْجَاهِلُونَ قَالُوا سَلَامًا(63-25) يعني رحمان جا ٻانها اهي آهن جيڪي زمين تي نهايت انڪساري سان هلن ٿا ۽ جڏهن ڪي جاهل بہ انهن سان مخاطب ٿين ٿا تہ هي جواب ۾ انهن کي سلامتيءَ واري ورندي ڏين ٿا.

**هنن ٻن آيتن مان ثابت ٿيندڙ حقيقت**

اهل ڪتاب وارا جناب خاتم الانبياء عليہ السلام کي نبوت ملڻ کان اڳ ۾ هن گهمنڊ ۾ هوا تہ عنقريب هاڻي جيڪو آخري نبي اچڻ وارو آهي سو اهو بہ اڳي وانگر هنن جي نسل بني اسرائيل منجهان هوندو، پر جڏهن اهو آخري نبي آيو اهو تہ بني اسماعيل واري نسل منجهان هئو تہ ان تي انهن کي خار چڙهي ۽ آخري نبي کي مليل ڪتاب کي صحيح طور سڃاڻندي ۽ حق سچ من جانب الله سمجهندي بہ ايمان آڻڻ کان نابري وارياڻون صرف هن تعصب جي ڪري تہ اهو شرف اسان جي نسل کي ڇو نہ مليو تہ جواب ۾ رب پاڪ فرمايو تہ للّهُ أَعْلَمُ حَيْثُ يَجْعَلُ رِسَالَتَهُ (124-6) يعني الله ڄاڻي ٿو هو پنهنجي پيغام رسالت پهچائڻ لاءِ ڪهڙي فرد ڪهڙي نسل ڪهڙي خاندان کي موزون سمجهي ٿو ۽ توهان جا ماضيء وارا پرڪار بہ الله کان ڳجها ڪين آهن، پوءِ جوبہ شخص دنيا جهان جي رهنمائيءَ واري قانون لاءِ قرآن کي ڇڏي ٻين علمن کي ماخذ قرار ڏيندو تہ ان لاءِ بہ اهو حڪم آهي جيڪو الله پاڪ اهل ڪتاب وارن لاءِ فرمايو تہ اهڙن منڪرن تي الله جي لعنت وسندي رهندي، ڇو تہ انهن جو اهو انڪار ۽ ڪفر الله جي ڪتاب قرآن جو انڪار ٿيو جيڪو ما انزل الله جو انڪار ٿيو،(89-2) اڄ ڪلهہ اهو اهل ڪتاب وارن جي انڪار جهڙو انڪار مسلم امت وارن ۾ بہ عباسي خلافت واري دور کان وني وڏي پئماني تي جاري آهي.

وَإِذَا قِيلَ لَهُمْ آمِنُواْ بِمَا أَنزَلَ اللّهُ قَالُواْ نُؤْمِنُ بِمَآ أُنزِلَ عَلَيْنَا وَيَكْفُرونَ بِمَا وَرَاءهُ وَهُوَ
الْحَقُّ مُصَدِّقاً لِّمَا مَعَهُمْ قُلْ فَلِمَ تَقْتُلُونَ أَنبِيَاء اللّهِ مِن قَبْلُ إِن كُنتُم مُّؤْمِنِينَ(91)
وَلَقَدْ جَاءكُم مُّوسَى بِالْبَيِّنَاتِ ثُمَّ اتَّخَذْتُمُ الْعِجْلَ مِن بَعْدِهِ وَأَنتُمْ ظَالِمُونَ(92).

**ترجمو:**

۽ جنهن وقت انهن کي چيو ويندو هئو ته ايمان آڻيو ان تي جيڪي الله نازل ڪيو آهي، چون ٿا اسان ته ان تي ايمان آڻيون ٿا جيڪو اسان (اسرائيلي نسل وارن نبين) تي نازل ڪيو ويو ۽ ان کان سواءِ جيڪو ڪجهه پوءِ آهي ان جو ڪفر ڪن ٿا، حالانڪه اهو حق آهي جيڪو انهن وٽ (موجود علم آهي) انجي به تصديق ڪندڙ آهي، (اي نبي تون انهن کي) چؤ ته (جيڪڏهن اوهان رب تعالىٰ جي نازل ڪيل علم وحي جا اهڙا حبدار آهيو ته) پوءِ چو توهان لڙايون لڙيون الله جي نبين سان هن کان اڳي، جيڪڏهن اوهان پنهنجي ايمان واري دعوي ڪرڻ ۾ سچا آهيو،(91) ۽ بيشڪ آندا اوهان وٽ موسي ڪليا دليل پوءِ ان جي پرپٺ توهان گابي کي (معبود) بنائي ورتو (ان سبب) توهان ته ظالم هئيو(92).

## هن آيت منجهان ملندڙ نصيحت

اهل ڪتاب يعني بني اسرائيلين کي جنهن وقت چيو ويو ته الله جي نازل ڪيل علم وحي تي ايمان آڻيو! ته هنن ان حڪم جو انڪار ڪندي چيو ته اسان صرف ان علم تي ايمان آڻينداسون جيڪو اسانجي نسل وارن نبين تي نازل ڪيو ويو هو، ۽ پوءِ واري غير بني اسرائيلي نبي تي نازل ٿيل علم مٿان ايمان ڪونه آڻينداسون. هن ماجرا منجهان هي ڄاڻ ملي ٿي ته نبوت کي الله عزوجل بني اسرائيل جي نسل کان ڪسي بنو اسماعيل جي فرد کي ڏني سو ان عمل سان رب پاڪ دنيا جي سچائي کي ڪنهن نسل ۽ قبيلائي گروهه سان ڳنڍي رکڻ ۽ هدايت کي موروثي خانداني پراپرٽي قرار ڏيڻ کي رد ڪيو آهي، يعني هي به ضروري ناهي ته پلن ماڻهن جي اولاد به پلي هجي، انڪري رب سائينءَ ميرٽ ۽ صلاحيت کي اهم ۽ ضروري قرار ڏيندي هدايت جي سرچشمي علم وحي ۽ نبوت کي بني اسرائيلين کان ڪسي بنو اسماعيل جي خانواده شخصيت کي ڏئي ڇڏيو ۽ جڏهن ته بنو اسماعيل جي اها هستي جناب محمد عليه السلام سلسلي نبوت جي پڄاڻي هوا ۽ ان ڪانپوءِ دنيا جهان جي ماڻهن کي صرف عقل ۽ ڏاهپ جي علمي پيڪيج تي هلائڻو هو انڪري به رب پاڪ اڳتي لاءِ هدايت کي موروثي نسل سان ڳنڍي رکڻ کي رد ڪيو ته جيئن ڪوئي به شخص نسل پرستي جي ڪوڙن فلسفن جو ڪوئي دعويدار الله جي پيغام کي دنيا جي سچ کي ڪنهن فئملي جي نسلي ميراث قرار نه ڏئي ۽ هي لباڙ نه هٽي ته هدايت صرف انهن

جي گهراڻي منجهان ملندي، وڌيڪ هن آيت ڪريمہ جي پڇاڙيءَ ۾ رب پاڪ بني اسرائيلين جي ايمان آڻڻ کان انڪار ڪرڻ تي انهن سان بہ ڳالهيون ڪيون آهن هڪڙي تہ اوهان يهودي حق پرست ۽ سچ پرست ناهيو بلڪ نسل پرستيءَ جو تعصب ڦهلائيندڙ آهيو جو تہ جيڪڏهن اوهان حق سچ جا پوئلڳ هجو ها تہ هي آخري نبي وارو آخري ڪتاب جڏهن اوهان وٽ موجود ڪتاب توريت جي علميت ۽ ڳالهين جي تصديق ٿو ڪري تہ پوءِ اوهان کي ان جي مٿان ايمان آڻن کان انڪار ڪرڻ نہ گهرجي ها، ڇو تہ سچ ڪنهن وٽان بہ ملي اهو سچ ئي هوندو آهي.

ٻي ڳالهہ قرآن حڪيم جيڪا بني اسرائيل وارن سان ڪئي آهي اها هيءَ تہ جيڪڏهن اوهان چئو ٿا تہ اسان ان علم تي ايمان آڻيندا سون جيڪو اسان جي بني اسرائيلي نسل وارن نبين مٿان نازل ٿيو هوندو سو جيڪڏهن اوهان اهڙا معتبر آهيو تہ توهان جي تہ تاريخ ڀري پئي آهي تہ توهان الله جي نبين سان جنگيون ڪيون آهن الله جي نبين کي توهان قتل ڪيو آهي، سو اهو بہ توهان جو ڪوڙ ٿيو تہ اسان ڪوئي پنهنجن سان سچا رهيا آهيون!! آيت نمبر 92 ۾ رب پاڪ بني اسرائيلين کي فرمايو تہ موسىٰ کان پوءِ وارن نبين سان تہ توهان جنگيون ڪيون پر موسىٰ سان بہ توهان ڪهڙي وفاداري ڪئي جو هو ويو طور تي اوهان لاءِ دستور حيات وٺڻ تہ پويان توهان گابي کي الله بنائي ان جي پوڄا شروع ڪئي ۽ موسىٰ لاءِ اوهان چيو تہ اهو ڀلجي پيو آهي الله طور بدران اسان کي هتي گابي جي شڪل ۾ ملي ويو آهي.

وَإِذْ أَخَذْنَا مِيثَاقَكُمْ وَرَفَعْنَا فَوْقَكُمُ الطُّورَ خُذُواْ مَا آتَيْنَاكُم بِقُوَّةٍ وَاسْمَعُواْ قَالُواْ سَمِعْنَا وَعَصَيْنَا وَأُشْرِبُواْ فِي قُلُوبِهِمُ الْعِجْلَ بِكُفْرِهِمْ قُلْ بِئْسَمَا يَأْمُرُكُمْ بِهِ إِيمَانُكُمْ إِن كُنتُمْ مُّؤْمِنِينَ(93) قُلْ إِن كَانَتْ لَكُمُ الدَّارُ الآَخِرَةُ عِندَ اللّهِ خَالِصَةً مِّن دُونِ النَّاسِ فَتَمَنَّوُاْ الْمَوْتَ إِن كُنتُمْ صَادِقِينَ(94) وَلَن يَتَمَنَّوْهُ أَبَدًا بِمَا قَدَّمَتْ أَيْدِيهِمْ وَاللّهُ عَلِيمٌ بِالظَّالِمينَ(95) وَلَتَجِدَنَّهُمْ أَحْرَصَ النَّاسِ عَلَى حَيَاةٍ وَمِنَ الَّذِينَ أَشْرَكُواْ يَوَدُّ أَحَدُهُمْ لَوْ يُعَمَّرُ أَلْفَ سَنَةٍ وَمَا هُوَ بِمُزَحْزِحِهِ مِنَ الْعَذَابِ أَن يُعَمَّرَ وَاللّهُ بَصِيرٌ بِمَا يَعْمَلُونَ(96).

ترجمو:

۽ جنهن وقت اسان توهان کان واعدو ورتوسين ۽ توهان مٿان جبل طور کي بلند ڪيوسين تہ جيڪو اسان توهان کي (علم وحي) ڏنو آهي ان کي طاقت سان سنڀاليو ۽ ٻڌو- تہ چيائون اسان ٻڌو آهي، حالانڪ مڃون ڪونہ ٿا، انهن جي اهڙي ڪفر سبب انهن جي دلين

۾ ڳابي (جي عقيدت) ڄمي وئي هئي، تون چؤ تہ بڇڙا آهن توهان جا اهي ڪرتوت جن جو حڪم ڪري ٿو توهان کي ايمان توهان جو، جيڪڏهن توهان مومن آهيو(93)، تون چؤ تہ جيڪڏهن آخرت وارو گهر (جنت) الله جي ليکي ۾ خالص اوهانجي لاءِ آهي، ٻين ماڻهن کان سواءِ پوءِ موت جي تمنا تہ ڪري ڏيکاريو؟ جيڪڏهن (بهشت جي مالڪيءَ واري دعوىٰ ۾) سچا آهيو، ۽ ڪڏهن بہ اهي اهڙي سڌ ڪو نہ ڪندا هن سبب ڪري جو جيڪي (ڪرتوت) اڳتي موڪلي چڪا آهن پنهنجي هٿن سان ۽ الله ڄاڻُهار آهي ظالمن کي(95)، ۽ پڪ سان تون انهن کي ڏسندي تہ اهي سڀن ماڻهن کان وڌيڪ حرص ڪندڙ هوندا ڊگهي حياتي ملڻ لاءِ ۽ جيڪي مشرڪ آهن انهن جو بہ هر هڪ ماڻهو خواهش ڪري ٿو تہ جيڪر تہ ان کي عمر ڏني وڃي هزار سال ۽ ناهي اها ڊگهي عمر بہ ان کي ڇڏائڻ واري عذاب کان ۽ الله انهن جي عملن کي چڱي طرح ڏسڻ وارو آهي.

## جدا جدا لفظن جي معنيٰ

### واشربوا في قلوبهم العجل:

لفظ شرب جي معني تہ پٽري آهي جو اهو لفظ پاڻي کي پي وڃڻ لاءِ استعمال ڪجي ٿو، پر هن آيت ڪريمہ (2-93) ۾ واشربوافي قلوبهم العجل وارو جملو بطور محاوري جي استعمال ڪيو ويو آهي ۽ هن جي معنىٰ اها ناهي تہ ڪوئي ڳابي جي گوشت کي ديڳڙي ۾ وجهي چلهي تي باهہ ۾ ڳاري ڳاري پوءِ بني اسرائيلين کي پياريو ويو، بلڪ هتي محاوري واري معني مراد ورتي ويندي تہ يهودين کي ڳابي جي محبت ۽ عقيدت ايتري هئي جيئن پيئڻ سان جسم ۾ انجي رطوبت رڳ رڳ تائين پهچي وڃي ٿي اهڙي طرح ڳابي جي عقيدت بہ يهودين کي پاڻي پيئڻ وانگر انهن جي رڳ رڳ ۾ رچي وئي هئي، قرآن حڪيم جي محاوري واري جملي سان ڪتاب توريت جي هن نظريي جو بہ رد ڪيو ويو آهي جنهن جي باب خروج ۾ لکيو اٿن تہ ڳابي کي ساڙي انجي خاڪ کي پاڻي ۾ ملائي بني اسرائيلين کي انجا پيالا پياريا ويا هئا، سو آيت 93 بقره جي جملي ۾ قلوبهم جو لفظ استعمال ڪري بہ بگاڙيل توريت جو رد ڪيو ويو آهي تہ يهودين کي ساڙيل ڳابي جي چار پاڻيءَ ۾ ملائي ڪانہ پياري وئي هئي بلڪ انهن جي دلين ۾ ان جي محبت وڌي وئي هئي.

### بمزحزحه:

هي لفظ پنهنجي اصل جي لحاظ سان رباعي آهي، هن لفظ جي معني قرآن حڪيم پاڻ سياق ۽ سباق سان سمجهائي ڏني آهي، اهو هن طرح تہ فَمَن زُحْزِحَ عَنِ النَّارِ وَأُدْخِلَ الْجَنَّةَ فَقَدْ فَازَ (3-185) يعني جيڪو پري هٽايو ويو باهہ کان ۽ داخل ڪيو ويو جنت ۾ پوءِ بلاشڪ اهو ڪامياب ٿيو، غور ڪيو تہ هن جملي ۾ زحزح لفظ جي معني هٽائڻ ۽ ڇوٽڪاري ڪانسواءِ ٻي ڪا نهي نٿي سگهي سو ثابت ٿيو تہ قرآن حڪيم پنهنجي لفظن جي ڊڪشنريءَ وارو ڪتاب، لغتون ڏسڻ وارو ڪتاب پاڻ آهي ۽ هن لفظ زحزح جي استعمال سان خود هن آيت (2-96) ۾ بہ اها ساڳي معني قرآن پاڻ ڏسي رهيو آهي بلڪل اهڙي طرح جيئن ڪو ماڻهو ڪنهن انڌي کي هٿ سان ان

جي منزل تي پهچائي، پوءِ جيڪي ماڻهو چون ٿا ته قرآن پنهنجي تفهيم لاءِ ٻين علمن جو محتاج آهي هڪ ته انهن پاڻ قرآن کي غور سان نه پڙهيو آهي نه پروڙيو آهي جيڪڏهن پڙهيو ۽ سمجهيو آهي پوءِ به ائين چون ٿا ته پوءِ اهڙا ماڻهو پڪ سان قرآن جا دشمن آهن.

**يعمر:**

هي لفظ واحد مذکر فعل مضارع مجهول جو صيغو آهي-عمر-يعمر-تعمير باب تفعيل سان، هن جي هڪڙي معنىٰ اڏاوت ۽ عمارت ٺاهڻ آهي، ان جو مثال جيئن أَجَعَلْتُمْ سِقَايَةَ الْحَاجِّ وَعِمَارَةَ الْمَسْجِدِ الْحَرَامِ(19-9) يعني ڇا توهان حاجين کي پاڻي پيارڻ ۽ مسجد جي اڏاوت کي الله تي ايمان آڻڻ ۽ قيامت کي ايمان آڻڻ جي برابر ڪيو آهي-؟ لفظ عمر جي ٻي معنىٰ حياتي واري مدت آهي انجو مثال جيئن اَلَ أَلَمْ نُرَبِّكَ فِينَا وَلِيدًا وَلَبِثْتَ فِينَا مِنْ عُمُرِكَ سِنِينَ(18-26) يعني ڇا اسان توکي پاڻ وٽ ٻالپڻي کان وٺي ڪونه پاليو؟ ۽ تون رهيين اسان ۾ پنهنجي عمر جا ڪيئي سال، عمره ۽ تعمير معنىٰ ڊولپمنٽ ۽ تعميراتي اسڪيم لاءِ ميٽنگ جو مثال جيئن وَأَتِمُّواْ الْحَجَّ وَالْعُمْرَةَ لِلّهِ (2-196) يعني مڪمل ڪيو حج واري ميڙاڪي کي ۽ عمره (ڊولپمنٽ لاءِ ڪوئايل ڪانفرنس) واري ميڙاڪي کي الله لاءِ (يعني الله جي مخلوق جي فائدن لاءِ).

## هنن آيتن منجهان ملندڙ احڪام

قرآن حڪيم جي هن حڪم ته خذواماآتيناكم بقوه يعني جيڪو علم وحي اسان توهان کي ڏيون ٿا ان کي طاقت ۽ قوت سان وٺو ۽ سنڀاليو، اهو طاقت سان وٺڻ ۽ سنڀالڻ ثابت ڪري ٿو الله جي ڏنل دين ۽ قانون تي هلڻ ۽ عمل ڪرڻ ۾ دنيا جون ڦورو طاقتون دنيا جا اهي ماڻهو جيڪي خدائي قانون جا منڪر آهن اهي اوهان سان وڙهندا، اهي اوهان کي الله جي دين تي هلڻ نه ڏيندا، اهي اوهان کي رڪاوٽون وجهندا، ملڪ نيڪالين ۽ جلاوطنين تي مجبور ڪندا انڪري الله جي طرفان مليل علم ۽ قانون کي محفوظ رکڻ لاءِ اوهان کي پنهنجي طاقت بنائڻي پوندي، پاڙيا پوڙيا ماڻهو ٻين جي چندن ۽ نذرانن تي ۽ ڪراين تي گذر سفر ڪرڻ وارا ماڻهو ففٿ ڪالمسٽ ايجنٽ ماڻهو به پنهنجي مفادن لاءِ عالمي جاگيردارن ۽ سرمايه دارن جي پڙڪائڻ تي اوهان سان وڙهندا ۽ هيءَ حقيقت ته هر ڪوئي ڄاڻي ٿو ته طاقت بنائڻ لاءِ تنظيم ڪاري ۽ ان لاءِ گهربل وسيلا گڏ ڪرڻاپوندا آهن سو الله جي علم وحي جي حفاظت لاءِ اهي سمورا بندوبست ڪرڻا پوندا، هن حڪم کان پوءِ ٻيو حڪم آهي ته واسمعوا- يعني الله جي طرفان مليل علم کي پهريائين ٻڌو، هر ڳالهه جو سمجهڻ ته ضروري هوندو آهي پر سمجهڻ جو نمبر پوءِ هوندو آهي پهريائين ڪنهن به ڳالهه جو ٻڌڻ ضروري هوندو آهي، اهو ٻڌڻ جو حڪم ته رب پاڪ ڏنو پلو ٿيو، اهو ضروري به آهي، پر ڪيتريون ڳالهيون دشمنن جي اندازن ۽ چالن منجهان به سمجهه

ايندين آهن سو جيڪڏهن اوهان پنهنجي دشمن جي منصوبن تي غور ڪندؤ جيڪي چون ٿا تہ وَقَالَ الَّذِينَ كَفَرُوا لَا تَسْمَعُوا لِهَذَا الْقُرْآنِ وَالْغَوْا فِيهِ لَعَلَّكُمْ تَغْلِبُونَ(26-41) يعني اهي انقلاب دشمن پنهنجي ماڻهن مٿان بندش وجهن ٿا تہ توهان انقلابين جي ڳالهہ ٻڌو بہ نہ ۽ ٻڌڻ بدران وچي اتي لڙ مچايو انهي طريقي سان تہ اوهان غالب ٿي سگهندو، پر جي ويهي اوهان انهن جو ليڪچر ٻڌو تہ الٽو توهان بہ انهن جا ٿي ويندؤ..

**جڏهن ڪنهن جي دل ۾ الله ڪان سواءِ ان جي برابر ڪنهن ٻئي جي محبت هوندي تہ اهو مومن نٿو ٿي سگهي**

يهودين جناب خاتم الانبياءَ عليہ السلام مٿان نازل ڪيل ڪتاب تي ايمان آڻڻ ڪان انڪار ڪندي چيو تہ اسان بني اسرائيلي نبين مٿان نازل ٿيل علم وحي ڪان سواءِ ٻئي ڪنهن جي مٿان لٿل ڪتاب تي ايمان ڪونہ آڻيندا سون تہ قرآن انهن ڪي جواب ۾ چيو تہ اهو بہ توهان ڪوڙ ٿا ڳالهايو توهان تہ بني اسرائيل جي نبين تي لٿل ڪتابن جا بہ منڪر آهيو اوهان جي دلين ۾ تہ ڳئوماتا جي ڳابي جي محبت سمايل آهي انڪري اوهان موسوي شريعت جي صحيفن مٿان ايمان آڻڻ جي دعوىٰ ڪرڻ ۾ بہ ڪوڙ ٿا ڳالهايو، جو تہ ڳابي مٿان ايمان آڻڻ، اها ذهنيت ٻچڙا ڪم ئي ڏسيندي چڱا ڪم تہ ڪانہ ڏسيندي. آيت نمبر 94 ۾ ڏسيو ويو آهي تہ جنت ۾ وڃڻ نسلي خصوصيتن سان واڳيل ناهي بلڪہ جو وهي سولهي جيئن پٽائيءَ شاعريءَ جي جامي ۾ چيو آهي تہ:

سنگ پسي سرهي نہ ٿي، مٿان هوت نہ پنهنجو ڪن

ان در مٿي دادليون رئنديون رت وجن

چونديون ائين وجن مٿان پاند پسائيو

پر جيڪڏهن اوهان نسلي برتري جي عقيدي تي بهشت ۾ وڃڻ تي يقين رکو ٿا تہ پوءِ پنهنجي لاءِ مرڻ جو مطالبو تہ ڪري ڏيکاريو تہ خبر پوي.

قُلْ مَن كَانَ عَدُوًّا لِّجِبْرِيلَ فَإِنَّهُ نَزَّلَهُ عَلَى قَلْبِكَ بِإِذْنِ اللّهِ مُصَدِّقاً لِّمَا بَيْنَ يَدَيْهِ وَهُدًى وَبُشْرَى لِلْمُؤْمِنِينَ(97) مَن كَانَ عَدُوًّا لِّلّهِ وَمَلآئِكَتِهِ وَرُسُلِهِ وَجِبْرِيلَ وَمِيكَالَ فَإِنَّ اللّهَ عَدُوٌّ لِّلْكَافِرِينَ(98) وَلَقَدْ أَنزَلْنَا إِلَيْكَ آيَاتٍ بَيِّنَاتٍ وَمَا يَكْفُرُ بِهَا إِلاَّ الْفَاسِقُونَ(99) أَوَكُلَّمَا عَاهَدُواْ عَهْداً نَّبَذَهُ فَرِيقٌ مِّنْهُم بَلْ أَكْثَرُهُمْ لاَ يُؤْمِنُونَ(100) وَلَمَّا جَاءهُمْ رَسُولٌ مِّنْ عِندِ اللّهِ مُصَدِّقٌ لِّمَا مَعَهُمْ نَبَذَ فَرِيقٌ مِّنَ الَّذِينَ أُوتُواْ الْكِتَابَ كِتَابَ اللّهِ وَرَاء

ظُهُورِهِمْ كَأَنَّهُمْ لاَ يَعْلَمُونَ(101) وَاتَّبَعُواْ مَا تَتْلُواْ الشَّيَاطِينُ عَلَى مُلْكِ سُلَيْمَانَ وَمَا كَفَرَ سُلَيْمَانُ وَلَكِنَّ الشَّيْاطِينَ كَفَرُواْ يُعَلِّمُونَ النَّاسَ السِّحْرَ وَمَا أُنزِلَ عَلَى الْمَلَكَيْنِ بِبَابِلَ هَارُوتَ وَمَارُوتَ وَمَا يُعَلِّمَانِ مِنْ أَحَدٍ حَتَّى يَقُولاَ إِنَّمَا نَحْنُ فِتْنَةٌ فَلاَ تَكْفُرْ فَيَتَعَلَّمُونَ مِنْهُمَا مَا يُفَرِّقُونَ بِهِ بَيْنَ الْمَرْءِ وَزَوْجِهِ وَمَا هُم بِضَآرِّينَ بِهِ مِنْ أَحَدٍ إِلاَّ بِإِذْنِ اللّهِ وَيَتَعَلَّمُونَ مَا يَضُرُّهُمْ وَلاَ يَنفَعُهُمْ وَلَقَدْ عَلِمُواْ لَمَنِ اشْتَرَاهُ مَا لَهُ فِي الآخِرَةِ مِنْ خَلاَقٍ وَلَبِئْسَ مَا شَرَوْاْ بِهِ أَنفُسَهُمْ لَوْ كَانُواْ يَعْلَمُونَ(102) وَلَوْ أَنَّهُمْ آمَنُواْ واتَّقَوْا لَمَثُوبَةٌ مِّنْ عِندِ اللّهِ خَيْرٌ لَّوْ كَانُواْ يَعْلَمُونَ(103).

**ترجمو:**

چؤ تون تہ جيڪو بہ دشمني رکي ٿو جبريل سان، انهيءَ تہ نازل ڪيو آهي تنهنجي دل تي (علم وحي) الله جي حڪم قانون سان (اهو بہ اهو) جيڪو تصديق ڪندڙ آهي (ان علم جي) جيڪو ان کان اڳي آهي ۽ مومنن لاءِ هدايت ۽ خوشخبري آهي(97). جيڪو بہ دشمن آهي الله ۽ ان جي ملائڪن ۽ رسولن ۽ جبريل ۽ ميڪال جو تہ الله (انهن) ڪافرن جو دشمن آهي(98). يقين سان اسان نازل ڪيو سون تنهنجي طرف ڪليل آيتون ۽ سواءِ بدڪارن جي انهن جو ڪوبہ انڪار نٿو ڪري سگهي(99). ڇا تہ اهي (اهڙا) آهن جو جڏهن بہ ڪوئي معاهدو ڪن ٿا تہ انکي انهن مان ڪوئي گروهہ ڦٽو ڪري اڇلائي ڇڏي ٿو بلڪ انهن جي وڏي اڪثريت ايمان آڻيندڙ ناهي(100). (انهن جي گهٽائي بي ايمان آهي) ۽ جڏهن الله وٽان انهن ڏي الله جو هڪ رسول آيو (جيڪو) تصديق ڪندڙ هئو ان (علم وحي جي) جيڪو انهن وٽ هئو، تہ اڇلائي ڇڏيو انهن منجهان هڪڙي ٽولي جن کي الڪتاب ڏنو ويو هو الله جي ڪتاب کي پنهنجي پنينءَ پر، جڻ تہ ڄاڻن ئي ڪونہ پيا (101). ۽ تابعداري ڪن پيا انهن ڳالهين جي جيڪي گهڙيون هئيون شيطان جناب سليمان جي نبوت جي حوالن سان، ۽ سليمان (اهڙو) ڪفر ڪونہ ڪيو هو مگر شيطان (قسم جا ماڻهو) ڪفر ڪندا هئا (جيڪي ماڻهن کي جادو سيکاريندا هوا، ۽ بابل ۾ ٻن ملائڪن هاروت ۽ ماروت تي ڪجهہ بہ نازل ڪونہ ڪيو ويو هو ۽ (نہ ئي انهن بابت هي ڪهاڻي درست آهي تہ) هو ڪنهن کي بہ (جادو ۽ ڦيٽن جي) تعليم نہ ڏيندا هئا ايتري تائين جو هو (سکڻ وارن کي) چوندا هوا تہ اسان صرف هڪڙو فتنو (آزمائش) آهيون سو تون (سکڻ وارا) ڪفر نہ ڪر! پوءِ سکڻ وارا انهيءَ

باوجود) انهن ٻنهي کان اهي ڳالهيون سکندا هئا جنهن سان زال ۽ مڙس جي وچ ۾ جدائي وجهن، ۽ نہ ئي هو نقصان پهچائيندڙ هئا ان علم سان ڪنهن بہ هڪڙي کي سواءِ ان جي جيڪو الله جي قانون سان ڪنهنکي نقصان پهچي، ماڻهو اهي ڳالهيون سکندا هئا جيڪي انهن کي نقصان پهچائن ۽ فائدو نہ پهچائن، ۽ بيشڪ انهن کي خبر هئي تہ جنهن بہ (ان علم کي) ورتو تہ ان جو آخرت ۾ ڪوئي پاڳو نہ رهندو ۽ ڪيترو تہ بڇڙو آهي اهو حصو جيڪو انهن پاڻ خريد ڪري ورتائون ڪاش جو هو ان حقيقت کي ڄاڻن ها. (102) ۽ جيڪڏهن هو ايمان آڻين ها ۽ (الله کان) ڊڄن ها تہ ڪين الله وٽان پلي موٽ ملي ها، ڪاش جو هو ڄاڻن ها.(103).

## جدا جدا لفظن جي معني

### جبريل- ميڪال:

لفظ جبريل قرآن حڪيم ۾ ڪل ٽي ڀيرا استعمال ٿيو آهي، قرآن حڪيم ۾ جبريل جي نالي جي ٻئي حصي ۾ همزو ڪونہ ڏنو ويو آهي جيئن اسرائيل ۾ آهي انڪري جبريل جي معني الله جو ٻانهو عبدالله قرار ڏيڻ بہ غلط ٿي پئي بهرحال هي تہ طئہ آهي تہ جبريل اها طاقت قوت ۽ الله پاڪ جي صفت آهي جنهن لاءِ قرآن حڪيم فرمايو آهي فانه نزله على قلبك باذن الله، يعني ان جبريل ان خدائي طاقت قرآن حڪيم کي تنهنجي قلب تي نازل ڪيو آهي الله جي اذن (قانون) سان- قرآن حڪيم جي استعمال جبريل ۽ ميڪال جو عوامي اُچار ۽ استعمال جبرائيل ۽ ميڪائيل اهو غلط العوام قرار ڏيڻ گهرجي ميڪال کي ميڪائيل ۽ جبريل کي جبرائيل ڪوٺڻ جو قرآن منجهان ڪو بہ ثبوت ڪونهي ڪو ۽ آيت نمبر (98-2) ۾ جيڪو فرمايو ويو آهي تہ مَن كَانَ عَدُوًّا لِّلّهِ وَمَلآئِكَتِهِ وَرُسُلِهِ وَجِبْرِيلَ وَمِيكَالَ فَإِنَّ اللّهَ عَدُوٌّ لِّلْكَافِرِينَ، هن آيت ۾ رب پاڪ جبريل ۽ ميڪال کي ملائڪن ۽ رسولن کان الڳ ڪري ذڪر ڪيو آهي، انڪري هي حقيقت ثابت ٿئي ٿي تہ جبريل ۽ ميڪال ٻئي شيون الله جي وصفن منجهان ڪي وصفون آهن- ۽ هن معني جي تائيد إِنَّا سَنُلْقِي عَلَيْكَ قَوْلًا ثَقِيلًا(5-73) ۽ سَنُقْرِؤُكَ فَلَا تَنسَى (6-87) منجهان ثابت ٿئي ٿي جنهن جو خلاصو هي اهي تہ اي نبي اسان جلد تنهنجي مٿان قول ثقيل (وڏي ذميداري قرآن جي ڏس مطابق) لاڳو ڪيون ٿا ۽ اسان اجهو تہ توکي اهڙي طرح پڙهايون ٿا جو تون ان کي وساري ئي نہ سگهندين. لفظ جبريل جي الله جي وصف هجڻ جو ٻيو ثبوت هي بہ ملي ٿو تہ جناب خاتم الرسل يا مڙني نبين لاءِ رب پاڪ اوحينا ۽ وحي جا لفظ استعمال فرمايا آهن جن جي معني آهي اشارو، هاڻ جڏهن رب پاڪ پنهنجي نبين کي اشارن جي علم سان پنهنجي تعليم ڏني آهي، جنهن جي تفصيلي ڪيفيت تہ هڪڙي الله ڄاڻي ٿو ٻيو الله جا نبي جن کي ان طريقي سان اهو علم مليو ۽ غير نبي کي اها ڪيفيت معلوم نہ

ٿي سگهندي، تہ ان صورت ۾ جڏهن غور ڪبو تہ هي حقيقت ثابت ٿيندي تہ اشاري جي عمل ۾- اشاري ڪندڙ ۽ جنهن جي دل دماغ تي اشارو ڪيو ٿو وڃي انهن ٻنهي جي وچ ۾ ڪا ٽين شئي چو هجي؟ جيڪڏهن ڪنهن ٽين شئي کي مڃيو ويو تہ پوءِ اشارو اشارو نہ رهندو، انڪري جبريل الله پاڪ جي پنهنجي اها مخصوص وصف آهي جنهن سان اشارو عمل ۾ اچي ٿو، ڪير سوال ڪري تہ جيڪڏهن جبريل الله جي وصف هجي ها تہ قرآن هي ڳالهہ ڪيئن ڪري ها تہ من كان عدوالجبريل جيڪو بہ شخص جبريل جو دشمن هوندو اهو ٻڌي ڇڏي تہ انهيءَ نازل ڪيو آهي (علم) پنهنجي جي قانون سان تنهنجي دل تي، سو دشمني رکڻ جبريل سان ان منجهان اهو ثابت نٿو ٿئي تہ جبريل الله جي وصف نٿي ٿي سگهي جواب هي آهي تہ غور ڪيو تہ خود الله سان بہ ماڻهن جي دشمني جو ذڪر ايندڙ آيت ۾ آهي تہ مَن كَانَ عَدُوًّا لِّلّهِ وَمَلآئِكَتِهِ وَرُسُلِهِ وَجِبْرِيلَ وَمِيكَالَ فَإِنَّ اللّهَ عَدُوٌّ لِّلْكَافِرِينَ(98-2) يعني جو شخص الله جو دشمن آهي ۽ ملائڪن جو ۽ رسولن جو ۽ جبريل جو ۽ ميڪال جو (تہ پوءِ ٻڌي ڇڏيو تہ) الله بہ دشمن آهي ڪافرن جو، سو ماڻهن جي الله سان دشمني رکڻ جي خبر بہ قرآن حڪيم ٻڌائي پيو، وري جيڪڏهن ڪير سوال ڪري تہ هن آيت جي منڍ ۾ الله سان دشمنيءَ جو ذڪر ٿي گذريو پوءِ جيڪڏهن جبريل ۽ ميڪال الله جون وصفون آهن تہ پوءِ انهن سان دشمني جو ذڪر ٻيو ڇيرو چو؟ ان سوال جو جواب هي آهي تہ الله سان دشمني جو اصل ۽ خاص سبب ٿي اهو آهي تہ ان اهڙو علم ۽ ڪتاب چو موڪليو جنهن ۾ استحصال سرمايہ داريت جاگيرداريت ۽ مفت خوريءَ مٽان بندش وڌي وئي آهي، يعني دشمنيءَ جو سبب ئي الله جي اها علم موڪلڻ واري صفت آهي، انڪري ان مخصوص وصف سان ئي تہ ماڻهن جي دشمني آهي ان ڪري ان کي جدا مستقل طور نروار ڪري ٻيهر بيان ۾ آندو ويو، پر اجا بہ ڪير سوال ڪري تہ چا الله جي ذات سان دشمنيءَ ڪان پوءِ بہ الله جي ڪنهن خاص ٻي وصف ۽ صفت سان جدا بہ دشمني ٿي سگهي ٿي چا؟ جواب ۾ عرض آهي تہ بلڪل ماڻهن کي الله جي وصف ۽ خاص صفاتي نالي سان بہ دشمني ۽ نفرت آهي، قرآن حڪيم پاڻ ٻڌائي ٿو تہ وَإِذَا قِيلَ لَهُمُ اسْجُدُوا لِلرَّحْمَنِ قَالُوا وَمَا الرَّحْمَنُ أَنَسْجُدُ لِمَا تَأْمُرُنَا وَزَادَهُمْ نُفُورًا(60-25) يعني ماڻهن کي جنهن وقت چيو وڃي تہ حڪم مڃو رحمان جو تہ جواب ۾ چون تا ڪير ٿيندو آهي رحمان؟ چا ان کي سجدو ڪيون جنهن لاءِ تون اسان کي حڪم ڪرين ٿو، ۽ (رحمان کي سجدو ڪرڻ واري حڪم سبب) انهن جي نفرت وڌي پئي وڃي، اميد آهي تہ پڙهندڙن کي هيءَ حقيقت سمجهہ ۾ اچي وئي هوندي تہ ڪافر ماڻهو الله سان دشمني رکڻ ڪان پوءِ بہ جبريل ۽ ميڪال سان يعني الله جي انهن صفتن سان وصفن سان دشمني چو ٿا رکن؟ انهيءَ سوال جو ٻيو سولو جواب آهي تہ دنيا وارن جو جهيڙو قرآن سان آهي، الله

پنهنجي صفت جبريل ذريعي قرآن موڪليو ماڻهن الله سان تہ دشمني ڪئي پر ان جي قرآن موڪلڻ واري صفت جبريل سان بہ دشمني ڪئي، مون هاڻ عرض ڪيو تہ ماڻهن الله جي صفت الرحمان کان بہ نفرت ڪئي(60-25) انهيءَ جو بہ سبب اهو آهي جو رب پاڪ فرمايو تہ الرَّحۡمَٰنُ. عَلَّمَ الۡقُرۡآنَ(1-2-55) يعني الله جي صفت رحمانيت قرآن جي تعليم ڏني، پر انسانن جي ناقدرشناسيءَ بابت ڇا چئجي جو انهن جو جهيڙو ئي قرآن سان آهي، ان ڪري انهن قرآن جي تعليم ڏيڻ واري وصف الرحمان سان بہ نفرت ظاهر ڪئي، آخر ۾ رهيو هي سوال تہ پلا ٻڌايو وجي تہ لفظ جبريل جي معني ڪهڙي ٿي ۽ ميڪال جي معني ڪهڙي ٿي؟ سو جبريل جي معني تہ فانه نزله على قلبك يعني نازل ڪرڻ وارو ئي ٿي، ۽ لفظ ميڪال جي معني ٿي اسم ظرف صيغي سان ضمانت ۽ وڪالت هي صيغو ان طرح آهي جيئن إِنَّ اللّهَ لاَ يُخۡلِفُ الۡمِيعَادَ(9-3) ۾ وعد لفظ جو صيغو اسم ظرف وارو ميعاد آهي اهڙي طرح ٻيو مثال جيئن لفظ وثق جو صيغو اسم ظرف ميثاق وَكَيۡفَ تَأۡخُذُونَهُ وَقَدۡ أَفۡضَى بَعۡضُكُمۡ إِلَى بَعۡضٍ وَأَخَذۡنَ مِنكُم مِّيثَاقًا غَلِيظًا(21-4) اهڙي طرح وڪيل جوءِ وڪل جو اسم ظرف ميڪال ٿيندو جنهن جي معني ٿيندي ذمي ڪنيل علم ۽ گارنٽي وارو علم، پوري قرآن حڪيم ۾ لفظ ميڪال هڪ ڀيرو هن آيت (98-2) ۾ آيو آهي جيڪو لفظ جبريل کان بعد ۾ آهي، تہ ان ترتيب منجهان هي ثابت ٿيو تہ جڏهن جبريل الله جي اها صفت آهي جيڪا قرآن کي نازل ڪرڻ واري آهي تہ ميڪال سان وري جڻ تہ ان نازل ڪيل علم جي صفت بيان ڪئي وئي تہ اهو علم وڏي گارنٽي وارو آهي، وڏو ڀروسي وارو آهي، وڏي ضمانت وارو آهي، وڪالت وارين سيني ذميدارين سان تصديق ٿيل آهي، يعني انهيءَ علم وحي جو وڪيل خود اهوئي ڪتاب قرآن پاڻ آهي قرآن حڪيم دنيا جهان جي سين قانوني مشڪلاتن جو حل ڏسي ٿو سوالن جا جواب ڏئي ٿو، هي ڪتاب حڪمرانيءَ جو منشور ڪتاب آهي (37-13) (186-2). مطلب تہ جبريل الله جي صفت آهي ۽ ميڪال قرآن حڪيم جي صفت آهي اهي ملائڪن جا نالا ناهن.

**باذن الله:**

لفظ اذن جي هڪڙي معنىٰ آهي ٻڌڻ وارو ڪن جيئن وَالأَنفَ بِالأَنفِ وَالأُذُنَ بِالأُذُنِ وَالسِّنَّ بِالسِّنِّ(45-5) يعني اسان انهن تي هي قانون لاڳو ڪيو هو تہ جان جي بدلي ۾ جان، اک جي بدلي ۾ اک، نڪ جي بدلي ۾ نڪ، ڪن جي بدلي ۾ ڪن، ڏند جي بدلي ۾ ڏند، ۽ هر زخم جي بدلي ۾ ان جي برابر زخم.

جيڪڏهن قرآن حڪيم ۾ لفظ، اذن، جي نسبت الله جي حوالي سان هوندي تہ اتي معني قانون ڪئي ويندي جيئن مَن ذَا الَّذِي يَشۡفَعُ عِنۡدَهُ إِلاَّ بِإِذۡنِهِ(255-2) يعني ڪير آهي اهو شخص

جيڪو سفارش ڪري الله وٽ ان جي قانون کان سواءِ، جيڪڏهن لفظ اذن جي تنهي حرفن کي پيش هوندو تہ ان جي معني ٿيندي ڪنن جو ڪچو جيئن وَيقُولُونَ هُوَ أُذُنٌ قُلْ أُذُنُ خَيْرٍ لَّكُمْ يُؤْمِنُ بِاللّهِ(9-61) يعني انهن منافقن منجهان اهي بہ آهن جيڪي نبي کي ايذاء پهچائن ٿا ۽ چون ٿا تہ اهو ڪنن جو ڪچو آهي، ۽ ان ساڳئي لفظ اذن جي هڪڙي معنيٰ اجازت بہ آهي جيئن وَجَاء الْمُعَذِّرُونَ مِنَ الأَعْرَابِ لِيُؤْذَنَ لَهُمْ(9-90) يعني ٻهراڙين وارن مان عذر پيش ڪرڻ وارا آيا تہ انهن کي (جنگ ۾ شريڪ نہ ٿيڻ جي اجازت ڏني وڃي، ساڳئي لفظ جي هڪڙي معني اعلان بہ آهي جيئن وَأَذَانٌ مِّنَ اللّهِ وَرَسُولِهِ إِلَى النَّاسِ يَوْمَ الْحَجِّ الأَكْبَرِ أَنَّ اللّهَ بَرِيءٌ مِّنَ الْمُشْرِكِينَ وَرَسُولُهُ (9-3) يعني الله ۽ رسول جي طرفان ماڻهن واسطي اعلان آهي ڪانڊ آهي ۽ سڏ آهي وڏي جرڳي ۽ وڏي عدالت جي طرف اچڻ جو هتي هن آيت ڪريمہ ۾ أذان جي لفظ سان الله ۽ رسول جو بہ ذڪر آهي تہ هن اعلان کي سڏ کي سرڪاري اعلان قرار ڏيندي ان کي اڄ جي اصطلاح ۾ گورنمنٽ جو نوٽيفڪيشن بہ چيو ويندو ۽ گورنمنٽ جو هر اعلان ۽ نوٽيفڪيشن قانون جي حيثيت رکندو آهي ان ڪري اذن جي معني قانون بہ ٿي.

## عدو:

عدو معنیٰ دشمن ۽ عداوت معنیٰ دشمني، هي لفظ پنهنجي معنیٰ ۾ تہ نهايت مشهور ۽ غير متنازعہ طور مجيل آهي پر پوءِ بہ ان جي معنیٰ جا قرآن حڪيم منجهان ڪجهہ مثال عرض ڪيان ٿو صرف هن لاءِ تہ پڙهندڙ غور ڪن تہ ڪيئن نہ قرآن حڪيم پنهنجي لفظن جون معنائون پاڻ سمجهائي ٿو جيئن الأَخِلَّاء يَوْمَئِذٍ بَعْضُهُمْ لِبَعْضٍ عَدُوٌّ إِلَّا الْمُتَّقِينَ (43-67) يعني ان ڏينهن دوست بہ هڪ ٻئي جا دشمن هوندا، هن سمجهاڻيءَ تي غور ڪيو تہ قيامت جي منظر ڪشي مهل پهريائين دوستن جو ذڪر آٽي پوءِ ماڻهن جو ذڪر ڪندي انهن جي عداوت جي ڳالهہ ڪئي تہ پڙهندڙن کي دوستيءَ جي ضد ۾ آندل لفظ جي معني جيئن بغير ڪنهن خارجي ڊڪشنري کولڻ جي سمجهہ ۾ اچي وڃي، ٻيو مثال جيئن وَإِذَا رَأَيْتَهُمْ تُعْجِبُكَ أَجْسَامُهُمْ وَإِن يَقُولُوا تَسْمَعْ لِقَوْلِهِمْ كَأَنَّهُمْ خُشُبٌ مُّسَنَّدَةٌ يَحْسَبُونَ كُلَّ صَيْحَةٍ عَلَيْهِمْ هُمُ الْعَدُوُّ فَاحْذَرْهُمْ قَاتَلَهُمُ اللَّهُ أَنَّى يُؤْفَكُونَ(4-63) هاڻي هن آيت م بہ ماقبل تي غور ڪبو تہ ان ۾ منافقن جو بيان آٽي انهن جو بدڪاريون ڪولي ٻڌائي پوءِ فرمايائين تہ هم العدو فاحذرهم اهي دشمن آهن انهن کان بچجانءِ انهن کي الله جي ڪا مار پوي ڪا ڏي ٽا ابتو ڦرن، هتي ماقبل کان پوءِ مابعد وارا جملا بہ ٻڌائن ٿا تہ اهي ظالم ماڻهو جن کي عدو سڏيو ويو آهي اهي ئي تہ دشمن چيا ويندا، انهيءَ ئي انداز جو ٻيو مثال جيئن وَأَلْقَيْنَا بَيْنَهُمُ الْعَدَاوَةَ وَالْبَغْضَاء إِلَى يَوْمِ الْقِيَامَةِ (5-64) يعني (انهن يهودين ۾ اسانجي قانون سبب) پئجي وئي آهي دشمني ۽ بغض قيامت تائين، هن عبارت تي غور ڪبو تہ هن جو ماقبل ۽ مابعد يعني پهريان ۽ پويان جملا پاڻ ئي پيا ٻڌائن ٿا تہ هتي عداوت جي معني دشمني آهي.

**نبذ:**

لفظ نبذ جي معنیٰ آهي ڪنهن شيءِ کي معمولي ۽ غير اهم سمجهي ڦٽو ڪري ڇڏڻ اها معنیٰ سمجهڻ لاءِ خود هن آيت نمبر 100 ۽ 101 جو انداز ئي تمام بهترين ماهرا استاد وانگر سمجهائي پيو پر هتي ان معني جي سمجهاڻيءَ لاءِ اجا بہ تصريف آيات جو هنر ٻڌائي ٿو وَإِذْ أَخَذَ اللّهُ مِيثَاقَ الَّذِينَ أُوتُواْ الْكِتَابَ لَتُبَيِّنُنَّهُ لِلنَّاسِ وَلاَ تَكْتُمُونَهُ فَنَبَذُوهُ وَرَاء ظُهُورِهِمْ وَاشْتَرَوْاْ بِهِ ثَمَناً قَلِيلاً فَبِئْسَ مَا يَشْتَرُونَ(3-187) يعني ۽ جنهن وقت الله اهل ڪتاب وارن کان وعدو ورتو تہ توهان ماڻهن کي اهو ڪتاب کولي ٻڌائيندو ۽ لڪائيندو ڪونہ تہ (انهن ان معاهدي کي) پنيءَ پراڇلائي ڇڏيو ٿوري ملهہ جي عيوض ۽ اهو بڇڙو هو سودو انهن جو، هاڻ هن آيت ڪريمہ ۾ عبارت ۽ متن جي الفاظن جي ترتيب مٿان غور ڪبو تہ ڇڻ قرآن حڪيم جي سمجهاڻيءَ جو انداز ائين تہ پنهنجي الفاظن جي معنیٰ مفهوم جو ڏس ڏئي ٿو جو جيئن ڪو ماڻهو ڪنهن انڌي کي هٿ کان وني دڳ ڏسيندو هجي، ٻيو مثال ان ئي لفظ جي معنیٰ ٻڌائڻ واري انداز جو جيئن فَأَخَذْنَاهُ وَجُنُودَهُ فَنَبَذْنَاهُمْ فِي الْيَمِّ فَانظُرْ كَيْفَ كَانَ عَاقِبَةُ الظَّالِمِينَ(40-28) هن عبارت ۾ فرعون جي قصي ۾ ان کي لشڪر سميت پڪڙڻ کان پوءِ جي ڳالهہ ٻڌائي وري درياءَ ۾ اڇلائڻ لاءِ جملو فرمايو ويو تہ فنبذناهم في اليم تہ هتي درياءَ ۾ ڦٽو ڪرڻ جي معنیٰ کان سواءِ لفظ ”نبذ“ جي ٻي معنیٰ جڙي نٿي سگهي.

**تتلوا:**

تلا-يتلو-تلاوة- قرآن حڪيم هن لفظ جي معنیٰ تہ ڏاڍي سهڻي ۽ سولي انداز سان سمجهائي ڏني آهي تہ وَالشَّمْسِ وَضُحَاهَا. وَالْقَمَرِ إِذَا تَلَاهَا(2-91) يعني سج ۽ ان جي روشني شاهد آهي ۽ چنڊ بہ جنهن وقت ان جي پويان پويان هلي ٿو، سموري قرآن ۾ هي لفظ ٺيهڻ پيرا استعمال ٿيو آهي صرف هن (2-91) واري موقعي کان سواءِ هر هنڌ تي هن لفظ جو استعمال پڙهڻ واري معنیٰ سان قرآن حڪيم ۾ ڪيو ويو آهي ان جو مثال خود هن آيت (2-101) جو متن بہ آهي پر غور ڪبو تہ هر هنڌ اهائي پڙهڻ واري معنیٰ ملندي جيئن وَإِذَا تُتْلَى عَلَيْهِمْ آيَاتُنَا بَيِّنَاتٍ تَعْرِفُ فِي وُجُوهِ الَّذِينَ كَفَرُوا الْمُنكَرَ (22-72) يعني جنهن وقت اسان جون ڪليل ۽پڌريون آيتون پڙهيون وڃن ٿيون تہ تون سمجهي ويندي جاڻي ويندي ڪافرن (جي چهرن ۾) اوپراهٽ، هيتري تائين ڳالهہ تي معنیٰ جي پر طالب علم جيڪڏهن هن لفظ جي قرآني استعمالن تي غور ڪندا تہ هن جواستعمال صرف الله جي ڪتاب ۽ علم وحي واري ڪلام کي پڙهڻ لاءِ استعمال ٿيو آهي، يعني تلاوت معني پڙهڻ پر اهو پڙهڻ بہ خاص الله جي آيتن ۽ الله جي الڪتاب جو، نہ ڪي ڪنهن ٻئي علم جو، هر ڪوئي شخص منهنجي هي ڳالهہ قرآني لفظن جو ڪئٽلاگ (المعجم المفهوس) کولي پڙهي پرکي سگهي ٿو، هن حوالي کان پوءِ جيڪا خاص ڳالهہ عرض ڪرڻي آهي اها هيءَ تہ پوءِ آخر ڪهڙو سبب آهي جو جيڪو لفظ تلاوت

جو مخصوص آهي علم وحي جي ڪتاب ۽ آيتن کي پڙهڻ لاءِ ته پوءِ اهو هن آيت (2-102) ۾ واتبعواما تتلوا الشياطين علي ملڪ سليمان يعني اهو تلاوت جو لفظ شيطانن جي علم ڏي ڪيئن منسوب ڪيو ويو آهي؟ سو ان سوال جو جواب سمجهڻ لاءِ ضروري آهي ته پهريائين شيطان لفظ جي معني مفهوم ڄاتي وڃي، سو شيطان ته انساني طبيعت جو هڪ قسم آهي، شيطان انسان جو ئي هڪ سرڪش ۽ هنيلي مزاج وارو قسم ۽ طبيعت جو نالو آهي سو علم وحي ۽ الله جون آيتون مؤمن ڪافر هر ڪوئي پڙهي سگهي ٿو ۽ پڙهندا آهن انهيءَ ۾ ڪهڙي عجب جي ڳالهه آهي، باقي رهي ڳالهه هن آيت (2-102) ۾ وَاتَّبَعُواْ مَا تَتْلُواْ الشَّيَاطِينُ عَلَى مُلْكِ سُلَيْمَانَ جملي ۾ لفظ تتلوا جي سو شيطان قسم جا پوپا تعويذن ۽ ڦيڻن شوڪارن جو جناب سليمان عليه السلام جي زماني ۾ ڪاروبار ڪندا هوا اهي ماڻهن کي ڪوڙ هٽي ٻڌائيندا هئا ته انهن جو علم الله جي پاران جناب سليمان عليه السلام تي وحي ذريعي نازل ٿيو هو سو اسان به توهان کي ڄڻ ته الله جي علم سان پيا ٿا دم درود ڪيون، سو قرآن ۾ انهن خانقاهي درگاهي ڪاروباري ماڻهن جي زباني اها ڳالهه ڪئي وئي آهي ته هو پنهنجي شوڪارن واري علم کي بقول انهن جي الله طرفان سليمان عليه السلام تي نازل ڪيل علم وحي ڪري ڪوٺيندا هئا، سو رب پاڪ انهن جي علم لاءِ (تتلوا جو لفظ جيڪو علم وحي لاءِ گهڻو استعمال ڪيو ويو آهي) انڪري استعمال ڪيو آهي ته يعني بقول انهن جي ته انهن جو تعويذن وارو علم به الله وٽان آيل آهي، هونئن قرآن حڪيم جي گفتگو جو انداز هي مشهور ۽ طئه ٿيل آهي ته هو ماڻهن جون ڳالهيون ماڻهن جي محاورن ۽ طريقن مطابق نقل ڪندو آهي، جنهن کي چيو ويندو آهي ته: بقول انهن جي: يا انهن جي چواڻي مطابق: آئون جيڪو قرآن جو هي اسلوب ۽ انداز ڪلام ٻڌايان ٿو ان جو ثبوت آهي آيت فَوَرَبِّ السَّمَاء وَالْأَرْضِ إِنَّهُ لَحَقٌّ مِّثْلَ مَا أَنَّكُمْ تَنطِقُونَ(23-51) ۾ يعني الله جو ڪلام اهڙي نموني پنهنجي سچائي ۽ حقانيت پيش ڪندو آهي جيئن اوهان پنهنجي گفتگو پنهنجي ٻولين ۾ محاورن سان ڳالهيون ڪندا آهيو.

## السحر:

لفظ سحر جي معنیٰ آهي ٺڳي، دوکو، فراڊ- ان معنیٰ جو هڪڙو ثبوت جيئن لَمَّا جَاءهُم مُّوسَى بِآيَاتِنَا بَيِّنَاتٍ قَالُوا مَا هَذَا إِلَّا سِحْرٌ مُّفْتَرًى وَمَا سَمِعْنَا بِهَذَا فِي آبَائِنَا الْأَوَّلِينَ(28-36) يعني جڏهن موسیٰ عليه السلام دشمن اڳيان اسان جون کليل آيتون، پيش ڪيون ته انهن چيو ته هي ته هٽ گهڙيي جادوءَ ڪانسواءِ ٻيو ڪجهه ٿي نٿو سگهي، انهيءَ معنیٰ جو ٻيو ثبوت ته جنهن وقت فرعوني جادوگرن پنهنجا ڪرتب ڏيکاريا ته رب پاڪ فرمايو ته قَالَ أَلْقُوْاْ فَلَمَّا أَلْقَوْاْ سَحَرُواْ أَعْيُنَ النَّاسِ وَاسْتَرْهَبُوهُمْ وَجَاءوا بِسِحْرٍ عَظِيمٍ(7-116) يعني ماڻهن جي اکين تي جادو ڪيائون اهڙو جو هو ڊڄي ويا، هاڻي هن دور ۾ ٿي ويءَ تي ڪوڙ اهڙا ڪرتب ڏيکاريا ويندا آهن جو سراسر نظر جو دوکو

هوندو آهي، ۽ اهي ڪرتب ڪري ڏيکاريندڙ پاڻ ٻڌائيندا آهن ته هن ڪرتب ۾ اسان هيءَ هيءَ چالاڪي ڪئي آهي هن طرح ماڻهن جي نظر کان لڪائي هي ڪرتب ڪيو آهي، جيئن ته جادو مڪمل طور فراڊ ۽ چڪربازي هوندي آهي ان ڪري ته قرآن پاڪ فرمايو ته وَلَا يُفْلِحُ السَّاحِرُ حَيْثُ أَتَىٰ(79-20) يعني جادو نموني مقابلي ڪرڻ وارو ڪڏهن به ڪامياب نه ٿيندو آهي.

## بابل:

ملڪ عراق جو پراڻو دارالخلافہ وارو شهر هو فرات جي ڪناري جيڪو هاڻي ختم ٿيل آهي آثار قديمہ ئي ملي سگهن ٿا، ان شهر لاءِ قرآن منجهان معلوم ٿئي ٿو ته اتي جي مذهبي ڪاروباري ماڻهن جناب سليمان عليہ السلام ڏي ڪاري علم ۽ تعويذن ڦيڻن جي علم جي ڪوڙي نسبت ڪري پنهنجا ڪاروبار هلايا هئا.

## هاروت ۽ ماروت:

هي نالا به هٽرادو طور هٽرادو ملائڪن جي نالن سان ڪوڙ گهڙي مشهور ڪيل آهن، انهن نالن ۽ انهن سان تعويذن ۽ وظيفن جي نسبت ڳالهيون جيڪي قرآن پاڪ جي آيت (2-102) ۾ بيان فرمايل آهن انهن نالن جو ڪوبہ حقيقي وجود ڪونهي ڪو، باقي قرآن حڪيم انهن جو ذڪر جڻ ته ان دور جي ڪوڙي تاريخي قصن جي حوالي سان اها ڳالهہ آندي آهي جيڪا آيت ڪريمہ جي متن منجهان صاف ظاهر آهي.

## خلاق:

لفظ خلاق جي مادي جون ان جي صيغن ۽ شڪلن جي حساب سان ڪئي ساريون جدا جدا معنائون آهن جن جا ڪجهہ مثال پيش ڪجن ٿا پيدا ڪرڻ واري معنىٰ جو مثال جيئن يَخْلُقُكُمْ فِي بُطُونِ أُمَّهَاتِكُمْ خَلْقًا مِن بَعْدِ خَلْقٍ فِي ظُلُمَاتٍ ثَلَاثٍ (6-39) يعني رب پاڪ پيدا ڪري ٿو توهان کي توهان جي مائرن جي پيٽن ۾ (ڪئي مرحلن ۾) جيڪڏهن هن لفظ خلق کي باب افتعال طرف منتقل ڪيو ويندو ته ان جي معني ٿيندي ڪنهن شي جو جڙتو نموني آرٽيفيشل طريقي سان ناهڻ جيئن مَا سَمِعْنَا بِهَٰذَا فِي الْمِلَّةِ الْآخِرَةِ إِنْ هَٰذَا إِلَّا اخْتِلَاقٌ(7-38) يعني منڪر ماڻهن جناب رسول الله جون ڳالهيون ٻڌڻ کان پوءِ انڪار ڪندي چيو، هن جي ڳالهين (يعني توحيد جي ڳالهہ) جهڙيون ڳالهيون ته اسان ڪڏهن ٻڌيون ئي ڪونہ پوئين ملت (عيسائيت) ۾ بہ هي توحيد واري ڳالهہ ڪانهي يعني هو بہ ته تثليث جا قائل آهن ۽ جيڪڏهن صرف خلاق جي صيغي تي هن مادي کي آندو ويندو ته ان جي معنىٰ ٿيندي حصو ۽ پتي- جيئن فَمِنَ النَّاسِ مَن يَقُولُ رَبَّنَا آتِنَا فِي الدُّنْيَا وَمَا لَهُ فِي الْآخِرَةِ مِنْ خَلَاقٍ(2-200) يعني ماڻهن منجهان ڪي اهڙا بہ آهن جيڪي چون ٿا ته اي رب اسان جا اسان کي صرف دنيا ۾ سڀ ڪجهہ ڏي ته پوءِ اهڙي ماڻهوءَ لاءِ آخرت ۾ ڪوئي حصو ڪونہ هوندو، لفظ خُلُقُ جيڪڏهن ڪنهن گفتگو ۽ ڪلام جي وصف ۽ صفت طور استعمال ڪيو ويندو ته اتي انجي معني بناوت ۽ جعلسازي ٿيندي جيئن إِنْ هَٰذَا

إِلَّا خُلُقُ الْأَوَّلِينَ(26-137) يعني هي قصا ۽ ڳالهيون اڳين ماڻهن جا گهڙيل ڪوڙ آهن، پر جيڪڏهن لفظ خُلُقٌ ڪنهن انسان جي صفت ۽ وصف طور ڪتب آندو ويندو ته ان جي معنيٰ اخلاق ڪريم يعني سهڻا ڳڻ ٿيندي جيئن وَإِنَّكَ لَعَلىٰ خُلُقٍ عَظِيمٍ(4-68) تحقيق اي نبي! تون اعلىٰ خلق وارو بلند اخلاق تي فائز آهين.

**مثوبة:**

مثوبة هي اسم ظرف مڪانيءَ جو صيغو آهي هن جي معني آهي موٽڻ جو هنڌ ۽ ماڳ ۽ بدلو هن جو سه حرفي اصل آهي ث-و-ب ثوب جي معني آهي واپسي ۽ موٽ- هاڻ جيڪا لفظ مثوبة جي معني ڪئي وئي ان جو مثال جيئن قُلْ هَلْ أُنَبِّئُكُم بِشَرٍّ مِّن ذَٰلِكَ مَثُوبَةً عِندَ اللّهِ مَن لَّعَنَهُ اللّهُ وَغَضِبَ عَلَيْهِ (5-60) يعني (انهن اهل ڪتاب وارن کي) چو ته (توهان اسان جي خلاف جيڪا نڪته چيني ڪيو ٿا) ڇا توهان کي الله وٽ انڪان به وڌيڪ بڇڙي نڪاڻي جي خبر ٻڌايان، (اها ته هي آهي جو) جنهن تي الله جي لعنت وسي ۽ مٿس ڏمر ٿئي. ڪپڙي کي ثوب به انڪري چيو ويندو آهي جو انجي تاني جي وچ ۾ باني واري سڳي کي هرهر پيو موٽائبو آهي ۽ ڪپڙو جيئن ته انسان جي سونهن سينگار به آهي ۽ ان سان جسم کي ڍڪيو به وجي ٿو ته عرب سني اخلاق بهتر ڪردار کي ثياب جي لفظ سان به تعبير ڪندا آهن انڪري رب پاڪ پنهنجي پيغمبر کي هي تعليم ڏني ته تنهنجو منصب ۽ عهدو يَا أَيُّهَا الْمُدَّثِّرُ. قُمْ فَأَنذِرْ . وَرَبَّكَ فَكَبِّرْ(3-74) وارو آهي يعني تون دنيا وارن اڳيان مون الله جي ڏنل نظام ربوبيت جو ترجمان ۽ نمائندو آهين انڪري وَثِيَابَكَ فَطَهِّرْ(4-74) يعني اها ڊيوٽي تمام وڏو صاحب ڪردار ماڻهو ڏئي سگهندو انڪري تون به پنهنجي پرسنلٽيءَ کي بي داغ ۽ صاف رک، ثواب معنىٰ بدلو انجو مثال جيئن فَالَّذِينَ هَاجَرُواْ وَأُخْرِجُواْ مِن دِيَارِهِمْ وَأُوذُواْ فِي سَبِيلِي وَقَاتَلُواْ وَقُتِلُواْ لَأُكَفِّرَنَّ عَنْهُمْ سَيِّئَاتِهِمْ وَلأُدْخِلَنَّهُمْ جَنَّاتٍ تَجْرِي مِن تَحْتِهَا الأَنْهَارُ ثَوَابًا مِّن عِندِ اللّهِ وَاللّهُ عِندَهُ حُسْنُ الثَّوَابِ(3-195) يعني جن الله جي راهه ۾ هجرت ڪئي ۽ انهن کي ملڪ نيڪالي ڏني وئي بدلي ۾ انهن جون خطائون معاف ڪيون ينديون ۽ انهن کي جنت ۾ داخل ڪيو ويندو جن جي هيٺان نهرون جاري رهنديون.

## هنن آيتن منجهان ثابت ٿيندڙ حقيقتون

هتي آيت 97 ۾ ٻڌايو ويو آهي ته قرآن حڪيم جو نزول جناب رسول عليہ السلام جي قلب (دماغ) تي ٿيو آهي هي سورت بقره مدني سورت آهي، رب پاڪ جناب رسول عليہ السلام کي هن کان اڳي نبوت جي مڪي زندگي جي ڏينهن ۾ سمجهائي چڪو هو ته سَنُقْرِؤُكَ فَلَا تَنسَىٰ(6-87) يعني اسان توکي اهڙي ته نموني سان پڙهائيندسون جو تون ڪڏهن به قرآن کي اسان جي پڙهايل علم وحي کي وساري نه سگهندي، پر انهيءَ هوندي به علم روايات جي ڪتاب بخاريءَ واري هڪڙي حديث لکي آهي ته جنهن وقت جبريل نبيءَ کي

وحي پهچائيندو هئو ته رسول ڪريم جن ان ملندڙ وحي کي ان دوران ياد ڪرڻ لاءِ پيرا ڏيڻ ۽ پڪي ڪرڻ جي نموني (ٻارن وانگر) زبان سان رٽا ڏيئي پڙهندا هئا تنهنڪري الله پنهنجي نبيءَ کي پڙهڻ کان روڪڻ لاءِ سورت قيامت واري آيت نازل ڪئي ته لاتحرك به لسانك يعني وحي ملڻ مهل پنهنجي زبان بندر رک زبان کي حرڪت نه ڏي، هن روايت جي ڪوڙي هجڻ لاءِ آئون هن آيت (97-2) جي روشنيءَ ۾ پڙهندڙن جو ڌيان ڇڪائڻ گهران ٿو ته جيڪو ڪلام- جيڪو علم- جيڪي قانون ۽ مسئلا دل جي مٿان نازل ڪيا ويندا هئا انهن کي مڪتب جي پڙهندڙ غبي ٻار وانگر سامهون ڪتاب رکي يا ياد پڙهڻ لاءِ دل کي ملندڙ علم قلب تي نازل ٿيندڙ وحي جي مٿان (دماغ ۾) غور فڪر ۽ سوچ ويچار ته ڪري سگهجي ٿو ته هن دستور حيات علم کي امت ۾ نافذ ڪرڻ جون تدبيرون کهڙيون ڪرڻيون آهن انهن کي تعليم ڏيڻ لاءِ ڇا ڇا ڪرڻو آهي، باقي بخاري جي هيءَ حديث ته اتي جو اتي جبريل کان علم ملڻ مهل انڪي زبان سان پيا پيرا ڏيندا هئا، بخاري جيڪا اهڙي حديث هٿ گهڙيل پنهنجي ڪتاب ۾ لکي آهي ان سان جناب رسول جي توهين ٿي ٿئي بلڪ گڏوگڏ الله جي به توهين ٿئي ٿي جو هڪڙي طرف رب پيو فرمائي ته اي رسول مان توکي ائين ته پڙهائيندس جو تون ڪڏهن به ڪونه وساري سگهندي ته اتي جو اتي نزول وحي دوران جيڪو علم ملي پيو ٿو هوڏانهن نبي ان کي وسري وڃڻ جي خوف کان پيو ٿو زبان سان رٽي ۽ پڙهه پڙهان ڪري آئون اهڙي حديث لکڻ واري امام بخاريءَ کي جاهل سڏيان يا الله رسول ۽ قرآن جو دشمن سڏيان؟ جو ته بخاري هيءَ ڳالهه نٿو ڄاڻي ته جيڪا امانت لکت ۾ اچي ويندي آهي ان جي ضائع ٿيڻ جو ڪوبه ڪٿڪو نه رهندو آهي سو قرآن حڪيم جو تمام ادنيٰ ۽ مون جهڙو معمولي طالب علم به ڄاڻي ٿو ته الله عزوجل وٽ اهڙو به هنر آهي جو هو پنهنجيون ڳالهيون مؤمن ماڻهن جي دلين تي به لکي ڇڏيندو آهي أُوْلَٰٓئِكَ كَتَبَ فِي قُلُوبِهِمُ ٱلۡإِيمَٰنَ (22-58) يعني انهن مؤمنن جي دلين ۾ ايمان کي لکيائين- سو جڏهن مؤمنن جي پيشوا ۽ رهبر جماعت اصحاب رسول جي هي ڳالهه آهي جن لاءِ رب پاڪ پاڻ پيو چوي ٿو ته آئون ايمان کي انهن جي دل تي پيو لکان ته هاڻي ڪير ٻڌائي سگهندو ته ان نزول کي شاگرد جماعت لاءِ لکت ۽ نه وساري سگهڻ جا به جڏهن سرٽيفڪيٽ مليل آهن ته پوءِ انهن روايت ساز قرآن دشمن امامن جي منهن ۾ ڇا رهيو. اجو هو پنهنجي حديثن ۾ جناب رسول ڪريم جن لاءِ لکن پيا ته اهي وسري وڃڻ جي خوف کان وحي ملڻ وقت رٽا هڻندا هئا.

هتي آيت 97 کان 101 تائين کي ملائي غور ڪيو ويندو ته رب پاڪ جن کي پنهنجو، جبريل ۽ ميڪال جو دشمن سڏيو آهي انهن ماڻهن جي اصل دشمني علم وحي يعني قرآن سان آهي- آيت نمبر 102 ۾ ٻڌايو ويو ته جناب سليمان عليه السلام جي وفات کان پوءِ وارن مذهبي پيشوائن پنهنجي جڙتو ۽ هٿ گهڙيي تعويذن واري علم کي جناب سليمان عليه السلام وارو علم وحي ۽ وحي متلو ڪري سڏيو جيڪو اصل ۾ انهن يوپن ۽ پنڊتن جو

پنهنجو ناهيل ڪوڙ هئو ان لاءِ قرآن پاڪ جناب سليمان عليہ السلام جي صفائي پيش ڪئي تہ وما كفر سليمان يعنى سليمان اهڙو ڪفر ڪونہ ڪيو ولاكن الشياطين كفروا پر اهو ڪفر شيطان صفت نقش سليماني قسم جهڙا علم ايجاد ڪرڻ وارن پاڻ ڪيو هو، امت مسلمہ جي مذهبي پيشوائن وانگر وحي خفي ۽ غير متلو تہ ڪونہ سڏيو پر وحي متلو ضرور سڏيو آهي ۽ انهي علم روايات ۾ بہ ڦيٽا ۽ وضيفا ضرور موجود آهن هن آيت 102 منجهان هي بہ ثابت ٿيو تہ الله جي نبين ڏي وحي متلو ۽ وحي جلي ڪانسواءِ ٻين علمن جي نسبت ڪرڻ اهو ڪفر آهي.

يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُواْ لاَ تَقُولُواْ رَاعِنَا وَقُولُواْ انظُرْنَا وَاسْمَعُواْ وَلِلكَافِرِينَ عَذَابٌ أَلِيمٌ(104) مَّا يَوَدُّ الَّذِينَ كَفَرُواْ مِنْ أَهْلِ الْكِتَابِ وَلاَ الْمُشْرِكِينَ أَن يُنَزَّلَ عَلَيْكُم مِّنْ خَيْرٍ مِّن رَّبِّكُمْ وَاللّهُ يَخْتَصُّ بِرَحْمَتِهِ مَن يَشَاءُ وَاللّهُ ذُو الْفَضْلِ الْعَظِيمِ(105).

**ترجمو:**

اي اهي ماڻهو جن ايمان آندو آهي (جناب رسول سان مخاطب ٿيڻ مهل) راعنا نہ چئو! انظرنا چئو ۽ (رسول جو ڳالهيون) ٻڌو ۽ ڪافرن لاءِ دردناڪ عذاب آهي.(104) اهل ڪتاب وارن منجهان جن بہ ڪفر ڪيو آهي ۽ مشرڪ ماڻهو اهي نہ چاهيندا تہ توهان جي رب طرفان اوهان ڏي خير (علم وحي) نازل ٿئي، الله پنهنجي رحمت سان مخصوص بنائيندو آهي جنهن ڪي بہ گهري الله وڏي فضل وارو آهي.

## جدا جدا لفظن جي معني

### راعنا:

لفظ رعي جي هڪڙي معني آهي خيال داري ۽ نظرداري ڪرڻ، ٻي معني آهي جانورن جو گاه، ٽين معني آهي چوپايي مال چارڻ وارا ڌنار وغيره، اهي سڀ معنائون مختلف صيغن سان مختلف ماقبل ۽ مابعد مطابق ڪيون وينديون جيڪي بنيادي طور هڪڙو ئي مفهوم رکندڙ آهن انهن سڀن معنائن جا مثال قرآن منجهان پيش ڪجن ٿا، وَرَهْبَانِيَّةً ابْتَدَعُوهَا مَا كَتَبْنَاهَا عَلَيْهِمْ إِلَّا ابْتِغَاءَ رِضْوَانِ اللهِ فَمَا رَعَوْهَا حَقَّ رِعَايَتِهَا (57-27) يعني انهن (عيسائين) صوفي ازم ايجاد ڪيو جيڪو اسان انهن تي واجب ڪونہ ڪيو هو (۽ عيسائين جو ان جي ايجاد ڪرڻ منجهان ٻيو ڪو بہ مقصد ڪونہ هئو) سواءِ الله جي رضامندي کي حاصل ڪرڻ ۽ انهن جي جستجو ڪرڻ جي (پر) پوءِ بہ انهن پنهنجي گهڙيل مسلڪ جي رعايت ۽ خيال داري ڪرڻ جو بہ حق ادا نہ ڪيو، ٻي معني گاه چارڻ جو مثال جيئن كُلُوا وَارْعَوْا أَنْعَامَكُمْ إِنَّ فِي ذَٰلِكَ لَآيَاتٍ لِّأُولِي النُّهَىٰ(54-20) برساتن ڪان پوءِ جڏهن زمين منجهان هر قسم جا گاه جا ساوا سلا ڦٽندا

آهن ته پوءِ توهان به کائو ۽ پنهنجي چوپاين کي به چاريو ان ڳالهه ۾ عقلمندن لاءِ وڏيون نشانيون آهن، ٽين معني مال چارڻ وارا ڌنار جو مثال جيئن وَلَمَّا وَرَدَ مَاء مَدْيَنَ وَجَدَ عَلَيْهِ أُمَّةً مِّنَ النَّاسِ يَسْقُونَ وَوَجَدَ مِن دُونِهِمُ امْرَأتَيْنِ تَذُودَانِ قَالَ مَا خَطْبُكُمَا قَالَتَا لَا نَسْقِي حَتَّى يُصْدِرَ الرِّعَاء وَأَبُونَا شَيْخٌ كَبِيرٌ(23-28) يعني (جڏهن موسىٰ عليہ السلام مصر کان منهن ڪري نڪتو ۽ مدين شهر جي ٻاهران پهتو ته اتي ڏٺائين ته ماڻهو پنهنجي چوپايي مال کي پاڻي پياري رهيا آهن ۽ هڪ پاسي به ڇوڪريون پنهنجي مال کي پاڻي پيڻ کان روڪڻ لاءِ هڪلي رهيون هيون ته موسىٰ انهن کي وڃي چيو ته توهان ڇو نه ٿيون مال کي پاڻي پياريو؟ جواب ۾ انهن چيو ته هي سڀ ڌنار جڏهن پنهنجي مال کي پاڻي پياري هليا ويندا ته اسين پوءِ پياريندليون سين، اسان جو پيءُ تمام پوڙهو آهي، هن آيت ۾ رعاء لفظ راعي جي جمع طور ڪتب آندو ويو آهي راعي معني مال چاريندڙ، چوٿين معني مال جو چارو گاهه پنو، جيئن أَخْرَجَ مِنْهَا مَاءهَا وَمَرْعَاهَا (31-79) يعني رب پاڪ زمين کي وڇائي پوءِ ان منجهان پاڻي ۽ گاهه ڪڍيائين.

## انظرنا:

لفظ نظر جي هڪڙي معني آهي ڏسڻ ٻي سوچڻ ۽ غور ڪرڻ، ٽي رعايت ڪرڻ مهلت ڏيڻ- جيڪڏهن صيغي جو باب مثائي ان کي باب افتعال تي آندو ويندو ته ان جي معنىٰ انتظار ڪرڻ ٿي پوندي، انهن معنائن جا مثال قرآن حڪيم منجهان عرض ڪجن ٿا، ڏسڻ واري معني جو مثال جيئن إِذَا مَا أُنزِلَتْ سُورَةٌ نَّظَرَ بَعْضُهُمْ إِلَى بَعْضٍ (9-127) يعني (جن ماڻهن جي دل پليت آهي اهي) جڏهن ڪا سورت (الله جي نبي تي) نازل ڪئي ٿي وڃي ته هو هڪ ٻئي جا منهن تڪين ٿا- ٻي معنىٰ سوچڻ ۽ غور ڪرڻ جو مثال جيئن قَالُوا نَحْنُ أُوْلُوا قُوَّةٍ وَأُولُوا بَأْسٍ شَدِيدٍ وَالْأَمْرُ إِلَيْكِ فَانظُرِي مَاذَا تَأْمُرِينَ(33-27) يعني (ملڪ سبا کي پنهنجي هائوس آف لارڊس وارن چيو ته اسان ۾ سليمان عليہ السلام سان جنگ ڪرڻ جي طاقت ضرور آهي پر) تون سوچي غور ڪر ته تون اسان کي ڪهڙو حڪم ٿي ڏين- ٽين معنىٰ رعايت ڪرڻ ۽ مهلت ڏيڻ جو مثال جيئن وَإِن كَانَ ذُو عُسْرَةٍ فَنَظِرَةٌ إِلَى مَيْسَرَةٍ وَأَن تَصَدَّقُواْ خَيْرٌ لَّكُمْ إِن كُنتُمْ تَعْلَمُونَ(2-280) يعني توهان جو قرضي ماڻهو جيڪڏهن تنگ دست ۽ مسڪين آهي ته پوءِ ان کي آسودي ٿيڻ تائين مهلت ڏيو. چوٿين معنىٰ انتظار ڪرڻ جو مثال جيئن أَتُجَادِلُونَنِي فِي أَسْمَاء سَمَّيْتُمُوهَا أَنتُمْ وَآبَآؤُكُم مَّا نَزَّلَ اللّهُ بِهَا مِن سُلْطَانٍ فَانتَظِرُواْ إِنِّي مَعَكُم مِّنَ الْمُنتَظِرِينَ(7-71) يعني (اي مونسان جهيڙا ڪرڻ وارو) توهان به انتظار ڪيو آئون به توهان سان گڏ انتظار ڪرڻ وارن مان آهيان.

## اهل ڪتاب:

لفظ اهل ڪتاب هي قرآن حڪيم جي هڪ اصطلاح آهي هونئن هن جي لفظي معنىٰ آهي ڪتاب وارا، پر اهل ڪتاب اصطلاح نبوت جي زماني وارن يهودين لاءِ خصوصي طور

ڪتب آندي وئي آهي ۽ ڪٿي ڪٿي عيسائين لاءِ بہ گڏيل طور اها اصطلاح استعمال ٿي آهي جيئن قُلْ يَا أَهْلَ الْكِتَابِ تَعَالَوْاْ إِلَى كَلَمَةٍ(3-64) يعني يهوديو ۽ عيسائيو اچو تہ مشترڪ ۽ ڪامن نظرين تي ناهہ ڪيون- ٻيو مثال جيئن وَلَا تُجَادِلُوا أَهْلَ الْكِتَابِ إِلَّا بِالَّتِي هِيَ أَحْسَنُ(29-46) يعني اهل ڪتاب سان جهيڙو جهڳڙو نہ ڪيو سواءِ سهڻي طريقي جي- يعني علم ۽ عقل جي حدن ۾ (3-64).

**خير:**

لفظ خير جون معنائون تہ گهڻيون آهن پر خود هن آيت ڪريمہ (2-105) ۾ قرآن حڪيم جيڪا پنهنجي لفظ جي معنىٰ پاڻ ڏسي آهي اهي جڻ تہ ٿي عدد معنائون ڏسيون اٿس هڪ رحمت ٻيو فضل ٽيو خير لاءِ جيڪو ينزل عليڪم جو جملو چيو ويو آهي ان جي معنىٰ ڪتاب قرآن بہ بنجي وڃي ٿي- لفظ خير جي هڪڙي معنىٰ مال دولت بہ آهي جنهن جو مثال كُتِبَ عَلَيْكُمْ إِذَا حَضَرَ أَحَدَكُمُ الْمَوْتُ إِن تَرَكَ خَيْرًا الْوَصِيَّةُ لِلْوَالِدَيْنِ وَالأقْرَبِينَ بِالْمَعْرُوفِ حَقًّا عَلَى الْمُتَّقِينَ(2-180) يعني اوهان مان جنهن کي موت اچڻ وارو هجي ۽ مال دولت ڇڏي ويندو هجي تہ ان کي وصيت ڪرڻي آهي. ٻيو مثال وَمَا تُنفِقُواْ مِنْ خَيْرٍ يُوَفَّ إِلَيْكُمْ وَأَنتُمْ لاَ تُظْلَمُونَ (2-272) يعني جيڪا مال دولت خرچ ڪندو اهو پورو پورو توهان کي ڏنو ويندو. آيت وَرِزْقُ رَبِّكَ خَيْرٌ وَأَبْقَى (20-131) ۾ لفظ خير رزق جي صفت طور ڪم آندو ويو آهي- هن لفظ خير جي ٻي معنىٰ هن کي لفظ شر جي مقابلي ۾ آڻڻ سان پلائي بہ ٿي وڃي ٿي جيئن فرمايو ويو آهي تہ لَا تَحْسَبُوهُ شَرًّا لَّكُم بَلْ هُوَ خَيْرٌ لَّكُمْ(24-11) اجا وڌيڪ نئين معنىٰ بہ قرآن حڪيم لفظ خير کي لفظ ادنىٰ جي مقابلي ۾ آڻي پاڻيهي پاڻ مقرر ڪري ٻڌائي فرمايائين تہ هُوَ أَدْنَى بِالَّذِي هُوَ خَيْرٌ اهْبِطُواْ مِصْراً(2-61) يعني فرمايائين تہ متايو ٿا ادنىٰ شيءِ کي ان جي مقابلي م جيڪا پلي آهي (يعني پڪين جي گوشت عوض دال بصر ٿا ونو) ۽ خيرة لفظ جي معني ٻن يا گهڻين شين منجهان ڪنهن جي چونڊ ڪرڻ بہ آئي آهي، جيئن وَرَبُّكَ يَخْلُقُ مَا يَشَاء وَيَخْتَارُ مَا كَانَ لَهُمُ الْخِيَرَةُ سُبْحَانَ اللهِ وَتَعَالَى عَمَّا يُشْرِكُونَ (28-68) يعني تنهنجو رب جو گهري اهو پيدا ڪري ۽ جو چاهي ان جي چونڊ ڪري، انهن مان ڪنهن کي بہ هي اختيار ناهي تہ اهي چونڊ ڪن، الله جي ذات پاڪ آهي ۽ بلند آهي انهن ڪان جن کي هو شريڪ بنائن ٿا.

## هنن آيتن منجهان ثابت ٿيندڙ مسئلا

قرآن حڪيم پڙهڻ لاءِ هڪ قرائت ڪان وڌيڪ ستن قرائتن واريون حديثون ڪوڙيون آهن ۽ قرائت جي نالي راع لفظ کي حرف يا جو لاڙو (امالو) ڏيئي راعي ڪري پڙهڻ وارن کي قرآن منع فرمائي آهي ۽ انهن کي ڪافر سڏيو آهي.

آيت نمبر 104 ۾ هي بہ حڪم ڏنو ويو آهي تہ جناب رسول الله جي خدمت ۾ اچي ان کي مخاطب ٿيڻ مهل راعنا نہ چئو بلڪ ان جي بدران انظرنا چئو، هي حڪم انڪري آهي

جو لفظ راعنا علم قرائت جي قانون امالي ۽ اشباع سان ٻني معنیٰ وارو لفظ بنجي پوندو هڪڙي معنیٰ آهي تہ اسان سان رعايت ڪر، ٻي معنیٰ عربي ٻولي ۾ لفظ الرعي مال جي گاه چاري ڪي بہ چيو ويندو آهي، ۽ الراعي گاهہ چاريندڙ کي چيو ويندو آهي جنهن جو جمع قرآن حڪيم ۾ الرعاءِ آيو آهي (23-28) اجا بہ لفظ راعنا جي معنوي جوڙ جو انديشو لفظي هڪجهڙائي سبب ڪير اندر جو پليت ماڻهو قرائت جي فن ۽ هنر سان رعن ۽ رعونت سان بہ ڳنڍي سگهي ٿو جنهن جي معنیٰ آهي ڪم عقلي، جناب رسالت مآب جي زماني ۾ سندن خدمت ۾ يهودي ماڻهو اچي اهڙا ٻني معنائن وارا لفظ يا ڪنهن لفظ کي زبان جي موچ سان فن قرائت ۽ پڙهڻيءَ جي هنر سان صحيح معنیٰ کان غلط معني ڏي موڙڻ جي فنڪاري ڪندا هوا، ان ڪري رب پاڪ اهڙن لفظن جي استعمال نہ ڪرڻ جو حڪم ڏنو جنهن جو مثال هن آيت (104) ۾ اوهان پڙهيو ۽ انهيءَ بندش جو سبب وڏي ڪليل نموني آيت 46 سورت النساء ۾ ڏنو تہ دشمن اها شرارت فن قرائت جي آڙ ۾ اشباع جي نالي سان زبان کي موچ ڏئي لفظ راعنا منجهان پنهنجو توهين وارو مقصد پورو ڪري ويندا، ان ڪري مؤمن ماڻهو هڪ تہ راعنا بدران انظرنا پڙهن ٻيو تہ زبان جي موچ سان قرآني لفظن جي اندر معنوي ڦير ڦار وارو علم قرائت ستن يا وڌيڪ قرائتن جي آڙ ۾ مشهور ڪرڻ ان جو پسمنظر بہ قرآن جي متن ۾ هيراڦيريون ڪرڻ آهي انڪري لفظن جي متا ستا ۽ پڙهڻيءَ ۾ قرائت جي نالي سان اشباع يعني حرفن کي موچ ڏيئي امالي سان ڦيرائي ۽ وڏائي پڙهڻ سان دين ۾ طعنن جا موقعا پيدا ڪرڻ وارن کي قرآن حڪيم فرمائي ٿو تہ مِّنَ الَّذِينَ هَادُواْ يُحَرِّفُونَ الْكَلِمَ عَن مَّوَاضِعِهِ وَيَقُولُونَ سَمِعْنَا وَعَصَيْنَا وَاسْمَعْ غَيْرَ مُسْمَعٍ وَرَاعِنَا لَيًّا بِأَلْسِنَتِهِمْ وَطَعْنًا فِي الدِّينِ وَلَوْ أَنَّهُمْ قَالُواْ سَمِعْنَا وَأَطَعْنَا وَاسْمَعْ وَانظُرْنَا لَكَانَ خَيْرًا لَّهُمْ وَأَقْوَمَ وَلَكِن لَّعَنَهُمُ اللّهُ بِكُفْرِهِمْ فَلاَ يُؤْمِنُونَ إِلاَّ قَلِيلاً(46-4) الله انهن جي ڪافرانہ سازش تي لعنت ٿو ڪري- آيت نمبر 105 ۾ رب پاڪ فرمائي ٿو تہ اهل ڪتاب نٿا گهرن تہ علم وحي جو سلسلو نبوت جو مقام ۽ مرتبو هاڻي جڏهن بنو اسماعيل جي خاندان طرف آيو آهي تہ اهل ڪتاب جي ڪافرن کي اها ڳالهہ ڪانہ ٿي وڻي پر الله جي رحمت ڪنهن جي وڻڻ ۽ نہ وڻڻ سان بدل ناهي- هي الله جي ذات اهي سو ذات نہ پڇي ذات، مطلب هن آيت ڪريمہ (104) ۽ 46-4) جو هي ٿيو قرائت نالي مشهور ڪيل علم ۾ قرآني حرفن کي امالي ۽ اشباع نالي سان موچ ڏئي پڙهڻ اَلَ ڏيئي هڪ حرف کي ٻئي حرف جي اچار ۾ آڻي پڙهڻ کان قرآن حڪيم منع فرمائي ٿو. في الحال ۽ في الفور جيڪو حرفي ملاوٽن ۽ واڌارن وارو قرآن حڪومت سعودي وارن قرآن البوزي نالي سان ڇهرائي نيٺ تي آندو آهي اهو سمورو هن آيت (46-4) جي حڪم خلاف ٿي ناهيو اٿن ۽ وڌيڪ لاهوري اهل حديثن جيڪي سورنهن قرآن ڇاهيا آهن اهي جڏهن سامهون آيا تہ پوءِ خبر پوندي.

مَا نَنسَخْ مِنْ آيَةٍ أَوْ نُنسِهَا نَأْتِ بِخَيْرٍ مِّنْهَا أَوْ مِثْلِهَا أَلَمْ تَعْلَمْ أَنَّ اللّهَ عَلَىَ كُلِّ شَيْءٍ

قَدِيرٌ(106) أَلَمْ تَعْلَمْ أَنَّ اللّهَ لَهُ مُلْكُ السَّمَاوَاتِ وَالأَرْضِ وَمَا لَكُم مِّن دُونِ اللّهِ مِن وَلِيٍّ وَلاَ نَصِيرٍ(107)

**ترجمو:**

جيڪو بہ پيغام اسان منسوخ ڪيون ٿا يا وسارائي ڇڏيون ٿا تہ آڻيون ٿا ان کان ڀلو يا ان جهڙو، ڇا تون نٿو ڄاڻين تہ الله هر شيءِ مٿان قادر آهي(106)- ڇا تون نٿو ڄاڻين تہ الله لاءِ آهي بادشاهي آسمانن ۽ زمين جي ۽ ناهي توهان لاءِ الله کان سواءِ ڪوئي دوست ۽ مددگار(107).

## جدا جدا لفظن جي معنيٰ

### ننسخ:

ننسخ هي جمع متڪلم جو صيغو آهي لفظ نسخ جي هڪڙي معنيٰ آهي ڊاهڻ ۽ ميٽي ڇڏڻ ان جو ثبوت جيئن وَمَا أَرْسَلْنَا مِن قَبْلِكَ مِن رَّسُولٍ وَلَا نَبِيٍّ إِلَّا إِذَا تَمَنَّى أَلْقَى الشَّيْطَانُ فِي أُمْنِيَّتِهِ فَيَنسَخُ اللَّهُ مَا يُلْقِي الشَّيْطَانُ ثُمَّ يُحْكِمُ اللَّهُ آيَاتِهِ وَاللَّهُ عَلِيمٌ حَكِيمٌ(52-22) ۽ اسان تو کان اڳي ڪوئي بہ اهڙو رسول ۽ نبي نہ موڪليو آهي مگر جڏهن بہ ان خواهش ڪئي (رسالت کي پهچائڻ جي تہ) شيطان قسم جا ماڻهو ان جي ان (خواهش مطابق پهچايل علم ۾) ملاوٽ ڪندا هئا، پوءِ الله ان شيطاني ملاوٽ کي ڊاهي ڇڏيندو هو ۽ پنهنجي آيتن کي مضبوط بنائي ڇڏيندو هو ۽ الله ڄاڻهار ۽ حڪمت وارو آهي. جهڙي طرح لفظ نسخ جي معني ڪنهن لکت کي ڊاهڻ ۽ ميٽڻ جي آهي اهڙي طرح ان ساڳئي لفظ جي معنيٰ صيغي جي باب تبديل ڪرڻ سان ان باب جي خاصيت سبب معنيٰ بدلجي وري نسخ معنيٰ لکڻ بہ ٿي وڃي ٿي، جيئن هَذَا كِتَابُنَا يَنطِقُ عَلَيْكُم بِالْحَقِّ إِنَّا كُنَّا نَسْتَنسِخُ مَا كُنتُمْ تَعْمَلُونَ(29-45) يعني اسان جو هي ڪتاب (اعمالنامو) توهان مٿان حق جي ڳالهہ ڳالهائي ٿو- اسان لکي ڇڏيون ٿا جيڪي ڪجهہ توهان عمل ڪيو ٿا، اهڙي طرح صيغي ۽ باب مٽائڻ سان جيئن معنيٰ تبديل ٿئي ٿي تہ هن لفظ جي ٽين معنيٰ لکت جي حوالي سان نقل ڪيل تحرير کي بہ نسخو سڏيو وڃي ٿو جيئن وَلَمَّا سَكَتَ عَن مُّوسَى الْغَضَبُ أَخَذَ الأَلْوَاحَ وَفِي نُسْخَتِهَا هُدًى وَرَحْمَةٌ لِّلَّذِينَ هُمْ لِرَبِّهِمْ يَرْهَبُونَ(154-7) يعني ۽ جڏهن موسيٰ کان ڪاوڙ گهٽ ٿي تہ ورتائين ڦرهيون ۽ ان ۾ لکت هئي هدايت ۽ رحمت جي انهن ماڻهن لاءِ جيڪي پنهنجي رب کان ڊڄندا هجن.

### ننسها:

ننس جو صيغو جمع متڪلم جو آهي ۽ ها جو ضمير لکت واري تحرير طرف آهي- لفظ نسي ۽ نسيان جي معنيٰ ڪنهن شيءِ کي وساري ڇڏڻ ۽ ميساري ۽ ميٽي ڇڏڻ

آهي. پوءِ اهو وسارڻ ضرور ڪجهه سببن سان ٿئي ٿو، هڪڙو ته ڪنهن شيءِ جي ذميداريءَ جو احساس نه ڪرڻ، ان کي اهميت نه ڏيڻ پنهنجي ذميدارين کان بي پرواهي ڪرڻ ان جو مثال جيئن وَلَقَدْ عَهِدْنَا إِلَىٰ آدَمَ مِن قَبْلُ فَنَسِيَ وَلَمْ نَجِدْ لَهُ عَزْمًا(20-115) يعني اسان انسانن سان هن کان اڳي عهد پيمان ڪيوسين پوءِ هو وساري وينا پر ان ماڻهوءَ ۾ پختگي نه ڏٺي سون- هي جيڪو علم حديث جي حوالن سان مشهور ڪيل آهي ته الله پنهنجي آخري رسول جي امت کان پل ۾ گناهه ڪرڻ ۽ ويسر ۾ ڪوئي گناهه ڪرڻ جي سزا معاف ڪري ڇڏي آهي- اهو علم حديث جو ڏس ڇاڻي ٻجهي امت وارن کي گمراهه ڪرڻ ۽ گناهن طرف ڌڪڻ لاءِ آهي الله عزوجل قرآن حڪيم ۾ ڪنهن به ڪم جي وساري ڇڏڻ کي چار پيرا شيطاني عمل قرار ڏنو آهي مثال ملاحظه فرمائيندا (18-63) (12-42) (58-19) (6-68) الله جو جيڪو قانون آهي ته وَجَزَاءُ سَيِّئَةٍ سَيِّئَةٌ مِّثْلُهَا فَمَنْ عَفَا وَأَصْلَحَ فَأَجْرُهُ عَلَى اللهِ إِنَّهُ لَا يُحِبُّ الظَّالِمِينَ(40-42) يعني بري ڪم جي سزا به بري ڏني ويندي ته ان قانون مطابق رب پاڪ فرمايو ته الَّذِينَ اتَّخَذُواْ دِينَهُمْ لَهْوًا وَلَعِبًا وَغَرَّتْهُمُ الْحَيَاةُ الدُّنْيَا فَالْيَوْمَ نَنسَاهُمْ كَمَا نَسُواْ لِقَاء يَوْمِهِمْ هَـٰذَا وَمَا كَانُواْ بِآيَاتِنَا يَجْحَدُونَ(51-7) يعني جن ماڻهن پنهنجي دين کي کيل تماشو سمجهيو ۽ دنيا انهن کي ڇٽ ڪري ڇڏيو ته اڄ (فيصلي واري وقت) اسان به انهن کي وساري ڇڏينداسون جيئن انهن (دنيا ۾ اسان جي قانون کي) وساري ڇڏيو هو. هيءَ آيت ثابت ڪري ٿي ته الله جي پاران ڪنهن کي وسارڻ اها ڳالهه انهن ماڻهن لاءِ سزا آهي جن الله جي قانون کي وساري ڇڏيو. انهيءَ ساڳي معنىٰ جو مثال يعني وسارڻ جو عمل به بطور سزا جي ٿي سگهي ٿو جيئن الْمُنَافِقُونَ وَالْمُنَافِقَاتُ بَعْضُهُم مِّن بَعْضٍ يَأْمُرُونَ بِالْمُنكَرِ وَيَنْهَوْنَ عَنِ الْمَعْرُوفِ وَيَقْبِضُونَ أَيْدِيَهُمْ نَسُواْ اللّهَ فَنَسِيَهُمْ إِنَّ الْمُنَافِقِينَ هُمُ الْفَاسِقُونَ (67-9) يعني منافق مرد ۽ منافق عورتون اهي هڪ ٻئي مان آهن جيڪي براين جو حڪم ڏين ٿا ۽ نيڪين کان روڪين ٿا، (۽ الله جي دين واري نظام قائم ڪرڻ لاءِ خرچ ڪرڻ کان) پنهنجا هٿ روڪي ڇڏين ٿا. انهن الله کي وساريو پوءِ اسان به انهن کي وساريو بيشڪ منافق فاسق آهن.

## هن آيتن منجهان ثابت ٿيندڙ مسئلا

آيت ڪريمه ماننسخ من آية اوننسها نات بخير منها ومثلها. گهڻا قرآن دشمن ماڻهو هي ڳالهه مشهور ڪري چڪا آهن ته قرآن جي اندر جون ڪوڙساريون آيتون هن آيت (2-106) جي حوالي سان منسوخ ڪيون ويون آهن ۽ انهيءَ دعوىٰ ۽ عمل جي ثبوت ۾ هيءَ آيت (106-2) پيش ڪن ٿا جيڪا ڳالهه سراسر غلط آهي ڇو ته هن آيت ۾ قرآن جي آيتن بدران، اڳين نبين جي شريعتن کي آيت سڏي انهن جي باري ۾ تنسيخ جي ڳالهه ڪئي وئي آهي، اها (2-106) جي ڳالهه قرآني آيتن بابت ناهي، رهيو سوال ته آيت جي معنىٰ شريعت جو ثبوت ڪهڙو آهي اهو هي آهي ته جڏهن رب پاڪ جناب موسىٰ عليه السلام ۽ هارون عليه

السلام کي فرمايو تہ اذْهَبَا إِلَى فِرْعَوْنَ إِنَّهُ طَغَى(20-43) يعني توهان ٻيئي فرعون ڏي وڃو جو هو حدون اورانگهي چڪو آهي ۽ ان کي وڃي چئو تہ إِنَّا رَسُولَا رَبِّكَ فَأَرْسِلْ مَعَنَا بَنِي إِسْرَائِيلَ وَلَا تُعَذِّبْهُمْ قَدْ جِئْنَاكَ بِآيَةٍ مِّن رَّبِّكَ وَالسَّلَامُ عَلَى مَنِ اتَّبَعَ الْهُدَى (20-47) يعني ان کي توهان ٻيئي وڃي چئو تہ اسان تنهنجي بہ پالڻهار جا رسول آهيون اسان تو وٽ آيا آهيون ۽ ٻيئي صاحب شريعت رسول آهيون سلامت اهو رهندو جيڪو هدايت جي پوئواري ڪندو. هتي آيت جو لفظ شريعت جي معنيٰ ۾ آيل آهي. رهيو سوال تہ جڏهن اڳيون شريعتون جناب نوح عليہ السلام کان وٺي جناب خاتم الرسل تائين سڀ هڪ جهڙيون آهن (4-163) تہ پوءِ شريعتن جي تنسيخ جي ڳالهہ چو؟ سو اهو انڪري جو ماضيءَ ۾ الله جي نبين جي وفات کان پوءِ شيطان قسم جا ماڻهو نبين جي پهچايل علم وحي وارن ڪتابن ۾ پنهنجي طرفان ملاوٽون ڪري ڇڏيندا هئا (22-52) ۽ هڪڙن لفظن جي بدران ٻيا لفظ مٽائي ڇڏيندا هئا(5-41) سو هر نبي جي وڃڻ کان پوءِ نئين نبي جي اچڻ وقت اڳين ڪتابن جي ملاوٽن کي ڪڍي نئين ڪتاب ۾ انهن جي اصلاح ڪئي ويندي رهي آهي ان منجهان غلطين کي ڪڍي اصل متن کي مضبوط ۽ محڪم بنايو ويندو رهيو آهي تہ هن آيت (2-106) ۾ جيڪا ڳالهہ مانسخ سان ڪئي وئي آهي اهو عمل بعينهٖ اهو ئي آهي جيڪو آيت نمبر (22-52) ۾ هر بعد ۾ ايندڙ نبي جي ڪتاب ۾ ڪيو ويندو رهيو آهي هي ڪا نئين ڳالهہ ناهي. انهي جواب کان سواءِ هيءَ حقيقت بہ سمجهڻ گهرجي تہ جيئن رب پاڪ جناب محمد عليہ السلام کي سڀن نبين جي پڄاڻي ڪري خاتم النبيين بنائي موڪليو آهي (33-40) تہ اهڙي طرح ان کي مليل ڪتاب قرآن حڪيم بہ خاتم الڪتب ٿيو. سو هاڻي ڪير جيڪڏهن نزول قرآن جي زماني ۾ ئي الله لاءِ هي چوندو تہ ان هڪ ڀيري قرآن ۾ هڪڙي ڳالهہ نازل ڪئي ۽ ٻئي ڀيري وري اڳين ڳالهہ کي منسوخ ڪري ان جي جاءِ تي ٻي ڳالهہ نازل ڪئي تہ ان سان الله پاڪ جي مٿان ڪيئي قسم جا الزام اچي وڃن ٿا، هڪڙو هيءُ تہ هڪڙي ڳالهہ جيڪا رب پاڪ نازل ڪئي وري ڪجهہ وقت کان پوءِ ان کي منسوخ بنائي رد ڪري وري ان جي جاءِ تي ٻي ڳالهہ آندي تہ انهيءَ منجهان الله مٿان هي الزام اچي ٿو تہ هو نعوذبالله غلطيون ڪري ٿو، جيڪڏهن ڪير چوي تہ غلطيءَ جي ڳالهہ ناهي بلڪ پهرين ڳالهہ پهريين عرصي لاءِ هئي ۽ ان کي منسوخ بنائيندڙ ڳالهہ پوءِ جي عرصي لاءِ تہ انهيءَ جواب سان بہ رب پاڪ تي الزام ايندو تہ پهرين آيت منسوخ بنايل موڪلڻ مهل الله کي اها ڄاڻ ۽ عقل نہ آيو تہ هيءَ عارضي وقت لاءِ آهي هميشہ هيءَ نہ هلي سگهندي، اها ڳالهہ ڄڻ تہ الله کي پوءِ معلوم ٿي. اها تہ نعوذ بالله الله جي ڪم علمي ثابت ڪري ٿي. ٻيو تہ جيڪڏهن ڪنهن هڪ آيت کي ڪنهن بہ نموني منسوخ تسليم ڪيو ويندو تہ پوءِ جن ٽيويهہ سالن واري نزول قرآن جي عرصي ۾ جيترين آيتون منسوخ قرار ڏنيون وينديون تہ اڄ پندرهين صديءَ ۾ اوترين منسوخ بنايل آيتن جي انگ کي جيڪڏهن هلندڙ هجري سالن جي انگ سان ضرب ڪيو تہ پوءِ دين اسلام جي رسالت واري پيڪيج قرآن سان ڪهڙو تہ حشر ٿو ٿئي، يعني بچندو ڇا

۽ آئون هتي پڙهندڙن جي خدمت ۾ عرض ڪيان ٿو ته جنهن مالڪ سائينءَ جو شان هي هجي ته قَالَ عِلْمُهَا عِندَ رَبِّي فِي كِتَابٍ لَّا يَضِلُّ رَبِّي وَلَا يَنسَى(52-20) يعني الله جو علم اهڙي ته لکيل رڪارڊ ۾ آهي جنهن جي سين شين کي رب پاڪ نه پلائي سگهي ٿو نه وساري سگهي ٿو، عقلمند ماڻهو هن ڳالهه تي غور ڪن ته رب پاڪ قرآن حڪيم جي متن ۽ ٽئڪسٽ جي حفاظت جو ذمو ڪنيو آهي انهيءَ ڪانپوءِ به خلاف قرآن جيڪي علم ٺاهيا ويا آهن انهن ذريعي دين اسلام ۾ ڪيتريون ته معنوي ملاوٽون ڪيون ويون آهن. قرآن مخالف ماڻهن نسخ جي مسئلي ۾ جيڪي مغالطا مشهور ڪيا آهن انهن جو تعلق اهڙين آيتن سان آهي جن ۾ ڪنهن مسئلي کي جيڪڏهن هڪ هنڌ ڪنهن شرط جي بنياد تي هڪ طرح بيان ڪيو ويو آهي ۽ ان ساڳئي مسئلي کي ان شرط جي اڻ هوند سبب ٻي طرح بيان ڪيو ويو آهي ته مخالفن ان کي ڪٽي منسوخ مشهور ڪيو آهي جڏهن ته اهڙيون ٻئي صورتون پنهنجي حڪمن ۾ جدا جدا شرطن مطابق قائم دائم سلامت رهنديون شرط ليندو ته حڪم به ليندو جيئن پاڻي هوندو ته وضوء جو حڪم رهندو ۽ جي نه هوندو ته تيمم جو حڪم هلندو انهن ٻنهي حڪمن سان ڪو به هڪڙو حڪم ٻئي کي منسوخ ڪونه ٿو ڪري. آيت نمبر 107 منجهان هي حڪم ملي ٿو ته آئين سازيءَ جو اختيار دستور سازيءَ جو اختيار بنيادي اصولن ٺاهڻ جو اختيار صرف الله جي طرفان مليل ڪتاب منجهان وٺڻو پوندو. جو ته جيڪڏهن غير الله کي قانون ساز قبول ڪيو ويندو ته الم تعلم ان الله له ملك السماوات والارض جو انڪار ٿي پوندو يعني الله جي بادشاهيءَ جو انڪار ٿي پوندو.

أَمْ تُرِيدُونَ أَن تَسْأَلُواْ رَسُولَكُمْ كَمَا سُئِلَ مُوسَى مِن قَبْلُ وَمَن يَتَبَدَّلِ الْكُفْرَ بِالإِيمَانِ فَقَدْ ضَلَّ سَوَاء السَّبِيلِ(108) وَدَّ كَثِيرٌ مِّنْ أَهْلِ الْكِتَابِ لَوْ يَرُدُّونَكُم مِّن بَعْدِ إِيمَانِكُمْ كُفَّاراً حَسَدًا مِّنْ عِندِ أَنفُسِهِم مِّن بَعْدِ مَا تَبَيَّنَ لَهُمُ الْحَقُّ فَاعْفُواْ وَاصْفَحُواْ حَتَّى يَأْتِيَ اللّهُ بِأَمْرِهِ إِنَّ اللّهَ عَلَى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيرٌ(109).

**ترجمو:**

ڇا توهان به چاهيو ٿا سوال ڪرڻ پنهنجي رسول کان جيئن اڳي سوال ڪيا ويا هئا موسىٰ کان جيڪو به ايمان جي بدلي ۾ ڪفر وٺندو اهو پڪي ويو سڌي رستي کان(108) اهل ڪتاب منجهان گهڻائي چاهين ٿا ته جيڪر ته هو توهان کي ايمان آڻڻ کان پوءِ ڪافر بنائين (اهو سڀ ڪجهه) پنهنجي طرفان حسد جي سبب (ائين ڪن ٿا) هن بعد جو پڌرو ٿي چڪو آهي انهن لاءِ حق، سو معاف ۽ درگذر ڪيو ايتري تائين جو الله پنهنجو فيصلو آڻي، الله هر شيءِ مٿان قادر آهي(109).

## جدا جدا لفظن جي معنيٰ

### حسدا:

حسد لفظ جي معنيٰ اهڙو ساڙ ۽ اهڙي ريس جنهن ۾ اهڙي سوچ آهي ته مخالف کي اها نعمت ڇو ملي بحواله (4-54) ۽ وڌيڪ ان معنيٰ ۾ هي ڳالهه به ته اها نعمت مون کي ملي يا نه ملي پر مخالف کي به نه ملي. حسد جي اها معنيٰ آيت نمبر (2-105) ۽ آيت (33-47) کي هن آيت سان ملائي پڙهڻ سان سمجهه ۾ اچي ويندي اها آيت ٻڌائي ٿي ته رب پاڪ جناب رسول ۽ مؤمنن کي رحمت ۽ فضل عظيم سان نوازيو آهي ان ڪري دشمنن کي ساڙ ٿيو آهي.

### واصفحوا:

لفظ صفح جي معنيٰ معاف ڪرڻ درگذر ڪرڻ آهي، هي صيغو جمع مذڪر امر حاضر معلوم جو آهي، قرآن حڪيم ۾ چار ڀيرا هي لفظ، لفظ واعفوا کان پوءِ لاڳيتو گڏ استعمال ٿيو آهي، انهيءَ سان گڏ وري بعد ۾ استعمال ڪرڻ منجهان ثابت ٿئي ٿو ته لفظ عفو جي به معنيٰ ته معاف ڪرڻ آهي پر پوءِ به ان جي پويان صفح جو لفظ گڏ استعمال ڪرڻ ٻڌائي ٿو ته جنهن کي صرف عفو جي لفظ سان معاف ڪبو ته اتي ان کي ڪجهه ملامت ۽ وٺ پڪڙ جي گنجائش آهي يعني ڪنهن کي معاف ڪرڻ کان پوءِ به ڪجهه ان کي جهڻ ڦڻ ڪري سگهجي ٿي، پر جڏهن ان جي پويان لفظ صفح جو آندو ويو آهي اهو ثابت ڪري ٿو ته صفح جي معنيٰ ۾ جيڪو ڪنهن کي درگذر ڪرڻ جو مفهوم آهي ان ۾ خطاڪار کي جهڻ ته مڪمل معافي ڏيڻ جي ڳالهه آهي جنهن ۾ ان کان ڪو به حرج خرچ نه ڀرايو وڃي.

## هنن آيتن منجهان ثابت ٿيندڙ مسئلا

### انقلاب کي ڪامياب بنائڻ جي حڪمت عملي

پڙهندڙن کي چڱي طرح ياد هوندو ته رب تعاليٰ بني اسرائيلين جي دلين منجهان (ڳئوماتا) ڳئونءَ جي عظمت ڪيڻ لاءِ ڪين جيڪو وهڙيءَ کي ڪهڻ جو حڪم ڪيو هو ۽ هنن ان حڪم کان ٽال مٽول ڪرڻ لاءِ جيڪي آڏيون پڇائون ڪيون هيون هي ته الله جي مهربان ۽ رحمان رحيم هستي هئي، جنهن هنن جي انهيءَ خرمستي قسم جي پيٽ ڀرائيءَ کي درگذر ڪيو هو نه ته انهن جو اهو گستاخانه انداز هن آيت ڪريمه (2-108) جي روشنيءَ ۾ سراسر ڪافرانه هئو سورب پاڪ تنبيه ٿو فرمائي ته آسمانن ۽ زمين جي بادشاهه جي موڪليل رسول محترم کان انهن ڳئون پرست يهودين وانگر توهان به آڏيون پڇائون نه ڪيو نه ته اوهان جو اهو انداز الله جي ليکي ۾ سراسر ڪافرانه قرار ڏنو ويندو جنهن جو نتيجو ضل سواءِ السبيل ٿي ويندو يعني پوءِ ڀٽڪيل ٿي وڃڻ سبب ڪنهن ڪم جا نه رهندؤ، سو

جهڙي طرح مون الله اوهان جي مخالف يهودين جي ابن ڏاڏن کي فرعون جي غلاميءَ منجهان تازو تازو آزاد ٿيڻ مهل انهن جي واهيات سوالن واري بيهودگيءَ کي درگذر ڪيو هو. توهان به هاڻي پنهنجي انقلاب کي ڪاميابي جي ڪناري اچي رسايو آهي اهڙي وقت هنن قاروني باقيات واري بچڙي نسل هي سازش رٿي آهي ته هي توهان کي به وري پوئين پيرين رجعت پرستي واري جاگيرداريت ۽ سرمائيداريت جي غلام سازي واري ڪلچر طرف واپس وٺي وڃن سو اوهان به مون الله واري سنت کي اختيار ڪندي هنن جي سازش کي ناڪام ڪرڻ لاءِ في الحال پنهنجي منزل طرف روان دوان رهو هنن جي رستي روڪ قسم جي حرڪتن کي درگذر ڪندي انقلاب جي هدف کي حاصل ڪرڻ ۽ منزل ماڻڻ ۾ رڪاوٽن وارين سازشن کي باءِ پاس ڪندا وڃو. دشمن چاهي ٿو ته توهان کي واٽ تي پيرن مان ڪنڊن ڪڍڻ ۾ مصروف رکي دير ڪرائي ڇڏي ۽ توهان کان توهان جي منزل کسي وٺي ۽ هي به خيال رهي ته هن عمل کي ڪا پنهنجي ڪمزوري نه سمجهو اهي رعايتون سڀ عارضي آهن ايتري تائين جو "حتى ياتی الله بامره" يعني جيتري تائين الله پنهنجي پروگرام ڦريلن ۽ ڪمزور بنايلن جي حاڪميت ۽ پاور وارو ٽارگيٽ ۽ هدف پورو ڪري وٺي پوءِ اهي انقلاب دشمن ڪهڙي باغ جي موري آهن اڳتي هلي انهن کي پڇي سگهبو ان الله علي ڪل شي قدير.

وَأَقِيمُواْ الصَّلاَةَ وَآتُواْ الزَّكَاةَ وَمَا تُقَدِّمُواْ لأَنفُسِكُم مِّنْ خَيْرٍ تَجِدُوهُ عِندَ اللّهِ إِنَّ اللّهَ بِمَا تَعْمَلُونَ بَصِيرٌ(110) وَقَالُواْ لَن يَدْخُلَ الْجَنَّةَ إِلاَّ مَن كَانَ هُوداً أَوْ نَصَارَى تِلْكَ أَمَانِيُّهُمْ قُلْ هَاتُواْ بُرْهَانَكُمْ إِن كُنتُمْ صَادِقِينَ(111) بَلَى مَنْ أَسْلَمَ وَجْهَهُ لِلّهِ وَهُوَ مُحْسِنٌ فَلَهُ أَجْرُهُ عِندَ رَبِّهِ وَلاَ خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلاَ هُمْ يَحْزَنُونَ(112)

**ترجمو:**

قائم ڪيو ڏيوٽين ڏيڻ واري نظام کي (اهڙو جو ان سان ماڻهن کي) توهان پالڻ جو (گهربل) سامان ڏيو، ۽ جيڪي به اڳتي لاءِ فلاح ۽ ترقياتي ڪمن جا پنج سالہ- ڏهہ سالہ ويهہ سالہ- پنجاهہ سالہ- سو سالہ- منصوبا ناهيندؤ تہ) انهن کي الله وٽ ان جي قانونن جي روشنيءَ ۾ انهن جا نتيجا) ڏسندؤ تحقيق الله اوهان جي ڪمن کي چيڪ ڪندڙ آهي ۽ چيائون تہ جنت ۾ ڪو بہ داخل نہ ٿيندو سواءِ انهن جي جيڪي يهودي هوندا يا نصاریٰ هوندا، اهي انهن جون سڌون آهن، تون چئين تہ آڻي ڏيکاريو (ان دعویٰ لاءِ) ڪوئي دليل جيڪڏهن توهان سچا آهيو، هائو جنهن بہ شخص پنهنجو پاڻ کي فرمانبردار بڻايو الله جي (قانون) لاءِ

۽ اُهو اِهو سهڻو ڪم ڪندڙ آهي پوءِ ان جو اجر آهي ان جي پالڻهار وٽ (جنهن جي نشاني هيءَ آهي تہ) انهن کي نہ ڪنهن (ايندڙ مصيبت) جو خوف هوندو ۽ نہ ڪنهن (گذريل غلطيءَ) جو ڪوئي غم هوندو.

## جدا جدا لفظن جي معنيٰ

### امانيهم:

لفظ امانيّ جمع جو صيغو آهي هن جو واحد امنية آهي- من-يمن-تمن-امن-نمن- هي هن جا مختلف صيغا آهن، هن جي معنيٰ سڌون ۽ خواهشون ڪرڻ آهي اهڙي معنيٰ جو مثال جيئن لَّيْسَ بِأَمَانِيِّكُمْ وَلا أَمَانِيِّ أَهْلِ الْكِتَابِ مَن يَعْمَلْ سُوءًا يُجْزَ بِهِ وَلاَ يَجِدْ لَهُ مِن دُونِ اللّهِ وَلِيًّا وَلاَ نَصِيرًا(123-4) يعني مسلم توڙي اهل ڪتاب، فيصلا ڪنهن جي بہ سڌن ۽ خواهشن تي ڪونہ ٿيندا جيڪو بہ برائي ڪندو ان کي انجو بدلو ڏنو ويندو.

### هاتوا برهانكم:

آڻيو دليل پنهنجو:- برهان جي معنيٰ آهي دليل ان جو ٻيو مثال جيئن وَنَزَعْنَا مِن كُلِّ أُمَّةٍ شَهِيدًا فَقُلْنَا هَاتُوا بُرْهَانَكُمْ فَعَلِمُوا أَنَّ الْحَقَّ لِلَّهِ وَضَلَّ عَنْهُم مَّا كَانُوا يَفْتَرُونَ(75-28) يعني اسان سڀني امتن منجهان شاهد آڻينداسون پوءِ چونداسون تہ آڻيو دليل پنهنجا.

### وجهه:

لفظ وجہ جي معنيٰ آهي سامهون اچڻ وارو حصو ۽ شيءِ ۽ هر ماڻهوءَ جو سامهون اچڻ مهل ان جو منهن ۽ چهرو وڌيڪ نمايان هوندو آهي ان ڪري منهن کي بہ وجهہ سڏيو وڃي ٿو، نہ تہ هر سامهون ۽ مقابلي ۾ ايندڙ شي کي بہ وجهہ ۽ مواجهت سڏيو وڃي ٿو، پهريين ۽ سامهين حصي کي منهن سڏڻ وجهہ سڏڻ جو مثال جيئن وَقَالَت طَّآئِفَةٌ مِّنْ أَهْلِ الْكِتَابِ آمِنُواْ بِالَّذِيَ أُنزِلَ عَلَى الَّذِينَ آمَنُواْ وَجْهَ النَّهَارِ وَاكْفُرُواْ آخِرَهُ لَعَلَّهُمْ يَرْجِعُونَ(72-3) يعني مؤمنن تي جيڪو (علم وحي) نازل ڪيو وڃي ٿو، صبح جو انتي ايمان آڻيو ۽ شام ان جو انڪار ڪري ڇڏيو. ڪنهن جو رضامندو ۽ ناراضگي پرکڻ بہ ان معنيٰ ۾ آندو ويو آهي چو تہ خوشي ۽ ڪاوڙ جو اظهار بہ منهن منجهان نظر ايندو آهي، جيئن وُجُوهٌ يَوْمَئِذٍ مُّسْفِرَةٌ. ضَاحِكَةٌ مُّسْتَبْشِرَةٌ. وَوُجُوهٌ يَوْمَئِذٍ عَلَيْهَا غَبَرَةٌ. تَرْهَقُهَا قَتَرَةٌ(38 تا 41-80) يعني ڪيترائي منهن ان ڏينهن (خوشيءَ ڪان) چمڪندڙ هوندا، ڪلندڙ خوشخبري ملڻ ڪري، ۽ ڪيترائي منهن ان ڏينهن انهن تي ڌوڙ هوندي ۽ ميراڻ سان ڇانيل هوندا. ٻي معنيٰ ڪنهن جي رضامندي حاصل ڪرڻ بہ لفظ وجہ جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيو آهي جيئن اِنَّمَا نُطْعِمُكُمْ لِوَجْهِ اللهِ لَا نُرِيدُ مِنكُمْ جَزَاء وَلَا شُكُورًا (9-76) يعني اسان توهان کي الله جو رضامندو حاصل ڪرڻ لاءِ ڪاڌو ڪارايون ٿا، توهان کان ڪوئي بدلو يا شڪريو نہ گهرجي. وجہ جي معنيٰ منهن ۽ چهرو جو مثال جيئن وَإِذَا بُشِّرَ أَحَدُهُمْ بِالأُنثَى ظَلَّ وَجْهُهُ مُسْوَدًّا وَهُوَ كَظِيمٌ(58-16) يعني

انهن مان ڪنهن کي ڏي ڄمڻ جي خوشخبري ڏني وڃي ٿي ته ان جو منهن غصي ۾ ڪارو ٿي وڃي ٿو.

وَمَا تُقَدِّمُوا لِأَنفُسِكُم مِّنْ خَيْرٍ تَجِدُوهُ عِندَ اللَّهِ

آئون آيت ڪريمه جي هن جملي جي جدا لفظن بدران جملي جو گڏيل مفهوم پيش ڪرڻ جي خاص ضرورت محسوس ڪريان ٿو اهو هن ڪري ته قرآن حڪيم جي عام مترجمن هن جملي ته ڇا پر پوري قرآن حڪيم کي دنيا جهان جي حڪمراني ۽ ملڪن جي اجتماعي انتظامي ۽ قانوني رهنمائيءَ جو ڪتاب سمجهوئي ڪونهي ڪو، انهيءَ ڪري آيت ڪريمه (2-110) جي جملي ۾ جيڪا حڪومت جي فلاحي ترقياتي اسڪيمن ۽ منصوبن جوڙڻ جي تعليم ملي ٿي آئون ان جي معنىٰ ۽ مفهوم طرف پڙهندڙن جو ذهن ڇڪائڻ ضروري سمجهان ٿو.

لفظ خير جي معنىٰ اوهان مٿي پڙهي آيا ته ڪيترائي ڀيرا مال دولت کي به خير سڏيو ويو آهي، سو دنيا جي جهان ۾ ملڪن ۽ قومن جي ضرورتن ۽ مسئلن مثال تعليمي درسگاهون اسڪول ڪاليج يونيورسٽيون اسپتالون روڊ رستا ۽ ٻيون ڪيئي ترقياتي اسڪيمون ايتريون ته وڏي مقدار ۾ گهربل هونديون آهن جو ملڪي آمدنيون هڪ ئي وقت ايتريون نه هونديون آهن جو هر اسڪيم تڙي ڪڙي بروقت جوڙي سگهجي ان لاءِ اڳتي جي پلاننگ وارا پراجيڪٽ آمدني جي حساب سان ترتيب ڏيئي سگهبا آهن سو ملڪن ۽ قومن جي ضرورتن جي انتظام لاءِ اڳواٽ جيڪا پلاننگ ڪئي ويندي آهي قرآن حڪيم جي هيءَ اصطلاح وماتقدمولانفسكم حڪومتن جي انتظام هلائيندڙن کي ان طرف به ڌيان ڇڪرائي ٿي ته آمدني جي حساب مطابق وقت جي ايندڙ ضرورتن جي اڳواٽ منصوبه بندي ڪندا ڪيو، آئون انهيءَ مفهوم لاءِ پڙهندڙن جو ڌيان سورت يوسف جي آيت 46 کان 49 طرف متوجه ڪرڻ چاهيان ٿو، وقت جو بادشاهه جيڪو خواب ڏسي ٿو ته ستن ٿلهين ۽ تندرست ڳئن کي ست ڏٻريون ڳئون کائي وڃن ٿيون ۽ ان خواب جو تعبير جناب يوسف عليه السلام جيڪو ان وقت جيل ۾ هئو ان کان معلوم ڪيو ويو جنهن ٻڌايو ته ملڪ مٿان ست سال وڏي ڏڪار جا اچڻ وارا آهن ان ڪري ان عرصي جي پريشانين کان بچڻ جي اڳواٽ منصوبه بندي هن طرح ڪيو ته هاڻي کان وٺي ست سال جيڪي پوکون ڪاهيو تا انهن جو اناج صرف ضرورتن جيترو ڪم آڻيو ۽ وڌيڪ ذخيرو سنگن ۾ رهڻ ڏيو، ستن سالن کانپوءِ ٻيا ست سال وڏو ڏڪار ايندو جن ۾ فصل صحيح ڪونه ٿي سگهندا پوءِ جيڪو اناج جو ذخيرو توهان اڳواٽ سنگن ۾ رکي ڇڏيو هوندو انهن منجهان حساب مطابق ڪم آڻيندا وڃجو، سو قرآن حڪيم هن منصوبه بنديءَ کي به جملي ماقدمتم لهن سان سمجهايو آهي، اهڙي طرح حڪومت جي آمدني وارا ٽئڪس جن کي قرآن، پنهنجي اصطلاح ۾ صدقو سڏيو آهي ۽ اهي پئسا اڳتي جي فلاحي ڪمن لاءِ

بجيٽن ناهڻ لاءِ ڪم ايندا آهن قرآن حڪيم انهن جو ذڪر بہ لفظ قدموا سان ڪيو آهي.
(58-12-13) سو قدموالانفسڪم جي معني جهڙي طرح مرڻ ڪان پوءِ آخرت واري جهان لاءِ مراد ورتي وجي ٿي اهڙي طرح دنيا جي جهان وارن ترقياتي اسڪيمن کي پائي تڪميل تي پهچائڻ لاءِ بہ مراد ونڻ گهرجي. آيت نمبر (58-12-13) ۾ مخفي مذاڪرات دشمن قوم سان جنگ ڪرڻ جي حوالي سان آهن.

## هنن آيتن منجهان ملندڙ تعليم

پڙهندڙ مهربانن غور ڪيو هوندو تہ هن آيت نمبر 110 ڪان اڳي پوءِ لڳاتار اهل ڪتاب جي بي مهار خرمستيين جو ذڪر هلي پيو جن ۾ انهن جون بگڙيل سوچون ۽ ڪرتوت پيش ڪيا ويا آهن سو ان دوران انهن کي سامهون رکندي رب پاڪ امت مسلمہ کي هوشيار ڪري ٿو تہ نسلي وڏايون گروهي ترجيحون اهي ڪجهہ بہ ناهن خبردار اصل فلاح اقيموا الصلوۃ سان اٰتوالزڪوۃ ۾ آهي يعني بهتر نظام حڪومت قائم ڪري ان سان پنهنجي رعيت جي هڪ هڪ فرد کي سامان پرورش ڏيڻ اهو بہ جسماني ذهني سماجي معاشرتي هر طرح سان انهن کي پهچائي ڏيو، جنهن لاءِ نهايت عقلمنديءَ وارين اسڪيمن سان ديرپا فلاحي منصوبا جوڙي ماڻهن کي خوش رکو- اهل ڪتاب جي هن لباڙ طرف ڪو بہ توجہ نہ ڏيو تہ آخرت جي زندگيءَ جي خوشحالي ڪا هنن جي ابن ڏاڏن جي موروثي شيءِ آهي انهن کي ان دعوىٰ لاءِ ڪوبہ دليل ڪونهي ڪو- ڪاميابي صرف هن ڳالهہ ۾ آهي تہ جيڪو بہ پنهنجيون سڀ ڪوششون ۽ محنتون الله جي قانونن کي نافذ ڪرڻ لاءِ سهڻي نموني سرانجام ڏيندو تہ ان کي ڪا بہ پرواهہ ناهي ان لاءِ هتي دنيا ۾ بہ جنت آهي تہ آخرت ۾ بہ جنت آهي.

وَقَالَتِ الْيَهُودُ لَيْسَتِ النَّصَارَى عَلَىَ شَيْءٍ وَقَالَتِ النَّصَارَى لَيْسَتِ الْيَهُودُ عَلَى شَيْءٍ وَهُمْ يَتْلُونَ الْكِتَابَ كَذَلِكَ قَالَ الَّذِينَ لاَ يَعْلَمُونَ مِثْلَ قَوْلِهِمْ فَاللّهُ يَحْكُمُ بَيْنَهُمْ يَوْمَ الْقِيَامَةِ فِيمَا كَانُواْ فِيهِ يَخْتَلِفُونَ(113) وَمَنْ أَظْلَمُ مِمَّن مَّنَعَ مَسَاجِدَ اللّهِ أَن يُذْكَرَ فِيهَا اسْمُهُ وَسَعَى فِي خَرَابِهَا أُوْلَـئِكَ مَا كَانَ لَهُمْ أَن يَدْخُلُوهَا إِلاَّ خَآئِفِينَ لهُمْ فِي الدُّنْيَا خِزْيٌ وَلَهُمْ فِي الآخِرَةِ عَذَابٌ عَظِيمٌ(114) وَلِلّهِ الْمَشْرِقُ وَالْمَغْرِبُ فَأَيْنَمَا تُوَلُّواْ فَثَمَّ وَجْهُ اللّهِ إِنَّ اللّهَ وَاسِعٌ عَلِيمٌ(115) وَقَالُواْ اتَّخَذَ اللّهُ وَلَدًا سُبْحَانَهُ بَل لَّهُ مَا فِي السَّمَاوَاتِ وَالأَرْضِ

كُلٌّ لَّهُ قَانِتُونَ(116) بَدِيعُ السَّمَاوَاتِ وَالأَرْضِ وَإِذَا قَضَى أَمْراً فَإِنَّمَا يَقُولُ لَهُ كُن فَيَكُونُ(117)

**ترجمو:**

يهودي چون ٿا ته نصاري (عيسائي) ڪنهن به سچائيءَ تي ناهن ۽ عيسائي چون ٿا ته يهودي ڪنهن به سچائيءَ تي ناهن، حالانڪ اهي الڪتاب به پڙهن ٿا، انهن جي ڳالهه وانگر اهي ماڻهو چون ٿا جن کي علم وحي واري ڪتاب جي ڄاڻ ناهي- سو الله انهن جي وچ ۾ قيامت جي ڏينهن فيصلو ڪندو انهن ڳالهين جو جن ۾ هي اختلاف ڪن ٿا(113) هن کان وڌيڪ ڪير وڌو ظالم آهي جيڪو الله جي مسجدن (عدالتن) ۾ الله جي قانون جي ڳالهه ڪرڻ کان روڪي ٿو (ان عمل سان هو) ڪوشش ڪري ٿو مسجدن (عدليه) کي ويران ڪرڻ جي، نتو جڳائي انهن کي دڄڻ کان سواءِ داخل ٿيڻ انهن لاءِ دنيا ۾ به خواري آهي ۽ انهن لاءِ آخرت ۾ به وڏو عذاب آهي(114) اوير اولهه سڀ الله لاءِ آهن توهان جنهن به طرف منهن ڦيريندؤ اتي الله سامهون آهي (ڌرتيءَ جا سڀ طرف الله لاءِ آهن) الله ڪشادگي وارو ڄاڻڻهار آهي(115) ۽ چون ٿا ته الله پٽ بنايو آهي، اهو پاڪ آهي بلڪ جيڪي ڪجهه آسمانن ۽ زمين ۾ آهي سڀ ان جا فرمانبردار آهن(116). هو مادي ڪانسواءِ منڍ کان ئي آسمانن ۽ زمين کي پيدا ڪرڻ وارو آهي ۽ جنهن وقت جنهن شيءِ جي (وجود ۾ آڻڻ لاءِ) فيصلو ڪري ٿو ته ان کي چوي ٿو ته ٿي، ته پوءِ اها ٿي پوي ٿي(117). (پنهنجي گهربل پراسيس سان)

## جدا جدا لفظن جي معنيٰ

**مسجد:**

لفظ سجدي جي معنيٰ آهي الله جي حڪمن جي فرمانبرداري ڪرڻ (16-49-50) مسجد جي معنيٰ اسم ظرف مڪاني جي لحاظ سان ٿي الله جي قانون کي عوام ۾ نافذ ڪرڻ وارو هنڌ ۽ ماڳ عوامي حاجتن حل ڪرڻ واري آفيس ۽ ڪورٽ (7-31) (22-25) هتي حوالي ڏنل آيتن کي غور سان پڙهيو وجي ته انهن ۾ جيڪو مسجد جو ذڪر آيو آهي ان ۾ خطاب ذات انسان کي آهي يعني مسجدون عدالتون ۽ سرڪاري آفيسون آهن انهن ۾ مسلم غير مسلم سڀ ايندا، انهن ۾ ڪم ڪرڻ وارن لاءِ مسلم ماڻهن جي تخصيص ڪانهي.(7-31)

**واسع:**

لفظ واسع جي معنيٰ آهي ڪنهن شيءِ جي مٿان حاوي ٿي وڃڻ ان کي پنهنجي گهيري ۾ احاطي ۾ آڻي ڇڏڻ- اهڙي طرح واو کان سواءِ لفظ سعة جي معنيٰ به ساڳي سگهه ۽ طاقت ٿيندي، سين جا مثال جيئن وَسِعَ رَبِّي كُلَّ شَيْءٍ عِلْمًا(6-80) يعني منهنجي رب جو علم هر شي تي حاوي آهي- محيط آهي- اهڙي نموني وَسِعَ كُرْسِيُّهُ السَّمَاوَاتِ وَالأَرْضَ(2-255) يعني محيط

آهي اقتدار انهيءَ جو آسمانن ۽ زمين کي- سعة معنيٰ سگهه ۽ طاقت جو مثال جيئن لِيُنفِقْ ذُو سَعَةٍ مِّن سَعَتِهِ وَمَن قُدِرَ عَلَيْهِ رِزْقُهُ فَلْيُنفِقْ مِمَّا آتَاهُ اللهُ لَا يُكَلِّفُ اللهُ نَفْسًا إِلَّا مَا آتَاهَا سَيَجْعَلُ اللهُ بَعْدَ عُسْرٍ يُسْرًا(65-7) يعني گهرجي ته سگهه رکڻ وارو پنهنجي سگهه مطابق خرچ ڪري.

**ولد:**

لفظ ولد جي معنيٰ آهي ڄڻيل ٻار- جيئن مَّا هُنَّ أُمَّهَاتِهِمْ إِنْ أُمَّهَاتُهُمْ إِلَّا اللَّائِي وَلَدْنَهُمْ وَإِنَّهُمْ لَيَقُولُونَ مُنكَرًا مِّنَ الْقَوْلِ وَزُورًا وَإِنَّ اللهَ لَعَفُوٌّ غَفُورٌ(58-2) يعني انهن جي مائرون صرف اهي آهن جن انهن کي ڄڻيو آهي لفظ ولد جي معني ۾ ڏيءَ پٽ ٻئي اچي وڃن ٿا جيئن وَلاَ تَقْتُلُواْ أَوْلادَكُمْ خَشْيَةَ إِمْلاقٍ نَّحْنُ نَرْزُقُهُمْ وَإِيَّاكُم إنَّ قَتْلَهُمْ كَانَ خِطْئًا كَبِيرًا(31-17) يعني پنهنجي اولاد کي سڃائيءَ جي خوف کان قتل نه ڪيو هن جاءِ تي لفظ اولاد جي معني ۾ ڏيءُ ۽ پٽ ٻئي اچي وڃن ٿا.

**قانتين:**

قنت- يقنت- قانتا- هن لفظ جي معنيٰ آهي اطاعت گذار فرمانبردار جنهن جو مثال وَلَهُ مَن فِي السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ كُلٌّ لَّهُ قَانِتُونَ(26-30) يعني انهي لاءِ جيڪي به آهن آسمانن ۽ زمين ۾ سيئي ان جا فرمانبردار آهن.

**بديع:**

بدع جي معنيٰ نئين شروعات مثال قُلْ مَا كُنتُ بِدْعًا مِّنْ الرُّسُلِ (9-46) يعني آئون ڪو رسولن منجهان نئون رسول ناهيان ٻيو مثال جيئن وَرَهْبَانِيَّةً ابْتَدَعُوهَا مَا كَتَبْنَاهَا عَلَيْهِمْ إِلَّا ابْتِغَاء رِضْوَانِ اللهِ فَمَا رَعَوْهَا حَقَّ رِعَايَتِهَا (27-57) يعني رهبانيت (صوفي ازم) کي انهن نئين منجهان ٺاهيو هو اسان انهن تي لاڳو ڪانه ڪئي هئي.

**قضي:**

قضي-يقضي- قضاء- قضيٰ جي معنيٰ آهي فيصلو ڪيائين مثال قَالُوا لَن نُّؤْثِرَكَ عَلَى مَا جَاءنَا مِنَ الْبَيِّنَاتِ وَالَّذِي فَطَرَنَا فَاقْضِ مَا أَنتَ قَاضٍ إِنَّمَا تَقْضِي هَذِهِ الْحَيَاةَ الدُّنْيَا(72-20) فرعون جي گڏڪيل جادو گر عالمن جڏهن موسيٰ عليہ السلام جي مقابلي ۾ شڪست کاڌي ته انهن موسيٰ تي ايمان آندو، انتي فرعون غصي ۾ اچي انهن کي چيو ته آئون توهان کي ڦاهي تي ٿو چاڙهيان جواب ۾ انهن چيو ته توکي جيڪو فيصلو ڪرڻو آهي وڃي ڪر.

**ڪن فيڪون:**

هن جملي جي معنيٰ تي مادي پرست ماڻهو، اعتراض ڪن ٿا ته ڪائنات ۾ مادو اڳ ۾ موجود هو تڏهن ته ان کي الله چيو ته ٿيءُ! پوءِ هو ٿي پيو- ان سوال جي جواب ۾ عرض آهي ته الله پاڪ جڏهن پهرين مخلوق کي اڻ هوند منجهان بغير ڪنهن خام مال واري مادي

جي ناهڻ لاءِ ڪن (ٿي وڃ) جو حڪم ڏنو ته اها شيءِ ظاهر ۾ برابر موجود ته ڪانه هئي پر الله جو اهو حڪم ان سوچيل اسڪيم واري فارمولي ڪي هئو، ته تون ٿي وڃ!! ڪنهن به موجود شيءِ کي اهو حڪم ڪونه هو.

## هنن آيتن منجهان ملندڙ تعليم

يهودي نصاريٰ ڪتابي علمن جا دعويدار ۽ جيڪي ڪنهن به ڪتاب جي علم ڪان اڻ جاڻ آهن اهي سڀ هڪ ٻئي جا مخالف آهن انهن جي اختلافن جو نبيرو يا ته ڪو وڏو سياسي ۽ علمي انقلاب آڻڻ وارا ڪندا يا الله پاڪ قيامت جي ڏينهن پاڻ ڪندو- اهڙن اختلافن جي نبيري جي جاءِ ته عدالتون آهن پر اهي ماڻهو وڏا ظالم آهن جيڪي عدالتن ۾ الله جو قانون هلڻ نٿا ڏين ۽ الله جي قانون وارين عدالتن کي ڦٽائڻ جي ڪڍ رهن ٿا، انهن کي ته اهڙين عدالتن ۾ الله جي خوف يعني انقلابي ماڻهن جي خوف ڪانسواءِ داخل ئي نه ٿيڻو هو. سندن ان روش سبب اهي سدائين خوار خراب رهندا، انقلاب لاءِ ضروري ناهي ته ڪو خاص مقدس ماڳن ڪان سواءِ ڪو انقلاب نه اچي سگهندو *ہم ساری دنیا مانگیں گے، ہر ملک ملک ماست کہ ملک خداء ماست* ڪي ماڻهو الله جو ڪنهن کي پٽ بنائي پوءِ پاڻ کي وري ان جو خاص تعلق وارو بنائي الله تي به پنهنجو قبضو ڄمائيندا آهن قرآن ٻڌائي ٿو ته رب پاڪ پاڻ مان ڄم جي ذريعي ڪنهن کي ڪونه پيدا ڪيو آهي هو بديع ۽ خالق آهي سڄي ڪائنات ان جي مطيع آهي هو جڙڻ بدران ڪن فيڪون آرڊر سان تخليق ڪندو آهي. جنهن جي ان حڪم ۾ ڇومنتر بدران مڪمل سائنسي پراسيس آهي.

وَقَالَ الَّذِينَ لاَ يَعْلَمُونَ لَوْلاَ يُكَلِّمُنَا اللّهُ أَوْ تَأْتِينَا آيَةٌ كَذَلِكَ قَالَ الَّذِينَ مِن قَبْلِهِم مِّثْلَ قَوْلِهِمْ تَشَابَهَتْ قُلُوبُهُمْ قَدْ بَيَّنَّا الآيَاتِ لِقَوْمٍ يُوقِنُونَ(118) إِنَّا أَرْسَلْنَاكَ بِالْحَقِّ بَشِيرًا وَنَذِيرًا وَلاَ تُسْأَلُ عَنْ أَصْحَابِ الْجَحِيمِ(119) وَلَن تَرْضَى عَنكَ الْيَهُودُ وَلاَ النَّصَارَى حَتَّى تَتَّبِعَ مِلَّتَهُمْ قُلْ إِنَّ هُدَى اللّهِ هُوَ الْهُدَى وَلَئِنِ اتَّبَعْتَ أَهْوَاءهُم بَعْدَ الَّذِي جَاءكَ مِنَ الْعِلْمِ مَا لَكَ مِنَ اللّهِ مِن وَلِيٍّ وَلاَ نَصِيرٍ(120) الَّذِينَ آتَيْنَاهُمُ الْكِتَابَ يَتْلُونَهُ حَقَّ تِلاَوَتِهِ أُوْلَئِكَ يُؤْمِنُونَ بِهِ وَمن يَكْفُرْ بِهِ فَأُوْلَئِكَ هُمُ الْخَاسِرُونَ(121)

ترجمو:

۽ جيڪي ماڻهو اڻ ڄاڻ آهن (علم وحي وارن ڪتابن کان) چون ٿا ته الله اسان سان چو ڪونه ٿو ڳالهائي يا اسان ڏي ڪا آيت چو ڪونه ٿو آڻي، انهن جي ڳالهه جهڙي ڳالهه انهن کان اڳي وارن ماڻهن به ڪئي هئي انهن جون دليون هڪ ٻئي سان ملن جلن ٿيون، اسان ته آيتن کي کولي کولي آندو آهي هر اهڙي قوم لاءِ جيڪا يقين رکندي هجي(118)، اسان توکي حق سان موڪليو آهي خوشخبري ڏيندڙ ۽ ديجاريندڙ ڪري ۽ توکان دوزخ وارن جي باري ۾ ڪوبه سوال نه ڪيو ويندو(119) توکان يهودي هرگز راضي ڪونه ٿيندا ۽ نه ڪي عيسائي، جيستري تائين جو تون انهن جي ملت جي تابعداري ڪرين تون چؤ ته الله جي هدايت ئي (صحيح) هدايت آهي، جيڪڏهن تون انهن جي خواهش جي پوئواري ڪندين پجاڻان هن جي، جو تو وٽ (الله جو) علم به اچي چڪو آهي ته تنهنجي لاءِ (الله جي سزا کان بچائڻ وارو) الله کان سواءِ ڪوئي دوست ۽ مدد ڪرڻ وارو نه هوندو(120) اهي ماڻهو جن کي اسان ڪتاب ڏنو آهي اهي ان جي تابعداري ڪن ٿا تابعداري ڪرڻ جي حق مطابق، اهي ان تي ايمان آڻن ٿا ۽ جيڪو به ان ڪتاب جو انڪاري آهي اهي ئي خساري وارا آهن(121).

## جدا جدا لفظن جي معنيٰ

### يكلمنا:

هي واحد مذڪر فعل مضارع معلوم جو صيغو آهي- ڪلمه جي معنيٰ آهي ڳالهه جنهن جو مثال أَنَّ اللّهَ يُبَشِّرُكَ بِيَحْيَى مُصَدِّقًا بِكَلِمَةٍ مِّنَ اللّهِ وَسَيِّدًا وَحَصُورًا وَنَبِيًّا مِّنَ الصَّالِحِينَ(39-3) (45-3) بيشڪ الله توکي خوشخبري ڏئي ٿو هڪڙي ڳالهه جي، ٻي معنيٰ لفظ ڪلمي جي آهي قانون مثال وَتَمَّتْ كَلِمَتُ رَبِّكَ صِدْقًا وَعَدْلاً لاَّ مُبَدِّلِ لِكَلِمَاتِهِ وَهُوَ السَّمِيعُ الْعَلِيمُ(115-6) يعني الله جا قانون (هن ڪتاب ۾) سچائي ۽ عدل وارا مڪمل ٿي چڪا آهن- ٽي معنيٰ آهي نظريو، نصب العين منشور، ان جو مثال جيئن وَجَعَلَ كَلِمَةَ الَّذِينَ كَفَرُواْ السُّفْلَى وَكَلِمَةُ اللّهِ هِيَ الْعُلْيَا وَاللّهُ عَزِيزٌ حَكِيمٌ(40-9) يعني الله ڪري ڏيکاريو ڪافرن جو نظريو هيٺ ۽ الله جو پنهنجو نظريو مٿاهون آهي، چوٿين معنيٰ ڪملة جي آهي فيصلو جنهنجو مثال جيئن وَلَوْلَا كَلِمَةُ الْفَصْلِ لَقُضِيَ بَيْنَهُمْ وَإِنَّ الظَّالِمِينَ لَهُمْ عَذَابٌ أَلِيمٌ(21-42) جيڪڏهن فيصله ڪن ڳالهه ٿيل نه هجي ها ته انهن جو فيصلو هاڻي ئي ڪيو وڃي ها- پنجين معنيٰ ڪلمي جي زخم پهچائڻ به آهي جيئن وَإِذَا وَقَعَ الْقَوْلُ عَلَيْهِمْ أَخْرَجْنَا لَهُمْ دَابَّةً مِّنَ الْأَرْضِ تُكَلِّمُهُمْ أَنَّ النَّاسَ كَانُوا بِآيَاتِنَا لَا يُوقِنُونَ(82-27) يعني جڏهن (نظرين وارو) قول انهن تي واقع ٿي ويندو ته زمين منجهان اهڙو هلندڙ ڦرندڙ (ڪميونيڪيشن جي ذريعن جو (مالڪ انسان لينن ۽ اسٽالن) ڪيندا سين جيڪو انهن کي زخم پهچائيندو (۽ نظرياتي بحث به ڪندو اهو ان ڪري جو) ماڻهو اسان جي (عدم تشدد وارين) آيتن تي يقين نه ٿا رکن (قدر نٿا ڪن).

**تشابهت:**

لفظ شبہ ۽ مشابهت جي معنىٰ آهي ڪن ٻن يا وڌيڪ شين جو هڪ ٻئي سان هڪ جهڙائي ڪري ملندڙ جلندڙ هجڻ اهڙو جو سڃاڻڻ ۾ دقت ٿيندي هجي ان معنىٰ جو مثال جيئن وَالزَّيْتُونَ وَالرُّمَّانَ مُتَشَابِهًا وَغَيْرَ مُتَشَابِهٍ (6-141) يعني زيتون ۽ ڏاڙهون هڪڙا پاڻ ۾ ملندڙ ٻيا نہ ملندڙ ٻيو مثال جنهن ۾ ڳهٽيون هڪ جهڙيون شيون پاڻ ۾ ملندڙ هجن ۽ ٻي معني تہ جن جي نکيڙ ڪرڻ ڏکي ٿي پوي جيئن قَالُواْ ادْعُ لَنَا رَبَّكَ يُبَيِّن لَّنَا مَا هِيَ إِنَّ البَقَرَ تَشَابَهَ عَلَيْنَا وَإِنَّآ إِن شَاء اللّهُ لَمُهْتَدُونَ(2-70) يعني اهڙيون ڳئون ڳهٽيون ٿي پيون آهن جيڪي هڪ ٻئي سان ملندڙ جلندڙ آهن جو انهن جي نکيڙ ڏکي ٿي لڳي.

**ملتهم:**

ملل-يملل- هن لفظ جي معنىٰ لکڻ آهي جيڪا قرآن حڪيم پاڻ سمجهائي آهي- ان لاءِ آيت ڪريمہ (2-282) پڙهڻ گهرجي هتي ان مان صرف هڪڙو جملو عرض ڪيان ٿو وَلاَ يَأْبَ كَاتِبٌ أَنْ يَكْتُبَ كَمَا عَلَّمَهُ اللّهُ فَلْيَكْتُبْ وَلْيُمْلِلِ الَّذِي عَلَيْهِ الْحَقُّ(2-282) يعني ۽ نہ انڪار ڪري منشي لکڻ کان جيئن تہ سيکاريو آهي ان کي الله پوءِ ان تي لازم آهي تہ هو لکي سو ملت لفظ جي اصل معنىٰ ٿي لکيل شيءِ ۽ الله جا سڀ صحيفا ۽ ڪتاب ان جي نبين وٽ لکيل صورت ۾ موجود هئا- سو ملت جي معنىٰ بنجي وئي مسلک- جيڪو مشرب ۽ ديني قانون لاءِ مقرر ٿيل لکت ۾ تحريري صحيفو هجي جيئن فرمايو ويو آهي تہ وَقَالُواْ كُونُواْ هُودًا أَوْ نَصَارَى تَهْتَدُواْ قُلْ بَلْ مِلَّةَ إِبْرَاهِيمَ حَنِيفًا وَمَا كَانَ مِنَ الْمُشْرِكِينَ(2-135) يعني تون چئو تہ يهودين ۽ نصرانيت جي مقابلي ۾ حق وارو دين تہ ملت ابراهيمي آهي.

**هن آيتن منجهان ملندڙ هدايتون**

آيت نمبر 118 ٻڌائي ٿي تہ قرآن جي تعليم تي شڪ ڪرڻ وارن کي هدايت ڪانہ ملندي، آيت نمبر 119 ٻڌائي ٿي تہ الله جو پيغام بغير تشدد جي بغير ڪنهن ڏاڍ ۽ لٺ باني جي پهچائڻو آهي، يعني قرب محبت سان قرآن پهچائڻو آهي- پوءِ ان هوندي بہ جيڪڏهن ڪير نہ مڃيندو تہ پيغام پهچائڻ واري کان ڪابہ پڇا ڳاڇا ڪانہ ٿيندي- آيت 120 ٻڌائي ٿي يهودي ۽ نصاري پنهنجي ضد تي پڪا آهن انهن جي سڌرڻ جي اميد نہ ڪيو پر جيڪڏهن ڪوئي پنهنجو نظريو ڇڏي انهن ڏي ويو تہ ان سان بہ اهڙي ٿيندي جو ڪوئي ڇڏائڻ وارو ڪونہ ملندس- مؤمنن جو شان اهو آهي جو هو قرآن جا پوئلڳ آهن، قرآن جا منڪر نقصان ۾ هوندا.

يَا بَنِي إِسْرَائِيلَ اذْكُرُواْ نِعْمَتِيَ الَّتِي أَنْعَمْتُ عَلَيْكُمْ وَأَنِّي فَضَّلْتُكُمْ عَلَى الْعَالَمِينَ(122)
وَاتَّقُواْ يَوْماً لاَّ تَجْزِي نَفْسٌ عَن نَّفْسٍ شَيْئاً وَلاَ يُقْبَلُ مِنْهَا عَدْلٌ وَلاَ تَنفَعُهَا شَفَاعَةٌ وَلاَ

هُمْ يُنصَرُونَ(123).

ترجمو: اي بني اسرائيل! ياد ڪيو منهنجي نعمت کي جيڪا مون توهان مٿان انعام ڪئي. ۽ مون اوهان کي فضيلت ڏني (سين) قومن مٿان،(122) ۽ ان ڏينهن کان بچڻ جو اونو ڪيو جنهن ڏينهن ڪوئي شخص ڪنهن به شخص جي بدلي ۾ ڪم نه اچي سگهندو ۽ نه ئي ان کان ڪوئي معاوضو قبول ڪيو ويندو- ۽ نه ڪائي سفارش ان کي فائدو ڏيندي ۽ نه ئي انهن کي ڪا مدد ڪئي ويندي-

## هنن آيتن منجهان ملندڙ تعليم

نعمتن ۽ احسانن ڳڻائڻ کان پوءِ هي حقيقت سمجهائڻ ته جيڪڏهن اوهان اجا به الله جي حڪمن ۽ قانون تي هلڻ لاءِ تيار ناهيو ته پوءِ اهو به ياد رکي ڇڏيو ته اوهان پنهنجا جيڪي هٿ گهڙيا اوتار ۽ سفارشي ناهيا آهن، انهن منجهان منهنجي قانون جي فتح مهل ۽ حساب لاءِ پيش ٿيڻ مهل ڪنهن جي به منت ۽ سفارش قبول ڪا نه پوندي.

وَإِذِ ابْتَلَى إِبْرَاهِيمَ رَبُّهُ بِكَلِمَاتٍ فَأَتَمَّهُنَّ قَالَ إِنِّي جَاعِلُكَ لِلنَّاسِ إِمَامًا قَالَ وَمِن ذُرِّيَّتِي
قَالَ لاَ يَنَالُ عَهْدِي الظَّالِمِينَ(124) وَإِذْ جَعَلْنَا الْبَيْتَ مَثَابَةً لِّلنَّاسِ وَأَمْناً وَاتَّخِذُواْ مِن
مَّقَامِ إِبْرَاهِيمَ مُصَلًّى وَعَهِدْنَا إِلَى إِبْرَاهِيمَ وَإِسْمَاعِيلَ أَن طَهِّرَا بَيْتِيَ لِلطَّائِفِينَ وَالْعَاكِفِينَ
وَالرُّكَّعِ السُّجُودِ(125) وَإِذْ قَالَ إِبْرَاهِيمُ رَبِّ اجْعَلْ هَـَذَا بَلَدًا آمِنًا وَارْزُقْ أَهْلَهُ مِنَ
الثَّمَرَاتِ مَنْ آمَنَ مِنْهُم بِاللّهِ وَالْيَوْمِ الآخِرِ قَالَ وَمَن كَفَرَ فَأُمَتِّعُهُ قَلِيلاً ثُمَّ أَضْطَرُّهُ إِلَى
عَذَابِ النَّارِ وَبِئْسَ الْمَصِيرُ(126) وَإِذْ يَرْفَعُ إِبْرَاهِيمُ الْقَوَاعِدَ مِنَ الْبَيْتِ وَإِسْمَاعِيلُ رَبَّنَا
تَقَبَّلْ مِنَّا إِنَّكَ أَنتَ السَّمِيعُ الْعَلِيمُ(127) رَبَّنَا وَاجْعَلْنَا مُسْلِمَيْنِ لَكَ وَمِن ذُرِّيَّتِنَا أُمَّةً
مُّسْلِمَةً لَّكَ وَأَرِنَا مَنَاسِكَنَا وَتُبْ عَلَيْنَآ إِنَّكَ أَنتَ التَّوَّابُ الرَّحِيمُ(128) رَبَّنَا وَابْعَثْ فِيهِمْ
رَسُولاً مِّنْهُمْ يَتْلُو عَلَيْهِمْ آيَاتِكَ وَيُعَلِّمُهُمُ الْكِتَابَ وَالْحِكْمَةَ وَيُزَكِّيهِمْ إِنَّكَ أَنتَ العَزِيزُ
الحَكِيمُ(129) وَمَن يَرْغَبُ عَن مِّلَّةِ إِبْرَاهِيمَ إِلاَّ مَن سَفِهَ نَفْسَهُ وَلَقَدِ اصْطَفَيْنَاهُ فِي الدُّنْيَا

وَإِنَّهُ فِي الآخِرَةِ لَمِنَ الصَّالِحِينَ(130) إِذْ قَالَ لَهُ رَبُّهُ أَسْلِمْ قَالَ أَسْلَمْتُ لِرَبِّ
الْعَالَمِينَ(131) وَوَصَّى بِهَا إِبْرَاهِيمُ بَنِيهِ وَيَعْقُوبُ يَا بَنِيَّ إِنَّ اللّهَ اصْطَفَى لَكُمُ الدِّينَ فَلاَ
تَمُوتُنَّ إَلاَّ وَأَنتُم مُّسْلِمُونَ(132) أَمْ كُنتُمْ شُهَدَاءَ إِذْ حَضَرَ يَعْقُوبَ الْمَوْتُ إِذْ قَالَ لِبَنِيهِ مَا
تَعْبُدُونَ مِن بَعْدِي قَالُواْ نَعْبُدُ إِلَـهَكَ وَإِلَـهَ آبَائِكَ إِبْرَاهِيمَ وَإِسْمَاعِيلَ وَإِسْحَقَ إِلَـهًا
وَاحِدًا وَنَحْنُ لَهُ مُسْلِمُونَ(133) تِلْكَ أُمَّةٌ قَدْ خَلَتْ لَهَا مَا كَسَبَتْ وَلَكُم مَّا كَسَبْتُمْ وَلاَ
تُسْأَلُونَ عَمَّا كَانُوا يَعْمَلُونَ(134) وَقَالُواْ كُونُواْ هُودًا أَوْ نَصَارَى تَهْتَدُواْ قُلْ بَلْ مِلَّةَ إِبْرَاهِيمَ
حَنِيفًا وَمَا كَانَ مِنَ الْمُشْرِكِينَ(135) قُولُواْ آمَنَّا بِاللّهِ وَمَآ أُنزِلَ إِلَيْنَا وَمَا أُنزِلَ إِلَى إِبْرَاهِيمَ
وَإِسْمَاعِيلَ وَإِسْحَقَ وَيَعْقُوبَ وَالأسْبَاطِ وَمَا أُوتِيَ مُوسَى وَعِيسَى وَمَا أُوتِيَ النَّبِيُّونَ مِن
رَّبِّهِمْ لاَ نُفَرِّقُ بَيْنَ أَحَدٍ مِّنْهُمْ وَنَحْنُ لَهُ مُسْلِمُونَ(136) فَإِنْ آمَنُواْ بِمِثْلِ مَا آمَنتُم بِهِ
فَقَدِ اهْتَدَواْ وَّإِن تَوَلَّوْاْ فَإِنَّمَا هُمْ فِي شِقَاقٍ فَسَيَكْفِيكَهُمُ اللّهُ وَهُوَ السَّمِيعُ الْعَلِيمُ(137)
صِبْغَةَ اللّهِ وَمَنْ أَحْسَنُ مِنَ اللّهِ صِبْغَةً وَنَحْنُ لَهُ عَابِدونَ(138) قُلْ أَتُحَآجُّونَنَا فِي اللّهِ
وَهُوَ رَبُّنَا وَرَبُّكُمْ وَلَنَا أَعْمَالُنَا وَلَكُمْ أَعْمَالُكُمْ وَنَحْنُ لَهُ مُخْلِصُونَ(139) أَمْ تَقُولُونَ إِنَّ
إِبْرَاهِيمَ وَإِسْمَاعِيلَ وَإِسْحَقَ وَيَعْقُوبَ وَالأسْبَاطَ كَانُواْ هُودًا أَوْ نَصَارَى قُلْ أَأَنتُمْ أَعْلَمُ أَمِ
اللّهُ وَمَنْ أَظْلَمُ مِمَّن كَتَمَ شَهَادَةً عِندَهُ مِنَ اللّهِ وَمَا اللّهُ بِغَافِلٍ عَمَّا تَعْمَلُونَ(140)
تِلْكَ أُمَّةٌ قَدْ خَلَتْ لَهَا مَا كَسَبَتْ وَلَكُم مَّا كَسَبْتُمْ وَلاَ تُسْأَلُونَ عَمَّا كَانُواْ يَعْمَلُونَ(141)

**ترجمو:**

۽ جنهن وقت ابراهيم کي ان جي رب موقعا ڏنا ان جي صلاحيت ظاهر ڪرڻ لاءِ ڪجهه مسئلن ( جي حل ڪرڻ جي حوالي سان) ته ان انهن کي پورو ڪري ڏيکاريو- (ان

ڪاميابيءَ تي) الله فرمايس ته آئون توکي انسان ذات جو پيشوا بنايان ٿو- ابراهيم چيو ته! ۽ منهنجي اولاد؟ الله (جواب ۾) فرمايس ته منهنجي عهدي کي ظالم ماڻهو نه پهچي سگهندا.(124) ۽ جڏهن اسان بيت الله کي ماڻهن جي (دادرسيءَ لاءِ وري وري) موٽي اچڻ ۽ امن ڏيڻ جو ماڳ بنايو (ان ڪري ته) ونو اوهان به ڊيوٽين (جي پڪيڙ واري رينج) مقام ابراهيم کي (ابراهيم جي انسان ذات جي پيشوا هجڻ واري عهدي جي حساب سان) ۽ اسان ابراهيم ۽ اسماعيل سان عهد (ايگريمينٽ) ڪيو هئو سون ته اوهان ٻيئي منهنجي مرڪز کي (دنيا جهان ۾) گهمندڙ (عدالتي ڪمشنرن) ۽ داخلي ججن (معتڪف مفڪرن ۽ دانشورن) لاءِ پاڪ رکندا (قانون تي عمل ڪرائڻ ۾ رڪاوٽن کان) ۽ اسان جي ۽ (قانون جي) مڃيندڙن ۽ ان جي فرمانبرداري ڪندڙن لاءِ يعني بيت الله جي ماحول کي صاف رکندا.(125)

۽ جڏهن ابراهيم چيو ته اي منهنجا رب! ڪر تون هن شهر کي امن وارو (امن ڏيڻ وارو) ۽ رزق عطا ڪر شهر وارن کي ميون منجهان ۽ جيڪو به انهن منجهان الله ۽ انصاف واري ڏينهن مٿان ايمان آڻيندڙ هجي، فرمايائين ته جيڪو به انهن مان ڪفر ڪندڙ هوندو ان کي به (ضروريات زندگيءَ جو) ٿورو عرصو سامان ڏيندس پوءِ مجبور ڪندس ان کي باه جي عذاب ڏي جيڪو بڇڙو نڪاڻو آهي(126).

۽ جنهن وقت ابراهيم کڻي پيو بنياد گهر جا ۽ اسماعيل (به) (هتي عدالتي قانون ۽ قائدا به مراد آهن) (دعا گهرن پيا ته) اي رب اسان جا قبول ڪر اسان کان (هي جاڪوڙ) تحقيق تون ٻڌندڙ ۽ ڄاڻندڙ آهين(127) اي رب اسان جا ڪر تون اسان کي مڃوتيءَ وارو پنهنجي لاءِ ۽ اسان جي نيئن نسل منجهان به اهڙي امت بناءِ جيڪا تنهنجي (حڪمن کي) مڃيندڙ هجي. (اي رب اسان جا) ۽ ٻڌاءِ (ڏيکار ۽ سمجهاءِ) تون اسان کي طور طريقا اسان جي (پروگرام) جا جنهن سان تنهنجي مهربانين جي) پالوٽ اسانتي رهي، تحقيق تون ئي (پنهنجي عنايتن سان) پالوٽ ڪندڙ ۽ رحم ڪرڻ وارو آهين(128) اي رب اسان جا اٿار انهن ۾ هڪڙو رسول انهن منجهان جيڪو پڙهي (انهن اڳيان) تنهنجون آيتون ۽ سيکاري انهن کي الڪتاب حڪمت وارو ۽ پرورش ڪري انهن جي- تحقيق تون غالب ۽ حڪمت وارو آهين(129) ۽ ڪير منهن موڙيندو ملت ابراهمي کان سواءِ ان ماڻهوءَ جي جنهن پنهنجو پاڻ کي بيوقوف بنايو- ۽ بلاشڪ اسان ان کي دنيا ۾ به چونڊيو ۽ اهو آخرت ۾ به مصلحين (سڌارڪن) منجهان آهي(130) ۽ جڏهن ان جي رب چيس ته تون فرمانبردار رهه! (جواب ۾) چيائين ته آئون مڃيندڙ آهيان جهانن جي پالڻهار جو.(131) ۽ وصيت ڪئي ان ڳالهه جي ابراهيم پنهنجي پٽن کي ۽ يعقوب به (اها وصيت ڪئي هئي ته) اي منهنجا پٽڙو! تحقيق الله پاڪ چونڊيو آهي توهان لاءِ دين کي پوءِ نه مرجو توهان سواءِ (هن حال جي جو هججو فرمانبردار(132) ڇا توهان موجود هئا جنهن وقت يعقوب کي موت آيو، جڏهن چيائين پنهنجي پٽن کي ته مون کان پوءِ ڪنهن جي چيي تي هلندو؟ چيائون ته حڪمن تي هلنداسين تنهنجي اله جي ۽ تنهنجي ابن

ڏاڏن ابراهيم ۽ اسماعيل ۽ اسحاق جي الٰه کي اڪيلو معبود مڃيندي ۽ اسان ان الٰه (جي حڪمن) جا فرمانبردار آهيون(133) اها هڪڙي امت (پيڙهي) هئي جيڪا گذري وئي- ان لاءِ اهوئي ڪجهه آهي جيڪو انهن ڪمايو ۽ توهان لاءِ اهو ڪجهه هوندو جيڪي اوهان ڪمائيندؤ- توهان کان انهن جي باري ۾ ڪو به سوال نه ڪيو ويندو انهن ڪمن متعلق جيڪي هو ڪندا هئا(134) (اهي اهل ڪتاب) چون ٿا ته يهودي ٿيو يا نصاري ته توهان هدايت وارا ٿيندؤ، تون (انهن کي جواب ۾) چؤ (اسان ته) ملت ابرهيم (تي آهيون) جيڪو حنيف (باطل کان حق جي طرف منهن موڙڻ وارو) هو ۽ هو مشرڪن منجهان ڪين هو(135) توهان (انهن کي) چئو ته اسان الله تي ايمان آندو آهي ۽ ان (علم وحي تي) جيڪو اسان جي طرف نازل ڪيو ويو ۽ نازل ڪيو ويو ابراهيم ڏي ۽ اسماعيل ڏي ۽ اسحاق ڏي ۽ يعقوب ڏي ۽ (انهن جي) اولاد ڏي ۽ جيڪي ڪجهه ڏنو ويو موسیٰ ۽ عيسیٰ کي ۽ جيڪي ڏنو ويو سڀن نبين کي سندن رب جي پاران، اسان انهن منجهان ڪنهن به هڪ جي وچ ۾ فرق ڪونه ٿا ڪيون اسان (الله جا فرمانبردار آهيون(136) پوءِ جيڪڏهن ايمان آڻن ان جهڙو، جيڪو توهان ايمان آندو آهي الله تي، پوءِ ته انهن هدايت حاصل ڪئي، ۽ جيڪڏهن ڦري وڃن ته انهن لاءِ ڦيٽاڃ کان سواءِ ٻيو ڪجهه به ناهي الله ئي انهن جي مقابلي ۾ ڪافي آهي (تنهنجي پاران)، ۽ اهو ٻڌڻ وارو ۽ ڄاڻڻهار آهي(137) الله جو رنگ- ڪير وڌيڪ سهڻو آهي الله کان رنگڻ ۾ ۽ اسان ته ان جي حڪمن جا فرمانبردار آهيون(138) چا توهان اسان سان جهڳڙو ڪيو ٿا الله جي باري ۾؟ اهو ته اسان جو ۽ توهان جو (سڀن جو) پالڻهار آهي، اسان جا عمل (اسان جي کاتي ۾ ويندا) توهان جا عمل توهان جي لاءِ هوندا- ۽ اسان ان لاءِ (عبادت کي) خالص بنائڻ وارا آهيون(139) چا توهان چئو ٿا ته ابراهيم ۽ اسماعيل ۽ اسحاق ۽ يعقوب ۽ انهن جي اولاد يهودي يا عيسائي هئا، تون چؤ ته توهان وڌيڪ ڄاڻو ٿا يا الله؟ ۽ ان (ماڻهوءَ) کان ڪير وڌيڪ ظالم آهي جنهن لڪائي وٺس آيل الله جي شاهدي ۽ الله انهن (ڪمن) کان بي خبر ناهي جيڪي ڪجهه توهان ڪيو ٿا(140) اها هڪ امت هئي جيڪا گذري وئي ان جو ڪيو (ڪمايو) انهن جي لاءِ ۽ توهان جو ڪيو ڪمايو توهان جي لاءِ توهان کان انهن جي ڪمن جو پڇاڻو ڪو نه ڪيو ويندو(141).

## جدا جدا لفظن جي معنيٰ قرآن منجهان.

### ابتليٰ:

هن لفظ جي معنيٰ آهي ڪنهن جو حال معلوم ڪرڻ- هي معنيٰ آهي ماڻهن جي حوالي سان پر جيڪڏهن هي لفظ الله جي لاءِ استعمال ڪبو ته اتي معنيٰ ٿيندي ماڻهن واسطي ڪنهن جي اصل ۽ لڪل حالت ظاهر ڪرڻ، ان ڪري ته الله جي اڳيان ڪا به شيءِ لڪل نه هوندي آهي پهرين معنيٰ جو مثال جيئن هُنَالِكَ تَبْلُو كُلُّ نَفْسٍ مَّا أَسْلَفَتْ (10-30) يعني ان مهل معلوم ڪري وٺندو هر شخص جيڪي ڪجهه اڳتي لاءِ موڪلي چڪو هوندو، انهيءَ

معني جو ٻيو مثال جيئن يَوْمَ تُبْلَى السَّرَائِرُ(9-86) يعني جنهن ڏينهن ظاهر ڪيا ويندا، ڳجها راز، جڏهن لفظ بلاءِ جي نسبت الله جي طرف هجي ته ان جو مثال جيئن إِنَّا جَعَلْنَا مَا عَلَى الْأَرْضِ زِينَةً لَّهَا لِنَبْلُوَهُمْ أَيُّهُمْ أَحْسَنُ عَمَلًا(7-18) يعني اسان زمين جي مٿان واري هر شئي کي ان لاءِ سينگار بنايو آهي تا ته ماڻهن بابت ظاهر ڪيون ته انهن مان ڪير سهڻا ڪم ڪندڙ آهي.

**بكلمات فاتمهن:**

هن جملي جي معنىٰ آهي نبوت واري انقلاب لاءِ گهربل قانون ۽ ڪشالا جن ذريعي وقت جي بادشاه سان مناظرو ۽ راڄ ڀاڳ وارن جي خدائن کي چٽلنج- ۽ پنهنجي خاندان جي وڏي يعني پيءُ سان سوشل بائيڪاٽ (258-2) (78-6).

**اماما:**

لفظ امام جي معنىٰ آهي پيشوا ۽ اهو اڳواڻ جنهن جي قيادت ۾ ماڻهو ان جي پيروي ڪن پوءِ اهو امام حق تي هجي يا ناحق وارو هجي ۽ پاڻ ئي گمراهه هجي، امام حق تي هجي ان جو هڪڙو مثال وَجَعَلْنَا مِنْهُمْ أَئِمَّةً يَهْدُونَ بِأَمْرِنَا لَمَّا صَبَرُوا وَكَانُوا بِآيَاتِنَا يُوقِنُونَ(24-32) يعني اسان انهن بني اسرائيل وارن مان اهڙا به امام پيدا ڪيا جيڪي اسان جي قانون طرف هدايت ڪندا هئا جڏهن انهن استقامت ڏيکاري ۽ اهڙا هوندا هئا جو اسان جي آيتن تي يقين رکندا هئا، ٻيو مثال ان ساڳي معنىٰ جو جيئن وَإِذِ ابْتَلَى إِبْرَاهِيمَ رَبُّهُ بِكَلِمَاتٍ فَأَتَمَّهُنَّ قَالَ إِنِّي جَاعِلُكَ لِلنَّاسِ إِمَامًا قَالَ وَمِن ذُرِّيَّتِي قَالَ لاَ يَنَالُ عَهْدِي الظَّالِمِينَ(124-2) يعني جناب ابراهيم عليہ السلام کي رب پاڪ فرمايو ته آئون توکي انسان ذات جو اڳواڻ بنايان ٿو- ٻيو ته معنىٰ ته ساڳي قيادت ۽ پيشوائيءَ جي هجي پر اهو امام پاڻ به گمراهه هجي ۽ ماڻهن کي سڏ ۽ دعوت به دوزخ جي ڏئي ان جو مثال وَجَعَلْنَاهُمْ أَئِمَّةً يَدْعُونَ إِلَى النَّارِ وَيَوْمَ الْقِيَامَةِ لَا يُنصَرُونَ(41-28) يعني اسان آل فرعون (جاگيردار ڪلاس) کي امام بنايو سون جيڪي سڏيندا هئا باهه ڏي ۽ قيامة ڏينهن اهي مدد نه ڪيا ويندا.

لفظ امام جي معني اهو اڳواڻ جنهن جي پيروي ڪئي وڃي ۽ ان جي حڪمن جي تابعداري ڪئي وڃي پر اهو امام انسان نه هجي بلڪ ڪتاب هجي ان جو مثال جيئن وَمِن قَبْلِهِ كِتَابُ مُوسَى إِمَامًا وَرَحْمَةً وَهَذَا كِتَابٌ مُّصَدِّقٌ لِّسَانًا عَرَبِيًّا لِّيُنذِرَ الَّذِينَ ظَلَمُوا وَبُشْرَى لِلْمُحْسِنِينَ(12-46) يعني هن آخري نبي جي ڪتاب کان اڳي موسىٰ جو ڪتاب هئو جيڪو امام هو ۽ رحمت به هو، ٻيو مثال انهيءَ ساڳي معنىٰ جو ته امام جو لفظ ڪتاب لاءِ چيو ويو هجي ان جو مثال جيئن يَوْمَ نَدْعُو كُلَّ أُنَاسٍ بِإِمَامِهِمْ فَمَنْ أُوتِيَ كِتَابَهُ بِيَمِينِهِ فَأُولَـئِكَ يَقْرَؤُونَ كِتَابَهُمْ وَلاَ يُظْلَمُونَ فَتِيلاً(71-17) يعني جنهن ڏينهن سڏينداسون اسان سڀن ماڻهن کي ڪين مليل ڪتاب جي نالن سان.

**ذريتي:**

ذر-ذرة- هي لفظ اردو سنڌيءَ ۾ به عربيءَ کان آٽي ساڳي معنىٰ ۾ استعمال ڪيو وڃي ٿو، هتي هن آيت ۾ اولاد جي معنىٰ ۾ استعمال ڪيو ويو آهي، هونئن ذرة جي معنىٰ

آهي تمام ننڍڙو ذرو جيترو مٽيءَ جو راڄ ۽ دز جو معمولي ذرو هوندو آهي پر قرآن حڪيم هن لفظ جي معني مثقال لفظ سان گڏ ڇهه ڀيرا استعمال ڪري سمجهايو آهي ته هي گهٽ ۾ گهٽ وزن واري شئي آهي ڇو ته مثقال جو لفظ تور جي وٽن منجهان هڪ وٽ آهي جنهن کي رتيءَ جو وٽ به سڏيو ويندو آهي- هونئن ننڍن ٻارن ۽ ننڍ پڻ واري اولاد کي به قرآن حڪيم ۾ ذريت سڏيو ويو آهي، جيئن وَأَصَابَهُ الْكِبَرُ وَلَهُ ذُرِّيَّةٌ ضُعَفَاء فَأَصَابَهَا إِعْصَارٌ فِيهِ نَارٌ فَاحْتَرَقَتْ كَذَلِكَ يُبَيِّنُ اللّهُ لَكُمُ الآيَاتِ لَعَلَّكُمْ تَتَفَكَّرُونَ(2-266) يعني ڪنهن کي پيري اچي وڃي ۽ ان کي ٻار هجن ضعيف، هت ضعيف جي معنىٰ عمر ۾ ننڍا، ۽ ذرية لفظ پنيان ضعفاء جو لفظ گڏ آڻڻ اهو به ثابت ڪري ٿو ته ذريت جو لفظ جوانن جي لاءِ به استعمال ڪري سگهجي ٿو ان جو مثال فَمَا آمَنَ لِمُوسَى إِلاَّ ذُرِّيَّةٌ مِّن قَوْمِهِ (10-83) يعني جناب موسىٰ عليہ السلام مٿان سندس قوم وارن منجهان ڪنهن به ايمان ڪونہ آندو سواءِ قوم جي نوجوانن جي، ذريت لفظ جي هڪڙي معنىٰ پيڙهي ۽ نسل به ڪئي وئي آهي جيئن وَوَهَبْنَا لَهُ إِسْحَقَ وَيَعْقُوبَ كُلاًّ هَدَيْنَا وَنُوحًا هَدَيْنَا مِن قَبْلُ وَمِن ذُرِّيَّتِهِ دَاوُودَ وَسُلَيْمَانَ وَأَيُّوبَ وَيُوسُفَ وَمُوسَى وَهَارُونَ وَكَذَلِكَ نَجْزِي الْمُحْسِنِينَ(6-84) يعني اهي سڀ نبي جن جا نالا آيا اهي سڀ ابراهيم عليہ السلام جي نسل ۽ پيڙهي منجهان هئا.

**لاينال:**

نال- ينال- نيلا- هن لفظ ينال جي معني آهي پنهنجي عمل دخل ۽ ڪسب سان، حيلي ۽ هنر سان ڪنهن شيءِ کي حاصل ڪرڻ، جيئن ته هن آيت ڪريمہ ۾ جناب ابراهيم عليہ السلام ڪيس الله جي پاران عالمگير قيادت امامت ۽ نبوت ملڻ تي الله کي عرض ڪري ٿو ته هي منصب منهنجي اولاد کي ملي سگهندو؟ ته جواب ۾ رب پاڪ لاينال جو لفظ استعمال ڪيو ان جي معنىٰ هن پوري جملي ۾ ئي واضح آهي ٻي ڳالهه ته ان جواب ۾ نال جو لفظ استعمال ڪرڻ ٻڌائي ٿو ته نبوت ڪسبي عهدو ناهي وهبي آهي، يعني نبوت ڪشالن سان ڪانہ ملندي آهي هي الله جي اها ذات آهي جو خود نبي بنجندڙ کي به اڳ ۾ اطلاع ۽ پتو ڪانہ هوندي آهي ته ان کي هي منصب ملڻ وارو آهي پر نبوت ملڻ لاءِ هي شرط به ٻڌايو ويو ته ظالم ماڻهوءَ کي نبوت ڪانہ ملندي. (52-42) .

**وَاتَّخِذُواْ مِن مَّقَامِ إِبْرَاهِيمَ مُصَلًّى**

هن جملي جي لفظن جي تحقيق ڪي قدر آيل آهي ۽ ڪي قدر جملي جي گڏيل مفهوم ۾ هاڻ اچي ويندي، قرآن حڪيم جا عام مترجم ۽ تفسير بالروايات ڪرڻ وارا هي لکن ٿا ته هن جملي جي معنىٰ هيءَ آهي ته ڪعبت الله ۾ نماز پڙهڻ مهل مقام ابراهيم کي نماز پڙهڻ جي جاءِ ۽ هنڌ بڻايو، پوءِ مقام ابراهيم جي تعين لاءِ ڪوڙ سارا قول آهن ڪنهن چيو ته مقام ابراهيم عرفات آهي ڪنهن چيو ته مقام ابراهيم منىٰ ۾ مزدلفو آهي ڪنهن چيو ته مسجد بيت الحرام ۾ ڇهن ٽنين تي اٺ فوٽ مٿي (اڄ ڪلهه بانگ ڏيڻ واري جاءِ

مقام ابراهيم آهي، ڪنهن چيو ته جيڪو شيشي جي فانوس نما فريم ۾ پٿرتي قدم گاه ابراهيم گهڙيل آهي ۽ اهو بيت الله جي حجراسود جي ويجهو به آهي- انهيءَ ڪي مقام ابراهيم سڏيو ويو آهي ڪنهن چيو ته حرم جون موجوده حدون مقام ابراهيم آهن وغيره وغيره، آئون هت پڙهندڙن جو ذهن لفظ مقام جي معني مطلب طرف قرآن جو تفسير قرآن سان واري طريقي مطابق عرض ڪيان ٿو، غور ڪرڻ گهرجي ته جملي وَاتَّخِذُواْ مِن مَّقَامِ إِبْرَاهِيمَ مُصَلًّى کان اڳ ۾ ٻن ڳالهين جو ذڪر ٿيو آهي هڪ ته جناب ابراهيم عليہ السلام کي ذات انسان جي امامت ۽ قيادت واري عهدي ڏيڻ جي ڳالهه ڪئي وئي آهي ٻيو مسجد بيت الحرام کي مثابة للناس بنايو ويو آهي يعني ڪمزور بنايل ڦريل ستايل ماڻهن لاءِ دادرسي واسطي انهن جو هن ماڳ تي وري وري موٽي اچي انصاف طلب ڪرڻ جو مرڪز ماڳ ۽ هنڌ ٺهايو ويو آهي انهن ٻن ڳالهين کان پوءِ جناب ابراهيم عليہ السلام جي عالمگيريت واري رينج ۽ هدف تي فائز ۽ جاءِ نشين امت وارن کي رب پاڪ فرمائي ٿو ته وَاتَّخِذُواْ مِن مَّقَامِ إِبْرَاهِيمَ مُصَلًّى يعني اوهان هاڻ ابراهيم جا جاءِ نشين آهيو عدالت مسجد بيت الحرام جا جج ۽ منصف آهيو ته دنيا جهان جا ڦريل ستايل ماڻهو هاڻي اوهان وٽ جنهن مهل دانهين ٿي اچن ته خيال ڪجو ڪٿائين قومي نسلي ۽ علائقائي تنگ نظري کان ڪم نه وٺجو، سڄي جڳ جهان جي قومن ۽ علائقن وارن کي پنهنجو سمجهي انهن سان انصاف ڪجو، جهڙي طرح ابراهيم سين جو هو اهڙي طرح اوهان به سين جا ٿي رهجو فيصلي ڪرڻ مهل انصاف ڪرڻ مهل قومي ۽ علائقائي تنگ نظري کان پاسو ڪجو، محترم پڙهندڙن جو جهڙي طرح جملي وَاتَّخِذُواْ مِن مَّقَامِ إِبْرَاهِيمَ مُصَلًّى، جي معنىٰ مفهوم سمجهڻ لاءِ هن جملي کان اڳ ۾ ذڪر ڪيل ٻن ڳالهين طرف مون ڌيان ڇڪايو، هڪ جناب ابراهيم جو انسان ذات لاءِ پيشوا بنجڻ ٻيو بيت الله واري عدالت ۾ دنيا جهان جي ماڻهن کان بعد واري وصيت جي معنىٰ مفهوم کي صحيح نموني سمجهڻ، ڪانپوءِ ان وَاتَّخِذُواْ مِن مَّقَامِ إِبْرَاهِيمَ مُصَلًّى، جي صحيح معنىٰ سمجهه ۾ اچي سگهندي، اهو وعدو ۽ عهد هي آهي ته اسان ابراهيم ۽ اسماعيل کان واعدو ورتو هو ته منهنجي هن عدالت (واري گهر) کي پاڪ رکجو طائفين عاڪفين، رڪوع ڪندڙن (قانون کي مڃيندڙن) ۽ سجدي ڪندڙن (ان قانون تي عمل ڪندڙن) لاءِ، تفسير بالروايات ڪندڙن بلڪ علم روايات گهڙيندڙن به سندرا ٻڌي قرآن حڪيم جي انقلابي اصلاحي اصطلاحي الفاظن جملن جي معنىٰ کي ڊاتو آهي، بدلايو آهي ۽ مسخ ڪيو آهي، آئون پڙهندڙن جو ذهن آيت ڪريمه 125 جي اصطلاحي لفظن جي معنىٰ مفهوم طرف متوجه ڪرڻ گهران ٿو جيڪي هي آهن- طواف-اعتڪاف-رڪوع-سجدو، رڪوع- سجدي جي معنىٰ جو ذڪر اڳي گذري چڪو آهي پڙهي ڏسندا (43-2) (34-2) باقي لفظ طواف ۽ اعتڪاف جي معنىٰ عرض ڪجي ٿي.

**طائفين:**

لفظ طواف جي معنیٰ آهي گهمندڙ ڦرندڙ، اها معنیٰ آيت ڪريمه (76-19) ۾ آهي ته اهل جنت جا (ننڍپڻ ۾ مري ويل) ٻار (52-24) انهن جي آس پاس پيا گهمندا رهندا، هاڻي علم روايات وارن طواف جي جيڪا معنیٰ بيت الله جي چوديواري ڪي حطيم واري حصي سميت ڦيرا ڏيڻ ڪئي آهي، اها سراسر هن آيت جي ترڪيب لفظي جي خلاف آهي ڇو ته هن آيت ڪريمه ۾ آهي ته وَإِذْ جَعَلْنَا الْبَيْتَ مَثَابَةً لِّلنَّاسِ وَأَمْناً وَاتَّخِذُواْ مِن مَّقَامِ إِبْرَاهِيمَ مُصَلًّى وَعَهِدْنَا إِلَى إِبْرَاهِيمَ وَإِسْمَاعِيلَ أَن طَهِّرَا بَيْتِيَ لِلطَّائِفِينَ وَالْعَاكِفِينَ وَالرُّكَّعِ السُّجُودِ(125-2) يعني منهنجي گهر جو ماحول پاڪ صاف رکو طائفين ۽ عاڪفين لاءِ هاڻي هن ڪمپوزيشن ۽ ترتيب لفظي ۾ طواف ۽ اعتڪاف جا ٻيئي لفظ هڪ ٻئي سان گڏ آندا ويا آهن ۽ هيءَ به لازمي ڳالهه آهي ته انهن جي تقابل ذريعي لفظن کي آڻڻ سان انهن جي معنیٰ ۾ به تقابل هوندو، هاڻي جڏهن اعتڪاف جي هيءَ معنیٰ طئي آهي ته مسجد بيت الحرام جي اندر رهڻ پابند ٿي رهڻ (هن معنیٰ ۾ ڪوبه اختلاف ناهي) ته ان جي مقابل لفظ طواف جي لازمي معنیٰ هيءَ ٿي ته طواف (جي معنیٰ گهمڻ ڦرڻ) اهو مسجد بيت الحرام کان ٻاهر ٿيندو- هي حقيقت هر باخبر ماڻهو ڄاڻي ٿو ته عدالت ۾ ڪورٽ ۾ جڏهن به ٽڪريل ڌريون پنهنجو ڪيس ڪٽي وينديون آهن ۽ جج جڏهن ضرورت محسوس ڪندو آهي ته هنن جي پراپرٽي واري جهڳڙي ڪي روبرو وزٽ ڪرڻ جي ضرورت آهي ته هو ان لاءِ ڪنهن به قانون جي ڄاڻوءَ کي ڪمشنر طور مقرر ڪري ڪورٽ کان ٻاهر سرزمين تي وڃي اتي صورتحال کي سمجهڻ لاءِ انکان رپورٽ تيار ڪرائيندو آهي، هيءَ ڳالهه ته ٿي ننڍين ڪورٽن جي، پر رب پاڪ جيڪا بين الاقوامي عدالت جناب ابراهيم عليه السلام هٿان بطور اقوام متحده جي ڪعبت الله نالي مسجد الحرام ٺهرائي هئي، ۽ اتي قومن ۽ ملڪن جا هڪ ٻئي خلاف جڏهن ڪيس داخل ٿيندا هئا ته عالمي چيف جسٽس جناب ابراهيم عليه السلام ۽ ان جي جاءِ نشين جناب محمد عليه السلام ۽ ان جا جاءِ نشين خلفاءِ عظام، انهن ٻاران اڄ جي نيويارڪ واري بين الاقوامي عدالت وانگر جيئن ان جا سڄي دنيا جي جهيڙن نبيرڻ لاءِ اتاهون جي مقامي صورتحال چيڪ ڪرڻ لاءِ ڪيترائي (مطوف وزٽ آفيسر) ڊائريڪٽر مقرر ڪيل آهن جيڪي هر ملڪ ۾ عدالت عاليه ٻاران وڃي اتي سرزمين تي صورتحال چيڪ ڪندا آهن، انهن کي بجاءِ عربي لفظ طائف جي آئوٽ ڊور جو وزٽ آفيسر سڏيو ويندو آهي ۽ انهن جي رپورٽن تي غور ويچار ڪري فيصلا تيار ڪندڙ عدالت جي اندر رهندڙ ڊيوٽيون ڪرڻ وارن آفيسرن ۽ ججن کي عربي ٻوليءَ واري لفظ اعتڪاف ڪرڻ واري معتڪف ۽ ان ڊور وارو آفيسر جج سڏيو ويندو آهي هڪ ڀيري منهنجي به اقوام متحده جي اهڙي ڊائريڪٽر سان ملاقات ٿي هئي، جنهن مونکي ٻڌايو ته هن وقت مون وٽ دنيا جي چاليهه ملڪن جي ويزا موجود آهي ۽ مون جهڙا ٻيا به ڪيئي ڊائريڪٽر اقوام متحده جي عدالت طرفان مقرر ڪيل آهن اسان سڀ دنيا جي قومن جي فريادن جي روشني

۾ اتي اتي وجي اصل صورتحال چيڪ ڪندا آهيون، ۽ اڪين ڏٺي صورتحال جي رپورٽ ناهي نيويارڪ ۾ عدالت اقوام متحده جي آفسرن جي حوالي ڪندا آهيون. محترم پڙهندڙن جي خدمت ۾ عرض آهي ته دنيا جا سڀ کان وڏا انقلاب ظالم بادشاهتن جاگيردارن ۽ سرمائيدارن خلاف الله جي نبين آندا آهن پر دنيا جي انقلابن جي تاريخ لکڻ وارن انهن جي نالن ۽ ڪارنامن کي پنهنجي لکڻين ۾ عالمي استحصالي سامراج جي حڪم هيٺ انهن کي جڳهه ڪانه ڏني آهي، نه صرف ايترو پر عالمي جاگيردار شاهي ۽ سرمايه دار شاهي خود به علم وحي جي شاهڪار ڪتاب قرآن حڪيم ۾ معنوي ڦيرڦار ڪرائي آهي جنهن جي متن ۽ عربي عبارت واري ٽئڪسٽ جي حفاظت جو ذمو ته الله پاڻ کنيو آهي پر ان جي انقلابي اصطلاحي لفظن ۽ جملن جون معنائون ۽ مفهوم وڪائو مال احبار ۽ رهبان هٿارون بدلائي ڇڏيون اٿن جيئن قرآن حڪيم طائفين ۽ معتڪفين جو ذڪر گڏ آٽي (2-125) سمجهايو ته معتڪف معنيٰ عدالت عاليه جا داخلي اسٽاف وارا ته ان لفظ سان تقابل ۾ گڏ آندل لفظ طائفين جي معني آٽوميٽڪ ٻاهريون وزٽ آفيسرن جو اسٽاف بنجي وڃي ٿي پر ان کي هنن ڦيرائي ساڳيو طائفين ماڻهن کي به بيت الله جي اندر چوديواري کي ڦيريون ڏيڻ وارو بنائي ڇڏيو، جيڪڏهن اها معني ڦيرائڻ واري قرآن دشمنن طواف جي معني ڪعبي جي چوديواري کي ڦرڻ سان هي تاثر ڏنو آهي ته اسان ڪعبي کي ڦيرا ڏيڻ وارا انجا محافظ ۽ چوڪيدار آهيون ۽ چوڪيءَ جي ارادي سان ٿا ڦيرا ڏيون ته پوءِ اهڙا چوڪيدار ۽ ڦيرا ڏيندڙ طواف ڪندڙ ٻرون ٽئڪنالاجي جي آفت کي ڪيئن منهن ڏيندا، دشمن ته پري پري کان ويهي ميزائل موڪلين ٿا اسان طواف دوران ميزائيلن جي حملي کان ڪعبت الله جي ديوارن کي ڪيئن بچائي سگهنداسين ميزائلن ۽ ٻرون حملن ۾ ته ڪعبي سميت چوڪيدار پاڻ ئي نه بچي سگهندا، سو چونه ٿا اهي ماڻهو قرآن حڪيم جي لفظن جي اصل معنيٰ طرف اچن، مون هيءَ گذارش شروع ڪئي هئي آيت ڪريمه جي جملي وَاتَّخِذُواْ مِن مَّقَامِ إِبْرَاهِيمَ مُصَلًّى،(2-125) کان ته مقام ابراهيم جي معنيٰ اصل ۾ جناب ابراهيم جي منصب عالمگير عهدي طرف ڌيان ڇڪائڻ مقصود آهي، يعني اوهان امت محمديه وارا جانشينو! خيال ڪجو! توهان تنگ نظر ۽ نسل پرست نه ٿجو، صحيح صحيح ابراهيمي بنجي فيصلا ڪجو.

**عاڪفين:**

عڪف ۽ عاڪفين معنيٰ بند ٿي ويهڻ، رڪجي وڃڻ، انهن معنائن جا ثبوت قرآن حڪيم منجهان، پهريون جيئن ته آيت (2-125) ۾ عاڪفين کي لفظ طائفين جي مقابلي ۾ آٽي سمجهايو ويو ته جڏهن طائفين گهمندڙن کي سڏيو وڃي ٿو ته مقابل لفظ عاڪف جي معنيٰ طور ٻاهر گهمڻ جي مقابلي ۾ بند ٿي ويهڻ ازخود ٿي وئي، ٻئي هنڌ فرمايو ويو ته إِنَّ الَّذِينَ كَفَرُوا وَيَصُدُّونَ عَن سَبِيلِ اللهِ وَالْمَسْجِدِ الْحَرَامِ الَّذِي جَعَلْنَاهُ لِلنَّاسِ سَوَاءً الْعَاكِفُ فِيهِ وَالْبَادِ وَمَن يُرِدْ فِيهِ بِإِلْحَادٍ بِظُلْمٍ نُّذِقْهُ مِنْ عَذَابٍ أَلِيمٍ(22-25) يعني اها مسجد حرام جنهن ۾ اتاهون جو رهواسي ۽ باديه نشين يعني

باهر جو رهواسي استحقاق ۾ ٻئي برابر آهن، هن آيت ڪريمه ۾ عاڪف لفظ کي باديه سان گڏ آڻي قرآن حڪيم پنهنجي تقابل جي هنر سان ٻنهي لفظن جي معنيٰ سمجهائي ڇڏيائين، اجا ٿئين هنڌ قرآن پاڪ پنهنجي لفظ عڪف جي معنيٰ سمجهائي ته هُمُ الَّذِينَ كَفَرُوا وَصَدُّوكُمْ عَنِ الْمَسْجِدِ الْحَرَامِ وَالْهَدْىَ مَعْكُوفًا أَن يَبْلُغَ مَحِلَّهُ (25-48) يعني اهي ڪافر اهي ته آهن جن توهان کي مسجد حرام طرف وڃڻ کان روڪيو ۽ هديي جا جانور پنهنجي محل موقعي طرف وڃڻ کان روڪيل، هتي غور ڪيو وڃي ته ڪيئن ته قرآن حڪيم پنهنجي لفظن جون، معنائون ٽڏي تي فن تقابل سان سمجهائي ڇڏي ٿو صرف غور ڪرڻ ۽ عبارت ۾ قرآن جي متن اندر سوچڻ جي ضرورت آهي.

**بيت:**

هن لفظ جي معنيٰ مطلق رات گذارڻ به آهي ۽ جنهن هنڌ رات گذاري وڃي يعني گهر کي به بيت ان ڪري سڏيو ويو آهي جو ان ۾ رات گذاري وڃي ٿي، ڪنهن به ڪم حاج ۾ مشغول رهندي رات گذاري وڃي ته ان لاءِ ضروري ناهي ته اهو ڪم ڪو پنهنجي گهر ۾ ئي ڪندڙ هجي مطلب ته گهر سان گڏ صرف رات جو وقت پاس ڪرڻ ۽ ڪنهن شغل ۾ گذارڻ کي به بيت ۽ بات چيو ويو آهي ان جو مثال وَالَّذِينَ يَبِيتُونَ لِرَبِّهِمْ سُجَّدًا وَقِيَامًا(64-25) يعني اهي ماڻهو جيڪي رات گذارن ٿا پنهنجي رب طرفان مليل نظام لاءِ حڪمن جي فرمانبرداريءَ ۾، ۽ ان کي قائم ڪرڻ لاءِ جاڪوڙ ۾، ٻي معنيٰ ته بيت معنيٰ گهر ان جو مثال جيئن وَمَن يَخْرُجْ مِن بَيْتِهِ مُهَاجِرًا إِلَى اللّهِ وَرَسُولِهِ (100-4) يعني جيڪو نڪري ٿو پنهنجي گهرمان هجرت ڪندڙ ٿي الله ۽ رسول جي طرف، عوامي مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ يعني عام ماڻهن جي ضرورتن ۽ حاجتن کي حل ڪرڻ جي مرڪز کي به بيت سڏيو ويو آهي ان جو مثال جيئن إِنَّ أَوَّلَ بَيْتٍ وُضِعَ لِلنَّاسِ لَلَّذِى بِبَكَّةَ مُبَارَكًا وَهُدًى لِّلْعَالَمِينَ(96-3) يعني پهريون مرڪز پهريون گهر جيڪو جوڙيو ويو الناس لاءِ يعني عام ماڻهن جي حاجت روائين لاءِ اهو مڪي ۾ آهي برڪت وارو- جناب ابراهيم عليه السلام جي گهر واريءَ کي وٽن آيل الله جي موڪليل ٻندن اهل بيت سڏيو ان جو مثال قَالُواْ أَتَعْجَبِينَ مِنْ أَمْرِ اللّهِ رَحْمَتُ اللّهِ وَبَرَكَاتُهُ عَلَيْكُمْ أَهْلَ الْبَيْتِ إِنَّهُ حَمِيدٌ مَّجِيدٌ. (73-11) يعني وڏي عمر ۾ پٽ ملڻ تي الله جي قانون مٿان عجب چو ٿي ڪرين، الله جي رحمت ۽ برڪتون هجن توهان گهر وارن تي اهو الله ساراهه لائق مرتبي وارو آهي.

**فامتعه:**

هي صيغو واحد متڪلم جو آهي متاع معنيٰ سامان ان جو مثال جيئن سورت زخرف ۾ رب پاڪ ڪافرن جي گهرن جون ڇتيون ڏاڪڻيون دروازا سون چانديءَ جا ڪري

ڏيڻ جي ڳالهه ڪرڻ کان پوءِ فرمايو تہ وَزُخْرُفًا وَإِن كُلُّ ذَٰلِكَ لَمَّا مَتَاعُ الْحَيَاةِ الدُّنْيَا وَالْآخِرَةُ عِندَ رَبِّكَ لِلْمُتَّقِينَ (43-35) يعني اهو تہ سڀ سامان آهي دنيا جي حياتيءَ جو.

**اضطرّ(2-126):**

هي صيغو واحد متڪلم جو آهي ان جي معنیٰ آهي، بيوس ڪرڻ، مجبور ڪرڻ، ان جو مثال أَمَّن يُجِيبُ الْمُضْطَرَّ إِذَا دَعَاهُ وَيَكْشِفُ السُّوءَ وَيَجْعَلُكُمْ خُلَفَاءَ الْأَرْضِ أَإِلَٰهٌ مَّعَ اللَّهِ قَلِيلًا مَّا تَذَكَّرُونَ(62-27) يعني ڪير بيوس ۽ مجبور پريشان حال ماڻهو کي جڏهن هو سڏي ان کي ۽ هٽائيندو برائيءَ کي. غور ڪرڻ جهڙي ڳالهه آهي تہ قرآن حڪيم ضروري لفظن جي اڳ پوءِ ۾ اهڙا تہ لفظ آڻي ٿو جو اهي ان لفظ جي معنیٰ جڻ ازخود کولي ٿا سمجهائن.

**مناسکنا(2-128):**

مناسک جمع جو صيغو آهي هن جو واحد نسک آهي هي لفظ ڪل ست پيرا قرآن حڪيم ۾ آيو آهي، جيڪڏهن هونءَ ڪل ڇهه آيتون آهن، انهن ڇهن آيتن کي ملائي هڪ هنڌ لکي پوءِ غور ڪبو تہ لفظ نسک ۽ منسک جي معنیٰ سمجهه ۾ اچي ويندي آئون هت شايد گهڻو تفصيل نہ لکي سگهان صرف هن قرآني اصطلاح کي سمجهائڻ تي اڪتفا ڪيان ٿو، آيت ڪريمہ فَإِذَا قَضَيْتُم مَّنَاسِكَكُمْ فَاذْكُرُوا اللَّهَ كَذِكْرِكُمْ آبَاءَكُمْ أَوْ أَشَدَّ ذِكْرًا (2-200) يعني جنهن وقت پورا ڪيو توهان منسک پنهنجا تہ پوءِ ياد ڪيو الله کي (الله جي قانون کي) جيئن توهان پنهنجي ابن ڏاڏن جي قانونن کي ياد ڪندا آهيو يا ان کان بہ وڌيڪ، قرآن حڪيم جي هن اطلاع تي غور ڪرڻ سان معلوم ٿئي ٿو تہ هيءَ ڳالهه الله پاڪ حج جي مسئلن بيان ڪرڻ جي دوران ڪئي آهي ۽ جيئن تہ قرآن وارو حج صرف مسلم امت وارن بدران دنيا جي سڀن قومن ملڪن ۽ مذهبن جي ماڻهن جو سڏايل ميڙاڪو آهي(27-22) سو ان بين الاقوامي ميڙاڪي ۾ آيل قومن ۽ ملڪن جا وفد پنهنجي پنهنجي ڪلچر ۽ تاريخ جا معلوماتي ۽ تاريخي مقالن وارا سيمينار منعقد ڪندا ڪانفرنسون ڪونائيندا ۽ انهن جي سيمينارن ۽ ڪانفرنسن ۾ شريڪ مهمانن لاءِ طعام جو بندوبست ڪندا هئا، ان طعام ڪارائڻ جو ثبوت آيتن (2-196) (22-34) منجهان صاف صاف ثابت ٿئي ٿو، اڄ ڪلهه وارو حج جيڪو حديثن جي علم منجهان ناهي عمل ۾ آندو ويجي ٿو ان ۾ جيڪڏهن ڪوئي شخص نائين تاريخ ذوالحج جي مڪي ۽ عرفات تي پهچي ڏهين تاريخ جهاز تي چڙهي ڳوٺ پهچي وڃي تہ بہ ان جو حج ٿي وڃي ٿو. جڏهن تہ قرآن پاڪ وارو حج اشهر معلومات آهي (2-197) يعني گهٽ ۾ گهٽ ٽي مهينا پر جيڪڏهن وقت جو بين الاقوامي حڪمران ڪيسن جي گهڻائي سبب ٽن مهينن کان وڌائڻ گهري تہ قرآن حڪيم جي لفظن ۾ ان جي بہ گنجائش موجود آهي ڇو تہ اصل ڳالهه آهي بين الاقوامي جهڳڙن جي ڪيسن نبيرڻ جي ۽ انهن جي ڳاٽاٽي جي سو انهن لاءِ عدالتي اجلاس چار مهينا بہ هلي سگهن ٿا، انهيءَ تماهي جي ڪيسن ۾ هڪ هڪ ڪيس وڌ

۾ وڏ ڏهن ڏينهن ۾ ختم ڪرڻو آهي. (2-196) ڪان (2-200) تائين ۽ جيڪڏهن لفظ منسڪ جي صيغي تي غور ڪيو وڃي تہ ان ۾ اسم ظرف جي صيغي جون خاصيتون يعني زمان ۽ مڪان بيئي هڪ ئي وقت مراد وٺي سگهجن ٿيون زمان هن لحاظ سان تہ ڪنهن اجلاس ۽ سيمينار ۾ شريڪ ممبر جيڪڏهن هڪڙي تاريخ تي مصروفيتن سبب وقت نٿا ڏئي سگهن تہ لازمي طور انهن جي ڪري تاريخ مٽائڻي پوندي، ۽ حج لاءِ جيڪو جناب ابراهيم عليہ السلام کي حڪم ڏنو ويو آهي تہ وَأَذِّن فِي النَّاسِ بِالْحَجِّ(22-27) يعني ماڻهن کي حج جي اجتماع ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ اعلان ڪر- يا ابراهيم کان پوءِ جناب خاتم الانبياءَ جي زماني کان وٺي هر وقت جي حڪومت حج جي مهينن جو اعلان باقائدي هڪ نوٽيفڪيشن ذريعي ڪندي (9-3) (22-27) قرآن حڪيم بطور تلميح جي منسڪ نامي ڪانفرنسن ۾ پيش ڪيل مقالن تي بہ عجيب انداز سان اڪ ٽيڪ سان تبصرو ڪري ويو تہ توهان پنهنجي پنهنجي قومي دانشورن جي تاريخي فيصلن وارن حوالن سان انهن جي قانون داني ۽ شجاعتن ۽ قدامتن جي سلسلي ۾ گهٽي ئي پنهنجي ابن ڏاڏن جي واڪاڻ ڪئي پر هي حقيقت بہ خيال ۾ رهي تہ فَإِذَا قَضَيْتُم مَّنَاسِكَكُمْ فَاذْكُرُواْ اللّهَ كَذِكْرِكُمْ آبَاءكُمْ أَوْ أَشَدَّ ذِكْرًا فَمِنَ النَّاسِ مَن يَقُولُ رَبَّنَا آتِنَا فِي الدُّنْيَا وَمَا لَهُ فِي الآخِرَةِ مِنْ خَلاَقٍ(2-200) يعني هاڻ جڏهن اوهان جا ڪلچر سيمينار پورا ٿي وڃن تہ پوءِ منهنجي قانون کي بہ ياد رکجو پنهنجي تاريخ وانگر يا پنهنجي ابن ڏاڏن جي قانونن جي مثالن واري تاريخ بيان ڪرڻ کان بہ وڌيڪ. اڳتي هن ئي آيت جي بئي حصي ۾ رب پاڪ دهرين ۽ اٿيسٽ نظريي وارن جي مقالن جو ذڪر ڪيو آهي ۽ مسلم مقالہ نگارن جي مضمون جو بہ ذڪر ڪيو آهي. مسلم امت وارا سوچين تہ قرآن حڪيم جي هيءَ ڳالهہ سڄي ساري حج جي ميڙاڪي جنهن ۾ مسلم ۽ غير مسلمن ۽ منڪرين خدا جي حوالي سان ڪيل آهي، (2-200) مصيبت هي آهي تہ امت جي مذهبي پيشوائن ماڻهن کي قرآن پڙهڻ لاءِ ان کي سوچي سمجهي پڙهڻ بدران بغير سمجهڻ جي ٺلهو طوطي وانگر اکر رٽڻ تي ثواب ملڻ جي پڪ ڏني آهي، بهرحال هي حقيقت آهي تہ الله جي نظر ۾ جيئن ابراهيم عليہ السلام انسان ذات جو امام ۽ قائد هو (2-124) ان جي سڏايل حج واري بين الاقوامي ميڙاڪي ۾ مسلم غير مسلم دهريا سڀن امتن کي سڏ ٿيندو هو ۽ اهي سڀ برابر جا شريڪ ٿيندا هئا تہ الله جي فيصلي مطابق جناب ابراهيم عليہ السلام جو حقيقي جاءِ نشين خاتم الانبياء جناب محمد عليہ السلام جن آهن (7-158) (16-123) (3-68) تہ انهيءَ جي قيادت ۾ جيڪو حج جاري ٿيو تہ الله جي نظر ۾ قرآن جي فيصلي مطابق اهو بہ مسلم غير مسلم اٿيسٽن سڀن قومن ۽ مذهبن وارن لاءِ آهي (9-3) (2-200) قرآن حڪيم عجيب جامع ڪتاب آهي الله چاڻي ٿو تہ جڏهن خاتم الانبياءَ جي قيادت ۾ حج ٿيندو ۽ پانت پانت جي امتن وارا يهودي-عيسائي-هندو چيني مجوسي بيا الله ۽ آخرت جا انڪاري، سڀ شريڪ ٿيندا، سڀن جا پنهنجا پنهنجا سيمينار ڪانفرنسون ايام حج

۾ حج مڪمل ڪندا (22-67) (2-125) (2-96) تہ اهڙي ميڙاڪي جي ميزبان ۽ منتظم ۽ نگران جناب محمد الرسول الله کي رب پاڪ حڪم فرمائي ٿو تہ ذهن ڪشادو رکڻو آهي سين جو احترام ڪرڻو آهي جڏهن تہ هر امت وارا پنهنجي الڳ الڳ منسڪن تي قائم آهن اسان کي بہ ڪنهن کان ڪنهن جو ڏرم ڇڏائڻ لاءِ جهڳڙو ناهي ڪرڻو، سو سين فرقن وارن کي ڪلم ڪلايو هي حقيقت ٻڌائي ڇڏ تہ هتي حج ۾ اوهان جا انفرادي تشخص ۽ انفراديتون سڀ پنهنجي جاءِ تي پر هڪڙي ڳالهہ اوهان سين کي مڃڻي پوندي تہ دنيا جهان جي اندر معاشي نظام جي مسئلي ۾ جاگيرداريت ۽ سرمايہ داريت ممنوع ۽ بند رهندي، لِكُلِّ أُمَّةٍ جَعَلْنَا مَنسَكًا هُمْ نَاسِكُوهُ فَلَا يُنَازِعُنَّكَ فِي الْأَمْرِ وَادْعُ إِلَىٰ رَبِّكَ إِنَّكَ لَعَلَىٰ هُدًى مُّسْتَقِيمٍ(22-67) يعني نظام ربوبيت واري قانون تي ناهہ نہ ٿيندو ڪير بہ ڪهڙي بہ مذهب ۽ منسڪ وارو هجي پر معاشي نظام ذاتي ملڪيت جي انڪار وارو ((2-219) قرآن جو ٻڌايل هلندو، انڪان سواءِ توهان پنهنجي مذهبن جون ڳالهيون اوهان پاڻ ڄاڻو، انهن ۾ لَكُمْ دِينُكُمْ وَلِيَ دِينِ(109-6) توهان جو دين توهان سان منهنجو دين مون سان،نسڪ ۽ منسڪ جي معنىٰ ۽ مفهوم تي مضمون في الحال ايترو، وڌيڪ تفصيل انشاءَ تعالىٰ لاڳاپيل آيتن جي موقعي مناسب عرض ڪيو ويندو.

## ووصي بها ابراهيم:

وصي- وصية- تواصو- لفظ وصيت جي معنىٰ قرآن جي اهڙن استعمالن جي روشنيءَ ۾ هيءَ تي ثابت ٿي تہ جنهن لاءِ وصيت ڪئي وڃي ٿي ان جي سار سنڀار ڪرڻ خيال داري ڪرڻ، ڪنهن کي اهو ڪم سونپڻ، آرڊر ڏيڻ مثال لاءِ هن آيت ڪريمہ تي غور ڪندا وَوَصَّيْنَا الْإِنسَانَ بِوَالِدَيْهِ حَمَلَتْهُ أُمُّهُ وَهْنًا عَلَىٰ وَهْنٍ وَفِصَالُهُ فِي عَامَيْنِ أَنِ اشْكُرْ لِي وَلِوَالِدَيْكَ إِلَيَّ الْمَصِيرُ(31-14) يعني اسان انسان کي انجي پيءُ ماءُ جي سارسنڀار لهڻ لاءِ حڪم ڏنو آهي جو سندس ماءُ ڪمزوريءَ مٿان ڪمزوري جي حالت ۾ هن کي کنيو آهي، ٻيو مثال وَوَصَّيْنَا الْإِنسَانَ بِوَالِدَيْهِ حُسْنًا (29-8) يعني اسان حڪم ڏنو آهي انسان کي ماءُ پيءُ سان سهڻي سلوڪ جو، ٽيو مثال سورت نمبر (103) يعني تاريخ شاهد آهي تہ انسان خساري ۾ رهيو آهي سواءِ انهن ماڻهن جي جن ايمان آندو آهي ۽ سڌارڪ رهيا آهن ۽ (معاشري وارن ۽) هڪ ٻئي کي حق سچ تي هلڻ ۽ انتي محڪم ۽ مضبوط ٿي رهڻ جو حڪم بہ ڏيندا رهن.

جملي انبياءَ ڪرام کي زماني ۾ جيڪو دين نافذ ڪرڻ لاءِ ڏنو ويو آهي تہ رب پاڪ کين اها ذميداري ڏيڻ لاءِ جيڪو لفظ استعمال فرمايو آهي اهو حڪم بہ لفظ وصيت جو ڪيو ويو آهي، (42-13) (4-163) علم وحي جي انهن سڀني استعمالن مٿان غور ڪيو ويندو تہ وصيت جي معنىٰ هيءَ نڪرندي تہ ڪنهن کي ڪنهن ڪم جو حڪم ڏيڻ، پوءِ اها معنىٰ تہ عربي ٻوليءَ جي لفظ "امر" جي بہ ساڳي آهي پر "امر" جي معني جي مقابلي ۾ "وصيت" جي ساڳي معنىٰ ۾ هي فرق آهي تہ وصيت جي لفظ سان جيڪو جيڪو حڪم

ڏنو ويندو آهي ان ۾ استمرار-دوام- هميشگي، سارسنڀار لڳاتار رابطن ۽ ڪميونيڪيشن واري معنيٰ شامل آهي، ان معني جي ثبوت لاءِ مٿين حوالن مٿان غور ڪندؤ ته ڳالهه سمجهه ۾ اچي ويندي.

**يرغب:**

هن لفظ جي معني آهي ڪنهن ڏي رغبت ڪرڻ لاڙو ڪرڻ، البت قرآني استعمال هيءَ حقيقت سمجهائن ٿا ته جيڪڏهن لفظ رغب يرغب خالي هوندو يا ان جي پاڙي ۾ "الي" جو لفظ هوندو ته ان جي معنيٰ چاهت، رغبت ۽ لاڙي واري ٿيندي پر جيڪڏهن پاڙي ۾ ان جي لفظ "عن" جو آيو ته معنيٰ ابتي ٿي ويندي، پهرين ڳالهه جو مثال جيئن وَإِلَىٰ رَبِّكَ فَارْغَبْ(8-94) يعني ڏکن پنيان سک ايندا رهندا آهن سو جڏهن به رڪاوٽن واري مهم کان فارغ ٿين ته هڪدم نظام ربوبيت واري مهم کي ڪامياب ڪرڻ لاءِ تيار ٿي وڃ، ان جي طرف توجه ڏي، انهيءَ مهم کي سر ڪرڻ ۾ رغبت رکڻ کي ترجيح ڏي، ٻيو مثال ته رغب لفظ جي پاڙي ۾ "عن" اچي جيئن قَالَ أَرَاغِبٌ أَنتَ عَنْ آلِهَتِي يَا إِبْرَاهِيمُ لَئِن لَّمْ تَنتَهِ لَأَرْجُمَنَّكَ وَاهْجُرْنِي مَلِيًّا(46-19) يعني ابراهيم جي پيءُ پنهنجي پٽ کي چيو ته تون مون وارن معبودن کان منهن موڙيندڙ آهين ڇا؟.

**اصطفيناه:**

اصطفي-يصطفي-اصطفاء- هتي لفظ صفوکي باب افتعال تي آندو ويو آهي، اصطفي جي معنيٰ آهي گهٽين خلط ملط شين منجهان صاف سٿرين شين کي ميڙي چونڊي جدا ڪرڻ، انهيءَ معنيٰ جو مثال جيئن جناب مريم عليها السلام کي رب پاڪ فرمايو ته وَإِذْ قَالَتِ الْمَلاَئِكَةُ يَا مَرْيَمُ إِنَّ اللّهَ اصْطَفَاكِ وَطَهَّرَكِ وَاصْطَفَاكِ عَلَى نِسَاء الْعَالَمِينَ(42-3) يعني اي مريم تحقيق الله توکي چونڊيو آهي ۽ پاڪ بڻايو آهي سڀن قومن جي عورتن مٿان توکي اسان چونڊيو سون، ان ئي معنيٰ جو ٻيو مثال جيئن اللهُ يَصْطَفِي مِنَ الْمَلَائِكَةِ رُسُلًا وَمِنَ النَّاسِ إِنَّ اللهَ سَمِيعٌ بَصِيرٌ(75-22) يعني (الله جو دستور ته هي رهيو آهي جو هو) ملائڪن ۽ انسانن منجهان رسول چونڊيندو آيو آهي، ٽيو مثال ساڳي معنيٰ لاءِ جيئن وَوَصَّى بِهَا إِبْرَاهِيمُ بَنِيهِ وَيَعْقُوبُ يَا بَنِيَّ إِنَّ اللّهَ اصْطَفَى لَكُمُ الدِّينَ فَلاَ تَمُوتُنَّ إَلاَّ وَأَنتُم مُّسْلِمُونَ(132-2) يعني الله (دنيا جي قانونن منجهان توهان جي لاءِ الدين کي يعني خاص ۽ خالص دين کي چونڊيو،

**إِذْقَالَ لَهُ رَبُّهُ أَسْلِمْ قَالَ أَسْلَمْتُ لِرَبِّ الْعَالَمِينَ:**

هتي لفظ "اسلم" ۽ اسلمت" اهي ٻئي جدا جدا صيغا آهن پهريون امر جو ۽ ٻيو واحد متڪلم جو، هي مادو-س-ل-م- آهي اسلام جي بنيادي معنيٰ ان جي بنيادي مادي واري لفظ جي معنيٰ سمجهڻ سان ئي صحيح طريقي سان سمجهه ۾ ايندي هن مادي واري حساب

سان هڪڙي معني ٿيندي سين حصن ۽ عضون جي متناسب ۽ درست عضون واري شڪل صورت- ٻي ٿيندي، مجڻ ۽ فرمانبرداري ڪرڻ ٽين معنيٰ ٿيندي ڏاڪڻ، چوٿين معنيٰ آهي جنهن جي مدد سان ۽ جنهن جي ذريعي سان سلامتي حاصل ڪئي وڃي- پنجين معنيٰ آهي ته سلامتي ڏيڻ واري قانون ۾ داخل ٿيڻ يا انهي قانون کي قبول ڪرڻ، پهرين معنيٰ جو مثال جيئن قَالَ إِنَّهُ يَقُولُ إِنَّهَا بَقَرَةٌ لاَّ ذَلُولٌ تُثِيرُ الأَرْضَ وَلاَ تَسْقِي الْحَرْثَ مُسَلَّمَةٌ لاَّ شِيَةَ فِيهَا قَالُواْ الآنَ جِئْتَ بِالْحَقِّ فَذَبَحُوهَا وَمَا كَادُواْ يَفْعَلُونَ(2-71) يعني اها وهڙي زمين کيڙڻ ڪري ۽ نار ۾ وهڻ ڪري ڏٻري نه ٿي وئي هجي صحيح سالم عضون واري هجي جنهن کي ڏنڀ وغيره به ڏنل نه هجن، ٻي معنيٰ جو مثال قُلْ إِنِّيَ أُمِرْتُ أَنْ أَكُونَ أَوَّلَ مَنْ أَسْلَمَ وَلاَ تَكُونَنَّ مِنَ الْمُشْرِكَينَ(6-14) يعني تون چئو ته مونکي حڪم ڏنو ويو آهي ته آئون پهريون نمبر بنجان انهن منجهان جن اسلام قبول ڪيو، جيڪي فرمانبردار ٿيا، ٽين معنيٰ ڏاڪڻ جو مثال جيئن أَمْ لَهُمْ سُلَّمٌ يَسْتَمِعُونَ فِيهِ فَلْيَأْتِ مُسْتَمِعُهُم بِسُلْطَانٍ مُّبِينٍ(52-38) يعني ڇا انهن لاءِ ڪا ڏاڪڻ آهي ڇا جو ان ذريعي هو مٿي چڙهي ڳالهيون ٻڌندا هجن، چوٿين معنيٰ آهي جنهن جي مدد سان ۽ ذريعي سان سلامتي حاصل ڪئي وڃي ان جو مثال جيئن تَنَزَّلُ الْمَلَائِكَةُ وَالرُّوحُ فِيهَا بِإِذْنِ رَبِّهِم مِّن كُلِّ أَمْرٍ. سَلَامٌ هِيَ حَتَّى مَطْلَعِ الْفَجْرِ(97-5-4) يعني ان ليلة القدر ۾ ملائڪ ۽ قرآن نازل ٿئي ٿو (جنهن قرآن منجهان ملي ٿي) سلامتي سڄي دنيا ۾ صبح ايرڻ تائين، هن آيت ۾ قرآن جي علم وحي کان روشني وٺڻ سان ان جي روشن بنيل جهان ۾ داخل ٿيڻ ۽ دنيا جي آفتن کان سلامتي حاصل ڪرڻ مراد آهي، پنجين معنيٰ جو مثال جيئن إِنَّ الدِّينَ عِندَ اللّهِ الإِسْلاَمُ وَمَا اخْتَلَفَ الَّذِينَ أُوْتُواْ الْكِتَابَ إِلاَّ مِن بَعْدِ مَا جَاءهُمُ الْعِلْمُ بَغْيًا بَيْنَهُمْ وَمَن يَكْفُرْ بِآيَاتِ اللّهِ فَإِنَّ اللّهِ سَرِيعُ الْحِسَابِ(3-19) يعني هڪ ته گذريل آيتن ۾ زندگيءَ لاءِ جيڪو لائحه عمل پيش ڪيو ويو اهوئي دين آهي اهو ئي قانون آهي ان جو نالو ئي اسلام آهي ان ۾ داخل ٿيڻ ۽ ان قانون جي ذريعي سلامتي حاصل ڪرڻ انهيءَ جو نالو اسلام آهي، هيتري تائين سين معنائن جو نچوڙ آهي اسلام ۽ مسلم لفظن جو مفهوم، بلڪ هتي ته لفظ س ل م جون ڪل معنائون ۽ سڄو مفهوم پوري طرح ڪونه آندو ويو آهي ۽ ٿورن مثالن سان هي مضمون ڪنائي لکيو ويو آهي،

**امة (2-128):**

لفظ امت ماءُ جي نسبت سان جڙيل آهي، پر امت جي معنيٰ ۾ وڏي ڪشادگي آهي هونئن بنيادي طور ماءُ ته اها چئبي آهي جيڪا پنهنجي پيٽان ڪنهن کي ڄڻي، پر جيئن ته هڪڙي گڏيل نسل وارن کي امت چيو ويو آهي جيڪو پنهنجي حقيقي معنيٰ جي لحاظ سان درست به آهي ان جو هڪڙو مثال جيئن الَّذِينَ يُظَاهِرُونَ مِنكُم مِّن نِّسَائِهِم مَّا هُنَّ أُمَّهَاتِهِمْ إِنْ أُمَّهَاتُهُمْ إِلَّا اللَّائِي وَلَدْنَهُمْ (58-2) يعني انهن جون مائرون صرف انهن کي سڏبو جن انهن کي ڄڻيو هوندو-

بيو مثال وَاللّهُ أَخْرَجَكُم مِّن بُطُونِ أُمَّهَاتِكُمْ لاَ تَعْلَمُونَ شَيْئًا (78-16) يعني الله توهان کي توهان جي مائرن جي پيٽن مان ڪڍيو ان مهل توهان ته ڪجهه نه ڄاڻندا هئا وڏي نسل ۽ گروهه يا جماعت ماڻهن جي کي هڪ پيڙهي مان هجڻ ڪري، امت سڏيو ويو هجي ان جو مثال جيئن ڪَانَ النَّاسُ أُمَّةً وَاحِدَةً (213-2) يعني منڍ ۾ ماڻهو هڪ امت هئا- ڪنهن مرڪزي جڳهه ۽ شهر کي به ام سڏيو ويو آهي ان جو مثال جيئن وَمَا كَانَ رَبُّكَ مُهْلِكَ الْقُرَى حَتَّى يَبْعَثَ فِي أُمِّهَا رَسُولًا (59-28) يعني تنهنجو پالڻهار ڪنهن علائقي کي تباهه نه ڪندو آهي جيستري تائين انهن جي مرڪز ۾ ڪوئي رسول نه موڪلي، نسل جي لحاظ سان ته جدا جدا پر ڪنهن هڪڙي نظريي هڪڙي فڪر ۽ منشور سان واڳيل گروهه ۽ جماعت کي به امت سڏيو ويو آهي جنهن جو مثال جيئن وَلَوْ شَاء اللّهُ لَجَعَلَكُمْ أُمَّةً وَاحِدَةً وَلَكِن لِّيَبْلُوَكُمْ فِي مَآ آتَاكُم (48-5) يعني جيڪڏهن الله چاهي ته توهان کي (نظرياتي طور) هڪڙي پارٽي ۽ جماعت به بنائي سگهي ها. لفظ ام جي هڪڙي معنىٰ آهي پيٽان ڄڻيندڙ ماءُ ان جو ثبوت قرآن منجهان جيئن وَاللّهُ أَخْرَجَكُم مِّن بُطُونِ أُمَّهَاتِكُمْ لاَ تَعْلَمُونَ شَيْئًا (78-16) يعني الله اوهان کي اوهان جي مائرن جي پيٽان ڪڍيو جو اوهان کي ان جي ڪابه سڌ ۽ ڄاڻ نه هئي- ٻي اها ماءُ جنهن پيٽان ته نه ڄڻيو هجي پر ان ڪنهن کي ٿڃ پياري هجي ان جو مثال قرآن مان جيئن وَأُمَّهَاتُكُمُ اللاَّتِي أَرْضَعْنَكُمْ (23-4) يعني توهان جون اهي مائرون جن اوهان کي ٿڃ پياري هجي ۽ ٿڃ شريڪ ڀينرون، ام بمعني ماءُ عزت ۽ تعظيم جي بنياد تي يعني نه ڪي ڄڻڻ ڪري نه ڪي ٿڃ پيارڻ ڪري صرف ادب ۽ احترام ڪري جيئن النَّبِيُّ أَوْلَى بِالْمُؤْمِنِينَ مِنْ أَنفُسِهِمْ وَأَزْوَاجُهُ أُمَّهَاتُهُمْ (6-33) يعني نبي جو مرتبو مؤمنن جي جانين کان بلند آهي ۽ ان جون زالون مؤمنن جون مائرون آهن، ٻي معنىٰ ام جي علائقي جي وستين ۾ جيڪو مرڪزي شهر هجي ان جو مثال جيئن وَمَا كَانَ رَبُّكَ مُهْلِكَ الْقُرَى حَتَّى يَبْعَثَ فِي أُمِّهَا رَسُولًا يَتْلُو عَلَيْهِمْ آيَاتِنَا وَمَا كُنَّا مُهْلِكِي الْقُرَى إِلَّا وَأَهْلُهَا ظَالِمُونَ(59-28) يعني تنهن جو رب ڪنهن به علائقي جي آبادين ۽ ڳوٺن کي ايتري تائين (انهن جي نافرمانين سبب) هلاڪ ڪندڙ نه ٿيندو جيستري تائين انهن جي مرڪزي شهر ۾ ڪو رسول نه موڪلي.

**ملت (130-2)**

پهريائين مثال هن ڳالهه جو ته ملل لفظ جي معنىٰ لکڻ ان جو مثال قرآن منجهان جيئن وَلاَ يَأْبَ كَاتِبٌ أَنْ يَكْتُبَ كَمَا عَلَّمَهُ اللّهُ فَلْيَكْتُبْ وَلْيُمْلِلِ الَّذِي عَلَيْهِ الْحَقُّ (282-2) يعني لازم ۽ ضروري آهي انهيءَ تي جنهن تي حق واجب آهي ته اهو لکرائي، قرآن حڪيم هن جملي ۾ ڪتابت ۽ ملل کي هم معنىٰ طور آڻي ملت ۽ ملل جي معنىٰ سمجهائي ڇڏي، هاڻي ان لفظ کي ملت جي اصطلاح طور جيڪو اندازاً پندرنهن ڀيرا قرآن ۾ استعمال ڪيو ويو آهي ان جي معنىٰ هيءَ ٿيندي ته اهاجماعت اها پارٽي جنهن جو ڪو ايڪي ۽ ٻڌيءَ لاءِ لکيل منشور لکت ۾

پروگرام فڪري ۽ نظرياتي مينو فيسٽو هڪ هجي ته ان کي عربي ٻوليءَ ۾ ملت ڪوٺيو ويو آهي، جنهن جو هڪ مثال جيئن وَقَالُواْ كُونُواْ هُودًا أَوْ نَصَارَى تَهْتَدُواْ قُلْ بَلْ مِلَّةَ إِبْرَاهِيمَ حَنِيفًا وَمَا كَانَ مِنَ الْمُشْرِكِينَ(2-135) يعني تون چئو ته (اسان) ابراهيم جي ملت تي آهيون جيڪو شرڪ کان دين حنيف طرف منهن موڙيندڙ آهي.

**حنيف(2-135)**

لفظ حنف، حنيف جي معنىٰ آهي ته هڪڙي طرف ۽ پاسي کان منهن موڙي ٻئي طرف ڏي ۽ پاسي ڏي اچڻ، اها معنىٰ تي لغت جي حساب سان جيڪا خود قرآن حڪيم ۾ اهڙن استعمالن منجهان ثابت ٿي آهي جيڪي ڪل استعمال ٻارنهن ڀيرا ٿيا آهن ۽ قرآن اندر جيڪي اهي لفظ ان ئي ساڳي معنىٰ ۾ استعمال ٿيا آهن انهن سڀن مثالن ۾ جيئن ته باطل رستن کان غلط ۽ گمراهه پنڌن پيچرن کان صراط مستقيم يعني صحيح واٽ ڏي اچڻ جي ڳالهه تيل آهي ان کي قرآني اصطلاح به قرار ڏيون ٿا، مثال مَا كَانَ إِبْرَاهِيمُ يَهُودِيًّا وَلاَ نَصْرَانِيًّا وَلَكِن كَانَ حَنِيفًا مُّسْلِمًا وَمَا كَانَ مِنَ الْمُشْرِكِينَ(67-3) يعني ابراهيم نه يهودي هو نه نصارو هو پر هو (انهن باطل رستن کان منهن موڙيندڙ حنيف ۽ مسلم هو، ٻيو مثال جيئن وَأَنْ أَقِمْ وَجْهَكَ لِلدِّينِ حَنِيفًا وَلاَ تَكُونَنَّ مِنَ الْمُشْرِكِينَ(105-10) يعني قائم رک تون پنهنجي توجه کي دين حنيف جي طرف ۽ مشرڪن منجهان نه ٿجانءِ.

**شقاق:-**

شق-يشق-شقا، هن لفظ جي اصل معنىٰ آهي، چيرڻ ۽ ڦاڙڻ، پوءِ ٻيون معنائون اصل معنائن سان مناسبت جي بنياد تي به استعمال ۾ آيون آهن سڀن جا مثال عرض رکجن ٿا، چيرڻ ڦاڙڻ جو مثال جيئن ثُمَّ شَقَقْنَا الْأَرْضَ شَقًّا(26-80) يعني پوءِ اسان زمين کي چيري (ڦاڙي) پوءِ ڦُٽايوسون ان ۾ داڻو، غور ڪرڻ گهرجي ته چير ڦاڙ جو ڪم وڏو تڪليف ۽ اذيت وارو ڪم آهي، ته ان جي معنىٰ واري مناسبت سان تڪليف ۽ ڏچي ۾ وجهڻ واري معنىٰ به ڪئي وئي آهي ان جو مثال جيئن لَوْ كَانَ عَرَضًا قَرِيبًا وَسَفَرًا قَاصِدًا لاَّتَّبَعُوكَ وَلَكِن بَعُدَتْ عَلَيْهِمُ الشُّقَّةُ (42-9) يعني سفر جي ڏورانهين پنڌ ڪري انهن تي مشقت ڪڙڪي پئي آهي، پهرين معنىٰ جو ٻيو مثال جيئن ذَلِكَ بِأَنَّهُمْ شَآقُّواْ اللّهَ وَرَسُولَهُ وَمَن يُشَاقِقِ اللّهَ وَرَسُولَهُ فَإِنَّ اللّهَ شَدِيدُ الْعِقَابِ(13-8) يعني جنهن مخالفت ڪئي الله ۽ رسول جي (انهن ٻنهي کي جدا جدا ڪرڻ سان) ته پوءِ الله به انهن جو سخت پيچو ڪرڻ وارو آهي، هن آيت ڪريمه جي روشني ۾ غور ڪيو ويندو ته مخالف قرآن علم، جيڪي امامي حديثن ۽ فقهن جي نالن سان امت مسلمه کي سيکاريا ۽ پڙهايا وڃن ٿا، انهن سين الله ۽ ان جي رسول کي جدا جدا پاڻ ۾ ٽڪرجندڙ علم ڏيڻ وارو ڪري پيش ڪيو آهي.

**صبغة:**

هي لفظ قرآن حڪيم ۾ ٻن هنڌن تي استعمال ٿيو آهي هڪڙو سورت المؤمنون ۾ وَشَجَرَةً تَخْرُجُ مِن طُورِ سَيْنَاء تَنبُتُ بِالدُّهْنِ وَصِبْغٍ لِّلْآكِلِينَ(20-23) ۾ هن آيت ڪريمه ۾ سمجهايو ويو آهي ته طورسينا جي علائقي ۾ جيڪو (زيتون جو) وڻ پيدا ٿئي ٿو جنهن ۾ ان سان گڏ سٽيپ به هجي ٿو (جيئن اسان جي علائقن ۾ سرنهن ڪڪڙا سورج مکي وغيره) ته اهو سٽيپ کائڻ وارن کي ماني پاچيءَ ۾ ڪم ايندڙ آهي، هن آيت جي روشنيءَ ۾ ان سٽيپ سان ماني مکڻ واري ڳالهه منجهان ثابت ٿئي ٿو ته هر پاڻياڻي شيءِ يا خود پاڻي ۾ وهنجڻ ٽٻي ڏيڻ کي به عيسائي مذهب وارن جو بپتسمو ڪوني سگهجي ٿو ۽ ڪنهن شيءِ کي رنگ ۾ رنگي ڇڏڻ کي به صبغة ڪونيو ويندو. ٻئي هنڌ تي هن لفظ جو استعمال هن آيت (2-138) ۾ ٿيو آهي ان ۾ عيسائين سميت سڄي دنيا وارن کي چيو ويو آهي ته جيڪڏهن ايمان جي رنگ ۾ رنگجڻ جو ڪنهن کي شوق آهي ته پوءِ جناب خاتم الانبياءَ عليهم السلام ۽ ان جي ساٿين جهڙو ايمان آڻيو ته پوءِ ڏسجو ڪيئن اوهان جي زندگي نئين نرالي ٿي وڃي ٿي جيئن ڪنهن کي رنگ ڏيڻ سان اها شيءِ پوءِ اڳي کان بلڪل تبديل ٿيل نظرايندي آهي، (137-138-2) ڪنهن شيءِ کي جڏهن ڪو رنگ ڏبو آهي ته ان رنگ جو انکي ليپو ڏنو ويندو آهي ته لفظ صبغة جي اها معنیٰ ليپو ڏيڻ، قرآن پاڻ آيت نمبر (20-23) ۾ سمجهائي.

**الاسباط:**

هي جمع جو صيغو آهي هن جو واحد سبط آهي هن لفظ جو قرآن حڪيم ۾ استعمال ڪل پنج پيرا ٿيو آهي، جن پنجن پيرن ۾ ڏاڏنگ کان پٽن پوٽن جي طرف نسلي پيڙهيءَ وارن جي نالن جو ذڪر فرمائي پنيان اسباط جو لفظ آندو ويو آهي جنهن جي معنیٰ ٿئي ٿي ڏاڏنگ جي حوالي سان پيدا ٿيل نسل ۽ پيڙهي لاءِ، چار پيرا جيڪو هن لفظ جو استعمال ٿيو آهي انهن ۾ جناب ابراهيم عليه السلام کان وني ان جي ٻن پٽن اسماعيل ۽ اسحاق کانپوءِ هڪ پوٽي يعقوب جو ذڪر ڪيو ويو آهي. پنجون پيرو اسباط جو لفظ جناب موسیٰ عليه السلام جي امت کي ٻارهن قبيلن ۾ ورهائڻ جي ڳالهه ڪندي فرمايو ويو آهي ته وَقَطَّعْنَاهُمُ اثْنَتَيْ عَشْرَةَ أَسْبَاطًا أُمَمًا وَأَوْحَيْنَا إِلَى مُوسَى(160-7) يعني اسان جدا ڪيوسون انهن کي ٻارهن قبيلن ۾ جدا جدا امتون ڪري.

**هنن آيتن منجهان ثابت ٿيندڙ قانون**

آيت ڪريمه 124 منجهان هي حقيقت ثابت ٿئي ٿي ته دنيا ۾ ڪو عهدو ماڻڻ ۽ مٿيين مرتبي تي پهچڻ لاءِ ان جي مناسبت واري علمي عملي مرحلن وارو امتحان وٺڻ ضروري آهي، جو ته ابراهيم عليه السلام جهڙي شخصيت لاءِ ابتلاءِ جو لفظ استعمال ڪيو ويو آهي جنهن جي معنیٰ ته آهي امتحان پر امتحان به اهڙو جو مصيبتن ۾ وجهي ڇڏي ۽

اهو دنيا ڏنو ته ابراهيم کي وقت جي بادشاه سان وڙهڻو پيو، راڄ پاڳ سان وڙهڻو پيو، ۽ پنهنجي پيءُ سان به اختلاف ڪرڻو پيو، ٻي تعليم ۽ قانون هن آيت ڪريمه منجهان هيءَ ملي ته ڪنهن به عهدي ۽ منصب جي لاءِ، جاءِ نشين ٿيڻ واسطي صرف اولاد منجهان هجڻ بغير ميرٽ ۽ استحقاق جي اهو خلاف قانون آهي، ڪير به هجي ڪنهنجو به پٽ هجي مرتبي ۽ عهدي لاءِ امتحان ضروري آهي، سوچڻ جي ڳالهه آهي ته جڏهن ابراهيم لاءِ ابتلاءِ يعني امتحان ضروري قرار ڏنو ويو ته پوءِ ان جا پٽ به ان وقت اهڙن عهدن لائق قبول ڪيا ويندا جڏهن هو به پيءُ وانگر امتحان ۾ پاس ٿين دنيا ڏنو ته نوح جو پٽ نااهل هو ته جانشين ته ڇا پر ان کي سزا به ڏني وئي، لوط عليه السلام جي زال انقلاب دشمن هئي ته ان کي نبيءَ جي زال هجڻ باوجود سنگباري واري سزا ۾ نيست و نابود ڪيو ويو آيت نمبر 125 منجهان هيءَ تعليم ملي ٿي ته بيت الله يعني مسجد بيت الحرام اها ستايل ڦريل ڪمزور بنايل ماڻهن جي دادرسيءَ لاءِ اها جڳهه آهي جتي هو هر وقت هر ڦيري وري وري اچي پنهنجو حق گهرن، انصاف گهرن، فيصلا گهرن، انڪري هن بيت الله جي انچارج ۽ نگران حڪمرانن کي انهن جي فيصلن ڪرڻ لاءِ هڪ ته پاڻ کي ابراهيم جو جانشين تصور ڪري ان وانگر امام للناس يعني ذات انسان جو قائد امام ۽ اڳواڻ سمجهي فيصلا ڪرڻ گهرجن ۽ پاڻ کي ڪنهن خاص قوم ۽ علائقي جو قرار ڏيئي انصاف گهرندڙن کي ڪنهن ٻي قوم ۽ ٻئي علائقي جو قرار ڏيئي بي انصافي ۽ تعصب وارافيصلا نه ڪرڻ گهرجن، هي آيت ٻڌائي ٿي ته الله پاڪ انسانن کي هڪ بين الاقوامي اداري ۽ انسان دوست عالمگير قانون جي ماتحت رهي دنيا جهان جو وهنوار قائم ڪرڻ گهري ٿو جناب ابراهيم عليه السلام کان پوءِ اهو طريقو جناب خاتم الانبياءَ عليه السلام جي زماني ۾ وري قائم ٿيو پوءِ اهو به ڪجهه عرصي کان پوءِ پنهنجي مقصديت وڃائي وينو ۽ جيڪا مسجد بيت الحرام دنيا جهان وارن لاءِ عالمي عدالت وانگر محترم هئي ان جو اهو غرض ۽ مقصد بدلائي ان کي بجاءِ عالمي عدالت جي آثار قديمه وانگر هڪ زيارت گاهه ۽تيرٿ ياترا بنايو ويو. مسجد بيت الحرام جي عالمي عدالت هجڻ جو ثبوت آيت ڪريمه جي آخري حصي ۾ آهي ته اسان ابراهيم ۽ اسماعيل کان هي اقرار ورتو هو ته هو هن بيت کي هن مسجد کي ڪعبي کي ستايل ماڻهن جي داد رسي واري مرڪز کي ۽ انجي ماحول کي عدالت عاليه جي آوٽ ڊور عالمي نگرانن لاءِ ۽ اندر مرڪز ۾ رهڻ وارن ججن ۽ قانوني ماهرن لاءِ ۽ اسان جي قانون کي مڃيندڙن ۽ ان تي عمل ڪرڻ وارن لاءِ ماحول کي پاڪ صاف رکن، ائين نه ٿئي جو ظالم ماڻهو هن سڄي نظام کي ناڪام بنائڻ لاءِ عدل ۽ انصاف جي هن سسٽم کي ناڪام بنائين آيت نمبر 126 منجهان هي تعليم ملي ٿي ته جڏهن جناب ابراهيم عليه السلام ڏنو ته رب پاڪ مڪي جي بين الاقوامي عدالت جي اسٽاف ۽ شهر وارن کي دنيا جي هر قسم جي ڪرپش ۽ گندگين کان پاڪ صاف رکڻ جو حڪم ڏئي ٿو جنهن سان هو دنيا جي ستايل ماڻهن کي انصاف ڏئي سگهن ته جواب ۾ جناب ابراهيم سوچي سوچي الله کان هي مطالبو

ڪيو تہ مڪي جا جج ۽ منصف اسٽاف وارا ان وقت انصاف وارا فيصلا ڪري سگهندا جنهن وقت هنن کي تسلي ٿيندي تہ اسان جڏهن ڪنهن ظالم ۽ ڦورو ماڻهوءَ خلاف ڦريل ۽ مظلوم جي حق ۾ فيصلو ڪنداسون تہ پوءِ اهو ظالم ڪٽائين اسان کي ڪورٽ ۾ يا ٻاهر گهرتائين ايندي ويندي يا خود گهر ۾ اندر ماريندا تہ ڪونہ يا اغوا ڪري ۽ مجبور ڪري اسان کان غلط فيصلا تہ نہ ڪرائيندا ۽ ٻئي نمبر تي جيڪڏهن ججن ۽ عدالتي اسٽاف وارن کي معاشي وسيلن جي کوٽ هوندي تڏهن بہ انهن جي وڪامي وڃڻ ۽ رشوتن وٺڻ جو انديشو ٿي سگهي ٿو انڪري جناب ابراهيم عليہ السلام خاص هٰذاالبلد چئي ڪري عدالت جي شهر مڪي وارن سين لاءِ الله کان ٻن شين جو مطالبو ڪيو هڪ امن ٻيو خوشحالي- جواب ۾ رب پاڪ جناب ابراهيم جا ٻيئي مطالبا پورا ڪندي فرمايو تہ ان کان پوءِ بہ جيڪڏهن ڪنهن جج يا عدالتي افسر منهنجي قانون جي پڄڪڙي ڪئي تہ هو چار ڏينهن برابر رشوت جي ڪمائي مان ٺاٺ تہ ڪري ويندو پر منهنجو قانون نيٺ ان کي ٻاهہ ۽ ٻچڙي نڪاٽي طرف هلڻ تي مجبور ڪندو.

آيت نمبر 127 کان 128 تائين منجهان هيءَ تعليم ملي ٿي تہ جناب ابراهيم ۽ ان جي پٽ اسماعيل عليهما السلام الله جي مٿين آيت 126 جي وارننگ جي پيش نظر الله کان هيءَ دعا گهري تہ انهن ججن ۽ منصفن منجهان پهريائين تہ اسان ٻن ٻانيڪار فائونڊر ججن کي پنهنجي حڪمن ۽ قانون جو فرمانبردار بناءِ ۽ اسان جي پوءِ واري اولاد کي بہ پنهنجي قانون جو فرمانبردار بناءِ ۽ اسان سين کي حياتيءَ جا سڀ طور طريقا بہ سمجهاءِ ۽ اسان مٿان پنهنجي مهربانين جي پالوٽ ڪر تون ئي وري وري مهربانيون ڪندڙ ٻاجهہ وارو آهين.

آيت 129 منجهان هيءَ ڄاڻ ملي آهي تہ جناب ابراهيم عليہ السلام پنهنجي ۽ پنهنجي پٽ جناب اسماعيل عليہ السلام جي پيڙهي مان هڪ اهڙي رسول پيدا ڪرڻ ۽ موڪلڻ لاءِ دعا گهري آهي جيڪو رسول مڪي وارن ۽ دنيا وارن کي الله جي علم ڪتاب جي اهڙي تہ حڪيمانہ تعليم ڏئي جنهن سان انهن جي صحيح تربيت ۽ نشونما ٿئي.

آيت نمبر 130 منجهان هي تعليم ملي آهي تہ جو بہ شخص جناب ابراهيم جي عالمي ليول واري مقام ۽ مرتبي واري فڪري ۽ نظرياتي سوچ *ہم ساری دنیا مانگیں گے* ۽*سارا جہاں ہمارا* کي وساري تنگ نظريءَ تي هيٺ لهي ايندو تہ اهو عقل کان پيدل انسان چئبو ۽ اهو دنيا جي ترقي واري رفتار سان گڏ هلڻ جي لائق ناهي ابراهيم دنيا ۾ چونڊ ماڻهن منجهان رهيو آهي پر آخرت ۾ بہ اهو سڌارڪ ماڻهن منجهان هوندو ابراهيم عليہ السلام جي ان تعارف منجهان ثابت ٿيو تہ آخرت جي جهان ۾ بہ ارتقا جاري رهندو جو اتي بہ ابراهيم جهڙا اجتماعي رفارمر ماڻهو گهرجن آيت 131 منجهان هيءَ تعليم ملي ٿي تہ جناب ابراهيم عليہ السلام جيڪو مطالبو ڪيو تہ *وارنامناسكنا* يعني اسان کي حياتيءَ جا طور طريقا ڏيکار ۽ سيکار تہ انهيءَ جواب ۾ رب سائين فرمايس تہ اسلم يعني منهنجي نظام ربوبيت کي مڃ ۽

قبول ڪر تہ جواب ۾ ابراهيم عرض ڪيو اسلمت لرب العالمين يعني جهانن جي ربوبيت ۽ پالنا واري قانون کي مون قبول ڪيو. انهيءَ حقيقت منجهان ثبوت مليو تہ دنيا کي معاشي ۽ معاشرتي طور تي الله جي ڏنل نظام ربوبيت مطابق هلائڻ ئي اسلام آهي ۽ دنيا جو ڪلچر اهو صحيح منسڪ آهي لفظ نسڪ جي جيڪا معنیٰ قرباني ڪئي وڃي ٿي ان جو مطلب اهو آهي تہ پاڻ وٽ ضرورت کان وڌيڪ جا بہ شيءِ هجي ان کي قربان ڪري ڇڏيو اهي سڀ سوچون معاشي برابري جي تعليم ڏين ٿيون. آيت نمبر 132 ۽ 133 منجهان ثابت ٿيو تہ جناب ابراهيم عليہ السلام وٽس رب پاڪ کان مليل ڪائناتي منشور مٿان عمل ڪرڻ کي پهريائين پنهنجي اولاد کان شروع ڪيو آهي مطلب تہ ان پنهنجي اولاد کي اميراڻي لاڏ ڪوڏ ۾ ڪونہ رکيو آهي مثال جيڪڏهن تعمير بيت الله جي ڪم ديوارن جي اوساري پاڻ ڪئي اٿس تہ گارو ۽ پٿر سندس پٽ اسماعيل کنيا آهن ۽ ڪيس مليل انقلابي آفاقي منشور لاءِ پٽن سان گڏ پوٽي يعقوب کي بہ اها پارت ڪرڻ تہ الله جي حڪمن ابراهيمي قوائد تي هلڻو آهي اسان سڀ الله کي معبود مڃيندڙ آهيون. آيت ڪريمہ ۾ لفظ فوائد کي ديوارن ۽ ٿين ۾ محدود ڪرڻ بدران اصل ۾ عدالت جي قوانين کي ئي قوائد سڏيو ويو آهي.

آيت نمبر 134 ٻڌائي ٿي تہ الله جو هي اصول تمام اٽل آهي تہ هر ڪنهن کي پنهنجو ڪيو ڪم ايندو، ڪوئي ڪنهن ٻئي جي ڪمن جو جوابدار نہ هوندو، آيت نمبر 135 ٻڌائي ٿي تہ يهودين ۽ نصارن جو اهو چوڻ تہ هدايت ۽ ڇوٽڪارو يهودي بنجڻ ۾ آهي يا نصاري بنجڻ ۾ آهي اهو سراسر غلط آهي. اي نبي تون انهن کي ٻڌائي ڇڏ تہ ابراهيمي ملت ۽ شريعت سين باطل طريقن کان منهن موڙڻ ئي حق سچ واري شريعت آهي ابراهيم تہ ڪڏهن بہ شرڪ ڪونہ ڪيو.

آيت نمبر 136 ٻڌائي ٿي تہ جناب محمد الرسول الله ۽ ان جي امت وارا اهي سڀ، ڪا بہ فرقي بازي ڪونہ ڪندا آهن، انهن جو الله جي سين نبين مٿان سچي هجڻ جو ايمان آهي ۽ اهي سين نبين کي هڪڙي طرح سان مڃيندڙ آهين، يعني وحدت اديان جا قائل ۽ علمبردار آهن آيت نمبر 137 ۽ 138 منجهان هيءَ تعليم ملي ٿي تہ جناب محمد الرسول الله ۽ ان جا ساٿي دنيا جي ماڻهن لاءِ مثالي قسم جي ايمان آڻڻ لاءِ يعني مؤمن بنجڻ لاءِ ڪسوٽي آهن دنيا جي ماڻهن مان ڪنهنجو بہ ايمان تڏهن قبول ڪيو ويندو جڏهن انهن جو ايمان جناب خاتم الانبياءَ ۽ انهن جي ساٿين جي ايمان جهڙو هوندو، انهن وارو پڪو رنگ ئي الله جو ڏنل سهڻو رنگ آهي ڪير بہ جيڪڏهن انهن کان منهن موڙيندو تہ بدبختيءَ ۾ هوندو، آيت نمبر 139 کان 141 تائين منجهان هيءَ تعليم ملي ٿي تہ پوئين زماني جا فرقا ناهيندڙ پهريين زماني وارن مثالي شخصيتن مٿان انهن تي پنهنجن فرقن منجهان هجڻ جو نپو نٿا هڻي سگهن ڇو تہ فرقا تہ توهان پوءِ ناهيا الله جا نبي تہ ان کان گهڻو اڳ گذري ويا پوءِ اهي ڪيئن توهان جي فرقن منجهان ٿيا؟ هي هڪ اٽل قانون ٻڌي ڇڏيو تہ گذري ويل ماڻهن جي

ڪئي ڪمائي انهن جي اڪائونٽ ۾ ويندي توهان جي ڪمائي توهان جي کاتي ۾ ويندي توهان کان اڳي وارن بابت ڪجهه به نه پڇيو ويندو.

سَيَقُولُ السُّفَهَاء مِنَ النَّاسِ مَا وَلاَّهُمْ عَن قِبْلَتِهِمُ الَّتِي كَانُواْ عَلَيْهَا قُل لِّلّهِ الْمَشْرِقُ
وَالْمَغْرِبُ يَهْدِي مَن يَشَاءُ إِلَى صِرَاطٍ مُّسْتَقِيمٍ(142) وَكَذَلِكَ جَعَلْنَاكُمْ أُمَّةً وَسَطًا لِّتَكُونُواْ
شُهَدَاءَ عَلَى النَّاسِ وَيَكُونَ الرَّسُولُ عَلَيْكُمْ شَهِيدًا وَمَا جَعَلْنَا الْقِبْلَةَ الَّتِي كُنتَ عَلَيْهَا إِلاَّ
لِنَعْلَمَ مَن يَتَّبِعُ الرَّسُولَ مِمَّن يَنقَلِبُ عَلَى عَقِبَيْهِ وَإِن كَانَتْ لَكَبِيرَةً إِلاَّ عَلَى الَّذِينَ هَدَى
اللّهُ وَمَا كَانَ اللّهُ لِيُضِيعَ إِيمَانَكُمْ إِنَّ اللّهَ بِالنَّاسِ لَرَؤُوفٌ رَّحِيمٌ(143) قَدْ نَرَى تَقَلُّبَ
وَجْهِكَ فِي السَّمَاء فَلَنُوَلِّيَنَّكَ قِبْلَةً تَرْضَاهَا فَوَلِّ وَجْهَكَ شَطْرَ الْمَسْجِدِ الْحَرَامِ وَحَيْثُ مَا
كُنتُمْ فَوَلُّواْ وُجُوِهَكُمْ شَطْرَهُ وَإِنَّ الَّذِينَ أُوْتُواْ الْكِتَابَ لَيَعْلَمُونَ أَنَّهُ الْحَقُّ مِن رَّبِّهِمْ وَمَا
اللّهُ بِغَافِلٍ عَمَّا يَعْمَلُونَ(144) وَلَئِنْ أَتَيْتَ الَّذِينَ أُوْتُواْ الْكِتَابَ بِكُلِّ آيَةٍ مَّا تَبِعُواْ
قِبْلَتَكَ وَمَا أَنتَ بِتَابِعٍ قِبْلَتَهُمْ وَمَا بَعْضُهُم بِتَابِعٍ قِبْلَةَ بَعْضٍ وَلَئِنِ اتَّبَعْتَ أَهْوَاءهُم
مِّن بَعْدِ مَا جَاءكَ مِنَ الْعِلْمِ إِنَّكَ إِذَاً لَّمِنَ الظَّالِمِينَ(145) الَّذِينَ آتَيْنَاهُمُ الْكِتَابَ
يَعْرِفُونَهُ كَمَا يَعْرِفُونَ أَبْنَاءهُمْ وَإِنَّ فَرِيقاً مِّنْهُمْ لَيَكْتُمُونَ الْحَقَّ وَهُمْ يَعْلَمُونَ(146) الْحَقُّ
مِن رَّبِّكَ فَلاَ تَكُونَنَّ مِنَ الْمُمْتَرِينَ(147) وَلِكُلٍّ وِجْهَةٌ هُوَ مُوَلِّيهَا فَاسْتَبِقُواْ الْخَيْرَاتِ أَيْنَ
مَا تَكُونُواْ يَأْتِ بِكُمُ اللّهُ جَمِيعًا إِنَّ اللّهَ عَلَى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيرٌ(148) وَمِنْ حَيْثُ خَرَجْتَ فَوَلِّ
وَجْهَكَ شَطْرَ الْمَسْجِدِ الْحَرَامِ وَإِنَّهُ لَلْحَقُّ مِن رَّبِّكَ وَمَا اللّهُ بِغَافِلٍ عَمَّا تَعْمَلُونَ(149)
وَمِنْ حَيْثُ خَرَجْتَ فَوَلِّ وَجْهَكَ شَطْرَ الْمَسْجِدِ الْحَرَامِ وَحَيْثُ مَا كُنتُمْ فَوَلُّواْ وُجُوهَكُمْ

شَطۡرَهُۥ لِئَلَّا يَكُونَ لِلنَّاسِ عَلَيۡكُمۡ حُجَّةٌ إِلَّا ٱلَّذِينَ ظَلَمُواْ مِنۡهُمۡ فَلَا تَخۡشَوۡهُمۡ وَٱخۡشَوۡنِي وَلِأُتِمَّ
نِعۡمَتِي عَلَيۡكُمۡ وَلَعَلَّكُمۡ تَهۡتَدُونَ(150) كَمَآ أَرۡسَلۡنَا فِيكُمۡ رَسُولٗا مِّنكُمۡ يَتۡلُواْ عَلَيۡكُمۡ ءَايَٰتِنَا
وَيُزَكِّيكُمۡ وَيُعَلِّمُكُمُ ٱلۡكِتَٰبَ وَٱلۡحِكۡمَةَ وَيُعَلِّمُكُم مَّا لَمۡ تَكُونُواْ تَعۡلَمُونَ(151) فَٱذۡكُرُونِيٓ
أَذۡكُرۡكُمۡ وَٱشۡكُرُواْ لِي وَلَا تَكۡفُرُونِ(152)

**ترجمو:**

هو بيوقوف قسم جا ماڻهو چوندا تہ کهڙي شيءِ هنن کي ڦيرايو آهي ان قبلي کان جنهن تي هئا (بني اسرائيل وارا) تون چؤ تہ اوپر اولهہ الله جو آهي الله (جو قانون) جنهن کي هدايت بخشي صراط مستقيم جي سڌي رستي جي، توهان کير ٿيندا آهيو اهي بيوقوف آڏيون پچائون ڪرڻ وارا انهي قبلي ڏيڻ سان تہ (اسان توهان کي مرڪزيت تي فائز امت بنايو آهي هن لاءِ تہ اوهان ماڻهن مٿان نگران بنجو ۽ (اسان جو) رسول اوهان جي مٿان نگران هجي، ۽ اسان نہ بنايو هوسون قبلو (تنهنجي لاءِ مرڪز) جنهن تي تون هئين مگر هن لاءِ تہ نروار ڪيون هر انهيءَ ماڻهوءَ کي جيڪو تابعداري ڪري رسول جي، انهن ماڻهن کان جيڪي پوئين پيرين ڦري وڃن، ۽ بيشڪ اها (هڪڙي) ڳري ڳالهہ هئي، سواءِ انهن ماڻهن جي جن کي الله هدايت ڪئي، ۽ الله اهڙو ناهي جو اوهان جو ايمان وڃائي، بلاشڪ الله ماڻهن سان مهربان ۽ ٻاجهارو آهي (143) پڪ سان اسان ڏسون پيا تنهنجو آسمان طرف منهن ڦيرائڻ، پوءِ اسان ضرور توکي والي بنائينداسون ان مرڪز (هيڊڪوارٽر جو جيڪو تنهنجو من پسند آهي، پوءِ تون بہ ڦيراءِ پنهنجو توجہ مسجد حرام طرف (ان جي والي بنجڻ لاءِ) ۽ جنهن بہ جاءِ تي هجو- هر وقت ڦيرايو پنهنجا منهن (توجہ) ان مسجد حرام جي طرف (ان جي ولي بنجڻ لاءِ) ۽ اهي ماڻهو جن کي ڪتاب ڏنو ويو آهي پڪ سان ڄاڻن ٿا تہ (هنن جي ڪتابن وارين اڳڪٿين مطابق هنن جو مرڪزي هيڊڪوارٽر) اهو ئي حق سچ وارو آهي، انهن جي رب جي پاران- ۽ انهن جي ڪرتوتن کان الله بي خبرناهي، (144) جيڪڏهن آڻين تون انهن ماڻهن وٽ جن کي ڪتاب ڏنو ويو آهي سڀن دليلن کي تڏهن بہ اهي تنهنجي مرڪز (۽ نظريي) کي ڪو نہ مڃيندا ۽ نہ ئي وري تون ئي انهن جي قبلي جو تابع آهين، (تنهنجي تہ حيثيت آهي عالمي ليول جي) پر اهي (يهودي ۽ نصاري) هڪ ٻئي جي قبلي جا بہ پوئلڳ ڪونہ آهن، ۽ جيڪڏهن تون انهن جي هوائي خواهش جي پوئواري ڪندي پڄاڻان علم وحي ملڻ جي تہ بيشڪ تون ان وقت ظالمن منجهان ٿيندي،(145) جن ماڻهن کي اسان ڪتاب ڏنو آهي اهي (رسالت مآب جي مشن ۽ پروگرام جي سچائيءَ کي) ائين تہ سڃاڻن ٿا جيئن ڪير پنهنجي پٽن کي سڃاڻندو هجي، ۽ انهن منجهان هڪ گروهہ آهي (انهن جي

مذهبي پيشوائيت وارو) جيڪي لڪائين ٿا حق کي ڄاڻي ٻجهي ڪري (146) (جيتري ڳالهه آهي ته تنهنجي پروگرام جو قبلو مسجد حرام وارو آهي سو اهو ته حق آهي) ۽ حق به تنهنجي رب وٽان (پاس کيل) پوءِ توهان (اهل ڪتاب وارن کي) جهڳڙي ڪندڙن منجهان نه ٿيڻ گهرجي(147) ۽ هر ڪنهن پنهنجي لاءِ ڪونه ڪو طرف مقرر ڪري ڇڏيو آهي جنهن جي هو مالڪي ڪندو آهي (پر اصل ڳالهه آهي ته) پوءِ چڱن ڪمن ۾ اڳرائي ڪيو جهڙي به طرف هوندو ته الله توهان کي (هڪ هنڌ) گڏ ڪري آڻيندو الله کي هر شيءِ جي طاقت آهي(148) ۽ جنهن به ماڳ کان جنهن به وقت تون نڪرين ته پوءِ ڦيراءِ تون توجه پنهنجو مسجد حرام جي طرف (ان جي فتح ڪرڻ ۽ والي بنجڻ لاءِ، ۽ بيشڪ (مسجد حرام جو والي بنجڻ) اهو (تنهنجو) حق آهي تنهنجي پالڻهار پاران ۽ الله اوهان جي ڪارڪردگيءَ کان بي خبر ناهي(149) ۽ جتان به تون نڪرين ته پنهنجو منهن مسجد حرام کي (فتح ڪرڻ لاءِ) ڦيراءِ ۽ جتي به هجو ته ڦيرايو توجه پنهنجا ان مهم جي طرف هن لاءِ ته ماڻهن کي (توهان خلاف ڪوئي) دليل نه هجي (ته هي ڪو بغير ڪيپيٽل پوائنٽ ۽ مرڪز جي رولڙو پارٽيءَ وارا آهن) مگر جيڪي ظالم قسم جا ماڻهو آهن انهن جي (ڇٽرن) جو ڪوبه الڪو نه ڪجو (توهان کي صرف) منهنجي قانون (جي پڪڙي) جو خوف ڪرڻو آهي (اهو سڀ هن لاءِ ته) آئون مڪمل ڪيان توهان مٿان نعمتون پنهنجيون هن لاءِ ته توهان هدايت وارا ٿيو(150) (اها هدايت به ان جي تعليم واري) جيئن موڪليو آهي اسان توهان ۾ هڪ رسول توهان منجهان جيڪو توهان اڳيان اسان جون آيتون پڙهي ٿو ۽ توهان جي (ذهني ۽ فڪري ۽ جسماني) پرورش ڪري ٿو ۽ سيکاري ٿو توهان کي حڪمت پريو ڪتاب ۽ اهي ڳالهيون سيکاري ٿو جن کي توهان نه ڄاڻندا هئا (151) پوءِ اوهان مون کي (منهنجي قانون کي) ياد ڪيو ته آئون به اوهان کي ياد ڪيان (يعني منهنجو قانون وارو نظام به اوهان کي ياد ڪري يعني پرگهور ڪري) ۽ (منهنجي عطائن ۽ نعمتن) جو شڪرا ادا ڪيو ۽ منڪر نه بڻجو.(152)

## جدا جدا لفظن جون معنائون

### قبله:

لفظ قبله جو اصل قبل آهي، قبل لفظ جي معنيٰ آهي ”اڳيان“ ”اڳ“ هيءَ معنيٰ لفظ قبل جي مقابل لفظ بعد جي ذريعي قرآن حڪيم پاڻ سمجهائي آهي جيئن فِي بِضْعِ سِنِينَ لِلَّهِ الْأَمْرُ مِن قَبْلُ وَمِن بَعْدُ وَيَوْمَئِذٍ يَفْرَحُ الْمُؤْمِنُونَ(4-30) يعني اڳي پوءِ حڪم الله جو ئي هلندو، هن لفظ جو استعمال ماقبل ۽ مابعد سان قرآن حڪيم ۾ به سو پيرن کان وڌيڪ تعداد ۾ ٿيو آهي جن سان هن لفظ جون سڀ شڪلون ۽ صورتون به اچي وڃن ٿيون ۽ انهن مطابق هن لفظ جون ڪيئي معنائون ظاهر ٿين ٿيون، انهن سڀن استعمالن کي اهي ماڻهو وڃي پڙهن جيڪي عربي ٻولي جو علم اللغت تيار ڪرڻ گهرن اسان کي هتي صرف عربي ٻولي جي اصطلاحي لفظ قبله جي معنيٰ مفهوم لاءِ قرآن حڪيم منجهان ان جي استعمالن ذريعي ڄاڻ

ونڻي آهي، سو لفظ "قبلہ" جي معنیٰ آهي اهو طرف ۽ اها جهت ۽ اهو پاسو جيڪو منهن سامهون هجي، هي معنیٰ تہ ٿي لفظي ۽ لغت جي لحاظ سان اصلي، هن لفظ جي ٻي معنیٰ آهي تہ قبلو اهو مقام آهي جيڪو هر وقت اوهان جي ڪوشش ۽ توجهن جو سياسي مرڪز هجي، انهن معنائن جا مثال عرض ڪجن ٿا جيئن وَمَا جَعَلْنَا الْقِبْلَةَ الَّتِي كُنْتَ عَلَيْهَا إِلَّا لِنَعْلَمَ مَنْ يَتَّبِعُ الرَّسُوْلَ (2-143) يعني اسان ان کي جنهن تي تون هئين ان کي هن ڪري بہ قبلو (مرڪز ۽ هيڊڪواٽر) بنايو هو تہ ڏسون تہ ڪير ٿو تابعداري ڪري رسول جي....... ٻيو مثال ان ساڳي معنیٰ لاءِ وَلَئِنْ أَتَيْتَ الَّذِينَ أُوْتُواْ الْكِتَابَ بِكُلِّ آيَةٍ مَّا تَبِعُواْ قِبْلَتَكَ (2-145) يعني جيڪڏهن آڻين تون انهن ماڻهن ڏي جن کي ڪتاب ڏنو ويو آهي سڀ دليل تڏهن بہ اهي ڪونہ تابعداري ڪندا تنهنجي قبلي جي، هنن مثالن وارين آيتن جو معنوي محور تہ آهي شهر مڪي واري مسجد الحرام بيت الله پر مطلق هر مرڪز ۽ هر هيڊڪواٽر کي بہ قبلو ڪوٺڻ ۽ سڏڻ جو مثال جيئن، وَأَوْحَيْنَا إِلَى مُوسَى وَأَخِيهِ أَن تَبَوَّآ لِقَوْمِكُمَا بِمِصْرَ بُيُوتًا وَاجْعَلُواْ بُيُوتَكُمْ قِبْلَةً وَأَقِيمُواْ الصَّلاَةَ وَبَشِّرِ الْمُؤْمِنِينَ(87-10) يعني اسان موسیٰ ۽ ان جي ڀاءُ ڏي وحي ڪيو سون تہ شهر مصر ۾ پنهنجي قوم وارن کي گهر اڏي رهايو ۽ بنايو (آزاديءَ جي هلچل لاءِ) پنهنجي سين گهرن کي مرڪز ڪري.

## وسطا:

هر شيءِ جي وچ کي عربي ٻوليءَ ۾ وسط ڪوٺيو ويندو آهي، ڳاڻاٽي جي انگن جو وچ بہ ٻن برابر طرفن جي وچ واري انگ کي وچون عدد سڏيو ويندو جيئن پنجويهن جو وچون انگ ڪيهو تہ اهو تيرهون انگ ٿيندو يعني منڍ کان بہ ٻارهن تہ تيرهين انگ کان پوءِ وارا انگ بہ ٻارهن اهڙي طرح پلاٽ ۽ ڪنهن ايراضيءَ جي ماپ جو وچون نشان جيڪو هر طرف کان هڪ جيتري ماپ کان پوءِ بيهندو تہ ان کي بہ وسط ۽ وچ سڏيو ويندو ۽ انهيءَ وچ کي مرڪز بہ سڏي سگهبو هاڻي انهيءَ تشريح کي جيڪڏهن ماڻهن قومن امتن- ملتن جي اندر آڻيندا سين تہ ان لاءِ قرآن حڪيم هن ئي آيت ڪريمہ (2-143) ۾ جيڪا سمجهاڻي ڏني آهي تہ وَكَذَلِكَ جَعَلْنَاكُمْ أُمَّةً وَسَطًا لِّتَكُونُواْ شُهَدَاء عَلَى النَّاسِ. يعني اسان توهان کي مرڪزي امت قرار ڏنو آهي هن لاءِ تہ توهان ماڻهن مٿان نگران بنجو- توڙي ڪٽي اڄ جي ڪميونيڪيشن گلوبل وليج کان بہ وڌيڪ وَإِذَا النُّفُوسُ زُوِّجَتْ (81-7) جي درجي کي پهچي وئي آهي سو ڪنهن امت جو مرڪزي هجڻ جاگرافي جي لحاظ سان جناب ابراهيم عليہ السلام کان وٺي اڄ تائين ۽ اڳتي قيام قيامت تائين هن زمين جي گولي جو وچ ۽ وسط تہ شهر مڪي جو ڪعبو آهي ۽ رهندو ان حساب سان الله عزوجل امت مسلمہ کي مسجد بيت الحرام جي عدالت عاليہ کي دنيا جهان جي قومن ۽ انسان ذات لاءِ اقوام متحده طور نهرائي شهداءِ علي الناس بہ بنايو يعني مسلم امت وارا ماڻهن جي مرڪز مٿان فائز ۽ ماڻهن جي ڏکن سکن وارن معاملن ۾ انهن جا نگران بہ بنيا جاگرافي جي لحاظ سان اها حيثيت اقوام متحده نيويارڪ کي ناهي،

(هيءَ جدا ڳالهہ آهي تہ قرآن واري علم سان، علمي ليول تي بين الاقوامي بادشاه بنيل امت مسلمہ جڏهن کان قرآن دشمن علمن کي پنهنجو پيشوا بنايو جنهن سبب انهن جي اها بين الاقوامي مرڪزيت واري قيادت مڪي شهر ۾ تہ صدين کان وٺي ختم ٿي وئي هئي پر پوءِ لٽي پٽي انهن جو صدين کان وساري ڇڏيل شهداءِ علي الناس وارو منصب ۽ عهدو بہ انهن کان ڪسي نيويارڪ ۾ منتقل ڪري اهل ڪتاب وارن يهودين ۽ عيسائين پنهنجي مٿي جو تاج بنائي ڇڏيو، ۽ بدلي ۾ مسلم امت وارن کي قرآن مخالف امامي علمن ڏيڻ کان پوءِ تبليغي جماعت وارن معرفت ڇهہ ڪلما ۽ ڇهہ باتيون ڏيئي ڇڏيائون جيڪي سراسر قرآني ڪلمات الله جي خلاف آهن. (ٻڌو آهي تہ هاڻي عالمي سامراج وارن تبليغي جماعت وارن کي ستون نڪتو وڌائي عاشورا ڳائڻ جو بہ حڪم ڏنو آهي).

**شهداء:**

لفظ شهد جي معنیٰ آهي حاضر ٿيو موجود ٿيو، اسين جيڪو بار بار عرض ڪندا اچون پيا تہ قرآن حڪيم پنهنجن الفاظن جي معنیٰ مختلف اڳ پوءِ وارن لفظن سان پاڻ سمجهائيندو آهي ۽ تقابل واري صنف جنهن لاءِ علم بلاغت ۽ ادب جي هيءَ مشهور چوٽي آهي تہ تعرف الاشياء باضداد ها يعني شيون پنهنجي ضد ۽ معنوي ٽڪراءَ وارن لفظن سان سڃاتيون وينديون آهن تہ لفظ شهادت جو استعمال گهڻ ۾ گهڻ ڏهہ ڀيرا لفظ غيب جي مقابلہ ۾ استعمال ڪيو ويو آهي، تہ هاڻي جڏهن غيب جي هيءَ معنیٰ ٺهي آهي تہ ڳجهو ۽ غير حاضر تہ شآهد لفظ جيڪو ان سان گڏ آندو ويو آهي تہ استعمال جي ان انداز منجهان قرآن حڪيم پنهنجي لفظ جي لغت وارو ڪتاب پاڻ بنجي ويو، آءٌ هت صرف هڪ مثال تي اڪتفا ڪيان ٿو، ثُمَّ تُرَدُّونَ إِلَىٰ عَالِمِ الْغَيْبِ وَالشَّهَادَةِ فَيُنَبِّئُكُم بِمَا كُنتُمْ تَعْمَلُونَ(94-9) يعني پوءِ توهان موٽايا ويندو غائب ۽ حاضر جي ڄاڻڻ واري ڏي.

**تقلب:**

هي مصدري صيغو آهي لفظ قلب جو- قلب جي معنیٰ آهي هر وقت ڦيرگهير ۾ رهڻ- الٽ پلٽ ٿيڻ، هي لفظ پنهنجي مختلف شڪلن ۾ مختلف ماقبل ۽ مابعد سان ڏيڍ سو ٻيرن کان وڌيڪ تعداد ۾ استعمال ٿيو آهي ۽ ان جي اها معنیٰ قرآن حڪيم جي استعمال وارن طريقن ۽ انداز منجهان ئي نروار ٿي آهي، آئون اهڙن استعمالن منجهان ڪجهہ ضروري مثال عرض ڪيان ٿو، جيئن لَقَدِ ابْتَغَوُا الْفِتْنَةَ مِن قَبْلُ وَقَلَّبُوا لَكَ الْأُمُورَ (48-9) يعني دشمنن طرفان توهان ۾ جاسوس ڇڏيل آهن انهن ظالمن کي الله ڄاڻندڙ آهي انهن هن کان اڳي بہ توهان لاءِ فتنا ڪڙا ڪيا ۽ توهان جي معاملن کي ابتو سبتو ڪري ڇڏيائون، ٻيو مثال جيئن يُقَلِّبُ اللَّهُ اللَّيْلَ وَالنَّهَارَ إِنَّ فِي ذَٰلِكَ لَعِبْرَةً لِّأُولِي الْأَبْصَارِ(44-24) يعني ڦيرائي ٿو ٻيو الله رات ۽ ڏينهن کي، ٽيو مثال جيئن مَا يُجَادِلُ فِي آيَاتِ اللَّهِ إِلَّا الَّذِينَ كَفَرُوا فَلَا يَغْرُرْكَ تَقَلُّبُهُمْ فِي الْبِلَادِ(4-40) يعني الله جي آيتن

خلاف صرف اهي وڙهن ٿا جيڪي ڪافر آهن پوءِ انهن دشمنن جو شهرن ۾ لامارا ڏيڻ توڪي پريشانيءَ ۾ نہ وجهي، عربي ٻوليءَ ۾ فواد جي معنيٰ آهي دل، تہ قرآن حڪيم ان جي ترادف يعني ٻيلهہ واري استعمال ۾ فرمايو تہ وَنُقَلِّبُ أَفْئِدَتَهُمْ وَأَبْصَارَهُمْ كَمَا لَمْ يُؤْمِنُواْ بِهِ أَوَّلَ مَرَّةٍ وَنَذَرُهُمْ فِي طُغْيَانِهِمْ يَعْمَهُونَ(6-110) يعني اسين الله جي آيتن جي دشمنن جي دلين ۽ اکين کي ڦيرائيندا رهون ٿا.

**شطر:** هن لفظ جي معنيٰ آهي "طرف ۽ جهت" هي لفظ قرآن پاڪ ۾ پنج ڀيرا استعمال ٿيو آهي- پڙهندڙ مهربان قرآن حڪيم جي استعمال واري انداز تي ذرا غور ڪن تہ ائين معلوم ٿيندو جيئن ڪوئي شخص ڪنهن جي آنگر ڪان وٺي ان کي ڏس ڏيندو هجي، آيت ڪريمہ آهي وَمِنْ حَيْثُ خَرَجْتَ فَوَلِّ وَجْهَكَ شَطْرَ الْمَسْجِدِ الْحَرَامِ (2-149) يعني جنهن بہ هنڌ کان تون نڪرين تہ پنهنجو منهن مسجد حرام طرف موڙي رکجان ۽ هن آيت ۾ قرآن حڪيم ڳالهہ سمجهائڻ لاءِ ڪٿي محاوري واري معنيٰ استعمال ڪئي آهي تہ هردم هروقت تون مڪي جي مسجد محترم کي فتح ڪرڻ ۽ ان جي والي بنجڻ جي ڪوشش ۾ رهجان پر جملي فول وجهك شطرالمسجد الحرام منجهہ لفظ شطر جي معنيٰ پاڻ ئي ڪر ڪٿي پئي ٻڌائي تہ شطر معنيٰ طرف آهي.

**الحرام:**

عجيب ڳالهہ آهي جو قرآن حڪيم جا ڪوڙ سارا الفاظ دنيا جي ٻين ٻولين ۾ ايترو تہ جاءِ ولاري ويا آهن جڻ تہ اهي آهن ئي انهن ٻولين جا، اهڙن لفظن منجهان هڪ هي لفظ حرام جو بہ آهي باقي هيءَ جدا ڳالهہ آهي تہ لفظن جي قرآن حڪيم واري استعمال جي انداز تي جڏهن غور ڪيو ويندو تہ علم لسانيات ۽ ٻولين جي جوڙ جڪ جو ايترو تہ مواد ملندو جو ان تي ڪئي P.H.D جون ٿيسز تيار ٿي وڃن. لفظ حرام جي معنيٰ بہ قرآن حميد پاڻ پنهنجي فن تقابل سان سمجهائي آهي لفظ حرام سان مقابل لفظ حلال گڏ استعمال ڪري معنيٰ سمجهائي ڏني، جو تہ لفظ حلال بہ سنڌي ٻوليءَ سان گڏ ٻين ڪيترين ئي ٻولين ۾ سندس اصلي عربي ٻوليءَ واري معنيٰ ۾ استعمال ٿئي ٿو، هاڻي ٻنهي لفظن جي گڏيل استعمال جو مثال پهريائين عرض ڪيان ٿو تہ جيئن وَأَحَلَّ اللّهُ الْبَيْعَ وَحَرَّمَ الرِّبَا(275-2) يعني الله پاڪ واپار کي حلال ڪيو ۽ وياج کي حرام ڪيو، هتي سمجهي ڇڏڻ گهرجي تہ حلال جي معنيٰ جيئن قرآن پاڪ پاڻ ٻڌائي آهي تہ رسي کولڻ ۽ ڳنڍ کولڻ (27-20) ان جي مخالف مقابل لفظ حرام جي معنيٰ پاٽيهي پاڻ طئہ ٿي وئي مقرر ٿي وئي تہ ڪنهن کي روڪڻ، منع ڪرڻ بندش وجهڻ، ان معنيٰ کي پڌرو ڪرڻ جو ٻيو مثال جيئن وَلاَ تَقُولُواْ لِمَا تَصِفُ أَلْسِنَتُكُمُ الْكَذِبَ هَـذَا حَلاَلٌ وَهَـذَا حَرَامٌ لِّتَفْتَرُواْ عَلَى اللّهِ الْكَذِبَ إِنَّ الَّذِينَ يَفْتَرُونَ عَلَى اللّهِ الْكَذِبَ لاَ يُفْلِحُونَ(116-16) (خلاصو) نہ چئو

جيڪا تيڪا ڪوڙي ڳالهه پنهنجي زبانن سان (جو قرآن جي بدران مفتي بنجي وتو پيا جخ هڻندا) ته هي حلال آهي هي حرام آهي.

**الممترين:**

مرية-مراء-تمار-تتماري- هن لفظ جي معنىٰ آهي ڪنهن ڳالهه ۾ شڪ ڪرڻ ڪنهن ڳالهه کي رد ڪرڻ، ڪوڙو قرار ڏيڻ، اها معنىٰ به قرآن حڪيم پنهنجي مخصوص انداز سان پاڻ ڏسي ۽ ٻڌائي آهي جيئن ذَلِكَ عِيسَى ابْنُ مَرْيَمَ قَوْلَ الْحَقِّ الَّذِي فِيهِ يَمْتَرُونَ(19-34) يعني اها آهي عيسىٰ بن مريم جي حق سچ واري سوانح جنهن ۾ اهي شڪ ڪن ٿا، يا جنهن کي اهي ڪوڙو سمجهن ٿا، انهي معنىٰ مفهوم جو ٻيو مثال جيئن لَقَدْ جَاءَكَ الْحَقُّ مِن رَّبِّكَ فَلاَ تَكُونَنَّ مِنَ الْمُمْتَرِينَ(94-10) يعني تو وٽ حق جو علم تنهنجي پالڻهار وٽان اچي چڪو آهي پوءِ ڪوئي به توهان منجهان شڪ ڪرڻ وارو نه ٿئي.

**فاستبقوا:**

لفظ سبق جي اصل معنىٰ آهي گوءِ پچڻ، ڊوڙ ۾ مقابلو ڪرڻ، اڳتي وڌڻ، انهن معنائن جي مثال ڪان اڳ ۾ منهنجي وري ساڳي ڳالهه ته جيئن رب تعالىٰ پاڻ غيرن جي محتاجيءَ کان بچائي ٿو جيئن سندس ئي اعلان آهي ته ثُمَّ إِنَّ عَلَيْنَا بَيَانَهُ(19-75) يعني قرآن جو بيان ۽ تفسير اسان جي ذميداري آهي جو سچو سچو مصداق آهي يعني قرآن پنهنجي افهام تفهيم ۾ ڪنهن جو به محتاج ڪونهي سڪڻ پڙهڻ پروڙڻ وارن کي پنهنجي لفظن ۽ مسئلن جي جاڻ پاڻ ٿو ڏئي، ڊڪڻ جي معنىٰ جو مثال جيئن وَاسْتَبَقَا الْبَابَ (25-12) يعني ڊوڙ پاتي ٻنهي دروازي طرف- ڊوڙ ۾ هڪ ٻئي کان اڳ ڪيڻ جو مثال جيئن لَا الشَّمْسُ يَنبَغِي لَهَا أَن تُدْرِكَ الْقَمَرَ وَلَا اللَّيْلُ سَابِقُ النَّهَارِ وَكُلٌّ فِي فَلَكٍ يَسْبَحُونَ(36-40) يعني نه سج کان هي ٿي سگهندو جو هو چنڊ کي پهچي سگهي نه ڪي رات ڏينهن کان اڳ ڪيي سگهندي لفظ سبق ۽ سبقت جي معنىٰ مفهوم مخالف ذريعي سمجهائڻ جي قرآن واري ٽيڪنڪ جو مثال جيئن مَّا تَسْبِقُ مِنْ أُمَّةٍ أَجَلَهَا وَمَا يَسْتَأْخِرُونَ(5-15) يعني ڪا به قوم پنهنجي اجل کان اڳ ڪيي نه سگهندي نه ڪي وري پوئتي هٽي سگهندي.

**ذڪر:**

لفظ ذڪر جي معنىٰ آهي ياد ڪرڻ، يادگيرو، ڳالهه کي ذهن ۾ رکڻ، اها معنىٰ قرآن حڪيم مقابل ۽ معنىٰ جي لحاظ سان مخالف لفظ کي گڏ آڻي سمجهائي آهي جيئن فرمايو ته قَالَ أَرَأَيْتَ إِذْ أَوَيْنَا إِلَى الصَّخْرَةِ فَإِنِّي نَسِيتُ الْحُوتَ وَمَا أَنسَانِيهُ إِلَّا الشَّيْطَانُ أَنْ أَذْكُرَهُ وَاتَّخَذَ سَبِيلَهُ فِي الْبَحْرِ عَجَبًا(18-63) يعني (چيو موسىٰ عليه السلام جي همسفر ساٿيءَ ته) مون وساري ڇڏي مڇي ۽ اها ياد ڪرڻ کان شيطان مونکي وسارائي ڇڏي، غور ڪبو ته هت هنن جملن ۾ لفظ ذڪر ۽ نسيان کي

آيت ڪريمہ ۾ قرآن حڪيم گڏ استعمال ڪري ٻنهي جي معنیٰ ڪولي سمجهائي ڏني، هاڻ اهو لفظ ذڪر جو قرآن حڪيم جي نهايت اهم اصطلاحن منجهان ہڪ اصطلاح آهي، جنهن جي معنیٰ مطلب، ماقبل ۽ مابعد جي حوالن سان نرالي نرالي پئي ظاهر ٿيندي، آئون هتي انهن استعمالن جا قرآن حڪيم منجهان جملا آڻيان ٿو انهن سين ۾ لفظ ذڪر جي اصلي معنیٰ ياد ڪرڻ تہ ضرور آهي پر ان سان گڏ اتي اتي مراد انهن شخصيتن جي تاريخ جي بہ آهي، جيئن وَاذْكُرْ فِي الْكِتَابِ مَرْيَمَ إِذِ انتَبَذَتْ مِنْ أَهْلِهَا مَكَانًا شَرْقِيًّا(16-19) وَاذْكُرْ فِي الْكِتَابِ إِبْرَاهِيمَ إِنَّهُ كَانَ صِدِّيقًا نَّبِيًّا(41-19) وَاذْكُرْ فِي الْكِتَابِ مُوسَى إِنَّهُ كَانَ مُخْلَصًا وَكَانَ رَسُولًا نَّبِيًّا(51-19) وَاذْكُرْ فِي الْكِتَابِ إِسْمَاعِيلَ إِنَّهُ كَانَ صَادِقَ الْوَعْدِ وَكَانَ رَسُولًا نَّبِيًّا(45-19) وَاذْكُرْ عَبْدَنَا أَيُّوبَ إِذْ نَادَى رَبَّهُ أَنِّي مَسَّنِيَ الشَّيْطَانُ بِنُصْبٍ وَعَذَابٍ(41-38) وَاذْكُرْ أَخَا عَادٍ إِذْ أَنذَرَ قَوْمَهُ بِالْأَحْقَافِ وَقَدْ خَلَتِ النُّذُرُ مِن بَيْنِ يَدَيْهِ وَمِنْ خَلْفِهِ أَلَّا تَعْبُدُوا إِلَّا اللهَ إِنِّي أَخَافُ عَلَيْكُمْ عَذَابَ يَوْمٍ عَظِيمٍ(21-46) وَاذْكُرْ فِي الْكِتَابِ إِدْرِيسَ إِنَّهُ كَانَ صِدِّيقًا نَّبِيًّا(54-19) ذڪر جي معنیٰ نصيحت جو مثال جيئن وَإِذَا ذُكِّرُوا لَا يَذْكُرُونَ(13-37) يعني جنهن وقت اهي غلط ڪار نصيحت ڪيا وڃن ٿا تہ نصيحت نٿا قبول ڪن. ذڪر لفظ جي معنیٰ قانون جو مثال إِنَّ الْمُنَافِقِينَ يُخَادِعُونَ اللّهَ وَهُوَ خَادِعُهُمْ وَإِذَا قَامُواْ إِلَى الصَّلاَةِ قَامُواْ كُسَالَى يُرَآؤُونَ النَّاسَ وَلاَ يَذْكُرُونَ اللّهَ إِلاَّ قَلِيلاً(142-4) يعني اهي منافق جن ڊيوٽين ڏيڻ لاءِ اٿن ٿا تہ نهايت سستيءَ سان ماڻهن کي ڏيکاءَ لاءِ اٿن ٿا ۽ الله جو ذڪر بہ نٿا ڪن مگر ٿورڙو تہ هتي ذڪر منجهان مراد الله جو قانون آهي ڇو تہ حڪومت جي ڊيوٽين ڏيڻ مهل سمورو ڪم قرآن جي قانون جي روشني ۾ ڪرڻو هوندو آهي، هتي اهو خانقاهي قسم وارو تسبين تي الله جي نالي کي ڳڻڻ وارو ذڪر نہ ڪو نمازن ۾ ڪيو وڃي ٿو ۽ نہ وري سرڪاري ڊيوٽين ڏيڻ لاءِ ان جي ضرورت هوندي آهي سمجهڻ جهڙي ڳالهہ آهي تہ عدالتن ۾ ۽ پبلڪ جي زندگي وارن مسئلن ۾ ڳالهہ سموري قانون جي هوندي آهي، ذڪر جي معنیٰ قانون جو ٻيو مثال جيئن يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُواْ إِذَا لَقِيتُمْ فِئَةً فَاثْبُتُواْ وَاذْكُرُواْ اللّهَ كَثِيرًا لَّعَلَّكُمْ تُفْلَحُونَ(45-8) يعني اي ايمان وارو جڏهن ٽڪرجو ڪنهن جنگي جٿي سان تہ پوءِ ثابت قدم ٿيو ۽ ياد ڪيو الله کي گهڻو (يعني الله جي جنگ لاءِ قانون کي ياد ڪيو) جنهن سان اوهان ڪامياب ٿيو هاڻي هن آيت ۾ ذڪر جي معنیٰ قانون هن ڪري بہ آهي جو ٿوري فوج پاڻ کان وڏي تعداد واري فوج کان ڪيئن ڪٽي سگهندي ان لاءِ جنگي قانون پاس ٿيل آهن الله عزوجل هتي انهن قانونن طرف ڌيان ڇڪرائي ٿو ۽ خاص ڪري اهڙا جنگي قانون دشمن فوجن جي ٿورڙائيءَ گهڻائي سان وڙهڻ مهل وڏي ڪم جا هوندا آهن جن جي طرف قرآن مجيد ڌيان ڇڪرائي رهيو آهي هن آيت ڪريمہ ۾ وار ڪولي خانقاهن وارو جهمريون پائڻ وارو ذڪر مراد ناهي نہ ڪي تسبين ڦيرائڻ وارو ذڪر مراد آهي، ذڪر معنیٰ قرآن جو مثال جيئن خُذُواْ مَا آتَيْنَاكُم بِقُوَّةٍ وَاذْكُرُواْ مَا فِيهِ

لَعَلَّكُمۡ تَتَّقُونَ(7-171) يعني ونو ان علم وحي کي جيڪو اسان توهان کي ڏنو آهي مضبوطيءَ سان ۽ ان ۾ جيڪو به علم آهي ان کي سمجهو ۽ ياد ڪيو تا ته مصيبتن کان بچي سگهو، هتي هي حقيقت ياد رکڻ گهرجي ته الله جو قانون جيڪو علم وحي ذريعي مليو آهي زماني جا ڦورو ماڻهو ان کي پسند نه ڪندا آهن ان ڪري جڏهن به جنهن امت وارن کي الله پنهنجي قانون ۽ علم وحي وارن ڪتابن سان نوازيو آهي انهن کي هي ضرور تاڪيد ڪيو آهي ته زماني وارا توهان سان وڙهندا سو اسان جي ڪتاب ۽ قانون کي نافذ ڪرڻ لاءِ طاقت کان ڪم ونجو، باقي خانقاهن واري ذڪر ڪرڻ وارن کي ڪوئي ڪونه وڙهندو اهو ذڪر ته هر قسم جو پاڙي ۽ ڪمزور ماڻهو به ڪري سگهندو.

**واشڪروا:**

هي صيغو جمع مذڪر امر حاضر معلوم جو آهي، لفظ شڪر جي معنىٰ قرآن حڪيم پنهنجي تعليم جي مخصوص انداز ۽ طريقي سان سمجهائي آهي ته انسان ڪيس مليل نعمتون ۽ صلاحيتون خلق خدا جي فائدي لاءِ کولي رکي، اها معنىٰ معلوم ٿي آهي آيت ڪريمہ لِيَبۡلُوَنِيٓ ءَأَشۡكُرُ أَمۡ أَكۡفُرُۖ وَمَن شَكَرَ فَإِنَّمَا يَشۡكُرُ لِنَفۡسِهِۦۖ وَمَن كَفَرَ فَإِنَّ رَبِّي غَنِيّٞ كَرِيمٞ(40-27) منجهان هن آيت ۾ لفظ شڪر کي مقابلي ۾ آندو ويو آهي لفظ ڪفر جي، ڪفر جي معنىٰ آهي لڪائڻ ۽ ڪنهن شيءِ کي بند ڪري لڪائي رکڻ، ته ان کان پوءِ شڪر جي معنىٰ از خود طئه ٿي وئي ته ڪنهن شيءِ کي کولي رکڻ، ظاهر ڪرڻ، انهيءَ معنىٰ جي تائيد هن آيت ڪريمہ منجهان به ٿئي ٿي ته وَإِذۡ تَأَذَّنَ رَبُّكُمۡ لَئِن شَكَرۡتُمۡ لَأَزِيدَنَّكُمۡۖ وَلَئِن كَفَرۡتُمۡ إِنَّ عَذَابِي لَشَدِيدٞ(7-14) يعني جڏهن جو توهان جي پالڻهار هي قانون ناهي چڏيو آهي ته (اوهان کي مليل نعمتون جيترو به توهان ماڻهن جي يلي لاءِ کولي رکندو ته مالڪ سائين فرمائي ٿو ته آئون به اوترو ئي (پنهنجون نعمتون) وڌائيندو رهندس. انهيءَ ساڳي معنىٰ سان رب پاڪ پاڻ کي شڪور سڏيو آهي ته جيڪي ماڻهو کين مليل رزق منجهان خرچ ڪن ٿا ۽ لڪائي نٿا رکن ته لِيُوَفِّيَهُمۡ أُجُورَهُمۡ وَيَزِيدَهُم مِّن فَضۡلِهِۦٓۚ إِنَّهُۥ غَفُورٞ شَكُورٞ(30-35) يعني الله به اهڙن ٻانهن کي انهن جو اجورو پورو ڪري ڏيندو پنهنجي فضل سان (چو ته) الله به غفور ۽ شڪور آهي، هتي غفور جي معنىٰ پناه ڏيڻ وارو ۽ شڪور جي معنىٰ گهڻو ڏيڻ وارو آهي.

**هنن آيتن منجهان ثابت ٿيندڙ مسئلا**

هن آيت ڪريمہ (2-142) ۾ اهل ڪتاب جي سوال جو جواب آهي سوال آهي ته جڏهن اڳي وارن نبين جو مرڪز ۽ هيڊڪواٽر بيت المقدس هو ته توهان جو مرڪز مڪي وارو بيت الله ڪعبو چو آهي. ان سوال جو جواب رب پاڪ هي ڏنو ته اوپر اولهہ الله جو آهي، جهيڙو طرفن جو ناهي ته ڪنهن جو طرف ۽ مرڪز ڪهڙو آهي ڪهڙو ناهي اصل ڳالهہ هدايت جي آهي جيڪا صرف الله وٽان ملٽي آهي ان جي قانون مطابق، هن جواب ۾ اوير ۽

اولهه وارن ٻن طرفن جو ذڪر ڪيو ويو جڏهن ته ٻيا ٻه طرف ڏکڻ ۽ اتر به آهن ۽ سوال ڪندڙن جو مقصد به ڏکڻ طرف مڪي شهر واري قبلي ۽ اتر طرف واري قبلي بيت المقدس سان تعلق رکي پيو ڇا ڪير هي اعتراض نه ٿو ڪري سگهي ته جواب بي جوڙ آهي؟ سو ان سوال جو جواب هي آهي ته رب پاڪ ڏکڻ ۽ اتر وارن قبلن بابت ڪيل سوال جي جواب ۾ جيڪو هي فرمايو آهي اوڀر اولهه الله جا آهن ته هن جواب ۾ چارئي طرف اچي وڃن ٿا، اهو هن طرح ته مشرق ۽ مغرب لفظن جو معنوي تعلق سج جي اڀرڻ ۽ غروب ٿيڻ سان آهي سو هن حقيقت کي هر ماڻهو سمجهي سگهي ٿو ته سج اڀرڻ کان پوءِ ان جي روشني جو تعلق صرف اوڀر ۽ اولهه سان مخصوص نه هوندو آهي بلڪ ان جي روشني چئني طرفن کي محيط هوندي آهي ان ڪري هن جواب ۾ سوال وارا ٻه طرف ڏکڻ ۽ اتر به اچي ويا پر گڏوگڏ جن طرفن بابت سوال نه ڪيو ويو آهي اهي به اچي ويا آهن، ان ڪري جواب مڪمل طور جامع آهي، ٻيو علم حديث گهڙڻ وارن هتي هن آيت کي هڪ هٿراڌو شان نزول ڏيڻ لاءِ ڪئي ساريون حديثون گهڙيون آهن ته نبي سائين جن هجرت ڪري اچڻ شرط مديني جي يهودين جي خوشامد لاءِ مسجد بيت الحرام مڪي طرف منهن ڪري نماز پڙهڻ بدران ان کي پٺي يا پاسو ڏئي يهودين جي قبلي واقع تل ابيب طرف منهن ڪري نماز پڙهندا هئا، اهڙيون سڀ حديثون اسلام جي حقانيت ۽ جناب خاتم الانبياءِ عليہ السلام جي شان اقدس کي گهٽائڻ لاءِ ٺاهيون ويون آهن ان جو ثبوت هي آهي ته مڪي يا بيت المقدس طرف منهن ڪرڻ نماز پڙهڻ جو هتي ذڪر ڪنهن به آيت ۾ ڪونهي ڪو، اهڙين حديثن سان نبي سائين جن جو شان هن طرح علم حديث ٺاهڻ وارن گهٽايو آهي ته دنيا وارا ماڻهو اسانجي نبيءَ جي اهڙي عمل منجهان ٻڌل ته ائين سمجهن ته هن آخري نبي جي آندل اسلام واري پروگرام ۾ ايتري سچائي ۽ دليلن جي حقانيت ڪانه هئي ۽ ڪانه آهي، ان ڪري مخالفن جي جائز ناجائز خوشامد ڪرڻ سان انهن کي پنهنجو بنائڻ لاءِ هي آخري نبي حيلي بازيون ڪري انهن جي حمايت وٺڻ لاءِ جتن ڪندو هو، اصل ۾ اهل ڪتاب وارن جي هن اعتراض جو مقصد هي هو ته سچو نبي اهو آهي جنهن جو مرڪز قبلو اسرائيل جي تل ابيب وارو بيت المقدس هجي، اصل ۾ اهل ڪتاب وارا پنهنجي اعتراض سان جناب خاتم الرسل جي نبوت جو انڪار ڪري رهيا هئا، ۽ موجوده مروج نماز ته ان وقت اهل ڪتاب وارن کي به معلوم ئي ڪانه هئي جنهن ڳالهه جو ثبوت هي به آهي ته اڄ تائين عيسائي ماڻهو به پنهنجي گرجائن ۾ بيت المقدس طرف عبادت مهل منهن ڪندائي ڪونه آهن، پوءِ يهودين عيسائين مٿان ته اهڙو اعتراض ڪونه ڪيو آهي، باقي مسلم امت وارن جي نماز لاءِ جيڪا نه قرآن ۾ آهي ۽ نه ئي ان دور ۾ اجا رواج ۾ ئي ڪانه آئي هئي سو ان لاءِ ائين ڪيئن چوندا؟ ان ڪانسواءِ خود ايندڙ آيت ۾ به هن حقيقت جي تائيد ملي ٿي ته يهودين جو مڪي جي مسجد بيت الحرام واري قبلي مٿان اعتراض جو سبب هي آهي ته اهو ڪائناتي قيادت وارو ابراهيمي بين

الاقوامي مرڪز ۾ قبلو آهي پر هنن کي صرف اهو قبلو منظور هو جيڪو نسلي فرقيوارو خالص بني اسرائيلين لاءِ مخصوص هجي بيت المقدس وانگر، تڏهن ته رب پاڪ آيت نمبر 143 ۾ فرمايو ته اسان مسلم امت وارن کي انسان ذات مٿان مرڪزي قيادت ڏيئي انهن جو نگران بنائي رهيا آهيون ۽ اسان جو رسول ۽ ان جو پهچايل منشور قرآن واري دستور جو نظام انهن مٿان نگران هوندو، ان ڪري مڪي واري قبلي جي وراثت امت مسلم کي ان ڪري ڏئي رهيا آهيون ته ڏسؤن ته اهل ڪتاب ۽ مشرڪن منجهان ڪير ٿو ذات انسان جي ڀلائي، لاءِ اسان جي آخري نبيءَ جو ساٿ ڏئي.

آيت نمبر 144 ۾ هن حقيقت کي واضح ڪري رهي آهي جن امامن هي حديثون ناهيون آهن ته نبي عليه السلام مڪي کان مديني هجرت ڪري اچڻ مهل الله جي حڪم کانسواءِ يهودين کي خوش ڪرڻ لاءِ ڪعبت الله مڪي کي پٺي ڏيئي انهن جي قبلي بيت المقدس طرف سترهن ارڙهن مهينا منهن ڪري نماز پڙهندا هئا، آيت ڪريم اهڙين حديثن کي هن طرح ڪوڙو قرار ڏنو آهي ته رب پاڪ پنهنجي رسول کي فرمائي رهيو آهي ته اسان ڏسون پيا جو تون آسمان طرف متوجه ٿين پيو هن لاءِ ته ڪاش جو تون پنهنجو دل پسند مڪي واري مرڪز کي پنهنجي قبضي ۾ آڻي سگهين، سو اسان به توکي ان لاءِ ڏس ڏيون ٿا ته مڪي کان نڪري اچڻ کان پوءِ لڳاتار ان قبلي کي فتح ڪرڻ لاءِ پنهنجون ڪوششون جاري رک، اهي ڪوششون نه رڳي مديني تائين محدود هجن پر تنهنجو لشڪر جنهن به هنڌ رهائش پذير هجي هر هنڌ هر وقت توهان کي مڪي کي مسجد حرام واري مرڪز کي حاصل ڪرڻ ۽ فتح ڪرڻ جو اونو هجڻ گهرجي اسان ضرور توکي فتحياب ڪري مڪي جو والي بنائينداسون اهل ڪتاب وارن خوامخواه اوهان خلاف پراپگندا هلائي آهي اهي اندر ۾ پڪ سان اوهان کي حق تي سمجهن ٿا، الله انهن جي ڪرتوتن کان مڪمل طور باخبر آهي، محترم پڙهندڙ مهربان غور ڪن ته ڇا ائين ٿي سگهي ٿو ته جناب رسول الله عليه السلام جن الله جي اجازت کان سواءِ اعلان ڪن ته هاڻ اڳتي لاءِ اسلام ۾ مسلم امت وارن جو قبلو يهودين وارو قبلو رهندو- پوءِ ان تي ڏيڍ سال ڪن عمل پيرا به رهن وري خود پنهنجي فيصلي تي پاڻ ئي پشيمان ۽ پريشان ٿين ۽ دل ئي دل ۾ الله کان پيا دعائون گهرن ته انهن جي قبلي منجهان منهنجي ۽ منهنجي امت جي ڪڏهن جان ڇڏائيندي وغيره وغيره ڇا ته حديثون ناهيندڙن جناب رسول جو تعارف ڪرايو آهي!!! جو پورو ڏيڍ سال هڪ بين الاقوامي عالمگير رسالت جو تاجدار رسول پنهنجي وسيع پروگرام ابي ابراهيم واري ورثي کي ڇڏي هڪ تنگ نظريي واري يهودي امت جي قبلي کي الله جي اجازت کان سواءِ پنهنجو قبلو بنايو آهي؟ جڻ ته جناب رسول عليه السلام جن تيرهن سال مٿن نازل ٿيندڙ قرآن منجهان، پنهنجي نبوت ۽ رسالت جي مرتبي ۽ منصب ۽ ختم نبوت جي فلسفي کي سمجهوئي ڪونه هو!!!(افسوس افسوس)

آيت ڪريمہ 145 ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ تنگ نظر متعصب يهودين کي تون جيترا بہ دليل ڏيندين تہ تنهنجي قبلي يعني نظريي کي ڪونہ مڃيندا ۽ تون بہ پنهنجي عالمگير ليول کان هيٺ لهي هنن جي متعصبانہ محدود نسل پرستي واري نظريي طرف ڪونہ ايندين ۽ نہ کي اچڻ بہ گهرجي، پر هي هڪ اصول سمجهي ڇڏ تہ توکي هيتري ساري علم ملڻ کان پوءِ جيڪڏهن تون انهن جي غلط قبلي ۽ نظريي جي تابعداري ڪندين تہ اسان جو قانون تنهنجي اهڙي عمل کي بہ ظالمن واري عمل مان شمار ڪندو، آئون هن آيت ڪريمہ جي روشنيءَ ۾ محترم پڙهندڙن کي اپيل ڪرڻ چاهيان ٿو تہ هاڻي اوهان سوچيو تہ ڪيئن نہ علم حديث ناهڻ وارن جناب رسول عليہ السلام کي اندازاً ڏيڍ سال يهودين جي قبلي جو پوئلڳ بنائي انهن کي هن آيت ڪريمہ جو مخالف بنائي ڇڏيو آهي نہ صرف مخالف پر آيت ۾ ڏنل وعيد جو بہ مستحق ۽ مرتڪب بنائي ڇڏيو آهي هاڻي ڪير ٻڌائي سگهندو تہ ڇا هي آيت نمبر (2-145) مسلم امت جا مذهبي اڳواڻ ڪونہ پڙهيا هوندا؟ ۽ پوءِ بہ هو اهي حديثون اڄ تائين پڙهن پڙهائن وينا تہ نبي سائين ڏيڍ سال يهودين جي قبلي کي پنهنجو قبلو مڃي ان کي سامهون ڪري نمازون پڙهندا رهيا.

آيت نمبر 146 ۽ 147 ۾ سمجهايو ويو آهي تہ اهل ڪتاب ماڻهو جناب خاتم الرسل عليہ السلام جي فڪري دعوت ۽ قبلي جي حوالي سان ان جي ڪائناتي ۽ عالمي ليول تائين پهچ کي دائري کي ائين تہ سمجهن پيا جيئن ڪوئي پنهنجي پٽن کي سڃاڻندو هجي پر هو ڄاڻي ٻجهي ان حق ۽ سچ کي لڪائي پنهنجي تنگ نظريءَ تي ضد ڪري رهيا هئا، ان ڪري رب پاڪ پنهنجي رسول کي فرمايو تہ اهي يهودي حق جي طرف نٽا اچن پر تون پنهنجي عالمي جي دعوت پروگرام جي سچائيءَ ۾ ڪڏهن بہ شڪ نہ ڪجانءِ آيت نمبر 148 ۾ سمجهايو ويو آهي تہ جيتري تائين محسوس قبلن ۽ هيڊڪوارٽرن جو ۽ طرفن جو سوال آهي تہ اها والار هر ڪنهن مذهبن ۽ فرقن وارن پنهنجي پنهنجي لاءِ ڪانہ ڪا ڪري ڇڏي آهي، اسان توهان لاءِ جنهن مسجد الحرام کي هيڊڪوارٽر قرار ڏنو آهي ان کي عام مذهبي فرقي بازن وانگر نہ سمجهو، هر ڪنهن کي پنهنجو مرڪز هجڻ اها تہ ڳالهہ سني هئي پر هاڻ اهو دور گذري ويو جو اڳيان مرڪز قومي ۽ نسلي بنيادن تي هئا هاڻي مسجد حرام جو مرڪز انسان ذات لاءِ آهي پر ان ضرورت جو اصل غرض ۽ مقصد هي آهي تہ فاستبقوا الخيرات، يعني دنيا جي قومن، فرقن ۽ مذهبن وارن جي مقابلي ۾ اصل مقابلو آهي ڀلائي جي ڪمن ۾ سبن کان گوءِ کٽڻ ۽ کٽڻ- جيتري تائين ڳالهہ آهي مرڪزن لاءِ زميني فاصلن جي تہ ڪير ويجهو آهي ۽ ڪنهن جو مرڪز ڪاٿي آهي اها ڪا اهم ڳالهہ ناهي الله اڳيان سڀن کي هڪ هنڌ گڏ ڪرڻ ڪو وڏو مسئلو ناهي سڄي دنيا وارن لاءِ هڪ مرڪز قائم ڪرڻ سان هي ڪتڪو نہ ڪجو تہ ان ۾ پري وارن لاءِ ڪا تڪليف ٿيندي، اصل ڳالهہ وحدت فڪري آهي ان ڪري ان جي مقابلي ۾ زميني فاصلن کي ايتري اهميت ڏيڻ نہ گهرجي هاڻي تہ

گلوبل وليج ۽ ڪلوز ڪميونيڪيشن جو دور اچي ويو (7-81) آهي آيت نمبر 149 ۽ 150 ۾ جيڪو حڪم آيت نمبر 144 ۾ مسجد حرام کي قبلو قرار ڏيڻ لاءِ ڪيو ويو هو ان ساڳئي حڪم کي وري وري جدا جدا دهرايو ويو آهي قرآن حڪيم جو قبلي جي معاملي ۾ هي تاڪيد ۽ تڪرار ثابت ڪري ٿو الله جو هي خاتم الانبياءَ نبي ۽ ان جو ڪتاب اڳتي لاءِ انسانن کي كَانَ النَّاسُ أُمَّةً وَاحِدَةً (2-213) واري شروع پيدائش واري اتحاد امت، اتحاد انسانيت ۽ غير فرقيوارنہ ڪلچر طرف آڻڻ گهري ٿو، ۽ انساني معاشرن کي استحصال ۽ غلام سازيءَ جي لعنت کان آزاد ڪرڻ گهري ٿو پر پوءِ مسلم امت جي مذهبي پيشوائيت قرآني فڪر ذريعي ڏنل وحدت کي ڪيئن تہ خلاف قرآن نظريا گهڙي ان جو ڪهڙو تہ حشر ڪيو آهي جو انهن جي قبلي مسجد الحرام ۾ مسلم ماڻهن ڪانسواءِ ٻين جي داخلي مٿان ئي بندش آهي.

آيت نمبر 151 ۽ 152 ۾ وحدت قبلي واري حڪم جي فلاسفي ۽ حڪمت کي سمجهڻ لاءِ جناب رسول الله جي تعليم ۽ تزڪيي طرف ڌيان ڇڪايو ويو آهي تہ انهن جي تعليم ۾ ڪابہ فرقي بازيءَ جي گنجائش ڪانهي ڪا، ان لاءِ وحدت امت يعني وحدت انسانيت تي ڪاربند ٿي رهڻ لاءِ فاذكروني اذكركم يعني توهان جو خالق ۽ مالڪ جڏهن آئون الله آهيان تہ هاڻ توهان منهنجي طرفان ڏنل ذڪر (قرآن) کي هر وقت پنهنجي مذاڪرات جو موضوع بنائي رکو ڇو تہ تعليم جي وحدت سان ئي انسانن ۾ اتحاد قائم ٿي سگهندو ۽ ان جي هدايتن هيٺ واشكروا لى ولاتكفرون يعني الله جي ڏنل رزق جي ذخيرن کي هر ڪنهن لاءِ کولي رکڻ واري نظريي تي قائم رهو ۽ ان معاشي مساوات واري نظريي جو انڪار ڪري ڪافر نہ بنجو پوءِ جڏهن ان حڪم تي توهان ڪاربند رهندو تہ پوءِ منهنجو قانون بہ توهان کي ڏکي مهل ياد ڪندو.

يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُواْ اسْتَعِينُواْ بِالصَّبْرِ وَالصَّلاَةِ إِنَّ اللّهَ مَعَ الصَّابِرِينَ(153) وَلاَ تَقُولُواْ لِمَنْ يُقْتَلُ فِي سَبيلِ اللّهِ أَمْوَاتٌ بَلْ أَحْيَاء وَلَكِن لاَّ تَشْعُرُونَ(154) وَلَنَبْلُوَنَّكُمْ بِشَيْءٍ مِّنَ الْخَوفْ وَالْجُوعِ وَنَقْصٍ مِّنَ الأَمَوَالِ وَالأنفُسِ وَالثَّمَرَاتِ وَبَشِّرِ الصَّابِرِينَ(155) الَّذِينَ إِذَا أَصَابَتْهُم مُّصِيبَةٌ قَالُواْ إِنَّا لِلّهِ وَإِنَّا إِلَيْهِ رَاجِعونَ(156) أُولَـئِكَ عَلَيْهِمْ صَلَوَاتٌ مِّن رَّبِّهِمْ وَرَحْمَةٌ وَأُولَـئِكَ هُمُ الْمُهْتَدُونَ(157)

**ترجمو:**

اي اهي انسانو! جيڪي دنيا وارن کي امن ڏيڻ جا ذميدار آهيو مدد حاصل ڪيو استقامت ۽ (قرآن جي پويان هلڻ واري) نظام کان بيشڪ الله (جو قانون) مضبوط رهڻ وارن سان (مددگار) آهي(153) ۽ جيڪي ماڻهو الله جي راهه ۾ قتل ڪيا وڃن تا انهن کي مئل نه چئو بلڪ اهي جيئرا آهن پر اوهان سمجهو نٿا(154) ۽ ضرور اسان توهان کي آزمائينداسون ڪي قدر خوف ۽ بک، ۽ مال ملڪيتن جي کوٽ سان، جانين جي کوٽ سان ۽ (باغن ۽ پوکن جي) فصلن جي کوٽ سان ۽ خوشخبري ڏي انهن کي جيڪي (ايترن امتحانن ۾ به) ثابت قدم رهندڙ هجن(155) اهي اهي ماڻهو آهن جن کي جڏهن به ڪا مصيبت پهچي ٿي ته اهي چون ٿا ته اسان آهيون ئي الله لاءِ ۽ اسان کي موٽڻو ئي ان جي طرف آهي (156) اهي اهي ماڻهو آهن جن مٿان رحمتون ۽ برڪتون آهن سندن پالڻهار وٽان ۽ اهي اهي آهن جن کي راهه هدايت مليل آهي(157).

## جدا جدا لفظن جي معنيٰ

### جوع:

لفظ جوع جي معنيٰ بک آهي، اها معنيٰ به قرآن حڪيم پاڻ سيکاري آهي مثال ملاحظه فرمائيندا، الَّذِى أَطْعَمَهُم مِّن جُوعٍ وَآمَنَهُم مِّنْ خَوْفٍ(4-106) يعني رب پاڪ انهن قريشن کي طعام کارايو بک مهل، انهيءَ معنيٰ جو ٻيو مثال لَّيْسَ لَهُمْ طَعَامٌ إِلَّا مِن ضَرِيعٍ. لَا يُسْمِنُ وَلَا يُغْنِى مِن جُوعٍ(6-7-88) يعني جهنم وارن لاءِ کائڻ واسطي ڪوئي (معقول قسم جو) کاڌو نه هوندو سواءِ کنڊن جي قسم واري کاڌي جي جنهن سان نه جسم ۾ ڪا واڌ ٿيئي نه ئي وري بک کي گهٽائي.

### الثمرات:

لفظ ثمر جي معنيٰ آهي ميوو-فروٽ، قرآن حڪيم هن لفظ بابت پهريائين ته هي سمجهايو ته ثمر روزي رزق جي شيءِ آهي جيڪا کائڻ جي ڪم ايندڙ آهي فرمايائين ته وَبَشِّرِ الَّذِين آمَنُواْ وَعَمِلُواْ الصَّالِحَاتِ أَنَّ لَهُمْ جَنَّاتٍ تَجْرِى مِن تَحْتِهَا الأَنْهَارُ كُلَّمَا رُزِقُواْ مِنْهَا مِن ثَمَرَةٍ رِّزْقاً قَالُواْ هَـذَا الَّذِى رُزِقْنَا مِن قَبْلُ وَأُتُواْ بِهِ مُتَشَابِهاً وَلَهُمْ فِيهَا أَزْوَاجٌ مُّطَهَّرَةٌ وَهُمْ فِيهَا خَالِدُونَ(25-2) يعني جنت جي رهواسين کي جنهن وقت جنت جي رزق منجهان ڪوئي ميوو بطور رزق ڏنو ويندو هو. غور فرمايو وڃي ته هن جملي ۾ ڪيئن ته الله عزوجل لفظ ثمر کي ماقبل ۽ مابعد جي ذريعي سمجهايو ته هي کائڻ جي شيءِ آهي. ان کان سواءِ وري ثمر جي معنيٰ ميوو ۽ فروٽ سمجهائڻ لاءِ وري ٻئي هنڌ ميون جي گروپ جو ذڪر ڪري سمجهايائين ته هتي رزق جي شين منجهان به ميون کي ثمر چيو وڃي ٿو، يُنبِتُ لَكُم بِهِ الزَّرْعَ وَالزَّيْتُونَ وَالنَّخِيلَ وَالأَعْنَابَ وَمِن كُلِّ الثَّمَرَاتِ إِنَّ فِى ذَلِكَ لآيَةً لِّقَوْمٍ يَتَفَكَّرُونَ(11-16) يعني پاڻيءَ منجهان ڦٽائي ٿو توهان لاءِ پوک زيتون، ڪجور، انگور ۽ هر قسم جا ميوا، ٻئي

موقعي تي مثال سمجهايو ويو تہ ثُمَّ كُلِي مِن كُلِّ الثَّمَرَاتِ فَاسْلُكِي سُبُلَ رَبِّكِ ذُلُلاً (16-69) الله پاڪ ماکيءَ جي مکن کي حڪم ٿو ڏئي تہ ميون جي سڀن قسمن منجهان کا ۽ الله جي ڏسيل رستن تي فرمانبردار ٿي هل، اميد آهي تہ پڙهندڙن کي تسلي ٿي هوندي تہ قرآن حڪيم ڪيئن تہ پنهنجي لفظن جي لغت پاڻ آهي.

## هنن آيتن منجهان ملندڙ تعليم

### ابدي حياتي جو فلسفو

هن آيت 153 کان اڳ ۾ اهل ڪتاب وارن سان زباني ڪلامي جهڳڙن اختلافن جو ذڪر آيو جنهن جو مقدار ايترو تہ نظر آيو آهي جو اهي يهودين پڪ سان اهڙا منصوبا سٽين پيا جن سان جناب رسالت مآب جي اڀرندڙ انقلابي جماعت خلاف مڪي جي مشرڪن ۽ ٻين بہ اهڙن گروپن کي پڙڪائي جنگ لڙڻ لاءِ آماده ڪري رهيا هئا تہ رب پاڪ اهڙي صورتحال کي سامهون رکندي، پنهنجي رسول ۽ ان جي انقلابي جماعت کي هوشيار رکڻ لاءِ فرمايو تہ توهان جو دشمن جي مقابلي ۾ فتحياب ٿيڻ ۽ رهڻ هنن ٻن ڳالهين ۾ آهي هڪڙو تہ پنهنجي اصولن ۽ نظرين تي پختگيءَ سان رهڻ جن جي ڪري موت اچي وڃي تہ بہ ڪا پرواهہ نہ ڪيو ڇو تہ اهو موت مٽيءَ جي بوتي کي تہ ماري ٿو پر اصل زندگي اوهان جي اصولن ۽ نظرين جي دوام ۽ بقا جي گهربل آهي سو جيڪي ماڻهو سچائيءَ لاءِ ساهہ ڏين انهن کي مئل نہ سمجهو ڇو تہ جيتري تائين انهن جا اصول ۽ نظريا زنده هوندا تہ انهن لاءِ سر ڏيڻ وارا بہ زنده سڏيا ويندا موت صرف انهن جي مٽي واري جسم کي آيو آهي انهن جي منشور کي بہ تہ انهن جي موت سان حياتي ملي آهي. انهن کي برداشت ڪيو ۽ مشڪل حالتن سان مقابلو ڪيو، ٻئي نمبر تي قرآن حڪيم ذريعي جيڪو اوهان کي جهانن جي پالنا جو نظام سمجهايو ويو آهي ان لاءِ اوهان کي جيڪا رياستي ۽ معاشرتي نظم ضبط ۽ ڊسيپلن جي تعليم ڏني وئي آهي ان جي ذريعي بہ اوهان دشمن مٿان فتحياب ۽ ڪامياب ٿي سگهندا، (41-22) (45-29).

آيت نمبر 154 منجهان هي تعليم ملي ٿي تہ الله جي راهہ ۾ قتل ٿيڻ وارا يعني الله جي مخلوق جي حقن لاءِ لڙڻ ۽ وڙهڻ وارا جيڪي الله طرفان مليل نظام کي قائم ڪرڻ لاءِ وڙهندي پنهنجيون جانيون ڏيئي ڇڏين انهن کي مئل نہ سمجهيو وڃي اصل ۾ اهي ئي ماڻهو اصل حياتي کي ماڻي چڪا آهن، آيت نمبر 155 کان 157 تائين منجهان هي تعليم ڏني وئي آهي تہ دنيا جي وڏن ڪارنامن سان انسانن جي اجتماعي ڀلاين جهڙن ڪمن ۾ ڏک بک خوف ۽ ڏڪار جهڙا مسئلا پيدا ٿيندا سو جڏهن اهڙي ڪا ڳالهہ ٿئي تہ توهان ڇاتيءَ تي هٿ رکي زماني جون چئلنجون قبول ڪجو ۽ وڏي واڪي نعرو هڻجو تہ اسان بہ خدائي مليٽري آهيون هجي ڪو جو اچي سامهون اسان سان مقابلو ڪري (سورت الڪوثر) رب پاڪ جو

انهن ماڻهن لاءِ تمغہ حيات جاودان آهي يعني اهي ماڻهو مرڻ کان پوءِ بہ مئل قرار نہ ڏنا ڇو تہ انهن جي مشن جاري رهندي (154) ۽ انهن ماڻهن لاءِ تمغہ هدايت آهي.

إِنَّ الصَّفَا وَالْمَرْوَةَ مِن شَعَآئِرِ اللّهِ فَمَنْ حَجَّ الْبَيْتَ أَوِ اعْتَمَرَ فَلاَ جُنَاحَ عَلَيْهِ أَن يَطَّوَّفَ بِهِمَا وَمَن تَطَوَّعَ خَيْرًا فَإِنَّ اللّهَ شَاكِرٌ عَلِيمٌ(158) إِنَّ الَّذِينَ يَكْتُمُونَ مَا أَنزَلْنَا مِنَ الْبَيِّنَاتِ وَالْهُدَى مِن بَعْدِ مَا بَيَّنَّاهُ لِلنَّاسِ فِي الْكِتَابِ أُولَـئِكَ يَلعَنُهُمُ اللّهُ وَيَلْعَنُهُمُ اللَّاعِنُونَ(159) إِلاَّ الَّذِينَ تَابُواْ وَأَصْلَحُواْ وَبَيَّنُواْ فَأُوْلَـئِكَ أَتُوبُ عَلَيْهِمْ وَأَنَا التَّوَّابُ الرَّحِيمُ(160) إِنَّ الَّذِينَ كَفَرُوا وَمَاتُوا وَهُمْ كُفَّارٌ أُولَئِكَ عَلَيْهِمْ لَعْنَةُ اللّهِ وَالْمَلآئِكَةِ وَالنَّاسِ أَجْمَعِينَ(161) خَالِدِينَ فِيهَا لاَ يُخَفَّفُ عَنْهُمُ الْعَذَابُ وَلاَ هُمْ يُنظَرُونَ(162) وَإِلَـهُكُمْ إِلَهٌ وَاحِدٌ لاَّ إِلَهَ إِلاَّ هُوَ الرَّحْمَنُ الرَّحِيمُ(163)

**ترجمو:**

فيصلن مهل ٽڪريل ڏرين کي هڪ ٻئي لاءِ دليون صاف رکڻ ۽ درگذر ڪرڻ گهرجي (لڙائين جي ماحول کان پوءِ فيصلن جي وقت دل دماغ کي) صاف رکڻ ( ۽ دشمنن سان بہ) درگذر (وارو رستو اختيار ڪرڻ اهي وصفون) الله جي نشانين منجهان آهن، پوءِ جو بہ شخص ارادو ڪري (عدالت عالي) بيت الله ڏي وڃڻ جو يا عمره (تعميري ڪمن جي گڏجاڻيءَ ۾ شريڪ ٿيڻ) جو تہ پوءِ ان تي ڪو بہ حرج ناهي جو هو (انهن ميڙاڪن ۾) انهن ٻنهي وصفن سان گهمي ڦري ۽ جو بہ شخص (دل جي شوق سان) ڀلائي (قائم ڪرڻ) چاهيندو تہ الله بہ قدردان ۽ ڄاڻڻهار آهي(158) فيصلن مهل قرآني آيتن منجهان دليل ونڻ جي عمل کي لڪائڻ وارن تي دنيا جهان وارن جي لعنت هوندي ۽ جيڪي بہ ماڻهو لڪائيندا اسان جي آيتن کي جيڪي کولي بيان ڪيون آهن ۽ اسان نازل ڪيون آهن ۽ هدايت واريون آهن پڄاڻان هن جي تہ اسان ماڻهن لاءِ ان کي ڪتاب ۾ کولي بہ ڇڏيو آهي، انهن (لڪائيندڙن) تي الله جي لعنت هجي ۽ انهن جي بہ جيڪي غير قرآني فيصلن سبب انصاف کان محروم ٿي ويا هوندا لعنتون ڪندا انهن تي اهي لعنتون ڪرڻ وارا(159) سواءِ انهن ماڻهن جي جن (الله جي آيتن جي معني مفهوم کي لڪائڻ کان) توبہ ڪئي ۽ پنهنجي غلطين جو اصلاح بہ ڪيو ۽ (انهن لڪايل معنائن کي اصل معني سان) بيان ڪيو پوءِ انهن ماڻهن تي (انهن جي توبہ

سبب) آئون بہ پنهنجي رحمت جي پالوٽ ڪندس ۽ آئون توبہ قبول ڪندڙ ۽ مهربان آهيان(160) تحقيق اهي ماڻهو جن ڪفر ڪيو ۽ مري ويا ڪفر جي حالت ۾ اهي اهي آهن جن تي الله جي ۽ ملائڪن جي ۽ سڀن ماڻهن جي لعنت آهي(161) هميشہ رهندا ان (ڦٽڪار) ۾ نہ هلڪو ڪيو ويندو انهن تان عذاب ۽ نہ ئي انهن کي مهلت ڏني ويندي(162) ۽ توهان جو معبود هڪ ئي آهي ۽ ان کان سواءِ ڪوئي ٻيو معبود ناهي اهو ئي بي حساب مهربان آهي ۽ وري وري ٻاجھہ ڪرڻ وارو آهي(163)

## جدا جدا لفظن جي معنيٰ

### الصفا:

لفظ صفا جي معنيٰ نجو، خالص، اڇو اجرو جنهن تي ڪابہ ميراڻ نہ هجي، عجيب ڳالهہ آهي جو رب پاڪ قرآني عربي جا ڪوڙ سارا لفظ دنيا جي ٻين ٻولين ۾ ساڳين معنائن ۽ مفهومن سان مشهور ڪري ڇڏيا آهن، انهن الفاظن منجهان هي لفظ "صفا" بہ آهي جنهن جو سہ حرفي مادو صفو ۽ صفي آهي، بهرحال ان ساڳي معني ۾ قرآن حڪيم ۾ ان جا استعمال جدا جدا صيغن سان ٿيا آهن جيئن وَأَنْهَارٌ مِّنْ عَسَلٍ مُّصَفًّى (15-47) يعني بهشت ۾ صاف ڪيل ماکيءَ جون نهرون هونديون، ٻيو مثال جيئن وَإِذْ قَالَتِ الْمَلَائِكَةُ يَا مَرْيَمُ إِنَّ اللّهَ اصْطَفَاكِ وَطَهَّرَكِ وَاصْطَفَاكِ عَلَى نِسَاء الْعَالَمِينَ(42-3) يعني اي مريم الله پاڪ توکي صاف سنو ۽ پاڪ ڪيو آهي، قومن جي عورتن منجهان توکي چونڊي ڪري.

### المروة:

هي لفظ بہ پنهنجي اڳئين لفظ "صفا" وانگر ٻين ٻولين ۾ پنهنجي ساڳي معنيٰ ۾ گهڻو تڻو استعمال ٿئي ٿو، اها معنيٰ آهي درگذر ڪرڻ جي جيئن چيو ويندو آهي تہ فلان شخص وڏي مروت وارو آهي جنهن جي معنيٰ هيءَ ٿي تہ هو ڇڏ ڇڏاء وارو آهي، لحاظ داريءَ ۾ اڇي معاف ڪرڻ وارو ۽ درگذر ڪرڻ وارو آهي اهڙو جو ننڍين ڳالهين کي ڇڏي بہ ڏيندو آهي، انهن محاورن کان سواءِ بہ آئون پابند آهيان تہ قرآن حڪيم جي ضروري لفظن جي معنيٰ خود قرآن حڪيم منجهان ئي ثابت ڪيان سو ان جو هڪ طريقو تہ هي آهي جو گهربل معنيٰ وارا استعمال ٻين هنڌن تان بطور مثال جي پيش ڪجن ٻيو طريقو هي آهي تہ ان لفظ جو ماقبل ۽ مابعد پاڻ ان جي معنيٰ کي متعين ڪري ڏيکاري، هونئن الفاظ مرّ-مرة-مري-جيڪي پنهنجي جدا جدا صيغن ۾ قرآن حڪيم منجھہ اندازا پنجاه ڀيرا استعمال ٿيا آهن انهن سڀن جي معنيٰ ۾ "چرپر" هل هلان، هڪ جاءِ تي ٽڪاءَ بدران ان ۾ چهل پهل اٿل پٿل واريون معنائون موجود آهن تہ لفظ "المروت" جي معنيٰ جيڪا قرآن حڪيم واري استعمال ۾ درگذر ڪرڻ "رعايت ڪرڻ" معاف ڪرڻ، آهي اها مٿين ملندڙ جلندڙ مادن ۽ انهن جي معنائن سان مڪمل طور برابري ۽ ميچ ۾ آهي، پر اها معني انهن ماڻهن کي

آسانيءَ سان ذهن ۾ قبول ٿي سگهندي جيڪي ماڻهو قرآن حڪيم جي نهايت اهم اصطلاح، حج ۽ عمره جي اها معني جيڪا قرآن حڪيم پاڻ سمجهائي آهي، ان کي ڄاڻندا ۽ قبول ڪندا هوندا، اها معنىٰ هن ئي آيت جي الفاظن واري معنىٰ هاڻي ٺي پڙهي پوءِ وري لفظ صفا ۽ المروت تي غور ڪندا پوءِ آيت ڪريمہ جو سياق ۽ سباق، ماقبل ۽ مابعد، اڳ ۽ پوءِ قرآن حڪيم جو تصريف آيات وارو سمورو ميدان ڏسندا تہ قرآن پاڻ پنهنجي لفظن جي معنىٰ پاڻ ڪيئن ٿو. سمجهائي: سو لفظ مروه جي معنىٰ سمجهڻ ڪانپوءِ غور ڪيو تہ علم حديث وارن ان لفظ کي هڪ پهاڙي تي فٺ ڪيو آهي جنهن ۾ ڪابہ چرپر ۽ هلچل ڪانہ آهي ڪيڏو تہ اهو معنوي تحريف جو شاهڪار آهي.

**شعائر:**

شعائر هي جمع جو صيغو آهي هن جو واحد شعار آهي، هن لفظ جا ڪافي سارا اشتقاق آهن، عربي ٻوليءَ ۾ شعر ۽ ان جي جمع اشعار جي معنىٰ جسم جا وار بہ آهي جيئن وَمِنْ أَصْوَافِهَا وَأَوْبَارِهَا وَأَشْعَارِهَا أَثَاثًا وَمَتَاعًا إِلَىٰ حِينٍ(80-16) يعني رڍن ۽ گهٽن جي اُنَّ ۽ اُٺن جي ڏاس ۽ ٻڪرين جا وار، اهي زندگيءَ جي ضرورتن جو اثاثو آهن ۽ چڱي عرصي لاءِ حياتيءَ جو سامان بہ- ۽ لفظ شعور جي معنىٰ عقل فهم، سمجهہ آهي، پر ان معنىٰ ۾ عقل جي باريڪي بہ شامل آهي يعني مشڪل مسئلن کي سمجهڻ ۽ پروڙڻ کي شعور چئبو آهي، شاعر ماڻهو جيڪي نظم ۽ بيت ناهيندا آهن انهن کي بہ انڪري شاعر سڏيو ويو آهي جو هو ٿورن لفظن ۾ گهڻيون معنائون ٻڌائي ويندا آهن مطلب تہ معنائن جي باريڪي کي سميٽڻ انهن جو مخصوص فن آهي، ان ڪان سواءِ لفظ شعار جي هڪڙي معنىٰ علامت ۽ نشاني بہ آهي، شاعر ماڻهوءَ جي ڪلام ۾ معنوي باريڪين جو مثال جيئن إِنَّهُ لَقَوْلُ رَسُولٍ كَرِيمٍ - وَمَا هُوَ بِقَوْلِ شَاعِرٍ قَلِيلًا مَا تُؤْمِنُونَ (41-40-69) يعني اهو قرآن جناب رسول ڪريم جو قول آهي ڪنهن شاعر جي گفتگو ناهي، هاڻي غور ڪجي تہ قرآن حڪيم جو ڪماليت وارو ڪلام جنهن کي ماڻهو شاعر جو ڪلام قرار ڏين پيا انهن جو قرآن حڪيم رد ڪندي فرمايو تہ هي ڪنهن شاعر جا گفتا ناهن هي تہ قول رسول آهي، مطلب تہ ماڻهن جي ڄاڻ مطابق شاعرن جو ڪلام بہ باريڪ بينين تي مشتمل هوندو آهي، اهڙي طرح عقل فهم ۽ ادراڪ لاءِ بہ هي ساڳيو لفظ استعمال ٿيل آهي جيئن وَلاَ تَقُولُواْ لِمَنْ يُقْتَلُ فِي سَبيلِ اللّهِ أَمْوَاتٌ بَلْ أَحْيَاء وَلَكِن لاَّ تَشْعُرُونَ(154-2) يعني جيڪي ماڻهو الله جي ماڻهن جي حقن حقوقن جي حاصلات لاءِ لڙندي وڙهندي مري ويا هجن تہ انهن کي مئل نہ سڏيو بلڪ اهي جيئرا آهن جن جي حياتيءَ جي اوهان کي پروڙ نہ ٿي ٿي سگهي، ۽ شعار لفظ جي معنىٰ علامت ۽ نشاني انهيءَ جو مثال جيئن ذَٰلِكَ وَمَن يُعَظِّمْ شَعَائِرَ اللهِ فَإِنَّهَا مِن تَقْوَى الْقُلُوبِ(32-22) يعني هي ائين آهي جيئن ڪوئي تعظيم ڪري الله جي نشانن جي (۽ اهم تعظيم ڪرڻ) دلين جي تقوىٰ منجهان آهي، اجا بہ لفظ شعار ۽ شعائر جي وڌيڪ معنىٰ

مفهوم سمجهڻ لاءِ ٿورو اڳ ۾ گذريل آيت پڙهي ڏسندا ذَلِكَ وَمَن يُعَظِّمْ حُرُمَاتِ اللهِ فَهُوَ خَيْرٌ لَّهُ عِندَ رَبِّهِ وَأُحِلَّتْ لَكُمُ الْأَنْعَامُ إِلَّا مَا يُتْلَى عَلَيْكُمْ فَاجْتَنِبُوا الرِّجْسَ مِنَ الْأَوْثَانِ وَاجْتَنِبُوا قَوْلَ الزُّورِ(22-30) انهن لفظن جي معنیٰ ڪي ڪولي ٿي اها معنیٰ هڪڙي ته معلوم ٿي حرمات الله يعني اهي شيون جن جي حلال بنائڻ مٿان بندش پيل هجي، اجا ٻين لفظن ۾ يعني الله جي حرام ڪيل شين کي اوهان حلال نه ڪيو ۽ الله جي حلال ڪيل شين کي اوهان حرام نه بنايو، اجا به هن معني کي ٻين لفظن ۾ حاصل مطلب جي حساب سان شعائر جي معنیٰ ٿي الله جو قانون، يعني الله جي قانون جي پيڪڙي نه ڪيو ۽ جيڪو آيت ڪريمه (22-36) ۾ فرمايو ويو آهي ته والبدن جعلناها لكم من شعائر الله لكم فيها خير يعني ايام حج ۾ هديي جي جانورن کي اسان توهان لاءِ الله جي نشانين منجهان قرار ڏنو آهي جنهن ۾ توهان لاءِ ڀلائي آهي، مٿي اوهان آيت نمبر ٽيهه ۾ پڙهي آيا ته الله جي قانون جو احترام ڪيو وري آيت نمبر (22-32) ۾ اوهان پڙهيو ته الله جي شعائر يعني نشانين جي تعظيم ڪرڻ وارن جون دليون تقویٰ سان ڀريل آهن، هاڻي آيت نمبر 36-22) ۾ جيڪو هديي جي جانورن کي الله جي نشانين منجهان سڏي پوءِ فرمايائين ته ان ۾ اوهان لاءِ ڀلائي آهي، انهيءَ جو مطلب هي ٿيو ته هنن جو گوشت جيڪو اوهان جي کاڌي لاءِ آهي، اسان انهن جانورن جي حفاظت جو حڪم ڏنو ۽ انهن کي ميدان حج تي پهچڻ کان رڪاوٽون وجهڻ جي منع ڪئي، اسان جو اهو آرڊر به قانون جو هڪڙو حصو بنجي ويو هاڻي قانون جو احترام ۽ تعظيم ڪندي انهن جانورن کي به حفاظت ۽ سلامتيءَ سان حج جي موقعي تي پهچڻ ڏيڻ اهو به شعائرالله جي تعظيم منجهان شمار ڪيو ويندو. مهربان پڙهندڙن جي خدمت ۾ هي حقيقت عرض ڪرڻي آهي ته قرآن حڪيم جي مترجمن ۽ مفسرن وڏي تعداد ۾ آيت ڪرميه (2-158) ۾ صفا ۽ مروة لفظ جي معنیٰ ۾ بيت الله جي اتر اولهه جي ڪنڊ طرف واقع ٻن ٽڪرين منجهان هڪڙيءَ کي صفا سڏيو آهي ته ٻيءَ کي مروه سڏيو آهي جڏهن ته اها معنیٰ سراسر غلط آهي هن دليل سان ته هن حوالي (2-158) کان سواءِ شعائرالله جو لفظ ڪل ٽي ڀيرا استعمال ٿيو آهي هڪ ڀيرو سورة مائده ۾ (2-5) ٻيو ڀيرو سورت حج جي آيت نمبر 32 ۾ ٽيو ڀيرو آيت نمبر (22-36) ۾ ٽوٽي ڪٽي آئون آيت نمبر (30-22) جي لفظن جي تصريف جي حوالي سان مماثلت ۽ هڪجهڙائي سبب آيت نمبر (22-32) سان شعائر جي تعظيم واري حڪم سبب ان جي معنیٰ قانون جو احترام ڪري آيو آهيان جيڪو احترام دل ۽ دماغ جي سوچن ۽ ڪيفيتن سان تعلق رکي ٿو ۽ اهي سوچون ۽ ڪيفيتون متحرڪ شيون آهن ۽ صفا ۽ مروة جي معنیٰ جيڪڏهن پهاڙيون ڪئي ويندي ته اهي غير متحرڪ آهن ۽ جامد آهن پر جيڪڏهن ڪوئي شخص جملي شعائرالله واري اصطلاح تي مٿي جاٽايل ٽنهين حوالن تي غور ڪندو ته ٽيئي ڀيرا اها اصطلاح حج جي موقعي تي هديي جي راشن ۽ جانورن کي اتي پهچائڻ ۽ ڪائڻ لاءِ ڪهڻ جي حوالي سان استعمال ڪئي وئي آهي، ته انهن جانورن لاءِ قرآن حڪيم جي الفاظن تي وري غور

فرمائيندا، والبدن جعلناھالکم من شعائراللہ يعني ڪاڏي خوارڪ جي جانورن جي حفاظت ۽ سلامتي ۽ اوهان جي لاءِ ڪائنات ۾ پيئڻ جي نظام جو بندوبست ڪرڻ اهو شعائرالله مان آهي، اتي به انهن استعمالن منجهان نظام ۽ قانون جو تصور پيدا ٿئي ٿو، آئون جدا جدا انهن لفظن جي معنىٰ ڪرڻ دوران عرض ڪري آيو اهيان ته صفا ۽ مروت اهي دل ۽ دماغ سان تعلق رکندڙ ڪيفيتون آهن، جيڪڏهن قرآن مخالف ترجمو ۽ تفسير ڪرڻ وارا ماڻهو ضد ڪن تا ته اها ذهني ڪيفيتن واري معنىٰ غلط آهي ته پوءِ اچو ڏسو ته انهن پنهنجي معنىٰ ۾ ڪيڏو نه وڏو فراڊ ڪيو آهي، اهو هن طرح ته قرآن حڪيم جي انهن الفاظن جي اصل ۽ صحيح معنىٰ ته هي آهي ته صفا ۽ مروة الله جي شعائر منجهان آهن پوءِ جو به شخص حج يا عمرو ڪري ته ان تي لازم آهي ته هو صفا ۽ مروة کي ساڻ ڪري گهمي ڦري. (معنىٰ پوري ٿي) ڪير هن معني تي هي اعتراض نه ڪري ته ثُمَّ لْيَقْضُوا تَفَثَهُمْ وَلْيُوفُوا نُذُورَهُمْ وَلْيَطَّوَّفُوا بِالْبَيْتِ الْعَتِيقِ(22-29) جي معنىٰ به ائين ڪيو ته لازم آهي اوهان تي ته گهمو ڦرو بيت الله کي ساڻ ڪري يا مٿي تي کڻي، اها معنىٰ هن سبب سان غلط آهي ته رب پاڪ عدالت جي ججن ۽ آفيسرن کي هن آيت ۾ حڪم ڪري ٿو ته لازم آهي توهان تي ته اوهان آزادي ڏيارڻ واري عدالت عاليه مسجد حرام بيت العتيق جي منشور ۽ نظريي کي پنهنجي دل ۽ دماغ ۾ کڻي پيا گهمو ۽ ڦرو، آئون عربي ڄاڻندڙن کي متوجه ڪندي موجوده ۽ رائج الوقت معنىٰ وارين صفا ۽ مروة نالن سان مشهور ڪيل پهاڙين جي وچ ۾ جيڪو چڪر لڳايا وڃن ٿا ۽ گهميو ڦريو وڃي ٿو ان لاءِ آيت 158 ۾ معنوي خيانت جي نشاندهي ڪيا ٿو. جيڪڏهن انهيءَ عمل لاءِ ان طريقي مطابق قرآن پاڪ حڪم ڏئي ها ته پوءِ ان حڪم جي عبارت هن طرح هجي ها ته فَمَنْ حَجَّ الْبَيْتِ اَوِاعْتَمَرَ فَلاجُنَاحَ عَلَيْهِ اَنْ يَّطُوْفَ بَيْنَهُمَا. هجي ها، پر اَنْ يَّطَّوَّفَ بِهِمَا، نه هجي ها، ان ڪان سواءِ حج ۽ عمري جي ميڙاڪن ۾ شريڪ ٿيڻ وارن لاءِ انهن جو غرض ۽ مقصد جيڪو خلاف قرآن مشهور ڪيل آهي، اهو قرآن حڪيم جي اصل ۽ صحيح معنىٰ مفهوم سمجهڻ ۾ به وڏي رڪاوٽ آهي، چو ته قرآن حڪيم وارو بيت الله جو حج ته هڪڙي بين الاقوامي عدالت آهي، ان ۾ شريڪ ٿيندڙ ٽڪريل قومن ۽ قبيلن جا امين ۽ فيصلن وٺڻ وارا داعي مدعي شريڪ هوندا آهن ۽ عمره جي گڏجاڻي بين الاقوامي ترقياتي ۽ تعميراتي اسڪيمن کي پاس ڪرڻ ۽ منظور ڪرڻ لاءِ هوندي آهي، پر اڄ ڪلهه انهن معنائن جو امامي علمن جي معنوي خيانتن سبب تصور به ڪونهي ڪو، حج جي اجتماع ۾ شريڪ ٿيندڙن لاءِ قرآن حڪيم هڪ ٻئي جي دشمن ڌرين جو به ذڪر ڪندي فرمايو آهي ته وَأَتِمُّواْ الْحَجَّ وَالْعُمْرَةَ لِلّهِ فَإِنْ أُحْصِرْتُمْ فَمَا اسْتَيْسَرَ مِنَ الْهَدْيِ (2-196) يعني جيڪڏهن حج تي وڃڻ مهل اوهان کي مخالف ڌر گهيري ۾ آڻي ۽ وڃڻ کان روڪي وجهي، تڏهن به ڪوشش ڪجو ته جيتري به آسانيءَ سان ڪو پهرو اجتماع جي شريڪ مهمانن لاءِ موڪلي سگهو ته موڪلجو، ڇا رائج الوقت حج جي اجتماع ۾ ڪي پاڻ ۾ ٽڪريل ڌريون فيصلا ڪرائڻ لاءِ وڃن ٿيون؟ ڇا اتي اڄ ڪلهه ڪوئي دنيا جي ملڪن ۽

قومن مٿان پنهنجا فيصلا لاڳو ڪرائڻ جيڏو پاورفل حڪمران آهي؟ بهرحال شعار ۽ شعائرالله جي معنوي پڌرائي آيت ڪريمه (5-2) منجهان چڱي طرح ڪليل نموني سمجهه ۾ اچي وڃي ٿي ته يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُواْ لاَ تُحِلُّواْ شَعَآئِرَ اللّهِ وَلاَ الشَّهْرَ الْحَرَامَ وَلاَ الْهَدْيَ وَلاَ الْقَلآئِدَ وَلا آمِّينَ الْبَيْتَ الْحَرَامَ يَبْتَغُونَ فَضْلاً مِّن رَّبِّهِمْ وَرِضْوَانًا (5-2) يعني اي مؤمنو! شعائرالله جي بي حرمتي ڪرڻ کي حلال ۽ جائز نه بنايو (شعائرالله جي لسٽ منجهان ڪجهه مثال) جيئن امن قائم ڪرڻ لاءِ جن مهينن ۾ جنگ ڪرڻ حرام بنايل هجي، ۽ حج جي عدالت عظمىٰ جي ميڙاڪي وارن لاءِ گوشت وارن جانورن کي ڦرڻ چوري ڪرڻ، اهي جانور جيڪي تحفي طور ۽ هديي طور بيت الله طرف موڪليا وڃن ۽ انهن جانورن کي نشاني طور جيڪي ڳانا ۽ گهنگرو ڳچن ۾ پارايل آهن انهن منجهان اهي نشان به نه لاٿا وڃن جنهن سبب ڪوئي انهن کي عام ڍور سمجهي ان جي چوري نه ڪري ۽ جيڪي ماڻهو بيت الله جي عدالت عاليه طرف پنهنجي داد رسين لاءِ ايندڙ آهن انهن کي به رستي ۾ ڪوئي نه ايذائي ۽ نه ڪعبي طرف وڃڻ کان روڪي، محترم پڙهندڙ مهربان هن آيت ڪريمه ۾ غور ڪن ته الله پاڪ هن آيت ڪريمه ۾ شعائر الله جا جيڪي چار مثال ٻڌايا آهن اهي اصل ۾ صرف هڪ نموني طور آهن باقي اصل مفهوم هي ٿو ثابت ٿئي ته شعائر ۽ شعار جي معنىٰ آهي الله جا سڀ قانون ۽ قائدا، جنهن قانون مطابق جن به شين کي حرام قرار ڏنو ويو هجي ته ڪوبه شخص ان قانون جي ڀڃڪڙي نه ڪري انهن کي جائز ۽ حلال نه بنائي مطلب ته ڪعبت الله جي اتر اولهه طرف ڪندواري پاسي جن پهاڙين جو نالو صفا ۽ مروة قرار ڏنو ويو آهي اها انهن حديثون ۽ روايتون گهڙيندڙن جي معنوي خيانت واري حرفت ۽ ڪاريگري آهي، جن ڪاريگرن قرآن حڪيم جي حڪم اقامة الصلوة ۽ ايتاءِ زڪوة (41-22) جنهن ۾ سمجهايو ويو آهي ته توهان پنهنجي حڪومت جو قرآن جي تابعداري ڪندي اهڙو ته نظام ناهيو جنهن ۾ پبلڪ کي رعيت وارن کي انهن جي مڙني ضرورتن مطابق پالنا ٿئي ۽ پرورش ٿئي ته هنن خلاف قرآن حديثون ناهڻ وارن ان قسم جي مڙني آيتن جي معنىٰ ۾ حديثون ناهيون ته صلوة قائم ڪرڻ جي معنىٰ آهي روزانو پنج ڀيرا مجوسين واري نماز پڙهڻ ۽ زڪوٰة ڏيڻ جي معنىٰ آهي پوري سال ۾ هڪ ڀيرو مال جي چاليهين پتي يعني هڪ سؤروپين تي اڍائي روپيه ڏيڻ ۽ قرآن حڪيم روزن رکڻ جو حڪم آفيسرن کي ٽريننگ ۽ ڊيوٽين جي حساب سان اوترا ڏينهن جيترا انهن جي ايڊمن برانچ انهن لاءِ ٻڌائي مهيني رمضان ۾ رکڻ (184-2) ۽ ڏوهارين کي ڏوهه جي حساب مطابق به مهينا (92-4) ۽ ٽي روزا (89-5) ۽ ڏهه روزا ان ماڻهوءَ لاءِ قرآن واجب قرار ڏنا آهن جيڪو حج جي موقعي تي عمري جي منعقد ڪيل گڏجاڻي ۾ به شريڪ ٿئي وغيره (196-2) قرآن جي سمجهايل هن سموري پسمنظر کي علم حديث ۾ مڪمل طور بگاڙي ڪري پيش ڪيو ويو آهي نه رڳو ايترو پر قرآن حڪيم روزي رکڻ ۽ کولڻ جا جيڪي وقت ٻڌايا آهن فجر کان عشا تائين (187-2) يعني سج ايرڻ کان اڳ ۾ تائين ڪائجي

پيئجي ۽ سومهڻي مهل روزو کولجي، اڄ ڪلهه روزي رکڻ ۽ کولڻ جا ٽائيم مغرب ۽ سحري علم حديث وارا آهن، قرآن وارا ناهن، انهن ٿورن مثالن منجهان سيڪو سمجهي سگهي ٿو ته علم حديث ناهڻ وارن جيڪا جٺ ۽ معنوي هيرڦير قران حڪيم جي اهم سرڪاري انتظامي اصطلاحن، صلوة، زڪوة، صوم سان ڪئي آهي ته پوءِ ڇا انهن حج، صفا، مروة، عمره، شعائر جي قرآني اصطلاحن سان گهٽ ڪئي هوندي؟ قرآن حڪيم ته عمري ڪرڻ وارن لاءِ به گوشت جو جانور هديي ۾ ڏيڻ جو حڪم ڪيو آهي (2-196) پر علم حديث وارن عمري ڪرڻ واري لاءِ ان جو ذڪر ئي نه ڪيو آهي!!! انڪان سوا لفظ سوم جي معنىٰ آهي بندش، سو ان کي به هنن بدلائي روزو يعني هرروز ۾ ڊيلي مشهور ڪري ڇڏي آهي.

**حج:**

لفظ حج جي هڪڙي معني آهي ڪورٽ ۽ عدالت ان جو ثبوت قرآن منجهان جيئن يَسْأَلُونَكَ عَنِ الأَهِلَّةِ قُلْ هِيَ مَوَاقِيتُ لِلنَّاسِ وَالْحَجِّ (2-189) يعني سوال ڪن ٿا توڪان چنڊ بابت (ته هو ڪيترين ئي ماپن ۾ سائيزن ۾ ننڍو وڏو ڇو ٿو ٿئي) جواب ۾ تون انهن کي چؤ ته اهو ماڻهن جي لاءِ (پاڻ ۾ ڪمن ۽ پروگرامن جون تاريخون مقرر ڪرڻ لاءِ ۽ ڪورٽن جي طرفان تاريخون مقرر ڪرڻ لاءِ چنڊ کي مهيني جي هر تاريخ کي سڃاڻڻ لاءِ جدا جدا ماپ ۽ سائيز ڏني اٿئون، ڄاڻڻ گهرجي ته هي معنىٰ حج جي نالي سان ملڪ جي مڙني ننڍين وڏين سيني ڪورٽن جي حوالي سان ڪئي وئي آهي پر لفظ حج جو ذڪر بين الاقوامي عدالت جي معنىٰ سان به قرآن حڪيم ۾ استعمال ڪيو ويو آهي جيئن وَأَذَانٌ مِّنَ اللّهِ وَرَسُولِهِ إِلَى النَّاسِ يَوْمَ الْحَجِّ الأَكْبَرِ (9-3) يعني هائي ڪمان طرفان ذات انسان کي سڏ ڏنو ٿو وڃي سپريم ڪورٽ جي بين الاقوامي ليول واري عدالت عاليه جو، پوءِ پل ته ماڻهو ڪهڙي به قوم ۽ ڪهڙي به ملڪ جو هجي، لفظ حج جي اصطلاحي معنىٰ ته جهڳڙن کي نبيرڻ لاءِ فيصلا ڪرڻ آهي، اها معنىٰ سمجهڻ لاءِ هر ڪوئي شخص آيت ڪريمه (2-189) کان (2-210) تائين ايڪيهه آيتون ۽ سورت توبه جون منڍ کان آيت نمبر 19 تائين واريون آيتون ۽ سورت الحج جون آيت نمبر 19 کان 38 تائين واريون ڪل آيتون غور سان پڙهي ڏسندا ته پڙهندڙ مهربانن کي يقين سان سمجهه اچي ويندي ته هي عدالت عاليه جي سڏ تي گهرايل ماڻهن لاءِ جيڪو الحج اشهر معلومات وارو سيشن جيڪو لاڳيتو ٿي چار مهينا مسلسل جاري رهڻو آهي جنهن ۾ ڪيسن جون ڪل به ڌريون هَذَانِ خَصْمَانِ اخْتَصَمُوا فِي رَبِّهِمْ (22-19) ظالم ۽ مظلوم- ڦورو ۽ ڦريل يعني هر ڪيس ۾ داعي مدعي الله جي مساوات واري نظام ربوبيت (10-41) جي مسئلي ۾ ٽڪريل آهن اقوام متحده جي (مڪي) واري ان ميڙاڪي جي ٺاهيءَ يا ان کان به وڌيڪ واري عرصي ۾ لڳاتار انهن ڦورو ۽ ڦريل جائي فيصلا ٿيڻا آهن، انهن جائي ڪيس نبيرڻا آهن.

مون هتي لفظ حج کي قرآن حڪيم جي عدليه ڊپارٽمينٽ لاءِ اصطلاح قرار ڏيندي ان جي معنىٰ جهڳڙن جا فيصلا ڪرڻ واري عدالت ڪئي آهي ان معنىٰ جي ثبوت لاءِ قرآن

حڪيم منجهان مثال عرض ڪجن ٿا، غور فرمائيندا أَلَمْ تَرَ إِلَى الَّذِي حَآجَّ إِبْرَاهِيمَ فِي رِبِّهِ (2-258) يعني ڇا تون ان ماڻهوءَ جي حال تي غور نہ ڪيو آهي جيڪو ابراهيم سان ان جي رب جي باري ۾ جهڳڙو پيو ڪري، (هن آيت ۾ لفظ حاج جي معنىٰ جهڳڙو آهي) ٻيو مثال جيئن هَاأَنتُمْ هَؤُلاء حَاجَجْتُمْ فِيمَا لَكُم بِهِ عِلمٌ فَلِمَ تُحَآجُّونَ فِيمَا لَيْسَ لَكُم بِهِ عِلْمٌ وَاللّهُ يَعْلَمُ وَأَنتُمْ لاَ تَعْلَمُونَ(3-66) يعني پوءِ توهان انهن مسئلن ۾ ڇو ٿا جهڳڙو ڪيو جن جو اوهان کي ڪوئي علم ئي ڪونهي، هتي بہ تحاجون جي معنىٰ جهڳڙو ڪئي وئي آهي، مطلب تہ ڪل تيرنهن پيرا اهو لفظ حاج، تحاجون وغيره جهڳڙي جي معنىٰ ۾ استعمال ٿيو آهي، حرف ”حا“ جي زير سان حجج جي معنىٰ سال ڪئي وئي آهي (27-28) ۽ حرف ”حا“ جي پيش سان لفظ حجة دليل ۽ ثبوت جي معنىٰ ست پيرا استعمال ڪيو ويو آهي ۽ ان دليل ۽ ثبوت جي معنىٰ سان اهو لفظ ڪورٽ جي قانون واري ڊڪشنريءَ جو لفظ ثابت ٿي وڃي ٿو انڪري جو عدالتن ۾ دليلن جي بنيادن تي فيصلا ڪيا ويندا آهن ۽ آيت ڪريم الْحَجُّ أَشْهُرٌ مَّعْلُومَاتٌ فَمَن فَرَضَ فِيهِنَّ الْحَجَّ فَلاَ رَفَثَ وَلاَ فُسُوقَ وَلاَ جِدَالَ فِي الْحَجِّ وَمَا تَفْعَلُواْ مِنْ خَيْرٍ يَعْلَمْهُ اللّهُ وَتَزَوَّدُواْ فَإِنَّ خَيْرَ الزَّادِ التَّقْوَى وَاتَّقُونِ يَا أُوْلِي الأَلْبَابِ(2-197) جي معنىٰ ٿيندي تہ جنهن بہ شخص انهن مهينن ۾ عدالت حج ۾ حاضر ٿيڻ پاڻ تي لازم ڪيو تہ اهو ماڻهو ان عدالتي ماحول ۾ فحش ڪلامي گارگند ۽ جهيڙي جهڳڙي واريون ڳالهيون نہ ڪندو.

**اواعتمر:-**

هي باب افتعال جو صيغو آهي جيڪو فعل واحد مذڪر غائب ماضي معلوم آهي، هن جي معنىٰ تہ عمره نالي گڏجاڻيءَ ۾ تعمير ۽ ترقياتي اسڪيمن ۽ ايگريڪلچر سائنس، تعليم خوراڪ موصلات وغيره جا ميگا پراجيڪٽ پاس ڪٽا هوندا آهن، جنهن جي گڏجاڻين ۾ ماهر ۽ ڪنسلٽنٽ انجنيئر ۽ ايجنڊا ۾ بحث هيٺ ايندڙ اسڪيمن جا ماهر شريڪ ٿيندا (9-30) (21-40).

**تطوع:**

استطاعت، جي معنىٰ آهي طاقت خرچ ڪرڻ، زور لڳائڻ انهي معنىٰ جو مثال جيئن وَإِن كَانَ كَبُرَ عَلَيْكَ إِعْرَاضُهُمْ فَإِنِ اسْتَطَعْتَ أَن تَبْتَغِيَ نَفَقًا فِي الأَرْضِ أَوْ سُلَّمًا فِي السَّمَاء فَتَأْتِيَهُم بِآيَةٍ وَلَوْ شَاء اللّهُ لَجَمَعَهُمْ عَلَى الْهُدَى فَلاَ تَكُونَنَّ مِنَ الْجَاهِلِينَ(6-35) يعني جيڪڏهن تو ۾ ڪا طاقت آهي زمين ۾ سرنگ لڳائڻ جي يا آسمان تي پهچڻ لاءِ ڏاڪڻ جي تہ پوءِ آڻي ڏي انهن کي ڪو معجزو، هي لفظ اطاعت ۽ فرمانبرداري جي معنىٰ ۾ بہ ڪئي پيرا آيو آهي ۽ بنهي معنائن سان سواسوُ پيرن جي لڳ ڀڳ استعمال ٿيو آهي فرمانبرداريءَ جو مثال جيئن وَأَطِيعُواْ اللّهَ وَأَطِيعُواْ الرَّسُولَ وَاحْذَرُواْ فَإِن تَوَلَّيْتُمْ فَاعْلَمُواْ أَنَّمَا عَلَى رَسُولِنَا الْبَلاَغُ الْمُبِينُ(5-92).

**يڪتمون:**

ڪتم، يڪتم، تڪتمون، نڪتم ڪتمان، هن لفظ جي معنىٰ آهي لڪائڻ، قرآن جنهن هنر سان پنهنجي لفظن جي معني پاڻ ٿو ڏسي ان جو مثال جيئن لَّيْسَ عَلَيْكُمْ جُنَاحٌ أَن تَدْخُلُوا بُيُوتًا غَيْرَ

مَسْكُونَةٍ فِيهَا مَتَاعٌ لَّكُمْ وَاللهُ يَعْلَمُ مَا تُبْدُونَ وَمَا تَكْتُمُونَ(29-24) يعني الله ڄاڻي ٿو هر اها شيءِ جيڪا توهان ظاهر ڪيو ٿا ۽ جيڪا لڪايو ٿا، هن جملي ۾ غور ڪيو ته لفظ بدا ۽ ڪتمان ڪي آمهون سامهون آڻي تقابل جي حوالي اجتماع ضدين ين ٽڪريل شين جي حوالي سان پنهي لفظن جي معنىٰ سمجهائي وئي آهي اجا پيو مثال قرآن حڪيم جي اهڙيءَ سمجهاڻيءَ جو جيئن وَلاَ تَلْبِسُواْ الْحَقَّ بِالْبَاطِلِ وَتَكْتُمُواْ الْحَقَّ وَأَنتُمْ تَعْلَمُونَ(42-2) يعني نه وچڙايو حق ڪي باطل سان (ان طرح توهان جڻ ته) لڪايو ٿا حق ڪي ڄاڻي ٻجهي، قرآن حڪيم جو عجيب انداز آهي لفظن جي معنىٰ سمجهائڻ جو پهريائين فرمايائين ته حق ڪي باطل سان نه وچڙايو پوءِ ٻئي جملي ۾ فرمايائين ته (توهان جي اها وچڙ سچڙ اها) حق ڪي لڪائڻ ئي ٿي، ڇا ته انداز آهي سمجهائڻ جو، ڇا ته قرآن حڪيم درس تدريس جو ڍنگ پيو سيکاري، ساڳئي لفظ جي معنىٰ ڪي اجا وڌيڪ مثال سان کولي سمجهائڻ جو وڌيڪ مثال جيئن وَإِذْ أَخَذَ اللّهُ مِيثَاقَ الَّذِينَ أُوتُواْ الْكِتَابَ لَتُبَيِّنُنَّهُ لِلنَّاسِ وَلاَ تَكْتُمُونَهُ فَنَبَذُوهُ وَرَاء ظُهُورِهِمْ وَاشْتَرَوْاْ بِهِ ثَمَناً قَلِيلاً فَبِئْسَ مَا يَشْتَرُونَ(187-3) يعني جڏهن ورتو وعدو الله عزوجل انهن کان جن ڪي ڪتاب ڏنو ويو آهي ته لازم آهي توهان مٿان ته ضرور ماڻهن ڪي کولي بيان ڪندو هن ڪتاب ڪي ۽ ماڻهن کان نه لڪائيندؤ ان ڪتاب ڪي، هن آيت ۾ بيان جي مقابلي ۾ ڪتمان ڪي آندو ويو ته ان تقابل ۾ به بيئي شيون هڪ ٻئي جي معني جو پاڻيهي پاڻ ڏس پيون ڏين ته ڪنهن شيءِ ڪي جيڪڏهن بيان ڪيو ويندو ته اهڙي عمل ڪي لڪائڻ جو نالو هرگز ڪونه ڏبو، يعني بيان ڪرڻ ۽ لڪائڻ اهي بيئي شيون ٽڪريل ٿيون.

**يلعنهم (لعنت):**

لعنت لفظ جي معني آهي ماڻهو جي بڇڙن عملن جي ڪري ان ڪي تڙي ڇڏڻ، پري ڪري ڇڏڻ هٽائي ڇڏڻ، قرآن حڪيم ڪيترن ئي هنڌن تي انهيءَ معنىٰ ڪي پاڻ سمجهايو آهي جيئن وَمَن يَبْتَغِ غَيْرَ الإِسْلاَمِ دِينًا فَلَن يُقْبَلَ مِنْهُ وَهُوَ فِي الآخِرَةِ مِنَ الْخَاسِرِينَ(85-3) يعني جو به شخص اسلام کان سواءِ بيو ڪو دين ۽ قانون ڳوليندو ته اهو نقصان ۾ ويندو ۽ كَيْفَ يَهْدِي اللّهُ قَوْمًا كَفَرُواْ بَعْدَ إِيمَانِهِمْ وَشَهِدُواْ أَنَّ الرَّسُولَ حَقٌّ وَجَاءهُمُ الْبَيِّنَاتُ وَاللّهُ لاَ يَهْدِي الْقَوْمَ الظَّالِمِينَ(86-3) يعني ايمان آڻن کانپوءِ ڪفر ڪرڻ انهن پنهي ڳالهين کان پوءِ فرمايو ويو آهي ته أُوْلَـئِكَ جَزَآؤُهُمْ أَنَّ عَلَيْهِمْ لَعْنَةَ اللّهِ وَالْمَلآئِكَةِ وَالنَّاسِ أَجْمَعِينَ(87-3) يعني اهڙن ماڻهن لاءِ جزا هي آهي ته انهن تي الله جي ملائڪن جي ۽ ماڻهن جي لعنت هوندي معنىٰ ڦٽڪار هوندي، لفظ لعنت بابت انهيءَ مثال مان به ڳالهيون ثابت ٿيون هڪ ته لعنت ڪنهن به ماڻهوءَ جي غلط روش جي سبب بدلي طور ان ڪي پڙ پوي ٿي، ٻي ڳالهه لعنت جي معنىٰ هي ثابت ٿئي ته اهو لعنت جو مستحق ماڻهو، تڙيل، ڌڪاريل، ۽ رحمت جي رعايت کان محروم ڪيل ۽ هٽايل ثابت ٿئي ٿو، قرآن حڪيم ۾ هي لفظ

چاليهن پيرن کان وڌيڪ تعداد ۾ مختلف صيغن ۾ مختلف ماقبل ۽ مابعد وارن حوالن سان استعمال ٿيو آهي انهن سڀن هنڌن تي جنهن وقت غور ڪيو ويندو ته لعنت جي مٿي ذڪر ڪيل معنىٰ رحمت کان محروم بنايل ۽ تڙيل ئي ثابت ٿيندي جيڪا ان ملعون جي بد عملن جوئي نتيجو هوندي.

**الله:**

جيئن ته لفظ الله رب پاڪ جو اسم ذات آهي ۽ ان جا اڪيچار صفاتي نالا به آهن ته الله جي انهن صفاتي نالن منجهان اله نالو لفظ الله جي حرفن سان گهڻو ملندڙ جلندڙ آهي ان حد تائين جو ڪن علماء لسانيات اَلَهَ يَاْلَهُ کي لفظ الله جو ماخذ به قرارڏنو آهي، هونئن اله جي معنىٰ معبود آهي ۽ ٻي معنىٰ هيءَ به آهي ته جنهن هستي جي طرف ڏڄي ڪري پريشان حالت ۾ گهبرائجي ان جي پناهه ۾ اچڻ، هي لفظ قرآن حڪيم ۾ اندازاً سواسو پيرا مختلف ماقبل ۽ مابعد سان استعمال ٿيو آهي جن منجهان هن لفظ جون سڀ معنائون سمجهه ۾ اچي وڃن ٿيون، مٿي عرض ڪيل معنائن لاءِ قرآن منجهان مثال عرض ڪجي ٿو فَأَخْرَجَ لَهُمْ عِجْلًا جَسَدًا لَهُ خُوَارٌ فَقَالُوا هَذَا إِلَهُكُمْ وَإِلَهُ مُوسَى فَنَسِيَ(88-20) يعني سامريءَ واري ناهيل ڳابي جي ٻوتي منجهان جنهن وقت فنڪاريءَ سان رنڀ نڪتي ته اتي موجود سڀن ماڻهن کي چيو ته موسىٰ جو ۽ اوهان سڀن جو اله يعني معبود ته هي آهي، موسىٰ ته هن جي تلاش ۾ اجايو ڀورتي ويو آهي موسىٰ ته ڀلجي پيو آهي، ٻي معنىٰ ته پريشان ٿي گهبرائجي ڪنهن وٽ پناهه وٺڻ جو مثال جيئن فَاعْلَمْ أَنَّهُ لَا إِلَهَ إِلَّا اللَّهُ وَاسْتَغْفِرْ لِذَنبِكَ وَلِلْمُؤْمِنِينَ (19-47) يعني ڄاڻي ڇڏ ته الله کان سواءِ ڪوئي معبود ڪونهي ڪو ۽ پناهه گهر پنهنجي گناهه جي ۽ مؤمنن مؤمنياڻين جي ڏوهن جي ۽ الله ڄاڻي ٿو توهان جي (پريشان حاليءَ ۾) هلچل کي ۽ توهان جي جاءِ پناهه واري ٺڪاڻي کي.

## هنن آيتن منجهان ثابت ٿيندڙ حقيقتون

اسان هاڻ آيت نمبر 158 جي حوالي سان، صفا، مروه، شعائرالله حج البيت، عمره ۽ طواف لفظن جون جيڪي معنائون عرض ڪري آيا آهيون انهن جي روشنيءَ ۾ آيت ڪريمه جو ٻيهر ترجمو ۽ مفهوم پيش ڪيون ٿا ته مخالف ڌرين لاءِ به (دل دماغ) کي صاف رکڻ ۽ انهن سان به ڇيڙي نبيري مهل مروت ۽ درگذر وارو رويو هلڻ اهو به الله جي نشانين منجهان آهي، پوءِ جيڪي پاڻ ۾ وڙهيل ڌرين جا فيصلي ڪرڻ وارا عدالت عظمىٰ ۾ وڃن يا اتي ملڪن ۽ علائقن جي ڊولپمنٽ وارين تعميراتي اسڪيمن کي پاس ڪرڻ ۽ منظور ڪرڻ لاءِ وڃن ته انهن مٿان ڪو به حرج ناهي جو هو پنهنجي قومن، قبيلن، ملڪن ۽ علائقن جا نمائندا هجڻ باوجود مخالفن ۽ غيرن لاءِ به پنهنجي اندر کي صاف رکن ۽ انهن سان انهن جي لاءِ درگذر وارو جذبو ڪٽي گهمن ڦرن ۽ هلن ۽ جو به شخص پلائي جي ڪمن

۽ قومن جي وچ ۾ ناهه لاءِ پنهنجي طاقت خرچ ڪندو ته الله به قدردان ۽ ڄاڻٺهار آهي، (آيت ڪريمه جو خلاصو مفهوم ۽ ترجمو ختم) هن آيت نمبر 158 ۾ وحدت انسانيت جي تعليم ڏني وئي ۽ عالمي ڀائيچاري جي تعليم ڏني وئي آهي ۽ حڪمرانن ڪي تنگ نظري کان روڪي هر موقعي تي ڪشاده دلي جو مظاهرو ڪرڻ جي تعليم ڏني وئي آهي ان لاءِ غور سان پڙهو ان الصفا والمروة من شعائرالله ڪي.

مهربان پڙهندڙن جي خدمت ۾ عرض آهي ته قران حڪيم جي ترجمي ۽ تفسير ڪندڙن هن آيت جي لفظ صفا ۽ مروه ڪي پهاڙيون قرار ڏنو آهي ۽ انهن جي وچ ۾ ڊوڙڻ يا هلڻ ڪي روايتن جي نالي بڌايل بي بي هاجره جي انهن پهاڙين جي وچ ۾ ڊڪڻ واري جڙتو قصي مطابق سين حج ڪرڻ وارن لاءِ ان جي ڊڪڻ جي پيروي ۽ ان سان مماثلت لازمي ڏيکاري آهي، منهنجو هن تصوراتي ۽ من گهڙت قصي تي هي سوال آهي ته جيڪڏهن بي بي هاجره جي ڊڪڻ جي اتباع ۾ مسلم امت جي سين حج ڪرڻ وارن مٿان انهن ماڳن تي ڊڪڻ لازم ۽ ضروري آهي ته پوءِ رب سائين هن آيت ڪريمه ۾ فلاجناح عليه جو لفظ ۽ جملو ڇو فرمايو جنهن جي معنىٰ آهي ته انتي طواف ڪرڻ ۾ گناهه ناهي، جيڪڏهن اهو غلط ترجمو ڪرڻ وارا، حج ۽ عمري ڪي جامد قسم جون بي معنىٰ رسمون ئي قرار ڏين ٿا يعني بي بي هاجره اتي پنهنجي ٻار اسماعيل لاءِ پاڻي جي تلاش ۾ ڊڪي آهي تنهن جي ڪري اوهان به ڊڪو، جيڪو اهو قصو ئي خلاف قرآن هجڻ ڪري هٿ ٺوڪيو ڪوڙو آهي ڇو ته قرآن ته فرمائي ٿو ته اسماعيل ڪمائڻ ۽ محنت ڪرڻ جي عمر تائين پنهنجي پيءُ ابراهيم سان گڏ انهن جي وطن ملڪ ڪنعان واري علائقي ۾ ساڻ رهيو آهي يعني جناب ابراهيم عليه السلام جو پنهنجي زال هاجره ۽ جيتامڙي ٻار اسماعيل ڪي شام منجهان مڪي ۾ ڇڏي وڃڻ جو قصو ئي ڪوڙو آهي(37-102) بهرحال هن آيت جو جملو فلاجناح عليه ٻه ٻڌائي ٿو ته صفا ۽ مروه پهاڙيون ناهن بلڪ اهي ذهني ۽ دلي خيال جذبا ۽ تصور آهن ۽ هن معنىٰ سان فلاجناح عليه جي معنىٰ به مڪمل طور ٺهڪي اچي ٿي يعني حج ۽ عمري جي عدالتي اجتماعن ۾ شريڪ ٿيندڙ نمائندا اهي آهن ته سڀ پنهنجي پنهنجي قومن، قبيلن ۽ علائقن جا نمائندا ۽ امين انهن ڪي اجلاس ۾ برابر پنهنجن جي ئي قومن جي نمائندگي ڪرڻي آهي سو قرآن جو انهن ڪي هي چوڻ ته اسان قبول ڪيون ٿا ته توهان پنهنجن قبيلن ۽ قومن جا امين آهيو پر عالمي مفاد ۽ بين الاقوامي ۽ انساني يڪجهتي لاءِ جيڪڏهن اوهان پنهنجي دلين ۾ پنهنجن ۽ پراون سين لاءِ صفائي ۽ مروت وارا جذبا ڪٺي ٻين جي ڪئمپن ۾ گهمو ڦرو ته فلاجناح عليه ان ۾ به ڪوئي حرج ناهي ڪوئي ڏوهه ناهي، آئون وري هٿ قرآن حڪيم جي جملي اَنۡ يَّطَّوَّفَ بهما متعلق پنهنجو اعتراض دهرايان ٿو اهو هي ته جيڪڏهن علم حديث جي ڏس مطابق صفا ۽ مروه پهاڙين جا نالا هجن ها ۽ طواف جي معنىٰ به حديثن واري هجي ها ته قرآن حڪيم ۾ هڪ ته فلاجناح عليه جو جملو منديان ئي نه

هجي ها ڇو تہ ان جي معني منجهان تہ ائين ٿو ثابت ٿئي تہ بي بي هاجره جي ڊڪڻ واري فعل ۽ عمل سان هڪ جهڙائي ڪرڻ ۾ ڪوئي گناهہ ڪونهي، ٻئي نمبر تي اَنۡ يَطَّوفَ بهما جي بدران هي جملو هجي ها فعليہ اَنۡ يَطُوَفَ بَيۡنَهُمَا، جڏهن تہ هاڻي بہ يعني رائج الوقت پهاڙين وچ ۾ ڊڪڻ وارو عمل ٻوئين جملي يطوف بينهما مطابق آهي ۽ قرآن ۾ موجود جملي ان يطوف بهما مطابق ناهي، وڌيڪ ثبوت تہ حديث ساز صفا ۽ مروه جي معنىٰ غلط ڪئي آهي اڳتي آيت نمبر 159 ۾ جيڪا ڳالهہ ڪئي وئي آهي تہ جيڪي ماڻهو الله طرفان ڪلام الله کي کولي بيان ڪرڻ کان پوءِ بہ ان جي معنىٰ مفهوم کي لڪائين ٿا انهن تي الله جي لعنت هجي ۽ ٻين بہ لعنت ڪندڙن جي لعنت هجي، هيءَ آيت مڪمل طور انهن ماڻهن جي باري ۾ آهي جن ٻن پهاڙين جا صفا ۽ مروه وارا هترادو نالا رکيا ۽ صفا ۽ مروت جي اصل مفهوم ۽ معنىٰ يعني ذهنن ۾ دلين ۾ صفائي ۽ مروت وارن جذبن کي ڪٽي گهمڻ جي معنىٰ کي لڪائڻ وارن بابت هن آيت ۾ مٿن لعنت جي ڳالهہ ڪئي وئي آهي، اڳتي آيت نمبر 160 ۾ انهن ماڻهن جي ڳالهہ ڪئي وئي جيڪي انهن اڳيان قرآن جو درست موقف ۽ مفهوم اچڻ کان پوءِ انهن کي پنهنجي غلطيءَ جو احساس ٿيو هجي ۽ ان غلطي کان موٽڻ بعد غلط نظريي واري فساد کي ميٽي وري ان جي اصلاح لاءِ ڪوشش ڪئي هوندي تہ رب پاڪ جو اعلان آهي تہ هو انهن ماڻهن تي پنهنجي رحمت جي پالوٽ ڪندو جو هو نهايت ٻاجهارو آهي، اڳتي آيت نمبر 161 ۽ 162 ۾ رب پاڪ انهن منڪرن کي وارننگ ڏني آهي تہ جيڪڏهن ڪنهن پنهنجي غلطيءَ کان موٽ نہ ڪاڏي انڪار جي حالت ۾ مري ويو تہ پوءِ اهو بہ ياد رکي تہ اهڙن ماڻهن تي الله جي ملائڪن ۽ سڀن عام ماڻهن جي لعنت وسندي رهندي ۽ اهي سدائين لاءِ ڦٽڪارن هيٺ رهندا انهن تان عذاب ۾ ڪابہ ڪمي ڪانہ ڪئي ويندي ۽ نہ ئي انهن کي ڪا مهلت ملندي اڳتي آيت نمبر 163 ۾ هنن حڪمن جو فلسفو سمجهايو ويو تہ الله وحده لاشريڪ قانون ساز ۽ ڪارساز آهي سو ان وٽ بہ ڳالهيون نہ ٿينديون اها ئي وحدانيت جي تقاضا آهي يعني سفارش ڪلچر بند هوندو هر ڪو پنهنجي ڪئي جي لوڙ، لوڙيندو، هائو جيڪڏهن ڪوئي بہ شخص پنهنجي ڏوهن تي پشيمان ٿي موٽ ڪائيندو ۽ سڌرندو تہ الله بہ رحمان ۽ رحيم آهي.

إِنَّ فِي خَلْقِ السَّمَاوَاتِ وَالأَرْضِ وَاخْتِلاَفِ اللَّيْلِ وَالنَّهَارِ وَالْفُلْكِ الَّتِي تَجْرِي فِي الْبَحْرِ بِمَا يَنفَعُ النَّاسَ وَمَا أَنزَلَ اللّهُ مِنَ السَّمَاء مِن مَّاء فَأَحْيَا بِهِ الأرْضَ بَعْدَ مَوْتِهَا وَبَثَّ فِيهَا مِن كُلِّ دَآبَّةٍ وَتَصْرِيفِ الرِّيَاحِ وَالسَّحَابِ الْمُسَخِّرِ بَيْنَ السَّمَاء وَالأَرْضِ لآيَاتٍ لِّقَوْمٍ يَعْقِلُونَ(164)

**ترجمو:**

بيشڪ آسمانن ۽ زمين جي پئدا ڪرڻ ۾ رات ۽ ڏينهن جي مٽا سٽا ۾ ۽ انهن ٻيڙن ۾ جيڪي سمونڊ ۾ هلن ٿا هن لاءِ ته فائدا ڏين ماڻهن کي ۽ پاڻي، جيڪو نازل ڪيو الله آسمان کان پوءِ آباد ڪري ٿو زمين کي پڇاڻان ان جي غير آباد هجڻ جي ۽ ڦهلايائين ان ۾ هر قسم جا جانور ۽ هوائن جي ڦير گهير ۽ ڪڪر جيڪي قابو ۾ رکيل آهن آسمان ۽ زمين جي وچ ۾ ضرور انهن ۾ نشانيون آهن عقلمند قوم لاءِ (164)

## جدا جدا لفظن جي معنيٰ

### اختلاف:

هي باب افتعال جو مصدري صيغو آهي، هن جو ته حرفي مادو خلف آهي هن جي معنيٰ پوئتي رهڻ بعد ۾ اچڻ واري شي وغيره آهي انهن معنائن جو ڏس قرآن حڪيم منجهان جيئن يَعْلَمُ مَا بَيْنَ أَيْدِيهِمْ وَمَا خَلْفَهُمْ (2-255) يعني ڄاڻي ٿو هر اها شي جيڪا انهن جي سامهون واري آهي ۽ هر اها شي جيڪا انهن جي پويان آهي، غور ڪرڻ وارا سوچين ته ڪيئن ته رب پاڪ اجتماع ضدين جي هنر سان ٻن متضاد لفظن کي آمهون سامهون آڻي انهن جي معنيٰ پاڻ ٿو سمجهائي هي لفظ پنهنجي مختلف شڪلن ۽ صيغن ۾ سواسو پيرن کان وڌيڪ استعمال ٿيو آهي ۽ لفظ اختلاف جي معنيٰ آهي هڪ ٻئي جي پنيان اچڻ جيئن إِنَّ فِي خَلْقِ السَّمَاوَاتِ وَالأَرْضِ وَاخْتِلاَفِ اللَّيْلِ وَالنَّهَارِ لآيَاتٍ لِّأُوْلِي الألْبَابِ(3-190) يعني بيشڪ رات ۽ ڏينهن جو هڪ ٻئي پويان اچڻ ۽ جو ڪجهه پيدا ڪيو آهي الله آسمانن ۽ زمين ۾ (انهن ۾) عقلمندن لاءِ نشانيون آهن لفظ اختلاف جي ٻي معنيٰ متعدد شيون هڪ ٻئي سان اختلاف رکندڙ ۽ هڪ ٻئي جي خلاف ٽڪراءُ ۾ ۽ تضاد ۾ جنهن جو مثال جيئن أَفَلاَ يَتَدَبَّرُونَ الْقُرْآنَ وَلَوْ كَانَ مِنْ عِندِ غَيْرِ اللّهِ لَوَجَدُواْ فِيهِ اخْتِلاَفًا كَثِيرًا(4-82) يعني جيڪڏهن هي قرآن الله کان سواءِ ڪنهن ٻئي وٽان هجي ها ته ان ۾ ڪوڙ سارا اختلاف هجن ها، يعني ٽڪراءُ هجن ها.

### الفلڪ:

فلڪ ته ٻيڙيءَ کي چيو ويندو آهي، پر خود هن ئي آيت ۾ ٻيڙيءَ جي معنوي سمجهاڻي تي غور ڪيو ته ڪيئن نه قرآن حڪيم پاڻ فلڪ جي معنيٰ سمجهائي آهي ته التى تجرى فى البحر بما ينفع الناس يعني ٻيڙي اها شي آهي جيڪا درياءَ ۾ هلي ٿي انهن ڪمن لاءِ جن سان ماڻهن کي فائدو ڏئي.

### بث:

لفظ بث جي معنيٰ آهي ڦهلائڻ ۽ ڪنهن شيءِ کي پکيڙڻ، اها معنيٰ به قرآن حڪيم پاڻ سمجهائي آهي فرمايائين ته وَخَلَقَ مِنْهَا زَوْجَهَا وَبَثَّ مِنْهُمَا رِجَالاً كَثِيرًا(4-1) يعني رب پاڪ اوهان

ڪي پيدا ڪيو هڪ عورت منجهان جنهن مان پيدا ڪيائين جوڙي وال زوج ان جو ۽ پکيڙيائين انهن ٻنهي منجهان ڪيئي مرد ۽ ڪيئي عورتون، قرآن حڪيم جي سمجهائڻ جو انداز اهڙو آهي جو سندس ترتيب ۾ ضروري لفظن جي معنيٰ پاڻيهي پاڻ نروار ٿي سامهون ٿي بيهي ٿي، مونکان هڪڙي عالم دين پنجاب کان وڏي دابي سان فون تي پڇيو ته سورت بقره ۾ طلاق جي مسئلي ۾ قرآن قروء جو لفظ استعمال ڪيو آهي جنهن جي معنيٰ حيض آهي اهو لفظ سڄي قرآن ۾ هڪ ڀيرو استعمال ٿيو آهي توهان چئو ٿا ته قرآن پنهنجي لفظن جي معنيٰ پاڻ ٿو ٻڌائي ته پوءِ هي لفظ جڏهن استعمال ئي هڪ هنڌ هڪ ڀيرو ٿيو آهي ته پوءِ توهان لاءِ ڪوئي چارو ڪونهي جو ان لفظ جي معنيٰ پڇڻ لاءِ لغت کان يا فقهي امامن کان يا علم حديث کان سواءِ قرآني تصريف ذريعي ڄاڻ ونو، ڇو ته قرآن ۾ ته اهو لفظ آيو ئي هڪ هنڌ آهي ان ڪري تصريف آيات جو ڏس ڪارگر نه ٿيندو پوءِ لازمي طور اوهان کي قرآن سمجهڻ لاءِ قرآن کان ٻاهر نڪرڻو پوندو، مون عرض ڪيو ته سوال ڪيل لفظ واري آيت 228 آهي اوهان ٿورو پوئتي آيت نمبر 222 پڙهي ڏسو ان ۾ حيض جي مقابلي ۾ طهر جو لفظ استعمال ڪيو ويو آهي، ته هاڻي هت آيت نمبر 228 ۾ فرمايو ويو آهي ته وَالْمُطَلَّقَاتُ يَتَرَبَّصْنَ بِأَنفُسِهِنَّ ثَلَاثَةَ قُرُوٓءٍ(2-228) يعني طلاق ڏنل عورتون پنهنجي عدت تي ماهواريون گذارين انتظار ڪن، هاڻي آيت نمبر 222 ۾ جڏهن حيض جي مقابلي ۾ طهر جو لفظ استعمال ٿي چڪو آهي ته طهر جي معنيٰ آهي پاڪائي پوءِ جڏهن آيت 228 ۾ طلاق جي عدت تي قروء ڏسي وئي ته ان جي معنيٰ به پاڻيهي تصريف آيات ذريعي ثابت ٿي وئي ته طهر جي مقابلي واري شي پاڻيهي پاڻ ماهواري ۽ حيض ئي ٿي، جنهن جو ٻيو به نالو قرآن حڪيم سمجهايو، قروء ڪري ته مولوي سڳورا قرآن کي سمجهڻ لاءِ ڪجهه وقت ڏين ته امت مٿان سندن وڏي مهرباني ٿيندي.

**دابة:**

هي لفظ پنهنجي آخري حرف تا کان سواءِ داب قرآن حڪيم ۾ ڪل ڇهه ڀيرا استعمال ٿيو آهي جنهن جي معنيٰ پنهنجي پنهنجي موقعن جي حساب سان جڙي ٿي، طريقو، سسٽم، ريت، رسم، ۽ چلت وغيره جيئن داب آل فرعون، داب قوم نوح، داب عاد، داب ثمود، سخرلکم الشمس والقمر دائبين، هنن مثالن منجهان صرف لفظ داب جي معنيٰ نڪتي تاريخ ۽ ڪنهن شيءِ جو گذري وڃڻ، ڪنهن شي جو گذارڻ جو ڍنگ ۽ طريقو، هن کان پوءِ لفظ دابة ۾ حرف تا جي واڌاري سان ان ۾ جيڪو معنيٰ جو واڌارو آيو اهو هي آهي ته وَمَا مِن دَآبَّةٍ فِي الأَرْضِ إِلاَّ عَلَى اللّهِ رِزْقُهَا(6-11) يعني زمين ۾ ڪابه اهڙي شيءِ هلندڙ ڦرندڙ ناهي جنهن جو رزق الله جي ذمي نه هجي ته هن آيت ڪريمه ڇڻ سمجهايو ته داب جي جيڪا معنيٰ ڪئي وئي مرورايام، گذري وڃڻ وارو طور طريقو ۽ ڍنگ جنهن ۾ ساهه ۽ حياتي نه هوندي آهي هاڻي ان لفظ داب کي جڏهن حرف تا ملائي دابة ڪندو ته پوءِ ڇڻ ان ۾ ساهه

پئجي ويو پوءِ معنىٰ هيءَ بيهندي تہ داب جي مٿان زمانو لنگهندو هو ۽ دابة هاڻي ساهدار هجڻ ڪري زماني مٿان پاڻ لنگهي ٿو ۽ ٿي، مطلب تہ دابہ جي معنىٰ زمين مٿان هر قسم جي هلندڙ ڦرندڙ ساهہ واري شيءِ روزي رزق ڪائيندڙ شيءِ هي لفظ دابة ۽ ان جو جمع وارو صيغو دواب ڪل ارڙهن ڀيرا قرآن ۾ استعمال ٿيو آهي هر شخص تصريف آيات جي ٺئڪنالاجيءَ سان هن جي معنىٰ سمجهي سگهي ٿو.

## تصريف:

صرف، يصرف، تصريف، هن جي معنىٰ آهي ڦيرائڻ، ڦرڻ، مٽائڻ، هڪڙي جي جاءِ تي ٻئي کي تبديل ڪرڻ، هن لفظ جي پاڙي ۾ جيڪڏهن "عن" ايندو تہ معنىٰ ٿيندي ان شيءِ کان منهن موڙڻ ۽ جيڪڏهن "اليٰ" ايندو تہ معنىٰ هڪدم ابتڙ ٿي پوندي يعني ان شي طرف لڙي پوڻ هاڻي پهريون مثال تہ صرف تصريف معنىٰ ڦرڻ ڦيرائڻ جيئن فَذَٰلِكُمُ اللّهُ رَبُّكُمُ الْحَقُّ فَمَاذَا بَعْدَ الْحَقِّ إِلاَّ الضَّلاَلُ فَأَنَّىٰ تُصْرَفُونَ(32-10) يعني حق کان سواءِ ٻي جيڪا بہ شيءِ آهي اها گمراهي آهي پوءِ توهان ڪهڙي طرف ڦري ٿا وڃو؟ ٻيو مثال جڏهن لفظ صرف جي پاڙي ۾ عن جو لفظ اچي جيئن مَّن يُرِيدُ الدُّنْيَا وَمِنكُم مَّن يُرِيدُ الآخِرَةَ ثُمَّ صَرَفَكُمْ عَنْهُمْ(152-3) يعني پوءِ توهان کي انهن کان ڦيرائي ڇڏيائين، ٽيو مثال جڏهن لفظ صرف جي پاڙي ۾ "الي" اچي جيئن وَإِذْ صَرَفْنَا إِلَيْكَ نَفَرًا مِّنَ الْجِنِّ (29-46) يعني جنهن وقت موڪليوسين ورائي آندوسين تنهنجي طرف هڪڙو جٿو بدوي ماڻهن جو،(6-72).

## رياح:

رياح جمع جو صيغو آهي هن جو واحد ريح آهي هن جا مختلف صيغا قرآن ۾ استعمال ٿيا آهن جيئن روح، تريحون، رواح، ريح، رياح، ريحان، هن جي اصل معنىٰ آهي هوا، مثال وَلَمَّا فَصَلَتِ الْعِيرُ قَالَ أَبُوهُمْ إِنِّي لَأَجِدُ رِيحَ يُوسُفَ لَوْلاَ أَن تُفَنِّدُونِ(94-12) يعني جڏهن قافلو مصر منجهان نڪتو تہ انهن جي پيءُ يعقوب عليہ السلام چيو تہ مونکي يوسف جي خوشبو ٿي اچي.

## سحاب:

هن لفظ جي معنىٰ آهي گهلڻ، ريڙهڻ، ڇڪڻ، مثال إِذِ الْأَغْلَالُ فِي أَعْنَاقِهِمْ وَالسَّلَاسِلُ يُسْحَبُونَ(71-40) يعني جڏهن انهن جي ڳچين ۾ ڳٽ هوندا ۽ زنجيرون پوءِ گهليا ويندا، ٻيو مثال جيئن يَوْمَ يُسْحَبُونَ فِي النَّارِ عَلَىٰ وُجُوهِهِمْ ذُوقُوا مَسَّ سَقَرَ(48-54) يعني جنهن ڏينهن باهہ ۾ پنهنجي ٻوٿن پرگهليا ويندا (۽ انهن کي چيو ويندو تہ) دوزخ جو مزو بہ چکي ڏسو، ڪڪرن ۽ بادلن کي عربي ٻوليءَ ۾ سحاب انڪري چيو وڃي ٿو تہ اهي بہ فضائن ۾ پکڙجن ٿا رڙهن ٿا گهلجن ٿا، ان جو مثال جيئن وَاللَّهُ الَّذِي أَرْسَلَ الرِّيَاحَ فَتُثِيرُ سَحَابًا فَسُقْنَاهُ إِلَىٰ بَلَدٍ مَّيِّتٍ فَأَحْيَيْنَا بِهِ الْأَرْضَ بَعْدَ مَوْتِهَا

ڪَذَٰلِكَ النُّشُورُ(9-35) يعني الله اها هستي آهي جيڪو هوائن کي موڪلي ڪڪرن کي پڪيڙي ٿو (جن سان) غيرآباد شهرن کي پاڻي پياريون ٿا.

**مُسخر:**

هي اسم معفول جو صيغو آهي تفعيل جي باب ڪان هن جي معنىٰ آهي تابع بنايل ڪنٽرول ڪيل، قابوڪيل، هن لفظ جي مادي کي جيڪڏهن ثلاثي مجرد جي باب تي سخر، يسخر، سخرا جي صيغن کي پڙهبو ته انهن جي معنىٰ ٿيندي ڪنهن جي مذاق اڏارڻ ۽ ڪنهن تي ٺٺول ڪرڻ ۽ ڪنهنجي هلڪڙائي ڪرڻ انهن معنائن جا مثال جيئن وَأَطْعِمُوا الْقَانِعَ وَالْمُعْتَرَّ كَذَٰلِكَ سَخَّرْنَاهَا لَكُمْ لَعَلَّكُمْ تَشْكُرُونَ(36-22) يعني اسان انهن چوپاين جانورن کي تابع بنايو آهي توهان جي لاءِ تا ته اوهان شڪر گذار بنجو، ٻيو مثال ڪنهن جي مذاق اڏارڻ ۽ انتي ٺٺول ڪرڻ جي معنىٰ سان جيئن يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُوا لَا يَسْخَرْ قَوْمٌ مِّن قَوْمٍ عَسَىٰ أَن يَكُونُوا خَيْرًا(11-49) يعني ڪابه قوم ڪنهن ٻي قوم تي ٺٺول نه ڪري ته ڪٿائين اها ٻي قوم هنن ڪان ڀلي نه هجي.

## هن آيت ڪريم (164-2) منجهان ملندڙ تعليم

آيت نمبر 142 ڪان وٺي جناب خاتم الانبياءَ عليہ السلام کي عالمگير منصب نبوت تي سرفراز فرمائي انجي هيڊ ڪوراٽر کي ابراهيمي قيادت واري رينج مطابق ان جو جاءِ نشين (2-125) (3-68) بنائڻ جي ڳالهه شروع ٿي آهي، ان سلسلي ۾ مخالفين اهل ڪتاب جي رڪاوٽن جو بہ ذڪر آيت 150 تائين ڪيو ويو، ان ڪان پوءِ جناب خاتم الرسل جو آيت نمبر 151 ۾ اهو تعارف ڪرايو ويو آهي جهڙو جناب ابراهيم عليہ السلام پنهنجي جاءِ نشين جي لاءِ رب پاڪ ڪان مطالبو ڪيو هو (2-29) ان ڪان پوءِ رب پاڪ جناب خاتم الانبياءَ کي آيت نمبر 152 ڪان سمجهايو آهي تعليم ڏني آهي ته تون ۽ تنهنجا جاءِ نشين جهانن جي قيادت لاءِ ڪم شروع ڪندؤ ته توهان کي چا چا ڪرڻو آهي ۽ انقلاب جي انهيءَ سفر ۾ مال مرندا بکون ايندي‌ون ساٿي مرندا فصل چٽ ٿيندا خوفناڪ لڙايون ٿينديون پوءِ جڏهن توهان ڪامياب ۽ ڪامران ٿيندو ته هيءَ نصيحت بہ ياد رکجو ته مفتوح قومن ۽ قبيلن لاءِ انهن جي علائقن ملڪن مطلب سين لاءِ پنهنجو اندر صاف رکجو ۽ ڪالهه جي دشمنن سان بہ درگذر وارو سلوڪ هلجو اهي ئي عالمگير انقلابي لاءِ الله جي پاران نشانيون آهن، هاڻي هن آيت نمبر 164 ۾ ٻڌايو پيو وڃي ته جنهن خالق ڪائنات توهان کي هي منشور ڏنو آهي ته جنهن جا جاءِ نشين بڻيا آهيو پوءِ اڳتي هلي ان جي مقام ۽ مرتبي کي بہ سمجهو ۽ ان مطابق ان کي سڃاڻي پوءِ ان جو بہ قدر ڪيو.

وَمِنَ النَّاسِ مَن يَتَّخِذُ مِن دُونِ اللّهِ أَندَاداً يُحِبُّونَهُمْ كَحُبِّ اللّهِ وَالَّذِينَ آمَنُواْ أَشَدُّ

حُبًّا لِّلّهِ وَلَوْ يَرَى الَّذِينَ ظَلَمُواْ إِذْ يَرَوْنَ الْعَذَابَ أَنَّ الْقُوَّةَ لِلّهِ جَمِيعاً وَأَنَّ اللّهَ شَدِيدُ
الْعَذَابِ(165) إِذْ تَبَرَّأَ الَّذِينَ اتُّبِعُواْ مِنَ الَّذِينَ اتَّبَعُواْ وَرَأَوُاْ الْعَذَابَ وَتَقَطَّعَتْ بِهِمُ
الأَسْبَابُ(166) وَقَالَ الَّذِينَ اتَّبَعُواْ لَوْ أَنَّ لَنَا كَرَّةً فَنَتَبَرَّأَ مِنْهُمْ كَمَا تَبَرَّؤُواْ مِنَّا كَذَلِكَ
يُرِيهِمُ اللّهُ أَعْمَالَهُمْ حَسَرَاتٍ عَلَيْهِمْ وَمَا هُم بِخَارِجِينَ مِنَ النَّارِ(167)

**ترجمو:**

۽ ماڻهن منجهان ڪي اهڙا آهن جيڪي الله کان سواءِ (ٻين ڪي) ان جي برابر بنائين ٿا، انهن سان محبت ڪن ٿا، الله سان محبت ڪرڻ جهڙي، ۽ جن ماڻهن ايمان آندو آهي اهي تمام پڪا آهن محبت ڪرڻ ۾ الله سان، مشڪل آهي جو ظالم ماڻهو اها ڳالهه سمجهن (پر اهي ان وقت سمجهندا) جڏهن پنهنجي اکين سان عذاب کي ڏسندا ته طاقت سڀ الله لاءِ آهي ۽ الله سخت عذاب ڏيندڙ آهي(165) جڏهن بيزار ٿي ويندا اهي ماڻهو جيڪي پيشوا بنايا ويا هئا انهن ماڻهن کان جن تابعداري ڪئي هئي (انهن جي) ۽ عذاب کي اکين سان ڏسندا ۽ (انهن جا پاڻ ۾ وارا) اسباب ڪٽجي ويندا(166) ۽ چوندا اهي ماڻهو جن تابعداري ڪئي هئي ته جيڪر ته اسان کي هڪ ڀيرو وري دنيا ڏي موٽايو وڃي، پوءِ اسان به انهن کان بيزاري ڏيکاريون جيئن (هن وقت) هو بيزاري ڏيکارن ٿا اسان کان، اهڙي طرح ڏيکاريندو انهن کي الله عمل انهن جا مٿن افسوس ڀريا ۽ اهي ان باهه منجهان ڪڏهن به نڪري نه سگهندا(167).

## جدا جدا لفظن جي معنيٰ

### انداداـ

هي لفظ قرآن حڪيم ۾ ڪل ڇهه ڀيرا استعمال ٿيو آهي آئون مناسب سمجهان ٿو انهن مان ڪجهه استعمال هت نقل ڪيان پوءِ قرآن سکڻ وارو هر طالب علم غور ڪري ۽ ٻڌائي ته ڪيئن نه قرآن حڪيم لفظن جي معنيٰ کي پاڻ کولي ۽ مقرر ڪري ٿو سمجهائي، فرمايائين ته الله اها ذات آهي جنهن اوهان لاءِ زمين کي وڇايو ۽ آسمان کي ڇت ڪري بنايو ۽ آسمان مان پاڻي وسايائين جنهن سان ميوا نڪتا توهان جي رزق لاءِ فَأَخْرَجَ بِهِ مِنَ الثَّمَرَاتِ رِزْقاً لَّكُمْ فَلاَ تَجْعَلُواْ لِلّهِ أَندَاداً(2-22) پوءِ الله سان ڪنهن کي برابر نه بنايو، غور ڪيو ته هتي اندادا جي ٻي ڪا معنيٰ نهي نٿي سگهي، ٻئي هنڌ (39-8) ۾ فرمايائين ته جڏهن انسان کي ڪو نقصان پهچي ٿو ته وڏو فرمانبردار بنجي پنهنجي رب کي سڏي ٿو ۽ جڏهن نعمتن ۾ مزن ۾ اچي ٿو وڃي ته هن کان اڳيان سڏ ۽ دعائون وسري ٿا وڃن ائين چڻ ته هن هاڻ هاڻ سڏيو ئي ڪونه هو ۽ جهٽ ۾ وَجَعَلَ لِلَّهِ أَندَادًا(39-8) يعني الله لاءِ ڀائيوار ۽ شريڪ بنائڻ شروع ڪري ٿو ڏئي، غور ڪبو ته هنن مثالن ۾ لفظ انداد جي ٻي معنيٰ ٿي ئي نه ٿي سگهي.

**الاسباب:**

هي لفظ جمع جو صيغو آهي هن جو واحد سبب آهي عربي ٻوليءَ جو هي لفظ انهن لفظن منجهان آهي جنهن ٻين خاصن ٻولين ۾ ساڳي معنىٰ سان پنهنجي جاءِ والاري آهي، هي لفظ مشرقي ٻولين ۾ جڻ ته اوپرو ڪونهي هن جي معنىٰ ذريعو، رستو ۽ واسطو آهي هن لفظ جو اهو مفهوم قرآن حڪيم جي استعمال واري انداز سان پاڻيهي پاڻ نکري بيهي ٿو، مثال ملاحظ فرمائيندا، إِنَّا مَكَّنَّا لَهُ فِي الْأَرْضِ وَآتَيْنَاهُ مِن كُلِّ شَيْءٍ سَبَبًا. فَأَتْبَعَ سَبَبًا(85-84-18) يعني اسان پاور ۽ اقتدار ڏنو سون (بادشاه ذوالقرنين کي) ۽ ان کي هر قسم جا سامان ۽ اسباب ڏناسين پوءِ هو هليو هڪ رستو وٺي، هتي لفظ اسباب جو ٻه ڀيرا استعمال ٿيو پهريين ڀيري ۾ بادشاھ جي ملڪي اقتدار جي حوالي سان اسبابن جي ڳالھ ڪئي وئي ته ان کي اسان جام ۽ اڻ ميا سامان ۽ ضرورت جون شيون ڏنيوسون. اها معنىٰ اتي از خود مناسب ثابت ٿي آهي وري جلدئي اڳتي واري جملي ۾ آيو ته ثُمَّ أَتْبَعَ سَبَبًا يعني ان بادشاھ وٽس وسيلن جي فراوانيءَ سبب دنيا جهان کي فتح ڪرڻ لاءِ سفر شروع ڪيو هاڻي ان جملي اتبع سببا جي معنىٰ رستو ۽ ان جو سفر ڪرڻ خود انداز ڪلام منجهان ثابت ٿيو جو اڳتي آهي ته حتي اذا بلغ مغرب الشمس يعني ان جي سفر جو ڇيڙو ۽ دنگ اتي ٿيو جو سج لهڻ واري طرف دنگ اتي ٿيو جنهن جاءِ تي اڳتي خشڪ رستو ختم ٿي ويو بادشاھ اتي وڃي پڳو غور ڪيو ٻه سبب لفظ جو هڪ ئي هنڌ ٻه ڀيرا استعمال ڪيئن ته جدا جدا معنىٰ ڏني آهي جو عقل مڃي ٿو وٺي ته ان استعمال جي طريقي ۾ معنىٰ اهائي ٿي سگهي ٿي ٻي ڪانه، هي حقيقت عرض ڪرڻ جو مقصد هي آهي ته قرآن حڪيم ۾ غور ڪرڻ سان ثابت ٿي وڃي ٿو ته هو پنهنجي لفظن جي معنىٰ تمام سهڻي نموني پاڻ ئي سمجهائي ٿو وڃي.

**ڪرة:**

ڪرّة ۽ ڪرّتين، هي لفظ قرآن حڪيم ۾ ڪل ڇھ ڀيرا استعمال ٿيو آهي هن جي معنىٰ آهي، وري هڪ ڀيرو، بلڪ ٻين لفظن ۾ اها معنىٰ آهي ڪنهن شيءِ جو "تڪرار" ڪرڻ هاڻي اچو ته اها معنىٰ قرآن طرفان پاڻ سمجهائڻ واري سندس اهڙي استعمال تي غور ڪري پرکيون فرمان آهي ته ثُمَّ ارْجِعِ الْبَصَرَ كَرَّتَيْنِ يَنقَلِبْ إِلَيْكَ الْبَصَرُ خَاسِأً وَهُوَ حَسِيرٌ(4-67) معنىٰ آهي ته جنهن الله خلقيو ستن آسمانن کي هڪ ٻئي جي مٿان، (اي قرآن پڙهندڙ!) تون الله رحمان جي انداز تخليق ۾ ڪوئي تفاوت نه ڏسي سگهندي، پوءِ (هڪ ڀيري سان نه ته) ورائي ڪٽي اک ڦيراءِ چا ڏنو تو ڪوئي بگاڙ؟ (چڱو ڀلا) اجا ٻه وري ڪٽي نظر موٽائي ڏس (هڪ نه پر) ٻه ڀيرا ڏس تنهنجي نظر تو ڏي موٽندي ٿڪل حالت ۾ چنجهي ٿي عاجز ٿي هتي ڪرتين لفظ جي معنىٰ ٻن ڀيرن کان سواءِ ٻي ٿي نه سگهندي ڇو ته آيتن جو انداز ڪلام ان معنىٰ لاءِ جڻ ته مجبور ڪري ٿو ان لفظ جي اها ئي معنىٰ آهي ٻي ڪانهي، هونئن

ڪرّ اصل ۾ ”ڪرر“ آهي سو ان جي معنىٰ صوتيات جا ماهر تڪرار ۽ وري، وري ئي ڪري سگهندا.

**حسرات:**

هي جمع جو صيغو آهي، هن جو واحد حسرة آهي، هي لفظ به مشرقي ٻولين ۾ پنهنجي اصل معنىٰ ۽ مفهوم سان جڳهه والاري چڪو آهي خاص ڪري اديبن ۽ شاعرن وٽ محرومين مٿان پنهنجي شاعريءَ ۾ هن لفظ جو استعمال گهڻو ڪندا آهن آءٌ هت قرآن حڪيم منجهان ان جي معنىٰ ظاهر ڪرڻ لاءِ اهڙي استعمال جو صرف هڪڙو مثال عرض ڪيان ٿو جڏهن ته هي لفظ قرآن ۾ ڪل ٻارنهن ڀيرا استعمال ٿيو آهي، سورت ياسين ۾ آيت نمبر 13 کان 29 تائين اندازاً مشرق وسطي ۾ وسندڙ ماڻهن جي تاريخ بيان ڪندي واضرب لهم اصحاب القرية کان انهن جي ڪجهه صدين جي تاريخ طرف اشارو ڪندي فرمايو آهي ته انهن وٽ اسان جا ڪيترائي رسول آيا پر هنن انهن جي اصلاحي ۽ انقلابي تحريڪن جي مخالفت ڪئي ۽ انهن جي هڪ به نه ٻڌي پوءِ انهن تي جيڪو عذاب آيو ان. إِن كَانَتْ إِلاَّ صَيْحَةً وَاحِدَةً فَإِذَا هُمْ خَامِدُونَ(29-36) جو هڪڙي ئي پڪڙ سان راڄن کان رڙيون نڪري ويون، ۽ انهن جو اهڙو حال ٿيو جڻ ٽانڊن تي مينهن پوڻ يا پاڻي وجهڻ سان هو وسامي وڃن، ان کان پوءِ قرآن ان قوم جي سرڪشي ۽ نافرمانيءَ جي صدين واري تاريخ تي پنهنجو رمارڪ ڏئي ٿو ته يَا حَسْرَةً عَلَى الْعِبَادِ مَا يَأْتِيهِم مِّن رَّسُولٍ إِلاَّ كَانُوا بِهِ يَسْتَهْزِؤُون(30-36) **(دنيا جا غافل ماڻهوءُ!)** توهان تي وڏو افسوس آهي، انهن قومن ڏي ڪو به اهڙو رسول نه آيو مگر هنن انهن سڀن سان مذاقون ڪيون، (هاڻي اسان جي مذاق به ڏسي ڇڏيو) كم اهلكنا قبلهم من القرون اسان ته ماڻهن جي مستين سبب زمانن جا زمانا چٽ ڪري چڪا آهيون، هتي آيت (30-36) ۾ حسرت جي معنىٰ قومن جي نافرمانيءَ سبب مٿن جيڪو عذاب آيو انهن تي افسوس ڪرڻ ۽ قومن جي نافرمانيءَ جي نتيجي ڪي ڪيفيتن ڪي ظاهر ڪرڻ لاءِ حسرت جو لفظ استعمال ڪيو ويو آهي قرآن جو اهڙو استعمال خود ان موقعي تي جڻ پنهنجي معنىٰ پاڻ ڏسي رهيو آهي.

## هن آيت منجهان ملندڙ تعليم

هن آيت ڪريمه ۾ رب پاڪ خبردار ڪيو آهي ته دنيا جي هيءَ حياتي صرف هڪ ڀيرو ملي اٿو، انهيءَ ۾ به مون الله طرفان نبين ۽ رسولن معرفت موڪليل ڪتاب جي تعليم ڪي ڇڏي جيڪڏهن اوهان ٻين ڪي سهارو ۽ پيشوا بنايو ته ان جي سزا ته دائمي باه آهي پر ٻي مهلت به ڪا نه ملندي ۽ نه ئي ان باهه منجهان ڪا نيڪالي ملندي ڪوڙين حديثن ناهڻ وارن اهو غلط مشهور ڪيو آهي ته جهنم ۾ ڏوهن جي سزا پوري ٿيڻ کان پوءِ وري بهشت طرف ماڻهو ڪي موٽايو ويندو.

يَا أَيُّهَا النَّاسُ كُلُواْ مِمَّا فِي الأَرْضِ حَلاَلاً طَيِّباً وَلاَ تَتَّبِعُواْ خُطُوَاتِ الشَّيْطَانِ إِنَّهُ لَكُمْ عَدُوٌّ

مُّبِينٌ(168) إِنَّمَا يَأْمُرُكُمْ بِالسُّوءِ وَالْفَحْشَاء وَأَن تَقُولُواْ عَلَى اللّهِ مَا لاَ تَعْلَمُونَ(169) وَإِذَا قِيلَ لَهُمُ اتَّبِعُوا مَا أَنزَلَ اللّهُ قَالُواْ بَلْ نَتَّبِعُ مَا أَلْفَيْنَا عَلَيْهِ آبَاءنَا أَوَلَوْ كَانَ آبَاؤُهُمْ لاَ يَعْقِلُونَ شَيْئاً وَلاَ يَهْتَدُونَ(170) وَمَثَلُ الَّذِينَ كَفَرُواْ كَمَثَلِ الَّذِي يَنْعِقُ بِمَا لاَ يَسْمَعُ إِلاَّ دُعَاء وَنِدَاء صُمٌّ بُكْمٌ عُمْيٌ فَهُمْ لاَ يَعْقِلُونَ(171)

**ترجمو:**

اي انسانو! ڪاڻ زمين منجهان پيدا ٿيندڙ شيون حلال ۽ پليون ۽ نہ پيروي ڪيو شيطاني واٽن جي اهو توهان جو پڌرو دشمن آهي(168) اهو شيطان توهان کي صرف براين ۽ فاحش ڪمن جو حڪم ڏئي ٿو ۽ هي بہ تہ الله جي خلاف اهڙيون تہ ڳالهيون چئو جن جي اوهان کي ڄاڻ ئي ڪانهي(169) ۽ جنهن وقت انهن ماڻهن کي چيو وڃي ٿو تہ پيروي ڪيو ان (علم) جي جيڪو الله نازل ڪيو آهي، (جواب ۾) چون ٿا تہ بلڪ اسان تہ پيروي ڪنداسين ان جي جنهن تي اسان پنهنجي ابن ڏاڏن کي ڏٺوسون توڙي جو انهن جا ابا ڏاڏا نہ ڪاشي سمجهندا هئا ۽ نہ ئي وري هدايت تي هئا(170) مثال انهن ماڻهن جو جن ڪفر ڪيو ان وانگر آهي جيڪو ڳنڪرون ڏئي ٿو، رنيون ڪري ٿو (اهڙيون جو) اهي واڪي ۽ سڏ ڪان سواءِ ٻيو ڪجهہ سمجهڻ ۾ ئي نہ اچي، (اهي منڪر) ٻوڙا، گونگا، انڌا آهن جيڪي سمجهن ئي نٿا(171).

## جدا جدا لفظن جي معنيٰ

### حلال:

هي لفظ هڪ هنڌ ڳنڍ کولڻ جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيو آهي انهن جو مثال وَاحْلُلْ عُقْدَةً مِّن لِّسَانِي(27-20) يعني منهنجي زبان جي ڳنڍ کول ٻيو ڪافي سارين جاين تي حلال جو لفظ حرام جي مقابلي ۾ استعمال ڪيو ويو آهي انهن منجهان هڪ مثال إِنَّمَا الْبَيْعُ مِثْلُ الرِّبَا وَأَحَلَّ اللّهُ الْبَيْعَ وَحَرَّمَ الرِّبَا فَمَن جَاءهُ(275-2) يعني الله واپار کي حلال ڪيو آهي ۽ وياج کي حرام ڪيو آهي ان معنيٰ جو ٻيو مثال جيئن وَمُصَدِّقًا لِّمَا بَيْنَ يَدَيَّ مِنَ التَّوْرَاةِ وَلِأُحِلَّ لَكُم بَعْضَ الَّذِي حُرِّمَ عَلَيْكُمْ (50-3) يعني تا تہ حلال ڪيان توهانجي لاءِ ڪجهہ حصو ان جو جيڪو حرام ڪيو ويو آهي توهانجي مٿان انهي معنيٰ جو ٽيون مثال جيئن وَيُحِلُّ لَهُمُ الطَّيِّبَاتِ وَيُحَرِّمُ عَلَيْهِمُ الْخَبَآئِثَ (157-7) يعني حلال ڪري انهن لاءِ پاڪيزه شيون ۽ حرام بنائي انهن مٿان پليت شيون.

### طيبا:-

طيب لفظ جي معنيٰ آهي دل دماغ کي بلڪ انسان جي سين حواسن کي وڻندڙ ۽ پسند ايندڙ شيءِ راحت ۽ سڪون بخشيندڙ شيءِ جنهن جو مثال جيئن هُنَالِكَ دَعَا زَكَرِيَّا رَبَّهُ قَالَ

رَبِّ هَبْ لِي مِن لَّدُنْكَ ذُرِّيَّةً طَيِّبَةً إِنَّكَ سَمِيعُ الدُّعَاء(3-38) جناب زڪريا عليہ السلام عرض ڪيو تہ اي منهنجا رب عطا ڪر مونکي پاڻ وٽان اولاد پاڪيزه صفت بيشڪ تون ٻڌندڙ آهين سڏ جو، پڪار جو، دعا جو، ان معنیٰ جو ٻيو مثال جيئن وَإِنْ خِفْتُمْ أَلاَّ تُقْسِطُواْ فِي الْيَتَامَى فَانكِحُواْ مَا طَابَ لَكُم مِّنَ النِّسَاء (3-4) يعني نڪاح ڪيو ان سان جيڪا وڻي اوهان کي عورتن منجهان، ان معنیٰ جو ٽيون مثال جيئن يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُواْ أَنفِقُواْ مِن طَيِّبَاتِ مَا كَسَبْتُمْ (2-267) يعني اي ايمان وارو! خرچ ڪيو پنهنجي ڪماين منجهان پاڪيزه شيون، انهيء معنیٰ جو چوٿون مثال جيئن وَكُلُواْ مِمَّا رَزَقَكُمُ اللّهُ حَلاَلاً طَيِّبًا (5-88) يعني کائو انهن شين منجهان جيڪي بخشيون آهن الله اوهان کي بطور رزق جي حلال ۽ طيب ڪري، هتي حلال ۽ طيب منجهان مراد هي آهي تہ ڪيتريون شيون حلال ضرور هونديون آهن پر اهي ڪنهن ڪنهن جي طبيعت کي ناخوشگوار ۽ ناگوار لڳنديون ان ڪري هر حلال شي کائڻ ضروري بہ ناهي ڳالھ آهي طيب جي معنیٰ طبيعت جي پسند واري شيء ۽ فائدو ڏيندڙ شيء

**خطوات:**

هن لفظ جي معنیٰ آهي وکون، پنڌ، پيچرو، لاڻين، هي لفظ قرآن حڪيم ۾ ڪل پنج ڀيرا استعمال ٿيو آهي ۽ پنجئي ڀيرا خطوات جو لفظ جمع جي صيغي ۾ استعمال ڪيو ويو آهي وَلاَ تَتَّبِعُواْ خُطُوَاتِ الشَّيْطَانِ(2-208) جي جملي سان ڪتب آندو ويو آهي، يعني نہ پيروي ڪجو نہ تابعداري ڪجو شيطاني وکن جي قدمن جي شيطاني چلت جي، شيطاني پنڌن ۽ پيچرن جي، اهي سڀ معنائون اوهان هنن مثالن منجهان سمجهي سگهو ٿا جيئن يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُواْ ادْخُلُواْ فِي السِّلْمِ كَآفَّةً وَلاَ تَتَّبِعُواْ خُطُوَاتِ الشَّيْطَانِ إِنَّهُ لَكُمْ عَدُوٌّ مُّبِينٌ(2-208) يعني شيطاني پيچرن ۽ قدمن جي تابعداري نہ ڪيو جيڪڏهن اوهان (صراط مستقيم کان) ترڪي پيؤ ڪليل دليلن جي اچڻ کان پوء بہ سو پوء ڄاڻي ڇڏيو تہ الله بہ غالب ۽ حڪمت وارو آهي، هن آيت ۾ زللتم لفظ جي معنیٰ آهي (راھ حق کان) ترڪي پوڻ، هت پڙهندڙن کي سمجهي ڇڏڻ گهرجي تہ ترڪي پوڻ کان پوء واريون جيڪي بہ واٽون هونديون اهي سڀ خطوات شيطاني راهون هونديون، رحماني رستو صرف هڪڙو آهي جنهن کي قرآن صراط مستقيم سڏيو آهي. شيطاني راهون جيئن تہ کوڙساريون آهن انڪري انلاء جمع جو صيغو استعمال ڪيو ويو آهي.

ٻيو مثال جيئن يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُوا لَا تَتَّبِعُوا خُطُوَاتِ الشَّيْطَانِ وَمَن يَتَّبِعْ خُطُوَاتِ الشَّيْطَانِ فَإِنَّهُ يَأْمُرُ بِالْفَحْشَاء وَالْمُنكَرِ (24-21) يعني اي مؤمنو! شيطاني راهن جي پيروي نہ ڪيو جيڪو تابعداري ڪندو شيطان جي قدمن جي پوء اهو تہ فحاشين ۽ منڪر ڳالهين جو حڪم تو ڏئي هن آيت ڪريمہ بہ ڳالھ کولي سمجهائي تہ شيطاني راھ فحاشين ۽ غلط ڪارين واري آهي.

**والفحشاء:**

لفظ فحش جي معنىٰ سمجهائڻ لاءِ قرآن حميد ان کي اٽوٽندڙ فعل ۽ بڇڙو رستو ڪوٺيو آهي جيئن وَلاَ تَنكِحُواْ مَا نَكَحَ آبَاؤُكُم مِّنَ النِّسَاء إِلاَّ مَا قَدْ سَلَفَ إِنَّهُ كَانَ فَاحِشَةً وَمَقْتًا وَسَاء سَبِيلاً(4-22) يعني انهن عورتن سان نڪاح ڪرڻ جن سان توهان جا پيئر پرڏجي چڪا هجن اهو فعل فحاشي جو آهي ۽ اهو اٽوٽندڙ ۽ بڇڙو رستو آهي، قرآن حڪيم ۾ زنا کي به فحاشي منجهان سڏيو ويو آهي جيئن وَلاَ تَقْرَبُواْ الزِّنَى إِنَّهُ كَانَ فَاحِشَةً وَسَاء سَبِيلاً(17-32) يعني زنا کي ويجها نه وڃو اها فحاشي آهي ۽ بڇڙي راه آهي، فحاشي هڪڙي ظاهري به ٿئي ٿي ته بي ڳجهي ۽ باطني به ٿئي ٿي جيئن نَّحْنُ نَرْزُقُكُمْ وَإِيَّاهُمْ وَلاَ تَقْرَبُواْ الْفَوَاحِشَ مَا ظَهَرَ مِنْهَا وَمَا بَطَنَ (6-151) يعني فحاشي جي مڙني قسمن جي ويجهو نه وڃو، اهي ظاهر هجن يا باطني، هتي فواحش جمع جي صيغي ۾ آٽي قران حڪيم هي به سمجهائي چڏيو ته هر فحاشي زنا ناهي، قرآن حڪيم فحاشيءَ کي عدل جي خلاف قرار ڏنو آهي جيئن إِنَّ اللّهَ يَأْمُرُ بِالْعَدْلِ وَالإِحْسَانِ وَإِيتَاء ذِي الْقُرْبَى وَيَنْهَى عَنِ الْفَحْشَاء وَالْمُنكَرِ وَالْبَغْيِ يَعِظُكُمْ لَعَلَّكُمْ تَذَكَّرُونَ(16-90) يعني الله حڪم ڪري ٿو عدل جو احسان جو ۽ ويجهن کي مدد ڪرڻ جو ۽ فاحش ڪمن کان منع ڪري ٿو ۽ منڪرن ڪمن ۽ بغاوت وارن ڪمن کان به روڪي ٿو توهان کي نصيحت ڪري ٿو ته جيئن توهان سمجهي وڃو.

**ينعق:-**

هن لفظ نعوق جو سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو آهي نوتارو، يعني اهڙي قسم جو واڄو ۽ آواز جنهن ۾ معنويت لاءِ ڪوئي حرف ۽ لفظ نه جڙي صرف هڪ قسم جو واڪو ۽ آواز ٻڌو وڃي جيئن مال چارڻ وارا ڌنار به مال لاءِ اهڙا اچار واتان ڪيندا آهن، نعوق ۽ ينعق جي اها سموري تشريح قرآن پاڪ آيت ڪريمه (2-171) ۾ سمجهائي آهي ته مَثَلِ الَّذِي يَنْعِقُ بِمَا لاَ يَسْمَعُ إِلاَّ دُعَاء وَنِدَاء يعني اهڙو آواز جنهن منجهان صرف پڪار ۽ سڏ جو مفهوم ته نڪري باقي ڪجهه به نه، قرآن حڪيم ۾ لفظ ينعق ۽ نعوق جو ڪل هڪ ڀيرو استعمال ٿيو آهي انڪري ان جي معني ۽ مفهوم جي سمجهاڻي به ساڳي آيت ۾ سمجهائي وئي آهي. هونئن پنندڙ فقير جيڪو ڪنهن به ڍور ڍڳي جو سنگ ڪٽي انکي آرپار سوراخ ناهي دردر تي پنڻ مهل وڄائيندا آهن ان کي به نعوق يعني نوتارو سڏيو ويندو آهي.

## هنن آيتن منجهان ملندڙ نصيحت

هتي پهرين آيتن 165 کان 167 تائين اوهان پڙهيو ته دنيا ۾ جيڪي ماڻهو غير الله کي پنهنجو مقصود ۽ محبوب قرار ڏيئي انهن جي فقهن، روايتن ۽ ڍڪوسلن تي هلندا هئا ۽ قيامت واري فيصلي مهل جڏهن الله وٽ پنهنجي روئداد پيش ڪندا ته اي الله اهي آهن اسان جا امام قائد ۽ پيشوا جن جي اسان دنيا ۾ تابعداري ڪندا هواسين ته اتي انهن جا اهي قائد ۽ پيشوا انهن پيروڪارن جي بيان جو انڪار ڪندا ۽ اهي انهن جا اڳواڻ هنن تي تبرا

ڪندا ۽ چوندا تہ اسان هنن ڪي سچاٽون بہ ڪونہ پوۂ هي پيروڪار مطالبو ڪندا تہ اي الله پلا هڪ پيرو وري دنيا ۾ واپس موڪل تہ اسان اتي وجي هنن پيشوائن ۽ امامن ڪي ليڪيندا سون بہ ڪونہ صرف تنهنجي ڏنل قرآن تي هلنداسين ۽ هنن مٿان دنيا ۾ موٽڻ ڪان پوۂ تبرائون ڪندا رهنداسون جيئن هاڻي هي اسانتي تبرا ڪن ٿا انهيءَ ماجرا جي پيش نظر قرآن حڪيم ۾ رب پاڪ فرمايو تہ ٻيو پيرو حياتي ملڻي ڪانهي ۽ اوهان هت دنيا ۾ جن هٽ نوڪين ماڻهن ڪي پنهنجو امام قائد ۽ رهبر بنايو آهي اوهان جي اهڙي سڄي ٽڪساز جو اصل پسمنظر آهي مفت خوري، حرام خوري ۽ باطل ڪمپنين جو ممبر بنجي انهن جي ترسٽن جو ممبر ايجنٽ ٿي پئسا ڪمائڻ انهن مان تونگر ٿيڻ اوهان دنيا ۾ اهڙيون سڀ تنظيمون ۽ انهن جا عقيدا ان ڪري اختيار ڪيا هئا تہ اوهان وياجي طريقن ذريعي مفت خوري يعني گهر ويٺي بغير پورهيي ۽ محنت سان پئسا ڪمايو، سو اڄ ئي ٻڌي ڇڏيو قرآن اوهان ڪي قيامت اچڻ ڪان اڳيئي وارننگ ڏئي ٿو ۽ نصيحت ڪري ٿو تہ يَا أَيُّهَا النَّاسُ كُلُواْ مِمَّا فِي الأَرْضِ حَلاَلاً طَيِّباً وَلاَ تَتَّبِعُواْ خُطُوَاتِ الشَّيْطَانِ إِنَّهُ لَكُمْ عَدُوٌّ مُّبِينٌ(2-168) يعني اي انسانو! ڌرتيءَ جي وسيلن منجهان حلال ۽ پاڪيزه روزي ڪمائي ڪائو، شيطاني ٽڪسازن پٺيان نہ هلو، اهو اوهان جو دشمن آهي، شيطان اوهان ڪي بڇڙن فاحش دنڌن جو حڪم ڪري ٿو ۽ الله بابت توهان ڪي اهڙيون تہ ڪوڙيون ڳالهيون ڏسي ۽ سيکاري ٿو جن ڪي اوهان ڄاڻوئي ڪونہ ٿا سو الله طرفان اوهان جي رهنمائيءَ لاۂ نازل ڪيل ڪتاب جي نصيحتن تي هلو، پنهنجي جاهل ابن ڏاڏن جون ريتون رسمون ڇڏيو جن ۾ ڪابہ عقلي اپيل ڪانهي انهن جي حيثيت صرف بي مقصد ۽ بي معنیٰ قسم جي واويلا واري آهي.

يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُواْ كُلُواْ مِن طَيِّبَاتِ مَا رَزَقْنَاكُمْ وَاشْكُرُواْ لِلّهِ إِن كُنتُمْ إِيَّاهُ تَعْبُدُونَ(172) إِنَّمَا حَرَّمَ عَلَيْكُمُ الْمَيْتَةَ وَالدَّمَ وَلَحْمَ الْخِنزِيرِ وَمَا أُهِلَّ بِهِ لِغَيْرِ اللّهِ فَمَنِ اضْطُرَّ غَيْرَ بَاغٍ وَلاَ عَادٍ فَلا إِثْمَ عَلَيْهِ إِنَّ اللّهَ غَفُورٌ رَّحِيمٌ(173) إِنَّ الَّذِينَ يَكْتُمُونَ مَا أَنزَلَ اللّهُ مِنَ الْكِتَابِ وَيَشْتَرُونَ بِهِ ثَمَنًا قَلِيلاً أُولَـئِكَ مَا يَأْكُلُونَ فِي بُطُونِهِمْ إِلاَّ النَّارَ وَلاَ يُكَلِّمُهُمُ اللّهُ يَوْمَ الْقِيَامَةِ وَلاَ يُزَكِّيهِمْ وَلَهُمْ عَذَابٌ أَلِيمٌ(174) أُولَـئِكَ الَّذِينَ اشْتَرَوُاْ الضَّلاَلَةَ بِالْهُدَى وَالْعَذَابَ بِالْمَغْفِرَةِ فَمَآ أَصْبَرَهُمْ عَلَى النَّارِ(175) ذَلِكَ بِأَنَّ اللّهَ نَزَّلَ

الْكِتَابَ بِالْحَقِّ وَإِنَّ الَّذِينَ اخْتَلَفُواْ فِي الْكِتَابِ لَفِي شِقَاقٍ بَعِيدٍ(176)

**ترجمو:**

اي مؤمنو! جيڪي شيون اسان اوهان کي بطور رزق جي ڏنيون آهن انهن منجهان پاڪيزه قسم جون کائو ۽ ان رزق جي ذخيرن کي الله جي ماڻهن لاءِ کولي رکو جيڪڏهن اوهان خاص الله جو حڪم مڃيندا هجو (172) ان اوهان مٿان حرام ڪيو آهي مردار (جانور) ۽ سير جو رت ۽ خنزير وارو گوشت ۽ جيڪي شيون الله کان سواءِ ٻين جي نالي منسوب ڪيون ويون هجن، پر جيڪو شخص بک وغيره سبب لاچار ٿي پيو هجي ته (اهو اهي شيون واپرائي سگهي ٿو) سواءِ چاه سان کائڻ جي ۽ اهو حد نه ٽپي (يعني صرف بک ٽارڻ جي حد تائين کائي) پوءِ اهڙي ماڻهوءَ مٿان ڪوئي ڏوهه ناهي، الله بچائڻ ۽ رحم ڪرڻ وارو آهي،(173) اهي ماڻهو جيڪي الله جي نازل ڪيل ڪتاب منجهان لڪائين ٿا (۽ انهن جي بدلي ۾) ملهه گهٽ ٿا معمولي موڙي اهي پنهنجي پيٽن ۾ باهه کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نٿا کائن ۽ الله انهن ماڻهن سان قيامت ڏينهن ڪا ڳالهه به نه ڪندو ۽ نه ڪي انهن کي پاڪ ڪندو انهن لاءِ ڏکوئيندڙ عذاب هوندو(174) اهي ماڻهو اهي ئي آهن جن ڳنهي ورتي آهي گمراهي هدايت جي عيوضي ۾ ۽ (ڳنهي ورتو آهي) عذاب کي بدلي ۾ مغفرت جي، پوءِ ڪهڙي ته شي صبر ڪرايو آهي انهن کي باهه تي(175) اهو سڀ ڪجهه هن ڪري آهي ته الله ته حق وارو ڪتاب نازل فرمايو ۽ جن ماڻهن ڪتاب ۾ اختلاف وڌا اهي ڏوراهين بدبختي ۾ آهن(176).

## جدا جدا لفظن جي معنيٰ

### اُهِلّ:-

هي واحد مذڪر فعل ماضِ مجهول جو صيغو آهي هن جي مصدر هلال آهي هل "اَهَلّ" اهلال جي معنيٰ آهي، وڏي واڪي دانهن ڪرڻ آواز ڪڍڻ ۽ شروع وارين تاريخن جي چنڊ کي هلال چيو ويندو آهي هلال جو جمع اهله آهي پهرين معني ۾ هن لفظ جو استعمال قرآن حڪيم منجهه پنج پيرا ٿيو آهي إِنَّمَا حَرَّمَ عَلَيْكُمُ الْمَيْتَةَ وَالدَّمَ وَلَحْمَ الْخِنزِيرِ وَمَا أُهِلَّ بِهِ لِغَيْرِ اللّهِ (2-173) حُرِّمَتْ عَلَيْكُمُ الْمَيْتَةُ وَالْدَّمُ وَلَحْمُ الْخِنْزِيرِ وَمَا أُهِلَّ لِغَيْرِ اللّهِ(5-3) آيتن سان ٿيو آهي جنهن جي معنيٰ آهي ته جا به شيءِ الله کان سواءِ ڪنهن ٻئي جي نالي پڪاري وڃي، اها اوهان مٿان حرام آهي پوءِ اها شي توڙي چيلو ٻڪري هجي يا ريوڙيون ۽ نقل هجن، هلال معنيٰ چنڊ ۽ ان جو جمع اهله معنيٰ گهٽا چنڊ ان جو ثبوت قرآن منجهان جيئن يَسْأَلُونَكَ عَنِ الأهِلَّةِ قُلْ هِيَ مَوَاقِيتُ لِلنَّاسِ وَالْحَجِّ (2-189) توڪان سوال ڪن ٿا ته چنڊ سائيز ۽ ماپ جي لحاظ سان گهٽي تعداد ۾ ڇو آهي تون انهن کي ٻڌاءِ ته اهو ماڻهن کي پنهنجن پروگرامن لاءِ ڏهاڙيءَ ۽ تاريخ ٻڌائڻ لاءِ ۽ ڪورٽن کي ڪيسن جون حاضرين جون تاريخون ٻڌائڻ لاءِ (ائين ڪيو ائٿون).

**ميتة:-**

هن لفظ جي معنىٰ آهي مردار ۽ مري ويل جانور، موت عمومي طور تي طبعي طور مري وڃڻ ساهه نڪرڻ کي چئبو آهي ان جو مثال جيئن أَفَإِن مَّاتَ أَوْ قُتِلَ انقَلَبْتُمْ عَلَى أَعْقَابِكُمْ (3-144) يعني جيڪڏهن مري ويو يا قتل ٿي ويو ته ڇا توهان پوئين پيرين موٽي ويندؤ. موت جو معنىٰ جي لحاظ سان مقابل لفظ حياة آيو آهي جيئن وَلَا يَمْلِكُونَ مَوْتًا وَلَا حَيَاةً وَلَا نُشُورًا(3-25) يعني نڪي مالڪ بنجن مارڻ جا نه ڪي جيارڻ جا نه ئي اٿارڻ جا. قتل شهر کي مئل ۽ آباد شهر کي جيئرو به چيو ويو آهي جيئن وَأَحْيَيْنَا بِهِ بَلْدَةً مَّيْتًا كَذَلِكَ الْخُرُوجُ(11-50) يعني اسان آباد ڪيوسون غير آباد شهر کي، اهڙي طرح زرعي زمين جيڪا غير آباد هجي ته ان کي مئل ۽ آباد کي جيئرو به ڪونيو ويو اهي، جيئن وَاللّهُ أَنزَلَ مِنَ السَّمَاء مَاء فَأَحْيَا بِهِ الأَرْضَ بَعْدَ مَوْتِهَا إِنَّ فِي ذَلِكَ لآيَةً لِّقَوْمٍ يَسْمَعُونَ(16-65) يعني الله نازل ڪيو آسمان مان (ڪڪرن مان) پاڻيءَ کي پوءِ آباد ڪيائين زمين کي بعد غيرآباد ٿيڻ ان جي.

## هنن آيتن منجهان ملندڙ نصيحتون ۽ قانون

هتي ٿورو اڳ آيت نمبر 168 کان جنرل ۽ ٽوٽل انساني ميڙاڪي کي خطاب هو ته حلال ۽ طيب شيون کاؤ يعني حرامخوريءَ کان بچو ۽ شيطان جي پوئواري نه ڪيو اهو عمل توهان کي براين ۽ فحاشيءَ جي طرف سڏي ٿو ته انسانن جي وڏي اڪثريت جو جواب هو ته اسان ابن ڏاڏن جي پنڌن پيچرن تي هلنداسين پلي اهي ڪهڙا به ڇو نه جاهل ڇو نه هجن، هاڻي هت آيت نمبر 172 ۾ خاص مؤمنن کي خطاب ڪيو ويو آهي ته مؤمن ته پڪ سان اهو هوندو آهي جيڪو حرام رزق کائڻ کان بچندو ۽ پري رهندو هجي، سو اوهان کي صرف اها پارت ڪجي ٿي ته حلال کاڌن منجهان به ڪيئي کاڌا حرام بنجي وڃن ٿا جيئن غيرالله جي عظمت خاطر تيار ڪيل کاڌا جن جي کائڻ سان اخلاق ۽ خوداري ختم ٿي وڃن ٿا، اهي اوهان جي عزت النفس يعني مؤمن واري مرتبي ۽ مقام کي نٽا سونهن جو وتو اوهان به غيرالله جي نالن تي پچايل بريانين تي ٻجڙا ٿيندا، خنزير جي معني واري ڳريل سڙيل غدودن وارو مريض گوشت ۽ مردار جانور جي حرمت کي سپ کو ڄاڻي ٿو جو انهن ۾ زهر هوندو آهي جيڪو صحت کي بگاڙيندو پر ان هوندي به کاڌي پيتي جي ريڊي منٽ پاڪيٽن بابت سين نالن وارين شين جي باقاعدي معلومات ڪرڻ گهرجي، آئون وڏي پئماني تي تصديق ته نه ڪرائي سگهيو آهيان پر ٻڌو آهي ته گٽڪي جي پڙين ۾ (سير) جو رت استعمال ٿئي ٿو ۽ پيپسي ڪولا ۾ صحت کي خراب ڪندڙ شيون ملايل آهن. اهو ڪم حڪومتن جو آهي جو انکي هرشيءِ جا فارمولا وني ڊاڪٽرن کان پاس ڪرائي انهن مطابق لائسنس جاري ڪرڻ گهرجن آيت نمبر 172 ۾ مؤمنن کي الله عزوجل هي به حڪم ڏنو آهي ته رزق جي ذخيرن کي حاجتمندن لاءِ کولي رکڻو آهي جيڪڏهن اوهان پاڻ کي الله جو ٻانهو سڏيو ٿا، جيڪڏهن توهان رزق جي ذخيرن تي نانگ وانگر ويهي ضرورتمندن کي محروم ڪيو ته پوءِ توهان

جي بانهپ عبديت جو ۽ مؤمن سڏائڻ جو لائسنس رد ڪيو ويندو، آيت نمبر 173 ۾ لاچار حالتن صرف بک مارڻ جي حد تائين آيت ۾ حرام ڄاڻايل شين کي کائڻ جي اجازت ڏني وئي آهي صرف ايتري تائين جيتري تائين حلال شيءِ ملي وڃي، ان رعايت جي غلط فائدي وٺڻ تي به پڪڙ ٿيندي، وڏيڪ حرام ۽ حلال جي لسٽ ۽ ائتمن جي باري ۾ جيڪي ماڻهو الله جي نازل ڪيل ڪتاب جي قانون کي لڪائي پنهنجي طرفان حلال ۽ حرام جون پرمنٽون جاري ڪندا ته جڻ اهي پنهنجي پيٽن ۾ باهه پيا وجهن اهڙن ماڻهن کي الله جو قانون شفاعت قيامت جي ڏينهن ويجهوئي ڪونه ايندو، محترم پڙهندڙن جي ڄاڻ لاءِ عرض آهي ته جيڪي بئي نمبر جي دوائن ٺاهڻ واريون ڪمپنيون پنهنجي ناڪاره ۽ مضر صحت شين کي وڪرو ڪرڻ لاءِ ڊاڪٽرن ۽ واسطيدارڪاتن جي سرڪاري آفيسرن کي رشوتون ڏيئي مارڪيٽ ۾ بيمارن ۽ چڱن ڀلن ماڻهن جو بيڙو ٻوڙين ٿا اهڙا سڀ ماڻهو هن آيت جي حڪم هيٺ اچي وڃن ٿا، آيت نمبر 175 ۽ آيت نمبر 174 جي حڪم کي پڪو ڪري ٿي ۽ پڌرو ڪري ٿي، آيت نمبر 176 ۾ رب پاڪ فرمائي ٿو ته اهي سڀ قانون ۽ آرڊر منهنجي حق واري ڪتاب قرآن جا آهن جيڪو به شخص قانون جي هن ڪتاب قرآن ۾ اختلاف وجهي مخالفت ڪندو ته ان کي به منهنجو قانون چيري ڦاڙي برباد ڪري ڇڏيندو.

لَّيۡسَ الۡبِرَّ أَن تُوَلُّواْ وُجُوهَكُمۡ قِبَلَ الۡمَشۡرِقِ وَالۡمَغۡرِبِ وَلَـكِنَّ الۡبِرَّ مَنۡ آمَنَ بِاللّهِ وَالۡيَوۡمِ الآخِرِ وَالۡمَلآئِكَةِ وَالۡكِتَابِ وَالنَّبِيِّينَ وَآتَى الۡمَالَ عَلَى حُبِّهِ ذَوِي الۡقُرۡبَى وَالۡيَتَامَى وَالۡمَسَاكِينَ وَابۡنَ السَّبِيلِ وَالسَّآئِلِينَ وَفِي الرِّقَابِ وَأَقَامَ الصَّلاةَ وَآتَى الزَّكَاةَ وَالۡمُوفُونَ بِعَهۡدِهِمۡ إِذَا عَاهَدُواۡ وَالصَّابِرِينَ فِي الۡبَأۡسَاء والضَّرَّاء وَحِينَ الۡبَأۡسِ أُولَـئِكَ الَّذِينَ صَدَقُوا وَأُولَـئِكَ هُمُ الۡمُتَّقُونَ(177)

ترجمو:

نيڪي ۽ چڱائي هي ناهي ته توهان پنهنجا منهن اوڀر يا اولهه طرف ڦيري رکو، پر (اصل) نيڪي ۽ چڱائي هي آهي ته جيڪو ايمان آڻي الله تي ۽ آخرت جي ڏهاڙي تي ملائڪن تي ۽ قرآن تي ۽ سڀن نبين تي ۽ ڏئي مال پنهنجي چاهه سان ويجهن ۽ قرابت وارن کي ۽ بي سهارن کي ۽ جيڪي هلندي هلندي ڪن حادثن سبب بيهي ويا هجن ۽ جيڪي سفر ۾ ڪٽي پيا هجن ۽ حاجتمند گهرندڙن کي (جيڪي اغوا برائي تاوان قسم جي مصيبتن ۾ ڦاٿي) قيد هجن (اهڙن سڀن ڪمن کي منهن ڏيڻ لاءِ) نظام صلوة قائم ڪرڻ اهڙو جو جنهن سان ماڻهن کي سامان پرورش ملي وڃي ۽ معاهدن جي وعده وفائي ڪرڻ (جيڪي دنيا جهان جي قومن

سان ڪيا ويا هجن) ۽ ثابت قدم ٿيڻ خوف ۽ جنگ جي مهل جڏهن هراس ڇائنجي وڃي (انهن قولن قرارن تي قائم رهڻ وارا) اهي سچار آهن۽ اهي ئي تقوىٰ وارا آهن (177).

## جدا جدا لفظن جي معنيٰ

### الرقاب:-

هي جمع جو صيغو آهي هن جو واحد رقبة آهي هن جي معنىٰ آهي قيد ۽ قيدي غلام مثال وَمَا أَدْرَاكَ مَا الْعَقَبَةُ. فَكُّ رَقَبَةٍ(13-12-90) يعني توکي پتو آهي تہ ڪا چوٽي سر ڪرڻ چاڪي چئبو آهي، اها هي آهي تہ ڪنهن غلام کي آزاد ڪرڻ.

### رقب:-

يرقب، ترقب باب جي تبديل سان هن جي معنىٰ آهي انتظار ڪرڻ، هن جو مثال جيئن إِنِّي خَشِيتُ أَن تَقُولَ فَرَّقْتَ بَيْنَ بَنِي إِسْرَائِيلَ وَلَمْ تَرْقُبْ قَوْلِي(94-20) يعني جناب هارون عليہ السلام پنهنجي ڀاءُ موسىٰ کي چيو تہ مون انديشو ڪيو تنهنجي هن ڳالهہ چوڻ جو تہ (مونکي تون چوين ها تہ) بني اسرائيلن ۾ ڏڦير وجهي ڇڏيئي منهنجي فيصلي جو بہ انتظار ڪونہ ڪيئي؟ الرقيب فعيل جي وزن تي بہ آيو آهي ان جي معنىٰ آهي محافظ ۽ نگران ان جو مثال جيئن فَلَمَّا تَوَفَّيْتَنِي كُنتَ أَنتَ الرَّقِيبَ عَلَيْهِمْ(117-5) يعني جنهن وقت تو مون کي وفات ڏني تہ پوءِ انهن مٿان تون ئي محافظ هئين، ان معنىٰ جو ٻيو مثال جيئن ان الله كان عليكم رقيبا(1-4) يعني الله توهان جو محافظ هو ۽ آهي.

### هن آيت منجهان ملندڙ هدايت

هن آيت ڪريمہ کان اڳ ۾ وارين ٽن آيتن جي اندر توهان کي حڪم ڏنو ويو تہ خبردار ڪٿي الله جي قرآن کي سودي جو سامان بنائي وڪڻي نہ ڇڏيو، فتوائون وڪڻي، فيصلا وڪڻي، عدل انصاف وڪڻي، حق سچ وڪڻي جيڪي بہ ملهہ وٺندو اهي پئسا جڻ تہ توهان لاءِ ٽانڊا آهن اها هٽ سان پنهنجي لاءِ باهہ پيا ٺا وڻو، هاڻ هتي هن آيت 177 ۾ قرآن پاڪ امت مسلمہ کي هوشيار پيو ٿو ڪري تہ توهان پنهنجو شان ۽ مرتبو تہ سڃاڻو توهان کي تہ عالمگير عهدي تي اسان فائز ڪيو آهي (110-3) اوهان فرقيباز ماڻهن وانگر طرفن ۽ جهتن جي فضيلتن واري چڪرن ۾ نہ پئو تہ فضيلت اوپر ۾ آهي يا اولهہ ۾ آهي اتر ۾ آهي يا ڏکڻ ۾ آهي بلڪ فضيلت واري ڳالهہ هي آهي تہ اوهان ايمان آڻيندڙ هجو الله تي آخرت جي جزا سزا تي ملائڪن تي قرآن تي ۽ الله جي نبين تي، ان سان گڏ مال ملڪيتون لٽايو ۽ ڪپائي خرچ ڪيو ويجهي وارن حقدارن مٿان، يتيمن مسڪينن مسافرن ۽ حاجتمندن سوالين مٿان ۽ غلامي ۾ ڦاٿل ماڻهن کي آزاد ڪرائڻ مٿان، دنيا جهان جا ايڏا وڏا ڪم توهان ان صورت ۾ ڪري سگهندؤ جنهن وقت اقام الصلوة واتى الزكوة يعني گڏ گورننس ذريعي دنيا جهان جي ماڻهن کي سامان پرورش ڏيو ۽ قومن ۽ ملڪن سان ڪيل پنهنجا معاهدا يعني عهد پيمان پورا ڪيو، وفا ڪيو، جيڪي ڪيا هجنو، لڙاين ۽ انهن جي انديشن مهل ثابت قدم رهندڙ هجو، الله وٽ اهڙا ماڻهو سچار ۽ صاحب تقوىٰ هوندا.

يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُواْ كُتِبَ عَلَيْكُمُ الْقِصَاصُ فِي الْقَتْلَى الْحُرُّ بِالْحُرِّ وَالْعَبْدُ بِالْعَبْدِ وَالأُنثَى
بِالأُنثَى فَمَنْ عُفِيَ لَهُ مِنْ أَخِيهِ شَيْءٌ فَاتِّبَاعٌ بِالْمَعْرُوفِ وَأَدَاء إِلَيْهِ بِإِحْسَانٍ ذَلِكَ تَخْفِيفٌ
مِّن رَّبِّكُمْ وَرَحْمَةٌ فَمَنِ اعْتَدَى بَعْدَ ذَلِكَ فَلَهُ عَذَابٌ أَلِيمٌ(178) وَلَكُمْ فِي الْقِصَاصِ حَيَاةٌ
يَاْ أُولِيْ الأَلْبَابِ لَعَلَّكُمْ تَتَّقُونَ(179) كُتِبَ عَلَيْكُمْ إِذَا حَضَرَ أَحَدَكُمُ الْمَوْتُ إِن تَرَكَ خَيْرًا
الْوَصِيَّةُ لِلْوَالِدَيْنِ وَالأقْرَبِينَ بِالْمَعْرُوفِ حَقًّا عَلَى الْمُتَّقِينَ(180) فَمَن بَدَّلَهُ بَعْدَمَا
سَمِعَهُ فَإِنَّمَا إِثْمُهُ عَلَى الَّذِينَ يُبَدِّلُونَهُ إِنَّ اللّهَ سَمِيعٌ عَلِيمٌ(181) فَمَنْ خَافَ مِن مُّوصٍ
جَنَفًا أَوْ إِثْمًا فَأَصْلَحَ بَيْنَهُمْ فَلاَ إِثْمَ عَلَيْهِ إِنَّ اللّهَ غَفُورٌ رَّحِيمٌ(182)

**ترجمو:**

اي مؤمنو! لازم ڪيو ويو آهي توهان مٿان بدلو وٺڻ مقتول جو، قاتل شخص آزاد هجي تہ آزاد کي قتل ڪيو ويندو ۽ ٻانهو هوندو تہ ٻانهي کي قتل ڪيو ويندو جي عورت هوندي تہ عورت کي قتل ڪيو ويندو. مگر جنهن کي پنهنجي ڀاءُ (مقتول جي وارث) ڪان ڪا معافي ڏني وئي هجي تہ ان کي قانون جو فرض سمجهي پيروي (ادائگي) ڪئي وڃي ۽ اها ادائگي بہ (هيرا ڦيريءَ بدران) سهڻي طريقي سان ٿئي اها توهان جي پالڻهار طرفان آساني ۽ مهرباني آهي، ۽ جيڪو بہ ان مهربانيءَ ڪانپوءِ زياتي ڪندو تہ ان لاءِ ڏکوئيندڙ عذاب آهي(178) ۽ توهان لاءِ بدلي وٺڻ ۾ زندگي(جي حفاظت جو فلسفو ۽ راز) آهي، اي عقل وارو! (اهو قانون هن لاءِ آهي تہ) توهان ڊڄو اهڙن ڏوهن کان. (179) لازم ڪيو ويو آهي توهان جي مٿان تہ جڏهن توهان منجهان ڪنهن بہ هڪڙي کي موت (ويجهو) اچي جيڪڏهن ڇڏي (پوئتي) مال وصيت ڪرڻ پيءُ ماءُ لاءِ ۽ ويجهن لاءِ مناسبت سان، اهو حق آهي خوف رکڻ وارن ماڻهن مٿان(180) پوءِ جيڪو بہ شخص مٿائي ان وصيت کي ٻڌڻ کان پوءِ تہ ان جو ڏوهہ انهن تي ٿيندو جيڪي بدلائيندا ان کي بيشڪ الله ٻڌندڙ ۽ ڄاڻڻ وارو آهي(181) پر جيڪو ماڻهو وصيت ڪرڻ واري کان ورهاست ڪرڻ ۾ ڏر ٿيڻ ۽ ڏوهہ جو خوف سمجهي پوءِ انهن جي وچ ۾ مصالحت ڪري انهيءَ ۾ انتي ڪوئي ڏوهہ ناهي تحقيق الله بچائيندڙ مهربان آهي،(182).

## جدا جدا لفظن جي معنيٰ

**ڪُتبَ (ڪتاب):**

هتي هن آيت ۾ هي لفظ صيغو واحد مذڪر غائب فعل مجهول جو آهي ڪتابت هن جي مصدر آهي جنهن جي معنيٰ آهي لکڻ ۽ ڪتاب لفظ جي معنيٰ ٿي لکت سان محفوظ بنايل شئي ان دعوىٰ جو ثبوت قرآن منجهان جيئن وَإِن كُنتُمْ عَلَى سَفَرٍ وَلَمْ تَجِدُواْ كَاتِبًا فَرِهَانٌ مَّقْبُوضَةٌ(283-2) يعني اوهان جيڪڏهن ڪنهن سفر جي حالت ۾ ڪا ڏيتي ليتيءَ جي ايگريمنٽ ۽ معاهدو ڪيو آهي جنهن جي لکا پڙهيءَ جو انتظام اتي نٿو ٿي سگهي جو هر هنڌ اسٽامپ ويندر ملي نه سگهندا آهن، ته لکت ڪٿي پوءِ ٿي ڪجو في الحال معاوضي طور ڪوئي ڳهه رکي سودو ڪيو، ٻيو مثال ان معنيٰ لاءِ جيئن يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُواْ إِذَا تَدَايَنتُم بِدَيْنٍ إِلَى أَجَلٍ مُّسَمًّى فَاكْتُبُوهُ وَلْيَكْتُب بَّيْنَكُمْ كَاتِبٌ بِالْعَدْلِ وَلاَ يَأْبَ كَاتِبٌ أَنْ يَكْتُبَ كَمَا عَلَّمَهُ اللّهُ (282-2) يعني لازم آهي توهان ماڻهن مٿان جنهن وقت قرض ڏيو وٺو پاڻ ۾ مقرر مدي لاءِ ته اهو لکي منشي توهان جي وچ ۾ ۽ ان لکت جي تفصيل ۾ ڪابه هيراڦيري ڪرڻ کان الله جو خوف ڪري.

الله پوري ڪائنات جو بادشاهه آهي ان انسان واسطي قانون جو ڪتاب قرآن ڏنو آهي هاڻي ان ۾ جيڪي به اهڙا حڪم ان لفظ ڪُتب جي حوالي سان ڏنا ويا آهن، انهن کي قانون ۽ تحريري حڪم چئبو رٽن آرڊر قرار ڏنو ويندو، جهڙي طرح كُتِبَ عَلَيْكُمُ الْقِصَاصُ فِي الْقَتْلَى يعني مقتول ماڻهن جي بدلي ۾ اوهان مٿان قصاص جو قانون لاڳو ڪجي ٿو، ٻيو مثال كُتِبَ عَلَيْكُمْ إِذَا حَضَرَ أَحَدَكُمُ الْمَوْتُ إِن تَرَكَ خَيْرًا الْوَصِيَّةُ (180-2) يعني جنهن کي موت ويجهو نظر اچي ته ان کي پونيرن لاءِ پنهنجي مال منجهان وصيت ڪرڻ لازم ڪئي ٿي وڃي ٽيون مثال جيئن كُتِبَ عَلَيْكُمُ الصِّيَامُ ، لازم ڪيا وڃن ٿا توهان مٿان روزا رکڻ، ڪتب عليڪم القتال لازم ڪيو وڃي اوهان جي مٿان قتال ڪرڻ يعني اوهان جي ملت ۽ قومي وجود کي دشمن کان جڏهن خطرو هجي ته جنگ ڪرڻ فرض آهي. مٿي وارن مثالن ۾ اهي سڀ قانون آهن جيڪي الله جي پاران لکت جي حوالي سان لاڳو قرار ڏنا ويا آهن.

هاڻي لکت سان محفوظ بنايل شئي جو نالو ڪتاب قرار ڏنو ويو آهي پوءِ اهو ڪٿي مقدار ۾ ٿورو هجي يا گهڻو هجي، قرآن حڪيم کي رب پاڪ باقائدي لکت سان محفوظ ڪتاب سڏيو آهي جيئن الم ذَلِكَ الْكِتَابُ لاَ رَيْبَ فِيهِ. ۽ لکيل هڪڙي خط ۽ هڪڙي ورق کي به قرآن حڪيم ڪتاب قرار ڏنو آهي جيئن اذْهَب بِّكِتَابِي هَذَا فَأَلْقِهْ إِلَيْهِمْ ثُمَّ تَوَلَّ عَنْهُمْ فَانظُرْ مَاذَا يَرْجِعُونَ(28-27) يعني جناب سليمان عليه السلام پنهنجي قاصد کي حڪم ڪيو ته هي منهنجو خط انهن ڏي ڪٽي وڃ ۽ پهچائڻ کان پوءِ موٽي اچ.

**القصاص:**

هن لفظ جا اچار بين اشتقاقي صيغن وانگر ڪافي سارا آهن، هن صيغي جي هڪڙي شڪل آهي قص، يقص، قصة هن جي معنىٰ آهي ڪهاڻي ۽ پيرائتي ڳالهه ڪرڻ ان جو مثال جيئن نَحْنُ نَقُصُّ عَلَيْكَ أَحْسَنَ الْقَصَصِ (12-3) يعني اسان توسان هڪ قصو بيان ڪيون ٿا سهڻن قصن منجهان، هن لفظ جي ٻي معنىٰ آهي ڪنهن شيءِ جي پويان هلڻ ان جو مثال جيئن قَالَ ذَلِكَ مَا كُنَّا نَبْغِ فَارْتَدَّا عَلَى آثَارِهِمَا قَصَصًا(18-64) يعني اها ئي ته اها جاءِ آهي جنهن کي ڳوليون پيا پوءِ موٽيا ٻيئي پنهنجي پيرن وارن نشانن تي پيڇو ڪندي ۽ لفظ قصاص جي معنىٰ آهي برابريءَ جي اصول تي بدلو وٺڻ، ان جو مثال آهي، جيئن وَكَتَبْنَا عَلَيْهِمْ فِيهَا أَنَّ النَّفْسَ بِالنَّفْسِ وَالْعَيْنَ بِالْعَيْنِ وَالأَنفَ بِالأَنفِ وَالأُذُنَ بِالأُذُنِ وَالسِّنَّ بِالسِّنِّ وَالْجُرُوحَ قِصَاصٌ (5-45) يعني اسان انهن تي پنهنجي قانون ۾ فرض ڪيو هو ته جان جي بدلي ۾ جان اک جي بدلي ۾ اک، نک جي بدلي نک ۽ ڪن جي بدلي ۾ ڪن ۽ ڏند جي بدلي ۾ ڏند ۽ جهڙي قسم جو زخم هوندو بدلي ۾ اهڙو زخم ڪيو ويندو.

**الالباب:**

هي جمع جو صيغو آهي هن جو واحد "لب" آهي هن لفظ جي معنىٰ قرآن حڪيم پاڻ ٻڌائي آهي سمجهدار ۽ عقلمند هوندئن هن لفظ جو استعمال ڪل سورنهن ڀيرا قرآن ۾ ٿيو آهي جن سورنهن منجهان ڏهه ڀيرا هي لفظ يذڪر ۽ يتذڪر ڪان پوءِ آندو ويو آهي جنهن منجهان سڌو سنئون معنىٰ هيءَ ٿي نڪري ته هن لفظ لب جو تعلق عقل فهم ۽ سمجهه سان آهي پر ان تفصيل کي الله پاڪ آيت (3-189) ڪان پوءِ واري ٻي آيت جي پهريين ئي جملي ۾ ان جي معنىٰ به سمجهائي آهي ان جو حوالو پڙهي ڏسندا ته إِنَّ فِي خَلْقِ السَّمَاوَاتِ وَالأَرْضِ وَاخْتِلاَفِ اللَّيْلِ وَالنَّهَارِ لآيَاتٍ لِّأُوْلِي الألْبَابِ(3-190) يعني آسمانن ۽ زمين جي پيدا ڪرڻ ۾ ۽ رات ڏينهن جي مٽا سٽا ۾ نشانيون آهن عقلمندن لاءِ، هاڻي هن جاءِ تي الباب فرمائي پوءِ واري آيت جي منڍ ڪان ئي الباب جي سمجهاڻي ۽ تعارف شروع ٿيو آهي ته الَّذِينَ يَذْكُرُونَ اللّهَ قِيَامًا وَقُعُودًا وَعَلَىَ جُنُوبِهِمْ وَيَتَفَكَّرُونَ فِي خَلْقِ السَّمَاوَاتِ وَالأَرْضِ رَبَّنَا مَا خَلَقْتَ هَذا بَاطِلاً سُبْحَانَكَ فَقِنَا عَذَابَ النَّارِ(3-191) يعني ۽ عقلمند ۽ لب وارا ماڻهو اهي آهن جيڪي الله جي قانون تخليق کي اُٿندي ويهندي سمهندي هر وقت غور فڪر ۾ آڻين ٿا ۽ سوچي سوچي آسمانن ۽ زمين جي نظام بابت انهن ڪان دانهن نڪري ٿي وجي ته سبحان يعني ڪيترو نه بي عيب ۽ سرگرم آهي هي نظام سماوي ۽ ارضي جنهن ۾ ڪا ذري جيتري شي به اجائي ڪانهي، مطلب ته گهٽ ۾ گهٽ سڄي آيت (3-191) الالباب جي معني مفهوم سمجهائڻ واري آهي ايترو جو ڪنهن به علم روايات ۽ امامي فقهن ۾ هن لفظ جي ايتري معنىٰ موجود ڪانهي.

**خير:**

لفظ خير جي معنىٰ آهي ڀلي ۽ وڻندڙ شي هي لفظ هڪ هنڌ شر جي مقابلي ۾ استعمال ٿيو آهي جيئن وَهُوَ خَيْرٌ لَّكُمْ وَعَسَى أَن تُحِبُّواْ شَيْئًا وَهُوَ شَرٌّ لَّكُمْ(2-216) يعني عين ممڪن آهي ته جنهن شيءِ کي توهان ناپسند ڪيو اها توهان لاءِ ڀلي هجي ۽ جنهن شيءِ کي اوهان پسند ڪندا هجو ته اها اوهان لاءِ بري هجي، ٻئي هنڌ قرآن پاڪ پنهنجي هن لفظ جي معنىٰ سمجهائڻ لاءِ ان کي ادني جي مقابلي ۾ آڻي معنىٰ سمجهائي آهي، جيئن هُوَ أَدْنَى بِالَّذِي هُوَ خَيْرٌ اهْبِطُواْ مِصْراً(2-61) يعني ڇا تبديل ڪيو ٿا گهٽيي قسم جي شي کي ان سان جيڪا اها ڀلي آهي، محترم پڙهندڙ غور ڪن ته قرآن حڪيم پنهنجي لفظن جي معني پاڻ ڪيئن ٿو سمجهائي جيڪڏهن هن لفظ کي باب افتعال تي آڻجي ته ان جي معني چونڊڻ ۽ پسند ڪرڻ ٿي پوندي. جناب موسىٰ عليہ السلام کي رب پاڪ فرمايو ته وَأَنَا اخْتَرْتُكَ فَاسْتَمِعْ لِمَا يُوحَى(13-20) يعني اي موسىٰ مون توکي پسند ڪيو آهي يا، اي موسىٰ مون توکي چونڊيو آهي پوءِ هاڻي ٻڌ اهي احڪام جن جو توکي وحي ڪيو ٿو وڃي ۽ خير جي معنىٰ هر قسم جي ڀلائيءَ لاءِ به آئي آهي جيئن مَّا يَوَدُّ الَّذِينَ كَفَرُواْ مِنْ أَهْلِ الْكِتَابِ وَلاَ الْمُشْرِكِينَ أَن يُنَزَّلَ عَلَيْكُم مِّنْ خَيْرٍ مِّن رَّبِّكُمْ وَاللّهُ يَخْتَصُّ بِرَحْمَتِهِ مَن يَشَاءُ وَاللّهُ ذُو الْفَضْلِ الْعَظِيمِ(2-105) يعني اهل ڪتاب ڪافر ۽ مشرڪ هي نٿا پسند ڪن ته توهان مٿان توهان جي رب طرفان ڪائي ڀلائي نازل ٿئي، ٻي معنىٰ هن لفظ جي اختيار ۽ پاور جي جيئن إِنَّ لَكُمْ فِيهِ لَمَا تَخَيَّرُونَ(38-68) يعني ڇا توهان وٽ اهڙو ڪتاب آهي ڇا جو جنهن مطابق اوهان کي سڀ اختيار ملي ويا هجن جو جيئن وڻيو تيئن ڀيا ڪيو.

**جنفا:**

لفظ جنف جي معنىٰ قرآن حڪيم پنهنجو تفسير پاڻ ڪرڻ واري انداز سان پاڻ ٻڌائي آهي فرمايائين ته فَمَنِ اضْطُرَّ فِي مَخْمَصَةٍ غَيْرَ مُتَجَانِفٍ لِّإِثْمٍ فَإِنَّ اللّهَ غَفُورٌ رَّحِيمٌ(3-5) يعني جيڪو ماڻهو گهٽي بک جي ڪري مجبور ٿي ويو آهي (ڪائڻ لاءِ حلال شي موجود ناهي صرف حرام جو ڪاڏو موجود آهي) ته اهڙي ماڻهوءَ لاءِ ان منجهان ڪائڻ جي اجازت ضرور آهي پر ايتري جو غير متجانف لاثم يعني صرف بک ٽارڻ جيتري وڏيڪ ڏوهه جي حد ٽپڻ ڏي لاڙو نه ڪري، ته هتي جنف ۽ تجانف لفظ جي معنىٰ سولائي سان ظاهر ٿي پئي لاڙو ڪرڻ ۽ جهڪي پوڻ.

## هنن آيتن منجهان ملندڙ قانون

هتي آيت نمبر 177 ۾ قرآن سمجهايو ته اوهان پنهنجو پاڻ سڄاڻو اوهان ڪو فرقي پرست ناهيو جو طرفن جي بنيادن تي ڀلائين جا بنياد اڏي ٽولن ٽولن ۾ ورهائجي وڃو اوهان جڳ جهان جي غلامي وارن ڪوٽ ڪڙن ۾ قيد ماڻهن کي آزاديون وني ڏيو ۽ انسانن جي بيهي رهيل قافلن کي روان دوان ڪيو اهو تفصيل مٿي گذري چڪو هاڻي هتي

آيت نمبر 178 کان سمجهايو وڃي ٿو تہ اوهان پنهنجو ملڪي داخلي عدالتي نظام غير فرقيوارانہ ۽ غير طبقاتي قسم جو قائم ڪيو، اهو هي تہ اي، مومنو! اي دنيا کي امن ڏيڻ وارو! ڪنهن کي بہ ناحق خون وارو ڏوهہ معاف نہ ڪيو بدلي وٺڻ ۾ قومن ۽ معاشرن جي بقا جو راز آهي ۽ ياد رکو بدلي ۽ قصاص وٺڻ مهل طبقاتي سوچون ۽ رسمون ختم ڪيو قاتل جيڪڏهن آزاد آهي تہ ان آزاد کي قتل ڪيو وڃي جيڪڏهن غلام آهي تہ غلام کي قتل ڪيو ويندو جيڪڏهن قاتل عورت آهي تہ عورت کي قتل ڪيو ويندو، هي ڳالهہ تہ هئي ان قتل عمد جي جنهن ۾ فريادي خود اسٽيٽ هوندي آهي ان ۾ ڌرين جي مصالحت جي ڪا بہ گنجائش ڪانهي پر ان کان ٻئي درجي واري قتل خطا ۾ جتي فريادي مقتول جا وارث هوندا آهن پوءِ اهي جيڪو هر جانو مناسب قسم وارو وٺڻ گهرن تہ ڏوهي ڌر انهن کي سهٽي نموني ادا ڪري اهو قانون توهان جي قبيلن ۽ معاشرن ۾ صلح ۽ سانت سان پاڻ ۾ رهڻ لاءِ توهان جي پالڻهار طرفان بطور مهربانيءَ جي پاس ڪيو ويو آهي پر جيڪڏهن ڪوئي ديت ۽ خون بها ڏيڻ ۾ هيراڦيري ڪري تہ ان لاءِ ڏکوئيندڙ سزا جو حڪم ڏجي ٿو، قصاص يعني بدلي وٺڻ جي قانون ۾ قومن ۽ معاشرن جي بقا جو راز سمايل آهي.

آيت نمبر 180 ۾ رب پاڪ انهن ماڻهن کي جيڪي مالدار آهن حڪم ڪيو آهي تہ مرڻ کان اڳي هو پونيرن لاءِ وصيت ذريعي انهن کي پاڻ بہ ڪجهہ ڏين، حديثن جو علم گهڙيندڙ ماڻهن جناب رسول عليہ السلام مٿان هي الزام هنيو آهي تہ اهي وصيت کي صرف مال جي ٽئين حصي ۾ روا رکي ويا آهن ۽ مطلق وصيت واري هن آيت کي پنهنجي حديث سان منسوخ ڪري ويا آهن ۽ انهن پنهنجي قرآن دشمنيءَ جو ثبوت هي ڏنو آهي تہ سورت نساءِ جي اندر وارثن لاءِ جدا جدا حصا پتيون ڏسيا ويا آهن ان ڪري سورت بقره جي هيءَ آيت هڪ سو اسي نمبر منسوخ ٿي وئي، سوال هي آهي تہ آيت 180 کي منسوخ بنائڻ جا الفاظ ڪاٽي آهن، الله بادشاهہ آهي ان کان مٿي ڪنهن جي حيثيت ۽ اهميت آهي جو اهو اچي الله جي ڪلام کي منسوخ بنائي؟ سو ماڻهن کي مسلم امت وارن کي ڄاڻڻ گهرجي تہ مرڻ واري کي پنهنجي جيئري ئي پونيرن لاءِ وصيت ڪرڻي آهي ۽ بقايا مال ۾ مرڻ کان پوءِ وارثن ۾ سورت نساءِ جي اندر ڏسيل حصن پتين کي ورهائڻ جو بہ عمل ڪرڻو آهي، اصل صورتحال هي آهي تہ ڪنهن جي مال کي بہ پيرا ورهائڻ ۾ ڪوڙيون ۽ خلاف قرآن حديثون ناهڻ وارن جي نيت اها آهي تہ ساڳي عمل جي تڪرار کي اجايو قرار ڏيئي هو اصل ۾ قرآن کي ڦرڻو گهرڻو ۽ ڪڏهن ڪيئن تہ ڪڏهن ڪيئن ۽ لڳڙو ڪتاب ڪري ماڻهن اڳيان پيش ڪرڻ گهرن ٿا ۽ الله جي هن اعلان تہ مَا يُبَدَّلُ الْقَوْلُ لَدَيَّ(29-50) يعني منهنجي ڪنهن بہ فيصلي ۾ ڪڏهن بہ تبديلي ڪانہ ايندي آهي ان کي اهي حديثون ناهيندڙ امام ڪوڙو ڪرڻ گهرن ٿا سو اهڙيون حديثون ناهڻ وارا ۽ انهن حديثن منجهان خلاف قرآن ڪوڙا فقہ ناهڻ تي امام سڏائيندڙ ۽ سڏجندڙ سڀ امام پاڻ ئي قرآن جا دشمن ۽ ڪوڙا آهن، اصل سچو ۽ حق وارو امام تہ قرآن پاڻ آهي (12-46).

## قرآن ۾ مرڻ واري ماڻهو ڪي پنهنجي مال ۾ وصيت ڪرڻ جو فلسفو

قرآن حڪيم جي محترم طالب علمن جي خدمت ۾ عرض آهي ته معاشيات جي نقطه نظرسان ته قرآن حڪيم ذاتي ملڪيت رکڻ جو انڪاري آهي (2-219) سو جنهن دور ۾ اهڙي قرآني معاشيات واري حڪومت قائم ٿيندي ته پوءِ فوتي ماڻهن جي سڀن وارثن جي خوارڪ، لباس، علاج ۽ جاءِ رهائش، تعليم ۽ هر قسم جي ضروريات زندگيءَ جي ڪفيل ۽ ذميدار ته رياست هوندي (41-22) ورثي جا احڪام ته قرآن حڪيم ان عبوري دور لاءِ ڏنا آهن جنهن ۾ قرآن واري ڪلاس ليس سوسائٽي واري ۽ مساوي معاشي نظام واري حڪومت (41-10) اجا قائم نه ٿي هجي سو قرآن حڪيم ۾ فوت ٿيڻ واري جي مال ۾ جيڪا به پيرا ورهاست جاٽائي وئي آهي هڪڙي مرڻ کان پوءِ ۽ ٻي ان جي جيئري خود سندس هٿان بذريعي وصيت انهن ٻنهين مالي ورهاڱن جو تعلق به عبوري دور سان تعلق رکي ٿو اهڙي دور ۾ قرآني معاشيات واري حڪومت نه هجڻ ڪري ماڻهن وٽ ذاتي ملڪيتون موجود آهن، سو ان عبوري دور لاءِ هي ورثي ۽ وصيت ذريعي مال ورهائڻ جي ڳالهه قرآن حڪيم ٻڌائي آهي پوءِ به سوال آهي ته جڏهن مرڻ کان پوءِ وارثن ۾ ترڪي جو مال ورهائڻ جي ڳالهه تفصيل سان ڪئي آهي ته ماڻهوءَ جي جيئري پهريائين پنهنجو مال وصيت ذريعي وارثن ۾ ورهائڻ جو ڇا مقصد؟ اهو جواب عرض ڪرڻ لاءِ آئون تمهيدي طور به ڳالهيون عرض ڪندس، جن ٻنهين جو تعلق ورثي ۽ وصيت سان آهي، سو سمجهي ڇڏيو ته ورثو هڪڙو ته مال ملڪيت جو ٿئي ٿو رشتيدارن جي جسماني ضرورتن جي پرورش لاءِ، ٻيو ورثو ٿئي ٿو علم جو ۽ فڪري انقلابي نظرين جو ۽ عملي تحريڪن ۽ ان جي جدوجهد جو سو ورثي جي هن پوئين قسم ڪي ذهن نشين ڪرڻ لاءِ عرض آهي ته جناب زڪريا عليہ السلام رب پاڪ کان دعا گهري ته يَرِثُنِي وَيَرِثُ مِنْ آلِ يَعْقُوبَ وَاجْعَلْهُ رَبِّ رَضِيًّا(6-19) مونکي عطيو ڪر پاڻ وٽان اهڙو وارث جيڪو منهنجو ته جانشين ٿئي پر آل يعقوب جو به وارث بنجي ته محترم قرآن جا طالب علمو! هي ورثو علم نبوت جو آهي، هي ورثو تحريڪ نبوت جو آهي، هي ورثو هدايت لاءِ علم وحي واري مشن کي جاري رکڻ جو آهي، هي ورثو هڪ هلچل ۽ استرگل جو آهي جيڪا دنيا جي هامانن فرعونن قورو لٽيرن ۽ قارونن خلاف الله جي ٻاران نوح عليہ السلام ۽ ابراهيم کان وٺي هلايل آهي، زڪريا عليہ السلام ڪي ان تحريڪ جي وارث جي ضرورت هئي ان تحريڪ يعقوبي جي ضائع ٿيڻ جو انديشو به رب جي اڳيان پيش ڪيائين ته انى خفت الموالى من ورائى يعني منهنجي مائٽن ۾ اهو لوڻ نظر ڪون ٿو اچي جو هو آل يعقوب جي موروثي استرگل کي هلائي سگهن هن ورثي جي قسم کي ذهن ۾ رکڻ کان پوءِ اچو هن ڳالهه ڏي ته قرآن حڪيم پنهنجي تفهيم ۽ تفقهه لاءِ فرمائي ٿو ته قُلْ هُوَ الْقَادِرُ عَلَى أَن يَبْعَثَ عَلَيْكُمْ عَذَابًا مِّن فَوْقِكُمْ أَوْ مِن تَحْتِ أَرْجُلِكُمْ أَوْ يَلْبِسَكُمْ شِيَعاً وَيُذِيقَ بَعْضَكُم بَأْسَ بَعْضٍ انظُرْ كَيْفَ نُصَرِّفُ الآيَاتِ لَعَلَّهُمْ يَفْقَهُونَ(6-65) يعني نظر وڌائي ڏس ته ڪيئن نه اسان آيتن کي ڦيرائي ڦيرائي

آڻيون ٿا تہ توهان سمجهو، هاڻي ورثي جي فڪري، علمي، نظرياتي تحريڪي قسم ڪان پوءِ اچو تہ غور ڪيو ۽ سوچيو تہ قرآن پاڪ جو وصيت جو لفظ ڪيترا پيرا ڪهڙي معني ۽ مفهوم لاءِ استعمال ڪيو ويو آهي، جيئن تہ اسان ڪي هن وقت هتي آيت نمبر (2-180) ۾ ذڪر ڪيل لفظ وصيت بابت عرض ڪرڻو آهي، ان لاءِ پهريائين قرآن حڪيم ۾ وصيت لفظ جي مصرف ۽ استعمال مٿان بہ غور ڪرڻو آهي، مونکي معاف ڪيو وجي آئون وصيت جي مثالن وارين آيتن منجهان گهربل جملا پيش ڪيان ٿو جن جو ترجمو سڀ ڪو پاڻ وٽ گهرن ۾ موجود ترجمن واري قرآن تان پڙهي سگهي ٿو پر هتي سين جو خلاصو آءٌ پيش ڪيان ٿو تہ هنن آيتن ۾ ذڪر ڪيل وصيتون سڀ اهي آهن جيڪي الله پنهنجي نبين ڪي ڪيون تہ توهان ڪي آءٌ هي دين قانون ڏيان ٿو اوهان اهو ماڻهن ڪي پهچايو هي اهي وصيتون آهن جيڪي انبياءَ عليهم السلام پنهنجي اولاد ۽ پنهنجي امت وارن ڪي ڪيون تہ الله وٽان هي مليل دين آهي ان ڪي سنڀاليو ۽ هلايو، مثال حاضر آهن (1) وَوَصَّى بِهَا إِبْرَاهِيمُ بَنِيهِ وَيَعْقُوبُ يَا بَنِيَّ إِنَّ اللّهَ اصْطَفَى لَكُمُ الدِّينَ فَلاَ تَمُوتُنَّ إَلاَّ وَأَنتُم مُّسْلِمُونَ(2-132) (2) شَرَعَ لَكُم مِّنَ الدِّينِ مَا وَصَّى بِهِ نُوحًا وَالَّذِي أَوْحَيْنَا إِلَيْكَ وَمَا وَصَّيْنَا بِهِ إِبْرَاهِيمَ وَمُوسَى وَعِيسَى أَنْ أَقِيمُوا الدِّينَ وَلَا تَتَفَرَّقُوا فِيهِ كَبُرَ عَلَى الْمُشْرِكِينَ مَا تَدْعُوهُمْ إِلَيْهِ اللَّهُ يَجْتَبِي إِلَيْهِ مَن يَشَاء وَيَهْدِي إِلَيْهِ مَن يُنِيبُ(42-13) (3) وَمِنَ الإِبْلِ اثْنَيْنِ وَمِنَ الْبَقَرِ اثْنَيْنِ قُلْ آلذَّكَرَيْنِ حَرَّمَ أَمِ الأُنثَيَيْنِ أَمَّا اشْتَمَلَتْ عَلَيْهِ أَرْحَامُ الأُنثَيَيْنِ أَمْ كُنتُمْ شُهَدَاء إِذْ وَصَّاكُمُ اللّهُ بِهَذَا فَمَنْ أَظْلَمُ مِمَّنِ افْتَرَى عَلَى اللّهِ كَذِبًا لِيُضِلَّ النَّاسَ بِغَيْرِ عِلْمٍ إِنَّ اللّهَ لاَ يَهْدِي الْقَوْمَ الظَّالِمِينَ(6-144) (4) قُلْ تَعَالَوْاْ أَتْلُ مَا حَرَّمَ رَبُّكُمْ عَلَيْكُمْ أَلاَّ تُشْرِكُواْ بِهِ شَيْئًا وَبِالْوَالِدَيْنِ إِحْسَانًا وَلاَ تَقْتُلُواْ أَوْلاَدَكُم مِّنْ إمْلاَقٍ نَّحْنُ نَرْزُقُكُمْ وَإِيَّاهُمْ وَلاَ تَقْرَبُواْ الْفَوَاحِشَ مَا ظَهَرَ مِنْهَا وَمَا بَطَنَ وَلاَ تَقْتُلُواْ النَّفْسَ الَّتِي حَرَّمَ اللّهُ إِلاَّ بِالْحَقِّ ذَلِكُمْ وَصَّاكُمْ بِهِ لَعَلَّكُمْ تَعْقِلُونَ(6-151) (5) وَلاَ تَقْرَبُواْ مَالَ الْيَتِيمِ إِلاَّ بِالَّتِي هِيَ أَحْسَنُ حَتَّى يَبْلُغَ أَشُدَّهُ وَأَوْفُواْ الْكَيْلَ وَالْمِيزَانَ بِالْقِسْطِ لاَ نُكَلِّفُ نَفْسًا إِلاَّ وُسْعَهَا وَإِذَا قُلْتُمْ فَاعْدِلُواْ وَلَوْ كَانَ ذَا قُرْبَى وَبِعَهْدِ اللّهِ أَوْفُواْ ذَلِكُمْ وَصَّاكُم بِهِ لَعَلَّكُمْ تَذَكَّرُونَ(6-152) (6) وَأَنَّ هَـذَا صِرَاطِي مُسْتَقِيمًا فَاتَّبِعُوهُ وَلاَ تَتَّبِعُواْ السُّبُلَ فَتَفَرَّقَ بِكُمْ عَن سَبِيلِهِ ذَلِكُمْ وَصَّاكُم بِهِ لَعَلَّكُمْ تَتَّقُونَ(6-153) (7) وَلِلّهِ مَا فِي السَّمَاوَاتِ وَمَا فِي الأَرْضِ وَلَقَدْ وَصَّيْنَا الَّذِينَ أُوتُواْ الْكِتَابَ مِن قَبْلِكُمْ وَإِيَّاكُمْ أَنِ اتَّقُواْ اللّهَ وَإِن تَكْفُرُواْ فَإِنَّ لِلّهِ مَا فِي السَّمَاوَاتِ وَمَا فِي الأَرْضِ وَكَانَ اللّهُ غَنِيًّا حَمِيدًا(4-131) (8) وَوَصَّيْنَا الْإِنسَانَ بِوَالِدَيْهِ حُسْنًا وَإِن جَاهَدَاكَ لِتُشْرِكَ بِي مَا لَيْسَ لَكَ بِهِ عِلْمٌ فَلَا تُطِعْهُمَا إِلَيَّ مَرْجِعُكُمْ فَأُنَبِّئُكُم بِمَا كُنتُمْ تَعْمَلُونَ(8-29) جناب پڙهندڙ پائرو! اجا ٻيون اٺ آيتون آهن يعني ڪل سورنهن آيتون آهن جن ۾ علمي فڪري ۽ تحريڪي وصيت جو ذڪر آهي جيڪي اهي سڀ وصيتون دين ۽ ان جي قانون سان تعلق رکن ٿيون پئسي ڏوڪڙ سان نہ، ۽ هي آيت (2-180) هن ۾ ذڪر ڪيل وصيت جو تعلق ضرور مال ملڪيت واري ترڪي سان آهي پر اوهان آيت ڪريم (4-11-12) ۾ ڏٺو تہ جيئن مرڻ ڪان پوءِ وارثن لاءِ حصا باقائدي مقرر ڪيا ويا آهن ۽ اهي بہ لفظ وصيت جي نالي سان ذڪر ڪيا ويا آهن پر هت ائين ڪونهي يعني حصن پتين جو ذڪر ڪونهي بلڪ صوابديدي ورهاست آهي اهو هن ڪري تہ هي وصيت ان تحريڪ لاءِ

آهي ان ٽرسٽ لاءِ آهي ان اسٽرگل لاءِ آهي جنهن جا ممبر جنهن جا خاندان منجهان مينيجر ٿي سگهندا يا ٻيا فڪري ساٿي نسبي مائٽ نہ بہ هجن اهي بہ سڀ پنهنجي ڪم جي مقدار مطابق حصو لهڻندا، هن وصيت وارن پئسن ۾ گهڻ وڌائي تحريڪ جي ڪمن مطابق ٿيڻي آهي ان ڪري ان ورهاست ۾ مرڻ کان پوءِ وارن حصن وانگر انهن جو مقدار ڪو نہ ٻڌايو ويو آهي ۽ نہ ئي ان جي ضرورت آهي ۽ هن آيت ڪريمہ ۾ والدين جي ذڪر کان پوءِ باقي وارثن جو نالو بہ ڪونہ ڪنيو ويو آهي انهن کي اقربين جي عنوان ۾ شامل ڪيو ويو آهي پڙهي ڏسو تہ رب پاڪ فرمائي ٿو تہ مِن بَعْدِ وَصِيَّةٍ يُوصِي بِهَا أَوْ دَيْنٍ آبَآؤُكُمْ وَأَبناؤُكُمْ لاَ تَدْرُونَ أَيُّهُمْ أَقْرَبُ لَكُمْ نَفْعاً فَرِيضَةً مِّنَ اللّهِ(4-11) يعني اوهان کي خبر ناهي تہ اوهان کي نفعو ابن ڏاڏن کان گهڻو ملندو يا اولاد کان پر سورت الممتحنہ ۾ تہ رب پاڪ ٻڌايو آهي تہ جن کي اوهان رشتن ۾ مائٽ ۽ عزيز سمجهي انهن سان ڳجهيون دوستيون ۽ همدرديون رکو ٿا پر هي نظرياتي ۽ فڪري اختلاف جو اهڙو تہ خطرناڪ معاملو آهي جو جيڪڏهن جنگ لڳي پوي ۽ هو اوهان کي گهيري ۾ آڻڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃن تہ اوهان جي خوش فهمين جي انهيءَ ڏينهن خبر پئجي ويندي نظرياتي جنگ اهڙي تہ خطرناڪ ٿئي ٿي جو إِن يَثْقَفُوكُمْ يَكُونُوا لَكُمْ أَعْدَاء وَيَبْسُطُوا إِلَيْكُمْ أَيْدِيَهُمْ وَأَلْسِنَتَهُم بِالسُّوءِ وَوَدُّوا لَوْ تَكْفُرُونَ. لَن تَنفَعَكُمْ أَرْحَامُكُمْ وَلَا أَوْلَادُكُمْ يَوْمَ الْقِيَامَةِ يَفْصِلُ بَيْنَكُمْ وَاللَّهُ بِمَا تَعْمَلُونَ بَصِيرٌ(3-2-60) يعني اوهان کي جڏهن دشمن قابو ۾ آڻيندا تہ توهان کي اذيتون بہ ڏيندا ۽ بدشد بہ ڳالهائيندا جو پتوئي نہ پوندو تہ هي مائٽ ۽ اسان جي اولاد آهي جن سان ڪالهہ اسين مخفي نموني عليڪ سليڪ پيا رکندا هئاسين، ودوالو تكفرون انهن پٽن ۽ مائٽن جي صرف هيءَ سوچ هوندي تہ هو توهان کي ماري ماري توهان جي نظريي تان هٽ ڪٽائي پاڻ جهڙو ڪن.

مون هتي وصيت جي حوالي سان ماڻهو جي مري وڃڻ کان اڳي پنهنجي جيئري ئي مال ۽ ترڪو ورهائڻ جو ذڪر ڪيو آهي ان ۾ الله پاڪ وصيت جي نالي سان ان جو ذڪر ڪيو آهي تہ دنيا جا انقلابي پنهنجي تحريڪي مشن کي جاري ۽ باقي رکڻ لاءِ پنهنجي نظرياتي نسلي پونيرن ۽ نظرياتي ساٿين کي جن کي قرآن اقربين سڏيو آهي، انهن کي جيئري ئي انهن جي ضرورتن مطابق حصا ڏئي وڃن، منهنجي هن توجيہ جي تائيد خود آيت نمبر 181 ۽ 182 منجهان بہ ملي ٿي اهو هن طرح تہ ٽرسٽن جي فنڊن ۾ هيرا ڦيريون بہ ٿينديون آهن ۽ آيت 182 بہ ٻڌائي ٿي تہ فَمَنْ خَافَ مِن مُّوصٍ جَنَفًا أَوْ إِثْمًا فَأَصْلَحَ بَيْنَهُمْ فَلاَ إِثْمَ عَلَيْهِ يعني هيءَ جيڪا جيئري ملڪيت ورهائي پئي وڃي ان ۾ ماهر ساٿين کي بہ رقم جي مقدار ۾ ڪوتي واڌيءَ بابت مشوري ڏيڻ جو حق هوندو. هونئن قرآن حڪيم ورثي جي مال کائڻ جي مذمت بہ ڪئي آهي جو اهو بغير پورهيي جي ڍيري جي شڪل ملي ٿو فرمان آهي تہ وَتَأْكُلُونَ التُّرَاثَ أَكْلًا لَّمًّا. وَتُحِبُّونَ الْمَالَ حُبًّا جَمًّا(20-19-89) يعني ورثي جو مال ويڙهي سيڙهي کائي ٿا وجو، انڪري جو بنا پورهيي جي هٿ آيل مال ڏاڍو وڻيو ٿو.

يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُواْ كُتِبَ عَلَيْكُمُ الصِّيَامُ كَمَا كُتِبَ عَلَى الَّذِينَ مِن قَبْلِكُمْ لَعَلَّكُمْ تَتَّقُونَ
(183) أَيَّامًا مَّعْدُودَاتٍ فَمَن كَانَ مِنكُم مَّرِيضًا أَوْ عَلَى سَفَرٍ فَعِدَّةٌ مِّنْ أَيَّامٍ أُخَرَ وَعَلَى
الَّذِينَ يُطِيقُونَهُ فِدْيَةٌ طَعَامُ مِسْكِينٍ فَمَن تَطَوَّعَ خَيْرًا فَهُوَ خَيْرٌ لَّهُ وَأَن تَصُومُواْ خَيْرٌ لَّكُمْ إِن
كُنتُمْ تَعْلَمُونَ (184) شَهْرُ رَمَضَانَ الَّذِيَ أُنزِلَ فِيهِ الْقُرْآنُ هُدًى لِّلنَّاسِ وَبَيِّنَاتٍ مِّنَ
الْهُدَى وَالْفُرْقَانِ فَمَن شَهِدَ مِنكُمُ الشَّهْرَ فَلْيَصُمْهُ وَمَن كَانَ مَرِيضًا أَوْ عَلَى سَفَرٍ فَعِدَّةٌ
مِّنْ أَيَّامٍ أُخَرَ يُرِيدُ اللّهُ بِكُمُ الْيُسْرَ وَلاَ يُرِيدُ بِكُمُ الْعُسْرَ وَلِتُكْمِلُواْ الْعِدَّةَ وَلِتُكَبِّرُواْ اللّهَ
عَلَى مَا هَدَاكُمْ وَلَعَلَّكُمْ تَشْكُرُونَ (185) وَإِذَا سَأَلَكَ عِبَادِي عَنِّي فَإِنِّي قَرِيبٌ أُجِيبُ دَعْوَةَ
الدَّاعِ إِذَا دَعَانِ فَلْيَسْتَجِيبُواْ لِي وَلْيُؤْمِنُواْ بِي لَعَلَّهُمْ يَرْشُدُونَ (186) أُحِلَّ لَكُمْ لَيْلَةَ
الصِّيَامِ الرَّفَثُ إِلَى نِسَآئِكُمْ هُنَّ لِبَاسٌ لَّكُمْ وَأَنتُمْ لِبَاسٌ لَّهُنَّ عَلِمَ اللّهُ أَنَّكُمْ كُنتُمْ تَخْتانُونَ
أَنفُسَكُمْ فَتَابَ عَلَيْكُمْ وَعَفَا عَنكُمْ فَالآنَ بَاشِرُوهُنَّ وَابْتَغُواْ مَا كَتَبَ اللّهُ لَكُمْ وَكُلُواْ
وَاشْرَبُواْ حَتَّى يَتَبَيَّنَ لَكُمُ الْخَيْطُ الأَبْيَضُ مِنَ الْخَيْطِ الأَسْوَدِ مِنَ الْفَجْرِ ثُمَّ أَتِمُّواْ الصِّيَامَ إِلَى
اللَّيْلِ وَلاَ تُبَاشِرُوهُنَّ وَأَنتُمْ عَاكِفُونَ فِي الْمَسَاجِدِ تِلْكَ حُدُودُ اللّهِ فَلاَ تَقْرَبُوهَا كَذَلِكَ
يُبَيِّنُ اللّهُ آيَاتِهِ لِلنَّاسِ لَعَلَّهُمْ يَتَّقُونَ (187) وَلاَ تَأْكُلُواْ أَمْوَالَكُم بَيْنَكُم بِالْبَاطِلِ وَتُدْلُواْ
بِهَا إِلَى الْحُكَّامِ لِتَأْكُلُواْ فَرِيقًا مِّنْ أَمْوَالِ النَّاسِ بِالإِثْمِ وَأَنتُمْ تَعْلَمُونَ (188)

**ترجمو:**

فرض ڪيو ويو آهي توهان مٿان صيام ڪي (روزن ڪي) جيئن فرض ڪيو ويو هئو اوهان کان اڳي وارن تي تا تہ ٻچو توهان (ڪرپشن کان) ڏهاڙا ڳڻيل (183) پوءِ جيڪو توهان منجهان بيمار هجي يا سفر تي هجي تہ اهو ٻين ڏهاڙن سان ڳاڻيٽو پورو ڪري ۽ جيڪي ماڻهو زور لائڻ سان ٿا رکي سگهن، تہ اهي (بدلي ۾) هڪ مسڪين جو کاڌو فديي ۾ ڏين

پوءِ جيڪو طاقت خرچ ڪرڻ سان ٿو خير جو ڪم ڪري سگهي ته اها ڳالهه ان لان ڀلي آهي، ۽ صوم (روزو) رکڻ توهان لاءِ بهتر آهي جيڪڏهن توهان ڄاڻو(184) رمضان جو مهينو جنهن ۾ قرآن نازل ڪيو ويو آهي ماڻهن لاءِ ۽ هدايت جا ڪليل دليل آهن ان ۾ باطل کان حق کي جدا ڪرڻ وارا. پوءِ جيڪو توهان منجهان ان مهيني ۾ اچي ته ضروري آهي ان جا صوم (روزه) رکي ۽ جيڪو شخص بيمار هجي يا سفر ۾ هجي ته ٻين ڏينهن سان ڳڻپ پوري ڪري، الله اوهان لاءِ سهولت ڪرڻ گهري ٿو ۽ نٿو گهري ته اوهان کي تنگ ڪري ۽ پورو ڪيو توهان ڳاڻيٽو ۽ وڏائي ثابت ڪيو الله جي (قانون جي) تا ته اوهين شڪر گذار بنجو (185) ۽ جنهن وقت پڇن تو کان منهنجا ٻانها منهنجي باري ۾ پوءِ آئون ته ويجهو آهيان (ايترو جو) ورندي ڏيان ٿو سڏيندڙ جي سڏجي جنهن وقت هو سڏي ٿو مونکي پوءِ ضروري آهي ته اهي مونکان جواب گهرن ۽ مون تي ڀروسو ڪيو تا ته هدايت وارا ٿين(186) حلال ڪيو ويو آهي توهان لاءِ صوم (روزي) رکڻ واري رات ميل جول ڪرڻ پنهنجي گهر وارين سان، اهي توهان جي لاءِ لباس (مثل) آهن ۽ توهان انهن جي لاءِ لباس (مثل) آهيو، الله ڄاڻي ٿو ته اوهان پاڻ سان به خيانت ڪيو تا پوءِ به (رب پاڪ) توهان مٿان (پنهنجي رحمت جي) پالوٽ ڪئي ۽ معاف ڪيائين اوهان کي هاڻي ميل جول ڪيو پنهنجي گهر وارين سان ۽ جيڪي ڪجهه (ازدواجيت ۽ رفاقت جي حوالي سان) لکيو آهي الله توهان لاءِ ان جي جستجو ڪيو ۽ کائو ۽ پيو ايتري تائين جو کلي روشن ٿئي صبح جي پٽي (رات جي) ڪاري پٽيءَ کان پوءِ پورا ڪيو پنهنجا صوم (روزا) رات (جي اچڻ) تائين ۽ نه ميل جول ڪيو (زالن سان) جنهن وقت اوهان آفيس (مسجد) ۾ اندور وارين داخلي ڊيوٽين ۾ هجو، اهي الله جون حدون آهن (سو حدشڪني لاءِ) انهن جي ويجها نه وڃو، اهڙي طرح کولي بيان ڪري ٿو الله پنهنجيون آيتون ماڻهن لاءِ تا ته هو (حدشڪنيءَ کان) ڊڄن (187) ۽ نه کائو مال پنهنجا (سرڪاري بجيٽن منجهان) پاڻ ۾ ڪرپشن جي طريقن سان (اهڙي نموني جو) لانڍ ناهيو ڪٽي مٿين افسر شاهي تائين، تا ته کائو ڪوئي حصو عوام جي بجيٽ جو ڏوهه جي طريقي سان جڏهن ته توهان اها ڳالهه ڄاڻو به ٿا. (188).

## جدا جدا لفظن جي معني:-

### الصيام:

هي لفظ صيام مصدري صيغو آهي هن جي معني آهي ڪنهن به شيءِ ۽ ڪم کان رڪجڻ ۽ بند رهڻ، قرآن حڪيم ۾ هن لفظ کي هڪ اصطلاح جي حيثيت حاصل آهي، جنهن مطابق هي لفظ عدالتي ۽ جو ڊيشري ڊڪشنريءَ جو لفظ قرار ڏنو ويو آهي بطور سزا ۽ جرماني جي هن لفظ جا استعمال قرآن حڪيم ۾ ڪل چوڏهن ڀيرا ٿيا آهن جن منجهان آيت 5/89 ۾ هن کي ڪفارو سڏيو ويو آهي جنهن جي معني آهي سزا ڏنڊ، هرجانو ۽ ٻيو ڀيرو آيت 5-95 ۾ هن لفظ کي وبال سڏيو ويو آهي وبال معنیٰ مصيبت اهو آهي حج جي

موقعي تي مڪي پاڪ ۾ ڪنهن ساهدار جانور جي شڪار ڪرڻ جي منع واري حڪم جي ڀڃڪڙي ڪرڻ تي سزا جنهن لاءِ حڪم ڪيو ويو آهي ته اوعدل ذالك صياما ليذوق وبال امره يعني شڪار ڪيل جانور جهڙو جانور ڏنڊ ۾ ڀري ڏئي يا مسڪينن کي بطور جرمانه کاڌو کارائي يا اوترا صوم (روزا) رکي ڪيل غلطيءَ جي عوض ۽ اهڙي طرح آيت 196 ۾ حج جي موقعي تي جيڪو مناسڪ حج پورا ڪرڻ کانپوءِ مٿي جي وارن کوڙائڻ جو عمل ڪيو ويندو آهي ۽ ڪنهن کي مٿي ۾ جيڪڏهن ڦٽ ڦرڙيون هجن ۽ انڪري انلاءِ پاڪي يا بليڊ وهائڻ ۾ تڪليف ٿيندي هجي ته قرآن حڪيم حڪم ڪيو آهي ته بدلي ۾ روزا رکي بطور فديي جي، ته هتي به اهو فديو هر جاني جي معني ۾ ٿيو. انهيءَ صوم (روزي) جي تشريح قرآن پاڪ هتي ڪئي آهي ته فجر کان جنهن وقت صبح جي اڇي پٽي ڪلي ظاهر ٿي بيهي رات جي ڪاري پٽيءَ يعني سومهڻي تائين ته پوءِ کائڻ پيئڻ ۽ گهر واريءَ سان همبستري ڪرڻ کان رڪجي وڃو. ايتري تائين جو رات اچي وڃي (2-187) صيام جي فرضيت جيڪا آيت نمبر 183 ۾ سمجهائي وئي آهي انهيءَ ۾ هڪڙو ته (روزو رکڻ جو) سبب سمجهايو ويو آهي لعلكم تتقون بيون اهو صرف آمنوا وارن لاءِ آهي جيڪي جوڊيشري کاتي جا هجن.

## ايامامعدودات:

بيو جملي ايامامعدودات سان انهن جي ڳاٽيئي جي ڳالهه ڪئي وئي آهي قرآن حڪيم جو هي جملي اياما معدودات، ته آيت نمبر 183 جو حصو آهي بلڪ اجا به هن طرح وڌيڪ صحيح حقيقت ٿي لڳي ته آيت نمبر 183 ۽ 184 ٻن آيتن بدران اهي ٻئي هڪ آيت آهن جن کي انهن قرآن دشمن ماڻهن ٽڪرا ڪري جدا ڪيو آهي جن جي نشاندهي قرآن پاڪ پاڻ الَّذِينَ جَعَلُوا الْقُرْآنَ عِضِينَ(15-91) سان ڪئي آهي ته منافق ماڻهن قرآن جي متن کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو آهي، هن هنڌ جملي ايامامعدودات کي آيت ڪريمه 183 منجهان ڪاٽي ٻئي حصي ۾ شامل ڪرڻ منجهان انهن ماڻهن جو مقصد هي آهي ته هن جملي منجهان ثابت ٿئي ٿو ته صوم روزا سڄي مهيني رمضان جا ٿيهه يا اڻتيهه ناهن بلڪ اهي ته ڪجهه ايترا ڳڻيل سڻيل آهن جو تصريف آيات جي ڏس جي روشنيءَ ۾ غور ڪبو ته مشڪل سان چار پنج ڏينهن ٻيهن تا، ان لاءِ آيت ڪريمه وَاذْكُرُواْ اللّهَ فِي أَيَّامٍ مَّعْدُودَاتٍ فَمَن تَعَجَّلَ فِي يَوْمَيْنِ فَلاَ إِثْمَ عَلَيْهِ وَمَن تَأَخَّرَ فَلا إِثْمَ عَلَيْهِ لِمَنِ اتَّقَى وَاتَّقُواْ اللّهَ وَاعْلَمُوا أَنَّكُمْ إِلَيْهِ تُحْشَرُونَ(2-203) مٿان غور ڪيو وڃي جيڪو ڪجهه هن طرح آهي محترم قرآن سڪندڙن جي خدمت ۾ عرض آهي ته حج قران حڪيم جي روشنيءَ ۾ حڪومت جي اداري عدليه سان تعلق رکندڙ ادارو آهي ۽ مسجدون ان ڪم جون ڪورٽون ۽ آفيسون آهن. اهو ڪجهه تفصيل آئون آيت نمبر (2-158) جي حوالي سان ڪري آيو آهيان انڪي تازو نظر منجهان ڪڍي پوءِ هن جملي اياما معدودات تي غور ڪندا ته ڳالهه سمجهڻ ۾ سولائي ٿيندي جيڪا هي آهي ته صوم بابت آئون عرض ڪري آيس ته هي هڪ عدالتي

ڊڪشنري جي اصطلاحن منجهان هڪ اصطلاح آهي جنهن کي قرآن حڪيم بطور سزا جي جرمانو هرجانو. فديو (بدلو) ۽ وبال يعني مصيبت ڪري ڪونيو آهي. هتي هن آيت ۾ مؤمنن مٿان صوم جي فرضيت جو حڪم ڏيندي قران حڪيم ٻه ڳالهيون ڪيون آهن هڪ ته لعلڪم تتقون يعني هي صيام، بندش، (روزا) هن ڪري آهن ته جيڪي مؤمن لا ڊپارٽمنٽ ۽ لا اينڊ آرڊر جي محڪمن جا افسر ۽ جج آهن انهن لاءِ جيڪو تربيتي ۽ ٽريننگ پيرڊ مقرر ڪيو ويو آهي اهي ان دوران انهن ڏينهن جا روزا رکن، انهن روزن رکڻ ۾ ڇا حڪمت آهي انلاءِ قرآن حڪيم فرمايو ته لعلڪم تتقون يعني اوهان عدالتي فيصلي. جي تعليم ۽ تربيت حاصل ڪرڻ مهل پاڻ جنهن وقت نفساني ۽ جسماني حاجتن کان يعني کائڻ پيئڻ وغيره کان بريڪن ۾ هوندا ته ان وقت اوهان مٿان هڪ نفسياتي ڪيفيت ٻه طاري رهندي ته مونکي ملندڙ تربيت نصاب ۽ تعليم کي جنهن وقت آئون عدالت جي ڪرسيءَ تي ويهي انهن قانونن کي نافذ ڪندس ته انصاف وڪڻڻ ۽ ضائع ڪرڻ جي نتيجن کان ٻه آئون بچي نه سگهندس جو هاڻ ئي مونکي انهن قانونن جي ٽريننگ وٺڻ مهل منهن ۽ وات تي کائڻ پيئڻ کان تالو چڙهيل آهي ته جڏهن آئون انهي قانون کي تاراج ڪندس ته مونسان الائي ڪهڙو حشر ٿيندو. رهيو معاملو ته اهي ٽريننگ جا ڏهاڙا رمضان مهيني ۾ ڇو آهن ۽ ڪيترا آهن سوچو آهن جو جواب آيتن 185 ۽ 186 ۾ آٽيون تا باقي ايامامعدودات جي ڏينهن جو تعين ٻه مٿي جاٽايل آيت 2-203 منجهان هرڪو شخص غور ڪرڻ سان سمجهي سگهندو ته حج جي بين الاقوامي ميڙاڪي ۾ جتي ڪيئي مهينا قومن جا فيصلا هلندا اتي هر هڪ جدا جدا ڪيس کي وڌ ۾ وڌ ڏهن ڏينهن ۾ (2-89) ۽ گهٽ ۾ گهٽ ٻن يا ٽن ڏينهن ۾ نمٽائڻو آهي، اها معني آهي آيت (2-203) جي لفظ معدودات جي ته باقي آيت (2-184) جي لفظ معدودات جي اصل ۽ صحيح تعيين ته اها آهي جو هر آفيسر جي محڪمي جي ايڊمن برانچ وارا ٻڌائيندا ته فلان افسر جي فلان ٽريننگ مدت. ٽي ڏينهن فلان جي مدت چار ڏينهن، فلان جي پنج ڏينهن وغيره وغيره. هتي هيءَ ٻه ڳالهه غور ڪرڻ جي آهي ته معدودات اسم مفعول جو صيغو آهي جنهن جي فاعل جو هت متن ۾ ذڪر ڪونهي ڪو، جيڪي اهي فاعل ايڊمن برانچ وارا پاڻ هوندا آهن، پر هي حقيقت انهن ماڻهن کي آسانيءَ سان سمجهڻ ۾ ايندي جيڪي ماڻهو قرآن کي خود پنهنجي ۽ سندس اعلان مطابق حڪومت هلائڻ جو منشوري ۽ سياسي ڪتاب تسليم ڪن. (4-105) پر جيڪي ماڻهو قرآن کي دعا تعويذ ڌاڳي ڦيٽي جو ڪتاب سمجهن ٿا اهي جيتري تائين پنهنجو قبلو درست نه ڪندا يعني قرآن کي حڪمرانيءَ جو دستوري ڪتاب نه مڃيندا ته اهي قرآن جي معنائن کي هرگز سمجهي نه سگهندا، ۽ آيت ڪريمه ۾ ايامًا معدودات جي معني چند ڳڻيل ڏينهن آهي ۽ سمورو سارو رمضان مهينو نه، انهيءَ جو پهريون ثبوت ته اڃي چڪو ته معدودات جي معني چند ڏينهن آهي ٻيو ثبوت ته قرآن حڪيم جي رد لاءِ اهل فارس وارن جيڪو هٿرادو علم حديث ناهيو هو وري علم

حديث جو وڏو قد آور شخص ازبڪستان جي شهر بخارا جي مشهور اسلام دشمن ۽ گستاخ رسول مشهور مجوسي امام پنهنجي مجموعہ احاديث جي ڪتاب التفسير ۾ هن جملي ايامامعدودات واري آيت 184 کي هڪ من گهڙت حديث ذريعي منسوخ ڪري ڏيکاريو آهي ان منسوخي واري قرآن دشمني جو واحد سبب هي آهي تہ اهي علم حديث ناهڻ وارا ڄاڻن پيا تہ قرآن سياسي ڪتاب آهي ۽ ايااما معدودات منجهان حڪومتي افسرن کي ڪجهہ ڏينهن ٽريننگ ڏيڻ ئي مقصود آهي سو انهن منڊان ئي هن آيت کي ڪتاب بخاريءَ ۾ منسوخ قرار ڏيئي ڇڏيو تہ جيئن ڪوئي شخص ان جملي تي سوچڻ سمجهڻ جي ڪوشش ئي نہ ڪري، مون لفظ صيام لاءِ جيڪو عرض ڪيو تہ هي مصدري صيغي وارو لفظ آهي ۽ هن جي معني ڪنهن ڪم کان رڪجڻ، ڪن ڳالهين ۽ شين کان رڪجي وڃڻ ۽ پاڻ کي بند رکڻ آهي ۽ ان معني جو ثبوت قرآن منجهان جيئن فَكُلِي وَاشْرَبِي وَقَرِّي عَيْنًا فَإِمَّا تَرَيِنَّ مِنَ الْبَشَرِ أَحَدًا فَقُولِي إِنِّي نَذَرْتُ لِلرَّحْمَنِ صَوْمًا فَلَنْ أُكَلِّمَ الْيَوْمَ إِنسِيًّا(26-19) يعني جيڪڏهن ڏسين تون ڪوئي ماڻهو تہ ان کي چئج تہ مون الله لاءِ ڪنهن بہ گفتگو نہ ڪرڻ جو روزو رکيو آهي آئون اڄ ڏينهن ڪنهن بہ ماڻهو سان ڪانہ ڳالهائيندس ٻيو مثال جيئن مؤمن مسلم مردن ۽ عورتن جون ڳڻيل پارسائي واريون خاصيتون ٻڌائيندي قرآن حڪيم فرمايو تہ وَالصَّائِمِينَ وَالصَّائِمَاتِ (35-33) يعني پاڻ تي ڪنٽرول ۽ ضابطو رکڻ وارا مرد ۽ عورتون.

**تتقون:**

هي صيغو جمع مذڪر مخاطب فعل مضارع معلوم جو آهي هن جو اصل مادو و-ق-ي آهي وقي جي معني آهي بچاءُ ۽ بچڻ، هي لفظ قرآن حڪيم ۾ بہ سو پيرن کان وڌيڪ استعمال ٿيو آهي هن جي مختلف سياق سباق ۽ اڳ پوءِ وارن جملن ۾ جيڪي مثال استعمال ٿيا آهن اهي هن لفظ جون سڀ معنائون ۽ خاصيتون کولي ٻڌائن ٿا، اهي سڀ استعمال هر هند هن لفظ جون نراليون خاصيتون جڻ تہ سڏڪري پيا ٿا سمجهائين هن لفظ جو قرآن حڪيم ۾ ايڏو وڏو شرح ۽ تفصيل هن ڪري ٿو نظر اچي جو هن جي جيڪا معني آهي بچڻ ۽ بچاءُ ونڻ سو الله پاڪ بہ پنهنجي ٻانهن کي هر قسم جي نقصان پهچائيندڙ ڪمن کان وک وک تي انهن کي ڳاڙهي بتي ذريعي ريڊ سگنلس ذريعي آگاهي ڏئي ٿو تہ خبردار اڳيان خطرو اٿئي. انڪري هي لفظ بہ سؤ پيرن کان وڌيڪ پيرا استعمال ٿيو آهي، هن لفظ جي معني قران پاڻ ڪيئن ٿو ٻڌائي انجا ڪجهہ مثال جيئن فَمَنَّ اللهُ عَلَيْنَا وَوَقَانَا عَذَابَ السَّمُومِ (27-52) يعني پوءِ الله اسان مٿان ٿورو ڪيو جو بچايائين اسانکي زهريلي عذاب کان. پڙهندڙ طالب علم لفظن جي جوڙجڪ تي غور ڪندا تہ قرآن حڪيم جو پنهنجو تفسير پاڻ ڪرڻ وارو انداز سمجهہ ۾ اچي ويندو. ٻيو مثال جيئن فَوَقَاهُمُ اللهُ شَرَّ ذَلِكَ الْيَوْمِ وَلَقَّاهُمْ نَضْرَةً وَسُرُورًا(11-76) يعني انهن کي الله بچائي وڌو ان ڏينهن جي شر کان ٽيو مثال جيئن وَاتَّقُواْ يَوْماً لاَّ

تَجْزِى نَفْسٌ عَن نَّفْسٍ شَيْئاً وَلاَ يُقْبَلُ مِنْهَا عَدْلٌ وَلاَ تَنفَعُهَا شَفَاعَةٌ وَلاَ هُمْ يُنصَرُونَ(123-2) يعني انهيءَ ڏينهن کان ڊڄو جنهن ڏينهن ڪوئي شخص ڪنهنجو ضامن نہ پوندو. چوٿون مثال جيئن لَّهُمْ عَذَابٌ فِى الْحَيَاةِ الدُّنْيَا وَلَعَذَابُ الآخِرَةِ أَشَقُّ وَمَا لَهُم مِّنَ اللّهِ مِن وَاقٍ(34-13) يعني آخرت جو عذاب ڏاڍو سخت آهي انهن لاءِ الله کان سواءِ ڪوئي بچائڻ وارو ڪونہ هوندو پنجون مثال، جيئن أَمْ نَجْعَلُ الَّذِينَ آمَنُوا وَعَمِلُوا الصَّالِحَاتِ كَالْمُفْسِدِينَ فِى الْأَرْضِ أَمْ نَجْعَلُ الْمُتَّقِينَ كَالْفُجَّارِ(28-38) يعني ڇا اسان (غلط ڪارين کان) پاڻ بچائي هلندڙ کي ڏوهارين وانگر رکنداسين ڇهون مثال وَأُزْلِفَتِ الْجَنَّةُ لِلْمُتَّقِينَ(90-26) يعني ويجهي ڪئي ويندي جنت متقي ماڻهن ڏي يعني جن ماڻهن زندگي غلط عملن کان پاڻ بچائي گذاري هوندي.

**يطيقون:**

هي جمع مذڪر غائب فعل مضارع معلوم جو صيغو آهي، لفظ طاقة ۽ اطاقة جي معني آهي سگهہ ۽ قوت آهي هونئن بہ هي عربي ٻوليءَ جو لفظ پنهنجي اصلي معني ۾ مشرقي ٻولين ۾ استعمال ٿئي ٿو، ان ڳالهہ کي قرآن حڪيم جي ٻولي عربي مبين منجهان هجڻ جو هي ڪمال آهي جو طاقت جو لفظ ۽ اهڙا ڪيئي ٻيا بہ الفاظ اردو سنڌي بلوچي سرائيڪي ۽ ٻين ٻولين ۾ اوپرو تصور ڪونہ ٿا سمجهيا وڃن بهرحال انهيءَ معني جو مثال خود آيت 184-2 کانسواءِ جيئن فَلَمَّا جَاوَزَهُ هُوَ وَالَّذِينَ آمَنُواْ مَعَهُ قَالُواْ لاَ طَاقَةَ لَنَا الْيَوْمَ بِجَالُوتَ وَجُنودِهِ (249-2) يعني طالوت جي لشڪرين منجهان (لڳڙن) ماڻهن چيو تہ اڄ اسان ۾ جالوت ۽ انجي لشڪر وارن سان وڙهڻ جي طاقت ڪانهي.

هتي قرآن جي لفظن جي جوڙجڪ جي ڪمال تي غور ڪيو وڃي تہ هو پنهنجا لفظ ۽ جملا اهڙي تہ حساب سان ٿو استعمال ڪري جو انهن جون معنائون پاڻيهي پاڻ ثابت ٿين ٿيون ڏسو تہ هڪڙي فوجي ڪماندر جي لشڪر جا سپاهي جن گهرن منجهان نڪرڻ کان اڳيئي پئي پاڙيائي واريون ڳالهيون ڪيون اهي هاڻي مخالف بادشاهہ جي لشڪر جي ويجهو اچڻ کانپوءِ ساڳيو رئڻ پٽڻ ٿا ڪن تہ لاطاقة لنا اليوم بجالوت وجنوده يعني اسان ۾ جالوت جي لشڪر سان مقابلي ڪرڻ جي طاقت ڪانهي ڪا. اهو آهي تصريف آيات ۽ لفظي ترڪيبن ذريعي قرآن جو پنهنجي لفظن جي معني پاڻ ڏسڻ جو هنر ۽ ڪمال.

**شهر:**

هن لفظ جي معني تہ مهينو آهي، پر جيئن تہ هي لفظ بہ عربي ٻوليءَ کان مشرقي ٻولين طرف آيل آهي انڪري اسان جي ٻولين جا لفظ شهرت ۽ مشهوري بہ انهيءَ منجهان ورتل آهن ۽ اردو ٻوليءَ ۾ مهيني جي پگهار کي مشاهره چيو ويندو آهي باقي قمري مهينو جيئن تہ ٽيهن يا اڻٽيهن ڏينهن تي مشتمل هوندو آهي سو ان جو ثبوت بہ قرآن حڪيم منجهان مليو آهي جيڪو ملاحظ فرمائيندا يَسْأَلُونَكَ عَنِ الأهِلَّةِ قُلْ هِىَ مَوَاقِيتُ لِلنَّاسِ وَالْحَجِّ (189-2) يعني سوال ڪن ٿا توکان چنڊ جي گهٽين سارين سائيزن م متاسٽا جو تہ انهن کي چؤ تہ اهي

ماڻهن لاءِ وقتن جا پروگرام طئہ ڪرڻ ۽ فيصلن واسطي ڪورٽن جي تاريخن ڏيڻ لاءِ آهن سو چنڊ جو پهريائين نندي مان وڏو ٿيڻ وري موٽ ۾ انهي حساب سان وري ننڍو ٿيڻ پوءِ وري ظاهر ٿيڻ تائين جا ڪل ڏينهن مهيني جيترا ڏينهن ٿي وڃن ٿا. تہ اها ڳالهہ بہ قرآن منجهان ملي ۽ هونئن هن قمري جنتري ڪان سواءِ شمسي تاريخن واري جنتريءَ جو ڏس بہ قرآن حڪيم پاڻ ڏسيو آهي تہ الشمس والقمر بحسبان (55-5) سج ۽ چنڊ جا جاتي ٻيا بہ فائدا اوهان کي ڏسيل آهن اتي هي بہ هڪ فائدو آهي جو اوهان تاريخن جو حساب بہ انهن ٻنهي جي ڳڻڻ سان تيار ڪيو ٿا، باقي لفظ شهر يعني مهينو قرآن حڪيم ۾ ايڪيهہ ڀيرا استعمال ٿيو آهي انهن ۾ سال جي اندر مهينن جو ٻارنهن وارو انگ مقرر ڄاڻائڻ (36-9) ۽ عورت جي پيٽ ۾ ٻار ٿيڻ ۽ ڄمڻ ڪان پوءِ ان جي ٿڃ پيئڻ جو ٽوٽل عرصو قرآن حڪيم ٻڌايو تہ وَوَضَعَتْهُ كُرْهًا وَحَمْلُهُ وَفِصَالُهُ ثَلَاثُونَ شَهْرًا(15-46) يعني ٻار جي پيٽ ۾ هجڻ جو عرصو ۽ ٿڃ ڇڏائڻ جو عرصو ڪل ٽيهہ مهينا آهي يعني اڍائي سال).

**القرآن:**

لفظ قرء جي هڪڙي معني آهي گڏ ڪرڻ، ٻي معني آهي پڙهڻ، قرآن مصدري صيغو آهي پهرين معني سان گڏ ڪرڻ منجهان مراد هي ٿيندي تہ هي ڪتاب قرآن دنيا جهان وارن جي حاجتن مسئلن ۽ فلاح جي قانوني جزئين کي گڏ ڪرڻ وارو ڪتاب آهي مٿي ذڪر ڪيل ٻنهي معنائن جو هڪ ئي هنڌ گڏيل مثال جيئن إِنَّ عَلَيْنَا جَمْعَهُ وَقُرْآنَهُ. فَإِذَا قَرَأْنَاهُ فَاتَّبِعْ قُرْآنَهُ(18-17-75) يعني ان ڪتاب کي جمع ڪري (مرتب شڪل ڏيڻ) اها اسان جي ذميداري آهي، پوءِ ان جي قرائت يعني پڙهڻ وارو ڍنگ ۽ انداز متعين ۽ مقرر شڪل ۾ پيش ڪرڻ اهو بہ اسان جي ذميداري آهي (اهو ان ڪري تہ الله ڄاڻي پيو تہ قرآن جا دشمن اڳتي هلي جناب رسول عليہ السلام جي نالي سان حديثون ناهيندا تہ قرآن جي پڙهڻ جون شڪلون ۽ سورتون ست آهن (نزل القرآن على سبعة احرف) پوءِ اجا اڳتي هلي انهيءَ قرآن دشمن گينگ جا ڪارڪن ستن طريقن واري حديث کي انجي راوين وارين سندن جي حساب سان انگن کي پاڻ ۾ ضرب ڏيئي پوءِ ايترين سارين قرائتن ۽ پڙهتن کي ڇپرائي قرآن جا جدا جدا مختلف ۽ متفرق نسخا ميدان ۾ آڻي ڇڏيندا ۽ مون الله جي هن اعلان کي تہ أَفَلَا يَتَدَبَّرُونَ الْقُرْآنَ وَلَوْ كَانَ مِنْ عِندِ غَيْرِ اللَّهِ لَوَجَدُوا فِيهِ اخْتِلَافًا كَثِيرًا (82-4) يعني هي ڪتاب قرآن جيڪڏهن مون الله جي بدران ڪنهن ٻئي جي طرفان هجي ها تہ هن ۾ ڪيترائي اختلاف هجن ها کي ڪوڙو قرار ڏين ها پوءِ هي وحدت متن ۽ هڪڙي قرائت وارو ڪتاب سَنُقْرِئُكَ فَلَا تَنسَىٰ(6-87) نہ هجي ها. فاذاقرئناه اي رسول جنهن وقت اسان (پنهنجي طئہ شده قرائت جي روشنيءَ ۾) ان کي پڙهون تہ فاتبع قرآنه اسان جي پڙهيي اسانجي قرائت جي تون پوئواري ڪجانءِ جيڪا قرائت ۽ پڙهت ڪل هڪڙي آهي (6-87) اڳتي الله هي بہ اعلان فرمايو تہ إِنَّ عَلَيْنَا جَمْعَهُ وَقُرْآنَهُ. فَإِذَا قَرَأْنَاهُ فَاتَّبِعْ قُرْآنَهُ. ثُمَّ إِنَّ عَلَيْنَا بَيَانَهُ

(19-17-75) يعني هن قرآن جو تفسير بہ اسان جي ذمي رهندو. جيڪو تصريف آيات جي شڪل ۾ ڏنوسون.(65-6)

**(ولتكملوا) العدة:**

هتي صوم ۽ صيام جي ذڪر ۾ تعداد ۽ ڳاڻيٽي جو ذڪر چار پيرا ٿيو آهي. سو لفظ عدت منجهان مراد سڄي مهيني وارا روزا نہ آهن بلڪ اهي ايا ما معدودات وارو اهو انگ آهي جنهن کي ترپني افسرن لاءِ سندن محڪمي جي ايڊمن برانچ مقرر ڪندي. جيڪڏهن منهنجي هي توجيہ ۽ تعبير غلط هجي ها تہ قرآن حڪيم لتكملوا العدة بدران لتكملوا الشهر جو جملو فرمائي ها، ڇو تہ شهر معني مهينو پوءِ قمري مهينو ڪڏهن 29 ۽ ڪڏهن 30 تاريخون ٿيندو آهي ۽ اهڙي طرح شمسي مهينو ڪڏهن 30 تاريخون ٿيندو آهي تہ ڪڏهن 31 تاريخون ٿيندو آهي انڪري جيڪڏهن ڪنهن بہ جنتري مطابق الله کي پوري مهيني رمضان جا روزا رکائڻا هجن ها تہ لتكملوالعدة بدران لتكملواالشهر فرمائي ها.

**الرفث (الي نسائكم):**

هتي لفظ رفث جي معني آهي پنهنجي زالن سان مباشرت ڪرڻ، هن معني جو ثبوت ۽ پڌرائي خود هن جملي جي اندر موجود آهي جيڪا اها معني ٻن لفظن منجهان نڪري ٿي هڪ لفظ "احل" جو ٻيو "نسائكم" مٿان غور ڪيو تہ زالون تہ مڙسن لاءِ ائين ئي از خود حلال هونديون آهن پوءِ انهن لاءِ رب پاڪ احل جو لفظ فرمائي پوءِ رفث جو لفظ استعمال ڪيو تہ خود اهڙي استعمال منجهان ثابت ٿي مليو تہ يهودين ۽ نصارن پنهنجن غلط مفروضن سان روزن جي ڏينهن ۾ رات جي وقت ان عمل کي ناجائز بنائي ڇڏيو هئو جنهن کي الله غلط قرار ڏيئي حسب سابق حلال بڌائي ڇڏيو. اجا وڌيڪ جيڪڏهن ڪير اعتراض ڪري تہ اسان جيڪا هي ڳالهہ ڪيون ٿا تہ ماڻهن پنهنجي طرفان روزن جي ڏينهن ۾ رات جو گهر وارين جي ويجهو وڃڻ حرام ڪيو هئو ان جو اسان وٽ ثبوت ڪهڙو آهي ان جو جواب هي آهي تہ هڪڙو تہ قران پاڪ جو هن مسئلي ۾ "احل" جو لفظ فرمائڻ ان ڳالهہ جو دليل آهي ڇو تہ هن جي معني هيءَ آهي تہ ڪنهن اڳي اهو عمل حرام بنايو هئو الله انڪي رد ڪري هاڻ حلال ٻيهو ڪري.

**لباس:**

لباس جنهن کي پاتو ويندو آهي تہ جسم ۽ لباس جي وچ ۾ ٻي ڪا شي فاصلي وجهڻ واري جدا ڪرڻ واري نہ هوندي آهي تہ رب پاڪ زال مڙس کي هڪ ٻئي سان ويجهڙائيءَ کي بہ لباس سان تشبيہ ڏني آهي (187-2) جيڪا پنهنجي حساب ۾ درست آهي. لباس معني پوشاڪ ۽ ڍڪڻ.

**خيط الابيض – خيط الاسود:**

خاط-يخيط-خيطا-قرآن حڪيم ڪافرن جي جنت ۾ داخل ٿيڻ ڪي ايترو ته محال ۽ ناممڪن قرار ڏيڻ ڪي ان جو محاوري سان مثال سمجهايو ته حَتَّى يَلِجَ الْجَمَلُ فِي سَمِّ الْخِيَاطِ وَكَذَلِكَ نَجْزِي الْمُجْرِمِينَ(40-7) يعني ڪافرن جو جنت ۾ داخل ٿيڻ ايترو مشڪل آهي جيترو اٺ جو سوئيءَ جي پاڪڙي ۾ (سوراخ ۾) داخل ٿيڻ مشڪل آهي، ته لفظ خيط اهو سلائي واري سوئي جو سڳو آهي ان جو ذڪر به هن آيت ڪريمه ۾ هڪ محاوري ذريعي استعمال ٿيو آهي ته فجر جو جنهن وقت سج ايرڻ لاءِ سانباهو ڪندو آهي ان مهل رات پنهنجي واپسيءَ لاءِ جيڪا تڏاويڙهه ڪندي آهي ته ان مهل اوڀر طرفان آسمان جي ڪناري تي جڻ اڇي پٽي اڇي سڳي وانگر ٿي بيهندي آهي ان جي مٿان موٽندڙ رات جڻ ڪاري ڌاڳي وانگر ٿي نظر ايندي آهي، قرآن اهڙيون ڳالهيون اسانجي محاورن ۾ ٿو پيش ڪري جنهن لاءِ پاڻ فرمايو اٿس ته إِنَّهُ لَحَقٌّ مِّثْلَ مَا أَنَّكُمْ تَنطِقُونَ (23-51) يعني قرآن جي حقانيت خود اوهان جي گفتگو وارن محاورن منجهان به پيئي ثابت ٿيندي آهي.

**حدود:**

هي لفظ به قرآن حڪيم جي عربي مبين واري ٻوليءَ جو مشرقي ٻولين ۾ ايترو ته منتقل ٿي آيو آهي جو هر ٻوليءَ وارو ان ڪي پنهنجي ٻولي جو لفظ پيو تصور ڪري هونئن ته زمينن پلاٽن جي حوالن سان جيڪو لکڻ وارا ٽپيدار حد نرواري جو جملو استعمال ڪندا آهن اهوئي مفهوم آهي هن لفظ جو- حدود جمع جو صيغو آهي هن جو واحد حد آهي، هن لفظ جي استعمال ۾ جيڪو حدن جو مفهوم سمايل آهي اهو زميني ماپن کان اڳتي زندگي جي قانون ۽ ضابطن تائين پکڙيل آهي قرآن حڪيم ۾ شراب، جوا، معاشي مسئلا، يتيمن جي سنڀال، نڪاح ڪنهن سان ڪجي ڪنهن سان نه ڪجي، گهروارين سان ميل جول، ڪوڙن قسمن کڻڻ جي ڳالهه، اجاين قسمن جي ڳالهه، طلاق جا مسئلا، عدت جا مسئلا، طلاق کانپوءِ واپسيءَ جا مسئلا بيان ڪندي قرآن فرمايو ته الطَّلاَقُ مَرَّتَانِ فَإِمْسَاكٌ بِمَعْرُوفٍ أَوْ تَسْرِيحٌ بِإِحْسَانٍ وَلاَ يَحِلُّ لَكُمْ أَن تَأْخُذُواْ مِمَّا آتَيْتُمُوهُنَّ شَيْئًا إِلاَّ أَن يَخَافَا أَلاَّ يُقِيمَا حُدُودَ اللّهِ(229-2) يعني اهي سڀ الله جون حدون آهن، قانون آهن خبردار جي ڪنهن انهن کي اورانگهيو آهي، ته اهو الله جي دفتر ۾ ظالمن منجهان لکيو ويندو. هن لفظ جو صيغو يحادون ان جي معني قرآن پاڻ ڏسي آهي ته إِنَّ الَّذِينَ يُحَادُّونَ اللَّهَ وَرَسُولَهُ أُوْلَئِكَ فِي الأَذَلِّينَ(20-58) يعني جيڪي ماڻهو الله ۽ رسول سان جنگ ڪندا اهي ذليلن منجهان هوندا، قرآن حڪيم ۾ هن لفظن جو ٻيو صيغو بالسنة حداد آيو آهي (19-33) يعني الله جي قانون جي منڪرن کي سيڪت ڏيڻ لاءِ لوهه جون ٻليون تيار ڪيل آهن.

**تُدلوا:**

هن لفظ جو اصل تہ دَلو آهي هي لفظ سنڌي ٻوليءَ ۾ بعينه ساڳي عربي معني واري اچار ۾ استعمال ٿئي ٿو عربي ۾ دلو معني پاڻيءَ جو دلو تہ سنڌيءَ ۾ بہ ساڳي معني سان پاڻيءَ جو دلو آهي، رهيو سوال تہ عربيءَ ۾ هن کي ڪاٿي چيو ويو آهي تہ هي پاڻيءَ وارو دلو آهي، سو مثال ملاحظہ فرمائيندا وَجَاءتْ سَيَّارَةٌ فَأَرْسَلُواْ وَارِدَهُمْ فَأَدْلَى دَلْوَهُ قَالَ يَا بُشْرَى هَذَا غُلاَمٌ وَأَسَرُّوهُ بِضَاعَةً وَاللّهُ عَلِيمٌ بِمَا يَعْمَلُونَ(19-12) يعني چاه يوسف جي ويجهو هڪ قافلو آيو ۽ ان پنهنجي پخاليءَ کي موڪليو پاڻي ڀري اچڻ لاءِ ان اچي کوه ۾ لڙڪايو دلو پنهجو. هتي تدلوا جي لفظ جي معني ٿيندي جيئن نار ذريعي چرخي کي مالهہ ٻڌي ان ۾ پاڻي ڪڍڻ لاءِ لوٽيون ٻڌيون ويندون آهن ۽ انهن جي گهٽائي سبب انکي لوٽين جي مالهہ سڏيو ويندو آهي تہ هتي قرآن حڪيم بہ تدلوا جو لفظ ان معني ۾ استعمال فرمايو آهي تہ ننڍا ڪامورا رشوت جا پئسا مٿين ڪامورن کي پهچائين ٿا پوءِ اجا مٿين حڪمرانن تائين اهو سلسلو هڪ لانڍ وانگر انهن تائين رسائي ڪري ٿو.

## هنن آيتن منجهان ملندڙ تعليم

آيت نمبر 183 کان وٺي 188 تائين حڪومت جي بيوروڪريسي سان لاڳاپيل احڪام بيان ڪيا ويا آهن، جيئن تہ منڍ کان ئي ياايهاالذين آمنوا جي اصطلاح ذريعي خطاب آهي يعني روزن رکڻ لاءِ هي خطاب ياايهاالناس عام ماڻهن سان ناهي بلڪ امن قائم ڪرڻ وارن حاڪمن ۽ آفيسرن سان هي خطاب آهي. جيئن تہ صيام ۽ صوم جي معني آهي (روزن رکڻ سان) بندش ۽ روڪڻ هتي آيت نمبر 187 ۾ اهڙي بندش جو بہ تفصيل سمجهايو ويو آهي تہ توهان کي فجر جي سج اڀرڻ کان سومهڻيءَ تائين کائڻ پيئڻ ۽ جماع ڪرڻ جي بندش آهي، مطلب تہ صوم جي نالي سان اها بندش قرآن حڪيم عدليہ ۽ لا اينڊ آرڊر جي افسرن لاءِ خاص ڪئي آهي اها هوندي بہ مهيني رمضان ۾ ۽ هوندي بہ ايامامعدودات يعني چند ڳڻيل ڏينهن جن جو تعداد افسرن جي واسطيدار ڪاتي جي ايڊمن برانچ کي ڪرڻو آهي بيمارن ۽ سفر وارن کي اوترا ڏينهن روزا گسائڻ جي اجازت آهي پر هن شرط تي تہ تندرستيءَ ۽ حضر جي وقت اهي روزا رکي مقرر ڏينهن پورا ڪرڻا آهن ۽ جيڪي ڪنهن بہ سبب ايترو ڪمزور هجن جو روزي پوري ڪرڻ لاءِ وڏي طاقت خرچ ڪرڻي ٿي پوي پوءِ ان کي بہ رعايت آهي تہ هو روزي رکڻ بدران ڪنهن مسڪين کي فديي طور ويلو مانيءَ جو ڪارائي. هاڻي جيئن تہ رمضان جو مهينو نزول قرآن جو مهينو آهي، سو ان مناسبت سان هر سال ۾ ان مهيني کي ٽريننگ جو مهينو قرار ڏنو ويو آهي، ۽ ٽريننگ واري قانون جو سليبس ۽ نصاب بہ قرآن هوندو (186-2).

وڏيڪ سوال ڪري سگهجي ٿو تہ ٽريننگ واري تعليم جو موضوع ڪهڙو هوندو.

سو ان سوال جو جواب به قرآن حڪيم سمجهايو ته ان نصاب ۽ سليبس ۾ يعني قرآن ۾ انساني حاجتن جي رهنمائي ۽ مشڪل ڪشائي جا مسئلا بيان ٿيل آهن ۽ اهي آهن به سڀ الله جي پاران ته رب پاڪ فرمايو وَإِذَا سَأَلَكَ عِبَادِى عَنِّى فَإِنِّى قَرِيبٌ أُجِيبُ دَعْوَةَ الدَّاعِ إِذَا دَعَانِ فَلْيَسْتَجِيبُواْ لِى وَلْيُؤْمِنُواْ بِى لَعَلَّهُمْ يَرْشُدُونَ(2-186) هن آيت ڪريمه ۾ آيو ته ڪنهن وقت به منهنجا ٻانها اي منهنجا رسول توکان منهنجي باري ۾ سوال ڪن ته هن وقت رسول ته موجود ڪونهي ۽ اسان جي سوالن جا جواب ڪيئن ڏيندو سو ڳالهه صفا صاف ظاهر پئي آهي ته رسول برابر پاڻ موجود ڪونهي پر انجي رسالت جو پئڪيج (قرآن) ته موجود آهي الله پاڪ هن آيت ۾ رسول جو قائم مقام قرآن کي قرار ڏيئي پوءِ اها ڳالهه ڪري رهيو آهي ته فليستجيبوا لی اوهان تي لازم آهي ته اوهان مونکان جواب طلبي ڪيو، اجا هت ٻيو سوال ٿو پوي ته افسرن کي ته رعيت ۽ پبلڪ جي حاجتن جي رهنمائي لاءِ سوال ۽ جواب ڪرڻا ۽ سيڪارڻا آهن، ته رب پاڪ فرمايو ته پبلڪ جا ماڻهو به ته منهنجا خلقيل آهن سو اذا سألك عبادی عنی جڏهن منهنجا ٻانها منهنجي باري ۾ توکان سوال ڪن ان جي معني آهي منهنجي مخلوق جي مسائل حيات جي نظام جي باري ۾ توکان سوال ڪن ته پوءِ جواب ڏيڻ لاءِ آئون ويجهو آهيان، يعني منهنجي ويجهڙائي قرآن جي شڪل ۾ آهي، منهنجو موڪليل ڪتاب ماڻهن جي هر سوال جو جواب ڏيندو، قرآن جو ٻڌايل جواب مون الله جو جواب آهي. روزي رکڻ وارين راتين ۾ گهر وارين سان صحبت ڪرڻ جائز ڪئي ٿي وڃي هونئن ته اها بندش اوهان پاڻ پنهنجي مٿان لاڳو ڪئي وري ان جي پيچڪڙي به اوهان پاڻ ئي ڪئي هئي هيءَ ڳالهه آهي اهل ڪتاب وارن سان لاڳاپيل جنهن کي علم حديث وارن خوامخواه اصحاب رسول سان ڪوڙين حديثن ذريعي ڳنڍيو آهي جيڪڏهن ٽريني افسرن ۾ عورتون به آهن ۽ انهن جا مڙس به افسر آهن ۽ اهي ٽريننگ تي گڏ آيا آهن ته انهن کي آفيس جي ماحول ۾ پاڻ ۾ مباشرت ناهي ڪرڻي اهي سڀ الله جا قانون آهن انهن جي پيچڪڙي ناهي ڪرڻي ۽ رعيت جي ڪمن واسطي بجيٽ جي مال مان ناحق طريقن سان عوام جي ڪمائي وارو مال ناهي کائڻو، اهڙي نموني جو مٿين ڪاموري شاهي تائين گينگ ناهي ملڪي خزاني جو ٻيڙو ٻوڙي ڇڏيو.

يَسْأَلُونَكَ عَنِ الأَهِلَّةِ قُلْ هِىَ مَوَاقِيتُ لِلنَّاسِ وَالْحَجِّ وَلَيْسَ الْبِرُّ بِأَنْ تَأْتُوْاْ الْبُيُوتَ مِن ظُهُورِهَا وَلَكِنَّ الْبِرَّ مَنِ اتَّقَى وَأْتُواْ الْبُيُوتَ مِنْ أَبْوَابِهَا وَاتَّقُواْ اللّهَ لَعَلَّكُمْ تُفْلِحُونَ(189) وَقَاتِلُواْ فِى سَبِيلِ اللّهِ الَّذِينَ يُقَاتِلُونَكُمْ وَلاَ تَعْتَدُواْ إِنَّ اللّهَ لاَ يُحِبِّ الْمُعْتَدِينَ(190) وَاقْتُلُوهُمْ حَيْثُ ثَقِفْتُمُوهُمْ وَأَخْرِجُوهُم مِّنْ حَيْثُ أَخْرَجُوكُمْ وَالْفِتْنَةُ

أَشَدُّ مِنَ الْقَتْلِ وَلاَ تُقَاتِلُوهُمْ عِندَ الْمَسْجِدِ الْحَرَامِ حَتَّى يُقَاتِلُوكُمْ فِيهِ فَإِن قَاتَلُوكُمْ
فَاقْتُلُوهُمْ كَذَلِكَ جَزَاء الْكَافِرِينَ (191) فَإِنِ انتَهَوْاْ فَإِنَّ اللّهَ غَفُورٌ رَّحِيمٌ (192) وَقَاتِلُوهُمْ
حَتَّى لاَ تَكُونَ فِتْنَةٌ وَيَكُونَ الدِّينُ لِلّهِ فَإِنِ انتَهَواْ فَلاَ عُدْوَانَ إِلاَّ عَلَى الظَّالِمِينَ (193)
الشَّهْرُ الْحَرَامُ بِالشَّهْرِ الْحَرَامِ وَالْحُرُمَاتُ قِصَاصٌ فَمَنِ اعْتَدَى عَلَيْكُمْ فَاعْتَدُواْ عَلَيْهِ
بِمِثْلِ مَا اعْتَدَى عَلَيْكُمْ وَاتَّقُواْ اللّهَ وَاعْلَمُواْ أَنَّ اللّهَ مَعَ الْمُتَّقِينَ (194) وَأَنفِقُواْ فِي
سَبِيلِ اللّهِ وَلاَ تُلْقُواْ بِأَيْدِيكُمْ إِلَى التَّهْلُكَةِ وَأَحْسِنُوَاْ إِنَّ اللّهَ يُحِبُّ الْمُحْسِنِينَ (195)
وَأَتِمُّواْ الْحَجَّ وَالْعُمْرَةَ لِلّهِ فَإِنْ أُحْصِرْتُمْ فَمَا اسْتَيْسَرَ مِنَ الْهَدْيِ وَلاَ تَحْلِقُواْ رُؤُوسَكُمْ حَتَّى
يَبْلُغَ الْهَدْيُ مَحِلَّهُ فَمَن كَانَ مِنكُم مَّرِيضاً أَوْ بِهِ أَذًى مِّن رَّأْسِهِ فَفِدْيَةٌ مِّن صِيَامٍ أَوْ
صَدَقَةٍ أَوْ نُسُكٍ فَإِذَا أَمِنتُمْ فَمَن تَمَتَّعَ بِالْعُمْرَةِ إِلَى الْحَجِّ فَمَا اسْتَيْسَرَ مِنَ الْهَدْيِ فَمَن لَّمْ
يَجِدْ فَصِيَامُ ثَلاثَةِ أَيَّامٍ فِي الْحَجِّ وَسَبْعَةٍ إِذَا رَجَعْتُمْ تِلْكَ عَشَرَةٌ كَامِلَةٌ ذَلِكَ لِمَن لَّمْ يَكُنْ
أَهْلُهُ حَاضِرِي الْمَسْجِدِ الْحَرَامِ وَاتَّقُواْ اللّهَ وَاعْلَمُواْ أَنَّ اللّهَ شَدِيدُ الْعِقَابِ (196) الْحَجُّ
أَشْهُرٌ مَّعْلُومَاتٌ فَمَن فَرَضَ فِيهِنَّ الْحَجَّ فَلاَ رَفَثَ وَلاَ فُسُوقَ وَلاَ جِدَالَ فِي الْحَجِّ وَمَا
تَفْعَلُواْ مِنْ خَيْرٍ يَعْلَمْهُ اللّهُ وَتَزَوَّدُواْ فَإِنَّ خَيْرَ الزَّادِ التَّقْوَى وَاتَّقُونِ يَا أُوْلِي الأَلْبَابِ
(197) لَيْسَ عَلَيْكُمْ جُنَاحٌ أَن تَبْتَغُواْ فَضْلاً مِّن رَّبِّكُمْ فَإِذَا أَفَضْتُم مِّنْ عَرَفَاتٍ فَاذْكُرُواْ
اللّهَ عِندَ الْمَشْعَرِ الْحَرَامِ وَاذْكُرُوهُ كَمَا هَدَاكُمْ وَإِن كُنتُم مِّن قَبْلِهِ لَمِنَ الضَّآلِّينَ (198)
ثُمَّ أَفِيضُواْ مِنْ حَيْثُ أَفَاضَ النَّاسُ وَاسْتَغْفِرُواْ اللّهَ إِنَّ اللّهَ غَفُورٌ رَّحِيمٌ (199) فَإِذَا

قَضَيْتُم مَّنَاسِكَكُمْ فَاذْكُرُواْ اللّهَ كَذِكْرِكُمْ آبَاءكُمْ أَوْ أَشَدَّ ذِكْرًا فَمِنَ النَّاسِ مَن يَقُولُ
رَبَّنَا آتِنَا فِي الدُّنْيَا وَمَا لَهُ فِي الآخِرَةِ مِنْ خَلاَقٍ (200) وِمِنْهُم مَّن يَقُولُ رَبَّنَا آتِنَا فِي
الدُّنْيَا حَسَنَةً وَفِي الآخِرَةِ حَسَنَةً وَقِنَا عَذَابَ النَّارِ (201) أُولَـئِكَ لَهُمْ نَصِيبٌ مِّمَّا كَسَبُواْ
وَاللّهُ سَرِيعُ الْحِسَابِ (202) وَاذْكُرُواْ اللّهَ فِي أَيَّامٍ مَّعْدُودَاتٍ فَمَن تَعَجَّلَ فِي يَوْمَيْنِ فَلاَ
إِثْمَ عَلَيْهِ وَمَن تَأَخَّرَ فَلا إِثْمَ عَلَيْهِ لِمَنِ اتَّقَى وَاتَّقُواْ اللّهَ وَاعْلَمُوا أَنَّكُمْ إِلَيْهِ تُحْشَرُونَ (203)
وَمِنَ النَّاسِ مَن يُعْجِبُكَ قَوْلُهُ فِي الْحَيَاةِ الدُّنْيَا وَيُشْهِدُ اللّهَ عَلَى مَا فِي قَلْبِهِ وَهُوَ أَلَدُّ
الْخِصَامِ (204) وَإِذَا تَوَلَّى سَعَى فِي الأَرْضِ لِيُفْسِدَ فِيِهَا وَيُهْلِكَ الْحَرْثَ وَالنَّسْلَ وَاللّهُ لاَ
يُحِبُّ الفَسَادَ (205) وَإِذَا قِيلَ لَهُ اتَّقِ اللّهَ أَخَذَتْهُ الْعِزَّةُ بِالإِثْمِ فَحَسْبُهُ جَهَنَّمُ وَلَبِئْسَ
الْمِهَادُ (206) وَمِنَ النَّاسِ مَن يَشْرِي نَفْسَهُ ابْتِغَاء مَرْضَاتِ اللّهِ وَاللّهُ رَؤُوفٌ
بِالْعِبَادِ (207) يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُواْ ادْخُلُواْ فِي السِّلْمِ كَآفَّةً وَلاَ تَتَّبِعُواْ خُطُوَاتِ الشَّيْطَانِ
إِنَّهُ لَكُمْ عَدُوٌّ مُّبِينٌ (208) فَإِن زَلَلْتُمْ مِّن بَعْدِ مَا جَاءتْكُمُ الْبَيِّنَاتُ فَاعْلَمُواْ أَنَّ اللّهَ عَزِيزٌ
حَكِيمٌ (209) هَلْ يَنظُرُونَ إِلاَّ أَن يَأْتِيَهُمُ اللّهُ فِي ظُلَلٍ مِّنَ الْغَمَامِ وَالْمَلآئِكَةُ وَقُضِيَ الأَمْرُ
وَإِلَى اللّهِ تُرْجَعُ الأمُورُ (210)

**ترجمو:**

سوال ڪن ٿا توڪان چندن جي (گهٽين سائيزن جي) باري ۾ تون انهن کي چؤ ته اهي ماڻهن لاءِ تاريخون مقرر ڪرڻ واسطي آهن ۽ ڪورٽ طرفان (تاريخن ڏيڻ) لاءِ به هن ڳالهه ۾ چڱائي ناهي ته آفيسن ۽ ڪورٽن ۾ پوئين پاسي کان اچو (رشوت جا ڪيس پڪڙڻ لاءِ ڇاپي هڻڻ واسطي) پر نيڪي ته اها آهي جو ڪوئي شخص (منڊائون غلط ڪمن ڪرڻ کان) ڊڄي ڪورٽن ڏي دروازن کان ئي داخل ٿيو، ۽ الله کان ڊڄو تا ته ڪامياب ٿيو(189 ۽ الله جي راهه ۾ جنگ ڪيو انهن ماڻهن سان جيڪي اوهان سان جنگ ڪن ٿا ۽ زيادتي نه

ڪيو تحقيق الله زيادتي ڪندڙن کي پسند نٿو ڪري (190) انهن سان جنگ ڪيو جتي به انهن کي هٿ ڪيو ۽ نيڪالي ڏيو انهن کي اتاهون جتان اوهان کي انهن ڪڍيو هو (انهن جو اهو) فتنو قتل ڪرڻ کان به وڌيڪ سخت آهي (نقصان ڏيڻ ۾) عدالت عاليہ) مسجد حرام (جي علائقي) ۾ انهن سان جنگ نہ ڪيو ايتري تائين جو هو اوهان سان نہ وڙهن ان هنڌ، جيڪڏهن هو (اڳرائي ڪن) ويڙهہ ڪرڻ ۾ تہ توهان بہ انهن سان لڙائي ڪيو اهڙوئي بدلو آهي ڪافرن سان (191) پوءِ جڏهن هو رڪجي وڃن تہ الله بہ بچائڻ وارو ۽ مهربان آهي (192) انهن سان جنگ ڪيو ايتري تائين جوفتنو نہ رهي ۽ دين (قبول ڪرڻ) صرف الله خاطر رهي، پوءِ جيڪڏهن هو رڪجي وڃن تہ ظالمن کان سواءِ ڪنهن بہ ٻئي تي زيادتي نہ ڪيو (193) احترام وارا مهينا بدلي ۾ آهن محترم مهينن جي ۽ سڀن حرمت وارين شين جو بدلو وٺڻ لازم آهي، پوءِ جيڪو بہ اوهان مٿان زيادتي ڪري پوءِ (بدلي ۾) توهان بہ ان سان ان جي زيادتيءَ برابر زيادتي ڪيو (مقابلو ڪيو) ۽ ڊڄو الله کان (موازني جي مسئلي ۾) ڄاڻي ڇڏيو تہ الله تقوي وارن سان گڏ آهي (194) ۽ الله جي راهہ ۾ خرچ ڪيو ۽ پنهنجي هٿن سان پاڻ کي هلاڪت ۾ نہ اڇلايو ۽ (ماڻهن سان) سهڻو سلوڪ اختيار ڪيو الله احسان ڪرڻ وارن کي پسند ڪندو آهي. (195) ۽ حج ۽ عمري جون گڏجاڻيون مڪمل ڪيو خلق خدا (جي مسئلن حل ڪرڻ) لاءِ پوءِ جيڪڏهن روڪيا وڃو توهان تہ پوءِ جيڪو بہ سولائيءَ سان هديو موڪلي سگهو تہ اهو (اجتماع طرف) موڪليو، ايتري تائين مٿا نہ ڪوڙائجو جيتري تائين هديي جو مال پنهنجي ماڳ تائين نہ پهچي، پوءِ جيڪو توهان منجهان بيمار هجي يا ان کي مٿي ۾ ڪنهن سبب ايذاءُ ٿيندو هجي تہ اهو ماڻهو فديو ڏئي روزي رکڻ سان يا صدقي ڏيڻ سان يا ڪنهن بہ ڪارخير سان پوءِ جڏهن امن (واي صورتحال) ۾ ٿيو پوءِ جيڪو بہ شخص عمري جو فائدو حاصل ڪري حج (جي ميڙاڪي ۾ شريڪ ٿيڻ) سان تہ پوءِ جيڪو بہ سولائي سان هديو (ڏئي سگهي تہ اهو) ڏئي. پوءِ جيڪو (هديو هٿ نہ ڪري سگهي تہ روزارکي ٽي ڏينهن (اجتماع) حج ۾ ۽ ست جڏهن موٽي اچو (وطن پنهنجي) اهي ڏهہ پورا ٿيا، اهو (حڪم) انلاءِ آهي جنهن جو گهرٻار مسجد حرام ۾ رهائش پذير نہ هجي ۽ ڊڄو الله کان الله جو عذاب تمام سخت آهي (196) حج جا مهينا معلوم آهن (جيترا ايجنڊا مطابق نوٽيفڪيشن ذريعي ٻڌايا ويا هجن) پوءِ جيڪو انهن مهينن ۾ فرض قرار ڏيئي اجتماع حج ۾ شريڪ ٿيڻ کي (پنهنجي مٿان) پوءِ نہ ڪري اهو ڪائي بہ فحاشي، نہ بدڪاري ۽ نہ جهڳڙو حج (جي ڏهاڙن) ۾ ۽ جيڪي بہ ڀلائي جا ڪم ڪندؤ تہ انکي الله ڄاڻي ٿو سفر جي سامان جو بلو ڪيو، پوءِ ڀلو سامان سفر تہ تقوي آهي، مون (الله) کان ڊڄو اي عقلمندو (197) اوهان مٿان ڪو بہ ڏوهہ ناهي جو جستجو ڪيو مال وغيره جي پنهنجي رب جي طرفان پوءِ جڏهن نڪرو توهان عرفات کان (يعني پنهنجا ڪيس رجسٽرڊ ڪرائڻ ۽ انهن جي نمبر وغيره وٺڻ واري تعارفي آفيس رسيپشن روم کان) پوءِ ياد ڪيو الله جا قانون مشعر حرام وٽ ۽ ياد ڪيو انهي قانون کي جيئن توهان کي هدايت ڪئي آهي توڙي جو توهان ان کان اڳي انهن کان

بي خبر هوا.(198) پوءِ توهان هلي پئو جتان ماڻهو اتي ڪري هلن ٿا (عام ماڻهو) ۽ الله جي حفاظت طلب ڪيو بيشڪ الله بچائيندڙ ۽ رحم ڪرڻ وارو آهي (199) پوءِ جنهن وقت پورا ڪيو پنهنجا معاملا، پوءِ ياد ڪيو الله جي قانون کي جيئن ياد ڪرڻ توهان جو پنهنجن ابن ڏاڏن جي فيصلن ۽ تاريخ کي يا ان کان به وڌيڪ ياد ڪيو، پوءِ ماڻهن منجهان جيڪو چوي ٿو ته اي رب اسان جا ڏي تون اسانکي فقط دنيا ۾ ۽ ان لاءِ آخرت ۾ ڪوبه حصو نه هوندو (200) ۽ انهن ماڻهن منجهان ڪو چوي ٿو ته اي رب اسان جا ڏي تون اسان کي دنيا ۾ به ڀلائي ۽ آخرت ۾ به ڀلائي ۽ بچاءِ تون اسان کي باهه جي عذاب کان (201) اهي ئي اهي ماڻهو آهن جن کي حصو ملندو (ان ڪمائيءَ مان) جيڪي انهن ڪمايو الله تڪڙو حساب ڪرڻ وارو آهي (202) ۽ ياد ڪيو الله جي قانون کي (مقرر) ڳڻيل ڏينهن ۾ پوءِ جيڪو جلدي ڪري ٻن ڏينهن ۾ (ئي واپس موٽڻ جي ته ان تي ڪوئي گناهه ڪونهي ۽ جيڪو ڪوئي پوئتي رهي انتي به ڪوئي گناهه ڪونهي اوهان ان جي طرف اٿاريا ويندو(203) ۽ ماڻهن منجهان ڪوئي اهڙو به هوندو آهي جو عجب ۾ وجهندا توکي گفتا انجا دنيا وي حيات (جي مسئلن) ۾ ۽ پنهنجي اندر جي باري ۾ (سچائي جو ثبوت ڏيڻ لاءِ) الله کي حاضر ناظر ڇئي ان جو قسم کڻندو (پر اصل صورتحال هي آهي ته اهو هوندو آهي سڀن جهيڙي ڪارن کان به) وڌيڪ جهڳڙالو(204) ۽ جڏهن هو والي (حاڪم) بنجي ٿو ته تباهه ڪري ڇڏي ٿو فصل ۽ خاندان (جڏهن ته) الله فساد کي پسند نه ٿو ڪري (205) ۽ جڏهن چيو ٿو وڃي ان کي ته تون الله کان ڊڄ ته وٺي ٿو وڃي ان کي (گهمند) ڪوڙي معزز هجڻ جو پوءِ (اهڙي ماڻهوءَ لاءِ) جهنم ئي ڪافي آهي ۽ اهو بڇڙو ٺڪاڻو آهي (206) ۽ ماڻهن منجهان ڪي اهڙا به آهن جيڪي جڻ ته پاڻ کي وڪڻي ڇڏن ٿا الله جي رضامندن حاصل ڪرڻ لاءِ ۽ الله (پنهنجي اهڙن) ٻانهن تي وڏو مهربان آهي.(207) اي ايمان وارو! اي مومنو! داخل ٿيو اسلام ۾ هڙيئي (مڪمل طرح سان) ۽ نه تابعداري ڪيو شيطاني پيچرن جي اهو توهان جو پڌرو دشمن آهي، پوءِ جيڪڏهن اوهان وٽ ڪليل دليلن اچڻ ڪانپوءِ به توهان ترڪي پئو (لڙي پئو) گمراهي طرف پوءِ ڄاڻي ڇڏيو پڪ سان الله غالب ۽ حڪمت وارو آهي (209) اهي نٿا انتظار ڪن، سواءِ هن جي ته الله ۽ ملائڪ ڪڪرن جي ڇانورن ۾ هنن وٽ اچن ۽ فيصلو ڇڏائي ڇڏين (جڏهن ته اصل ڳالهه هي آهي ته الله جو ملائڪن سان گڏ اوهان ڏي اچڻ بدران توهان جا) معاملا (ڪيس) موٽايا ويندا الله ڏي. (210).

## جدا جدا لفظن جون معنائون

**مواقيت:**

هي لفظ ميقات جو جمع منتهي الجموع جو صيغو آهي، ميقات اسم ظرف آهي جيڪو زماني به آهي ته ان سان گڏ مڪاني به ٿيندو آهي انهيءَ معني کي عبارت جي اڳ پوءِ منجهان سمجهيو ويندو آهي هن جو اصل مادو وقت آهي وقت جو لفظ قرآن حڪيم واري عربي مبين جي انهن لفظن منجهان آهي جيڪو دنيا جهان جي ڪئي سارين ٻولين ۾

ساڳئي اچار ۽ ساڳي معني ۾ مشهور آهي جنهن جو مثال قرآن منجهان جيئن إِنَّ الصَّلاَةَ كَانَتْ عَلَى الْمُؤْمِنِينَ كِتَابًا مَّوْقُوتًا (4-103) يعني صلوة جي ڊيوٽي مؤمنن مٿان فرض موقت آهي يعني مقرر ڪيل وقتن واري ڊيوٽي ايوننگ، مارننگ ۽ نائٽ.

**ثقفتموهم:**

ثقف لفظ جي سنڌي ٻوليءَ ۾ معني آهي "وڙول" يعني ڪنهن شئي جو ليپي پوڻ، ڪنهن شي جي ٻاڦ معلوم ٿيڻ، ان معني جو مثال قران حڪيم ۾ جيئن وَاقْتُلُوهُمْ حَيْثُ ثَقِفْتُمُوهُمْ.(4-91) يعني دشمن ڪي جنهن بہ هنڌ وڙولي سگهو، ڳولي سگهو تہ ليڻ سان ئي انهن کي قتل ڪيو.

**الفتنة:**

لفظ فتن قرآن حڪيم ۾ گهڻين سارين معنائن ۾ استعمال ڪيو ويو آهي، هن جي بنيادي معني آهي ڪنهن شئي کي مختلف بنين آزمائشن منجهان تپائي ان کي صاف ڪرڻ اڇو اجرو ڪرڻ وغيره. هن لفظ جون ٻيون معنائون اصل معني جي مناسبت تي استعمال ڪيون ويون آهن جيئن موسي عليہ السلام کي فرمايو ويو تہ توکي تنهنجي ماءُ وٽان ٻالپڻي مهل صندوق ۾ وجهي درياءَ ۾ اڇلايو ويو اسان اتاهون سلامتيءَ سان توکي شاهي محل ۾ پهچرائي پاليوسين، اتي توکي تنهنجي ماءُ جي جهولي ۾ پالنا ڪرائي ۽ ڪيترن ئي ڏکن ڏاکڙن جي مرحلن کان پار ڪري ۽ اتي هڪ خون جي ڏوهہ منجهان توکي ڇڏايوسون وفتناك فتونا، توکي ڪئي سارين ڪوٺارين منجهان خالص بنايوسون پوءِ تون مصر مان ڀڄي وئين ۽ مدين ۾ ٻڪريون چاريندو، هئين إِذْ تَمْشِي أُخْتُكَ فَتَقُولُ هَلْ أَدُلُّكُمْ عَلَى مَن يَكْفُلُهُ فَرَجَعْنَاكَ إِلَى أُمِّكَ كَيْ تَقَرَّ عَيْنُهَا وَلَا تَحْزَنَ وَقَتَلْتَ نَفْسًا فَنَجَّيْنَاكَ مِنَ الْغَمِّ وَفَتَنَّاكَ فُتُونًا فَلَبِثْتَ سِنِينَ فِي أَهْلِ مَدْيَنَ ثُمَّ جِئْتَ عَلَى قَدَرٍ يَا مُوسَى(20-40) پوءِ آئين تون (انقلاب آڻڻ لاءِ) ڪنهن مقدار تي اي موسىٰ.

فتني لفظ جي هڪڙي معني گمراهہ ڪرڻ بہ آئي آهي جيئن يَا بَنِي آدَمَ لاَ يَفْتِنَنَّكُمُ الشَّيْطَانُ كَمَا أَخْرَجَ أَبَوَيْكُم مِّنَ الْجَنَّةِ (7-27) يعني اي اولاد آدم خيال ڪجو تہ ڪٿائين شيطان اوهان کي گمراهہ نہ ڪري جيئن نيڪالي ڏياري هئائين توهان جي پي ماءُ کي جنت منجهان.

فتني جي هڪڙي معني فساد بہ آئي آهي جيئن والفتنة اشد من القتل (2-191) يعني قتل کان وڌيڪ گناهہ فساد مچائڻ ۾ آهي. سورت الحج ۾ لفظ فتنه خير جي مقابلي ۾ آندو ويو آهي جيئن وَمِنَ النَّاسِ مَن يَعْبُدُ اللهَ عَلَى حَرْفٍ فَإِنْ أَصَابَهُ خَيْرٌ اطْمَأَنَّ بِهِ وَإِنْ أَصَابَتْهُ فِتْنَةٌ انقَلَبَ عَلَى وَجْهِهِ خَسِرَ الدُّنْيَا وَالْآخِرَةَ ذَلِكَ هُوَ الْخُسْرَانُ الْمُبِينُ(22-11) يعني جيڪڏهن ڪنهن کي اسان جي قانون تي هلڻ مان ڀلائي ٿئي تہ مطمئن ٿئي ٿو ۽ جيڪڏهن ان کي ڪو فتنو ٿو منهن پوي تہ ٻوٿ ڦيري ٿو وڃي.

**احصرتم:**

هي صيغو جمع مذڪر مخاطب ثلاثي مجرد فعل ماضي مجهول جو آهي. حصر جي معني آهي گهيري ۾ اچڻ ان معني جو ثبوت قرآن حڪيم منجهان جيئن جنهن وقت مشرڪن مسلم امت وارن سان صلح ۽ سانت ۾ امن ۽ محبت سان گڏجي رهڻ وارو معاهدو ٽوڙيو ۽ ان جي خلاف ورزيون ڪيائون ته انهن لاءِ رب پاڪ فرمايو ته فَإِذَا انسَلَخَ الأَشْهُرُ الْحُرُمُ فَاقْتُلُواْ الْمُشْرِكِينَ حَيْثُ وَجَدتُّمُوهُمْ وَخُذُوهُمْ وَاحْصُرُوهُمْ وَاقْعُدُواْ لَهُمْ كُلَّ مَرْصَدٍ (9-5) يعني اهي چار مهينا (جن ۾ جنگ حرام قرار ڏنل آهي) جڏهن گذري وڃن پوءِ جنگ ڪيو مشرڪن سان ۽ قتل ڪيو انهن کي جنهن هنڌ به انهن کي لهو پڪڙيو انهن کي ۽ گهيري ۾ بند رکو انهن کي ۽ انهن جا سڀ گهٽ گهير والاري ويهو. قرآن حڪيم جا طالب علم هن ٻولي ۽ لفظن تي غور ڪن ته جنهن به ڪنهن باغي ۽ فسادي ٽولي کي ڪٿي انهن جي چئوطرف انهن جا رستا بند ڪبا ۽ لڪڻ ڀڄڻ جي گهٽن گهيرن تي مورچه بند ڪري ماڻهو ويهاربا ته انهن وچ وارن لاءِ جيڪو لفظ قرآن حڪيم فرمايو ته واحصروهم. ان لاءِ ڪوئي ٻڌائي ته ان جي معني گهيري کانسواءِ ڪابي ٿي سگهي ٿي؟ سو اهوئي طريقو آهي جو قرآن حڪيم پنهنجي لفظن جي معني پنهنجي عبارت جي ترتيب منجهان ئي کولي سمجهائيندو آهي.

**افيضوا:**

هي جمع مذڪر امر حاضر معلوم جو صيغو آهي افاض، يفيض، افاضة هن لفظ جي معنىٰ آهي پيٽرڻ، پلٽڻ، موٽڻ، هارڻ، ان جو مثال قرآن پاڪ منجهان جيئن وَنَادَى أَصْحَابُ النَّارِ أَصْحَابَ الْجَنَّةِ أَنْ أَفِيضُواْ عَلَيْنَا مِنَ الْمَاء أَوْ مِمَّا رَزَقَكُمُ اللّهُ قَالُواْ إِنَّ اللّهَ حَرَّمَهُمَا عَلَى الْكَافِرِينَ(7-50) يعني دوزخ وارا جنت وارن کي چوندا ته اسانتي به پاڻيءَ منجهان ڪجهه ڪو حصو، هاريو. ٻيو مثال جيئن ثُمَّ أَفِيضُواْ مِنْ حَيْثُ أَفَاضَ النَّاسُ وَاسْتَغْفِرُواْ اللّهَ إِنَّ اللّهَ غَفُورٌ رَّحِيمٌ(2-199) يعني پوءِ موٽو اتاهون جتان (ٻيا) ماڻهو موٽيا آهن.

**عرفات:**

هي لفظ پنهنجي مختلف صيغن ۽ شڪلن ۾ قرآن حڪيم ۾ اندازاً ستر ڀيرا استعمال ٿيو آهي. انهن منجهان صيغو عرفات ڪل هڪ ڀيرو استعمال ٿيو آهي ۽ صيغو عرفا به ڪل هڪ ڀيرو استعمال ٿيو آهي (77-1) ۽ صيغو تعارفوا به هڪ ڀيرو استعمال ٿيو آهي (49-13) مطلب ته اندازاً هن مادي جا ڪل پندرنهن صيغا عرفات وانگر قرآن ۾ هڪ هڪ ڀيرو استعمال ٿيا آهن. هن جي معني سڃاپ ، سڃاڻڻ، معرفت ۽ تعارف حاصل ڪرڻ آهي ۽ قرآن حڪيم جيڪو سڄو سارو عربي مبين تي مشتمل ڪتاب آهي ان جي ڪوڙ سارن ٻين لفظن وانگر عرف، معروف، تعارف، معرفت اهي هتي جي ڪوڙ سارين ٻولين ۾ ائين ته جاءِ والاري چڪا آهن جڻ ته اهي آهن ئي انهن ٻولين منجهان عرفات جو لفظ هتي آيت ڪريمه

(2-198) ۾ پنهنجي ماقبل ۽ مابعد جي روشنيءَ ۾ حج اڪبر (3-9) يعني اقوام متحده واري ابراهيمي عدالت جنهن کي جناب خاتم الانبياء عليہ السلام جي نبوت جي زماني کان ٻيهر فنڪشنل ۽ سرگرم بنايو ويو ان ۾ دنيا جهان کان ايندڙ قومن جي وفدن جو جنهن رسيپشن هال ۾ تعارف ٿئي رجسٽريشن ٿئي، انتري ٿئي ان هنڌ ۽ ماڳ کي قرآن عرفات سڏيو آهي، پر قرآن دشمن مافيا وارن قرآن جي انقلابي سڏارن وارين اصطلاحن کي انهن جي سياسي مصرف منجهان ڪڍي انهن کي پوڄاواريون معنائون پارائي ڇڏيون آهن، جهڙي طرح آيت (2-158) ۾ صفا ۽ مروه جي لفظن جي معني فيصلن ۾ آيل قومن ۽ ملڪن جي نمائندن کي جيڪو حڪم ڏيل آهي ته اوهان مخالف قومن ۽ ملڪن لاءِ به پنهنجو ذهن صاف رکو ۽ انهن سان مروت واري جذبي سان گهمو ڦرو ته هنن نوڪي علم حديث جي روايتن ۾ صفائي ۽ مروت درگذر ڪرڻ کي پهاڙين جا نالا قرار ڏيئي ڇڏيا ۽ پنهنجن قومن ۽ ملڪن جي علائقن ۾ ان جذبي سان گهمڻ ڦرڻ بدران ڪعبت الله جي چوديواري کي ڦيرا ڏيڻ قرار ڏيئي ڇڏيو. اهڙي طرح قرآن واري حج اڪبر (3-9) اقوامتحد واري عدالت عظمي مسجد بيت الحرام دنيا جي فريادين ۽ ممبرن جي اتي پهچڻ کان پوءِ پنهنجي تعارف ڪرائڻ ۽ انٽري ڪرائڻ جو جيڪو ڪم قرآن پاڪ ضروري قرار ڏنو هنن نوڪي ان عمل ۽ آفيس عرفات جو نالو هڪڙي ميدان تي رکيائون جنهن ۾ هڪ جبل به آهي وري ان جو نالو به جبل الرحمة رکيائون انهي. نالي سان گڏ ان جو نالو جبل عرفات به انکي ڪونيو وجي ٿو اهڙين ٻنهي نالن سان قرآن حڪيم ۾ ڪنهن به جبل جو ذڪر ڪونهي ڪو باوجود هن جي ته قرآن ۾ لفظ جبل جبال ڪل 39 ڀيرا به استعمال ٿيو آهي.

**المشعر (الحرام):**

مشعر هي صيغو اسم ظرف مڪاني جو آهي هن جي معني آهي اهو مڪان، اهو هنڌ، اها جڳهه، اهو گهر، اهو ماڳ جنهن جاء تي حياتيءَ جي مسئلا انساني اختلافن ضرورتن ۽ حاجتن جا فيصلا ۽ مسئلا حل ڪرڻ لاءِ نبيرڻ لاءِ بحث هيٺ اچن جيڪي عقل فهم فراست شعور ۽ باريڪ بيني وارن دليلن سان حل ڪجن قرآن حڪيم ۾ حرام جي لقب سان يعني عزت احترام واري معني سان صرف ٽن شين کي محترم سڏيو ويو آهي هڪ مسجد الحرام (بمعني عدالت ۽ ڪورٽ) ٻيو مشعرالحرام (غور ڪبو ته اها جاءِ به عدالت جي معني ۾ اچي ٿي) ٽيو شهرالحرام يعني جن مهينن کي عدالت اقوام متحده (مسجد الحرام) جو حڪمران عادل جن مهينن ۾ ٽڪريل قومن جي وچ ۾ جنگ بنديءَ جو حڪم ڏئي، سو شهرالحرام تي غور ڪبو ته ان جي معني ۽ مفهوم به عدالت جو جاري ڪيل فيصلو ئي ثابت ٿئي ٿو، هونئن ته سڀ شعائرالله واجب الاحترام آهن پر قرآن حڪيم براه راست حرام بمعني محترم مٿين ٽن شين کي سڏيو آهي، سو هاڻي جڏهن کان قرآن جي حڪمرانيءَ جو دور ختم ٿي ويو ۽ ان جي جاءِ تي فارس وارن جي گهڙيل حديثن جي اقتدار جو آل رسول وارو عباسي دور شروع ٿيو ته انهن پنهنجي روايتن ۾ قرآن جي جاگرافيءَ جو

اهڙو حال ڪري ڇڏيو جو جيڪي فيصلا مسجد بيت الحرام ۾ ٿيندا هوا اهي ختم ڪيا ويا ڪعبت الله جا نمائندا سڄي دنيا جي اختلافن نبيرڻ لاءِ هر هنڌ وڃي شهداءَ علي الناس تي عمل پيرا ٿيڻ لاءِ الله جي آزادي ڏيارڻ واري گهر بيت العتيق طرفان مسلم غير مسلم سڀن ماڻهن جي ڪيسن کي سمجهڻ لاءِ جڳ جهان جو طواف ڪندا هئا پر قرآن کي حاڪميت تان هٽائڻ ڪانپوءِ جيڪو حال ٿيو سو شايد هن طرح ٻڌائي سگهجي ٿو ته:

چمن کے تخت پر شاہ گل کا جب تجمل تھا
ہزاروں بلبلوں کی فوج تھی اک شور تھا غل تھا
جب آئے دن خزاں کے نہ تھا جزخار گلشن میں
بتاتا باغباں رورو یہاں غنچہ یہاں گل تھا۔

## اَلَدُّ (لُدًّا):

اَلَدُّ هي لفظ اسم تفضيل جو صيغو آهي هن جو اصل الدد آهي ۽ پوءِ دال کي دال ۾ ادغام ڪري الدّ ڪيو ويو آهي هي لفظ قرآن حڪيم ۾ ڪل ٻه ڀيرا استعمال ٿيو آهي هڪ هن آيت (2-204) ۾ ٻيو آيت نمبر (19-97) ۾ هن آيت ۾ لفظن مٿان غور ڪيو ته هڪڙي اهڙي ماڻهوءَ جو تعارفي قصو قرآن حڪيم شروع ڪيو آهي جيڪو اڃا اڳلي آيت 205 تي ٻه مشتمل آهي ۽ هنن ٻن آيتن تي غور ڪبو ته اصل ۾ اها هڪ آيت آهي پر قرآن دشمنن قرآن فهميءَ ۾ رڪاوٽون وجهڻ لاءِ ڪيترين سارين جاين تي قرآن جي آيتن کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري جدا ڪري ڇڏيو آهي پڪ سان پهريائين انهن جملا ۽ لفظ چوري ڪرڻ ۽ اڳتي پوئتي ڪرڻ لاءِ ڪوڙسارا حيلا ڪيا هوندا پر مالڪ سائين انسانن تي پنهنجي حجت کي دائم قائم رکڻ لاءِ پنهنجي ڪتاب جي متن کي ٽيڪسٽ کي محفوظ رکڻ جو جيڪو ذمو کنيو آهي ته اها الله جي ذميداري قرآن دشمنن کي يقين سان اماڙي تي لڳي هوندي پوءِ هو رڳو آيتن کي ٽڪرا ٽڪرا ڪرڻ ۾ ئي اندر جي ٻاڦ ڪڍي سگهيا هوندا جن جي ان خباثت جو قرآن ۾ دنيا وارن کي رب پاڪ اطلاع ڪري ڏنو ته الَّذِينَ جَعَلُوا الْقُرْآنَ عِضِينَ(15-91) يعني انهن قرآن کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو. بهرحال مون عرض پئي ڪيو ته رب پاڪ هڪڙي ماڻهو جو تعارف پئي ڪرايو ته هو پنهنجي چرب زبانيءَ سان ڪوڙا قسم کڻندڙ سخت جهڳڙالو، جيڪڏهن انکي ڪو حڪومتي عهدو ۽ پاور ملي وڃي ته زمين ۾ فصل اجاڙي ماڻهن جا خاندانن جا خاندان چٽ ڪري جاڙي تاڙي فساد مچائي ڇڏي، غور ڪيو هن تعارف جي لفظن ۾ جنهن جاءِ تي الد جو لفظ آيو آهي ان ڪانپوءِ لفظ خصام يعني جهيڙن جهڳڙن جو ذڪر آندو ويو آهي جيڪو خصام، خصم، خصومت، فارسي، اردو ۽ ٻين ٻولين ۾ ٻه انهيءَ معني سان مشهور آهي ته يقين سان هڪ فسادي ماڻهوءَ جو تعارف جڏهن ڪوئي شخص ٻنهي آيتن وارو پڙهي پوءِ لفظ الدّ تي غور ڪندو ته پڪ سان سمجهي ويندو ته خصام ۽ الدّ هم

معني لفظ تا لڳن، اهڙي طرح هن لفظ جو ٻيو استعمال جيڪو سورت مريم ۾ ٿيو آهي ان ۾ رب پاڪ جناب خاتم الانبياءَ کي ٿو فرمائي تہ فَإِنَّمَا يَسَّرْنَاهُ بِلِسَانِكَ لِتُبَشِّرَ بِهِ الْمُتَّقِينَ وَتُنذِرَ بِهِ قَوْمًا لُّدًّا(97-19) يعني اي نبي! تون هڪ جهڳڙالو قوم کي ان قرآن سان پيو ڊيڄارين، هاڻي هي جملو پڙهڻ وارا دنيا جي تاريخي حوالن سان بہ ڄاڻن پيا تہ عرب قوم وڏي نامي گرامي جهڳڙالو رهي آهي سو هتي هن قوم لاءِ استعمال ٿيل اهو لفظ پڪ سان انهي معني وارو هوندو، مطلب تہ قرآن لفظن جي استعمال ۾ اڳ پوءِ وارين عبارتن تي غور ڪرڻ وارن ماڻهن کي ڳالهہ سمجهائي ڇڏي ٿو.

**السلم:**

هي س،ل،م السلم مادو آهي اسلام جو مسلم جو قرآن حڪيم جيڪا پنهنجي لفظن جي معني ڏسڻ لاءِ مختلف طريقن سان پاڻ رهنمائي ڪندو آهي، تہ هن لفظ اسلام جي معني بہ ان جي مقابل معلوم ۽ مشهور معني وارو لفظ ڪفر آڻي سلم ۽ اسلام جي معني سمجهائي ڇڏيائين، جيئن إِنَّ الَّذِينَ كَفَرُواْ بَعْدَ إِيمَانِهِمْ (90-3) يعني جن ڪفر ڪيو ايمان آڻڻ کانپوءِ، هتي هن کان اڳ آيت ومن يتبع غير الاسلام دينا کي ملائي غور ڪبو تہ ڪفر ۽ اسلام جي تقابل سان تہ جڏهن ڪفر جي معني رد ۽ انڪار طئہ آهي تہ ان جي مقابل لفظ اسلام جي معني بہ از خود متعين ٿي ويئي قبول ڪرڻ ۽ مڃڻ، س، لام جي زبر سان سلم لفظ جي معني آئي آهي صحيح سالم مڪمل جيئن ضَرَبَ اللهُ مَثَلًا رَّجُلًا فِيهِ شُرَكَاء مُتَشَاكِسُونَ وَرَجُلًا سَلَمًا لِّرَجُلٍ هَلْ يَسْتَوِيَانِ مَثَلًا الْحَمْدُ لِلَّهِ بَلْ أَكْثَرُهُمْ لَا يَعْلَمُونَ(29-39) يعني الله پاڪ هڪ اهڙي ماڻهوءَ جو مثال ڏئي ٿو جنهن جي مالڪيءَ ۾ ڪيئي سارا حصيدار هجن ۽ ٻيو اهڙو ماڻهو جيڪو سڄو سارو سالم هڪڙي جي ملڪيت ۾ هجي يا هڪڙي جو نوڪر هجي تہ ڇا اهڙا ٻئي برابر ٿي سگهندا. سين کي پيش ۽ لام کي شد زبر سان سُلَّم لفظ جي معني ٿيندي ڪنهن شي تائين پهچائڻ وارو ذريعو ۽ ڏاڪڻ جيئن أَمْ لَهُمْ سُلَّمٌ يَسْتَمِعُونَ فِيهِ فَلْيَأْتِ مُسْتَمِعُهُم بِسُلْطَانٍ مُّبِينٍ(38-52) ڇا انهن وٽ ڪو ذريعو يا ڪا ڏاڪڻ آهي ڇا جو اهي ٻڌي تا وٺن. سين، لام، ميم ٽنهي حرفن کي زبر جي معني ٿئي ٿي ناهہ ۽ صلح جيئن الَّذِينَ تَتَوَفَّاهُمُ الْمَلائِكَةُ ظَالِمِي أَنفُسِهِمْ فَأَلْقَوُاْ السَّلَمَ مَا كُنَّا نَعْمَلُ مِن سُوءٍ بَلَى إِنَّ اللّهَ عَلِيمٌ بِمَا كُنتُمْ تَعْمَلُونَ(28-16) يعني اهي ڪافر موچڙن لڳڻ مهل وڏا فرمانبردار بنجي صلح سانت جي ڳالهہ اچلائيندا تہ اسان ڪڏهن بہ بڇڙو ڪم ڪونہ ڪيو. اهڙي طرح سين جي زير لام ساڪن ۽ ميم جي زير سان معني ٿئي ٿي فرمانبرداري جنهن جو مثال هي آيت يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُواْ ادْخُلُواْ فِي السِّلْمِ كَآفَّةً وَلاَ تَتَّبِعُواْ خُطُوَاتِ الشَّيْطَانِ إِنَّهُ لَكُمْ عَدُوٌّ مُّبِينٌ(208-2) يعني اي مؤمنو! اوهان سڀ جو سڀ فرمانبرداري جي دائري ۾ داخل ۽ شامل ٿي وڃو.

## هنن آيتن منجهان ثابت ٿيندڙ مسئلا

چنڊ جو گهٽڻ سارين سائيزن ۾ ماپن ۾ بدلجڻ اهو ماڻهن لاءِ ڪمن ڪارين جون تاريخون طئہ ڪرڻ ڪورٽن ۾ آفيسن جون تاريخون مقرر ڪرڻ لاءِ آهي. آيت نمبر 183 کان آيت نمبر 188 تائين قرآن حڪيم ملڪي بيوروڪريسي سان انهن جي مسئلن بابت ڳالهايو پوءِ آيت نمبر 189 ۾ ڪين ئي قمري جنتري جي فلسفي تي سمجهاڻي ڏيڻ ڪانپوءِ افسر شاهي اندر ڪرپشن جي خاتمي لاءِ بنيادي ڳالهہ سمجهائي تہ انهن جي چورين پڪڙڻ لاءِ ائنٽي ڪرپشن جي افسرن ذريعي آفيسن جي چور دروازن ۾ پوين طرفن کان ڇاپا هڻي رشوتون پڪرڻ سان اهي ڪونہ سڌرندا انهن جو سڌارو هن طرح ٿيندو تہ انهن جي ذهنن ۾ خوف خدا جي تعليم ويهاري وجي جيڪڏهن خوف خدا نہ هوندو تہ اينٽي ڪرپشن جا افسر بہ تہ انهن جا ڀائي بندي آهن اهي انهن سان حصي پتيءَ تي ٺهي ويندا. ماڻهن جي ڀلي لاءِ لڙائيون لڙو ۽ جنگ دوران بہ دشمن سان انصاف ڪيو اهو هن طرح تہ جيترو انهن نقصان پهچايو آهي اوهان بہ اوترو بدلو وٺو. وڌيڪ زيادتي نہ ڪيو، اها ڳالهہ الله کي پسند ناهي، دشمن کي ڳولي ڳولي ان سان لڙو ۽ جنهن ملڪ ۽ وطن منجهان هنن اوهان کي نيڪالي ڏني آهي اوهان انهن سان ويڙهہ ڪري پنهنجو ملڪ ۽ وطن واپس وٺو. فساد مچائڻ اهو قتل کان بہ بڇڙو ڪم آهي.

عدالتن جي عزت ڪيو انهن جي احاطي ۾ جنگ نہ ڪجو، هائو جيڪڏهن دشمن اوهان سان عدالت ۾ وڙهي پون پوءِ توهان بہ انهن سان گهٽ نہ ڪجو جيتري تائين اهي رڪجي وڃن. اهي رڪجي وڃن تہ پوءِ اوهان بہ رڪجي وڃو جنگ ۽ لڙائي جو مقصد ۽ دنگ هيءُ هجڻ گهرجي تہ جيتري تائين ذهني آزاديءَ مٿان بندش هوندي تہ لڙائي جاري رکبي ايتري تائين جو سڀ ماڻهو پنهنجي آزاديءَ سان پنهنجي ابن ڏاڏن وارا هٿ ٺوڪيا دين ڌرم ڇڏڻ چاهين تہ انهن تي ڪا بہ بندش نہ هجڻ گهرجي ۽ دين ڌرم ماڻهن جي ڀلي ۽ ڀلائي لاءِ هجڻ گهرجن (13-17) ۽ انهن ۾ شخصيت پرستي نسل پرستيءَ تي بندش هجڻ گهرجي. بجيٽ ٺاهڻ مهل ۽ خرچ ڪرڻ مهل ماڻهن جي اصلاح احوال کي سامهون رکڻ گهرجي، فضول يادگارن ۽ ڪامپليڪسن تي خرچ ڪرڻ اهو اوهان کي هلاڪت ۾ وجهندو، ماڻهن کي خوش رکندو تہ الله کي وڻندو.

جن مهينن ۾ جنگيون حرام ڪيل آهن ڪير جيڪڏهن انهن جو احترام نہ ڪري ۽ انهن ڏينهن ۾ اوهان سان لڙي تہ اوهان کي حق آهي تہ اوهان بہ انهن سان ساڳين مهينن ۾ لڙو، محترم شئي جي انهن عزت نہ ڪئي آهي سو اڳرائي انهن ڪئي آهي اوهان کي بہ بدلي وٺڻ جي اجازت آهي جهڙي ڪرٽي اهڙي ڀرٽي، جيڪو زيادتي ڪندو ان سان بہ ايتري زيادتي ڪرٽي آهي.(194) حج جا فيصلا ۽ عمري جي گڏجاڻين ۽ ميٽنگن ۾ ترقياتي تعميري پلان اهي الله جي مخلوق جي ڀلاين لاءِ مڪمل ڪندا رهو، عدالت عظمیٰ طرف وڃڻ مهل

جيڪڏهن دشمن طرفان اوهان کي گهيري ۾ محصور ڪيو وڃي ته حج واري ميڙاڪي ۾ ٻين شريڪ ٿيندڙن لاءِ گوشت جا جانور يا ٻيو ڪو راشن هديي وارو اتي موڪلڻ جو بندوبست ڪجو ۽ اتي حج واري عدالت ۾ فيصلن مڪمل ٿيڻ کان پوءِ توهان پنهنجا مٿا ڪوڙائجو، بندش سبب جلدي نه ڪجو، نوٽ عربن ۾ ماضيءَ ۾ هيءَ ريت رهي آهي ۽ اڄ ڪلهه تائين به ڪيترا ماڻهو اهڙا آهن جو جن جو ڪنهن ڏي خون جو حساب ٿي پوي ته هو قسم کڻندا آهن ته جيستري تائين بدلو نه ڪندس ته پنهنجي وارن جي سنوارت نه ڪرائيندس يا مٿو نه ڪوڙائيندس يا ڪٽ تي نه سمهندس وغيره وغيره ته حج جي حوالي سان مٿي ڪوڙائڻ جي ڳالهه ماڻهن جي رواجن سبب لکيل آهي ٻيو وڏيڪ ڪجهه به نه، يعني مٿو ڪوڙائڻ ڪو عبادت جو حصو ناهي. باقي مٿي ڪوڙائڻ سان هي هڪ ذهن نهندو هئو ته حج ۾ ٿيل فيصلن کي مٿي ڪوڙائڻ واري ماڻهو قبول ڪيو، تسليم ڪيو انهن فيصلن تي راضي ٿيو تڏهن ته هن به مٿو ڪوڙايو، يعني مٿي ڪوڙائڻ سان فيصلن جي قبوليت جي نشاني ملي ويندي هين. ان ڪري الله طرفان ان عمل جي اهميت کي حج جي ڪامياب فيصلن منجهان شمار ڪيو ويو آهي چو ته مٿي نه ڪوڙائڻ سان ڪٿڪو رهجي ويندو ته هن مٿي نه ڪوڙائڻ واري شايد دل سان فيصلي کي قبول نه ڪيو آهي تي سگهي ٿو ته هي ماڻهو اڳتي هلي ڪو پنهنجو رد عمل ظاهر ڪري ويهي، جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ حج جي اجلاس سان گڏ ڪا عمري واري ڊولپمنٽ جي ايجنڊا واري به ڪا ميٽنگ رکي ڇڏي آهي ته ان کي به واڌو اجتماع لاءِ راشن جي ضرورت واري شي هديي ۾ ڏيڻي پوندي جيڪڏهن هو اهو بندوبست نٿو ڪري سگهي ته سزا طور ڏهه روزا رکي ٿي حج عمري دوران ۽ ست وطن واپس پهچڻ مهل اهو تڏهن جڏهن فئملي پاڻ سان گڏ نه هجيس پر جيڪڏهن اهل عيال سميت حج جي ماڳ ۾ آهي ته پوءِ ڏهئي روزا اتي سفر دوران رکي ڇڏي، هي حڪم حج عمره ٽئڪس نه ڏيڻ ڪري افسرن جي دل دماغ ۾ خوف پئدا ڪرڻ لاءِ آهي ته الله جي پڪڙ تمام سخت آهي (196) مڪي ۾ ناهيل اقوام متحده بيت الحرام واري عدالت (3-9) جي ڪيسن هلائڻ وارو سيشن گهٽ ۾ گهٽ لڳاتار ٽي مهينا هلندو جن جي تعيين عدالت پاران نوٽيفڪيشن ذريعي معلوم ڪرائي وڃي. جيڪو به اتي پنهنجي، پنهنجي ڪيسن جي شنوائيءَ لاءِ وڃي ته انتي لازم آهي ته هو اتي واهيات، فحاشي بدڪاري ۽ جهڳڙن وارا ڪم ۽ ڳالهيون نه ڪري ۽ اتي شريڪ ٿيندڙ قومن ۽ ملڪن جي ماڻهن سان انهن جي خير خواهي واريون ڳالهيون ڪري ۽ سفري ضرورتن جو مڪمل بندوبست ڪري پوءِ وڃي. ان راهه ۾ ٻيو پلو بندوبست آهي ته خوف خدا کي هر وقت دل دماغ ۾ رکڻ ۽ اتي شريڪ ٿيندڙ نمائندن سان واپار ۽ ڏيتي ليتيءَ جا معاهدا به پاڻ ۾ ڪرڻ سني ڳالهه آهي ان جي منع ناهي. اتي وڃڻ کانپوءِ جڏهن اوهانجي وفد جي ڪيس جي داخلا ۽ انٽروڊڪشن ٿي وڃي ته پوءِ وڌيڪ سڀ مسئلا انسانن جي ڀلائي واري قانون جي روشنيءَ ۾ ڪرڻا آهن. وڏي

باريڪ بيني سان مسئلا حل ڪرڻ ۽ فيصلا ڪرڻ واري محترم ماڳ تي اهڙي قانون سان جنهن جي توهان کي هدايت ڪيل آهي قرآن ۾ ۽ انجي مقابل امامي علمن کي فيصلن جو ذريعو ناهي بنائڻو (2-158) توڙي توهان جا اڳي وارا فيصلا اهڙي علمي ۽ قانون جي معيار جا نہ هئا. پوءِ جيئن ڀي خلق خدا جي پنهنجي ملڪ طرف موٽي تہ اوهان بہ موٽي وڃو، پر هي حقيقت ذهن ۾ رهي تہ مناسڪ حج جي ختم ڪرڻ ڪانپوءِ بہ جيئن اوهان پنهنجي ابن ڏاڏن جي فيصلن جا ريفرنس بڪ ناهيا آهن تہ الله جي قانون وارن فيصلن جا انڪان بہ وڌيڪ ريفرنس بڪ ۽ ڪيس لا وارا ڪتاب جوڙيو. آيت نمبر 200 مٿان غور ڪيو تہ حج جي عدالتي رينج بين الاقوامي ۽ بين الانساني جو ثبوت ملي ٿو وڃي جو غير مسلم فريادين ۽ جوابدارن کي ڇيو ويو آهي تہ هن ڪورٽ جي خدائي قانونن مٿان اوهان پنهنجي ابن ڏاڏن واري قانونن جي مقابلي ۾ وڌيڪ غور ڪري ڏسجو هن عدالت جا فيصلا توهان جي دنيا واري زندگيءَ سان گڏ آخرت واري زندگيءَ کي بہ سنواريندا.

ماڻهن منجهان ڪيترائي اهڙا بہ آهن جيڪي چون ٿا تہ اسان جو رڳو هتي هن دنيا ۾ پلو ٿئي وڌيڪ سان اسانجو ڪو بہ حصو ڪونهي ۽ انهن ماڻهن منجهان ڪي اهڙا بہ آهن جيڪي چون ٿا تہ اي رب اسان جا اسان کي هتي دنيا ۾ بہ ڀلائي جو حصو ڏي تہ آخرت ۾ بہ سهڻو بدلو ڏي ۽ باهہ جي عذاب کان بچاءِ، اهڙن ماڻهن کي انهن جي ڪئي جو حصو ضرور ملندو الله تڪڙو حساب ڪرڻ وارو آهي. حج جي نوٽيفڪيشن وارن معلوم ڏهاڙن ۾ الله جا قانون (ماڻهن جي ڀلي وارا) ياد ڪيو، پوءِ جيڪو پنهنجو ڪيس ٻن ڏينهن ۾ پورو ڪرائي جلدي هليو وڃي تہ انتي ڪوئي حرج ناهي ۽ جيڪو ڏينهن پوئتي وڌائي تہ انتي بہ ڪوئي حرج ناهي، اصل ڳالهہ تقوي جي آهي جيڪا روزن (2-183) حج ۽ عمري جي ڏينهن ۾ حاصل ڪرڻ آهي (203) هاڻي جيئن بين الاقوامي امام للناس چيف جسٽس ۽ منصف اعلیٰ حج جي ڪئمپ آفيس ۾ دنيا جهان جي مسئلن کي نمٽائڻ لاءِ لٿل آهي ۽ هو ماڻهن جي ڪيسن جي روشني ۾ نوان گورنر ۽ علائقائي حڪمران مقرر ڪندو تہ رب پاڪ انهن کان تقرري جي انٽرويو وٺڻ، واءِ واءِ وارن زباني سوال جواب جي حوالي سان حاڪم اعلیٰ کي تربيت ڏئي ٿو تہ ڪيترائي ماڻهو وات جا چالاڪ ۽ ظاهري طور ڏاڍا وڻندڙ گفتگو ڪرڻ وارا هوندا آهن پر اهي اندر ۾ اهڙا تہ خطرناڪ هوندا آهن جو جيڪڏهن هنن کي توهان ڪنهن پرڳڻي جو والي بنايو تہ هو ماڻهن جا فصل لوڙهي پينگ تہ ڪندا پر انهن جا خاندان ۽ نسل بہ ماري گم ڪري ڇڏيندا سو تقرري جي انٽرويو ۾ صرف انهن جي ظاهري گفتگو کي اهليت لاءِ ڪافي نہ سمجهندا. (206) ۽ ماڻهن منجهان ڪي اهڙا تہ عهدن جي لائق گورنر ۽ والي بنائڻ لاءِ فٽ هوندا آهن جو انهن جو وجود جڻ تہ پنهنجي لاءِ هوندو ئي ناهي بلڪ هو انئي پهر ماڻهن جي ڪمن لاءِ وڪاٽا پيا هوندا آهن پوءِ الله بہ اهڙن مٿان مهربان هوندو آهي.(207) سو اي امن ڏيندڙ مؤمن افسرو! اوهان سڀ جو سڀ فرمانبرداري جي دائري ۾

رهو شيطاني پيچرن جي پوئواري نہ ڪيو اهو شيطان توهان جو دشمن آهي اهو توهان کي بليڪ لسٽ بنائي (4-107) اوهانجو سرنيندو(208) جيڪڏهن هيترن ڪليل سمجهاڻين کان پوءِ بہ توهان راه حق کان هيڏي هوڏي ترڪي پيا پوءِ ڄاڻي ڇڏجو تہ اوهان الله کان ڏاڍا ڪونہ آهيو هو غالب ۽ حڪمت وارو آهي (209).

آيت 168 ۾ ياايهاالناس سان ذات انسان کي خطاب ڪيو ويو خطاب ۾ فرمايو ويو تہ حلال ۽ پاڪيزه شيون ڪائو ۽ شيطاني پيچرن جي پوئواري نہ ڪيو، ان ڪانپوءِ آيت نمبر 108 تائين چار ڀيرا ياايهاالذين آمنوا سان خطاب ڪري چاليهن آيتن ۾ تمام اهم قانوني ۽ انقلابي عدالتي مسئلا سمجهايا ويا آهن هاڻي آيت نمبر 210 ۾ جيڪو خطاب ڪيو ويو آهي تہ هَلْ يَنظُرُونَ إِلاَّ أَن يَأْتِيَهُمُ اللّهُ فِي ظُلَلٍ(210-2) يعني هي عام ماڻهو هي خاص بيوروڪريسي جا مؤمن بس هن ڪانسواءِ عذاب ربي جو ٻيو ڪوئي طريقو سمجهن ئي ڪونہ ٿا صرف ائين سمجهيو وينا آهن تہ الله ملائڪن جي جلوي سان ڪڪرن منجهان ايندو پوءِ هو عذاب جو فيصلو ڪندو اهو اجا تائين ڪونہ ٿيو آهي سو شايد عذاب ايندو ئي ڪونہ ۽ نہ ڪي الله بہ آهي جيڪي مزا ڪرڻا آهن اهي ڪري وٺون تہ الله پاڪ انهن سڀن کي فرمايو تہ آئون ملائڪن جي جلون ۾ اوهان ڏي ڪونہ ٿو اچان بلڪ توهان جي ڪرتوتن جا فائيل منهنجي طرف موٽايا ويندا پوءِ ڏسون تہ ڪير ٿو ڪنهن ڏي اچي. (210)

سَلْ بَنِي إِسْرَائِيلَ كَمْ آتَيْنَاهُم مِّنْ آيَةٍ بَيِّنَةٍ وَمَن يُبَدِّلْ نِعْمَةَ اللّهِ مِن بَعْدِ مَا جَاءتْهُ فَإِنَّ اللّهَ شَدِيدُ الْعِقَابِ(211) زُيِّنَ لِلَّذِينَ كَفَرُواْ الْحَيَاةُ الدُّنْيَا وَيَسْخَرُونَ مِنَ الَّذِينَ آمَنُواْ وَالَّذِينَ اتَّقَواْ فَوْقَهُمْ يَوْمَ الْقِيَامَةِ وَاللّهُ يَرْزُقُ مَن يَشَاءُ بِغَيْرِ حِسَابٍ(212)

**ترجمو:**

(يلا) بني اسرائيل کان ئي پڇو تہ اسان انهن کي ڪيترين تہ ڪليل نشانيون ڏنيون جيڪو بدلائي ڇڏي الله جي نعمت کي پڄاڻان هنجي جو ان وٽ اها اچي چڪي هجي تہ الله سخت سزا ڏيڻ وارو آهي (211) سينگاري وئي آهي دنيا جي حياتي انهن ماڻهن لاءِ جن ڪفر ڪيو، ۽ اهي ايمان آڻڻ وارن تي ٺنوليون ٿا ڪن، ۽ جيڪي ڊڄن ٿا (الله کان اهي) قيامت ڏينهن مٿاهان هوندا انهن کان، الله (جو قانون مشيت انهن لاءِ جيڪي الله جي قانون مطابق روزي ڪمائن ٿا) انهن کي انهن جي ليکي کان (وڌيڪ) رزق ڏئي ٿو(212).

## هنن آيتن منجهان ملندڙ تعليم

آيت نمبر 211 منجهان ثابت ٿيو تہ علم بہ هڪڙي وڏي نعمت آهي جيڪي قومون علم الاهي بدران جاهلانہ ۽ ڄٽڪي ڏڪن تي پنهنجا معاشرا هلائيندڙيون اهي سدائين عذابن

۾ رهنديون (211) دنيا جي وڏي ڌن دولت وارا ماڻهو انقلابي ڪارڪنن مٿان سدائين ڪان مذاقون ڪندا اچن پيا پر مقابلي جي وقت انقلابيءَ جو هڪ روپيو انقلاب دشمن دولتمند جي هڪ هزار روپين کان وڌيڪ رزلٽ ڏيکاريندو.

كَانَ النَّاسُ أُمَّةً وَاحِدَةً فَبَعَثَ اللّهُ النَّبِيِّينَ مُبَشِّرِينَ وَمُنذِرِينَ وَأَنزَلَ مَعَهُمُ الْكِتَابَ بِالْحَقِّ لِيَحْكُمَ بَيْنَ النَّاسِ فِيمَا اخْتَلَفُواْ فِيهِ وَمَا اخْتَلَفَ فِيهِ إِلاَّ الَّذِينَ أُوتُوهُ مِن بَعْدِ مَا جَاءتْهُمُ الْبَيِّنَاتُ بَغْيًا بَيْنَهُمْ فَهَدَى اللّهُ الَّذِينَ آمَنُواْ لِمَا اخْتَلَفُواْ فِيهِ مِنَ الْحَقِّ بِإِذْنِهِ وَاللّهُ يَهْدِي مَن يَشَاءُ إِلَى صِرَاطٍ مُّسْتَقِيمٍ(213)

**ترجمو:**

سيئي ماڻهو هڪ ئي امت هئا پوءِ الله نبين کي موڪليو خوشخبري ڏيندڙ ۽ ڊيجاريندڙ ڪري ۽ نازل فرمايائين انهن سان گڏ حق وارو ڪتاب هن لاءِ ته اهو ڪتاب فيصلو ڪري ماڻهن جي وچ ۾ انهن ڳالهين جو جن ۾ هنن اختلاف ڪيو هو ۽ ان ۾ اختلاف ڪونه ڪيو هئائون سواءِ انهن ماڻهن جي جن کي ڏنو ويو هو (اهو ڪتاب) بعد ۾ هن جي جو آيون انهن وٽ ڪليل (آيتون) (اهو انهن جو اختلاف) هڪ ٻئي سان بغاوت (ضد) جي ڪري هو. پوءِ هدايت ڪئي الله انهن ماڻهن کي جن ايمان آندو، انهن ڳالهين جي طرف جن ۾ هو ٽڪريل هئا، حق وارين ڳالهين منجهان پنهنجي حڪم سان، الله جو قانون هدايت بخشيندو آهي جنهن کي گهري سڌي رستي طرف.(213)

**هن آيت ڪريمه منجهان ملندڙ روشني**

هن آيت ڪريمه منجهان ثابت ٿئي ٿو ته انساني آبادي پنهنجي شروعات ۾ جنهن کي رب پاڪ جنت سڏيو آهي (2-35) ان ۾ جيتري تائين انهن جي وچ ۾ ذاتي ملڪيت رکڻ ۽ ذخيره اندوزيءَ جي ذهنيت ڪانه آئي هئي ته سڀ هڪ امت هئا، اڳتي هلي جڏهن انساني آبادي وڌي آهي ۽ قدرتي پيداوار جيڪا بغير ڪاهڻ ۽ پوکڻ واري انهن ۾ ناڪافي ٿيڻ لڳي ۽ ماڻهن پنهنجي پورهيي سان اپت پيدا ڪرڻ شروع ڪئي، زندگيءَ جي ان عرصي ۾ ماڻهن جا هڪ ٻئي سان اختلاف شروع ٿيا، پوءِ رب پاڪ ماڻهن منجهان اختلاف ختم ڪرڻ لاءِ پنهنجا نبي ڪتاب ڏيئي هدايت واسطي موڪليا ۽ انهن ڪتابن ۾ اختلافن نبيرڻ جي تعليم هئي ۽ اختلافن کي ختم ڪرڻ لاءِ علم وحي واريون حڪومتون به قائم ٿيون پوءِ ماڻهن جي اختلاف جو بهانو ته ظاهر ۾ علمي مسئلا هوندا هئا پر اصل حقيقت ۾ علم ۾ رولو ڪونه هوندو هو پر ماڻهن ۾ هڪ ٻئي خلاف ذاتي قسم جون بغاوتون هونديون هيون،

پوءِ نئين نبيءَ معرفت نئين ڪتاب ذريعي انهن اختلافن ڪي ختم ڪرڻ جي تعليم هوندي هئي پوءِ اختلاف واريون ڏريون ته ڪونه سڌريون چو ته انهن جي اختلاف جو سبب علمي رولو نه هوندو هئو، هو ته ذاتي ضدن سبب وڙهيل هوندا هئا پوءِ جيڪي نوان ماڻهو نبين ذريعي مليل علم وحي تي ايمان آڻيندا هئا انهن کي تعليم ملڻ سان گڏ هيءَ به ڄاڻ ملي ويندي هئي ته اڳين وڙهندڙ ڏرين جي وچ ۾ فرقي بازي جو سبب حق ۽ ناحق جي ڳالهه ناهي بلڪ هو پنهنجي مفادن جي جنگ پيا وڙهن علمي مسئلن کي انهن صرف بهانو بنايو آهي.

أَمْ حَسِبْتُمْ أَن تَدْخُلُواْ الْجَنَّةَ وَلَمَّا يَأْتِكُم مَّثَلُ الَّذِينَ خَلَوْاْ مِن قَبْلِكُم مَّسَّتْهُمُ الْبَأْسَاء وَالضَّرَّاء وَزُلْزِلُواْ حَتَّى يَقُولَ الرَّسُولُ وَالَّذِينَ آمَنُواْ مَعَهُ مَتَى نَصْرُ اللّهِ أَلا إِنَّ نَصْرَ اللّهِ قَرِيبٌ(214)

**ترجمو:**

ڇا توهان جنت ۾ داخل ٿيڻ ڪي ائين ئي سمجهو آهي جو اڃا توهان ڏي انهن ماڻهن جهڙي حالت آئي ئي ڪانهي جيڪي گذري چڪا آهن اوهان کان اڳي جو انهن کي خطرا ۽ ڏک ايترا ته پهتا جو هو دهلجي ويا ايتري تائين جو رسول ۽ ان تي ايمان وارن (ڪان رڙيون نڪري ويون ته) ڪڏهن ايندي مدد الله جي (ان مهل اسان انهن کي چيو ته دلگير نه ٿيو) اجهو ته آئي مدد الله جي (214).

## جدا لفظن جي معني

### زلزلوا:

لفظ زلزل جي حرفي جوڙجڪ ۾ حرفن وانگر هڪ قسم جي ڪيفيت جو به تڪرار نروار ٿيو آهي، زمين جو جبلن جو ڏڏجي وڃڻ اها ئي ڪيفيت بطور معني جي ثابت ٿئي ٿي، توڙي ڪٿي اهو لفظ قرآن حڪيم ۾ پنج ڀيرا تڪرار سان استعمال ٿيو آهي ۽ اهو ساڳي قرآني عربي مبين واري ٻولي جو لفظ خود ٻين ٻولين ۾ به ساڳئي اچار ۽ معني سان مشهور آهي ته ڪنهن شئي جو لُڏي وڃڻ، غور ڪيو ته هڪ ئي ساڳي شئي کي جڏهن لوڏا ايندا آهن ته ان لاءِ عربي ٻوليءَ ۾ ٺاهيل لفظ به اهڙي ئي طريقي وارو جوڙيل آهي توجه فرمائيندا. زل، زل، زل، زل، يعني زلزلي واري ڪيفيت جي عڪاسي ان لاءِ جوڙيل نالي جي اچار ۽ چوٽي ۾ به موجود آهي قرآن حڪيم هن آيت ۾ انسان مٿان ايندڙن ڏکن ۽ مصيبتن جي اثر جو تعارف به زلزلي جي جهٽڪن سان تشبيهه ڏيندي سمجهايو آهي، ان لفظ لاءِ قرآن حڪيم جا استعمال ان جي معنوي ڪيفيت ۽ تصور کي زمين ۽ ماڻهن ۾ يا دنيا جهان جي سين شين لاءِ هڪ جهڙي نموني استعمال ڪيو آهي.

## هن آيت ڪريمه منجهان ملندڙ تعليم ۽ قانون

اصل ڳالهه هيءَ آهي ته رب پاڪ انسانن کي ارتقاء ذريعي جن ترقين وارين منزلن تي پهچائڻ گهري ٿو ۽ انهن جي صحيح ڄاڻ ڄاڻي ٻجهي اسان کي نه ڏني اٿس هن ڪري ته اهي منزلون موجوده عقلي ليول جي حساب سان اسان سمجهي به نه سگهنداسين سو اڳتي هلي انهن منزلن کي ماڻڻ وارو انسان صرف اهو ئي سگهي ٿو جيڪو قرآني معيشيت جي ڪلاس ليس سانچي واري معاشرت ۽ اخلاقيات منجهان جڙيو هوندو. قرآني معيشت ته هر مطالعه وارو ماڻهو ڄاڻي ٿو ته ان ۾ ذاتي ملڪيت جو مڪمل انڪار آهي (2-219) يعني قرآني معيشيت جي معاشري وارو ماڻهو هڪ قسم جو ايڏو ته قرباني ۽ ايثار وارو اجتماعي سوچ رکندڙ ذهن هوندو جو ان کي هر وقت ٻئي جو الڪو هوندو ته ان کي ڪا تڪليف ته ڪانه پهتي، اهو ٻيو ته ڪنهن محروميءَ جو شڪار ته ڪونه بنيو؟ جڏهن معاشري جا سڀ انسان انهيءَ جذبي انهيءَ همدرديءَ ۽ سوچ وارا ٿي ويندا ته پوءِ دنيا جا ڦورو ۽ استحصالي ماڻهو اوهان سان ضرور وڙهندا، اوهان کي تڪليفون پهچائيندا، اوهان کي به انهن سان مقابلا ڪرڻا پوندا ان ڪان پوءِ تخليق انسان جو اصل ڪارڻ ۽ ترقيءَ جو اصل سفر شروع ٿيندو جنهن کي قرآن پاڪ جنتي انسان جي زبانيءَ سان اسان کي ٻڌايو آهي ته اتي جنت ۾ انسان جو پنهنجي رب ڪان هر وقت مطالبو هي رهندو ته لَا يُخْزِي اللّهُ النَّبِيَّ وَالَّذِينَ آمَنُوا مَعَهُ نُورُهُمْ يَسْعَى بَيْنَ أَيْدِيهِمْ وَبِأَيْمَانِهِمْ يَقُولُونَ رَبَّنَا أَتْمِمْ لَنَا نُورَنَا وَاغْفِرْ لَنَا إِنَّكَ عَلَى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيرٌ(8-66) يعني اي رب اسانجا اسانجي نورانيت کي، اسانجي ذهني روشنيءَ کي تون مڪمل ڪر، ڪامل ڪر، يعني هن دنيا جي جهان ۾ رب پاڪ پنهنجي نبين جي معرفت جيڪو منشور علم وحي ذريعي موڪليو ته ان جي روشنيءَ ۾ هتي اوهان پهريائين ثابت ڪري ڏيکاريو ته اوهان ۾ هڪ ٻئي لاءِ ڪيتري همدردي آهي ۽ اوهان. وَيُؤْثِرُونَ عَلَى أَنفُسِهِمْ وَلَوْ كَانَ بِهِمْ خَصَاصَةٌ وَمَن يُوقَ شُحَّ نَفْسِهِ فَأُوْلَئِكَ هُمُ الْمُفْلِحُونَ(9-59) پاڻ کي ڪس لائي به ٻئي جي مفاد کي ترجيح ڏيو ٿا يا نه ٿا ڏيو. سو هتي انسان جي تاريخ ٻڌايو ته وَالْعَصْرِ. إِنَّ الْإِنسَانَ لَفِي خُسْرٍ(2-1-103) زماني جي سفر هي ثابت ڪيو ته انسان خساري ۾ آهي انڪري هت هن آيت (2-214) ۾ رب پاڪ فرمايو ته اهي خساري واري ذهنيت وارا ماڻهو دنيا ۾ مون الله جي موڪليل منشور کي دنيا جي اندر عام ماڻهن جو استحصال ڪري منهنجي سمجهايل نظام کي رائج ٿيڻ نٿا ڏين ۽ ناڪام بنائڻ گهرن ٿا سو اهڙن انسان دشمن ماڻهن جي منصوبن ۽ سازشن خلاف اوهان کي انهن سان مقابلا ڪرڻا پوندا. انهن سان لڙڻ مهل آئون الله توهان سان گڏ هوندس توهان جو ساٿ ڏيندس، سو آخرت ۾ اوهان جي حصي واري جنت به هت دنيا جي اندر دنيا کي بهشت بنائڻ جي صلاحيت تي موقوف آهي، هڪ ٻيرو اوهان انسانن پنهنجي شروع پيدائش مهل اوهان کي مليل جنت کي ذخيره اندوزي، استحصال ۽ ڦرلٽ ذريعي پاڻ وڃايو، انڪان پوءِ مون اوهان لاءِ تعليم جو بندوبست ڪيو ۽ پنهنجي نبين ذريعي سمجهايو ته هن عارضي دنيا ۾ عارضي

حياتي جي امتحان ۾ دائمي ۽ ابدي حياتي جي اهليت ثابت ڪرڻ لاءِ پنهنجي انساني برادري جا هڏوڏوڪي ۽ خير خواه ٿي ڏيکاريو، جاگيرداري ۽ استحصال واري عمل کان هٿ ڪڻو پوءِ آئون اوهان کي ان امتحان ۾ خود اوهان جي شاهديءَ سان پاس قرار ڏيئي پوءِ دائمي ۽ ابدي جنت ۾ رهڻ جي خلود جو سرٽيفڪيٽ ڏيندس.

يَسْأَلُونَكَ مَاذَا يُنفِقُونَ قُلْ مَا أَنفَقْتُم مِّنْ خَيْرٍ فَلِلْوَالِدَيْنِ وَالأَقْرَبِينَ وَالْيَتَامَى وَالْمَسَاكِينِ وَابْنِ السَّبِيلِ وَمَا تَفْعَلُواْ مِنْ خَيْرٍ فَإِنَّ اللّهَ بِهِ عَلِيمٌ (215) كُتِبَ عَلَيْكُمُ الْقِتَالُ وَهُوَ كُرْهٌ لَّكُمْ وَعَسَى أَن تَكْرَهُواْ شَيْئًا وَهُوَ خَيْرٌ لَّكُمْ وَعَسَى أَن تُحِبُّواْ شَيْئًا وَهُوَ شَرٌّ لَّكُمْ وَاللّهُ يَعْلَمُ وَأَنتُمْ لاَ تَعْلَمُونَ (216) يَسْأَلُونَكَ عَنِ الشَّهْرِ الْحَرَامِ قِتَالٍ فِيهِ قُلْ قِتَالٌ فِيهِ كَبِيرٌ وَصَدٌّ عَن سَبِيلِ اللّهِ وَكُفْرٌ بِهِ وَالْمَسْجِدِ الْحَرَامِ وَإِخْرَاجُ أَهْلِهِ مِنْهُ أَكْبَرُ عِندَ اللّهِ وَالْفِتْنَةُ أَكْبَرُ مِنَ الْقَتْلِ وَلاَ يَزَالُونَ يُقَاتِلُونَكُمْ حَتَّىَ يَرُدُّوكُمْ عَن دِينِكُمْ إِنِ اسْتَطَاعُواْ وَمَن يَرْتَدِدْ مِنكُمْ عَن دِينِهِ فَيَمُتْ وَهُوَ كَافِرٌ فَأُوْلَـئِكَ حَبِطَتْ أَعْمَالُهُمْ فِي الدُّنْيَا وَالآخِرَةِ وَأُوْلَـئِكَ أَصْحَابُ النَّارِ هُمْ فِيهَا خَالِدُونَ (217) إِنَّ الَّذِينَ آمَنُواْ وَالَّذِينَ هَاجَرُواْ وَجَاهَدُواْ فِي سَبِيلِ اللّهِ أُوْلَـئِكَ يَرْجُونَ رَحْمَتَ اللّهِ وَاللّهُ غَفُورٌ رَّحِيمٌ (218) يَسْأَلُونَكَ عَنِ الْخَمْرِ وَالْمَيْسِرِ قُلْ فِيهِمَا إِثْمٌ كَبِيرٌ وَمَنَافِعُ لِلنَّاسِ وَإِثْمُهُمَآ أَكْبَرُ مِن نَّفْعِهِمَا وَيَسْأَلُونَكَ مَاذَا يُنفِقُونَ قُلِ الْعَفْوَ كَذَلِكَ يُبيِّنُ اللّهُ لَكُمُ الآيَاتِ لَعَلَّكُمْ تَتَفَكَّرُونَ (219) فِي الدُّنْيَا وَالآخِرَةِ وَيَسْأَلُونَكَ عَنِ الْيَتَامَى قُلْ إِصْلاَحٌ لَّهُمْ خَيْرٌ وَإِنْ تُخَالِطُوهُمْ فَإِخْوَانُكُمْ وَاللّهُ يَعْلَمُ الْمُفْسِدَ مِنَ الْمُصْلِحِ وَلَوْ شَاء اللّهُ لأعْنَتَكُمْ إِنَّ اللّهَ عَزِيزٌ حَكِيمٌ (220)

ترجمو: توکان سوال کن ٿا تہ کهڙي شئي خرچ کن (جواب ۾) تون چؤ تہ جيکي بہ خرچ کيو (مال منجهان) پوءِ اهو پيءُ ماءُ لاءِ، ويجهن لاءِ بي سهارن لاءِ، مسکينن لاءِ، مسافرن لاءِ

۽ جيڪو بہ پلائيءَ جو ڪوئي ڪم ڪندؤ تہ الله ان کي ڄاڻي ٿو(215) توهان مٿان جنگ ڪرڻ لازم ڪئي وئي آهي، لڳي تہ (اها) اوهان کي اڻوڻندڙ ٿي پر عين ممڪن آهي تہ ناپسند ڪيو اوهان ڪنهن شئي کي ۽ (حقيقت ۾) اها ڀلي هجي توهان لاءِ ۽ هي بہ ٿي سگهي ٿو تہ پسند ڪندا هجو توهان ڪنهن شئي کي ۽ (اصل ۾ اها) بري هجي اوهان لاءِ، الله ڄاڻي ٿو ۽ توهان نٿا ڄاڻو، (216) سوال ڪن ٿا توکان حرام ڪيل مهيني ۾ جنگ ڪرڻ جي حوالي سان، تون چؤ تہ جنگ ڪرڻ ان (مهيني) ۾ وڏو (ڏوهہ) آهي ۽ (اهو) الله جي راهہ کان روڪڻ آهي، ۽ اهو الله سان ڪفر ڪرڻ آهي، ۽ مسجد حرام (طرف اچڻ کان ماڻهن کي روڪڻ) ۽ مسجد حرام منجهان ماڻهن کي ڪيڻ اهو اجان وڏو ڏوهہ آهي الله وٽ ۽ فتنو ڦهلائڻ (اجا بہ) گهڻو وڏو ڏوهہ آهي قتل ڪرڻ کان ۽ اهي هميشہ لڙندا پيا توهان سان جيتري تائين موٽائن توهان کي دين توهان جي کان جيڪڏهن انهيءَ لاءِ سگهہ رکندڙ هجن ۽ جيڪو بہ شخص موٽندو توهان منجهان پنهنجي دين کان پوءِ مري وڃي (ان حالت ڪفر ۾) تہ اهو ڪافر ٿيو، پوءِ اهڙن جا عمل چٽ ٿيا دنيا ۽ آخرت ۾ ۽ اهي دوزخي ٿيا اهي ان ۾ هميشہ رهندڙ هوندا. جن ماڻهن ايمان آندو ۽ هجرت ڪئي ۽ الله جي راهہ ۾ جهاد ڪيو اهي اميد رکن الله جي رحمت ۾ ۽ الله حفاظت ڪندڙ ۽ مهربان آهي(218) سوال ڪن ٿا توکان شراب ۽ جوا بابت، تون چؤ تہ ان ۾ ڏوهہ وڏو آهي ۽ ماڻهن لاءِ ان ۾ (مالي) (عارضي طور) فائدا بہ آهن ۽ توکان سوال ڪن ٿا تہ ڇا خرچ ڪن تون چؤ تہ (ضرورت کان) واڌو (سڀ شئي) اهڙي نموني الله کولي بيان ڪري ٿو توهان لاءِ آيتون تا تہ سوچيو توهان(219) دنيا ۽ آخرت ۾ ۽ سوال ڪن ٿا توکان يي واهن جي باري ۾ تون چؤ تہ سڌارو آڻڻ انهن لاءِ ڀلو آهي ۽ جيڪڏهن انهن سان گڏجي رهندو تہ اهي توهان جا ڀائر آهن ۽ ڄاڻي ٿو فساديءَ کي سڌارڪ جي (پيٽ ۾) جيڪڏهن الله گهري ها تہ توهان کي مشڪلاتن ۾ وجهي ها، بلاشڪ الله غالب ۽ حڪمت وارو آهي (220).

## جدا جدا لفظن جي معني

### حبطت:

هي لفظ قرآن حڪيم ۾ ڪل سورنهن ڀيرا استعمال ٿيو آهي ۽ سيئي ڀيرا انسان جي عملن جي زيان ٿي وڃڻ رائگان ٿي وڃڻ ضائع ٿي وڃڻ جي حوالي سان استعمال ٿيو آهي هونئن تہ خود هن آيت (2-217) واري استعمال ۾ ئي انهي معني جي وڏي ٻڌرائي موجود آهي انهي هوندي بہ آئون مثال لاءِ تصريف آيات واري ڏس جي روشنيءَ ۾ ڪنهي ٻيءَ آيت جو مثال عرض ڪيان ٿو، أُولَئِكَ الَّذِينَ كَفَرُوا بِآيَاتِ رَبِّهِمْ وَلِقَائِهِ فَحَبِطَتْ أَعْمَالُهُمْ فَلَا نُقِيمُ لَهُمْ يَوْمَ الْقِيَامَةِ وَزْنًا(105-18) يعني اهي ماڻهو اهي تہ آهن جن ڪفر ڪيو پنهنجي پالڻهار جي آيتن سان ۽ ان جي اڳيان پيش ٿيڻ کان پوءِ ضائع ٿيا عمل انهن جا (اهڙو جو) قيامت جي ڏهاڙي انهن جي تورلاءِ ترازو بيهارڻ جي بہ ضرورت ڪانہ پوندي. محترم پڙهندڙؤ قرآن حڪيم جو پنهنجي

الفاظن جي استعمال جو ايڏو ته عجيب انداز آهي جنهن منجهان انجا جملا لفظ پاڻيهي پيا ٻڌائين ته انهن جي معني ڪهڙي ٿي سگهي ٿي.

**خمر:**

لفظ خمر، خمار، جي معني آهي ڍڪڻ ۽ لڪائڻ، شراب کي عربي ٻولي ۾ خمر انڪري ڪونيو ويو آهي جو انجي ڪري عقل تي پردو چڙهي وڃي ٿو ۽ عقل ڍڪجي وڃي ٿو. حرف 'خا' جي زير سان خمار جي معني آهي پوتي ۽ چادر، ان جو جمع خُمُرُ ٿئي ٿو ۽ چادر جسم کي ڍڪڻ ۽ لباس کي ويڙهي لڪائڻ جو ڪم ڏئي ٿي. انهيءَ معني ۽ استعمال جو ثبوت قرآن حڪيم منجهان جيئن وَلْيَضْرِبْنَ بِخُمُرِهِنَّ عَلَى جُيُوبِهِنَّ (31-24) يعني ضروري آهي عورتن لاءِ ته ويڙهين چادرون پنهنجيون مٿي ڇاتين پنهنجي.

**الميسر:-**

ميسر جو صيغو يسر منجهان جڙيل آهي جنهن جي معني آهي آساني ۽ سهولت يعني بنا ڪنهن محنت جي پورهيي جي حاصل ٿيل شئي. هي لفظ ميسور قرآن حڪيم ۾ نرم ۽ آسان ڳالهه ڪرڻ جي معني ۾ استعمال ٿيو آهي جيئن وَإِمَّا تُعْرِضَنَّ عَنْهُمُ ابْتِغَاء رَحْمَةٍ مِّن رَّبِّكَ تَرْجُوهَا فَقُل لَّهُمْ قَوْلاً مَّيْسُورًا(28-17) يعني تون انهن کي ڪو سولو ۽ نرم گفتو چئي ڇڏ. لفظ يسر جي معني آسان ۽ سولو جو قرآن حڪيم منجهان ٻيو مثال جيئن فَإِنَّمَا يَسَّرْنَاهُ بِلِسَانِكَ لَعَلَّهُمْ يَتَذَكَّرُونَ(58-44) يعني اي رسول اسان قرآن کي تنهنجي ٻوليءَ ۾ آسان ڪيو آهي هي لفظ قرآن حڪيم ۾ مختلف شڪلن ۽ صورتن ۾ بلڪل هن ساڳي معني سان چاليهه پيرن کان وڌيڪ تعداد ۾ استعمال ٿيو آهي.

**لاعنتكم:**

هتي هن لفظ جو اصل آهي "عنت" هن جي معني آهي مصيبت تڪليف ۽ تڪليف ۾ وجهندڙ ڪوئي ڪم. هن لفظ جو استعمال مختلف ماقبل ۽ مابعد وارين عبارتن ۾ قرآن حڪيم اندر ڪل پنج پيرا استعمال ٿيو آهي جن ۾ ڪلام ۽ گفتگو جي روانيءَ منجهان مٿي عرض ڪيل معنائون ئي نڪرن ٿيون آئون هت صرف هڪڙو مثال عرض ڪيان ٿو، فرمان آهي ته يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُواْ لاَ تَتَّخِذُواْ بِطَانَةً مِّن دُونِكُمْ لاَ يَأْلُونَكُمْ خَبَالاً وَدُّواْ مَا عَنِتُّمْ قَدْ بَدَتِ الْبَغْضَاء مِنْ أَفْوَاهِهِمْ وَمَا تُخْفِي صُدُورُهُمْ أَكْبَرُ قَدْ بَيَّنَّا لَكُمُ الآيَاتِ إِن كُنتُمْ تَعْقِلُونَ(118-3) يعني هن آيت ڪريمه ۾ رب پاڪ امت مسلمه ۽ جماعت اصحاب رسول کي منافقن جي سازشن ۽ اندروني نفرتن کان آگاهه ڪرڻ لاءِ فرمائي ٿو ته پنهنجي پارٽي ۽ جماعت وارن ڪانسواءِ دلي دوستي ۽ اندروني رازن ڏسڻ وارا تعلقات هڪ ٻئي ڪانسواءِ ٻين سان، غيرن سان، نه جوڙيو جيڪي اوهان کي برباد ڪرڻ ۾ ڪابه ڪسر نٿا ڇڏين ودوا ماعنتم اهي هر انهيءَ شيءِ کي پسند ڪن ٿا جيڪا اوهان کي ڏچي ۽ ڏولاوي ۾ وجهي، هنن جي واتن منجهان اوهان خلاف بغض جون ڳالهيون ته ظاهر ۽

معلوم ٿي چڪيون آهن پر اجا جيڪي انهن جي اندر ۾ توهان خلاف نفرت آهي اها ته اجا به وڌيڪ آهي. هتي عبارت تي غور ڪبو ته لفظ عنت جي معني پاڻيهي پاڻ صاف ٿي ثابت ٿي وجي ٿي. جنهن سان قرآن حڪيم جو اهو انداز جنهن سان هو پنهنجو تفسير پاڻ ڪري ٿو. پڌرو ٿي وڃي ٿو.

## هن آيت ڪريمه منجهان ملندڙ تعليم

متي صوم ۽ حج جي حوالن سان جيڪي به احڪام ۽ مسئلا بيان ٿي چڪا آهن، اهي امت مسلمه جي داخلي انتظام ۽ عدل ۽ انصاف واري تعليم ۽ تربيت سان تعلق رکن پيا، هي ڳالهه طئه آهي ته جڏهن به ڪا پارٽي ۽ قوم انسانن جي بقاء لاءِ انهن کي فڪري، معاشي ۽ سياسي طور مضبوط بنائيندي آهي ته دنيا جون ڦورو طاقتون، سامراجي طاقتون، انهن کي ناڪام بنائڻ لاءِ هر قسم جا حيلا هلائيندڙيون آهن جنهن جو لازمي اثر هي ظاهر ٿيندو ته انقلابي تنظيم وارن کي پنهنجي پارٽي ۽ پروگرام جي تحفظ جو به اونو ٿيندو، انڪري هتي هنن ايندڙ آيتن ۾ آئيندي جي خطرن جي پيش نظر انقلاب جي ورڪرن ڏڙا ڏڙ اهڙا سوال ڪرڻ شروع ڪري ڏنا آهن جنهن سان هو پنهنجي داخلي ۽ خارجي دشمنن کي سمجهڻ ۽ انهن سان مهاڏو اٽڪائڻ ۾ سوپارا ٿي سگهن. ته ان راهه ۾ پهرين سوچ هيءَ ٿي ظاهر ٿئي ته اسان پنهنجي داخلي ۽ مالي ونڊ ورڇ جي سٽابندي ڪيئن ڪيون ته ساٿين جي انهيءَ سوال جو جواب قرآن حڪيم آيت ڪريمه 215 ۾ سمجهايو ته اهڙو مالي استحڪام پهريائين پنهنجي گهر کان شروع ڪيو پوءِ ويجهن ۽ اوڙي پاڙي وارن کي خوشحال بنايو ايتري تائين جو اوهان جي معاشري جو جيڪو به بي يار بي مددگار هجي ته انهن جي لسٽ ٺاهيو انهن جي به سنڀال لهو، پر اهي ماڻهو جيڪي اصل ۾ ته باقائدي ماني مڇي وارا هئا پر نامناسب حالتن ڪري جيڪڏهن پوئتي پئجي ۽ بيهي ويا هجن ته انهن کي به هٿ هٿ ۾ ڏئي پاڻ سان شامل ڪيو ۽ اجا جيڪي پنهنجي گهر تر ۾ ته خوش آهن پر تنظيمي ۽ رياستي ڪمن ڪارن لاءِ سفر ۾ هو پوري نه ٿا پئجي سگهن ته اهڙن انقلابي ۽ سرڪاري ڪارڪنن کي فڪري مهمن ۽ نظرياتي ۽ انتظامي تعليم جي ڦهلاءَ لاءِ زاد راهه ٽي-اي-ڊي-اي ڏيڻ جو باقائدي فنڊ قائم ڪيو ۽ ان راهه ۾ جيڪي به پلائي جا منصوبا عمل ۾ آڻيندو ته الله جو پروگرام اوهان جي ڪاميابي لاءِ انهن ڳالهين کي پنهنجي رڪارڊ ۾ رکندو،(215)

هاڻي جڏهن اوهان جو معاشرو، اوهان جي رياست مالي طور مستحڪم ٿي آهي ته اوهان پنهنجي خارجي دشمنن سان به مقابلو ڪيو ان لاءِ اوهان جي مٿان جنگ ڪرڻ فرض ۽ واجب قرار ڏني ٿي وڃي پوءِ ڪٿي اوهان کي وڻي يا نه وڻي انقلاب جي بقا لاءِ وڙهڻو پوندو (216) سپاهه وارن سوال پڇيو ته سائين! جن مهينن ۾ جنگ حڪومت طرفان بند ڪئي وئي هجي ته ان لاءِ ڇا حڪم آهي، جواب مليو ته برابر وڏو ڏوهه آهي نه صرف جنگ بندي وارا مهينا پر ڇا دشمنن جا هي ڏوهه ڪو گهٽ آهن جو هو عوام جي پلي لاءِ انقلاب جي راهن کان

روڪن ٿا اهو به ته ڏوهه آهي ۽ انقلاب جي منشور جو انڪار ڪرڻ اهو به ته ڪفر آهي خود مسجد حرام جنهن کي اسان پناهه گاهه ۽ امن ڏيڻ جو هنڌ قرار ڏنو سون (2-125) ان جي تعظيم به ته واجب آهي صرف ايترو ته ڇا پر اتاهون پناهه ورتل ماڻهن کي تڙي ڪڍڻ ۽ فتنا مچائڻ اهي انقلاب دشمنن جا ڪم جنگ ۾ قتل ڪرڻ کان به وڏا ڏوهه آهن، سو اصل ۾ دشمنن جي طرفان اوهان سان لڙڻ جو پسمنظر هي آهي ته هو اوهان کي اوهان جي انقلابي نظرين کان پنهنجي طاقت سان هٽائڻ ۽ دست بردار ڪرڻ چاهين ٿا. سو هر ماڻهو هي اعلان به ٻڌي ڇڏي ته جيڪو به پنهنجي نظريي ۽ پروگرام کان هٽ ڪٽي ويو ۽ هو انهيءَ حالت ۾ مري ويو ته اهو الله جي لسٽ ۾ انقلاب دشمن ڪافر آهي، ان جا چار ڏينهن ايمان آڻڻ جي عرصي وارا عمل به چٽ دنيا توڙي آخرت ۾ ۽ الله جي ليکي ۾ اهي ماڻهو دائمي طور دوزخ جي حوالي هوندا. (217) پر جيڪي ماڻهو ايمان آڻي ۽ پارٽي جا ممبر به ٿيا ۽ اهڙا مضبوط رهيا جو انقلاب خاطر پنهنجا اجها ۽ وطن به ڇڏيائون (218) الله جي حڪم سان ماڻهن جي ڀلي لاءِ لڙيا به ته اهي الله جي مهربانين جا صحيح حقدار آهن، اڳتي آيت نمبر 219 ۽ 220 بابت آئون پڙهندڙن جي خدمت ۾ پنهنجو پراڻو عرض دهرائيندو هلان ته امامي علوم وارن قرآن دشمنن هت به هڪڙي آيت کي ٻه آيتون بنائي ڇڏيو آهي، اوهان غور فرمائيندا ته اي نبي! مون رب کان تنهنجي معرفت هتي تنهنجي ساٿين انقلاب کي نقصان پهچائيندڙ شراب ۽ سودي وياجي نظام معيشت جي باري ۾ سوال ڪيو آهي ۽ ملڪي ليول تي آمدنين ۽ انهن جي خرچ ڪرڻ جي باري ۾ سوال ڪيو آهي ۽ معاشري جي بي سهارا ماڻهن جي سارسنڀار متعلق سوال ڪيو آهي ته جنهن مهل پهريين سوال شراب ۽ وياج جي جواب کان پوءِ ملڪي ليول تي نظام معيشت جي سوال جي جواب ۾ رب پاڪ فرمايو ته ذاتي ضرورتن کان وڌيڪ مال نه رکو ۽ بچت مال نظام هلائيندڙن کي ڏيئي ڇڏيو اهي انکي حاجتمندن ۾ خرچ ڪن، انهيءَ جواب جي عبارت ۾ رب پاڪ فرمايو ته ڏسو ته الله توهان لاءِ ڪيئن ته ٿو آيتن کي کولي بيان فرمائي جنهن ۾ غور ڪرڻ ۽ عمل ڪرڻ سان اوهان جي دنيا ۽ آخرت (معني ته) حال ۽ مستقبل ڀلو ٿئي ته قرآن دشمنن الله جي ٻڌايل معاشي فارمولي جي افاديت ۽ ڪاميابي وارو واڌو جملو (حال ۽ مستقبل) ڪاٽي نمبر جي لحاظ سان اتاهون کان آيت ئي نئين وڌائي ڇڏيائون هنن جي ان حيلي مان لڳي ٿو ته هو سڄي آيت گم ڪن ها پر الله جي طرفان متن قران مٿان پهري سبب ائين نه ڪري سگهيا، رڳو قرآن جي معاشي فارمولي جي افاديت واري جملي کي نمبر جي لحاظ سان نئين آيت بنائي انجو حصو بنائي ڇڏيائون، پر غور سان پڙهڻ وارن کان اها شرارت ڳجهي نٿي رهي سگهي، ڇو ته هنن جيڪو اهو جملو في الدنيا والآخرة معاشي فارمولي واري عبارت کان ڪاٽي جدا ڪيو آهي ان جملي جو نئين بنايل آيت جي اڳلي جملي يسئلونک عن اليتامیٰ سان ڪوئي جوڙ نٿو لڳي، هاڻ اهڙي ماجرا تي ڇا چئون جو پوري امت وارن جي ذهنن ۾

قرآن جي باري ۾ امت جي مولوين پاڻ ڪي اهل حديث ۽ اهل سنت سڏائيندڙ فرقي وارن ۽ رائيونڊي تبليغي جماعت وارن ماڻهن جي ذهنن ۾ هي گند ويهاري ڇڏيو آهي ته قرآن سڏي طرح سمجهه ۾ اچڻ وارو ڪتاب ناهي، سو هنن وارن امامن جي رولو روايتن ۽ فقهن ڪي پڙهو انهن جي امامن کان سواءِ ٻيو ڪوئي قران ڪي سمجهي نه سگهيو آهي، جڏهن ته جاچ ڪري ڏسو ته سيني امامي فرقن وارن جي ڪنهن به امام پنهنجي روايتن ۽ فقهن ڪي قرآني آيت لکي پوءِ انجي تفسير ۽ تشريح طور ڪوئي مسئلو ڪونه لکيو آهي يعني هڙيئي امام قرآن جا دشمن آهن جيڪڏهن منهنجي اها دعويٰ غلط آهي ته ڪوئي به شخص انهن امامن منجهان ڪنهن به هڪ امام جو ڪوئي قرآن جو لکيل تفسير پيش ڪري ڏيکاري.

بهرحال هتي هنن ٻن آيتن 219 ۽ 220 جيڪي حقيقت ۾ هڪ آيت آهي انهن ۾ رب پاڪ شراب ۽ وياجي نظام معيشت کي نقصانڪار قرار ڏيئي حرام قرار ڪيو آهي، ۽ ضرورت کان وڌيڪ ملڪيت رکڻ کان منع فرمائي آهي ۽ معاشري جي ٻيواهن ماڻهن جي سارسنڀار لهي انهن جي تربيت ڪري انهن کي معاشري جو شريڪ حصيدار بنائڻ جو حڪم ڏنو آهي، هي سڀ حڪومتي انتظامن ذريعي سرانجام ڏيڻا آهن.(219 ۽ 220)

نوٽ:- لڙائي جي ڳالهين کانپوءِ انفرادي ۽ اجتماعي اخلاقيات معاشيات اصلاح معاشره جي ڳالهيون ۽ لڙاين ۾ مردن جي کوس کان پوءِ عورتن جي بيوه ٿيڻ ۽ انهن کي وري معاشري جي ازدواجي زندگي ۾ فٽ ڪرڻ جا مسئلا بيان ڪجن ٿا (نوٽ جي عبارت ختم)

وَلاَ تَنكِحُواْ الْمُشْرِكَاتِ حَتَّى يُؤْمِنَّ وَلأَمَةٌ مُّؤْمِنَةٌ خَيْرٌ مِّن مُّشْرِكَةٍ وَلَوْ أَعْجَبَتْكُمْ وَلاَ تُنكِحُواْ الْمُشِرِكِينَ حَتَّى يُؤْمِنُواْ وَلَعَبْدٌ مُّؤْمِنٌ خَيْرٌ مِّن مُّشْرِكٍ وَلَوْ أَعْجَبَكُمْ أُوْلَـئِكَ يَدْعُونَ إِلَى النَّارِ وَاللّهُ يَدْعُوَ إِلَى الْجَنَّةِ وَالْمَغْفِرَةِ بِإِذْنِهِ وَيُبَيِّنُ آيَاتِهِ لِلنَّاسِ لَعَلَّهُمْ يَتَذَكَّرُونَ(221)

**ترجمو:**

۽ نڪاح نه ڪيو مشرڪ عورتن سان ايتري تائين جو هو ايمان آڻين (الله جي هيڪڙائيءَ تي) ٻانهي مؤمنياڻي اها ڀلي آهي مشرڪياڻي عورت کان توڙي ڪٽي (اها مشرڪياڻي اوهانکي) وڻندي ڇو نه هجي ۽ نڪاح ۾ نه ڏيو (عورتون) مشرڪن کي ايتري تائين جو الله (جي وحدانيت) تي ايمان آڻين ۽ ٻانهو مؤمن ڀلو آهي مشرڪ ٻانهي کان توڙي ڪٽي اهو اوهانکي وڻندو هجي، اهي (مشرڪ) باهه جي طرف سڏين ٿا ۽ الله سڏي ٿو جنت طرف ۽ حفاظت جي طرف پنهنجي قانون سان ۽ کولي ٿو پنهنجيون آيتون تا ته اهي سمجهي وڃن(221).

## جدا لفظن جي معني

### نڪاح:

لفظ نڪاح جي معني آهي ملائڻ ۽ گڏ ڪرڻ، هي لفظ قرآن حڪيم ۾ لفظ طلاق جي مقابلي ۾ به پيرا استعمال ڪيو ويو آهي پوءِ جڏهن طلاق جي معني جدا ڪرڻ ۽ رسو ڪولي ڇڏڻ آهي ته هنن ٻن لفظن جي تقابل منجهان مقابل لفظ نڪاح جي معني به جڻ ته قرآن حڪيم پاڻ سمجهائي ڏني (49-33) (230-2) ۽ هن لفظ نڪاح جا ڪل استعمال قرآن حڪيم ۾ 23 پيرا ٿيا آهن جن منجهان نڪاح جي باقائدي عمر جو به تعين ٿئي ٿو جنهن ۾ ذهني بلوغت ۽ جسماني بلوغت ٻنهن جي وضاحت اچي وڃي ٿي (6-4) (152-6) (34-17) ۽ نڪاح لاءِ رضامندي جو شرط هجڻ به ثابت ٿئي ٿو، (232-2) ۽ نڪاح ڪي قرآن حڪيم عقد يعني ايگريمنٽ ۽ معاهدو به ڪوٺيو آهي (235-2) (21-4) ۽ هي قانون به طئہ آهي ته ڪابه ايگريمنٽ ۽ معاهدو ڌرين جي رضا ۽ ٻن شاهدن ڪانسواءِ نہ ٿيندو آهي، (282-2) (2-65).

### هن آيت ڪريمہ منجهان ثابت ٿيندڙ مسئلا

هن آيت ڪريمہ ۾مؤمن مرد جي شادي ۽ نڪاح مشرڪ عورتن سان ڪرڻ تي بندش جو قانون ٻڌايو ويو آهي اهڙي طرح مشرڪ عورتن جي شادي ۽ نڪاح مؤمن مردن سان ڪرڻ ڪي ناجائز قرار ڏنو ويو آهي، جيتري تائين اهي مرد ۽ عورت ايمان نہ آڻين، ۽ وڌيڪ هي به سمجهايو ويو آهي ته ايمان واري ڪواليٽي ڪان سواءِ ٻي ڪابہ ڳالهہ مثال طور ڪنهنجو شڪل شباهت ۾ وڌندڙ هجڻ يا مال دولت وغيره ۾ امير هجڻ اهي سڀ ڳالهيون قبوليت لاءِ ايمان جي مقابلي ۾ ڪجهہ بہ ناهن، قرآن حڪيم جي هن ڏس سان جيڪو اهڙن جوڙن منجهان نسل وڌندو اهو بہ خالص ايمان وارو ۽ نظرياتي هوندو جنهن جي دماغ ۾ نسل پرستي ۽ شخصيت پرستي جا ڪي بہ جيوڙا ڪونہ هوندا قرآن حڪيم ايمان ۽ شرڪ جا اثر بہ ٻڌايا تہ مشرڪ ماڻهو باهہ ڏي سڏيندا ۽ الله جو سڏ جنت ۽ مغفرت جي طرف آهي. غور ڪيو وڃي تہ شادين ۽ گهريلو زندگي بابت جيڪو قومي حياتين جو بنياد آهي ان معاملي ۾ بہ ڪيئن تہ قرآن حڪيم پنهنجيون آيتون اوهان ڪي کولي کولي سمجهائي ٿو.

وَيَسْأَلُونَكَ عَنِ الْمَحِيضِ قُلْ هُوَ أَذًى فَاعْتَزِلُواْ النِّسَاء فِي الْمَحِيضِ وَلاَ تَقْرَبُوهُنَّ حَتَّىَ يَطْهُرْنَ فَإِذَا تَطَهَّرْنَ فَأْتُوهُنَّ مِنْ حَيْثُ أَمَرَكُمُ اللّهُ إِنَّ اللّهَ يُحِبُّ التَّوَّابِينَ وَيُحِبُّ الْمُتَطَهِّرِينَ (222) نِسَآؤُكُمْ حَرْثٌ لَّكُمْ فَأْتُواْ حَرْثَكُمْ أَنَّى شِئْتُمْ وَقَدِّمُواْ لأَنفُسِكُمْ وَاتَّقُواْ اللّهَ وَاعْلَمُواْ أَنَّكُم مُّلاَقُوهُ وَبَشِّرِ الْمُؤْمِنِينَ (223)

ترجمو:

پڇن ٿا توکان حيض جي حالت ۾ گهر واريءَ سان همبستريءَ جي باري ۾، تون چئو ته اهو ايذاءُ ڏيڻ آهي انڪري جدا رهو عورتن کان حيض جي ڏهاڙن ۾ ۽ انهن سان ويجهڙائي نه ڪيو ايتري تائين جو پاڪ ٿين، پوءِ جڏهن پاڪ ٿي وڃن ته پوءِ اچو انهن ڏي جيئن حڪم ڪيو آهي اوهانکي الله، (2-223) تحقيق الله پسند ڪري ٿو (پنهنجي قانون طرف رجوع ڪرڻ وارن کي ۽ پاڪيزگي اختيار ڪرڻ وارن کي (222) اوهان جون زالون اوهان لاءِ پوک (مثل) آهن، پوءِ اچو پنهنجي پوک ڏي جنهن مهل به چاهيو، ۽ پنهنجي آئندي لاءِ به ڪو عمل ڪيو ۽ ڊڄو الله کان ۽ ڄاڻي ڇڏيو ته توهان سامهون اچڻ وارا آهيو الله جي ۽ خوشخبري ڏي تون مؤمنن کي (223).

## جدا لفظن جي معني

### محيض:

هي صيغو اسم ظرف مڪاني جو آهي ان جي معني آهي ماهواري اچڻ جو هنڌ ۽ ماڳ لفظ حيض جي معني قرآن حڪيم پاڻ ڏسي آهي ان جي ڄاڻ لاءِ جو به شخص قرآن حڪيم جون ٻه عدد آيتون هڪ (2-222) ٻي (4-65) اهي تصريف آيات طور ملائي پڙهي ڏسندو ته انهن ٻن آيتن ۾ لفظ حيض کي چار ڀيرا استعمال ڪري ان جي سموري سمجهاڻي ڏيئي ڇڏي آهي ۽ آيت نمبر (2-222) ۾ محيض لفظ جي مقابلي ۾ طهارت جو لفظ (يطهرن ۽ تطهرن جي صيغن سان) آڻي ان جو حڪم ۽ معني به ٻڌائي ڇڏيائين ته اهي رت اچڻ وارا ڏينهن پاڪائيءَ جا ناهن انڪري انهن ڏينهن ۾ زالن کان پري رهو.

## هنن آيتن منجهان ملندڙ تعليم

آيت نمبر 222 ۾ من حيث امرکم الله لاءِ پڙهندڙن کي تشويش رهي ٿي ته وطي في الدبر جيڪو اهل سنت جي ٽن امامن امام مالڪ، امام شافعي، امام محمد جائز به ڪيو آهي پوءِ ان جي بندش اهڙو حڪم الله کهڙي هنڌ ڏنو آهي سو الله جو اهڙو حڪم ڪو پري ڪونهي پر اڳ ۾ آئون پڙهندڙن جي خدمت ۾ ضروري عرض ڪندس ته جيئن زال مڙس جي تعلقات وارا مخصوص الفاظ قرآن حڪيم اهڙن ته ڪناين ۽ محاورن ۾ استعمال فرمايا آهن جو جيئن ڪوئي پيءُ پنهنجي ڌيءُ کي ڪوئي پٽ پنهنجي ماءُ کي ياءُ پنهنجي ڀيڻ کي به قرآن وارن لفظن ۾ اها تعليم ڏئي ته اهڙي وقت اهي لفظ شرمساريءَ جو سبب نه بنجن ته هتي آيت 222 ۾ جيڪو رب پاڪ حڪم ڏنو ته ماهواريءَ کانپوءِ پاڪائي مهل زال ڏي مڙس ان طريقي مطابق وڃي جنهن جو الله حڪم ڏنو آهي، سو اهو حڪم به الله پاڪ ان گهڙيءَ اڳلي آيت ۾ زالن کي پوک سان تمثيل ۽ تشبيه ڏيندي فرمايو ته نسائکم حرث لکم فاتوا حرثکم انى شئتم يعني اوهانجون زالون اوهان لاءِ پوک آهن پوءِ اچو پنهنجي پوک طرف جنهن وقت

گھرو. هاڻي هتي صاف ظاهر آهي تہ پوک ۾ ٻج وجھبو آهي تہ ان منجهان فصل ڦٽي تہ اهڙي طرح رب پاڪ سمجهايو تہ اوهان زالن ڏي وجو ٿا تہ اوهان کي اولاد ٿئي تہ اولاد لاءِ بہ جڻ ٻج وجهڻو آهي تہ عورت ۾ هڪ مقرر معلوم رستو آهي ٻج وجهڻ جو جتان هوءَ ٻج حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ پوک وانگر اولاد بطور فصل جي ڏيندي ۽ عين ممڪن آهي تہ هي بہ آيتون قرآني آيتن ۾ ڦينچيون وجهڻ وارن منافقن ڪاٽي جدا ڪيون هجن (15-91) چو تہ آيت (2-222) ۾ جيڪو الله ڏس ڏنو آهي تہ من حيث امركم الله اهو ڏس آهي جملي فاتوا حرثكم انى شئتم ۾ پوءِ ضروري ٿو معلوم ٿئي تہ الله جو ڏس ۽ حڪم ساڳي آيت ۾ هجڻ گھرجي سو لڳي ٿو تہ الله جي اهڙي ڏس واري جملي کي ڪاٽي ٻي آيت ۾ وڌو اٿن تہ جيئن پڙهندڙ پريشان ٿئي تہ الله اهڙو حڪم تہ ڏنوئي ڪونهي جنهن حديثن ناهڻ وارا پنهنجي ڪلچر مطابق وهنوار ڪري سگھن اهو هيئن تہ مونکي عبدالواحد آريسر پڌايو تہ ديوان حافظ جي شعرن ۾ هر هنڌ محبوب مذڪر آهي.

آيت ڪريمہ 223 ۾ فاتوا حرثكم انى شئتم ڪانپوءِ ٿي جملا هڪ وقدموالانفسكم. ٻيو واتقوالله ٽيون جملو واعلموا انكم ملاقوه اهي نهايت اهم آهن انهن منجهان انهن امامن جي خرافات جو رد ڪيو ويو آهي جيڪي وطي في الدبر کي جائز ڪيون ويٺا آهن پهريين جملي سان سمجهايو ويو آهي تہ زالن سان ويجهڙائي منجهان مقصد اولاد هجڻ گھرجي جيڪو امامي فقهہ واري روٽ ذريعي ڪونہ ٿيندو، ٻئي جملي ۾ اهڙن فقهہ ساز امامن کي الله جي قانون سان مذاق ڪرڻ کان ڊيڄاريو ويو آهي ۽ ٽئي جملي واعلموا انكم ملاقوه ۾ بہ ساڳي ڊيڄارڻ واري وارننگ کان پوءِ الله جي احتساب واري عدالت ۾ پيشيءَ کان بہ ڊيڄاريو ويو آهي تہ اهڙي گند کان پري فطرت جي قانون تي هلندڙ مؤمنن کي شاباش چؤ.

وَلاَ تَجْعَلُواْ اللّهَ عُرْضَةً لِّأَيْمَانِكُمْ أَن تَبَرُّواْ وَتَتَّقُواْ وَتُصْلِحُواْ بَيْنَ النَّاسِ وَاللّهُ سَمِيعٌ عَلِيمٌ (224) لاَّ يُؤَاخِذُكُمُ اللّهُ بِاللَّغْوِ فِيَ أَيْمَانِكُمْ وَلَكِن يُؤَاخِذُكُم بِمَا كَسَبَتْ قُلُوبُكُمْ وَاللّهُ غَفُورٌ حَلِيمٌ (225).

**ترجمو:-**

۽ الله (جي نالي) کي پنهنجي قسمن کڻڻ لاءِ آڏ (بهانو) نہ بنايو، جو جيڪڏهن ڪنهن کي چيو وڃي تہ (فلاڻي سان) نيڪيي ڪرڻي آهي، يا ڪنهن کي (ڪنهن ڏوهہ کان) بچائڻو آهي، يا (ڪي ڌريون پاڻ ۾ وڙهي پيون آهن) انهن جي وچ ۾ ڪوئي صلح سانت ڪرائڻو آهي (تہ قسمي ماڻهو چوي تہ آئون انهن جي وچ ۾ اچڻ کان الله جو قسم کڻي چڪو آهيان آئون ڪجهہ بہ نہ ڪندس) ۽ الله ٻڌندڙ ۽ ڄاڻندڙ آهي (اهڙن قسمي ماڻهن جي ڳالهين ۽ اندر کي (224) نڪو پڪڙ ڪري. نہ پڪڙ ڪندو الله توهان کي توهان جي اجاين قسمن کڻڻ ۾ پر

پڪڙيندو اوهان کي انهن قسمن سبب جيڪي اوهان دليؤن ڪنيا هوندا ۽ الله بخشڻ وارو ۽ بردبار آهي (225).

## جدا جدا لفظن جون معنائون

### عرضة:

هتي هي لفظ عين جي پيش سان آهي هن جي معني آهي نشانو، هونئن قرآن حڪيم جي الفاظن منجهان هي بہ اهو لفظ آهي جيڪو پنهنجي ساڳي شڪل ۾ معني سان بين ٻولين ۾ بہ اهڙي نموني جاءِ والاري چڪو آهي جڻ تہ آهي ئي انهن ٻولين منجهان جيئن تہ اسان سنڌي ٻوليءَ ۾ بہ ۽ اردوءَ ۾ بہ چوندا آهيون تہ مونکي عرض ڪرڻو آهي، مون کي هڪ عرض پيش ڪرڻو آهي، منهنجي هڪ عرضداشت آهي، اهڙا سڀ استعمال اها ساڳي معني رکن ٿا جيڪا ان لفظ جي پنهنجي اصل ٻولي عربيءَ ۾ آهي، پر عربي ٻوليءَ جي اندر هن لفظ جون ٻيون بہ معنائون آهن جيئن وَسَارِعُواْ إِلَى مَغْفِرَةٍ مِّن رَّبِّكُمْ وَجَنَّةٍ عَرْضُهَا السَّمَاوَاتُ وَالأَرْضُ أُعِدَّتْ لِلْمُتَّقِينَ (133-3) يعني اڳتي وڌو بخشش حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي رب وٽان ۽ جنت جي طرف جنهن جي ويڪرائي آسمانن ۽ زمين جيتري آهي، منهن موڙڻ واري معني جيئن وَإِنِ امْرَأَةٌ خَافَتْ مِن بَعْلِهَا نُشُوزًا أَوْ إِعْرَاضًا فَلاَ جُنَاْحَ عَلَيْهِمَا(128-4) يعني جيڪڏهن ڪا زال ڏڄي (يا انديشو ڪري) پنهنجي مڙس جي سرڪشيءَ جو يا منهن موڙڻ جو، تہ هت معني صيغي جي مٽجڻ سان منهن موڙڻ ٿي وئي.

اهڙي لفظ عرض جي هڪڙي معني سامان بہ آئي آهي جيئن مَا كَانَ لِنَبِيٍّ أَن يَكُونَ لَهُ أَسْرَى حَتَّى يُثْخِنَ فِي الأَرْضِ تُرِيدُونَ عَرَضَ الدُّنْيَا وَاللّهُ يُرِيدُ الآخِرَةَ وَاللّهُ عَزِيزٌ حَكِيمٌ(67-8) يعني توهان جو ارادو آهي دنيا جي سامان هٿ ڪرڻ جو ۽ الله گهري ٿو آخرت کي، اجا ٻي بہ مختلف معني جيئن وَإِذَا أَنْعَمْنَا عَلَى الْإِنسَانِ أَعْرَضَ وَنَأَى بِجَانِبِهِ وَإِذَا مَسَّهُ الشَّرُّ فَذُو دُعَاء عَرِيضٍ(51-41) يعني جڏهن پهچي ٿي ان کي ڪا برائي تہ پوءِ ڊگهين دعائن وارو ٿي وڃي ٿو، انهن سڀن معنائن جي روشنيءَ ۾ هت آيت 224 ۾ عرضہ جي معني خود آيت جي استعمال واري انداز منجهان بہ هيءَ ٿي ثابت ٿي تہ هر ننڍي وڏي اجائي سجائي ڳالهہ لاءِ الله جي نالي کي قسم کڻڻ جو نشانو ۽ هدف ۽ ڍال نہ بنايو.

### ايمانكم:

ايمان جمع آهي يمين جو يمين ساڄي هٿ کي چيو ويندو آهي هن جو معني جي لحاظ سان مقابل لفظ آهي شمال جنهن جي معني آهي کابو ان جو مثال جيئن عَنِ الْيَمِينِ وَعَنِ الشِّمَالِ عِزِينَ(37-70) يعني ساڄي کابي ٽولا (ٿي وينا) هن ئي لفظ جي ٻي معني آهي قسم ان جو مثال جيئن وَأَوْفُواْ بِعَهْدِ اللّهِ إِذَا عَاهَدتُّمْ وَلاَ تَنقُضُواْ الأَيْمَانَ بَعْدَ تَوْكِيدِهَا وَقَدْ جَعَلْتُمُ اللّهَ عَلَيْكُمْ كَفِيلاً إِنَّ اللّهَ يَعْلَمُ مَا

تَفْعَلُونَ(16-91) يعني الله جي معاهدي کي پورو ڪيو جڏهن توهان اهڙو ڪوئي عهد ڪيو ۽ نه توڙيو قسمن کي پجاڻان انهن جي پڪي ڪرڻ جي ۽ توهان الله کي ان قسم کڻڻ سان ضامن ڪري چڪا آهيو.

**اللغو:**

لفظ لغو جي معني بيهوده، اجايون، بي مقصد ڳالهيون آهي، هاڻ آئون هت ان لفظ جا ڪجهه قرآني استعمال پيش ڪيان ٿو جن منجهان مٿين معنائن جو ثبوت ملي ويندو، وَقَالَ الَّذِينَ كَفَرُوا لَا تَسْمَعُوا لِهَذَا الْقُرْآنِ وَالْغَوْا فِيهِ لَعَلَّكُمْ تَغْلِبُونَ(26-41) يعني ڪافرن چيو ته هن قرآن کي نه ٻڌو ۽ ان ۾ گوڙ مچايو تا ته توهان غالب ٿي وڃو، جاڻڻ گهرجي ته گوڙ ڪرڻ مهل بي مقصد آواز ڪڍيا ويندا آهن جن منجهان مقصد صرف هي هوندو آهي ته ٻئي جي ڳالهه نه ڪوئي ٻڌي سگهي نه ئي سمجهي، ٻيو مثال جيئن لَا يَسْمَعُونَ فِيهَا لَغْوًا إِلَّا سَلَامًا وَلَهُمْ رِزْقُهُمْ فِيهَا بُكْرَةً وَعَشِيًّا(19-62) يعني جنت وارا ماڻهو جنت ۾ ڪنهن به قسم جي اجائي بيهوده ڳالهه نه ٻڌندا سواءِ سلامتي واري ڳالهه جي هتي لغو جو لفظ مقابلي ۾ آيو آهي سلامتيءَ جي انهيءَ تقابل منجهان به ثابت ٿيو ته لغويات ۾ سلامتي بدران بربادي ئي هوندي آهي ٻيو مثال لَا يَسْمَعُونَ فِيهَا لَغْوًا وَلَا تَأْثِيمًا(25-56) يعني جنت وارا جنت ۾ نه لغو قسم جون ڳالهيون ٻڌاندا نه ئي ڏوهن گناهن جون، غور ڪيو ته هت لفظ لغو کي لفظ ڏوهه جي هم معني ڪري آندو ويو آهي، سوچيندا هلو ۽ غور ڪيو ته قرآن حڪيم پنهنجي لفظن جي معني پاڻ ڪيئن سيکاريندو ٿو هلي، اجا وڌيڪ مثال جيئن لَّا يَسْمَعُونَ فِيهَا لَغْوًا وَلَا كِذَّابًا(35-78) يعني جنت وارا جنت ۾ نه لغو قسم جي ڳالهه ٻڌندا ۽ نه ئي ڪي ڪوڙ، هاڻي پڙهڻ وارا پاڻ فيصلو ڪن ته مسلم امت جي مذهبي اڳواڻن جيڪو پاڻ گوڙ ڪري آسمان مٿي تي کڻي ڏنو آهي ته قرآن هنن جي روايتن واري علم کان سواءِ سمجهه ۾ نٿو اچي سگهي ته قرآن پنهنجي تعبير ۽ تفصيل ۾ بقول امامي گينگ محتاج آهي امامي علمن جو اهو ڪيڏو ته وڏو ڪوڙ آهي. جو مٿين آيت ۾ لغو جي واڌو معنىٰ ڪوڙ به ٻڌائي ڇڏيائين.

## هنن آيتن منجهان ملندر تعليم

هنن ٻن آيتن 224 ۽ 225 ۾ رب پاڪ انساني معاشري جي ڪم چور ۽ نڪمن ماڻهن جي اندر کي کوليو آهي ته اهي وڏا بهاني باز انسان دشمن ۽ معاشري ۾ ٿيندڙ براين ۽ فسادن تي خوش ٿيندڙ آهن ۽ اصلاح معاشره لاءِ هنن کي جڏهن تپ وٺي ٿو وڃي ۽ پنهنجي اندر جي ڪوٽ کي لڪائڻ لاءِ ماڻهن کي ڪوڙ هٿي ٻڌائيندا آهن ته اسان الله جو قسم کڻي ڇڏيو آهي ته اسين معاشري وارن جي وچ ۾ ڪونه ايندا سون سو رب پاڪ پهريائين ته سندس نالي تي اهڙن جاين ۽ فضول قسمن کڻڻ کان روڪيو آهي ٻئي نمبر تي آيت 225 ۾ اهو به فرمايو اٿس ته اجاين قسمن تي ڪٿي آئون توهان کي پڪڙ ڪونه ڪندس آئون غفور ۽ حليم آهيان

پر ياد رکجو ڪيترائي وعدا اهڙا بہ آهن جو اوهان ايمان آڻڻ مهل دل سان اهي ڪيا آهن سو انهن جو اوهان کي حساب ڏيڻو پوندو.

لِّلَّذِينَ يُؤْلُونَ مِن نِّسَآئِهِمْ تَرَبُّصُ أَرْبَعَةِ أَشْهُرٍ فَإِنْ فَآؤُوا فَإِنَّ اللّهَ غَفُورٌ رَّحِيمٌ (226) وَإِنْ عَزَمُواْ الطَّلاَقَ فَإِنَّ اللّهَ سَمِيعٌ عَلِيمٌ (227) وَالْمُطَلَّقَاتُ يَتَرَبَّصْنَ بِأَنفُسِهِنَّ ثَلاَثَةَ قُرُوَءٍ وَلاَ يَحِلُّ لَهُنَّ أَن يَكْتُمْنَ مَا خَلَقَ اللّهُ فِي أَرْحَامِهِنَّ إِن كُنَّ يُؤْمِنَّ بِاللّهِ وَالْيَوْمِ الآخِرِ وَبُعُولَتُهُنَّ أَحَقُّ بِرَدِّهِنَّ فِي ذَلِكَ إِنْ أَرَادُواْ إِصْلاَحًا وَلَهُنَّ مِثْلُ الَّذِي عَلَيْهِنَّ بِالْمَعْرُوفِ وَلِلرِّجَالِ عَلَيْهِنَّ دَرَجَةٌ وَاللّهُ عَزِيزٌ حَكُيمٌ (228)

**ترجمو:-**

اهي ماڻهو جيڪي پنهنجي زالن کان جدا رهڻ جو قسم کڻي ويهن (انهن لاءِ) انتظار ڪرڻ آهي چار مهينا، پوءِ جيڪڏهن (ان عرصي جي وچ ۾) موٽ کائن (قسم کان) تہ پوءِ الله بخشڻ وارو ۽ مهربان آهي (226) ۽ جيڪڏهن طلاق جو پڪو ارادو ڪن تہ الله ٻڌندڙ ۽ ڄاڻندڙ آهي. (227) ۽ طلاق ڏنل عورتون انتظار ڪن پنهنجي لاءِ (ٻي شادي ڪرڻ ۾) ٽي ماهواريون ناهي حلال انهن لاءِ لڪائڻ ان شئي کي جيڪا پيدا ڪئي آهي الله انهن جي پيٽيچين ۾ جيڪڏهن اهي ايمان رکن ٿيون الله ۽ آخرت جي ڏينهن تي ۽ (اڳيان) مڙس انهن جا وڌيڪ حقدار آهن موٽائي وٺڻ ۾ جيڪڏهن ارادو ڪن صلح سان رهڻ جو، عورتن جا حق ايترائي آهن جيترا انهن مٿان مڙسن جا آهن قانون مطابق ۽ مردن لاءِ عورتن مٿان صرف هڪ درجو آهي جو هو ٻي شادي لاءِ زال وانگر عدت ۾ ڪونہ ٿا ويهن الله غالب ۽ حڪمت وارو آهي(228)

## جدا جدا لفظن جي معني

### يؤلون:

هي لفظ مختلف صيغن سان قرآن حڪيم ۾ ڪل ٽي ڀيرا استعمال ٿيو آهي هن آيت 226 کان سواءِ (3-118) (24-23) ۾ هن جي معني آهي ڪنهن کان جدا ٿيڻ ۽ واسطا ڪاٽڻ لاءِ قسم کڻڻ اها معني خود هن آيت 226 ۾ غور ڪرڻ سان معلوم ٿئي ٿي جو هن آيت ۾ مڙسن جو زالن کان ناراض ٿي جدا ٿيڻ ۽ رهڻ جو ذڪر آهي ان معني کي يؤلون من نسائهم کان پوءِ وارو جملو پاڻ متعين ڪري ٿو.

### بعول (بعل):

بعل لفظ جي معني قرآن حڪيم پاڻ ڏسڻ فرمائي آهي جيڪا خود هن آيت (2-228) ۾ بہ غور ڪرڻ سان ڪلام جي اڳ پوءِ واري ڇڪ سان ئي معلوم ٿي وڃي ٿي تہ مڙس

پنهنجي زال کي قسم کڻي جدا ٿيڻ جي ڌمڪي ڏئي ڇڏي آهي، هاڻ قرآن ان عورت بابت ٻڌائي ٿو ته هوءَ جيڪڏهن پنهنجي نئين جيون ساٿيءَ کي ڳولڻ گهري ٿي ته ان ڳولا دوران هي چوڻ ته وبعو لتهن احق بردهن يعني سندن مڙس وڌيڪ حقدار آهن ييهر واپسي لاءِ ته ترجيح واري لفظ احق سان معلوم ٿئي ٿو ته ٻيا مڙس پوءِ پهريائين پهريون مڙس پر ان سان گڏ تصريف لاءِ الفاظ قرآن جي ڪٿلاگ جو ٻتڻ ڪلڪ ڪرڻ سان اهو لفظ بعل سورت هود جي آيت نمبر 72 ۾ آهي ته الله پاڪ جا ايلچي جناب ابراهيم عليہ السلام وٽ خوشخبري ڏيڻ ويا هئا ان کي الله جي ايلچين چيو ته فَبَشَّرْنَاهَا بِإِسْحَقَ وَمِن وَرَاء إِسْحَقَ يَعْقُوبَ، يعني اسان ابراهيم جي زال کي جيڪا اتي بيٺل هئي خوشخبري ڏني اسحاق نالي پٽ ڄمڻ جي ۽ اسحاق کي وڏي ٿيڻ کانپوءِ وري ان کي پٽ يعقوب ٿيڻ جي به، جواب ۾ تعجب منجهان بي بي صاحبہ چيو ته قَالَتْ يَا وَيْلَتَى أَأَلِدُ وَأَنَاْ عَجُوزٌ وَهَذَا بَعْلِي شَيْخًا(72-11) يعني منيس چا آئون ٻار ڄڻيندس جڏهن ته آئون اڇي پوڙهي ٿي آهيان ۽ هي منهنجو بعل (مڙس) به پوڙهو ٿي ويو آهي، هتي غور ڪرڻ جي ڳالهہ آهي ته گهر ۾ زال، مڙس لاءِ چوي ٿي ته هٰذا بعلي يعني هي منهنجو بعل- وري گفتگو جو موضوع به ٻار جو ڄمڻ آهي ۽ عربي گرامر ۾ هٰذا لفظ وارو اشارو به نظر ۾ ايندڙ موجود مشاراليه واحد لاءِ هوندو آهي ته ٻڌايو وڃي ته ڪيئن نه اتي بعل جي معني باقائدي، مڙس، ئي ثابت ٿئي ٿي، سو ڪنهن به لفظ جي معني ڏسڻ سمجهائڻ لاءِ هن قسم جي انداز کان سواءِ استاد شاگرد کي سمجهائڻ لاءِ وڌيڪ ٻيو ڪو ڦاهو ته ڪونہ ڏيندو.

## هنن آيتن منجهان ملندڙ قانون

پهريون قانون ته مڙس ڪاوڙ ۾ زال کان جدا رهڻ جو قسم کڻي وهي ته چئن مهينن جي انتظار کان پوءِ اهو قسم طلاق بنجي ويندو پوءِ ٻيو قانون ته طلاق ڏنل عورتن جي ٻي شادي ڪرڻ لاءِ طلاق ملڻ کان پوءِ عدت ۽ انتظار ڪرڻ جي مدت ٽي عدد ماهواريون آهن، عورتن لاءِ هي لازم آهي ته هو ضرور ٻڌائن ته انهنکي پيٽ ۾ ڪنهن ٻار جو حمل آهي يا نہ اها ڳالهہ انهن کي لڪائڻي ناهي، عورت کي ٻي شادي ڪرڻ لاءِ سوچڻ مهل پهرين مڙس سان مصالحت جي ڪا صورت نظر اچي ته الله جو مشورو اهو آهي ته اڳ ۾ ڪاوڙيل مڙس کي ترجيح ڏئي ۽ جيڪڏهن مصالحت جي واٽ نظر نہ اچي ته هوءَ آزاد آهي. الله واري قانون جي اک ۾ عورتون ۽ مرد حقوق زوجيت ۾ ٻئي برابر ۽ هڪ جيترو اختيار لهڻن ٿا، مرد کي صرف هڪڙي رعايت آهي ته هو جيڪڏهن ڪاٻي شادي ڪرڻ چاهيندو ته ان کي زال وانگر ٽي مهينا عدت نالي وارو انتظار نہ ڪرڻو پوندو باقي ڳالهين ۾ زال مڙس برابر آهن هن آيت منجهان هي به قانون ثابت ٿيو ته جنگي صورت حال ۾ عورتن جي وڏي پئماني تي بيواه ٿيڻ جي صورت ۾ چئن شادين جي اجازت کانسواءِ عام نارمل حالتن ۾ هڪ مرد کي صرف هڪ عورت سان شادي ڪرڻ جي اجازت آهي وڌيڪ نہ (4-20).

الطَّلاَقُ مَرَّتَانِ فَإِمْسَاكٌ بِمَعْرُوفٍ أَوْ تَسْرِيحٌ بِإِحْسَانٍ وَلاَ يَحِلُّ لَكُمْ أَن تَأْخُذُواْ مِمَّا آتَيْتُمُوهُنَّ شَيْئًا إِلاَّ أَن يَخَافَا أَلاَّ يُقِيمَا حُدُودَ اللّهِ فَإِنْ خِفْتُمْ أَلاَّ يُقِيمَا حُدُودَ اللّهِ فَلاَ جُنَاحَ عَلَيْهِمَا فِيمَا افْتَدَتْ بِهِ تِلْكَ حُدُودُ اللّهِ فَلاَ تَعْتَدُوهَا وَمَن يَتَعَدَّ حُدُودَ اللّهِ فَأُوْلَـئِكَ هُمُ الظَّالِمُونَ (229) فَإِن طَلَّقَهَا فَلاَ تَحِلُّ لَهُ مِن بَعْدُ حَتَّىَ تَنكِحَ زَوْجًا غَيْرَهُ فَإِن طَلَّقَهَا فَلاَ جُنَاحَ عَلَيْهِمَا أَن يَتَرَاجَعَا إِن ظَنَّا أَن يُقِيمَا حُدُودَ اللّهِ وَتِلْكَ حُدُودُ اللّهِ يُبَيِّنُهَا لِقَوْمٍ يَعْلَمُونَ (230)

**ترجمو:-**

(اصل ۾) طلاق ڏيڻ ڪل) ٻه ڀيرا آهي، پوءِ قانون جي حدن ۾ رکڻ آهي يا سهٽي طريقي سان ڇڏي ڏيڻ، توهان لاءِ هي جائز ناهي ته وٺو ان مال مهر منجهان جيڪو توهان انهن کي ڏنو آهي. سواءِ هن (صورت) جي ته اهي ٻئي زال مڙس انديشو ڪن ته هي (وري گڏ رهڻ سان) الله جي (ڏسيل) قوانين (ازدواجيت) کي قائم رکي نه سگهندا. پوءِ جيڪڏهن انديشو پانيو ته اوهان زال مڙس (اڳتي) قوانين (ازدواجيت) تي قائم رهي نه سگهندا ته پوءِ ٻنهي تي ڪوئي گناهه ناهي ته زال (ڪجهه مال) بدلي ۾ ڏئي (جدائي حاصل ڪرڻ لاءِ) اهي الله جا قانون آهن پوءِ نه اورانگهيو انهن کي، جيڪو ٽپندو ءُ باءِ پاس ڪندو الله جي حدن کي ته اهڙا ماڻهو ظالم آهن (طلاق جي باري ۾ ڏسيل هن قانون ڪانپوءِ به) جيڪڏهن (ٽيون ڀيرو) زال کي طلاق ڏئي ٿو ته نٿي جائز بنجي اها عورت ان ڪان پوءِ ان لاءِ هميشه سواءِ هن جي جو اها ڪنهن ٻئي مڙس سان (شادي) نڪاح ڪري پوءِ اڳتي هلي جيڪڏهن اهو ٻيو مڙس به ان کي طلاق ڏيئي ته ناهي ڪوئي ڏوهه ٻنهي تي ته هو وري موٽ ۾ (نڪاح ڪن اهو به ان صورت ۾ ته) جيڪڏهن هو سمجهن ته هو ٻيئي الله جي قانون ازدواجيت جي حدن کي قائم رکي سگهندا. اهي آهن (زال مڙس جي شادي جي معاملي ۾) الله جا قانون جن کي بيان ڪري ٿو قرآن اهڙي قوم لاءِ جيڪي ڄاڻ رکندا هجن (230).

## جدا جدا لفظن جي معني

**تسريح:**

هن لفظ کي قرآن حڪيم هن ئي آيت (2-229) ۾ جنهن ماقبل ۽ مابعد جي لفظن سان بيان ڪيو آهي ته طلاق ڪل به ڀيرا آهي ان ڪان پوءِ ياهميشه روڪي رکڻو آهي يا سهٽي نموني ڇڏي ڏيڻو آهي ته لفظ امساڪ ۽ لفظ تسريح جو پاڻ ۾ تقابل ئي سمجهائي

چڏي ٿو ته جڏهن امساڪ پنهنجي معني روڪڻ ۾ غير متنازعه آهي ته تسريح جي معني ازخود ثابت ٿي وئي ڇڏي ڏيڻ ۽ کولي ڇڏڻ، هي لفظ قرآن حڪيم ۾ ڪل ست ڀيرا استعمال ٿيو آهي ۽ هڪ هڪ استعمال ۾ هن لفظ جي معني مڪمل طريقي سان فن تقابل واري انداز ۾ آندل آهي جنهن منجهان هي ثابت ٿئي ٿو ته قرآن حڪيم پنهنجي لفظن جي معني ۽ مفهوم جي پاڻ گائيڊ ڪري ٿو ۽ ائين چوڻ ۾ به ڪوئي وڏائي ناهي ته خود عربي ٻولي مٿان به هن ڪتاب قرآن جو وڏو احسان آهي جنهن ان ٻوليءَ ۾ وڏو حسن پيدا ڪيو آهي ۽ ان جي گرامر ۽ ڊڪشنري ڪي به جڻ ته قرآن حڪيم پاڻ جوڙيو آهي.

**حدود:**

حدود هي لفظ جمع جو صيغو آهي هن جو واحد آهي حد، جيڪو اصل ۾حدد آهي هن جي معني آهي روڪ. منع ۽ اها جهل پل ۽ بائونڊري جيڪا اڳتي وڌڻ کان روڪڻ لاءِ هجي ۽ جيئن قانون جي خلاف ورزي ڪرڻ جي منع هوندي آهي انڪري قانون کي به حد سڏيو ويو آهي، قرآن حڪيم ۾ لوهه کي حديد ڪوٺيو ويو آهي ۽ حاد يحاد دشمني ڪرڻ جي معني ۾ به استعمال ٿيو آهي اهڙين سڀن معنائن لاءِ جدا جدا مثال عرض ڪجن ٿا، آيت نمبر (2-229) ۾ زال مڙس جي وچ ۾ طلاق جا قانون بيان ڪيا ويا آهن جنهن هڪ ئي آيت ۾ چار ڀيرا انهن قانونن کي حدود الله سان تعبير ڪيو ويو آهي، ۽ سورت الحج ۾ آهي ته وَلَهُم مَّقَامِعُ مِنْ حَدِيدٍ(21-22) يعني دوزخ وارن لاءِ لوهه جا هٿوڙا هوندا ٻيو مثال اَلَمْ يَعْلَمُوٓاْ أَنَّهُ مَن يُحَادِدِ اللّهَ وَرَسُولَهُ(63-9) ڇا نٿا ڄاڻن ته جيڪو به الله ۽ رسول سان دشمني ڪندو پوءِ ان لاءِ جهنم جي باهه هوندي جنهن ۾ هو هميشه رهندو.

### هنن آيتن منجهان ملندڙ قانون

طلاق ڏيئي ڇڏڻ بعد مڙس کي حق ناهي ته هو زال کي ڏنل مهر واري رقم منجهان ان کان ڪجهه واپس وٺي.

جيڪڏهن عورت فريادي آهي ته سندس مڙس مٿس خلاف قانون زيادتيون ٿو ڪري ۽ عدالت به اهڙي ڳالهه محسوس ڪري ٿي ته هي جوڙو قانون مطابق نٿو هلي سگهي ته پوءِ مڙس طرفان هرويرو زال کي قيد ۾ رکڻ جي صورت ۾ عدالت زال کان ڪجهه جان ڇڏائڻ جي معاوضي طور رقم وٺي مڙس کي اها ڏياري ۽ علحدگيءَ جو فيصلو ڪري ڇڏي (ان کي اڄ ڪلهه خلع سڏيو وڃي ٿو).

وَإِذَا طَلَّقْتُمُ النَّسَاء فَبَلَغْنَ أَجَلَهُنَّ فَأَمْسِكُوهُنَّ بِمَعْرُوفٍ أَوْ سَرِّحُوهُنَّ بِمَعْرُوفٍ وَلاَ تُمْسِكُوهُنَّ ضِرَارًا لَّتَعْتَدُواْ وَمَن يَفْعَلْ ذَلِكَ فَقَدْ ظَلَمَ نَفْسَهُ وَلاَ تَتَّخِذُوَاْ آيَاتِ اللّهِ

هُزُوًا وَاذْكُرُواْ نِعْمَتَ اللّهِ عَلَيْكُمْ وَمَا أَنزَلَ عَلَيْكُمْ مِّنَ الْكِتَابِ وَالْحِكْمَةِ يَعِظُكُم بِهِ وَاتَّقُواْ اللّهَ وَاعْلَمُواْ أَنَّ اللّهَ بِكُلِّ شَيْءٍ عَلِيمٌ (231) وَإِذَا طَلَّقْتُمُ النِّسَاء فَبَلَغْنَ أَجَلَهُنَّ فَلاَ تَعْضُلُوهُنَّ أَن يَنكِحْنَ أَزْوَاجَهُنَّ إِذَا تَرَاضَوْاْ بَيْنَهُم بِالْمَعْرُوفِ ذَلِكَ يُوعَظُ بِهِ مَن كَانَ مِنكُمْ يُؤْمِنُ بِاللّهِ وَالْيَوْمِ الآخِرِ ذَلِكُمْ أَزْكَى لَكُمْ وَأَطْهَرُ وَاللّهُ يَعْلَمُ وَأَنتُمْ لاَ تَعْلَمُونَ (232)

**ترجمو:-**

۽ جنهن وقت طلاق ڏيو توهان زالن کي پوءِ پهچن اهي عدت واري مدت کي پوءِ روڪيو انهن کي قانون مطابق يا ڇڏي ڏيو انهن کي قانون مطابق ۽ انهن کي ڏک ۽ نقصان ڏيڻ لاءِ نه روڪيو جو انهن (مٿان) زيادتيون ڪندا رهو، جيڪو به ائين ڪندو پوءِ اهو بيشڪ پنهنجو پاڻ سان ائين ٿو ڪري، الله جي آيتن (قانون) کي مذاق نه بنايو، ۽ ياد ڪيو الله جي نعمت کي (جيڪا) توهان تي آهي ۽ ان کي به (ياد ڪيو) جو نازل ڪيائين توهان مٿان حڪمت وارو ڪتاب قرآن جنهن سان نصيحت ڪري ٿو توهان کي ۽ ڊڄو الله کان ۽ ڄاڻي ڇڏيو ته الله هر شئي کي ڄاڻڻدڙ آهي. (231) ۽ جنهن وقت طلاق ڏيو توهان زالن کي پوءِ پهچن اهي (عدت واري) مدت کي پوءِ نه روڪيو انهن کي پنهنجن مڙسن سان (ٻيو ڀيرو) نڪاح ڪرڻ کان جنهن وقت جو اهي ٻيئي راضي هجن پاڻ ۾ قانون مطابق، اها نصيحت ڪئي ٿي وڃي ان قانون ذريعي هر انهيءَ ماڻهوءَ کي جيڪو به توهان منجهان ايمان آڻي ٿو الله تي ۽ آخرت جي ڏينهن تي اهوئي (عمل) توهان لاءِ خوشحاليءَ وارو آهي ۽ وڌيڪ پاڪ صاف ۽ انهن معاملن کي الله ڄاڻي ٿو ۽ توهان نٿا ڄاڻو(232).

## جدا جدا لفظن جي معني

### اجل:-

مقرر ڪيل وقت طئي ڪيل ميعاد يا مدو، انکي اجل ڪوٺيو ويندو آهي ان معنىٰ جو مثال جيئن يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُواْ إِذَا تَدَايَنتُم بِدَيْنٍ إِلَى أَجَلٍ مُّسَمًّى فَاكْتُبُوهُ(2-282) يعني جنهن وقت توهان هڪ ٻئي کي قرض ڏيو اجل مسمي تائين مقرر مدي تائين ته ان کي لکي ڇڏيو هن منجهان ثابت ٿيو ته اجل جي معني مقرر ڪيل ميعاد آهي، اجا وڌيڪ لفظ اجل جي معني ته لڪل اجل ڪتاب (13-38) يعني هر اجل لاءِ هڪ قانون آهي يعني الله پاڪ جنهن به قوم لاءِ فرد لاءِ يا ڪنهن به شئي لاءِ اجل مقرر ڪيو آهي ته اهڙي تقرري هڪ اصول ۽ قانون هيٺ آهي

قانون جي تابع آهي هن لفظ جي معني مفهوم کي سمجهڻ لاءِ قرآن حڪيم ۾ هن جا سي استعمال پڙهجن جيڪي مختلف ماقبل ۽ مابعد وارين ڳالهين سان آهن ۽ اهي پنجاهه پيرن کان وڌيڪ آهن هن ۾ حياتيءَ جي وڌڻ ۽ گهٽجڻ جو مسئلو به اچي ٿو وجي جيڪو آيت ڪريم وَمَا كَانَ لِنَفْسٍ أَنْ تَمُوتَ إِلاَّ بِإِذْنِ الله كِتَابًا مُّؤَجَّلاً (3-145) ۾ موجود يعني ڪنهن به نفس کي مرڻ جي مجال ناهي سواءِ قانون ربي جي جنهن جو لکيل اصولن جي روشنيءَ ۾ ميعاد مقرر ڪيل آهي لکيل اصول ۽ قانون هن قسم جا آهن ته فلان فلان غذائون فلان مرض لاءِ فائدي واريون آهن ۽ فلان شيون نقصان واريون مرضن جا به ڏاڪا انگن اکرن سان طئہ ٿيل آهن بلڊ پريشر ڪيترو چڙهندو جو رڳون ڦاٽڻ سان ماڻهو مرندو- ڪيترو هيٺ لهندو ته ماڻهو مرندو، ڪيترو شگر مٿي چڙهندي ته ماڻهو مرندو ڪيتري هيٺ لهندي ته ماڻهو مرندو، فالج جا ڪهڙا اصول ۽ سبب آهن وغيره وغيره ته لکل اجل کتاب جي روشنيءَ ۾ هر شئي مٿان غور ڪرڻ ضروري آهي ۽ وَلِكُلِّ أُمَّةٍ أَجَلٌ فَإِذَا جَاء أَجَلُهُمْ لاَ يَسْتَأْخِرُونَ سَاعَةً وَلاَ يَسْتَقْدِمُونَ (7-34) اجل اچڻ کان پوءِ موت نه گهڙي پوءِ ايندو نه اڳي سو اجل جا اسباب جسماني بيمارين ۽ معاشرتي بيمارين افرادن جي عروج ۽ زوال جا قانون ۽ قومن جي اجتماعن جا عروج ۽ زوال وارا قانون انهن سين کي سمجهڻ جي ضرورت آهي پوءِ گهڙي اڳي ۽ گهڙي پوءِ واري ڳالهه به ماڻهو سمجهي سگهندو.

**تمسڪوهن امساڪ:-**

هن لفظ جي معني آهي روڪڻ جيڪا قرآن حڪيم پاڻ ٻڌائي آهي آيت (2-35) ۾ ان جاءِ تي مقابل لفظ مرسل آڻڻ سان مرسل معني موڪليندڙ ۽ ڇڏيندڙ ته ممسڪ معني ٿي روڪيندڙ.

**معروف:-**

عرف معروف عرفان لفظ جي معني آهي معلوم ۽ سڃاڻڻ ان جو مثال جيئن وَجَاء إِخْوَةُ يُوسُفَ فَدَخَلُواْ عَلَيْهِ فَعَرَفَهُمْ وَهُمْ لَهُ مُنكِرُونَ(12-58) يعني جڏهن يوسف جا ڀائر ان وٽ داخل ٿيا ته اهو انهن کي سڃاڻي ويو ۽ هو يوسف کي ڪونه پيا سڃاڻن بيو ته قرآن پاڪ ۾ ڪوڙ سارين جاين تي معروف جو لفظ منڪر جي مقابلي ۾ آيو آهي انهي منجهان به معني جو تعين ٿي وڃي ٿو، سورت حج ۾ آيو آهي ته الَّذِينَ إِن مَّكَّنَّاهُمْ فِي الْأَرْضِ أَقَامُوا الصَّلَاةَ وَآتَوُا الزَّكَاةَ وَأَمَرُوا بِالْمَعْرُوفِ وَنَهَوْا عَنِ الْمُنكَرِ (22-41) يعني جن کي اسان زمين تي اقتدار ڏينداسون ته اهي حڪم ڪندا معروف جو ۽ منع ڪندا منڪر کان اتي صاف طرح سان ثابت ٿئي ٿو ته معروف جي معني جائز ۽ درست قانون ۽ منڪر جي معني غلط ۽ ناجائز قانون، انهيءَ معني جي تائيد انهي آيت ۾ حڪمرانن جي حوالي سان اها ڳالهه ڪرڻ وڌيڪ ثبوت ڏئي ٿي ته معروف معني جائز

ڳالهيون ۽ منڪر معني ناجائز ڳالهيون ته اها سڀ قانون سان تعلق رکندڙ ڳالهه ٿي. معروف جي مادي ۽ ٻين صيغن جي حوالي سان هن لفظ جي تمام وڏي تشريح آهي جيڪا سموري هتي آئون نقل نٿو ڪري سگهان.

**فلاتعضلوهن:-**

هي لفظ قرآن حڪيم ۾ ڪل ٻه ڀيرا استعمال ٿيو آهي ۽ ٻئي ڀيرا ساڳي معني مقصد لاءِ آندو ويو آهي هن جي معني عبارت ۽ ڪلام جي ڪاهه ۽ چڪ منجهان ئي پڌري ٿئي ٿي ته يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُواْ لاَ يَحِلُّ لَكُمْ أَن تَرِثُواْ النِّسَاء كَرْهًا وَلاَ تَعْضُلُوهُنَّ(4-19) يعني اي حڪمرانو! توهان لاءِ هي ڪڏهن به جائز ناهي ته عورتن مٿان پنهنجي مالڪي ڏاڍ ذريعي ٿاڦيو ۽ نه سختي ڪيو انهن تي هن لاءِ ته ڦري ونو ڪجهه مال جيڪو اوهان انهن کي ڏئي وينا آهيو. هتي لفظ عضل جي معني ڪلام جي موضوع ۽ چڪ منجهان ته معلوم ٿئي ٿي پر خود لفظ ڪرها جي ترادف واري استعمال منجهان عضل جي معني تي روشني پوي ٿي صرف ڪجهه سوچڻ جي ضرورت آهي.

## هنن آيتن منجهان ملندڙ قانون

هتي هن آيت ڪريمه (231) ۾ طلاق ڏنل عورت بابت قرآن حڪيم سمجهايو آهي ته جنهن وقت ان جي عدت پوري ٿي وڃي ته پوءِ انهن کي يا ته نئين ناهه واري صورت ۾ قانون مطابق گهر ۾ وري رهايو يا آزاد ڪري ڇڏي ڏيو عزت واري انداز سان، خبردار! انهن کي هن نيت سان ڪڏهن به واپس نه رهائجو ته ان کي سدائين ڏنڀ ڏيندا ۽ زيادتيون ڪندا رهو، جيڪڏهن ڪوبه شخص ائين ڪندو ته انهيءَ سان به گهٽ نه ٿيندي، اهڙو ماڻهو پڪ ڄاڻي ڇڏي ته جيڪا زيادتي هو زال سان ٿو ڪري ڄڻ ته اها پاڻ سان ٿو ڪري. جيڪڏهن ڪوئي شخص ڪنهن زال کي ائين ٻي واهي بنائي اذيتون ڏيندو ته قرآن جي هيءَ آيت صاف صاف ٻڌائي ٿي ته الله ته ٻيواهن جو واهي آهي، آيت جي جملي فقد ظلم نفسه ۾ رب پاڪ وڏي وارننگ ڏني آهي ته اي زيادتي ڪرڻ وارا جڏهن تون اهڙيون زيادتيون ڪرين پيو خيال ڪجانءِ اهو ڄڻ پاڻ سان پيو ڪرين، چو ته مان الله ڏسان ٿو پيو، سو توسان ضرور بدلو ڪندس سو ايترو ڏاڍ ڪج جيترو تون به سهي سگهين ۽ خبردار! ولاتتخذوا آيات الله هزوا، منهنجي آيتن کي مذاق نه سمجهجو، اڳتي فرمايائين ته وَاذْكُرُواْ نِعْمَتَ اللّهِ عَلَيْكُمْ وَمَا أَنزَلَ عَلَيْكُمْ مِّنَ الْكِتَابِ وَالْحِكْمَةِ يَعِظُكُم بِهِ(2-231) منهنجي نعمتن کي ياد ڪيو جو اوهان کي اوهان جا گهر جنت مثل بنائي رهڻ جا قانون ڏسيان ٿو جو حڪمت ڪان پرپور ڪتاب قرآن نازل ڪري ان سان نصيحت ڪيانئو. (جيڪڏهن قران کي ڇڏي فارس وارن جي ناهيل حديثن کي نصيحت سمجهو ته دوزخ ۾ مردن ڪان وڌيڪ عورتون هونديون ته) وَاتَّقُواْ اللّهَ وَاعْلَمُواْ أَنَّ اللّهَ بِكُلِّ شَيْءٍ عَلِيمٌ(2-231) خبردار! اهڙي قرآن مخالف علم ڪان بچجو ڄاڻي ڇڏيو ته رب پاڪ هرشئي جو

جاڻٽهار آهي، اهو هن طرح ته الله ڄاڻي ٿو ته امت مسلمه ڪي سندن گهرن ڦٽائڻ لاءِ مردن ۽ عورتن وچ ۾ اونچ نيچ واري ريت وجهي اهي مجوسي ۽ يهودي الله جي ٻڌايل قانون مساوات (2-228) کي توڙڻ لاءِ ڪوڙين حديثن ذريعي توهان جا معاشرا پيا اجاڙين!!(231) ۽ طلاق ڏنل عورتون جنهن وقت انهن جي عدت جو مدوپورو ٿيڻ کي ويجهو اچي ته توهان جي خاندان ۽ معاشري منجهان ڪنهن کي به هي نه جڳائي ته جيڪڏهن هي ڪاوڙيل ۽ رنل زال مڙس وري پاڻ ۾ گڏ رهڻ تي راضي ٿي ويا هجن ته اهي انهن طلاق ڏنل زالن کي ساڳئي مڙس سان ٻيهر نڪاح ڪرڻ کان روڪين، قرآن جي هيءَ نصيحت انهن لاءِ آهي جيڪي الله ۽ آخرت جي حساب ڪتاب تي ويساهه رکن ٿا، سمجهي ڇڏيو ته ٻن کي ناهڻ ۽ ڳنڍڻ واريون سوچون توهان جي معاشري کي صاف سترو بنائينديون قرآن جي اهڙن معاشرتي قانونن جا فائدا الله ڄاڻي ٿو توهان کي انهن جي ڄاڻ ناهي (232).

وَالْوَالِدَاتُ يُرْضِعْنَ أَوْلاَدَهُنَّ حَوْلَيْنِ كَامِلَيْنِ لِمَنْ أَرَادَ أَن يُتِمَّ الرَّضَاعَةَ وَعلَى الْمَوْلُودِ لَهُ رِزْقُهُنَّ وَكِسْوَتُهُنَّ بِالْمَعْرُوفِ لاَ تُكَلَّفُ نَفْسٌ إِلاَّ وُسْعَهَا لاَ تُضَآرَّ وَالِدَةٌ بِوَلَدِهَا وَلاَ مَوْلُودٌ لَّهُ بِوَلَدِهِ وَعَلَى الْوَارِثِ مِثْلُ ذَلِكَ فَإِنْ أَرَادَا فِصَالاً عَن تَرَاضٍ مِّنْهُمَا وَتَشَاوُرٍ فَلاَ جُنَاحَ عَلَيْهِمَا وَإِنْ أَرَدتُّمْ أَن تَسْتَرْضِعُواْ أَوْلاَدَكُمْ فَلاَ جُنَاحَ عَلَيْكُمْ إِذَا سَلَّمْتُم مَّآ آتَيْتُم بِالْمَعْرُوفِ وَاتَّقُواْ اللّهَ وَاعْلَمُواْ أَنَّ اللّهَ بِمَا تَعْمَلُونَ بَصِيرٌ(233)

**ترجمو:-**

عدت جي عرصي ۾ مائرون تڇ پيارين پنهنجي اولاد کي ٻه سال پورا (هي ڳالهه انهن لاءِ آهي) جيڪي تڇ جو مدو پورو ڪرڻ چاهين ۽ ٻار جي وارث تي انهن عورتن لاءِ کاڌو ضروريات زندگي لباس سميت مناسب حدن مطابق ڏيڻ لازم آهي. ٻار جي پيءُ ۽ وارث کي ان جي طاقت کان مٿي تڪليف نه ڏني وڃي ۽ نه ئي ٻار ڄڻيندڙ ماءُ کي ان جي ٻار ڪري تڪليف ۾ وڌو وڃي نه ڪي پيءُ کي (۽ پيءُ جي فوت ٿي وڃڻ جي صورت ۾) ٻار جي وارثن تي به اوتري ئي (ذميداري) آهي، پوءِ جيڪڏهن (ٻار جو پيءُ) چاهي ته تڇ پيارڻ ختم ڪئي وڃي ته ان ۾ ماءُ پيءُ ٻنهي جي راضپي واري مشاورت (ضروري آهي) پوءِ ٻنهي مٿان ڪوئي گناهه ناهي ۽ جيڪڏهن توهان چاهيندا هجو تڇ پيارڻ پنهنجي اولاد کي ته پوءِ توهان مٿان گناهه ناهي، جڏهن جو حوالي ڪيو جيڪو ڏيڻو ڪيو هو توهان قانون مطابق (معاهدي جي پيڪڙي ڪرڻ کان) الله کان ڊڄو ڄاڻي ڇڏيو ته الله توهان جي عملن کي (نهايت) باريڪيءَ سان ڏسڻ وارو آهي.

## جدا جدا لفظن جي معني

**رضاعت:**

رضاعت لفظ جي معني ته آهي ٿڃ پيارڻ. منهنجي جيڪا هيءَ دعويٰ آهي ته قرآن حڪيم پنهنجي الفاظن کي اهڙي ته ترتيب ۾ آڻي ٿو جو ان جي بيهڪ جوڙ جڪ ۽ ترتيب خود معني کي مقرر ۽ نروار ڪري ڏيندي آهي ان جو مثال حاضر خدمت آهي يَوْمَ تَرَوْنَهَا تَذْهَلُ كُلُّ مُرْضِعَةٍ عَمَّا أَرْضَعَتْ وَتَضَعُ كُلُّ ذَاتِ حَمْلٍ حَمْلَهَا(22-2) يعني (حساب واري) ڏينهن ڏسندو ته ٻارن کي ٿڃ پيارڻ واريون مايون (هيبت کان) ٻار وساري ڇڏينديون ۽ پيٽ واريون مايون پنهنجا حمل ڪيرائي ڇڏينديون ماڻهن کي ڏسندو ته نشئين وانگر انهن جا هوش اڏري ويا هوندا. اهڙو ٻيو مثال جو قرآن حڪيم انهن رشتي وارين عورتن جو ذڪر ڪيو آهي جن سان نڪاح حرام ڪيل آهي فرمايائين ته توهان تي حرام ڪيون ٿيون وڃن مائرون توهان جون ڌيئرون توهان جون ڀينرون توهان جون ڦپيون توهان جون، ماسيون توهان جون، ڀائٽيون توهان جون، ڀاڻيجيون توهانجون ۽ وَأُمَّهَاتُكُمُ اللاَّتِي أَرْضَعْنَكُمْ وَأَخَوَاتُكُم مِّنَ الرَّضَاعَةِ(23-4) يعني اهي مائرون جن توهان کي ٿڃ پياري آهي ۽ اهي ڀينرون جيڪي ٿڃ شريڪ هئڻ ڪري ڀينرون ٿيون آهن اهي اوهان تي حرام ڪيون ويون آهن سو قرآن پاڪ جي انداز بيان مٿان غور ڪرڻ سان ئي ان جا لفظ پنهنجي معني مفهوم لاءِ ڪر ڪٽي بيهن ٿا. لفظ رضاعت قرآن حڪيم ۾ ڪل ٻارهن ڀيرا استعمال ٿيو آهي انهن منجهان هڪ هڪ ڀيري اوهان کي لفظن سمجهڻ جي سهولت ائين نظر ايندي جهڙي طرح اوهان مٿين ٻن مثالن ۾ هاڻ پڙهي.

**حولين:-**

هي صيغو تثنيه جو آهي هن جو واحد حول آهي حول جي معني آهي تبديلي ڦير گهير ۽ ڇوڦير ۽ ڇوڌاري، انهن معنائن جا ثبوت قران حڪيم منجهان عرض ڪيان ٿو، فَلَن تَجِدَ لِسُنَّتِ اللهِ تَبْدِيلًا وَلَن تَجِدَ لِسُنَّتِ اللهِ تَحْوِيلًا(43-35) يعني اي مخاطب قرآن! تون الله جي سسٽم ۾ ڪائي تبديلي نه ڏسندي ۽ نه ڪي تون الله جي طريقي ۾ ڪا ڦيرگهير ڏسندي، هتي هن آيت ۾ قرآن حڪيم لفظ تبديل ۽ تحويل کي مترادف ۽ هم معني ڪري آندو آهي جنهن طريقي سان ڇڻ ته معني به سمجهائي ڇڏيائين ۽ قرآن حڪيم سال کي حول سڏيو آهي جيئن هن آيت ۾ ٻن سالن کي حولين سڏيو آهي ۽ سال کي حول سڏڻ جو سبب هي آهي جو ٻارهن مهينن پوري ٿيڻ ڪانپوءِ ڇڻ ته چڪر پورو ٿي وري موٽ ڪائي ٿو پهريين مهيني طرف. هن لفظ حول جا قرآن حڪيم ۾ مختلف صيغن ۽ معنائن سان پنجويه ڀيرا جدا جدا ماقبل ۽ مابعد وارا استعمال ٿيا آهن قران حڪيم سان ذوق رکندڙ ماڻهن کي عرض آهي ته هو ڪتاب المعجم المفهرس ترتيب ڏنل محمد فواد عبدالباقي جو خريد ڪري مطالعه ۾ رکن هي ڪتاب قرآن حڪيم جي لفظن جو ڪيٽلاگ آهي ان ۾ قرآن حڪيم جو هر لفظ ترتيب سان

پنهنجي استعمال جي سين پيرن سان هڪ ئي هنڌ ملي ويندو جيڪو لفظي تصريف ۽ تحقيق ۾ وڏو مددگار ثئي ٿو قرآن جي هر آيت ۽ مسئلي جي مفهوم ۽ خلاصي کي سمجهڻ لاءِ پهريائين ان جي لفظن جي صحيح ڄاڻ لازم آهي.

**فصالا (فصل):-**

هن لفظ فصال جي معني آهي ٻن شين کي هڪ ٻئي کان جدا ڪرڻ، ٻين شين جي وچ ۾ فاصلو ۽ وٿي وجهڻ، ٻن کي هڪ ٻئي کان جدا ڪرڻ.

فيصلي کي فيصلو ان ڪري چيو ويندو آهي جو ان ۾ حق ۽ ناحق کي جدا ڪيو ويندو آهي اهڙين معنائن جا قرآن حڪيم منجهان مثال عرض ڪجن ٿا جيئن فَلَمَّا فَصَلَ طَالُوتُ بِالْجُنُودِ قَالَ إِنَّ اللّهَ مُبْتَلِيكُم بِنَهَرٍ فَمَن شَرِبَ مِنْهُ فَلَيْسَ مِنِّي(249-2) يعني جڏهن طالوت بادشاهه پنهنجي لشڪر سان نڪري شهر کان نروار ٿيو جدا ٿيو، فيصلي واري معني جو مثال جيئن إِنَّ رَبَّكَ هُوَ يَفْصِلُ بَيْنَهُمْ يَوْمَ الْقِيَامَةِ فِيمَا كَانُوا فِيهِ يَخْتَلِفُونَ(25-32) يعني تنهنجو رب اهو انهن جي وچ ۾ قيامت ڏينهن فيصلو ڪندو انهن ڳالهين جو جن ۾ اهي اختلاف ڪندا هئا. پهريين حالت کان جدا ڪري ٻئي حال طرف آڻڻ واري معني جو مثال جيئن وَوَصَّيْنَا الْإِنسَانَ بِوَالِدَيْهِ إِحْسَانًا حَمَلَتْهُ أُمُّهُ كُرْهًا وَوَضَعَتْهُ كُرْهًا وَحَمْلُهُ وَفِصَالُهُ ثَلَاثُونَ شَهْرًا(15-46) يعني ٻار کي ماءُ پيٽ ۾ کنيو تڪليف واري حالت ۾ ۽ ڄڻيائين ان کي تڪليف واري حالت ۾ ان جي حمل ۽ ٿڃ پيارڻ کان بس ڪرڻ ۽ جدا ڪرڻ وارو ميعاد ٽيهه مهينا آهي.

**بصير:-**

بصير هي اسم فاعل جو صيغو آهي هن جو فعل ثلاثي مجرد بصر آهي هن لفظ بصر جون ٻه معنائون آهن هڪڙي ڏسڻ ٻي معني آهي فهم، ادراڪ، سمجهه ۽ شعور ٻنهي معنائن جا مثال عرض رکجن ٿا. قَالَ رَبِّ لِمَ حَشَرْتَنِي أَعْمَى وَقَدْ كُنتُ بَصِيرًا (125-20) يعني (قرآن جو منڪر) چوندو ته اي منهنجا رب تو مون کي ڇو انڌو ڪري اٿاريو آهي آئون (دنيا ۾) ته ڏسندڙ هئس، ان ساڳي معني جو ٻيو مثال جيئن وَجَعَلْنَا اللَّيْلَ وَالنَّهَارَ آيَتَيْنِ فَمَحَوْنَا آيَةَ اللَّيْلِ وَجَعَلْنَا آيَةَ النَّهَارِ مُبْصِرَةً (12-17) يعني اسان رات کي هٿائي ڏينهن کي آندو سون جنهنجي روشنيءَ ۾ هرشئي ڏسڻ ۾ ايندڙ آهي. انهيءَ معني جو ٽيون مثال جيئن وَقَالَتْ لِأُخْتِهِ قُصِّيهِ فَبَصُرَتْ بِهِ عَن جُنُبٍ وَهُمْ لَا يَشْعُرُونَ(11-28) يعني موسي جي ماءُ موسي جي ڀيڻ کي چيو ته تون صندوق جو پيڇو ڪر پوءِ هوءَ انکي ڏسي پئي (ٽيڏي اک سان) لفظ بصارت بصائر، بصير ۽ بصر جي معني دل دماغ ۽ هوش سان ڳالهه سمجهڻ ۽ پروڙڻ جي معني جو مثال جيئن قَدْ جَاءَكُم بَصَائِرُ مِن رَّبِّكُمْ فَمَنْ أَبْصَرَ فَلِنَفْسِهِ وَمَنْ عَمِيَ فَعَلَيْهَا وَمَا أَنَاْ عَلَيْكُم بِحَفِيظٍ(104-6) يعني توهان جي طرف توهان جي پالڻهار

طرفان عقل ۽ فهم بصيرت جا فارمولا آيا آهن پوءِ جيڪو انهن کي پروڙيندو ته اهو پنهنجي لاءِ ٿو ڪري ۽ جيڪو انڌو رهيو ته ان جو وبال انتي رهندو، هتي انڌي ٿيڻ منجهان مراد به اندر بصيرت جو انڌو ۽ عقل جو انڌو ٿيڻ مراد آهي ظاهري اکين کان ته اهو ڏسڻ وارو هوندو.

## هن آيت ڪريمه منجهان ملندڙ قانون

زال مڙس جي وچ ۾ طلاق جو معاملو ٿي پيو هجي ۽ ان مهل تازو تازو ٻار ڄاول هجي ته هن آيت ڪريمه ۾ ان ٻار جي ٿڃ پيارڻ جا قائدا قانون ٻڌايا ويا آهن جنهن جو نالو آهي قانون رضاعت، جنهن قانون جون اندازا ڇهه عدد شقون ۽ جزئيون آهن، جزئي نمبر1 ٻار کي انجي طلاق ڏنل ماءُ ٿڃ پيارڻ لاءِ ترجيحي طور حقدار آهي، رضاعة جو مدو ٻه سال آهي، جيڪو پيءُ ماءُ جي گڏيل مشوري سان پورو ڪيو وڃي. قانون نمبر 2 ٻار جي ماءُ جنهن کي طلاق ڏنل آهي ان کي ٿڃ پيارڻ واري عرصي ۾ قانوني حدن مطابق کاڌي پيتي ۽ لباس جو خرچ مڙس طرفان ڪيس ڏيڻو آهي، جزئي نمبر 3 ان قانون ۾ ٻار جي پيءُ جي مالي حيثيت کي به لحاظ ۾ رکيو وڃي ۽ گڏوگڏ ٻار جي ماءُ کي به ڪس نه لاتي وڃي ۽ جيئن ٻار جي ماءُ جي حقن جو خيال ڪرڻو آهي اهڙي طرح پيءُ کي به هروڀرو ڦريو نه وڃي ان جي مالي حالت جو به لحاظ رکيو وڃي. جزئي نمبر4 جيڪڏهن ان دوران ٻار جو پيءُ مري ويو هجي ته ٻار جي وارث کي ٿڃ پيارڻ جي خرچ پکي جو انتظام ڪرڻو آهي. قانون رضاعت جي جزئي نمبر5 جيڪڏهن ٻنهي ڌرين يعني ٻار جي ماءُ توڙي پيءُ جي رضامندي ۽ گڏيل مشوري سان جيڪڏهن ٿڃ پيارڻ لاءِ ڪنهن ٻي مائي جو بندوبست ڪيو ٿو وڃي ته اهو به جائز آهي، هن قانون رضاعت جي جزئي نمبر 6 جي روشنيءَ ۾ ٿڃ پيارڻ لاءِ منڍ ۾ مٿين قانون نمبر 2 ۽ 3 جي روشني ۾ طئہ ٿيل معاوضي جي رقم ادا ڪرڻي آهي ان عرصي جي برابر جيڪو ۽ جيترو وقت ٻار جي ماءُ پنهنجي ٻار کي ٿڃ پياري آهي. آئون قرآن حڪيم جي طالب علمن جي خدمت ۾ عرض ڪيان ٿو ته امت مسلمه جي مذهبي پيشوائيت دنيا جهان وارن اڳيان قرآن حڪيم خلاف لڳاتار هي خواري ۽ ڊنڍورو ڦهلائيندي رهي ٿي ته اسان پنهنجي مدرسن ۾ فارسي امامن جون روايتون ۽ انهن جا فقه انڪري پڙهايون ٿا جو قرآن ۾ انهن جو تفصيلي ذڪر موجود ڪونهي ڪو، هاڻي ڪوئي به شخص پلي اهو قرآن جو دشمن ڇو نه هجي مولوين سميت سڄي دنيا جي قاضين مفتين ۽ ججن کي چئلنج ڪيان ٿو ته قانون رضاعت بابت هتي هن آيت (2-233) ۾ جيئن ۽ جيترو تفصيل سمجهايو ويو آهي ان کان وڌيڪ هو ڪنهن به امامي فقهن ۽ حديثن منجهان قرآن کان واڌاري ڪوئي قانون ڪڍي ڏيکارين. سو جيڪڏهن اهي قرآن مخالف مافيا وارا جواب ۾ ٻڌائين ته قرآن ۾ نماز جو ايترو تفصيل ڪونهي جيڪو امامي روايتن ۽ فقهن ۾ آهي ته ان لاءِ عرض آهي ته اها نماز ته جناب خاتم الرسل عليہ السلام کي نبوت ملڻ کان اندازا ٿي سو سال اڳي مجوسي

مذهب جي ماڻهن باه جي پوڄا ڪرڻ لاءِ پنهنجي مذهبي ماڻهن لاءِ گهڙي هئي سو اها نماز ته برابر آهي، پر قرآن واري صلوة ناهي ۽ امامي ڪيپ وارن پنهنجي موروثي شئي ڪي مسلم امت جي ڪاتي ۾ صلوة جي غلط ترجمي نماز طور مشهور ڪري قرآن حڪيم طرفان لاڳو ڪيل ذميدارين ۾ واڌارو ڪيو آهي، انهيءَ ڳالهه جو ثبوت هي آهي ته قرآن حڪيم جيڪو اقيموا الصلوة جو حڪم ڏنو آهي ۽ جنهن جي معني ۽ مفهوم هي آهي ته اوهان ڪي قران طرفان مليل آهي نظام حڪومت (4-105) اوهان ان جي اهڙي ته تابعداري ۽ پوئواري ڪيو جنهن سان اٰتوالزڪوة جو نتيجو ۽ رزلٽ ظاهر ٿئي ۽ ثابت ٿئي ته امامي تحريڪ جي ممبردانشورن صلوة وانگر لفظ زڪات جي معني ۽ مفهوم به بدلائي ڇڏي آهي زڪوٰة جي معني آهي مملڪت ۽ رياست جي هر شهري هر فرد ڪي ان جي پرورش لاءِ سڀ ضرورتون حڪومت ذريعي پوريون ڪري ڏيو جن ضرورتن ۾ خوراڪ پاڻي، لباس، گهر، تعليم علاج سڀ شيون اچي وڃن ٿيون، قران حڪيم ۾ لفظ زڪوٰة اندازً ڪل 32 ڀيرا استعمال ٿيو آهي انهن سڀني استعمالن جي موقعي منجهان ڪنهن هڪ هنڌ به هي ذڪر ڪونهي ته اقيمو الصلوة جي معني روزانو پنج ڀيرا فارس وارن جي گهڙيل نماز پڙهو ۽ ان سان گڏ جيڪو لاڳيتو اقيموا الصلوة جي سمجهاڻي ۽ تشريح طور جملو اٰتوا الزکاة جو آندو ويو آهي ته اها زڪات وري صلات وانگر روزانو پنجن ڀيرن بداران سال ۾ هڪ ڀيرو ڏيو اهو به چاليهن ٻڪرين تي هڪڙي ٻڪري ۽ سو روپين تي صرف اڍائي روپيا. هنن امامي تحريڪ وارن قران جي لفظن زڪات جي معني ته بدلائي پر ان ڪي نماز وانگر روزانو پنج ڀيرا ڪرڻ بدران سال ۾ هڪ ڀيرو ڪيائون پلا زڪوة ڪي ڪٽي پنج ڀيرا نه به ڪن ها پر ماڻهو انن پهرن يعني رات ڏينهن ۾ ٽي ويلا يا به ويلا ماني ڪائي ٿو، هي ڪٽي ائين ڪن ها ته جيڪڏهن نماز پنج ڀيرا ڪئي اٿن ته زڪوات روزانو ٽي ڀيرا ڪن ها، پلا ٽي ڀيرا نه ئي سهي غريب ماڻهو روزانو گهٽ ۾ گهٽ به ويلا ته ماني لهڻن سو هي امامت جي نالي سان قرآن جي اهم حڪومتي انتظامي اصطلاحن وارن لفظن جون معنائون بگاڙڻ وارا سو به جناب خاتم الانبياء جي نالي مبارڪ ڏي نسبت ڪيل حديثن سان جيڪي روايتون هنن پاڻ گهڙيون آهن انهن قرآن جي سين سياسي انتظامي ۽ حڪمرانيءَ جي فيصلن ۽ مسئلن مٿان روايتن ذريعي پوڄا وارا پوش ڍڪي ڇڏيا آهن. جن پوشن سبب ماڻهو قرآن ڪي حڪومت هلائڻ وارو منشوري ۽ دستوري ڪتاب نه سمجهن.

وَالَّذِينَ يُتَوَفَّوْنَ مِنكُمْ وَيَذَرُونَ أَزْوَاجًا يَتَرَبَّصْنَ بِأَنفُسِهِنَّ أَرْبَعَةَ أَشْهُرٍ وَعَشْرًا فَإِذَا بَلَغْنَ أَجَلَهُنَّ فَلاَ جُنَاحَ عَلَيْكُمْ فِيمَا فَعَلْنَ فِي أَنفُسِهِنَّ بِالْمَعْرُوفِ وَاللّهُ بِمَا تَعْمَلُونَ خَبِيرٌ

(234) وَلاَ جُنَاحَ عَلَيْكُمْ فِيمَا عَرَّضْتُم بِهِ مِنْ خِطْبَةِ النِّسَاء أَوْ أَكْنَنتُمْ فِي أَنفُسِكُمْ عَلِمَ اللّهُ
أَنَّكُمْ سَتَذْكُرُونَهُنَّ وَلَـكِن لاَّ تُوَاعِدُوهُنَّ سِرًّا إِلاَّ أَن تَقُولُواْ قَوْلاً مَّعْرُوفًا وَلاَ تَعْزِمُواْ عُقْدَةَ
النِّكَاحِ حَتَّىَ يَبْلُغَ الْكِتَابُ أَجَلَهُ وَاعْلَمُواْ أَنَّ اللّهَ يَعْلَمُ مَا فِي أَنفُسِكُمْ فَاحْذَرُوهُ وَاعْلَمُواْ
أَنَّ اللّهَ غَفُورٌ حَلِيمٌ(235) لاَّ جُنَاحَ عَلَيْكُمْ إِن طَلَّقْتُمُ النِّسَاء مَا لَمْ تَمَسُّوهُنُّ أَوْ تَفْرِضُواْ
لَهُنَّ فَرِيضَةً وَمَتِّعُوهُنَّ عَلَى الْمُوسِعِ قَدَرُهُ وَعَلَى الْمُقْتِرِ قَدْرُهُ مَتَاعًا بِالْمَعْرُوفِ حَقًّا
عَلَى الْمُحْسِنِينَ (236) وَإِن طَلَّقْتُمُوهُنَّ مِن قَبْلِ أَن تَمَسُّوهُنَّ وَقَدْ فَرَضْتُمْ لَهُنَّ فَرِيضَةً
فَنِصْفُ مَا فَرَضْتُمْ إَلاَّ أَن يَعْفُونَ أَوْ يَعْفُوَ الَّذِي بِيَدِهِ عُقْدَةُ النِّكَاحِ وَأَن تَعْفُواْ أَقْرَبُ
لِلتَّقْوَى وَلاَ تَنسَوُاْ الْفَضْلَ بَيْنَكُمْ إِنَّ اللّهَ بِمَا تَعْمَلُونَ بَصِيرٌ(237) حَافِظُواْ عَلَى الصَّلَوَاتِ
والصَّلاَةِ الْوُسْطَى وَقُومُواْ لِلّهِ قَانِتِينَ (238) فَإنْ خِفْتُمْ فَرِجَالاً أَوْ رُكْبَانًا فَإِذَا أَمِنتُمْ
فَاذْكُرُواْ اللّهَ كَمَا عَلَّمَكُم مَّا لَمْ تَكُونُواْ تَعْلَمُونَ (239) وَالَّذِينَ يُتَوَفَّوْنَ مِنكُمْ وَيَذَرُونَ
أَزْوَاجًا وَصِيَّةً لِّأَزْوَاجِهِم مَّتَاعًا إِلَى الْحَوْلِ غَيْرَ إِخْرَاجٍ فَإِنْ خَرَجْنَ فَلاَ جُنَاحَ عَلَيْكُمْ فِي مَا
فَعَلْنَ فِيَ أَنفُسِهِنَّ مِن مَّعْرُوفٍ وَاللّهُ عَزِيزٌ حَكِيمٌ (240) وَلِلْمُطَلَّقَاتِ مَتَاعٌ بِالْمَعْرُوفِ
حَقًّا عَلَى الْمُتَّقِينَ(241) كَذَلِكَ يُبَيِّنُ اللّهُ لَكُمْ آيَاتِهِ لَعَلَّكُمْ تَعْقِلُونَ(242)

ترجمو:- ۽ جيڪي ماڻهو اوهان منجهان وفات ڪري مري وڃن ۽ ڇڏي وڃن (پوئتي) زالون تہ اهي پاڻ انتظار ۾ رهن بئي نڪاح لاءِ چار مهينا ۽ ڏهہ ڏينهن، پوءِ جڏهن هو پهچن ان مدي کي پوءِ توهان (معاشري وارن تي) ڪوئي ڏوهہ ناهي ان مسئلي ۾ جيڪو هو (زالون) پنهنجي پاڻ لاءِ پسند وارو فيصلو ڪن. الله توهان جي ڪمن کان باخبر آهي (234). ۽ توهان مٿان ڪوئي ڏوهہ ناهي ان ۾ جو (عدت وارين عورتن کي) پيش ڪيو نڪاح جي آڇ ۽ پيشڪش يا اهڙي خواهش دل ۾ لڪائڻ (تي بہ ڪوئي ڏوهہ ناهي) الله ڄاڻي ٿو تہ اوهان انهن سان (عدت پوري ٿيڻ کانپوءِ) اهڙو ذڪر ڪندؤ. (پر ان معاملي ۾) ڳجهو نڪاح نہ

ڪجو انهن سان. البت انهن ڪي توهان قانوني حدن ۾ صرف (هڪ طرفي) ڳالهه ڪري سگهوٿا ۽ نڪاح جي عقد ڪي پڪو نہ ڪجو جيتري تائين لکيل عدت جو مدو پورو ٿئي، ڄاڻي ڇڏيو تہ الله اوهانجي اندر جي ڳالهين ڪي ڄاڻڻ وارو آهي سو (ان جي قانون جي ڀڃڪڙيءَ ڪان) پاسو ڪجو ڄاڻي ڇڏيو تہ الله (اوهان جي هلڪين ڦلڪين غلطين ڪي) بخشڻ وارو ۽ بردبار آهي (235) توهان مٿان ڪوئي حرج ناهي جيڪڏهن طلاق ڏئي وهو تا زالن ڪي (نڪاح ڪان پوءِ جهٽ پٽ ايترو جو توهان انهن ڪي ويجهائي ڪونہ ويا آهيو يا اوهان انهن لاءِ (مهر جو مقدار وارو) حصو بہ جدا ڪري (مقرر ڪري) نہ سگهيا آهيو. (تہ اهڙي صورت ۾) انهن ڪي ڪجهہ سامان ڏيو، سرنديءَ وارو ماڻهو پنهنجي حيثيت مطابق ۽ تنگدست ماڻهو پنهنجي حيثيت مطابق، مناسب حد وارو سامان اهو حق بڻجي ٿو سهڻو سلوڪ هلڻ وارن مٿان(236) ۽ جيڪڏهن توهان طلاق ڏيو تا زالن ڪي انهن ڪي ويجهي وڃڻ ڪان اڳ ۾ (يعني نڪاح ڪان پوءِ جلدي) ۽ توهان انهن لاءِ مهر جي رقم بہ مقرر ڪري چڪا آهيو، تہ ان مقرر ڪيل رقم جو اڌ حصو ڏيو، مگر جيڪڏهن اهي معاف ڪن، يا معاف ڪري (مرد) جنهن نڪاح جي ڳنڍ ڪي کولڻ لاءِ هٿ ۾ ڳهيريو آهي. (مرد ڪي خطاب آهي تہ) جيڪڏهن توهان معاف ڪري ڇڏيو (ڏنل رقم واپس نہ وٺو تہ) اهو وڌيڪ ويجهو آهي تقويٰ ڪي، ۽ پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان مهربانيءَ سان پيش اچڻ ڪي نہ وساريو الله اوهان جي اعمالن جي نگراني ڪري ٿو(237) حفاظت ڪيو ڊيوٽين جي (ذميدارين جي) ۽ خاص ڪري گهريلو ذميدارين جي (جن جي مرڪزي حيثيت آهي) ۽ چوڪس رهو الله لاءِ (ان جي حڪمن جي) فرمانبردار بنجڻ سان (238) پوءِ جيڪڏهن اوهان حالت خوف ۾ هجو تہ پوءِ پيدل يا سوار ٿي (ڊيوٽيون ڪيو) پوءِ جڏهن حالت امن ۾ وڃو تہ ياد ڪيو الله جي قانون ڪي جيئن سيکاريو اٿس توهان ڪي جيڪي نہ هئيو توهان اهي ڄاڻندڙ(239). ۽ جيڪي اوهان منجهان وفات ڪري وڃن ۽ ڇڏي وڃن (پوئتي) زالون، اهي وصيت ڪري وڃن پنهنجي زالن لاءِ سال جي عرصي لاءِ سامان جي (۽) گهرن منجهان انهن ڪي نہ ڪڍڻ جي، پوءِ جيڪڏهن پاڻ نڪري وڃن تہ پوءِ ان جو توهان مٿان ڪوئي ڏوهہ ناهي انهن جي اهڙي فيصلي ۾ جيڪو ڪن هو پنهنجي لاءِ ڀلو سمجهي، الله غالب ۽ حڪمت وارو آهي (240). ۽ طلاق ڏنل زالن ڪي قانون مطابق سامان ڏيڻ! اهو حق آهي پرهيزگارن مٿان (241). اهڙي نموني کولي بيان ڪري ٿو الله آيتون پنهنجون توهان جي لاءِ تا تہ سمجهي سگهو توهان (242).

## جدا جدا لفظن جي معني

**تمسوهن:-**

مس-مسس-مساس، هن لفظ جي معني آهي ڇهڻ ۽ ڪنهن شئي ڪي ڇهڻ ۽ پهچائڻ بہ ان لفظ جي معني ۾ آيو آهي ۽ هي لفظ بطور ڪنايي ۽ استعاري جي زال سان همبستر ٿيڻ ۽ جماع ڪرڻ جي معني ۾ بہ استعمال ڪيو ويو آهي، ڇهڻ ۽ پهچڻ واري معني جو

مثال جيئن فَإِذَا مَسَّ الْإِنسَانَ ضُرٌّ دَعَانَا (39-49) يعني جنهن وقت پهچي ٿو انسان کي نقصان تہ اسانکي سڏڻ ۾ شروع ٿي ٿو وڃي- جماع لاءِ ڪنايي طور هن لفظ جي استعمال جو مثال جيئن لاَّ جُنَاحَ عَلَيْكُمْ إِن طَلَّقْتُمُ النِّسَاء مَا لَمْ تَمَسُّوهُنُّ (236-2) يعني اوهان مٿان ڪوئي ڏوهہ ناهي جيڪڏهن اوهان زالن کي طلاق ڏيو صحبت ڪرڻ کان اڳ ۾. لفظ مس جي هڪڙي معني آهي فڪري ۽ علمي لحاظ کنهن ڳالهہ جي مقصديت ۽ مفهوم کي پهچڻ ۽ ان جي پروڙ حاصل ڪرڻ جيئن لَّا يَمَسُّهُ إِلَّا الْمُطَهَّرُونَ(79-56) يعني قرآن حڪيم جي حقيقتن کي پاڪيزه سوچ ۽ ذهن رکڻ وارن کان سواءِ ڪوئي پهچي نہ سگهندو. يعني بد باطن ۽ قرآن بابت اندر ۾ کوٽ رکڻ وارو قرآن جي صحيح مطلب کي حاصل ڪري نہ سگهندو.

**المقتر (قتر):-**

هي لفظ قرآن حڪيم ۾ ڪل پنج ڀيرا استعمال ٿيو آهي، جيڪي پنجئي ڀيرا جڻ تہ پنهنجي استعمال دوران هن لفظ جي معني پاڻ ڏسين ٿا مثال جيئن وَالَّذِينَ إِذَا أَنفَقُوا لَمْ يُسْرِفُوا وَلَمْ يَقْتُرُوا وَكَانَ بَيْنَ ذَٰلِكَ قَوَامًا(67-25) يعني اهي ماڻهو جنهن وقت هو خرچ ڪن ٿا تہ نہ ڪي اجايو وڃائين ٿا نہ ئي وري تنگدستي ڪن ٿا، هن آيت ڪريمہ ۾ يقتروا لفظ کي جنهن وقت لفظ يسرفوا يعني اسراف جي مقابلي ۾ آندو ويو تہ ان تقابل منجهان ئي ان جي معني ۽ مفهوم معلوم ٿي ويو الله جو پنهنجي ڪلام ۾ استعمال جو اهڙو انداز گهڻي ڪوجنا ۽ پريشاني کان بچائي ٿو ڇڏي جو، اتي جو اتي مقابل لفظ اهڙو ٿو آڻي جنهن جي معني مشهور ۽ غير متنازع ۽ مجيل هجي ٿي تہ پوءِ مقابل ڏڪئي لفظ ۽ غير مشهور لفظ کي بہ ان مهل سمجهڻ آسان ٿيو پوي. مون عرض ڪيو تہ هن لفظ جا ڪل پنج ڀيرا استعمال هن لفظ جي معني جي جڻ تہ ڊڪشنري جا حوالا آهن خود هن آيت (236-2) واري استعمال مٿان ٿورو غور ڪيو تہ جڻ مسئلو حل لڳو پيو آهي لاَّ جُنَاحَ عَلَيْكُمْ إِن طَلَّقْتُمُ النِّسَاء مَا لَمْ تَمَسُّوهُنُّ (236-2) يعني بغير صحبت جي طلاق ڏنل زالن کي جدا ٿيڻ مهل سامان ڏيو مالي حيثيت وارو ماڻهو پنهنجي حال مطابق ۽ تنگدست ماڻهو پنهنجي حال سارو. هن لفظ قتره جي معني قرآن حڪيم ميراڻ بہ ٻڌائي آهي ۽ اهو ٻڌائڻ جو انداز بہ عجيب آسان آهي جو قيامت جي منظر ڪشي ڪندي فرمائي ٿو تہ وَوُجُوهٌ يَوْمَئِذٍ عَلَيْهَا غَبَرَةٌ. تَرْهَقُهَا قَتَرَةٌ.(41-40-80) يعني ان ڏينهن ڪيترائي اهڙا چهرا هوندا جن تي غبار ڇانيل هوندو (جڻ تہ) ويڙهي ڇڏيو آهي ان کي ميراڻ.

**فرض (فريضہ):-**

لفظ فرض جي معني آهي ڪنهن شئي جو پهريائين اندازو لڳائي پوءِ ان اندازي جي حساب سان ان کي ڪاٽي جدا ڪرڻ ۽ ڪاٽڻ تہ هاڻي اندازي لڳائڻ کي بہ فرض سڏيو ويو آهي ۽ اندازي لڳايل مقدار کي بہ فرض سڏيو ويو آهي جيئن لَّعَنَهُ اللَّهُ وَقَالَ لَأَتَّخِذَنَّ مِنْ عِبَادِكَ

نَصِيبًا مَّفْرُوضًا(4-118) چيو شيطان الله کي تہ آئون تنهنجي ٻانهن منجهان ضرور وٺندس مقرر حصو. وڌيڪ هڪ ٻئي آيت ۾ ٻن معنائن جا مثال جيئن وَقَدْ فَرَضْتُمْ لَهُنَّ فَرِيضَةً فَنِصْفُ مَا فَرَضْتُمْ(2-237) يعني جيڪڏهن اوهان زالن کي طلاق ڏني آهي اڳ ۾ ڇهڻ جي (۽ انهن کي ڪجهہ ڏيڻ لاءِ) ڪاٽي چڪا آهيو انهن لاءِ حصو. هن مثال ۾ ڪاٽڻ جو عمل ۽ ڪٽيل حصو ٻنهي لاءِ فرض جو لفظ اچي ويو. وڌيڪ جيڪا قرآن جي هيءَ ڳالهہ آهي تہ قرآن جي نازل ڪيل هر سورت فرض آهي ۽ ان جو مطلب تہ قرآن جا سڀ حڪم الله جي پاران انسانن مٿان مؤمنن مٿان فرض آهن ان جو مثال جيئن إِنَّ الَّذِى فَرَضَ عَلَيْكَ الْقُرْآنَ لَرَادُّكَ إِلَىٰ مَعَادٍ(28-85) يعني جنهن هستيءَ تنهنجي مٿان قرآن کي فرض ڪيو آهي اهو توکي موٽائي آڻيندو موٽڻ واري جاءِ تي (يعني مڪو فتح ڪرائيندو) (2-144).

### وسطيٰ (الصلوة الوسطي):-

لفظ وسط جي معني آهي وچ، ان جو مثال جيئن فَوَسَطْنَ بِهِ جَمْعًا(5-100) يعني (اهي گهوڙا) مٿي غبار اڏاريندا دشمنن جي لشڪر جي وچ ۾ ڪاهي پوندا آهن. ۽ هروچ واري شئي کي مرڪزيت حاصل هوندي آهي جيئن فرمان آهي قَالَ أَوْسَطُهُمْ أَلَمْ أَقُل لَّكُمْ لَوْلَا تُسَبِّحُونَ(28-68) يعني انهن جي مرڪزي ماڻهوءَ چيو تہ ڇا مون توهان کي ڪونہ چيو هو تہ اوهان پنهنجون سرگرميون الله جي قانون جي تابع ڇو ڪونہ ٿا رکو. جيئن تہ اسان صلوة جي معني آيت نمبر (31-75) جي حوالي سان لکي آيا آهيون قرآن واري نظام جي پيروي ۽ ڊيوٽيون ڪرڻ تہ هتي هن آيت ۾ صلوة وسطي جي جيڪا معني مرڪزي ڊيوٽي ٿيندي ان جي معني تہ هر ماڻهو پهريائين پنهنجي گهريلو نظام کي درست رکي هر انسان جي مرڪزي پوائنٽ ان جو گهر آهي جڏهن اوهان جا گهريلو مسئلا درست هوندا تڏهن توهان ٻاهر جي نظام ۾ يڪسوئيءَ سان منهن ڏيئي سگهندؤ.

### قانتين:-

آئون هت لفظ قانتين جا نهايت چند استعمال بطور مثال عرض ڪيانٿو تہ پڙهندڙ محسوس ڪندا تہ ڪيئن نہ قرآن پاڪ پنهنجي خاص لفظ جي معني ۽ مفهوم کي ڪيئن تہ مقرر ۽ معين ڪري ٿو ڏيکاري مثال يَا مَرْيَمُ اقْنُتِي لِرَبِّكِ وَاسْجُدِي وَارْكَعِي مَعَ الرَّاكِعِينَ(3-43) اي مريم تون پنهنجي پالڻهار جي فرمانبرداري ڪر ۽ ان جي حڪمن جي تعميل ڪر ۽ اسانجي حڪمن کي مڃيندڙن سان گڏ مڃڻ واري ٿي. هتي اقنتي جي لفظ سان حڪم کي جن ٻين ذميدارين يعني رڪوع ۽ سجدي سان گڏ ذڪر ڪيو ويو آهي تہ رڪوع ۽ سجدي جي معني مفهوم مشهور ۽ غير متنازعہ آهي تہ انجي تقابل ۾ آندل لفظ قنوت کي بہ ساڳئي گروپ ۾ آڻڻ سان جڻ تہ قرآن حڪيم ان لفظ جو بہ معنوي اصل نسل ٻڌائي ڇڏيو. اهڙي نموني إِنَّ

الْمُسْلِمِينَ وَالْمُسْلِمَاتِ وَالْمُؤْمِنِينَ وَالْمُؤْمِنَاتِ وَالْقَانِتِينَ وَالْقَانِتَاتِ(35-33) واري آيت ۾ بہ قرآن حڪيم جي هن هڪ وڏي لقب واري معني واري لفظ کي اهڙن ئي ٻين القابن سان گڏ آندو ويو آهي جيڪي هي آهن مسلم مرد ۽ مسلم عورتون مؤمن مرد ۽ مؤمن عورتون قانتين مرد ۽ قانتات عورتون صديق مرد ۽ صادقات عورتون، صابرين مرد ۽ صابرات عورتون عاجزي ڪندڙ مرد ۽ عورتون، الله جي راهہ ۾ صدقو ڏيندڙ مرد ۽ عورتون الله جي قانون هيٺ پاڻ کي ڪنٽرول ۾ رکڻ وارا مرد ۽ عورتون پنهنجي عزت عصمت جي حفاظت ڪرڻ وارا مرد ۽ عورتون، هر قدم تي الله جي قانون کي سامهون رکندڙ مرد ۽ عورتون.

محترم پڙهندڙو! مون هن آيت جي تفصيل ۾ لفظ قانتين ۽ قانتات جو ترجمو جاٽي ٻجهي ڪونہ ڪيو صرف هن لاءِ تہ اوهان اندازو لڳائي سگهو تہ قرآن حڪيم هن لقبي لفظ کي لقبن ۽ اعزازن جي گروپ ۾ آندو آهي تہ يقين سان هنن لفظن جي معني بہ انهن لفظن سان ملندڙ جلندڙ هوندي جيڪا آهي تہ الله جي قانون جا پيروڪار مرد ۽ عورتون. هن گذارش ذريعي مونکي پڙهندڙن جو ڌيان هن طرف ڇڪرائڻو آهي تہ قرآن حڪيم ڪنهن اوپري ۽ گهٽ استعمال ٿيڻ واري لفظ کي ٻين مشهور ۽ معني جي لحاظ سان معلوم الفاظن جي گروپ ۾ آڻي پڙهندڙن لاءِ سهولت ڪري ٿو تہ جيئن هو ان اوپري لفظ جي معني مطلب مختصر غور سان سمجهي سگهن، اهوئي خلاصو آهي قرآن حڪيم جي هن اعلان جو تہ وَلَقَدْ يَسَّرْنَا الْقُرْآنَ لِلذِّكْرِ فَهَلْ مِن مُّدَّكِرٍ(17-54) يعني اسان قرآن کي سمجهڻ لاءِ آسان بنايو آهي هجي ڪوئي جيڪو سمجهي.

## جُناح:-

لفظ جناح جي هڪڙي معني آهي پکيءَ جا پر ۽ ماڻهو جاهٽ ۽ ٻانهون بہ ان معني ۾ استعمال ٿيا آهن، انهيءَ مناسبت سان پاڇو ۽ پاڙو ۽ لاڙو بہ معني ۾ اچي سگهن ٿا ٻي هن جي معني جنهن ۾ هن لفظ جو گهڻو استعمال ٿيو آهي اها آهي، "حرج" ۽ "گناهہ" مثال عرض ڪجن ٿا جيئن وَإِن جَنَحُواْ لِلسَّلْمِ فَاجْنَحْ لَهَا وَتَوَكَّلْ عَلَى اللّهِ إِنَّهُ هُوَ السَّمِيعُ الْعَلِيمُ (61-8) جيڪڏهن دشمن صلح ڪرڻ لاءِ لاڙو ڪري تہ تون بہ ان لاءِ لڙي پوءِ الله تي توڪل ڪري، ٻي معني "پر" ۽ ٻانهون ان جو مثال جيئن وَاخْفِضْ لَهُمَا جَنَاحَ الذُّلِّ مِنَ الرَّحْمَةِ وَقُل رَّبِّ ارْحَمْهُمَا كَمَا رَبَّيَانِي صَغِيرًا(24-17) يعني (پيءُ ماءُ لاءِ) جهڪاءِ ٻانهون عاجزي واريون نرميءَ سان وڌيڪ مثال تہ وَاضْمُمْ يَدَكَ إِلَى جَنَاحِكَ تَخْرُجْ بَيْضَاء مِنْ غَيْرِ سُوءٍ آيَةً أُخْرَى (22-20) يعني ملاءِ طاقت پنهنجيءَ کي طرف پاسي پنهنجي سان (دشمنن جي مقابلي ۾) نڪري ويندي تون بغير ڪنهن پريشانيءَ جي هتي جناح جي معني پاسو ٿيو، وڌيڪ مثال جناح معني اڏامڻ وارا "پر" وَمَا مِن دَآبَّةٍ فِي الأَرْضِ وَلاَ طَائِرٍ يَطِيرُ بِجَنَاحَيْهِ إِلاَّ أُمَمٌ أَمْثَالُكُم مَّا فَرَّطْنَا فِي الكِتَابِ مِن شَيْءٍ ثُمَّ إِلَى رَبِّهِمْ يُحْشَرُونَ(38-6) يعني زمين ۾ جيڪي بہ هلندڙ جانور آهن ۽ اڏامندڙ پکي

آهن پنهنجي ٻن پرن سان اهي سڀ توهان مثل نسل آهن. جُناح جي معني حرج ۽ گناهه جو مثال جيئن لَيْسَ عَلَيْكُمْ جُنَاحٌ أَن تَأْكُلُوا جَمِيعًا أَوْ أَشْتَاتًا (24-61) يعني اوهان مٿان ڪوئي گناهه ناهي جو گڏجي کائو يا جدا جدا.

## هنن آيتن منجهان ملندڙ قانون

آيت نمبر 234 ۾ جن عورتن جا مڙس فوت ٿي ويا هجن انهن جي عدت چار مهينا ڏهه ڏينهن ٻڌائي وئي آهي، مطلق عدت جي مسئلي ۾ قرآن حڪيم ٽي ماهواريون ٻه ڏسيون آهن (2-228) اهو حڪم انهن عورتن لاءِ آهي جن کي ماهواري نه ايندڙ هجي ته ان لاءِ عدت جو مدو ٽي مهينا ڏسيو ويو آهي (4-65) ۽ جيڪا عورت پيٽ سان هجي ته پوءِ ان جي عدت ٻار جمڻ تائين آهي (4-65) پر سوال ٿو پوي ته جڏهن عدت منجهان مقصد صرف عورت جي پيٽ ۾ هجڻ واري ٻار جو پتو لڳائڻو آهي ته اهو ٻين صورتن ۾ ٽن ماهوارين ۽ ٽن مهينن گذرڻ سان معلوم ٿي ٿو وڃي ته هن صورت ۾ جڏهن جو ڪنهن عورت جو مڙس مري وڃي ته ان جي عدت جو مدو ٽن مهينن يا ماهوارين کان چاليهه ڏينهن وڌائي چار مهينا ڏهه ڏينهن ڇو رکيو ويو آهي، ان سوال جو جواب هي آهي ته مڙس کان طلاق ملڻ بعد يا مڙس جي مري وڃڻ کان پوءِ اصل ٻن ڳالهين کي قرآن حڪيم سامهون رکيو آهي هڪ ته عورت جي پيٽ ۾ ٻار جو پتو لڳائڻ جنهن سان اڳتي مڙس جي نسل جي خالص رکڻ جي سلامتي گهربل آهي سو اها ڳالهه ٽن مهينن ۽ ماهوارين تائين معلوم ٿي وڃڻ يقيني آهي ۽ ٻي ڳالهه جيڪا قرآن حڪيم جي طرفان فوتي مڙس جي زال جي عدت ۾ واڌاري جي ڳالهه اها معاشرتي فلسفي سان تعلق رکندڙ آهي اها هيءَ ته عورت جي خود مختياري ۽ پنهنجي باري ۾ زندگي گذارڻ جا فيصلا پاڻ ڪرڻ جو حق، سو جنهن عورت جو مڙس مري ويو هجي ان جون ڪيئي صورتون ٿي سگهن ٿيون هڪ ته ان جو موت طبعي نه ٿيو هجي ممڪن آهي ته ڪي معاشرتي تڪرار ان موت جو سبب هجن جن منجهان خود هن جوڙي جي شاديءَ تي ئي قاتل کي اختلاف هجي پوءِ عدالت کي ته ان خون جو فيصلو ڪرڻو آهي اهڙين امڪاني صورتن جي انديشي سبب فوتيءَ جي زال جي عدت عام اصول کان چاليهه ڏينهن وڌائي وئي آهي پوءِ هن آيت ۾ مردن کي خطاب ڪندي فرمايو آهي ته فَإِذَا بَلَغْنَ أَجَلَهُنَّ فَلاَ جُنَاحَ عَلَيْكُمْ يعني اهڙيون بيوه عورتون جڏهن عدت جي مدي کي پورو ڪرڻ کي پهچن توهان مردن مٿان هاڻي انهن عورتن جي باري ۾ ڪوئي بوجهه ۽ الزام ناهي ذميداري ناهي انهن جي انهن فيصلن جي باري ۾ جيڪي هو پنهنجي لاءِ ڪن. ته اهو آهي چاليهن ڏينهن فوتين جي زالن کي عدت ۾ وڌائڻ جو فلسفو جيڪو مقتول مڙس جي ڪري انجي بيوه کي پنهنجي نئين زندگي لاءِ فيصلي ڪرڻ خاطر چاليهه ڏينهن وڌيڪ ڏنا ويا آهن هاڻي ملڪي عدالتن جي ذمه داري آهي ته هو قتل ۽ خون جا فيصلا وڌ ۾ وڌ چار مهينن ۽ ڏهن ڏينهن ۾ پورا ڪن اها ڳالهه وري تڪرار سان ڪيان ٿو ته آيت جي عبارت ۾ غور ڪيو ته فلاجناح عليڪم

۾ مردن کي خطاب آهي وري پوئين جملي ۾ عورتن جي خود مختياريءَ جو فِيۡمَا فَعَلۡنَ فِىۡۤ اَنۡفُسِهِنَّ بِالۡمَعۡرُوۡفِ سان ذڪر ڪيو ويو آهي. تہ قرآن حڪيم پڪ مردن طرفان ڦڏي وجهڻ جي انديشي جي پيش نظر فوتي مردن جي بيوه عورتن جي عدت ٽن مهينن کان چاليهہ ڏينهن وڌائي، متوقع فساد ٽارڻ لاءِ مهلت ڏني آهي. (234) آيت نمبر 235 ۾ بہ فوتي ماڻهن جي زالن متعلق جيڪي عدت ۾ وينيون آهن انهن سان نڪاح ۽ شادي جي راهہ ۽ رسم قائم ڪرڻ جا قائدا قانون سمجهايا آهن جن جو تفصيل معتلقہ لفظن جي چنڊ ڇاڻ مهل اچي چڪو آهي (235). آيت نمبر 236 ۾ طلاق جي ان صورت جو ذڪر ڪيو ويو آهي جنهن ۾ نڪاح کانپوءِ مڙس زال جي ويجهوئي نہ ويو آهي تہ اڳيئي طلاق جي نوبت اچي وئي آهي ان صورت ۾ زال کي عدت تہ ناهي ڪرڻي پر قرآن حڪيم هي پارت ڪئي آهي تہ نيڪ آهي جيڪڏهن طلاق سبب جدائي ٿي وئي آهي پر مڙس کي گهرجي تہ هو ان عورت کي جنهن لاءِ مهر جو بہ اڳ ۾ ڪو فيصلو ناهي ٿيل تہ ان کي پنهنجي مالي حيثيت مطابق ڪجهہ نہ ڪجهہ گهربل سامان ئي ڏيئي ڇڏيو رب پاڪ اوهانجي اهڙي عمل کي احسان طور ڏيڻ قرار ڏيئي ان کي لازم بنائي ٿو (236). آيت نمبر 237 ۾ انهيءَ طلاق جي قسم جو ذڪر ڪيو ويو آهي جيڪا اڳيئين قسم وانگر نڪاح کان پوءِ ٿي آهي ۽ ان ۾ بہ مڙس زال کي ويجهوئي ڪونہ ٿيو آهي پر ان نڪاح ۾ زال لاءِ مهر مقرر ڪرڻ جي ڳالهہ طئي ٿيل آهي تہ ان لاءِ اهڙي طلاق کان پوءِ حڪم ڏنو ويو آهي تہ مهر جي مال جو اڌ عورت کي پري ڏئي. يا جيڪڏهن اهڙي صورت ۾ زالون معاف ڪري ڇڏين، يا اها ڌر جنهن جي هٿ ۾ (وس ۾) نڪاح کي پڪو ڪرڻ جو وس هجي يعني جنهن ڌر نڪاح کي ٽوڙڻ جو ڪيس اٿاريو هجي، مطلب تہ زال ۽ مڙس جي ٻنهين ڌرين کي هڪ ٻئي سان ڇڏيڏا ۽ همدردي وارو جذبو هجڻ گهرجي، اوهان جي پاڻ ۾ سلوڪ تي الله جي طرفان ڊجيٽل آٽو ميٽڪ ڪئمرائون لڳل آهن اوهان جي هڪ ٻئي سان سلوڪ وارن فيصلن سان معاشرا ٺهن ۽ ڊهن ٿا انڪري وَلَا تَنۡسَوُا الۡفَضۡلَ بَيۡنَكُمۡ هڪ ٻئي تي مهربان رهڻ واري جذبي کي ڪڏهن بہ نہ وساريو (237). آيت نمبر 238 ۽ 239 ۾ قرآن پاڪ آيت نمبر 221 کان وٺي جيڪي نڪاح ۽ طلاق جي حوالي سان قانون ڏسڻ شروع ڪيا آهن هاڻ هتي آيت نمبر 237 تائين بہ ساڳيو ئي ربط ۽ تسلسل آهي پر متاڃري سوچ رکڻ وارن کي سمجهڻ ۾ ڪجهہ تشويش ٿي سگهي ٿي هن ڳالهہ تي تہ آيت نمبر 238 ۽ آيت نمبر 239 جو ظاهري طرح هڪدم موضوع ڇا کان ڇاتي ويو آهي ۽ وري آيت نمبر 240 کان يعني بہ آيتون ڇڏي ٽين آيت کان پوءِ ساڳيو اڳيون موضوع طلاق يا مڙس جي فوتگيءَ کانپوءِ بيواهہ عورتن جي پرگهور وارو ذڪر. سو هتي هنن آيتن 238 ۽ 239 ۾ رب پاڪ جيڪو فرمائي ٿو تہ پنهنجي اسٽيٽ سروسز ۽ مرڪزي ذميداريءَ جي حفاظت ڪيو ۽ هر وقت اٽين شن رهو حڪم جي تعميل لاءِ هوشيار رهو ۽ جيڪڏهن توهان جي ملڪ ۽ رياست کي خطرو پئجي وڃي ۽ اوهان جنگي محاذن تي هجو تہ پيدل يا سواريءَ تي هجو

هر حال ۾ الله جي قانون کي سامهون رکو ۽ امن جي حالت ۾ به معمول مطابق هر وقت الله جو ڏسيل قانون اوهان جي سامهون رهي. سوهنن بن آيتن جي نرالي موضوع جي پنهنجي اڳي وارين آيتن ۽ بعد وارين آيتن جن ۾ بيواهه عورتن ۽ انهن جي اختيارن جي حوالي سان ڳالهين دوران هي ڪهڙو موضوع اچي ويو ته اهو هن لاءِ ته اهي گهريلو مسئلا ۽ رياستي تحفظ جا مسئلا ايترو ته اهم آهن جو اوهان جڏهن پنهنجي گهرن کان وٺي اجتماعي معاشري ۽ رياست جي پاڻ ۾ تعلق کي سنڀاري هلندو ته توهان جا گهر ۽ ملڪ به صحيح هلندا پر جن ماڻهن جا گهريلو تعلقات بگڙيل هوندا ۽ عورتون جيڪو معاشري ۽ رياست جو عددي لحاظ سان گهٽ ۾ گهٽ اڌ آهن انهن جا جڏهن حق رليل ۽ غير محفوظ هوندا ته اهڙي صورت ۾ اوهان جا گهر ته لازمي طور اجڙي ويندا پر ياد رکجو اوهان جون رياستون به سلامت نه رهنديون 238- 239.

جيڪي ماڻهو مرڻ کي ويجها هجن ۽ پويان هو زالون ڇڏي ويندا هجن ته انهن مٿان لازم آهي ته هو زالن لاءِ وصيت ڪري وڃن ته گهٽ ۾ گهٽ اهي هڪ سال مڙسن جي گهرن ۾ رهن ۽ انهن لاءِ وصيت ۾ سال جي سامان جي خرچ ڏيڻ جي به سفارش لکي وڃن پر جيڪڏهن هو پاڻيهي گهر ڇڏي وڃي ڪو بيو ماڳ وسائين ته انهن مٿان ڪائي بندش نه هجڻ گهرجي ياد رکيو وڃي ته الله ان جي قانون تي نه عمل ڪرڻ وارن کان ڏاڍو آهي ۽ ان جا سڀ قانون رحمت تي مبني آهن(240).

جاٽي ڇڏيو ته طلاق ڏنل عورتن کي قانون مطابق ضرورت جو سامان ڏيڻ الله جو خوف رکڻ وارن مٿان واجب آهي، سو اهي سڀ قانون توهان لاءِ الله کولي کولي پنهنجي آيتن ۾ سمجهايا آهن صرف توهان عقل استعمال ڪيو(241-242).

أَلَمْ تَرَ إِلَى الَّذِينَ خَرَجُواْ مِن دِيَارِهِمْ وَهُمْ أُلُوفٌ حَذَرَ الْمَوْتِ فَقَالَ لَهُمُ اللّهُ مُوتُواْ ثُمَّ أَحْيَاهُمْ إِنَّ اللّهَ لَذُو فَضْلٍ عَلَى النَّاسِ وَلَـكِنَّ أَكْثَرَ النَّاسِ لاَ يَشْكُرُونَ (243) وَقَاتِلُواْ فِي سَبِيلِ اللّهِ وَاعْلَمُواْ أَنَّ اللّهَ سَمِيعٌ عَلِيمٌ (244) مَّن ذَا الَّذِي يُقْرِضُ اللّهَ قَرْضًا حَسَنًا فَيُضَاعِفَهُ لَهُ أَضْعَافًا كَثِيرَةً وَاللّهُ يَقْبِضُ وَيَبْسُطُ وَإِلَيْهِ تُرْجَعُونَ (245).

**ترجمو:-**

ڇا تو غور نه ڪيو انهن جي حال تي جيڪي پنهنجي گهرن مان هزارن جي ڳاڻيٽي ۾ نڪتا موت جي خوف کان پوءِ چيو انهن کي الله ته مري ڪپي وڃو، پوءِ جيئرو ڪيائين انهن کي، الله ماڻهن تي وڏو مهربان آهي پر گهڻا ماڻهو ناشڪرا آهن (243) ۽ الله جي راهه ۾ جنگ ڪيو ۽ ڄاڻي ڇڏيو ته الله ٻڌندڙ ۽ ڄاڻندڙ آهي (244) ڪير آهي جيڪو قرض ڏئي

(عوامي حاجتن لاءِ قائم ڪيل) الله (واري نظام) کي پوءِ موٽ ۾ وڌائي ڏيندو انهيءَ کي ڪوڙ ڀيرا ٻيڻ چوڻ پنجوڻ. الله (جو قانون معيشت) گهٽائي ٿو ۽ وڌائي ٿو ۽ انهيءَ جي طرف توهان موٽايا ويندو(245).

## جدا لفظن جي معني

### الوف (الف):-

الوف جمع آهي الف جو، الف جي معني آهي گهڻين سارين شين جو پاڻ ۾ ملي وڃڻ گڏجي وڃڻ رل مل ٿي وڃڻ. مثال وَأَلَّفَ بَيْنَ قُلُوبِهِمْ لَوْ أَنفَقْتَ مَا فِي الأَرْضِ جَمِيعاً مَّا أَلَّفَتْ بَيْنَ قُلُوبِهِمْ وَلَـكِنَّ اللّهَ أَلَّفَ بَيْنَهُمْ إِنَّهُ عَزِيزٌ حَكِيمٌ(63-8) يعني الله عزوجل جناب رسول جي مؤمن ساٿين جو پاڻ ۾ ايترو ڳانڍاپو ڪيو آهي انهن جي دلين منجهه، جو جيڪڏهن تون زمين جي سموري ملڪيت خرچ ڪرين ته ان سان تون ايترو ڳانڍاپو نه ڪري سگهين. لفظ الف جي ٻي معني آهي هڪ هزار. الفين ان جو تثنيه جو صيغو آهي ۽ آلاف ۽ الوف اهي جمع جا صيغا آهن، جناب يونس عليه السلام جي تذڪري ۾ قرآن ٻڌائي ٿو ته وَأَرْسَلْنَاهُ إِلَى مِئَةِ أَلْفٍ أَوْ يَزِيدُونَ(147-37) يعني اسان ان کي لک سوا لک ماڻهن ڏي رسول ڪري موڪليوسون، انهيءَ معني جو اجا ٻيو مثال جيئن وَلَقَدْ أَرْسَلْنَا نُوحًا إِلَى قَوْمِهِ فَلَبِثَ فِيهِمْ أَلْفَ سَنَةٍ إِلَّا خَمْسِينَ عَامًا فَأَخَذَهُمُ الطُّوفَانُ وَهُمْ ظَالِمُونَ(14-29) يعني نوح عليه السلام انهن ماڻهن ۾ پنجاهه گهٽ هڪ هزار سال جو عرصو رهيو.

### يقرض:

(قرض) لفظ قرض جي اصل ۾ پنهنجي ۽ لغوي معني آهي ڪاٽڻ ۽ ڪترڻ ان جو مثال جيئن وَتَرَى الشَّمْسَ إِذَا طَلَعَت تَّزَاوَرُ عَن كَهْفِهِمْ ذَاتَ الْيَمِينِ وَإِذَا غَرَبَت تَّقْرِضُهُمْ ذَاتَ الشِّمَالِ(17-18) يعني سج جڏهن غروب ڪري ٿو ته ڪترائيندو وڃي ٿو (انهن غار وارن کان) انهن جي کابي پاسي کان اهي هڪ کليي ميدان ۾ هئا ان کان. قرض جي ٻي معني آهي ته ڪاشيءِ ڪنهن کي ڏجي ته موٽ ۾ ونڻ وارو اها شيءِ ان کي واپس ڪندو، قرآن حڪيم هن معني سان لفظ قرض جو استعمال اندازا ٻارنهن ڀيرا ڪيو آهي ۽ رب پاڪ ماڻهن جي نظام معيشت جي پسمنظر ۾ ماڻهن کان قرض ونڻ جو مطالبو به ڪيو آهي هن وعدي سان ته اوهان قرض ڏيندؤ ته اوهان کي موٽ ۾ ٻيڻ چوڻ بدلو ڏنو ويندو الله جي هن ڳالهه منجهان ڪير ائين نه سمجهي ته الله موٽ ۾ مُور سان گڏ وياج ٿو ڏئي بلڪ الله جو هي مطالبو ماڻهن کان جيئن اپت جي ٻين ترقياتي ڪمن لاءِ آهي اهڙي طرح زمين ۾ اپت لاءِ پورهيي ڪرڻ جو به آهي جيئن ڪو سال لاءِ يا نقد رقم بطور قرض ورتي ويندي آهي اهڙي طرح هي مطالبو زمين کي آباد ڪرڻ لاءِ ان ۾ محنت ڪرڻ جو به هڪ قسم جو قرض گهرڻ وانگر آهي ان پورهيي ۽ محنت کي به جڻ ته قرض سان تعبير ڪرڻ گهرجي، سو ڪجهه مهينن کان پوءِ ان محنت جي صلي ۾ ان زمين جو جيڪو فصل لهندو پوءِ جيڪڏهن مثال طور محنت هوندي هڪ لک روپين جي

تہ زمين جي لهپ ان جي مقابلي ۾ پنجن لکن جي بہ ٿي سگهندي، زمين جي پيداوار بہ هڪ طرح سان قرض جي موٽ وانگر آهي.

**يقبض و يبسط:-**

هتي هي ٻئي لفظ آيت ڪريمہ ۾ گڏ ذڪر ڪري رب پاڪ جڻ تہ پڙهندڙن جي لاءِ جاڻ حاصل ڪرڻ جي تعليم ڏني تہ معني جي لحاظ سان هي ٻيئي لفظ هڪ ٻئي سان ٽڪريل آهن سو جيڪو قانون آهي تہ شين کي ان جي مقابل ۽ مخالف شين ذريعي سڃاتو ويندو آهي تہ هتي بہ رب پاڪ تعرف الاشياءِ باضدادها مطابق قبض معني بند ڪرڻ، ڪنٽرول ڪرڻ ۽ بسط معني کولي ڇڏڻ هنن ٻنهي لفظن کي گڏ آڻي مسئلو ئي حل ڪري ڇڏيو.

**هنن آيتن منجهان ملندڙ تعليم**

جيئن تہ هن آيت ڪريمہ 243 ۾ بني اسرائيل جي فرعون وٽان هزارن جي انگ ۾ مارجڻ جي خوف ۾ ڀڄي نڪرڻ جو ذڪر آهي تہ هي جڏهن درياءُ پار ڪرڻ ڪانپوءِ صحرائن ۾ اچي رهيا هئا تہ انهن کي سندن رسول موسي عليہ السلام حڪم ڏنو تہ يَا قَوْمِ ادْخُلُوا الأَرْضَ المُقَدَّسَةَ الَّتِي كَتَبَ اللّهُ لَكُمْ وَلاَ تَرْتَدُّوا عَلَى أَدْبَارِكُمْ فَتَنقَلِبُوا خَاسِرِينَ(5-21) يعني اي منهنجي قوم ارض مقدس (فلسطين) الله پاڪ جي دفتر ۾ توهان لاءِ لکيل آهي هلو تہ اتي جي قابض قوم سان وڙهي پنهنجي وڏن جي ڌرتي ڇڏائي اتي آباد ٿيون تہ موٽ ۾ غلاميءَ اندر پليل قوم اهو جواب ڏنو تہ تون ۽ تنهنجو الله وڃي وڙهو اسان ڪان اتاهون جا ماڻهو ڏاڍا آهن سو جڏهن تو ۽ الله انهن سان لڙي وڙهي ڌرتي ڇڏائي تہ پوءِ هلي اسان بہ اتي رهنداسون موسي عليہ السلام رب پاڪ کي هنن جي مردار هجڻ جي شڪايت ڪئي تہ جواب ۾ رب سائين فرمايو تہ انهن کي پلا چاليهہ سال انهن صحرائن ۾ رلڻ ۽ ڏکن ڪاٽڻ لاءِ ڇڏي ڏي پوءِ چاليهن سالن ۾ انهن ماڻهن کي ميدانن ۾ هڪ نئون نسل ڄائو ۽ ان نئين نسل جا پيئر جيڪي فرعون وٽ غلاميءَ ۾ ٽڪ بجي ۾ رهي اتاهون ڀڄي نڪتا هئا اهي سڀ ان عرصي ۾ مري کپي ويا پوءِ موسيٰ جي سامهون نوجوانن جي اها ٽهي هئي جنهن هڪ ڏينهن بہ غلاميءَ جي ذلت واري زندگي ڪانہ ڏني هئي پوءِ موسيٰ انهن کي چيو تہ هلو هلون لڙي وڙهي پنهنجي آبائي زمين ۽ وطن ڇڏائي اتي رهون پوءِ اهي تيار ٿيا ۽ پنهنجو علائقو فتح ڪري اتي رهڻ لڳا تہ هن آيت ڪريمہ 243 ۾ جن ماڻهن لاءِ رب پاڪ فرمايو تہ اسان انهن کي چيو تہ توهان جهڙا مردار غلامي جي مدرسن ۾ پليل توهان منهنجي نبي جي سڏ تي سڏ نہ ڏنو آهي سو اوهان هتي بيابانن ۾ مري کپي وڃو پوءِ اهي برابر چاليهن سالن جي عرصي ۾ هڙيئي مري ويا. انهن جي لاءِ آيت ۾ آهي تہ موتوا يعني مري وڃو. ان ڪان پوءِ جيڪو جملو آهي تہ ثم احياهم، يعني پوءِ انهن کي جيئرو ڪيائين انهيءَ منجهان مراد انهن مردارن جو اهو نوجوان نسل آهي جيڪو اتي بيابانن ۾ ڄائو ۽ جوان ٿيو ۽ پنهنجي نبي جي حڪم تي لبيڪ چئي

پنهنجي موروثي زمين لڙي وڙهي آزاد ڪرائي. (243) هاڻ هن آيت نمبر 243 اچي وئي تہ وَقَاتِلُواْ فِي سَبِيلِ اللّهِ يعني لڙائي ڪيو الله جي راهہ ۾. قرآن حڪيم جي طالب علمن جي خدمت ۾ عرض آهي تہ قرآن حڪيم ۾ هي في سبيل الله جو جملو پنجاهہ پيرن کان بہ وڌيڪ تعداد ۾ آندو ويو آهي هن جي هر هنڌ تي معني آهي الله جي ماڻهن جي مفاد ۾ الله جي ماڻهن لاءِ ۽ ساري قرآن حڪيم ۾ جنهن جنهن شيءِ جي نسبت الله جي حوالي سان يعني لِلّهِ ما فِي السَّمَاوَاتِ وَمَا فِي الأَرْضِ، يعني الله جي ملڪيت آهي آسمانن ۽ زمين جون سڀ شيون. جي بہ ساڳي معني آهي اهي جملا قرآن حڪيم ۾ ٽيهن پيرن کان وڌيڪ تعداد ۾ استعمال ٿيا آهن جن سڀن جي معني مفهوم هي آهي تہ جا بہ شيءِ الله جي آهي اها هڪ جهڙائيءَ ۽ هڪ جيترائيءَ جي بنياد تي سڀن ماڻهن جي آهي، ڇو تہ هر ماڻهو بغير ڪنهن فرق جي، بغير ڪنهن مذهبي ۽ نسلي تفاوت جي الله جي تخليق آهي سو جيڪا بہ شيءِ الله جي آهي اها انهن سڀن جي آهي (244) اڳتي آيت نمبر 245 ۾ رب سائين: مطالبو ٿو ڪري، گهر ٿو ڪري تہ مَّن ذَا الَّذِي يُقْرِضُ اللّهَ قَرْضًا حَسَنًا فَيُضَاعِفَهُ لَهُ أَضْعَافًا كَثِيرَةً. ڪير ٿو الله کي قرض ڏئي، ڪير آهي اهو شخص جيڪو الله کي قرض ڏيندو، هتي هڪ شبهو ٿي سگهي ٿو تہ مٿي جيڪا معني في سبيل الله جي ڪئي وئي تہ آسمانن ۽ زمين جي هر شيءِ الله جي آهي انڪري اها سڀن جي آهي، ان سان ذاتي ملڪيت جي نفي ٿي وئي، پوءِ وري هن پوئين آيت ۾ الله جيڪو قرض جو مطالبو ٿو ڪري، ان سان تہ هي ثابت ٿئي ٿو تہ اهڙو مطالبو تہ آهي ئي مالدارن سرمايہ دارن ۽ اميرن کان، سڄو ماڻهو الله کي ڪهڙو قرض ڏيندو يا الله سڄي ماڻهوءَ کان گهري بہ ڇا گهرندو هن قسم جي سوال لاءِ جيڪي بہ ماڻهن کي خدشا پيدا ٿين ٿا انهن سڀن کي قرآن حڪيم جي تعليم کان اڻ ڄاڻائيءَ جو سبب سمجهڻ گهرجي ڇو تہ خانقاهيت زده مذهبي پيشوائيت تعويذي ڪلچر ۽ ذهنيت سبب قرآن کي اجتماعي سڌارن ۽ سياسي حڪمراني جي منشوري ڪتاب بدران تعويذي قسم جو ڏاڍڻ ڦيٽڻ جو ڪتاب ڪري مشهور ڪيو ويو آهي، سو مٿين سوال ۽ شبهي جو جواب هي آهي تہ رب پاڪ پوري ڪائنات جو خالق، مالڪ ۽ احڪم الحاڪمين بادشاهہ آهي، ان پنهنجي مخلوق لاءِ پنهنجو منصب ۽ ذميداري يدبرالامر يعني ڪائنات جي ذري پرزي جي تدبير جو ذمو کنيو آهي، ان پنهنجي ڪتاب ۾ سندس عهدي بادشاهن جو بہ بادشاهہ مطابق دنيا جي حڪمرانن کي خطاب ڪندي سڀ ڳالهيون ڪيون آهن ۽ جيڪي بہ قرآن جا خطاب انفرادي محسوس ٿين ٿا اهي آهن تہ سمجهہ جو رولو پر اهڙن خطابن کي بہ توڙي ڪٽي اهڙو خطاب علي الانفراد هجي ان جو مخاطب وقت جو حڪمران هوندو آهي ۽ جيڪڏهن حڪمران نااهل ۽ قرآني معاشيات جو دشمن بہ هجي تڏهن بہ اهڙن خطابن جا مخاطب انقلابي ماڻهو هوندا ان هوندي بہ آئون پڙهندڙن جي خدمت ۾ عرض ڪيان ٿو تہ قرآن جا جملي اهڙا سڀ خطاب سرمايہ پرستن

پروڙي ۽ جهڙي ورتا آهن ۽ اهي اڄڪلهه بغير قرآني حوالن جي انهن اجتماعي فارمولن کي پنهنجي انفرادي مفادن لاءِ وڏي سيڙپ سان وجود ۾ آڻي ڪاپي رائيٽ قسم جي هڪ هٽي وارن قانون جي لتاڙ سان دنيا ۾ دولت پيا ٽا ڪمائين ۽ مون هن آيت نمبر 245 ۾ مَّن ذَا الَّذِى يُقْرِضُ اللّهَ قَرْضًا حَسَنًا جي روشني ۾ ڪجهه سمجهائڻ خاطر مثال ڏنا آهن برابر انهن منجهان به ڪير قرض في سبيل الله کي انفرادي معني مفهوم ۾ سمجهي سگهي ٿو پر منهنجا اهي مثال صرف سمجهائڻ جي حد تائين آهن، نه ته الله جو سڌ ۽ خطاب من يقرض الله ڪير تو الله کي قرض ڏئي؟ اهو زماني جي حڪومتن ۽ حڪمرانن کي خطاب آهي جن فارمولن مثان اربين کربين دولت جي بجيٽ خرچ ايندي هوندئن لفظ، من جي معني اندر هي مفهوم ضرور اچي ٿو ته ڪوبه هڪ شخص يعني انفراديت واري معني ۾ هي الله جا فارمولا جيڪي اجتماعن جي پلي لاءِ آهن انهن جي ضرور گهٽ ۾ گهٽ فردن لاءِ به افاديت آهي پر قرآن پڙهڻ مهل هر وقت هيءَ حقيقت ذهن ۾ رکڻ گهرجي ته الله پاڻ سموري ڪائنات جي لاءِ يدبرالامر (32-5) تدبير ڪندڙ آهي سو اهو ماڻهن جي ڀلي لاءِ دنيا جي حاڪمن سان ٿو مخاطب ٿئي.

أَلَمْ تَرَ إِلَى الْمَلإِ مِن بَنِى إِسْرَائِيلَ مِن بَعْدِ مُوسَى إِذْ قَالُواْ لِنَبِيٍّ لَّهُمُ ابْعَثْ لَنَا مَلِكًا نُّقَاتِلْ فِى سَبِيلِ اللّهِ قَالَ هَلْ عَسَيْتُمْ إِن كُتِبَ عَلَيْكُمُ الْقِتَالُ أَلاَّ تُقَاتِلُواْ قَالُواْ وَمَا لَنَا أَلاَّ نُقَاتِلَ فِى سَبِيلِ اللّهِ وَقَدْ أُخْرِجْنَا مِن دِيَارِنَا وَأَبْنَآئِنَا فَلَمَّا كُتِبَ عَلَيْهِمُ الْقِتَالُ تَوَلَّوْاْ إِلاَّ قَلِيلاً مِّنْهُمْ وَاللّهُ عَلِيمٌ بِالظَّالِمِينَ (246) وَقَالَ لَهُمْ نَبِيُّهُمْ إِنَّ اللّهَ قَدْ بَعَثَ لَكُمْ طَالُوتَ مَلِكًا قَالُوَاْ أَنَّى يَكُونُ لَهُ الْمُلْكُ عَلَيْنَا وَنَحْنُ أَحَقُّ بِالْمُلْكِ مِنْهُ وَلَمْ يُؤْتَ سَعَةً مِّنَ الْمَالِ قَالَ إِنَّ اللّهَ اصْطَفَاهُ عَلَيْكُمْ وَزَادَهُ بَسْطَةً فِى الْعِلْمِ وَالْجِسْمِ وَاللّهُ يُؤْتِى مُلْكَهُ مَن يَشَاء وَاللّهُ وَاسِعٌ عَلِيمٌ (247) وَقَالَ لَهُمْ نِبِيُّهُمْ إِنَّ آيَةَ مُلْكِهِ أَن يَأْتِيَكُمُ التَّابُوتُ فِيهِ سَكِينَةٌ مِّن رَّبِّكُمْ وَبَقِيَّةٌ مِّمَّا تَرَكَ آلُ مُوسَى وَآلُ هَارُونَ تَحْمِلُهُ الْمَلآئِكَةُ إِنَّ فِى ذَلِكَ لآيَةً لَّكُمْ إِن كُنتُم مُّؤْمِنِينَ (248) فَلَمَّا فَصَلَ طَالُوتُ بِالْجُنُودِ قَالَ إِنَّ اللّهَ مُبْتَلِيكُم بِنَهَرٍ فَمَن

شَرِبَ مِنْهُ فَلَيْسَ مِنِّي وَمَن لَّمْ يَطْعَمْهُ فَإِنَّهُ مِنِّي إِلاَّ مَنِ اغْتَرَفَ غُرْفَةً بِيَدِهِ فَشَرِبُواْ مِنْهُ إِلاَّ قَلِيلاً مِّنْهُمْ فَلَمَّا جَاوَزَهُ هُوَ وَالَّذِينَ آمَنُواْ مَعَهُ قَالُواْ لاَ طَاقَةَ لَنَا الْيَوْمَ بِجَالُوتَ وَجُنودِهِ قَالَ الَّذِينَ يَظُنُّونَ أَنَّهُم مُّلاَقُو اللّهِ كَم مِّن فِئَةٍ قَلِيلَةٍ غَلَبَتْ فِئَةً كَثِيرَةً بِإِذْنِ اللّهِ وَاللّهُ مَعَ الصَّابِرِينَ (249) وَلَمَّا بَرَزُواْ لِجَالُوتَ وَجُنُودِهِ قَالُواْ رَبَّنَا أَفْرِغْ عَلَيْنَا صَبْرًا وَثَبِّتْ أَقْدَامَنَا وَانصُرْنَا عَلَى الْقَوْمِ الْكَافِرِينَ (250) فَهَزَمُوهُم بِإِذْنِ اللّهِ وَقَتَلَ دَاوُدُ جَالُوتَ وَآتَاهُ اللّهُ الْمُلْكَ وَالْحِكْمَةَ وَعَلَّمَهُ مِمَّا يَشَاءُ وَلَوْلاَ دَفْعُ اللّهِ النَّاسَ بَعْضَهُمْ بِبَعْضٍ لَّفَسَدَتِ الأَرْضُ وَلَكِنَّ اللّهَ ذُو فَضْلٍ عَلَى الْعَالَمِينَ (251) تِلْكَ آيَاتُ اللّهِ نَتْلُوهَا عَلَيْكَ بِالْحَقِّ وَإِنَّكَ لَمِنَ الْمُرْسَلِينَ (252).

ترجمو:- ڇا تو موسي کان پوءِ بني اسرائيلين جي اميرن (جي حال) تي غور ڪونہ ڪيو؟ جڏهن انهن پنهنجي هڪ نبي کي چيو تہ مقرر ڪر اسان لاءِ تون هڪ بادشاهہ (تا تہ ان جي اڳواڻيءَ ۾) جنگ ڪيون الله جي راهہ ۾، چيو (انهن جي نبيءَ) لڳي ٿو تہ جيڪڏهن توهان مٿان جنگ فرض ڪئي وئي تہ نہ وڙهندؤ توهان، انهن (جواب ۾) چيو تہ ڇا سبب آهي جو اسان نہ وڙهنداسون الله جي راهہ ۾، جڏهن تہ اسان کي نيڪالي ڏني وئي آهي اسان جي وطن منجهان (قيد ۾ قتل ڪيا ويا آهن پٽ اسان جا) جن کان بہ اسان کي جدا ڪيو ويو آهي. پوءِ جڏهن واجب ڪيو ويو انهن تي جنگ ڪرڻ، ڦري ويا انهن منجهان (ڪوڙ سارا) سواءِ ٿورڙن جي، الله ڄاڻڻ وارو آهي ظالمن کي (246) ۽ انهن جي نبي انهن کي چيو تہ الله توهان لاءِ طالوت کي ڪماندر ڪري مقرر ڪيو آهي تہ ڇيائون تہ (ان کي وري) ڪيئن هوندي اڳواڻي اسان مٿان؟ اسان تہ ان کان وڌيڪ حقدار آهيون بادشاهہ هجڻ ۾ ۽ ان کي تہ مال ملڪيت جي بہ ايتري طاقت مليل ڪانهي. (جواب ۾) چيو (نبيءَ) ان کي الله چونڊيو آهي (ان جي چونڊ جو معيار هي آهي تہ) وڌايو اٿس انکي توهان کان علم ۾ ۽ صحت ۾ الله (جو قانون) ڏئي ٿو بادشاهي (جنهن کي فٿ سمجهي) قانون مشيت مطابق (ان جي قانون ۾ مالي طور ڪمزور ماڻهن لاءِ تنگ نظري ناهي) الله ڪشادگي ڪندڙ ۽ ڄاڻٽهار آهي (247) انهن جي نبي انهن کي چيو تہ (الله جي چونڊيل بادشاه جي حق سچ تي هجڻ جي نشاني ان جي بادشاهيءَ جي صحيح چونڊ جي نشاني هي آهي تہ توهان ڏي تابوت ايندو (تابوت معني

بادشاه جي جنگي ڪارنامن سبب ملڪي سرحدون دشمنن کان محفوظ رهنديون) جنهن ۾ توهان جي پالڻهار طرفان آرام ۽ سڪون هوندو ۽ آل موسي ۽ آل هارون واري نبوت واري علم جو ورثو باقيات جي صورت ۾ بہ اوهان کي ملندو جيڪو ملڪوتي طاقتن سان ڪڇي ايندو جنهن ۾ توهان لاءِ (طالوت جي قيادت ۾ جنگ ڪٽڻ ۽ رياست حاصل ڪرڻ اهو تاريخ ۾ توهان جو هڪ) نشان ٿي ويندو جيڪڏهن اوهان ايمان وارو آهيو.(248) پوءِ جڏهن لشڪر وٺي طالوت نروار ٿيو تہ (فوج کي) چيائين تہ (اڳتي هڪ نهر اچڻي آهي) الله توهان جو امتحان وٺڻ وارو آهي هڪ نهر تي (اهو هي تہ) توهان منجهان جيڪو بہ انمان پاڻي پيئندو تہ اهو منهنجي ڪم وارن سپاهين منجهان ناهي ۽ جيڪو نہ پيئندو اهو مون منجهان آهي سواءِ هٿ جي لپ کن پاڻيءَ جي، پوءِ (لشڪر وارن) پيتو (پاڻي نهر منجهان) سواءِ ڪن ٿورن جي (جن نہ پيتو) پوءِ جڏهن ٽپيا ان نهر کان ڪمانڊر (طالوت ۽ ان جا ايمان آڻڻ وارا ساٿي جيڪي ان سان گڏ هئا تہ (امتحان ۾ ناپاس ٿيڻ وارن يعني جن نهر منجهان پيٽ ڀري پاڻي پيتو هو) چيائون تہ اسان کي جالوت ۽ ان جي لشڪر سان وڙهڻ جي طاقت ناهي. جيڪي سپاهي الله اڳيان پيش ٿيڻ جو يقين رکندا هئا انهن چيو تہ ڪيترائي ٿوري لشڪر وارا (تاريخ ۾) غالب ٿي ويا آهن گهڻائي واري لشڪر مٿان الله جي (ڊسيل جنگي) قانون سان ۽ الله جو ساٿ (حاصل) آهي جمي وڙهڻ وارن سان (249) ۽ جنهن وقت ظاهر ٿيا جالوت ۽ ان جي لشڪر وارن سامهون چيائون تہ اي رب اسان جا پلٽاءِ اسان جي مٿان استقامت (مضبوطيءَ) کي ۽ ثابت قدم رک اسان کي ۽ مدد ڪر اسان جي ڪافر قوم وارن مٿان (250) پوءِ ڀڄايائون انهن کي الله جي (ڊسيل جنگي) قانون سان ۽ داؤد قتل ڪيو جالوت کي ۽ (داؤد کي) الله بادشاهي ۽ نبوت بہ عطا ڪئي ۽ سيکاريائين ان کي جيڪي ڪجهہ گهريائين ۽ جيڪڏهن نہ ٽاري ها الله ماڻهن کي ڪن جي ذريعي ڪن کي تہ زمين ۾ ڦيٽاج ٿي وڃي ها پر الله وڏو مهربان آهي قومن مٿان (251) اهي آهن (اسان جي رسولن جا) واقعا (تاريخ جا) جيڪي سچاپچا تنهنجي سامهون پڙهون ٿا سو تون بہ يقين سان (انهن) رسولن منجهان آهين (252).

## جدا جدا لفظن جي معني

### الملأ:-

لفظ ملأ جي معني آهي ڀراءُ يعني خالي شيءِ کي جنهن شيء سان ڀريو وڃي قرآن حڪيم جي اصطلاحي لفظن منجهان هي هڪ اهم اصطلاحي لفظ آهي جيڪو پنهنجي اصلي معني جي روشنيءَ ۾ خاص طور انهن ماڻهن لاءِ استعمال ڪيو ويو آهي جيڪي دنيا ۽ دولت جي وسيلن سان مالامال هجن جن جا خزانا ۽ گدام مال سان ڀريا پيا هجن وٽن ڪنهن شيءِ جي ڪوٽي نہ هجي معاشري ۾ اهو مالدار ۽ امير طبقو سدائين حق ۽ انصاف قائم ڪرڻ واري انقلاب جو مخالف رهيو آهي ۽ الله جا سڀ نبي دنيا جي مالي اونچ نيچ

واري تفاوت ڪي ڏاهي معاشرن ۾ برابري ڪرڻ آيا ته (2-219) (10-41) سدائين انهن جي مخالفت دولتمندن، اميرن ۽ پيٽ پرين ماڻهن ڪئي آهي سو قرآن حڪيم ۾ هر نبي جي انقلابي روئداد ڪي پڙهي ڏسندؤ ته اوهان کي مخالف اهي امير ۽ حڪومت جا دولتمند مشير نظر ايندا جناب موسيٰ عليہ السلام بہ رب پاڪ وٽ فرياد ڪئي ته وَقَالَ مُوسَى رَبَّنَا إِنَّكَ آتَيْتَ فِرْعَوْنَ وَمَلأَهُ زِينَةً وَأَمْوَالاً فِي الْحَيَاةِ الدُّنْيَا رَبَّنَا لِيُضِلُّواْ عَن سَبِيلِكَ رَبَّنَا اطْمِسْ عَلَى أَمْوَالِهِمْ وَاشْدُدْ عَلَى قُلُوبِهِمْ فَلاَ يُؤْمِنُواْ حَتَّى يَرَوُاْ الْعَذَابَ الأَلِيمَ(10-88) يعني اي رب اسان جا تو ته فرعون ۽ ان جي سردارن کي مال دولت ۽ ان جي سينگار جا نت ڪرائي ڇڏيا آهن هاڻي هو ڌن ۽ دولت جي زورتي ماڻهن کي پياتا ڪارين سو اسان جي سڏ تي ڪير ايندو- ته هن آيت ڪريمہ ۾ ملأ اميرن دولتمندن ۽ شاهي مشيرن کي سڏيو ويو آهي هن لفظ جو ساڳي معني سان اندازا ڇاليهہ ڀيرا استعمال ٿيو آهي.

## طالوت:

هن لفظ جا اشتقاق ناهڻ ته هروڀرو جو خفو ٿيندو ڇو ته هي عربي ٻوليءَ جو لفظ ئي ناهي هن جو قرآن وارو تعارف ئي ڪوڙ آهي ته هن ماڻهوءَ کي بني اسرائيل جي هڪ نبي مخالف قوم جي فوجي سربراهہ جالوت جي مقابلي ۾ پنهنجي فوج جو ڪمانڊر مقرر ڪيو هو هي ماڻهو جسماني صحت ۽ خاص ڪري جنگي فن ۽ هنر جو وڏو ماهر هو. جالوت خلاف چڙهائي مهل جناب داؤد عليہ السلام نبوت ملڻ کان اڳي لشڪر ۾ بطور فوجي افسر جي شامل هو. (2-251) تڏهن سفر جي دوران پنهنجي لشڪر جي سچن ۽ مخلص ماڻهن ۽ ياڙي لغور ماڻهن جي آزمائش لاءِ رستي ۾ ايندڙ نهر منجهان پاڻي پيئڻ ۽ نہ پيئڻ جو جيڪو آزمائشي فارمولو طالوت جاري ڪيو هو ان مان بہ سندس علميت جو پتو پوي ٿو.

## اغترف (غرفة):-

هن لفظ جي معني سمجهڻ لاءِ پري وڃڻ جي ڪائي ضرورت ڪانهي خود هن آيت ڪريمہ جي لفظن تي غور ڪبو ته معني ان ۾ ئي ملي ويندي. آيت ڪريمہ ۾ ٻڌايو وڃي ٿو ته سامهون پاڻيءَ جي هڪ نهر پئي اچي اوهان مٿان امتحان آهي ته ڪير بہ ان مان پاڻي نہ پئي لاچار ڪا لپ کن پاڻيءَ جي هڪڙي هٿ سان پئندو ته ان کي معافي آهي هاڻي صرف غرفة لفظ کي ڪٽي اوپرو سمجهجي باقي هونئن نہ ته تي لفظ ته ائين ڳالهہ ڪوليون بينا آهن هڪ نهر ٻيو شرب ٿيون "يد" انهن جون معنائون جڻ لفظ "غرقة" کي لپ جي معني قرار ڏيڻ لاءِ مجبور ڪيون بينا آهن نہ ته ٻي ڪابہ غرفہ جي معني هن آيت ۾ نهي ئي نٿي سگهي. هن ئي لفظ جو ڪجهہ مصدر جي تبديليءَ سان ٽي ڀيرا استعمال ٿيو آهي جنت جي حوالي سان وَمَا أَمْوَالُكُمْ وَلَا أَوْلَادُكُم بِالَّتِي تُقَرِّبُكُمْ عِندَنَا زُلْفَى إِلَّا مَنْ آمَنَ وَعَمِلَ صَالِحًا فَأُوْلَئِكَ لَهُمْ جَزَاء الضِّعْفِ بِمَا عَمِلُوا وَهُمْ فِي الْغُرُفَاتِ آمِنُونَ(37-34) وَالَّذِينَ آمَنُوا وَعَمِلُوا الصَّالِحَاتِ لَنُبَوِّئَنَّهُم مِّنَ الْجَنَّةِ غُرَفًا تَجْرِي مِن تَحْتِهَا الْأَنْهَارُ خَالِدِينَ فِيهَا نِعْمَ أَجْرُ الْعَامِلِينَ(29-58) لَكِنِ الَّذِينَ اتَّقَوْا رَبَّهُمْ لَهُمْ غُرَفٌ مِّن فَوْقِهَا غُرَفٌ (39-20) هنن جاين تي معني آهي بالاخانہ ۽ محل ماڙيون.

## هنن آيتن منجهان ملندڙ تعليم

بني اسرائيل جي اميرن سردارن جي حوالي سان قرآن حڪيم هي قصو بيان ڪيو آهي ته انهن پنهنجي هڪ نبي کان مطالبو ڪيو ته اسان کي هڪ بادشاه مقرر ڪري ڏي جنهن جي اڳواڻي ۾ دشمن سان مقابلو ڪيون رب پاڪ انهن جو مطالبو منظور ڪري ڪين ڪمانڊر طالوت ڏنو آهي، هنن ان جي چونڊ تي اعتراض واريو آهي ته ان عهدي لاءِ چونڊيل ماڻهو هنن جي ڪلاس ۽ ڪليبر جو امير ناهي انڪري اهو صحيح ناهي الله جو انهن لاءِ جواب هو ته طالوت جي چونڊ طبقاتي پسمنظر منجهان نه ڪئي اٿئون هتي ميرٽ جي ڳالهه هلندي سو ان لاءِ هي ماڻهو فٽ آهي پلي پوءِ چو نه سجو پينگيو هجي. اڳتي اوهان ڏنو ته طبقاتي ذهنيت رکڻ وارا امير مخالف بادشاه جالوت ۽ ان جي لشڪر کان ڊڄي ويا باقي جنگ صرف غريب ڪلاس ڪئي ۽ فتح به انهن جي بهادري سبب ٿي، هيءَ آيت ڪريمه سرمايه دارن ۽ جاگيردارن جي ذهني ڪيفيت ٻڌائي ٿي ته اهي ايترا ته لغور آهين جو انهن جا پٽ به دشمن وٽ يرغمال ٿيل هئا تڏهن به دشمن سان وڙهڻ ۾ نهايت بزدل ۽ پاڙي ثابت ٿيا قرآن حڪيم انهن جي ڪهاڻي الم ترالى الملا من بنى اسرائيل سان شروع ڪري جناب خاتم الانبياء عليه السلام کي سمجهائڻ گهريو آهي ته توهان اڳتي مالدار ماڻهن تي پروسو نه ڪجو انهن کي پنهنجي قيد ٿيل اولاد لاءِ به غيرت ڪانهي انهيءَ ڪلاس وارن کي جيڪڏهن اوهان پنهنجي سلطنت ۾ بادشاه ۽ گورنر بنايو ته اهي دشمن جي هٿ توهان جا انقلاب، نظريا ۽ راجڌانيون سڀ وڪڻي وجائي ويهندا. (246) آيت نمبر 247 ۾ بني اسرائيل جي اميرن جو طالوت جي تقرريءَ مٿان اعتراض آهي ته لم يؤت سعة من المال يعني طالوت مالي طور ساؤنڊ پارٽي ناهي اسان امير ماڻهو ان کان وڌيڪ حقدار آهيون، جواب ڏنو ويو ته الله جي نظر دولت ۽ مال تي ناهي ان جي چونڊ واري ميرٽ طالوت جو جنگي فن ۾ ماهر هجڻ ۽ جسماني طور تندرست هجڻ آهي توهان اميرن وانگر بلڊپريشر ۽ ڊپريشن جو مريض ناهي هو جسماني لحاظ سان مڪمل صحتمند آهي سو الله پنهنجي قانون تي هلندو توهان اميرن ۾ لچڻ هجي ها ته توهان اڳين جنگ ۾ وطن به وڃايو پنهنجا پٽ به دشمن هٿان کهرايا ۽ قيد ڪرايا ايترين ذلتن کان پوءِ به اجا توهان جي دماغن منجهان ڪوڙي اميريءَ جو گهمنڊ ختم ڪونه ٿيو آهي اڳين بربادي اوهان جي نظرين ڪري قوم جي ڪرمن ۾ پئي هاڻي به جيڪڏهن الله پنهنجي ميرٽ واري قانون بدران اوهان اميرن واري موروثي ڪوٽا تي هليو ته وري به پيهر تباه ٿي ويندؤ (247) طالوت بادشاه بابت الله تعالىٰ ميرٽ واري چونڊ جو فلسفو سمجهايو ته بادشاهتون، نسلي ورثي تي اولاد ۽ خاندان ۾ ڏيڻ بدران طالوت جي چونڊ وانگر علمي مرتبي ۽ جسماني صحتمندي جي بنيادن تي ڏيڻ گهرجن چو ته سنن سيڪيورٽي عملدارن جو فائدو هي ٿيندو آهي ته هو ملڪي سرحدن تي اهڙو ته هو شياريءَ سان چوطرف مورچه بند ٿي

ڊيوٽيون ڪندا آهن جو ملڪ جي اندروني عوام پاڻ ڪي ائين سڪون ۽ آرام سان محفوظ ۽ سلامت سمجهندي آهي جيئن ڪاشيءَ صندوق ۽ تابوت ۾ محفوظ ڪري رکي ويندي آهي. انڪان علاوه ملڪي قانون اميرن ۽ سردارن جي طبقاتي ڪلاسيفڪيشن وارين ترجيحن تي هلڻ بدران موسوي ۽ هاروني نظرين تي هلندا جن جي معرفت مليل قانونن ۾ فرعونيت قارونيت ۽ هامان جي خانقاهيت کي ابتو ٽنگيو ويندو هو، جو ته اهي سڀ تونگر ڪلاس وارا محنت ڪندڙن جي پورهيي جي ڦرلٽ تي وجود ۾ ايندا هئا توهان کي آل موسي آل هارون جي تعليمات جي خبر ناهي!! توهان هي وساري ڇڏيو آهي ته واديءَ مقدس طوىٰ تي موسيٰ کي انقلاب ۽ نبوت جي چارج ڏيڻ مهل رب پاڪ چيو هئو ته إِنَّ السَّاعَةَ ءَاتِيَةٌ أَكَادُ أُخْفِيهَا لِتُجْزَىٰ كُلُّ نَفْسٍ بِمَا تَسْعَىٰ(15-20) موسيٰ توکي ته هاڻي فرعون ڏي موڪليون ٿا، اجا انقلاب جي شروعات پئي ٿئي پڪ ڄاڻ ان الساعة آتية انقلاب ضرور ايندو اڪادا اخفيها توکي تنهنجي غلام قوم جي آزاديءَ واري تاريخ ۽ انقلاب جي ڏينهن جو ڏس هن وقت ڪونه ٿو ٻڌايان پر پڪ سمجهه ته تنهنجي قوم کي آزاديءَ ملندي آزادي ڦريندڙ غلام بنائيندڙ درياءَ ۾ ٻوڙيا ويندا (24-44) پوءِ ڪنهن به پورهيت جي پورهيي جي ڪابه ڦر لٽ ڪانه ٿيندي.

آزادي بقول منشي ابراهيم

هو محلن ماڙين مات ڏئي، ڪري جهرمر جهانگين جهوپن ۾،
هو رت جو دريا جهاڳي اچي ٿي، ڊاءِ نه ڪنهنجي ڊپ آ
هو ڳاڙهي ڪوسي رت ۾ وهنجي، پاپن کان بت پاڪ ڪري،
ساز نئين انداز نئين سان، راڄ منهنجي ۾ رهڻي آ
هوءَ چوڏهين جي چنڊ وانگر چلڪي، نالو سندس آ آزادي،
اڱڻ اجاريان ان لئه منشي، هو نچڻي ٽپڻي هرڻي آ

موسي ياد رکي ڇڏ فرعون هجي يا ڪير به هجي اهي ماڻهن کي هن لاءِ غلام بنائيندا آهن ته انهن کان هو مفت ۾ بيلپو ڪرائي انهن جي پورهيي تي پنهنجا محل ماڙيون اڏين، سو تنهنجي هٿان اسين جيڪو انقلاب آڻيون پيا ان جو عنوان آهي ان جي سرخي هيءَ آهي ته لتجزي ڪل نفس بماتسعي (15-20) هر پورهيت کي ان جي پورهيي جو بدلو ضرور ملي. اهو سڀن نبين جي انقلاب جو عنوان آهي اهو جناب خاتم الانبياء محمد عليہ السلام جي انقلاب جو به عنوان آهي (22-45) محترم پڙهندڙ پيارو! غير قرآني تفسيرن، تابوت، سڪينه، آل موسي ۽ آل هارون جي بقية تي الائي ڇا ڇا گند لکيو آهي سو جيڪو ماڻهو قرآن کي سمجهڻ لاءِ قرآن کان ٻاهريان رستا وٺندو ته ان جو موٽڻ ڏاڍو ڏکيو آهي، باقي رهيو آيت ڪريمه ۾ هي چوڻ ته آل موسي ۽ آل هارون جي بقاياجات کي ملائڪ کڻندا، سو اها کهڙي

نئين ڳالهه ٿي ملائڪن جي ته ڊيوٽي ئي اها آهي ۽ ان ڊيوٽي جي تخصيص ڪا موسي هارون سان به لازمي ڪانهي انهن لاءِ ته رب پاڪ جو فرمان آهي. اللّٰهُ يَصْطَفِي مِنَ الْمَلَائِكَةِ رُسُلًا وَمِنَ النَّاسِ إِنَّ اللّٰهَ سَمِيعٌ بَصِيرٌ(22-75) يعني الله پنهنجي رسالت جا ڪم سدائين ملائڪن ۽ انسانن کان ورتا آهن. سو موسي ۽ هارون کان پوءِ عيسي عليهم السلام تائين بلڪ جناب خاتم الرسل تائين واري تعليم ۽ ڪتاب تحمله الملائڪه ۾ اچي وڃن ٿا. جيڪڏهن ڪي عقل کان پيدل ماڻهو يا ڪاٺ واري صندوق ملائڪن جي ڪلهي تي رکي لاهور جي بادشاهي مسجد جي اوپر طرف ڪنڌ تي نمائش لاءِ رکيل جناب رسول ڏي منسوب ڪيل ذاتي استعمال وارين شين وانگر ڪي باقيات سڏين ٿا ته اهي خيال آيت (22-75) سان ٽڪر ڪائن ٿا 248 آيت نمبر 249 ۾ پڙهندڙ مهربان سمجهي ويا هوندا ته جناب طالوت جي تقرريءَ تي اعتراض ڪرڻ وارا پيٽ پريا امير ڪوڙا ثابت ٿيا بلڪ جنگ مهل خود اهي ئي بزدل ثابت ٿيا ۽ طالوت ۽ پورهيت ڪلاس وڙهندڙ سپاهه جي ڪري جالوت جي مقابلي ۾ سوڀ ملي. طالوت جي لشڪر جي حلال جي ڪمائي مان ڪائيندڙ پورهيت ڪلاس وارن سپاهين اميرن جي پاڙيائي واري ڳالهه ته اسان جالوت ۽ ان جي لشڪر سان ڪونه وڙهي سگهنداسون. انجي جواب ۾ سڄي دنيا جي ماڻهن کي سبق ڏئي ڇڏيو ته كم من فئة قليلة غلبت فئة كثيرة باذن الله يعني ڪيتريون ئي ٿوري تعداد واريون فوجون گهڻي تعداد واري لشڪر کان جنگي قانون ۽اصول جي بنياد تي وڙهڻ مهل سوپاريون ٿي ويندیون آهن.(249)

محترم پڙهندڙ پائرو!! هن آيت نمبر 250 ۾ غور ڪيو لفظ مبارزة جون ٻيون معنائون به آهن پر هتي آهي ميدان جنگ ۾ دشمن جي آمهون سامهون اچڻ واري معني، مطلب ته دعائون ڪنهن مهم ۾ عملي طور شروع ٿي وڃڻ کانپوءِ گهرڻ گهرجن هن آيت مطابق ته طالوت جي لشڪر وارا دوران جنگ ٿا الله کي چون ته افرغ علينا صبرا وثبت اقدامنا پلٽاءِ اسان جي مٿان استقامت جنهن سان جمي ڪري دشمن سان وڙهون ۽ ويڙهه ۾ اسان کي ثابت قدم رکج جو امير ڪلاس وارن وانگر پاڙي ٿي پڇي نه وڃون. مسلم امت وارن ۾ روايتن جو علم ناهڻ وارن دعا ڏاڍي لاءِ نهايت غلط عقيدا انهن جي مٿي ۾ هٽي ڇڏيا آهن سو اهي تعويذن ۽ ڦيٽن بابت غلط سوچ رکڻ وارا ماڻهو هن آيت (2-250) منجهان سبق پرائين مطلب ته دعائون ميدان عمل سان تعلق رکن ٿيون گهرن ۾ بسترن تي ستي پئي دعائون ڪم ڪونه اينديون 250 آيت نمبر 251 ۾ رب پاڪ فرمايو ته طالوت جي لشڪر وارن جالوت جي لشڪر وارن کي الله جي اذن سان ڀڃائي ڇڏيو شڪست ڏئي ڇڏي اسين اڳ ۾ لکي آيا آهيون ته اذن جي معني قانون آهي هتي هيءَ ڳالهه ٻڌائڻ منجهان قرآن پاڪ جو مقصد هي آهي ته جنگ قانون ۽ جنگي اصولن جي روشنيءَ ۾ ڪٽي ويندي آهي شوڪارن ۽ ڦونگارن سان نه، وڌيڪ قرآن حڪيم ٻڌائي ٿو ته الله جو هي دستور رهيو آهي ته ڪن ٻن ڌرين جي جنگ سان اسان وري وڙهندڙ ڌرين کان به واڌاري ڪنهن ٽين مظلوم ڌر کي به

فائدو پهچائي ڇڏيندا آهيون ان جو مثال جئين برطانيہ ۾ جرمن جي جنگ لڳي تہ برطانيہ جي غلامي هيٺ پيسجندڙ هندستان بہ آزاد ٿي ويو اهو آهي دنيا جي محڪوم قومن مٿان الله جو فضل (251) هتي آيت نمبر 252 ۾ رب پاڪ پنهنجي رسول کي فرمائي ٿو تہ اسان تنهنجي سامهون هي تاريخ جا سچا قصا بيان ڪيا آهن جو مون الله جي رسولن کي پنهنجي پروگرامن کي ڪامياب ڪرڻ لاءِ دنيا ۾ نافذ ڪرڻ لاءِ وقت جي فرعونن سان جنگيون ڪرڻيون پيون آهن سوتون بہ منهنجي رسولن منجهان آهين تون بہ دشمنن سان جنگيون ڪرڻ لاءِ هر وقت تيار رهہ (252).

تِلْكَ الرُّسُلُ فَضَّلْنَا بَعْضَهُمْ عَلَى بَعْضٍ مِّنْهُم مَّن كَلَّمَ اللّهُ وَرَفَعَ بَعْضَهُمْ دَرَجَاتٍ وَآتَيْنَا عِيسَى ابْنَ مَرْيَمَ الْبَيِّنَاتِ وَأَيَّدْنَاهُ بِرُوحِ الْقُدُسِ وَلَوْ شَاء اللّهُ مَا اقْتَتَلَ الَّذِينَ مِن بَعْدِهِم مِّن بَعْدِ مَا جَاءتْهُمُ الْبَيِّنَاتُ وَلَـكِنِ اخْتَلَفُواْ فَمِنْهُم مَّنْ آمَنَ وَمِنْهُم مَّن كَفَرَ وَلَوْ شَاء اللّهُ مَا اقْتَتَلُواْ وَلَـكِنَّ اللّهَ يَفْعَلُ مَا يُرِيدُ (253) يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُواْ أَنفِقُواْ مِمَّا رَزَقْنَاكُم مِّن قَبْلِ أَن يَأْتِيَ يَوْمٌ لاَّ بَيْعٌ فِيهِ وَلاَ خُلَّةٌ وَلاَ شَفَاعَةٌ وَالْكَافِرُونَ هُمُ الظَّالِمُونَ (254) للّهُ لاَ إِلَـهَ إِلاَّ هُوَ الْحَيُّ الْقَيُّومُ لاَ تَأْخُذُهُ سِنَةٌ وَلاَ نَوْمٌ لَّهُ مَا فِي السَّمَاوَاتِ وَمَا فِي الأَرْضِ مَن ذَا الَّذِي يَشْفَعُ عِنْدَهُ إِلاَّ بِإِذْنِهِ يَعْلَمُ مَا بَيْنَ أَيْدِيهِمْ وَمَا خَلْفَهُمْ وَلاَ يُحِيطُونَ بِشَيْءٍ مِّنْ عِلْمِهِ إِلاَّ بِمَا شَاء وَسِعَ كُرْسِيُّهُ السَّمَاوَاتِ وَالأَرْضَ وَلاَ يَؤُودُهُ حِفْظُهُمَا وَهُوَ الْعَلِيُّ الْعَظِيمُ (255) لاَ إِكْرَاهَ فِي الدِّينِ قَد تَّبَيَّنَ الرُّشْدُ مِنَ الْغَيِّ فَمَنْ يَكْفُرْ بِالطَّاغُوتِ وَيُؤْمِن بِاللّهِ فَقَدِ اسْتَمْسَكَ بِالْعُرْوَةِ الْوُثْقَىَ لاَ انفِصَامَ لَهَا وَاللّهُ سَمِيعٌ عَلِيمٌ (256) للّهُ وَلِيُّ الَّذِينَ آمَنُواْ يُخْرِجُهُم مِّنَ الظُّلُمَاتِ إِلَى النُّوُرِ وَالَّذِينَ كَفَرُواْ أَوْلِيَآؤُهُمُ الطَّاغُوتُ يُخْرِجُونَهُم مِّنَ النُّورِ إِلَى الظُّلُمَاتِ أُوْلَـئِكَ أَصْحَابُ النَّارِ هُمْ فِيهَا خَالِدُونَ (257)

ترجمو:-

انهن رسولن منجهان فضيلت ڏني آهي اسان ڪن کي ڪن جي مٿان، انهن منجهان اهو بہ آهي جو جنهن سان الله ڪلام ڪيو، ۽ بلند ڪيائين ڪن جا مرتبا ۽ اسان عيسي پٽ مريم کي ڪليل دليل ڏنا ۽ سگهارو ڪيوسون ان کي روح القدس سان، جيڪڏهن الله (جو قانون) گهري ها تہ نہ وڙهن ها اهي ماڻهو جيڪي انهن کان پوءِ وارهوا. انهن وٽ ڪليل دليلن جي اچڻ ڪانپوءِ، پر انهن اختلاف ڪيو پوءِ انهن مان ڪن ايمان آندو ۽ انهن مان اهي بہ آهن جن انڪار ڪيو، جيڪڏهن الله (جو قانون) اجازت ڏئي ها تہ نہ وڙهن ها پر الله اهوئي ڪندو آهي جيڪي ڪجهہ ارادو ڪندو آهي (253). اي مؤمنو! خرچ ڪيو ان مال مان جيڪو اسان اوهان کي رزق ڏنو آهي اڳي هن کان جو اچي وڃي اهڙو وقت جنهن ۾ نہ ڏيتي ليتي هلندي ۽ نہ ئي دوستي ۽ نہ ئي ڪا سفارش ۽ ڪافر ئي ظالم آهن(254). الله کان سواءِ ڪوئي معبود ناهي اهوئي جيئرو سدائين قائم رهڻ وارو، (قائم رکڻ وارو) آهي نہ ٿي وٺي ان کي ڪا اک ڇنڀ جيتري پنڪي ۽ نہ ڪي ننڊ- انهيءَ جي ئي آهي هر اها شئي جيڪا آهي آسمانن ۾ ۽ زمين ۾ ڪير ٿي سگهي ٿو اهو شخص جيڪو سفارش ڪري ان وٽ سواءِ ان جي قانون جي، ڄاڻي ٿو انهن جي سامهون وارين ڳالهين کي ۽ پوئتي وارين ڳالهين کي ۽ نٽا وٺي سگهن گهيري ۾ ان جي علم منجهان ذرڙو بہ سواءِ ان جي (سمجهايل) قانون جي حاوي آهي ڪنٽرول ان جو آسمانن ۽ زمين تي، ۽ نٿي ٿڪائي ان کي حفاظت آسمانن ۽ زمين جي اهو بلند ۽ مٿاهون آهي(255) دين (مجرائڻ) ۾ ڪا بہ زور ۽ زبردستي ناهي، هدايت (جو رستو) پڌرو ٿي چڪو آهي گمراهي کان پوءِ جيڪو بہ انڪار ڪندو غير خداوندي رستي جو ۽ ايمان آڻيندو الله تي پوءِ (ان) جڻ تہ قابو ڪري ورتو مضبوط ڪڙي کي جنهن کي ٽٽڻ ئي ناهي الله ٻڌندڙ ۽ ڄاڻندڙ آهي (256) الله انهن ماڻهن جو دوست آهي جن ايمان آندو، ڪيندو انهن کي اونداهين کان سوجهري جي طرف ۽ جن ڪفر ڪيو انهن جادوست آهن بي لغام هنيلا، جيڪي ڪيندا انهن کي سوجهري منجهان اونداهين جي طرف اهي ئي دوزخي آهن جنهن ۾ هميشہ رهڻ وارا هوندا (257).

## جدا جدا لفظن جي معنيٰ

### يد (ايدناه):-

هن لفظ يد جي معني تہ هٿ آهي پر عربي ٻولي ناهڻ وارن ان نالي جي تجويز هٿ جي لاءِ ڪرڻ مهل حسب معمول معنوي مناسبت کي بہ سامهون رکيو آهي، انڪري هن لفظ جي معني هٿ قرار ڏيڻ سان ٻيون بہ مناسبت واريون ڪوڙ ساريون معنائون ان منجهان ثابت ٿين ٿيون انهن منجهان قدرت هٿ جي جيڪا جڙاوت ڪئي آهي ان مطابق هٿ انسان جي سامهون بہ هوندا آهن تہ رب پاڪ ان نقشي ۽ معني جي حساب سان بہ ان لفظ جو استعمال آندو آهي جيئن يَعْلَمُ مَا بَيْنَ أَيْدِيهِمْ وَمَا خَلْفَهُمْ (2-255) يعني الله ڄاڻي ٿو انهن جون سامهون واريون

ڳالهيون ۽ پوءِ واريون ڳالهيون ان ڪانسواءِ لفظ يد جيڪو هٿن لاءِ تجويز ڪيو ويو آهي ته انسان پنهنجا ڪوڙ سارا ڪم هٿن سان ڪندو آهي اهي ڪم اهڙا به هوندا آهن جن ۾ طاقت جي ضرورت گهٽي هوندي آهي ۽ ان استعمال ۾ طاقت جو وڌو مظاهرو ٿيندو آهي. ان ڪري قرآن حڪيم طاقت واري معني لاءِ به گهٽين جاين تي يد جو لفظ استعمال ڪيو آهي جيئن فَسُبْحَانَ الَّذِي بِيَدِهِ مَلَكُوتُ كُلِّ شَيْءٍ وَإِلَيْهِ تُرْجَعُونَ(83-36) جڏ تون ته ڪير آهي اهو جنهن جي قبضي ۾ مالڪيت آهي سڀ شيءِ جي اهڙي نموني قرآن حڪيم پنهنجيون ڪوڙ ساريون ڳالهيون اسان ماڻهن ڪي اسان جي محاورن ۽ تمثيلن ۾ سمجهائيندو آهي جيڪي صرف سمجهائڻ لاءِ هونديون آهن جيئن وَقَالَتِ الْيَهُودُ يَدُ اللّهِ مَغْلُولَةٌ غُلَّتْ أَيْدِيهِمْ وَلُعِنُواْ بِمَا قَالُواْ بَلْ يَدَاهُ مَبْسُوطَتَانِ يُنفِقُ كَيْفَ يَشَاء (5-64) يعني يهودين چيو ته الله جا هٿ ته ٻڌل آهن (انهن ڪي جواب ۾ الله چيو ته) توهان جي ائين چوڻ تي لعنت هجي توهان مٿان، الله جا هٿ ته ڪليل آهن جيئن وڻيس تيئن خرچ ڪري ٿو، هتي الله لاءِ هٿن جو ذڪر قرآن پاڪ ۾ اچي ويو آهي سو الله جي هٿن لاءِ اها تمثيل ته ماڻهن جي هٿن جهڙا الله جا به هٿ آهن اها ڳالهه سراسر غلط چئبي اصل ۾ هن قسم جون تشبيهون اهي محاورن جي قسم منجهان آهن انهن مان مقصد صرف اسانجي عقل مطابق ڳالهه ڪرڻ آهي اهڙي ڳالهه لاءِ الله جي هن اطلاع ڪي هر وقت ذهن ۾ رکڻ گهرجي ته لَيْسَ كَمِثْلِهِ شَيْءٌ وَهُوَ السَّمِيعُ البَصِيرُ (11-42) ته اهڙن موقعن تي صرف معني ڪي ذهن ۾ رکڻو آهي. يعني الله بي مثال هستي آهي.

## سِنَةٌ:-

لفظ سِنَةٌ جي معنیٰ آهي ڪن پلڪ اک چنبي هن لفظ جو استعمال قرآن حڪيم ۾ ڪل به ٻيرا ٿيو آهي هڪڙو هتي هن آية الڪرسيءَ ۾ ٻيو سورة (43-24) يَكَادُ سَنَا بَرْقِهِ يَذْهَبُ بِالْأَبْصَارِ (يعني قريب آهي جو ڪنوڻ جو اک چنبي وارو چمڪو نظر ڪي ئي چٽ ڪري ڇڏي. ته الله ڪي ننڊ ته ڪانه ٿي اچي پر اک چنبي واري پنڪي به ڪانه ٿي اچي جنهن ڪي ٻين لفظن ۾ اوجهراٽي ۽ جهوٽو به چيو ويندو آهي پر اوجهراٽي، جهوٽو پنڪي انهن ٽنهي معنائن لاءِ اک چنبي ۽ ڪن پلڪ جا لفظ وڌيڪ صحيح آهن چو ته اوجهراٽيءَ ۽ جهوٽي ۾ خواهه پنڪيءَ ۾ ايترو وقت لڳي ٿو وجي جو ايتري مختصر عرصي ۾ به دنيا زلزلي سان اونڌي سنئين ٿي سگهي ٿي، ۽ لفظ سنا جي معني ڪافي سارن مترجمن چمڪاٽ لکي آهي پر منهنجي نظر ۾ اها معني ته خود برق جي اندر موجود آهي انڪري لفظ سنا ان برق جي روشنيءَ جي وقت ميعاد يا ۽ مدي ٻڌائڻ واري معني ڏئي ٿو ۽ اها معني خود آيت (255-2) يعني آية الڪرسي واري لفظ سِنَةٌ جي به آهي ۽ ان ڳالهه جو وڌيڪ ثبوت ته عربي ٻوليءَ ۾ سال جي

لاءِ لفظ سنة چيو ويندو آهي جنهن ۾ زماني ۽ وقت واري معني موجود آهي ان ڪري ان مناسبت سان آيت (2-255) ۾ لاتاخذه سنة ولا نوم جي اندر خواه سورة النور جي يَكَادُ سَنَا بَرْقِهِ يَذْهَبُ بِالْأَبْصَارِ ۾ بنهي هنڌن تي انهن استعمالن منجهان وقت ۽ مدت ٻڌائڻ مقصود آهي. جيڪو وقت اک ڇنڀ ئي تي سگهي ٿو، بهرحال جيڪڏهن سنا جي معنیٰ چمڪو قبول به ڪيون تڏهن به ان ۾ اک ڇنڀ واري معنیٰ به ضرور مڃڻي پوندي.

**ڪُرسِيُّ:۔**

هن لفظ ڪرسيءَ جو اچار ڪيترين سارين ٻولين ۾ منتقل ٿي استعمال ٿئي پيو ۽ ان جي معنیٰ جزوي طور به ساڳي قرآني عربي ٻولي واري آهي يعني اقتدار ۽ پاور واري بينڪ يا وهڻ جي جاءِ هن لفظ جو قرآن حڪيم ۾ استعمال ڪل ٻه ڀيرا ٿيو آهي هڪڙو هت آيت 255 ۾ ٻيو 34-38 ۾ جناب سليمان عليہ السلام جي حوالي سان وَلَقَدْ فَتَنَّا سُلَيْمَانَ وَأَلْقَيْنَا عَلَىٰ كُرْسِيِّهِ جَسَدًا ثُمَّ أَنَابَ(34-38) الله به بادشاه آهي آيت 255 ۾ الله جي ڪرسيءَ جو ذڪر آهي ۽ جناب سليمان عليہ السلام به بادشاهه آهي ٻيو پيرو ڪرسي جو ذڪر ان جي حوالي سان آهي بهرحال سوال آهي ته لفظ ڪرسيءَ جي معني ڇا آهي سو اها معني سمجهڻ لاءِ آيت (2-255) ۾ نهايت سهڻي نموني سان کولي سمجهايو ويو آهي ته وسع كرسيه السماوات الارض يعني الله جي ڪرسي سين آسمانن ۽ زمين کان وسيع تر آهي، انهن جي سين ڪرن کي محيط آهي، وڌيڪ ڪشادي آهي هاڻي جڏهن انهن قرآني تشريح وارن لفظن تي غور ڪبو ته ڪرسيءَ جي ڪليل ۽ صاف معني ٿيندي اقتدار پاور ۽ ڪنٽرول باقي ان معني سان دنيا جي اقتدار وارن ماڻهن ۾ موجوده مشهور ۽ معلوم ڪرسي کي ڏسبو ته اها مٿي بيان ڪيل معني جي هڪ مجازي ۽ علامتي شيءِ آهي، باقي ڪرسيءَ جي اصل معني ڪنٽرول پاور ۽ اقتدار آهي.

**ولايؤده:**

هن لفظ جي معنیٰ آهي، نه ٿي پريشان ڪري، نه ٿي منجهائي، نه ٿي گهبراهٽ ۾ وجهي، هي مادو ڦري ٿو آد، يؤد، اودا، جي صيغن منجهان پر هن جو گروپ "ادي" ۽ "ادو" وارو ناهي (جنهن جي معني آهي ڪاشيءِ ڪنهن کي حوالي ڪرڻ) قرآن حڪيم ۾ جيڪو لفظ آيت نمبر (19-89) ۾ استعمال ٿيو آهي ته لقد جئتم شيئا ادا، يعني ماڻهن الله لاءِ اولاد هجڻ جي جيڪا ڳالهه ڪئي آهي قرآن حڪيم انهن کي چوي ٿو ته انهن اها پريشان ڪرڻ واري ڳالهه ڪئي آهي منجهائڻ واري ڳالهه ڪئي آهي اهڙي ڳالهه سان آسمان ٽٽي ويندا جبل ڏري پوندا. هتي آيت 255 جو لفظ يؤد به ان ئي معني ۾ آهي هن لفظ جو اشتقاق واري حوالي سان تعلق به لفظ ادّا سان آهي جيئن آيت (19-83) ۾ تؤ زهم ازًّا ۽ نعدلهم عدا جو صيغو سمجهايو

ويو آهي اهڙي طرح يؤد جو اشتقاق ۽ مصدري ماخذ ۽ تعلق ادو ۽ ادي بدران، ادد سان ملي ٿو جن جي پاڻ ۾ معنوي مشابهت ته اڳيئي موجود آهي.

**الغيّ:**

هي لفظ ماخذ ۽ اصل جي لحاظ سان لفظ غوىٰ سان ملي ٿو قرآن حڪيم هن جي معنىٰ هتي هن ئي آيت (2-256) ۾ ٽڏي تي تقابل ۽ معنوي تضاد واري انداز سان لفظ رشد سان گڏ استعمال ڪري سمجهائي ڏني ته لاَ إِكْرَاهَ فِي الدِّينِ قَد تَّبَيَّنَ الرُّشْدُ مِنَ الْغَيِّ (2-256) يعني دين قبول ڪرائڻ لاءِ ڪابه زور زبردستي ڪانهي جو هدايت ۽ گمراهي جون واٽون ڪليل ۽ پڌريون آهن جنهن جي مرضي جيڪا واٽ اختيار ڪري، ته غيّ جي معني ٿي گمراهه ٿي وڃڻ. هن لفظ جو قرآن حڪيم ۾ هر استعمال پنهنجي ماقبل ۽ مابعد جي روشنيءَ ۾ وڏي ڄاڻ ڏئي ٿو جيئن مَا ضَلَّ صَاحِبُكُمْ وَمَا غَوَىٰ (2-1-53) هتي رب پاڪ ستارن منجهان جيڪي ماڻهو رات جي وقت پنهنجي قافلن جي سفر دوران طرفن جي ڄاڻ حاصل ڪندا هئا، انهن کي قرآن حڪيم چوي ٿو ته جيئن توهان جو تجربو ٻڌائي ٿو ته تارا پنهنجي معمول مطابق وقت تي ايرن ۽ لهن ٿا ۽ پنهنجي مقرر رستن تي هلن ٿا ۽ انهن ڪڏهن به ڌوڪو ڪونه ڏنو آهي اهي ڪڏهن به پنهنجي معمولات کان هيڏي هوڏي ڪو نه ٿيا آهن ته پڪ ڄاڻي ڇڏيو ته توهان جو ساٿي (محمد عليه السلام) به انهن تارن وانگر درست پروگرام ڏي اوهان کي سڏي ٿو، ڇو ته جيڪو الله تارن کي ڪنٽرول ڪري ٿو اهو الله جناب رسول الله کي به رهنمائيءَ جو علم وحي ڏئي ٿو، هي لفظ قرآن حڪيم ۾ ڪل ٻاويهه ڀيرا استعمال ٿيو آهي.

فَقَدِ اسْتَمْسَكَ بِالْعُرْوَةِ الْوُثْقَىٰ لَا انفِصَامَ لَهَا.

هن جاءِ تي هن جملي ۾ چار لفظ اهڙي ته ترتيب سان آندا ويا آهن جيڪي غور ڪرڻ سان هي ثابت ڪن ٿا ته هنن جي ترڪيب ئي انهن لفظن جي مڪمل معنوي ڊڪشنري آهي، پهرين لفظ استمسڪ کي اوهان اڳ ۾ آيت نمبر (2-231) جي حوالي سان پڙهي آيا آهيو ته ان جي معني روڪڻ آهي اهو لفظ طب جي ڊڪشنريءَ ۾ مشرقي ٻولين ۾ استعمال ٿئي ٿو. وثق ميثاق جي معني آيت (2-63) جي حوالي سان به گذري چڪي آهي پر ان هوندي به عرض آهي ته خود اردو ٻوليءَ ۾ لفظ وثيقه ساڳي معني سان اچي چڪو آهي يعني ڪنهن به معاهدي ۽ ايگريمنٽ کي لکرائي پڪي نموني مضبوط ڪري دستاويزي شڪل ڏيڻ کي وثيقه چيو وڃي ٿو، ته وثقي جي معني ٿي مضبوط هاٿي جڏهن استمسڪ جي معني قابو ڪرڻ آئي جيڪا وري وثق جي صفت سان قابو به اهڙي طرح جو مضبوط نموني سان ته وچ واري لفظ عروه جي معني لاءِ هيءَ لازمي طور ذهن ۾ ڳالهه ايندي ته جنهن کي قابو ڪري جهلڻو آهي پڪ سان اهو ڪو ڪڙو ڪنڍو هوندو. ان کان پوءِ جيڪو لفظ آهي لاانفصام لها،

يعني ان ڪڙي کي اهڙو ته قابو جهلڻو آهي جو اهو نه ٽٽي نه ڇڄي، هت لفظن جي ترڪيب ٺنهي لفظن جي معني ٻڌائڻ ۾ مددگار آهي ۽ انهن ڇئني لفظن منجهان ٻه لفظ ٻين ٻولين وارن به آسان سمجهي پنهنجي ٻولين ۾ منتقل ڪيا آهن.

## هنن آيتن منجهان ملندڙ تعليم

هن آيت کان پهرين آيت ۾ فرمايو ويو ته تِلْكَ آيَاتُ اللّهِ نَتْلُوهَا عَلَيْكَ بِالْحَقِّ وَإِنَّكَ لَمِنَ الْمُرْسَلِينَ(2-252) تحقيق تون رسولن منجهان آهين، وري هن آيت ۾ فرمايو ويو ته توکان اڳ ۾ جيڪي به رسول گذري چڪا آهن انهن جا درجا پاڻ ۾ ڪن جا ڪن کان مٿاهان آهن، انهن منجهان ڪن سان براهِ راست الله پاڪ ڪلام فرمايو (جيئن موسىٰ عليه السلام) هونئن جناب جبريل روح الامين ۽ روح القدس هر نبي طرف آيو آهي، پر هن آيت ۾ جناب عيسىٰ عليه السلام کي ان طرفان وڌيڪ سگهه ڏيڻ جي جيڪا ڳالهه ڪئي وئي ان جو خاص سبب هي آهي ته جيترو جناب عيسىٰ جو ٽڪر بني اسرائيل جي مذهبي پيشوائيت سان ٿيو آهي يا ڪٺي هن طرح چئجي ته يهودي ملا شاهي ۽ مذهبي پيشوائيت سان ٿيو آهي ايترو ڪنهن ٻئي نبيءَ جو گهٽ ٿيو هجي هونئن ته جناب خاتم الانبياء عليه السلام جو ٽڪر مڪي زندگيءَ ۾ ٽرائيبل شاهي سان ۽ مدني زندگيءَ ۾ يهودي ملائيت سان ٿيو آهي (16-102) پر جناب عيسىٰ عليه السلام جيئن ته هئيائي خاص بني اسرائيل وارن ڏي موڪليل (3-49) انڪري ان جو هتي خصوصيت سان جيڪو ذڪر ڪيو ويو آهي اها ڳالهه ڪرڻ منجهان قرآن حڪيم هن حقيقت طرف ڌيان ڇڪائڻ گهري ٿو ته جملهِ انبياء عليهم السلام عام طور ۽ جناب عيسىٰ عليه السلام کي جيڪا روح القدس جي تائيد ڏني وئي آهي انهيءَ جو اصل پسمنظر هي آهي ته مذهبي ملاشاهيءَ کي صرف قرآن پڄي صرف علم وحي پڄي، علم وحي جي دليلن کانسواءِ هو ٻين هٽ ٺوڪين مذهبي اسڪولن ۽ شخصيتن جو سهارو وٺي خود الله جي نبين جي تعليم ۾ به ملاوٽ وجهي وري انهن ڪوڙن دليلن سان مقابلو ڪندا آهن (22-52) (41-5) هتي هاڻ آيت نمبر 254 جي حوالي سان قرآن فهمي خاطر هڪ خاص ڳالهه عرض ڪرڻ گهران ٿو اها هي ته قرآن حڪيم ۾ سڀن انسانن کي رب پاڪ ٻن طرحن سان خطاب فرمايو آهي هڪڙو ياايهاالناس يعني اي انسانو! ٻيو يا ايهاالذين آمنوا. يعني اهي ماڻهو جن ايمان آندو يا اهي ماڻهو جن کي دنيا وارن کي امن ڏيڻ جي ذميداريون آهن يا ٻين لفظن ۾ اي حڪمرانو! ته هتي آيت 254 ۾ آمنوا سان خطاب ڪيو ويو آهي يعني دنيا جي حاڪمن سان بادشاهن سان انقلابين سان خطاب آهي ته دنيا ۾ جيڪڏهن امن گهرو ٿا ۽ لڙاين ۽ جنگين کان بچڻ گهروٿا ته انفقوا ممارزقناڪم يعني اسان اوهان کي جيڪو رزق ڏنو آهي ان کي ماڻهن جي فلاح لاءِ خرچ ڪيو ۽ ان جي ذخيره اندوزي نه ڪيو، ڇو ته جنگين ۽ لڙاين جو وڏو پس منظر هي آهي ته ڪنهن جي ملڪيت لٽي وڃي، سو اها نه هوندي نه ئي وري ڪو حملو ڪرڻ ايندو ۽ جڏهن توهان جي رزق جا سڀ ذخيرا سڀن ماڻهن

لاءِ عام ڪليل ھوندا پوءِ اھڙي صورت ۾ ڪير دشمن توھان سان وڙھڻ ايندو تہ ملڪ جو ھر شھري ڌاريين ڦورو سان اٿي وڙھندو انڪري جو ان جو ذھن اھو ھوندو تہ ھي منھنجي شيءِ ٿي لٽجي مونکي بچائڻي آھي آئون ھن جو مالڪ آھيان، اھڙي معاشي فارمولي واري ملڪ جو ھر شھري جڻ تہ فوجي ۽ سپاھي ھوندو آھي اھڙي ملڪ کي تنخواھ خور فوج ۽ مليٽري رکڻ جي ضرورت ڪانہ پوندي بھرحال قرآن جي ھن فارمولي تي عمل اڄ ڪرڻو آھي وقت وڃايوسون تہ تباھي مھل نہ اھو وقت ۽ مھلت واپس موٽي ايندي ۽ نہ ڪي وري ھي ڪنھن ھٽ جو سودو آھي جو ڪٿان ملي سگھندو ۽ نہ ياري دوستيءَ ۾ نہ ئي ڪنھن جي سفارش سان ھي شيءِ ملڻي آھي. (254).

اڳتي ھاڻ جيڪا آيت نمبر 255 شروع ٿئي ٿي جنھن کي تعويذي ملن ان ۾ لفظ ڪرسي ھجڻ ڪري آية الڪرسي جي نالي منجھان علم روايات جي پاڇي ۾ وڏا وڏا ڪاروبار ڪيا آھن ۽ ڪري رھيا آھن ڪير وڃي اعمال قرآني ۽ نقش سليماني قسم جا ڪتاب پڙھي ڏسي، بھرحال ھن آيت ڪريمہ ۾ رب پاڪ اڳين آيتن جي تناظر ۾ مذھبي پيشوائيت جي غلط نظرين جي حوالي سان فرمائي ٿو تہ اوھان کي جيڪو پاپائيت وارن ھي ڏٺو ڏنو آھي تہ جناب عيسيٰ عليہ السلام ڦاسيءَ تي چڙھڻ سان پاڻ تي ايمان آڻڻ وارن لاءِ انھن جي گناھن کي الله وٽ سفارش ڪري معاف ڪرائي ڇڏيندو يا يھودين جو بہ ائين چوڻ تہ اسان بہ ھروڀرو ڪو دوزخ ۾ وياسون تڏھن بہ اھي ڪي بہ چار ڏينھن پوءِ اتاھون اسان کي ڪڍي بھشت ۾ آندو ويندو جتي سدائين پيا رھنداسين پوءِ اڳتي ھلي مسلم امت وارن بہ يھودين ۽ نصارن جھڙا عقيدا ٺاھيا تہ اسان جا فلاڻا امام، فلاڻا مرشد، فلاڻا پير الله وٽان شفاعت ۽ سفارش ڪري اسان کي زوري دوزخ جي سزا معاف ڪرائي بھشت وٺي ڏيندا، اھڙن سين غلط نظرين وارن کي رب پاڪ سمجھائي ٿو تہ ڪائنات جو معبود تہ آئون وحده لاشريڪ آھيان آئون تہ زنده آھيان پر سڄي دنيا منھنجي طفيلي قائم آھي مون کي پوري ڪائنات جي سارسنڀار لھڻ ۾ ڪابہ غفلت نہ ٿي ٿي سگھي آئون ھن پوري ڪائنات جو مالڪ آھيان ڪنھن جي مجال آھي جو منھنجي سامھون ڪير دم ھڻي سگھي قانون کان سواءِ ڪوئي بجاءِ دوزخ جي بھشت طرف موڪليو نہ ويندو، جن کي اوھان اھڙا نجات ڏياريندڙ سڏيو ٿا آئون انھن سڀن جا اڳيان پويان سڀ نسبي شجرا، ڄاڻان ٿو انھن کي منھنجي پروگرامن جي ڪابہ خبر ڪانھي سواءِ علم وحي ذريعي ڏنل علم جي مونکي ھن ڪائنات جي حفاظت واري ذميداريءَ ڪڏھن بہ ڪين ٿڪايو آھي.جو توھان وارا ھٽ ٺوڪيا ابدال منھنجي ڪمن ۾ ڪوئي سمنڊ ۽ درياءَ سنڀالي تہ ڪوئي ھوائون طوفان سنڀالي تہ ڪوئي بارشون ۽ زلزلن جا پورٽ فوليا سنڀالي، اھڙي قسم جا باطل ۽ ڪوڙا نظريا ۽ خيال اھي سڀ باطل مذھبي پيشوائيت وارن گھڙي ماڻھن کي ڦرڻ لاءِ مشھور ڪيا آھن(255) ايندڙ آيت نمبر 256 ۾ رب پاڪ اڳين آيت ۾ ڪوڙي مذھبي پيشوائيت طرفان سفارشي

ڪلچر ۽ شفاعت جي نڪيدارين وارن نظرين گهڙڻ لاءِ هنن الله تي جڙ تہ ٺورو ڪرڻ لاءِ ماڻهن کي هڪ طرف دين ۾ زوريءَ داخل ڪرڻ جا ڪوڙا عقيدا ٺاهيا آهن ٻئي طرف جيڪڏهن ڪوئي دين اسلام ۾ داخل ٿيڻ ڪانپوءِ واپس چڙي بہ وڃي تہ انهن کي قتل ڪرڻ جون هٿ گهڙيون خلاف قرآن (13-40) حديثون ٺاهيون آهن جڻ الله کي پاڪستاني اليڪشن وانگر ڪن گڻ نموني ماڻهن کي ڪلما پڙائي ووٽ وڏائي وٺي پيا ڏين اهڙي مذهبي ڪلچر ناهڻ وارن کي رب پاڪ خبردار ٿو ڪري تہ لااکراه فی الدین دين قبول ڪرائڻ ۾ ڪابہ زور زبردستي ناهي، هدايت جو رستو گمراهي جي رستي جي مقابلي ۾ چٽو پڌرو ۽ نروار ٿيو بيٺو آهي، جنهنڪي وٽي تہ باطل کي ڇڏي الله جي ڏسيل واٽ وٺي مضبوطيءَ سان جنهن جي ڇڇڻ جو ڪٽڪو ئي نہ هجي (256) پوءِ اهڙا ماڻهو پڪ ڄاڻن تہ انهن جو ولي الله پاڻ آهي الله جي مقابلي ۾ انهن کي ڪنهن بہ ٻئي ولي جي لوڙهہ ئي نہ رهندي انڪري جو الله انهن کي اونداهين مان ڪڍي سوجهري طرف آڻيندو. انهن جي مقابلي ۾ جيڪي ماڻهو الله جي هنن قرآني حقيقتن جا انڪاري ٿيندا ۽ غيرالله کي دوست ۽ ولي بنائيندا قرآن دشمن باطل پرستن کي، جيڪي هنن کي سوجهري منجهان ڪڍي اونداهين ۾ پهچائيندا پوءِ اهي سدائين دوزخين سان گڏ باه ۾ هوندا. (257).

أَلَمْ تَرَ إِلَى الَّذِي حَاجَّ إِبْرَاهِيمَ فِي رَبِّهِ أَنْ آتَاهُ اللّهُ الْمُلْكَ إِذْ قَالَ إِبْرَاهِيمُ رَبِّيَ الَّذِي يُحْيِي وَيُمِيتُ قَالَ أَنَا أُحْيِي وَأُمِيتُ قَالَ إِبْرَاهِيمُ فَإِنَّ اللّهَ يَأْتِي بِالشَّمْسِ مِنَ الْمَشْرِقِ فَأْتِ بِهَا مِنَ الْمَغْرِبِ فَبُهِتَ الَّذِي كَفَرَ وَاللّهُ لاَ يَهْدِي الْقَوْمَ الظَّالِمِينَ(258)

**ترجمو:-** ڇا تو ان جي حال تي غور نہ ڪيو جنهن جهڳڙو ڪيو ابراهيم سان ان جي رب جي باري ۾ (هن وڏائي سبب) جو الله ان کي بادشاهي ڏني هئي (اهو اهو دور هو جڏهن ابراهيم چيو تہ منهنجو رب اهو آهي جيڪو جياري بہ ٿو ۽ ماري بہ ٿو (بادشاه) چيو تہ مان بہ تہ جياريان ٿو ۽ ماريان ٿو (جواب ۾) ابراهيم چيو تہ الله سج کي آٿي ٿو اوڀر کان تون ڪٽي انڪي اولهہ کان آٿي (ڏيکار) پوءِ وائڙو ٿي ويو (الله جو) منڪر ۽ الله ظالمن کي (ڪٽڻ) جي واٽ نٿو ڏسي(258).

## جدا جدا لفظن جي معنيٰ

### حاج:

معني جهڳڙو ڪيو هي فعل واحد مذڪر ثلاثي مجرد ماضي معلوم جو صيغو آهي، هي لفظ هن ئي معني سان جدا جدا صيغن ۾ يارهن ڀيرا استعمال ٿيو آهي جيڪي ڪجهہ هن طرح آهن حاججتم، حاجڪ، حاجہ، حاجوڪ، تحاجون، اتحاجون، اتحاجوننا، اتحاجوني، يحاجوڪم،

يحاجون، يتحاجون، هنن سڀن لفظن جي معني صيغن مطابق جهڳڙي ڪرڻ واري معني آهي، حجت لفظ جي معني دليل آهي، حج جي معني آهي ڪورٽ ۽ بين الاقوامي عدالت بيت الله طرف فيصلي وٺڻ لاءِ وڃڻ ۽ وڃڻ جو ارادو ڪرڻ، حرف "حا" جي زير سان هڪڙي معني آهي عام "سال" بي معني آهي فيصلي وٺڻ لاءِ بيت الله جي عدالتي حيثيت کي مڃيندي ان جي جاري ڪيل فيصلن کي مڃڻ (3-97) نوٽ مون جيڪا هيءَ معني ڪئي آهي ان جو ثبوت آيت ڪريمه (3-97) جو پويون جملو آهي جنهن ۾ رب پاڪ فرمائي ٿو ته فِيهِ آيَاتٌ بَيِّنَاتٌ مَّقَامُ إِبْرَاهِيمَ وَمَن دَخَلَهُ كَانَ آمِنًا وَلِلَّهِ عَلَى النَّاسِ حِجُّ الْبَيْتِ مَنِ اسْتَطَاعَ إِلَيْهِ سَبِيلًا وَمَن كَفَرَ فَإِنَّ اللهَ غَنِيٌّ عَنِ الْعَالَمِينَ(3-97) يعني جيڪو بيت الله مڪي ۾ واقع آهي (3-96) ان جي فيصلن جو جيڪو انڪار ڪندو ته الله کي ڪنهن جي به پرواهه ناهي، ڪو هڪڙو ماڻهو ته ڇا پر دنيا جي سڀن قومن جي پرواهه ناهي، مطلب ته لفظ حج به قرآن جي اصطلاحن منجهان آهي جنهن جي معنيٰ آهي جهڳڙي جو فيصلو ڪرڻ، فيصلو وٺڻ.

**بُهِتَ:-**

هي لفظ بهت پنهنجي بين صيغن يعني مبهوت ۽ بهتان جي صورت ۾ هتي مشرقي ٻولين ۾ ساڳي معني سان مشهور ۽ معلوم ٿي چڪو آهي هن جي معني آهي پريشان ٿي وڃڻ ۽ وائڙو ٿي وڃڻ، قرآن حڪيم جي هن آيت 258 جي ماقبل ۽ مابعد کي ملائي غور ڪبو ته جناب ابراهيم عليه السلام جنهن وقت بادشاه کي سوال جواب مهل مناظري دوران لاجواب ڪري ٿو ڇڏي ته اتي هي لفظ استعمال ٿيو آهي فبهت الذى كفر يعني ڪافر مبهوت ٿي ويو، پريشان ٿي ويو، وائڙو ٿي ويو، مطلب ته بين لفظن وانگر قرآن حڪيم جي استعمال جو انداز ئي پڙهندڙ کي اصل معنيٰ سمجهائڻ ۾ وڏي مدد ٿو ڪري، قرآن حڪيم پنهنجي اهڙن اندازن کي سامهون رکي هي اعلان ڪيو آهي وَلَقَدْ يَسَّرْنَا الْقُرْآنَ لِلذِّكْرِ فَهَلْ مِن مُّدَّكِرٍ(17-54). يعني اسان قرآن کي سمجهڻ لاءِ آسان ڪيو آهي.

## هن آيت ڪريمه منجهان ملندڙ تعليم

هن آيت ڪريمه ۾ اوهان غور ڪيو هوندو ته وقت جا حڪمران بادشاه دنيا مٿان طاقت جي دٻدٻي تي حڪومت هلائين ٿا، جنهن کي جبر، ڏاڍ ۽ ڊڪٽيٽرشپ سڏيو وڃي ٿو ۽ هو طاقت جي اڳيان علم عقل سائنس ۽ فلسفي جي ڪابه اهميت تسليم نٿا ڪن، اوهان جناب ابراهيم عليه السلام طرفان بادشاه کان جڏهن ٻئي نمبر تي سائنسي حوالي سان سج جي اوڀر کان اڀرڻ ۽ اولهه طرف لهڻ جو، پينترو مٽائي سوال ڪيو ته بادشاه وائڙو ٿي ويو معني سائنس جي حقيقت ايتري ته نوس آهي جنهن جو جواب ڪنهن به جٽ ڄاموٽ وٽ ڪونهي ڪو، هونئن جناب ابراهيم عليه السلام جي پهريين سوال ۾ به حياتي ۽ موت جو الله جي ڪنٽرول ۾ هجڻ ۾ به وڏي سائنسي معنويت ۽ حقيقت موجود آهي پر بادشاه جڏهن ان سوال جي جواب ۾ چيو ته اها ته منهنجي به هٿ ۾ آهي ته ابراهيم عليه السلام سمجهي

ويو ته هي ته آئون ته ڪنهن جڻ سان ڦاٿو آهيان سو بجاءِ موت ۽ حياتي جي سائنسي ۽ فلافسي حقيقتن سمجهائڻ تي ليڪچر ڏيڻ جي هڪدم اهڙو نئون سوال پيش ڪيائين جيڪو ڪنهن ٿلهي عقل واري جڻ جي ڪوپريءَ ۾ به اچي سگهي مطلب ته علم اڳيان بادشاه پاڙي تي پيو ۽ هن مناظري منجهان ثابت ٿيو ته جاهل حڪومتون فڪر ۽ فلسفي بدران ڏنڊي جي زور تي هلايون پيون ٿيون وجن ۽ الله جي نبين جي تعليم سائنس ۽ فلسفي جي حقيقتن کي ثابت ڪندڙ آهي. (258)

أَوْ كَالَّذِي مَرَّ عَلَىٰ قَرْيَةٍ وَهِيَ خَاوِيَةٌ عَلَىٰ عُرُوشِهَا قَالَ أَنَّىٰ يُحْيِي هَٰذِهِ اللَّهُ بَعْدَ مَوْتِهَا فَأَمَاتَهُ اللَّهُ مِائَةَ عَامٍ ثُمَّ بَعَثَهُ قَالَ كَمْ لَبِثْتَ قَالَ لَبِثْتُ يَوْمًا أَوْ بَعْضَ يَوْمٍ قَالَ بَل لَّبِثْتَ مِائَةَ عَامٍ فَانظُرْ إِلَىٰ طَعَامِكَ وَشَرَابِكَ لَمْ يَتَسَنَّهْ وَانظُرْ إِلَىٰ حِمَارِكَ وَلِنَجْعَلَكَ آيَةً لِّلنَّاسِ وَانظُرْ إِلَى الْعِظَامِ كَيْفَ نُنشِزُهَا ثُمَّ نَكْسُوهَا لَحْمًا فَلَمَّا تَبَيَّنَ لَهُ قَالَ أَعْلَمُ أَنَّ اللَّهَ عَلَىٰ كُلِّ شَيْءٍ قَدِيرٌ (259)

**ترجمو:-** يا ان جي مثال تي (تو غور نه ڪيو) جيڪو هڪڙي آباديءَ مٿان لنگهيو جيڪا ڊٺي پئي هئي ڇتين پر، (ان ويران بستي کي ڏسي) چيائين ته ڪيئن جيئرو ڪندو الله هن کي هن جي فنا ٿيڻ پڄاڻان؟ پوءِ ماريو ان کي الله، سو سال، پوءِ اٿاريائين ان کي ۽ پڇيائينس ته ڪيترو وقت گذاريو تو، وراڻيائين ته گذاريم ڏينهن اڌ، (الله) چيس ته بلڪ تو ته سوسال گذاريا آهن، ڏس (ڪٽي تون) پنهنجي کاڌي پيتي کي جيڪو پاروٿو نه ٿيو آهي، ۽ (ڪٽي تون) پنهنجي گڏهه کي به ڏس، ۽ اسان توکي (يعني تنهنجي هن خواب کي) ماڻهن لاءِ نشان ناهيداسون ۽ هڏين ڏي به ڏس ته ڪيئن تا انهن کي اٿاريون پوءِ پارايون تا انهن کي گوشت، پوءِ جڏهن کُلي ان جي اڳيان (حقيقت) ته چيائين (هاڻ) ڄاتو مون ته الله هر شي مٿان قدرت رکڻ وارو آهي (259).

## جدا جدا لفظن جي معني

### خاوية:-

هي لفظ قرآن حڪيم ۾ پنج ڀيرا استعمال ٿيو آهي جنهن جي معني هيءَ تي ثابت ٿئي، ڪريل ۽ ڊٺل، هن آيت 259 کان سواءِ باقي استعمال جا حوالا عرض رکجن ٿا، (18-42) (45-22) (52-27) (7-69).

**لم يتسنہ:-**

هن لفظ جو هن صيغي سان قرآن حڪيم ۾ ڪل استعمال هڪ ڀيرو ٿيو آهي، پر هن مادي وارا لفظ صيغن جي مٽاسٽا سان چاليهن ڀيرن کان وڌيڪ ڀيرا استعمال ٿيا آهن، جيڪي ڪجهہ هن طرح آهن سِنّ، معني ڏند، سُنت معني طريقو. سسٽم، پريڪٽس وغيره مسنون جي معني ڪنهن شي ۾ وڏي عرصي گذرڻ ڪري ڏپ پيدا ٿي وڃي سنة ۽ سنا جي معني اک ڇنڀ واري گهڙي سنة معني سال، سنين معني گهڻا سال. هتي آيت 259 ۾ يتسنہ جي معني آهي تہ ڪاڌي پيتي واري طعام مٿان وقت گذرڻ ڪري هو بدليو ناهي، هتي جيترين بہ معنائون ٻڌايون ويون آهن انهن تي غور ڪيو ويندو تہ لفظ س، ن،ن، ۾ هر هنڌ زماني ۽ وقت جي معني ثابت ٿئي ٿي توڙي ڪٿي ڏند واري معني ۾ بہ، جو تہ ڏندن ذريعي بہ عمر جو پتو لڳايو ويندو آهي.

**ننشزها:-**

هن لفظن جو مصدري صيغو آهي نشوز، هن آيت ۾ هي جمع متڪلم جو صيغو آهي هن جي معني آهي ڀڙڪي پوڻ، مٿي چڙهي وڃڻ، مشتعل ٿي وڃڻ، هن لفظ جو استعمال قرآن حڪيم ۾ پنج ڀيرا ٿيو آهي بہ ڀيرا زال مڙس جو پاڻ ۾ چڙي وڃڻ جي حوالي سان هڪ (4-128) ۾ ٻيو (4-34) ۾ بہ ڀيرا هڪ ئي آيت المجادلہ ۾ وَإِذَا قِيلَ انشُزُوا فَانشُزُوا يَرْفَعِ اللَّهُ الَّذِينَ آمَنُوا مِنكُمْ (58-11) يعني مجلسن ۾ ويهڻ جا آداب هي آهن تہ پاڻ ۾ خلاصا ٿي ويهو ۽ جڏهن (مجلسن جي منتظم ڪاميٽي طرفان) اوهان کي چيو وڃي تہ اٿي وڃو تہ اٿي ويندا ڪيو توهان منجهان مؤمنن جا گريڊ الله بلند ڪندو.

## هن آيت ڪريمہ منجهان ملندڙ تعليم

هن آيت ڪريمہ ۾ مردار قومن ۽ ماڻهن کي جياپو ڏيڻ يعني غلامي ۾ گذاريندڙ ۽ غلاميءَ ۾ رچيل پچيل قومن کي آزادي وٺي ڏيڻ جي هڪ تمثيل ذريعي تعليم ڏني وئي آهي، هن تمثيل ۾ هڪ سو سال جي مردگي يعني غلاميءَ ۾ گذارڻ وارن کي آزادي ڏيارڻ يعني مئلن کي جيئرو ڪرڻ جي تعليم وانگر آهي ۽ هن مثال ۾ تہ جناب موسیٰ عليہ السلام جي دورکان پوءِ واري زماني ۾ خود موسیٰ جي قوم جو ئي هي قصو آهي، جاڻڻ گهرجي تہ اها قوم هڪ ڀيرو جناب يوسف عليہ السلام کان وٺي فرعون تائين چار سو سال جو عرصو غلام رهي چڪي هئي ۽ ان کان پوءِ ان قوم مٿان بخت نصر جي حملي ڪانپوءِ ٻيو ڀيرو سؤ سال جي غلامي هيٺ رهڻ جو هي واقعو آهي، آيت ڪريمہ ۾ اوكالذى يعني مثال ان ماڻهوءَ جو، اهو ماڻهو بہ الله جو نبي آهي توريت جي حوالي سان جناب حزقيل عليہ السلام جنهن کي نبوت ڏني وئي هئي تہ هنن ماڻهو کي تون پنهنجي نبوت واري انقلابي تعليم سان وري ٻيهر آزادي وٺي ڏي جنهن تي ان کي

هي تشويس ٿي ته سو سال جي غلاميءَ واري بنيءَ ۾ رهندڙ ماڻهو هي آزاديءَ جي بوءِ کان به آشنا ڪونه آهن، آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ دشمن سان جيڪي مهاڏا اٽڪائي ڏورٽا اٽڪائٽا آهن انهن ڪشالن لاءِ هي ذهني طرح پسمانده قوم ڪئين منهنجو ساٿ ڏيندي؟ هن آيت ڪريمه ۾ اهو قصو سمجهايو ويو آهي ته اسان هڪ ماڻهوءَ جزقيل عليه السلام کي سؤ سال جو عرصو ماري ڇڏيو، هن جي معني اهي ته ان کي ننڊ جي دوران سو سال جي عرصي جي ڪهاڻي فلمي اسٽوريءَ وانگر خواب ڏسڻ جي نموني ڏيکاري سون جنهن ۾ مردار قوم جا ماڻهو ويران ۽ اجڙيل گهرن ۾ گذاريندڙ غلام ماڻهو انهن ۾ نبوت جي انقلابي تعليم أَنْ أَدُّوا إِلَيَّ عِبَادَ اللَّهِ إِنِّي لَكُمْ رَسُولٌ أَمِينٌ(18-44) اي فرعون! ماڻهو توهان جا غلام ناهن هي الله جا ٻانها آهن هٿايو قبضو پنهنجو! مون کي اهي ماڻهو حوالي ڪيو! خواب واري اسٽوري ۾ آزاديءَ جي تحريڪ هلائڻ ورا فريڊم فائيٽر ڳوٺ ڳوٺ ۾ گهر گهر ۾ هڪ هڪ ماڻهوءَ کي پيا جاڳائيين ۽ بغاوتن لاءِ تيار ڪن جڻ ته ٻولي انهن جي منشي ابراهيم جي هن شعر مثل هئي.

جهنڊا ڪٽو، نعرا هٽو، وڙهندا هلو، رڙهندا هلو،
رهزن ۾ جيسين رت ڦڙو، مارڻ مرڻ کان نامڙو
ساٿي سنڀاريندا هلو ۽ ڏاڍ ڏاريندا هلو، جهنڊا ڪٽو....
ماڙين اندر ٽڙڪات ٿئي ۽ پونءِ اندر پڙڪات ٿئي
ويريءَ تي اهڙو وار ٿئي، ڏک ساڻ ٽڪرا چار ٿئي
اجيا پياريندا هلو، جڏڙا جياريندا هلو جهنڊا ڪٽو نعرا هٽو........

هن خواب ۾ آزادي حاصل ڪرڻ جي ڪهاڻي غلام بنجڻ کان وٺي آزادي حاصل ڪرڻ تائين فرعون سان موسىٰ ۽ هارون جي جنگ واري سڄي اسٽوريءَ .......(248-2) جا پريڪٽيڪل طريقن سان ان سو سال واري تاريخ جا سين ۽ واقعا خواب ۾ اهي هڪ فلم وانگر سڀ دور ڏيکاريا ويا هوندا جهڙي طرح اڄڪلهه جي فلمن ۾ قومن جي صدين جون تاريخون چند ڪلاڪن ۾ ڏيکاريون وينديون آهن، هن آيت ڪريمه ۾ جيڪا ڳالهه آهي ته الله ان ماڻهوءَ کي سوسال ماري پوءِ اٿاريو اتي موت جي معني ننڊ آهي (42-39) ۽ سوسال جي معني آهي ننڊ واري خواب ۾ پوري سؤسال جي ڪهاڻي فلمايل طريقي وانگر هئي جيڪا ان شخص (حزقيل عليه السلام کي ڏيکاري وئي هئي الله جي پاران پنهنجي رسول کي آزادي جي تحريڪ هلائڻ ۽ ان جي تربيت ڏيڻ جو اهو طريقو انڪري هئو جو ان زماني ۾ فلم جي ايجاد اجا ڪانه ٿي هئي اڄ جي دور ۾ فلمي ڪمپيوٽر انٽرنيٽ يوايس بي ۽ سم اهي سڀ انساني دماغ جي پرزن منجهان سائنسدانن نقل ڪيون آهن. جنهن دماغ جي يادن سان ماڻهو ننڊ ۾ خواب ڏسندا آهن.

وَإِذْ قَالَ إِبْرَاهِيمُ رَبِّ أَرِنِي كَيْفَ تُحْيِي الْمَوْتَى قَالَ أَوَلَمْ تُؤْمِن قَالَ بَلَى وَلَكِن لِّيَطْمَئِنَّ قَلْبِي قَالَ فَخُذْ أَرْبَعَةً مِّنَ الطَّيْرِ فَصُرْهُنَّ إِلَيْكَ ثُمَّ اجْعَلْ عَلَى كُلِّ جَبَلٍ مِّنْهُنَّ جُزْءًا ثُمَّ ادْعُهُنَّ يَأْتِينَكَ سَعْيًا وَاعْلَمْ أَنَّ اللّهَ عَزِيزٌ حَكِيمٌ (260).

**ترجمو:-** ۽ جڏهن چيو ابراهيم تہ رب منهنجا ڪيئن جيارين ٿو مئن کي (يعني غلاميءَ ۾ قيد ماڻهو آزادي وٺڻ لاءِ ڪيئن ٿو تيار ڪرين) (رب پاڪ) چيس تہ تو (اجا) نہ مڃيو آهي؟ (ابراهيم چيو تہ هائو (مون مڃيو ضرور آهي) پر پنهنجي دل کي مطمئن ڪرڻ لاءِ سوال ڪيو آهي (رب پاڪ) چيس تہ چار پکي وٺ پوءِ هيراءِ انهن کي پاڻ ساڻ، پوءِ هرجبل تي ڪر انهن مان هڪ هڪ حصو، پوءِ سڏ انهن کي تہ تو وٽ تڪڙا ڊوڙندا ايندا، ۽ ڄاڻي ڇڏ تہ الله غالب ۽ حڪمت وارو آهي (260).

## جدا جدا لفظن جي معني

**فصرهن:-**

لفظ صُرَ هي واحد مذڪر امر حاضر معلوم جو صيغو آهي صورت ۽ تصوير جي باب کان ضرور آهي پر هن جا اشتقاق بين صيغن وانگر قياسي ناهن بلڪ سماعي آهن انڪري لفظ صار جي جيڪا معني آهي هڪ حالت ۽ ڪيفيت کان بدلجي ٻيءَ حالت ۾ اچڻ انهي قسم جو، مفهوم "صر" ۽ صيرورة جي اندر بہ موجود آهي يعني ڦرڻ ڦيرائڻ، مڙڻ، وري پوڻ، وري وري موٽ ڪائڻ، جهڪي پوڻ، اهي سڀ ڪيفيتون لفظ صُر جي معني ۾ موجود آهن جيڪي قران حڪيم هن آيت ذريعي ڌاريل ۽ هيرايل پکين جي حوالي سان سمجهايون آهن جيڪي اسان پنهنجن مشاهدن ۾ ڏسندا بہ آهيون تہ ڪيترائي ڌاريل پکي پڃرن ۾ وجهي انهن کي جڏهن ڪارائجي پيارجي ٿو تہ هو انهن ۾ رهي رهي مالڪن سان ايترو تہ هِري مِري ويندا آهن جو جڏهن انهن کي پڃرا کولي ٻاهر ڪڍيو ويندو آهي تہ وري هوسڏ ڪرڻ واري ڳٽڪار سان موٽي پڃري ۾ اچي ويهندا آهن.

**هن آيت ڪريم منجهان ملندڙ تعليم**

هن آيت کان اڳين آيت 259 ۾ الله جي پاران غلامن کي آزادي وٺي ڏيڻ جي هڪ صديءَ تي مشتمل تاريخ فلم جي طريقي مطابق چند ڪلاڪن ۾ خواب جي ذريعي ڏيکاري وئي آهي، آزادي وٺي ڏيڻ واري ليڊر ۽ اڳواڻ کي بريفنگ جو طريقو ٻڌايو ويو آهي، هاڻ هن آيت نمبر 260 ۾ جناب ابراهيم عليہ السلام جنهن جي نبوت بجاءِ ڪنهن هڪڙي غلام قوم جي مسئلن حل ڪرڻ جي سڄي دنيا جي محڪوم قومن کي انهن انهن جي پرماري جابر قورن کان آزاديون وٺي ڏيڻ واري عالمگير نبوت ۽ رسالت هئي (2-124) انڪري ان راهہ ۾ ابراهيم عليہ السلام جي سوچ جو دائرو بہ ايڏوئي ڪشادو هئو ۽ يقين سان هو جو

دنيا جي جلاد قسم جي استحصالي ڏڪتيٽرن خلاف سوچيندو هئو ته انهن جابرن جي حڪومتن ۽ راڄڌانين ۾ سندن محڪومن ذريعي بغاوتون ڪيئن ڪرايان!!! ته ابراهيم دنيا ۽ آخرت جي احڪم الحاڪمين بادشاهه الله ڪان پنهنجي تربيت ۽ ڄاڻ لاءِ بلڪ تسلي حاصل ڪرڻ لاءِ سوال ڪيو ته آئون غلام قومن جي مردار مثل ماڻهن کي آزاديءَ وارو جياپو ڪيئن وٺي ڏيندس؟ ته رب پاڪ ان کي سمجهايو ته پکين کي ڌاري انهن کي ڪارائي پياري پاڻ سان هيرائبو آهي ته تون به باطل بادشاهن خلاف انقلاب آڻڻ لاءِ بغاوتون قائم ڪرائڻ لاءِ انقلابي جوڌن جون نرسريون ڻاهي ۽ انهن سوراجي ورڪرن جي کاڌي پيتي ۽ ضروريات زندگيءَ جو بندوبست به پنهنجي ذمي کڻ، اي ابراهيم سوچ ڪر ڪارائڻ پيارڻ سان پکي به هري ٿا وجن پڇري ڪان ٻاهر نڪري آسمان جي کليل فضا ۾ يا جبلن طرف اڏامي وڃڻ ڪان پوءِ به کاڌي پيتي لاءِ مالڪ وٽ موٽي ٿا اچن ته جن ماڻهن کي تون پنهنجي مسجد بيت الحرام جيڪا وضع للناس واري تيار ڪندين ته پوءِ اهي به تنهنجي حڪم تي ڏس مطابق ڏس ته (نمرودن) جا تخت اونڌا ڪرڻ لاءِ اسان جي پروگرام أَرَادُوا بِهِ كَيْدًا فَجَعَلْنَاهُمُ الْأَسْفَلِينَ (98-37) خاطر انهن کي زير ڪري شڪست ڏين ٿا يا نه ٿا ڏين.

مَّثَلُ الَّذِينَ يُنفِقُونَ أَمْوَالَهُمْ فِي سَبِيلِ اللّهِ كَمَثَلِ حَبَّةٍ أَنبَتَتْ سَبْعَ سَنَابِلَ فِي كُلِّ سُنبُلَةٍ مِّئَةُ حَبَّةٍ وَاللّهُ يُضَاعِفُ لِمَن يَشَاء وَاللّهُ وَاسِعٌ عَلِيمٌ(261) الَّذِينَ يُنفِقُونَ أَمْوَالَهُمْ فِي سَبِيلِ اللّهِ ثُمَّ لاَ يُتْبِعُونَ مَا أَنفَقُواُ مَنًّا وَلاَ أَذًى لَّهُمْ أَجْرُهُمْ عِندَ رَبِّهِمْ وَلاَ خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلاَ هُمْ يَحْزَنُونَ(262) قَوْلٌ مَّعْرُوفٌ وَمَغْفِرَةٌ خَيْرٌ مِّن صَدَقَةٍ يَتْبَعُهَا أَذًى وَاللّهُ غَنِيٌّ حَلِيمٌ(263) يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُواْ لاَ تُبْطِلُواْ صَدَقَاتِكُم بِالْمَنِّ وَالأذَى كَالَّذِي يُنفِقُ مَالَهُ رِئَاء النَّاسِ وَلاَ يُؤْمِنُ بِاللّهِ وَالْيَوْمِ الآخِرِ فَمَثَلُهُ كَمَثَلِ صَفْوَانٍ عَلَيْهِ تُرَابٌ فَأَصَابَهُ وَابِلٌ فَتَرَكَهُ صَلْدًا لاَّ يَقْدِرُونَ عَلَى شَيْءٍ مِّمَّا كَسَبُواْ وَاللّهُ لاَ يَهْدِي الْقَوْمَ الْكَافِرِينَ(264) وَمَثَلُ الَّذِينَ يُنفِقُونَ أَمْوَالَهُمُ ابْتِغَاء مَرْضَاتِ اللّهِ وَتَثْبِيتًا مِّنْ أَنفُسِهِمْ كَمَثَلِ جَنَّةٍ بِرَبْوَةٍ أَصَابَهَا وَابِلٌ فَآتَتْ أُكُلَهَا ضِعْفَيْنِ فَإِن لَّمْ يُصِبْهَا وَابِلٌ فَطَلٌّ وَاللّهُ بِمَا تَعْمَلُونَ بَصِيرٌ(265) أَيَوَدُّ أَحَدُكُمْ أَن تَكُونَ

لَهُ جَنَّةٌ مِّن نَّخِيلٍ وَأَعْنَابٍ تَجْرِي مِن تَحْتِهَا الأَنْهَارُ لَهُ فِيهَا مِن كُلِّ الثَّمَرَاتِ وَأَصَابَهُ
الْكِبَرُ وَلَهُ ذُرِّيَّةٌ ضُعَفَاء فَأَصَابَهَا إِعْصَارٌ فِيهِ نَارٌ فَاحْتَرَقَتْ كَذَلِكَ يُبَيِّنُ اللّهُ لَكُمُ الآيَاتِ
لَعَلَّكُمْ تَتَفَكَّرُونَ(266) يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُواْ أَنفِقُواْ مِن طَيِّبَاتِ مَا كَسَبْتُمْ وَمِمَّا أَخْرَجْنَا
لَكُم مِّنَ الأَرْضِ وَلاَ تَيَمَّمُواْ الْخَبِيثَ مِنْهُ تُنفِقُونَ وَلَسْتُم بِآخِذِيهِ إِلاَّ أَن تُغْمِضُواْ فِيهِ وَاعْلَمُواْ
أَنَّ اللّهَ غَنِيٌّ حَمِيدٌ(267) الشَّيْطَانُ يَعِدُكُمُ الْفَقْرَ وَيَأْمُرُكُم بِالْفَحْشَاء وَاللّهُ يَعِدُكُم مَّغْفِرَةً
مِّنْهُ وَفَضْلاً وَاللّهُ وَاسِعٌ عَلِيمٌ(268) يُؤتِي الْحِكْمَةَ مَن يَشَاء وَمَن يُؤْتَ الْحِكْمَةَ فَقَدْ أُوتِيَ
خَيْرًا كَثِيرًا وَمَا يَذَّكَّرُ إِلاَّ أُوْلُواْ الأَلْبَابِ(269) وَمَا أَنفَقْتُم مِّن نَّفَقَةٍ أَوْ نَذَرْتُم مِّن نَّذْرٍ فَإِنَّ
اللّهَ يَعْلَمُهُ وَمَا لِلظَّالِمِينَ مِنْ أَنصَارٍ(270) إِن تُبْدُواْ الصَّدَقَاتِ فَنِعِمَّا هِيَ وَإِن تُخْفُوهَا
وَتُؤْتُوهَا الْفُقَرَاء فَهُوَ خَيْرٌ لُّكُمْ وَيُكَفِّرُ عَنكُم مِّن سَيِّئَاتِكُمْ وَاللّهُ بِمَا تَعْمَلُونَ خَبِيرٌ(271) لَّيْسَ
عَلَيْكَ هُدَاهُمْ وَلَكِنَّ اللّهَ يَهْدِي مَن يَشَاء وَمَا تُنفِقُواْ مِنْ خَيْرٍ فَلأنفُسِكُمْ وَمَا تُنفِقُونَ إِلاَّ
ابْتِغَاء وَجْهِ اللّهِ وَمَا تُنفِقُواْ مِنْ خَيْرٍ يُوَفَّ إِلَيْكُمْ وَأَنتُمْ لاَ تُظْلَمُونَ(272) لِلْفُقَرَاء الَّذِينَ
أُحصِرُواْ فِي سَبِيلِ اللّهِ لاَ يَسْتَطِيعُونَ ضَرْبًا فِي الأَرْضِ يَحْسَبُهُمُ الْجَاهِلُ أَغْنِيَاء مِنَ التَّعَفُّفِ
تَعْرِفُهُم بِسِيمَاهُمْ لاَ يَسْأَلُونَ النَّاسَ إِلْحَافًا وَمَا تُنفِقُواْ مِنْ خَيْرٍ فَإِنَّ اللّهَ بِهِ عَلِيمٌ(273)
الَّذِينَ يُنفِقُونَ أَمْوَالَهُم بِاللَّيْلِ وَالنَّهَارِ سِرًّا وَعَلاَنِيَةً فَلَهُمْ أَجْرُهُمْ عِندَ رَبِّهِمْ وَلاَ خَوْفٌ
عَلَيْهِمْ وَلاَ هُمْ يَحْزَنُونَ(274) الَّذِينَ يَأْكُلُونَ الرِّبَا لاَ يَقُومُونَ إِلاَّ كَمَا يَقُومُ الَّذِي يَتَخَبَّطُهُ
الشَّيْطَانُ مِنَ الْمَسِّ ذَلِكَ بِأَنَّهُمْ قَالُواْ إِنَّمَا الْبَيْعُ مِثْلُ الرِّبَا وَأَحَلَّ اللّهُ الْبَيْعَ وَحَرَّمَ الرِّبَا

فَمَن جَاءهُ مَوْعِظَةٌ مِّن رَّبِّهِ فَانتَهَىَ فَلَهُ مَا سَلَفَ وَأَمْرُهُ إِلَى اللّهِ وَمَنْ عَادَ فَأُوْلَـئِكَ
أَصْحَابُ النَّارِ هُمْ فِيهَا خَالِدُونَ(275) يَمْحَقُ اللّهُ الْرِّبَا وَيُرْبِي الصَّدَقَاتِ وَاللّهُ لاَ يُحِبُّ كُلَّ
كَفَّارٍ أَثِيمٍ(276) إِنَّ الَّذِينَ آمَنُواْ وَعَمِلُواْ الصَّالِحَاتِ وَأَقَامُواْ الصَّلاَةَ وَآتَوُاْ الزَّكَاةَ لَهُمْ أَجْرُهُمْ
عِندَ رَبِّهِمْ وَلاَ خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلاَ هُمْ يَحْزَنُونَ(277) يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُواْ اتَّقُواْ اللّهَ وَذَرُواْ مَا
بَقِيَ مِنَ الرِّبَا إِن كُنتُم مُّؤْمِنِينَ(278) فَإِن لَّمْ تَفْعَلُواْ فَأْذَنُواْ بِحَرْبٍ مِّنَ اللّهِ وَرَسُولِهِ وَإِن
تُبْتُمْ فَلَكُمْ رُؤُوسُ أَمْوَالِكُمْ لاَ تَظْلِمُونَ وَلاَ تُظْلَمُونَ(279) وَإِن كَانَ ذُو عُسْرَةٍ فَنَظِرَةٌ إِلَى مَيْسَرَةٍ
وَأَن تَصَدَّقُواْ خَيْرٌ لَّكُمْ إِن كُنتُمْ تَعْلَمُونَ(280) وَاتَّقُواْ يَوْمًا تُرْجَعُونَ فِيهِ إِلَى اللّهِ ثُمَّ تُوَفَّى كُلُّ
نَفْسٍ مَّا كَسَبَتْ وَهُمْ لاَ يُظْلَمُونَ(281) يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُواْ إِذَا تَدَايَنتُم بِدَيْنٍ إِلَى أَجَلٍ
مُّسَمًّى فَاكْتُبُوهُ وَلْيَكْتُب بَّيْنَكُمْ كَاتِبٌ بِالْعَدْلِ وَلاَ يَأْبَ كَاتِبٌ أَنْ يَكْتُبَ كَمَا عَلَّمَهُ اللّهُ
فَلْيَكْتُبْ وَلْيُمْلِلِ الَّذِي عَلَيْهِ الْحَقُّ وَلْيَتَّقِ اللّهَ رَبَّهُ وَلاَ يَبْخَسْ مِنْهُ شَيْئًا فَإن كَانَ الَّذِي
عَلَيْهِ الْحَقُّ سَفِيهًا أَوْ ضَعِيفًا أَوْ لاَ يَسْتَطِيعُ أَن يُمِلَّ هُوَ فَلْيُمْلِلْ وَلِيُّهُ بِالْعَدْلِ وَاسْتَشْهِدُواْ
شَهِيدَيْنِ من رِّجَالِكُمْ فَإِن لَّمْ يَكُونَا رَجُلَيْنِ فَرَجُلٌ وَامْرَأَتَانِ مِمَّن تَرْضَوْنَ مِنَ الشُّهَدَاء
أَن تَضِلَّ إْحْدَاهُمَا فَتُذَكِّرَ إِحْدَاهُمَا الأُخْرَى وَلاَ يَأْبَ الشُّهَدَاء إِذَا مَا دُعُواْ وَلاَ تَسْأَمُوْاْ أَن
تَكْتُبُوْهُ صَغِيرًا أَو كَبِيرًا إِلَى أَجَلِهِ ذَلِكُمْ أَقْسَطُ عِندَ اللّهِ وَأَقْومُ لِلشَّهَادَةِ وَأَدْنَى أَلاَّ تَرْتَابُواْ إِلاَّ أَن
تَكُونَ تِجَارَةً حَاضِرَةً تُدِيرُونَهَا بَيْنَكُمْ فَلَيْسَ عَلَيْكُمْ جُنَاحٌ أَلاَّ تَكْتُبُوهَا وَأَشْهِدُوْاْ إِذَا تَبَايَعْتُمْ
وَلاَ يُضَآرَّ كَاتِبٌ وَلاَ شَهِيدٌ وَإِن تَفْعَلُواْ فَإِنَّهُ فُسُوقٌ بِكُمْ وَاتَّقُواْ اللّهَ وَيُعَلِّمُكُمُ اللّهُ وَاللّهُ

بِكُلِّ شَيْءٍ عَلِيمٌ(282) وَإِن كُنتُمْ عَلَى سَفَرٍ وَلَمْ تَجِدُواْ كَاتِبًا فَرِهَانٌ مَّقْبُوضَةٌ فَإِنْ أَمِنَ بَعْضُكُم بَعْضًا فَلْيُؤَدِّ الَّذِي اؤْتُمِنَ أَمَانَتَهُ وَلْيَتَّقِ اللّهَ رَبَّهُ وَلاَ تَكْتُمُواْ الشَّهَادَةَ وَمَن يَكْتُمْهَا فَإِنَّهُ آثِمٌ قَلْبُهُ وَاللّهُ بِمَا تَعْمَلُونَ عَلِيمٌ(283) لِّلَّهِ مَا فِي السَّمَاوَاتِ وَمَا فِي الأَرْضِ وَإِن تُبْدُواْ مَا فِي أَنفُسِكُمْ أَوْ تُخْفُوهُ يُحَاسِبْكُم بِهِ اللّهُ فَيَغْفِرُ لِمَن يَشَاءُ وَيُعَذِّبُ مَن يَشَاءُ وَاللّهُ عَلَى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيرٌ(284)

**ترجمو:-** مثال انهن ماڻهن جو جيڪي خرچ ڪن ٿا مال پنهنجا الله جي راهه ۾ (ماڻهن جي مشڪلاتن حل ڪرڻ لاءِ) مثل آهي هڪ داڻي جي، جيڪو ڦُٽائي ٿو ست سنگ ۽ هر سنگ ۾ سؤ داڻا هجن ۽ الله (اجا به) وڌائي ٿو جنهن لاءِ گهري، الله (جو قانون) ڪشادگيون پيدا ڪرڻ وارو آهي ۽ (ماڻهن جي ضرورتن ۽ حاجتن جو) ڄاڻڻ وارو آهي(261).

اهي ماڻهو جيڪي خرچ ڪن ٿا مال پنهنجا الله جي راهه ۾ (ماڻهن جي ضرورتن کي پوري ڪرڻ لاءِ) پوءِ نه ٿا پيچو ڪن (ان پنيان) جيڪي خرچ ڪيائون توري ۽ احسان جتلائڻ جي نموني سان يا ايذاء (پهچائڻ) سان، انهن لاءِ اجورو آهي انهن جي ڏنل مال جو انهن جي پالڻهار وٽ ۽ انهن تي نه ئي ڪنهن ايندڙ مصيبت جو) خوف هوندو ۽ نه ئي (گذريل خطا جو) ڪو غم هوندو(262)

جڳو گفتو يا (ڪنهن کي ايذاء پهچائڻ کان) بچائڻ، اهو وڌيڪ ڀلو آهي اهڙي صدقي کان جنهن جي پنيان (تورن ٽڦڻ وارو ذهني) ايذاء هجي، الله (اهڙن ترڙپائي وارن صدقي ڏيندڙن کان) بيپرواه آهي ۽ بردبار به اهي(263).

اي مؤمنو! پنهنجا صدقا (۽ خيراتون) ضائع نه ڪيو (خيرات ڏنل ماڻهن کي) تورا جتلائڻ ۽ (ذهني) اذيتون ڏيڻ سان (اهو ائين آهي) جيئن ڪو ماڻهو پنهنجو مال خرچ ڪري ماڻهن ۾ شوبازي نموني ۽ الله ۽ آخرت تي ان کي ڪوئي (بدلي ملڻ جو) پروسو نه هجي، پوءِ مثال اهڙي ماڻهوءَ جو مثل آهي ڪنهن صاف شئي جي جنهن تي مٽي چڙهي وئي هجي، پوءِ وسي ان مٿان مينهن جيڪو صاف ڪري (ڌوئي ڇڏي) ان کي (اهڙوجو) پنهنجي ڪمائي منجهان ذرو به حاصل ڪري نه سگهن ۽ الله (جو قانون حق جي) انڪاري قوم وارن کي هدايت جي توفيق ئي نه ڏيندو (264) ۽ مثال انهن ماڻهن جو جيڪي خرچ ڪن ٿا مال پنهنجا الله جي مرضين جي ڳولا ڪندي پنهنجي اندر استقلال مستقل مزاجي پيدا ڪرڻ لاءِ، اهو مثل آهي اهڙي باغ جي جيڪو مٿاهين (زمين) تي هجي ۽ انتي مينهن وسي پوءِ ڏٺي پيداوار بيڻ تي جيڪڏهن نه وسي انتي وڏو مينهن پوءِ بوندا پاندي (ئي سهي) ۽ الله

اوھانجي عمل مٿان نگران آھي.(265) ڇا چاھي ٿو ڪو توھان مان جوان وٽ باغ ھجي کجين جو ۽ انگورن جو ان جي ھيٺان (پاڻيءَ جون) نھرون وھنديون ھجن، ان لاءِ (ان باغ ۾) ھر قسم جا (ٻيا بہ) ميوا ھجن ۽ (ان ڪي مالڪ کي) عمر جي لحاظ سان) پيري پھچي وڃيس ۽ ان ڪي ٻار بہ ننڍا ننڍا ھجن پوءِ پھچي ان باغ کي ڪوئي واچوڙو جنھن ۾ اھڙي تپش ھجي جو (باغ کي) ساڙي ڇڏي (ٻڌايو تہ باغ جي ٻچڙيوال پوڙھي مالڪ جا اھڙي وقت ڪھڙا احساس ھوندا) اھڙي نموني کولي بيان ڪري ٿو الله آيتن کي تا تہ اوھان (غور ۽) فڪر ڪيو (266).

اي مؤمنو! پنھنجي ڪمائي منجھان سٺي ڪوالٽي واريون شيون خرچ ڪيو ۽ جيڪا زمين جي پيداوار آھي (ان منجھان بہ خير خيرات ۾ سٺي شئي ڏيو ڳريل سڙيل شي نہ ڏيو يعني خرچ ڪرڻ مھل ردي شئي ڏيڻ جو ارادو ئي نہ ڪيو (اھڙي جو جيڪڏھن ڪو اوھان کي اھڙي شئي ڏئي) تہ توھان (پنھنجي لاءِ) اھا وٺو بہ نہ سواءِ اڳھ ماري وٺڻ جي، ڄاڻي ڇڏيو تہ الله بي پرواہ آھي ۽ ان جو حڪومت ھلائڻ لاءِ ڏنل قانون تعريف لائق آھي (267). الله جي راھ ۾ خرچ ڪرڻ مھل شيطان اوھان کي سڃائيءَ کان ڊيڄاري ٿو (جڏھن تہ ٻئي طرف) بدڪارين لاءِ وري اوھان کي حڪم ٿو ڪري ۽ الله وعدو ڪري ٿو اوھان سان حفاظت جو ۽ مھربانيءَ جو پنھنجي طرفان، الله ڪشادگي وارو آھي ۽ ڄاڻٽھار آھي (268) حڪمت ڏيڻ لاءِ ان جو مشيت وارو قانون جنھن لاءِ گھري ان کي عطا ڪري ٿو ۽ جنھن کي بہ حڪمت ڏني وئي ان کي ڄڻ وڏي ڀلائي حاصل ٿي وئي (اھي ڳالھيون) صرف عقلمند ماڻھو ئي سمجھي سگھندا(269) ۽ جيڪي ڪجھ خرچ ڪيو ٿا توھان خرچ ڪرڻ واري شي يا لازم ڪيو ٿا ڏيڻ پنھنجي مٿان ڪاشي پوءِ الله ان کي ڄاڻي ٿو ۽ ظالمن لاءِ ڪوبہ مدد ڪرڻ وارو نہ ھوندو(270) ۽ جيڪڏھن کلم کلا صدقا (خيراتون) ڏيو ٿا تہ اھا بہ چڱي ڳالھ آھي، ۽ جيڪڏھن لڪائي محتاجن کي ڏيو ٿا تہ اھو اجا ڀلو آھي اوھان لاءِ ۽ ميٽيندو (الله) توھان کان برايون توھان جون ۽ الله ڄاڻٽھار ۽ خبروار آھي (271) ناھي تنھنجي ذميداري انھن کي ھدايت ڏيڻ جي، پر الله جو مشيت وارو قانون جنھن کي ھدايت ڏيڻ گھري ۽ جيڪو بہ خرچ ڪندئو اوھان خير خيرات منجھان اھو اوھان لاءِ ھوندو ۽ توھان نٿا خرچ ڪيو الله جي رضا ڳولڻ کانسواءِ (ڪنھن ٻئي مقصد لاءِ) ۽ جيڪي بہ خرچ ڪندؤ اوھان خير منجھان (تہ ان جو بدلو) پورو ڪري ڏنو ويندو اوھان کي ۽ توھان تي زيادتي نہ ڪئي ويندي (272) جيڪي حاجتمند ماڻھو واڙيا ويا آھن الله جي ماڻھن لاءِ انھن جي ڀلي واري نظام قائم ڪرڻ جي راھ ۾ نٿا سگھہ رکن سفر ڪرڻ جي زمين ۾، گمان ڪري ٿو اڻ ڄاڻ ماڻھو انھن کي غني سوال نہ ڪرڻ جي ڪري، تون سڃاڻي ويندي انھن کي انھن جي نشانين منجھان (اھي ھي تہ) اھي سوال ڪرڻ لاءِ ماڻھن کي چنبڙي ڪونہ پوندا ۽ جيڪي ڪجھ اوھان خرچ ڪيو ٿا خير منجھان پوءِ الله ان کي بہ ڄاڻي ٿو جيڪي ماڻھو خرچ ڪن ٿا مال پنھنجا رات جو ۽ ڏينھن جو لڪي توڙي کلم کلا پوءِ انھن لاءِ اجورو آھي انھن جي پالڻھار وٽ، نڪي

خوف آهي انهن کي (ڪنهن ايندڙ خطري جو) نه کي اهي غمگين ٿيندا (ڪنهن گذريل غلطي سبب) (274) جيڪي ماڻهو وياج کائيندا، اهي ائين نه بيهي سگهندا مگر ان ماڻهوءَ وانگر هوندا جنهن کي خبطي ڪري ڇڏيو هجي شيطان هٿ لائڻ سان، (گمراهه ڪيو هجي) اهو انڪري جو چون پيا ته واپار به وياج جهڙو ئي آهي حالانڪه الله حلال ڪيو آهي واپار کي ۽ وياج کي حرام ڪيو آهي پوءِ جنهن کي به آئي نصيحت ان جي پالڻهار وٽان پوءِ رڪجي ويو (وياج جي ڏيتي ليتيءَ کان) (ته معاف آهي) ان کي جيڪي گذري چڪو؟ ان جو معاملو الله جي حوالي يعني وياج جي حساب واريون ماڻهن ڏي رهتون وصول نه ڪندو نه ته ڪورٽ معاملي کي صاف ڪندي) ۽ جيڪو به موٽ کائي (وري وياج ڏيندو وٺندو ته) پوءِ اهي دوزخ وارن منجهان آهن جيڪي ان ۾ هميشه رهندا. (275) الله (جو قانون) وياج کي ختم ٿو ڪري ۽ صدقن کي وڌائي ٿو ۽ الله نٿو پسند ڪري هر منڪر ۽ مجرم کي. 276 جن ماڻهن ايمان آندو ۽ سڌارن وارا ڪم ڪيائون ۽ قائم ڪيائون (قرآن جي) پيروي (واري نظام کي) ۽ ڏنائون (رعيت وارن کي) پرورش وارو سامان! انهن لاءِ اجورو آهي انهن جي پالڻهار وٽ ۽ ڪوبه خطرو نه اٿن (ڪنهن ايندڙ پريشانيءَ جو) ۽ نه غم ٿئين ٿو (ڪنهن گذريل غلطيءَ جو) (277) اي مؤمنو! ڊڄو الله کان ۽ ڇڏي ڏيو وياج جي رهت کي، جيڪڏهن توهان (سچا) مؤمن آهيو(278)

جيڪڏهن (وياج جي قسطن وٺڻ تان هٿ نٿا کڻو) ته پوءِ الله ۽ رسول سان جنگ جو اعلان ٻڌي ڇڏيو. (يعني اها حڪومت سان بغاوت آهي) ۽ جيڪڏهن اوهان توبه ڪندؤ ته رقم جي اصل موڙي توهان جي ٿيندي نه کي توهان ظلم ڪندؤ نه کي اوهان مٿان ظلم ڪيو ويندو279) جيڪڏهن (مقروض ماڻهو) سجو هجي ته ان کي مهلت ڏيو آسودي ٿيڻ تائين ۽ جيڪڏهن قرض صدقي ۾ ڏئي معاف ڪري ڇڏيوس ته اهو (اجا) ڀلو آهي توهان لاءِ جيڪڏهن توهان ڄاڻندا هجو280) ۽ ڊڄو ان ڏينهن کان جنهن ۾ موٽايا ويندؤ توهان الله جي (عدالت) طرف پوءِ هر شخص کي ان جي ڪئي جو بدلو ڏنو ويندو ۽ انهن سان ڪا به ظلم زيادتي نه ڪئي ويندي(281) اي مومنو! جنهن وقت اوهان هڪ ٻئي کي قرض ڏيو وٺو ڪنهن به قسم جو، مقرر مدي تائين ته پوءِ ان جي لکت ڪيو ۽ لازم آهي توهان تي ته لکي توهان جي وچ ۾ ڪوئي لکڻ وارو انصاف سان نه انڪار ڪري لکندڙ لکڻ کان جئين سيکاريو آهي انکي الله (جي قانون) پوءِ ضروري آهي ته لکي ۽ لکرائي اهو ماڻهو جنهن تي حق آهي ۽ (لکت ۾ هيراڦيري ڪرڻ کان) ڊڄي الله کان جيڪو پالڻهار آهي ان جو ۽ نه کٽائي ان مان ٿورو به، پوءِ جيڪڏهن ڪم عقل هجي جنهن تي حق آهي يا ڪمزور هجي يا لکرائڻ جي ان ۾ طاقت نه هجي ته پوءِ ضروري آهي ته لکرائي وارث ان جو انصاف سان (ڪير به لکرائي پر ان لکت ۾) شاهد بڻايو ٻن شاهدن کي توهان مردن منجهان جيڪڏهن به مرد نه هجن ته پوءِ هڪ مرد ۽ ٻه عورتون شاهدن منجهان جيڪي به اوهان پسند ڪيو (ٻه عورتون هن لاءِ ته) جيڪڏهن ڀلجي پوي هڪڙي انهن ٻن منجهان ته پوءِ ياد ڏياري

هڪڙي انهن ۾ن منجهان ٻئيءَ کي ۽ نہ انڪار ڪن شاهد جنهن وقت سڏيا وڃن (شاهدي ڏيڻ لاءِ) ۽ نہ ٿڪجو ننڍي وڏي شي لکڻ کان مدي تائين (يعني ذري پرزي) اهو (لکڻ) وڌيڪ انصاف واري ڳالھ آهي الله وٽ ۽ زياده مضبوط آهي شاهدي جي معاملي ۾ ۽ هن ڳالھ کي ويجهو آهي تہ اوهان شڪ شبهي ۾ نہ پوو. سواءِ هن جي تہ جيڪڏهن هجي واپار موجود ڏيتي ليتي وارين شين جو جيڪي (تڏي تي ڏيو ونو تا) ڦيرايو ٿا پاڻ ۾ تہ پوءِ ناهي ڪوئي حرج توهان مٿان نہ لکڻ ۾، ۽ شاهد بڻايو جنهن بہ وقت اوهان پاڻ ۾ واپار ڪيو (خبردار) ڪاتب ۽ شاهد کي ڪڏهن بہ نقصان نہ پهچايو وڃي جيڪڏهن اوهان ائين ڪيو تہ اها اوهانجي بدڪاري چئبي الله کان ڊڄو ۽ الله اوهان کي سيکاي ٿو ۽ الله هر شيءِ جو ڄاڻڻهار آهي(282) ۽ جيڪڏهن توهان سفر ۾ هجو ۽ (اتي) ڪاتب (منشي) نہ لڀي تہ پوءِ ڳهو قبضي ۾ ڏيو. پوءِ جيڪڏهن ويساهہ ڪري توهان منجهان ڪوئي ڪنهن جي مٿان تہ پوءِ لازم آهي تہ ادا ڪري اهو ماڻهو جنهن تي ڀروسو ڪيو ويو آهي امانت ڏيڻ جو ٻي ڊر ڪي، ضروري آهي تہ (ڏيڻ وارو) ڊڄي الله کان جيڪو پالڻهار آهي ان جو ۽ شهادت (جا تفصيل نہ لڪايو، جيڪو ماڻهو لڪائيندو پوءِ تحقيق اهو دل جو ڏوهاري (کوٽو) آهي ۽ الله توهان جي عملن جو ڄاڻڻهار آهي(283) الله لاءِ ئي آهن آسمانن ۽ زمين جون سڀ شيون ۽ جيڪڏهن توهان ظاهر ڪيو جيڪي ڪجهہ توهان جي اندر ۾ آهي يا لڪايو، ان جو حساب ڪندو الله توهان سان، پوءِ جنهن کي بچائي مشيت وارو (قانون) ان جو ۽ سزا ڏي جنهن کي گهري، الله سڀ شئي مٿان قادر آهي (284)

## جدا جدا لفظن جي معنيٰ

### سنبلة:-

قرآن حڪيم هن لفظ جي معني مفهوم ڏاڍي پيرائتي نموني آيت ڪريمہ 261 ۾ پاڻ سمجهائي آهي تہ هڪڙو داڻو ان جو زمين ۾ پوکجي ٿو پوءِ ان منجهان ست سنگ ڦٽن ٿا ۽ هر سنگ ۾ سؤ سؤ داڻا ۽ ڪن ۾ تہ اجا بہ وڌيڪ ٿين ٿا مطلب تہ سنبلہ جي معني ڏسيائين اناج جو سنگ.

### صفوان:-

هن لفظ جو اصل مادو ص-ف-و آهي هن جي معني آهي صاف سني شئي چنبي ڦوڪي، چونبي جنهن کي صاف قرار ڏنو ويو هجي، قرآن حڪيم ۾ هن جا مختلف استعمال آيا آهن جيئن اصفاڪم، اصطفي، صفا، مصفي، وغيره مختلف صيغن ۽ بابن جي خصوصيت سان هن جون معنائون انهن مطابق ڪيون وينديون.

### وابل:-

لفظ وابل مينهن ۽ بارش جي معني سان ڪل ٽي پيرا استعمال ٿيو آهي ۽ مينهن جي وسڻ لاءِ عربي ٻوليءَ ۾ لفظ مطر جو اندازاً پندرهن پيرا استعمال ٿيو آهي ان جي

معني آهي مطلق وسڻ پو اهو وسڻ پاڻيءَ جو هجي يا پٿرن جو، پر جنهن وسڪاري ۾ نهايت تيزي هجي ان کي قران حڪيم وابل سڏيو آهي، قران ان جو نالو وابل ڇو رکيو آهي؟ اهو هن ڪري ته اهڙي مينهن وسڻ مهل ماڻهو جڻ ته وبال ۾ پئجي ويندا آهن ته گهر بچايون يا پوکون بچايون يا مال بچايون اهو مينهن وسڻ مهل جيڏانهن تيڏانهن هڻ وٺ لائي ڏيندو آهي ماڻهن کي سربت جي لڳي ويندي آهي ته الله اهڙي تيز وسڻ واري مينهن کي وبال جي قسم وارو وابل مينهن ڪري سڏيو آهي. وابل ۽ وبال جو مادو هڪڙو آهي قرآن حڪيم ڏوهاري ماڻهن کي سزا طور جيڪو روزن رکڻ جو حڪم ڪيو آهي ته روزن رکڻ کي به انهن لاءِ وبال سڏيو آهي(95-5).

**صلدا:**

هن لفظ جو قرآن حڪيم ۾استعمال ڪل هڪ ڀيرو ٿيو آهي پر پڙهندڙ مهربان ان هڪ ڀيري واري استعمال واري آيت ڪريمه ته پڙهي ڏسن جنهن جي لفظن جي ترتيب ۽ ترڪيب پڙهندڙ کي عقلي طور هن لفظ جي معني متعين ڪرڻ لاءِ مجبور ڪري ٿي ته اها معني ڏوتل پوتل صاف شئي ئي ٿي سگهي ٿي آيت ڪريمه جو تمثيلي جملو پڙهي پوءِ غور ڪندا فَمَثَلُهُ كَمَثَلِ صَفْوَانٍ عَلَيْهِ تُرَابٌ فَأَصَابَهُ وَابِلٌ فَتَرَكَهُ صَلْدًا لاَّ يَقْدِرُونَ (2-264) هاڻي هتي صفوان ۽ وابل لفظن جي معني تازو گذري چڪي آهي ان معني جي روشنيءَ ۾ ڳالهه هيءَ ٿي بيهي ته پڪي پٿر مٿان جيڪڏهن مٽي چڙهيل هجي ۽ انتي تيز مينهن پوي ته پوءِ اهو صلد ٿي پوندو، يعني مٽيءَ جي بارش سبب ڌوپي وڃڻ ڪري صاف ٿي پوندو، معني ته ٿوري غور ڪرڻ سان پاڻيهي پاڻ کلي ٿي پوي باقي ڪير غور ڪرڻ لاءِ تيار نه هجي ۽ ٻئي طرف هير رانجهي ۽ راڻي مومل جي ڏور بيتن وارين ڳجهارتن کي چاليهين پتي مناسبت تي به حل ڪرڻ ۾ سگهڙ سڏائيندو وتي ۽ قرآن جي سولين معنائن تي غور ڪرڻ کان تپ وٺيو وڃين سو اها ڳالهه ته اهڙن اعتراض ڪرڻ وارن جي اندر جي ڪوٺياري هجڻ جو ڏس ڏئي ٿي.

**ربوة:**

هن لفظ جو مادو آهي ر، ب، و، هن جي معني آهي اهڙي مٿاهين زمين جيڪا پاڻي پوڻ کان پوءِ سني ۽ وڌيڪ پيداوار ڏئي ٻيڻ تي پيداوار ڏيڻ جي معني ته خود هن آيت ڪريمه ۾ موجود آهي (2-265) ۽ زمين جو مٿاهون هجڻ وارو مفهوم آيت ڪريمه إِلَىٰ رَبْوَةٍ ذَاتِ قَرَارٍ وَمَعِينٍ(23-50) منجهان ثابت ٿئي ٿو جنهن ۾ چيو ويو آهي ته اسين عيسي ۽ ان جي ماءُ کي اهڙي مٿاهين جاءِ تي پناهه ڏني جيڪا معين هئي يعني ان زمين ۾ چشمي وانگر پاڻي جاري رهندو هئو جاڻڻ گهرجي ته هيناهين واري زمين ۾ پاڻي ڍورا ڪري بيهي ويندو آهي آس پاس جي طرف وهي نه سگهندو آهي مطلب ته هن لفظ ربوه جون ٻيئي معنائون مٿي ڄاڻايل آيتن منجهان ئي مليون آهن اهو آهي قرآن حڪيم جو تصريف آيات جي ذريعي پنهنجي معني پاڻ ڏسڻ جو انداز.

**طل:**

لفظ طل جي معني قران حڪيم پنهنجي لفظن جي جوڙ جڪ واري انداز ۾ ئي سمجهائي ڇڏي آهي غور فرمائيندا، جملو آهي تہ فَإِن لَّمْ يُصِبْهَا وَابِلٌ فَطَلٌّ وَاللّهُ بِمَا تَعْمَلُونَ بَصِيرٌ(2-265) يعني ان زمين کي جيڪڏهن وبال جهڙو بيڙابوڙ مينهن نہ پوي تہ پوءِ طل، ئي سهي هتي جڻ تہ وڏي بارش جي انڪار کان پوءِ هلڪي بارش جو مفهوم ۽ تصور پاڻيهي پاڻ ذهن ۾ اچي وڃي ٿو. غور ڪيو تہ هن ئي آيت ۾ پيداوار لاءِ جنهن پاڻيءَ جي ڳالهہ ڪئي وئي تہ هو وبال جهڙو نہ وسي تہ طل ئي سهي سو استعمال جو انداز پاڻ ٻڌائي ٿو تہ مينهن جو وسڻ خود قسمن وارو آهي تہ تيز وسڻ جي مقابلي وارو انداز ازخود طئہ ٿي ويو مقابلي ۾ هلڪي هلڪي وسڻ جي.

**اعصار:**

هن لفظ جي معني آهي نپوڙڻ يعني ڪنهن شئي جو جوس ڪيڻ رس نپوڙڻ، اها معني قران حڪيم پاڻ ڏسي تہ قَالَ أَحَدُهُمَآ إِنِّىٓ أَرَىٰنِىٓ أَعْصِرُ خَمْرًا(12-36) يعني جيل ۾ جناب يوسف عليہ السلام جي ٻن خواب ڏسڻ وارن ساٿين منجهان هڪڙي چيو تہ مون ڏٺو آهي تہ آئون شراب ناهڻ لاءِ ميون جو جوس پيو ڪيان تہ هت اعصر لفظ جي معني آهي نپوڙڻ، اهوئي لفظ ساڳي سورت يوسف ۾ آيو آهي جنهن ۾ بادشاه جي خواب جو تعبير ٻڌائيندي يوسف عليہ السلام فرمائي ٿو تہ هاڻي ست سال جيڪو فصل پوکيو ان جي سنگن ۾ ان جا داڻا رهڻ ڏيو ڳاهيو نہ ڇو تہ انڪان پوءِ ست سال ڏڪار ايندو جنهن ۾ فصل سنا ڪونہ ٿيندا، انهن ۾ هي ذخيرو ڪيل اناج استعمال ڪرڻو آهي، انهن کان پوءِ هڪڙو سال ايندو جنهن ۾ مينهن وسندا ڏاڍو سڪار ٿيندو باغن ۾ ميوا بہ جام ٿيندا جن جا جوس نپوڙي پيا پيئجو، ان آيت (12-49) ۾ بہ لفظ يعصرون جو استعمال ڪيو ويو آهي جنهن جي معني نپوڙڻ ۽ جوس ڪيڻ آهي.

**تغمضو:**

هي صيغو تہ جمع مذڪر مخاطب فعل مضارع معلوم جو آهي، هي لفظ برابر سڄي قرآن حڪيم ۾ هڪ ڀيرو استعمال ٿيو آهي پر ان جي معني جي ڄاڻ لاءِ هڪڙو تہ لفظن جي ميڙي چونڊي ۽ جوڙجڪ طرف ڌيان ڏيڻو پوندو ٻئي نمبر تي هن لفظ جي استعمال ۾ عبارت جي اڳ پوءِ واري معني مفهوم کي سمجهي پوءِ ان جي مناسبت سان هن لفظ جي معني کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي تہ پاڻيهي پاڻ معني جي ڄاڻ ملي ويندي، پهريائين حرفن جي حوالي سان جدا معنائون جاچ ڪبيون تہ لفظ غض جيڪو اصل ۾ غضض آهي ان جو قرآن ۾ استعمال ڪل چار ڀيرا ٿيو آهي هن جي معني ٻن جاين تي آهي اکين کي نظرن کي جهڪو ڪرڻ گهٽائڻ ۽ هيٺ ڪرڻ اڳتي نہ وڌائڻ آهي (24-31) ۽ بہ ڀيرا

هن جو استعمال ٿيو آهي آواز کي گهٽائڻ ۽ جهڪو ڪرڻ جي معني ۾ حوالا پڙهي ڏسندا (3-49) (19-31) (31-13) مطلب ته غض جي معني گهٽائڻ چئني هنڌن تي ساڳي آهي پوءِ چاهي نظر کي گهٽائڻو هجي يا آواز کي پر هتي هن آيت ڪريمه ۾ لفظ آهي غمض جو يعني هن ۾ حرف ميم جو واڌارو آهي، هاڻ پڙهندڙن جي خدمت هي ڳالهه پيش ڪرڻي آهي ته چا لفظ غض جنهن وقت غمض بڻيو ته معني ۾ ڪهڙي واڌ آئي، اها ڳالهه سمجهڻ لاءِ پهريائين هن مثال مٿان غور ڪندا لفظ هز جو قرآن حڪيم ۾ جدا جدا صيغن ۾ پنج ڀيرا استعمال ٿيو آهي هن جي معني آهي ڪنهن شيءِ جو چرڻ ڪنهن شئي کي لوڏڻ، چرپر ڏيارڻ، اهي استعمال هنن لفظن ۾ ٿيا آهن، هزي، اهتزت، تهتز، جي صيغن ۾ هاڻي هز جي ٻن حرفن جي وچ ۾ ميم وڌو ويو آهي ته لفظ ٿيو آهي همز، لفظ همز قرآن حڪيم ۾ ٽي ڀيرا استعمال ٿيو آهي جن جون شڪلون هي آهن، همزہ، هماز، همزات، توهان لفظ هز جي معني پڙهي ته ڪنهن شي کي لوڏڻ، چرپر ڏيارڻ، پوءِ جڏهن ٻن حرفن جي وچ ۾ ميم وڌايو ويو ته همز جي معني ٿي ڪنهن کي ڀڙڪائڻ لاءِ چوڪ ڏيڻ ۽ چرچ مچائي ڪنهن ڦڏي فساد کي اڀٽي وڌائڻ، ته هماز ۽ همزات لفظ جي معني ۾ به اها بنيادي معنويت موجود آهي ته سازش ۽ شرارت طور ڦڏي فساد کي اڀٽي وڌائڻ مطلب ته جيئن لفظ هز، جي اندر ميم وڌائي همز، ڪيو ويو ته پهرين معني پوءِ به سلامت رهي ته اهڙي نموني لفظ غض، جي وچ ۾ حرف ميم وڌائي شامل ڪرڻ سان غمض جي معني ۾ واسطيدار شئي کي گهٽائڻ واري اصل معني پوءِ به سلامت رهندي، جيڪا اک ٻوٽڻ بدران اک ٽيٽ چئي سگهجي ان کان سواءِ آيت ڪريمه جي سجي عبارت واري مناسبت ان معني کي مقرر ڪرڻ ۽ ثابت ڪرڻ لاءِ جدا شاهدي ڏئي پئي.

**فقر:**

فقر جو لفظ قرآن حڪيم چار ڀيرا لفظ غني جي مقابلي ۾ آڻي جڻ فقر جي معني سمجهائي ڏني غني جي معني اهو شخص جيڪو پنهجي حاجتن ۽ ضرورتن کي پوري ڪرڻ ۾ پريشان ۽ محتاج نه هجي ۽ ضرورتن جي طرفان بيپرواهه هجي، سو لفظ غني جي ان معني کي ذهن ۾ رکي پوءِ تقابل جي حوالي سان جڏهن لفظ فقير جي معني تي غور ڪيو ويندو ته ازخود هي معني اڀري ايندي ته فقير معني جيڪو پنهنجي حاجتن ۽ ضرورتن کي پوري ڪرڻ لائق نه هجي ۽ انهن جي پورائي جي لاءِ پريشان هجي ۽ ان لفظ جي اهائي معني آيت نمبر (2-273) ۾ کولي سمجهائي وئي آهي ته لِلْفُقَرَاء الَّذِينَ أُحصِرُواْ فِي سَبِيلِ اللّهِ لاَ يَسْتَطِيعُونَ ضَرْبًا فِي الأَرْضِ. هتي ٻڌايو ويو ته فقيرا هي آهن جيڪي ڪنهن هنڌ واڙجي وڃڻ کان پوءِ زمين ۾ سفر ڪرڻ جي لائق به نه رهن معني ته انهن وٽ اٺ گهوڙي جي سواريءَ جي توفيق به نه رهي هجي ۽ گاڏي موٽر ۾ سوار ٿيڻ لاءِ ان جي ڀاڙي جي به توفيق نه رهي هجي.

**سيما:**

هن لفظ جو اصل سوم آهي، جنهن جي معني آهي ڳولا ڦولا ڪرڻ ۽ سيما جي اچار سان معني آهي علامت ۽ نشاني پهرين معني جو مثال جيئن مُّسَوَّمَةً عِندَ رَبِّكَ وَمَا هِيَ مِنَ الظَّالِمِينَ بِبَعِيدٍ (11-83) يعني ان قوم لوط مٿان اسان اهڙن تہ پٿرن جو مينهن وسايو جيڪي تمام سخت (پڪا) هئا ۽ لڳاتار جيڪي تنهنجي پالڻهار جي علم ۾ مسومة نشان ڪيل هئا، ٻي معني ۽ ٻئي اچار جو مثال جيئن يَعْرِفُونَ كُلاًّ بِسِيمَاهُمْ وَنَادَوْاْ أَصْحَابَ الْجَنَّةِ أَن سَلاَمٌ عَلَيْكُمْ لَمْ يَدْخُلُوهَا وَهُمْ يَطْمَعُونَ (7-46) يعني مٿاهين جاين تي ماڻهو مقرر ڪيل هوندا جيڪي (جنت وارن) کي سڃاڻندا انهن جي نشانين سان، انهيءَ معني جو ٻيو مثال جيئن فَلَعَرَفْتَهُم بِسِيمَاهُمْ وَلَتَعْرِفَنَّهُمْ فِي لَحْنِ الْقَوْلِ وَاللَّهُ يَعْلَمُ أَعْمَالَكُمْ (30-47) يعني جيڪڏهن اسان چاهيون تہ انهن کي ڏيکاريون (تنهنجي سامهون توکي پوءِ ضرورتون انهن کي سڃاڻي ويندي انهن جي نشانين منجهان ۽ سڃاڻي ويندين تون هنن جي گفتن جي سُرتار ۾ الله تہ توهان کي توهانجي عملن منهان ئي ڄاڻي ٿو.

**الحافا:**

هي مصدري صيغو آهي ۽ هن لفظ جو استعمال قرآن حڪيم ۾ ڪل هڪ ڀيرو ٿيو آهي، پر اصل لفظ لحاف جو هندي ٻولين ۾ ايتري تہ جاءِ ولاري ويو آهي جو جڻ تہ هن جي معني ڪنهن کان پڇڻ جي ضرورت ئي ڪانہ ٿي پوي سو لحاف کي سنڌيءَ ۾ سوڙ سڏيو وڃي ٿو، سوڙ کي سرديءَ کان بچڻ لاءِ پنهنجي مٿان جيڪو ويڙهيو ٿو وڃي تہ انهيءَ تصور ۽ معني کي هن آيت ڪريمہ ۾ بطور استعاري جي آندو ويو آهي جنهن جو مطلب صاف ظاهر آهي تہ الله جي ڊيوٽين کان روڪيل ۽ بند ڪيل ماڻهو اهڙا تہ فقير آهن جن کي تون انهن جي نشانين منجهان سڃاڻي ويندين خيال رهي تہ اهي نشانيون ڪو جسم تي چٽو يا ڏنڀ ڪو نہ هوندو اٿن، اهو نشان بہ قران حڪيم پاڻ ڏسي ڇڏيو تہ هو پنهنجي حاجتن لاءِ ماڻهن کان اهڙي نموني سوال ڪونہ ڪندا جو انهن کي سوڙ وانگر چنبڙي ويڙهي وڃن.

**يتخبط:**

هي صيغو واحد مذڪر فعل مضارع معلوم جو آهي، قرآن حڪيم جي ٻولي جنهن کي رب پاڪ عربي مبين سڏيو آهي ان جي ڀڌرائيءَ جو اهو تہ ڪمال آهي جو قرآن سان لڳاءِ رکندڙ جدا ٻولين وارا قرآن حڪيم جي اهم لفظن کي ايترو تہ پنهنجي ٻولين جي استعمالن ۾ جڳهہ ڏين ٿا جڻ تہ سندن ٻولين ۾ اهڙي معني لاءِ اهڙو مناسب ۽ نهڪندڙ لفظ وٽن آهي ئي ڪونہ، خبط جي جيڪا معني موڳائپ ۽ وائڙو ٿي وڃڻ آهي ان کي اردوءَ ۾ مخبوط الحواس چوندا آهن سنڌيءَ ۾ بہ خبطي ماڻهوءَ جو لفظ اچاريو ويندو آهي، انهيءَ جي هڪ معني ذهني انتشار بہ آهي ۽ فارسيءَ ۾ پراگنده خيال بہ ان جي ترجمي طور مشهور آهي.

**يمحق:-**

هن صيغي جو اصل آهي محق، هي لفظ قرآن حڪيم ۾ ڪل ٻه ڀيرا استعمال ٿيو آهي هڪ ڀيرو هتي هن آيت نمبر (2-276) ۾ ٻيو آيت (3-141) ۾ وڏي ڳالهه هي آهي جو ٻنهي هنڌن ۾ جڻ ته لفظ محق جو معنوي نڪار ۽ اوجر پيش ڪيو ويو آهي آيت (2-276) ۾ هن جو استعمال لفظ رباسان گڏ آٽي جڻ ته خود لفظ محق ڪي ان جي نتيجي طور معنوي نشان ثابت ڪري ڇڏيائين يعني ربا ۽ وياج جيئن ممنوع شئي آهي انڪري بندش ڀيل ۽ حرام بنايل شي لاءِ لازم ٿئي ٿو ته ان کي تهس نهس ڪري ڇڏجي ڇٽ ڪري ڇڏجي ته محق جي معني خود آيت 276 جي حوالي سان ٻه ڪلي ڪري سامهون اچي ٿي وڃي ته ربا کي ميٽي ڇٽ ڪري ڇڏيو ۽ هن لفظ جو ٻيو استعمال جيئن وليمحص الله الذين آمنوا ويمحق الكافرين (3-141) هتي ٻه لفظ محص جي مقابلي ۾ لفظ محق کي آڻڻ سان ان جي معني پڌري ٿي ٿئي ٿو ته جڏهن محص لفظ جي معني آهي ڪنهن شئي کي گند ڪچري ۽ ميراڻ کان صاف ڪري نروار ڪرڻ ته ان جي مقابل لفظ محق جي معني هيءَ لازم ٿيندي ته انکي برباد ڪرڻ، ميٽي ڇڏڻ ۽ ڇٽ ڪري ڇڏڻ.

**ميسره:**

يسر لفظ جي معني آهي آساني ڪشادگي سهولت وغيره هن لفظ کي قرآن حڪيم ۾ ست ڀيرا لفظ عسر جي مقابلي ۾ آندو ويو آهي ۽ عسر جو لفظ خود هندي ٻولين ۾ ٻه ساڳي معني سان مشهور آهي، عسرت جي معني آهي تنگي ۽ سجائي ته يسر ۽ ميسره جي معني پاٽيهي ان تقابل واري استعمال سبب خوشحالي ۽ فراخي ۽ سهولت بنجي ويئي.

**يمل-يملل:-**

هن لفظ جو مصدري صيغو آهي املاء هن جي معني آهي لکڻ، اها قرآن حڪيم پاڻ خود هن ئي آيت ۾ سمجهائي ته ڏيتي ليتي ڪرڻ واري ماڻهوءَ مٿان لازم آهي ته هو واپار جي ايگريمنٽ پاڻ لکي يا جيڪڏهن اڻ پڙهيل آهي ته ٻئي کان لکرائي جملي فليكتب وليملل جي اندر قرآن حڪيم ڪتابة ۽ املاء کي مترادف لفظي طور استعمال ڪري انهن جو ترادف معنوي ٻه ثابت ڪري ڏنو آهي.

**رهان-رهين:**

سنڌي ٻوليءَ ۾ هن کي ڳهو سڏيو وڃي ٿو سنڌي ۽ اردو ۾ هن جو ٻيو ترجمو، گروي ٻه مشهور آهي اها معني هوندئن ته قران حڪيم پاڻ ئي ٻڌائي آهي ته جيئن اوهان اوڌر واري واپار ۾ نقد رقم ڏيڻ بدران بطور ضمانت جي ڪاشيءِ رکو ٿا، ته ان شئي کي ڳهه ۽ گروي چئبو جيئن قرآن حڪيم جي اها سمجهاڻي آيت 282 ۾ موجود آهي قرآن حڪيم اها معني ٻين لفظن ۾ وري آيت (21-52) ۾ سمجهائي ته كُلُّ امْرِئٍ بِمَا كَسَبَ رَهِينٌ يعني هر انسان

پنهنجي عملن جي بدلي ۾ پاڻ گروي ٿيل آهي، هي لفظ اسم مفعول جي صيغي ۾ هندي ٻولين ۾ به گهڻو مشهور آهي جو چيو ويندو آهي ته مرهون منت، هن اصطلاح جي معني هيءَ آهي ته ڪنهن جي احسانن ۽ ٿورن جي بدلي ۾ ته اسين ان وٽ گروي لڳا پيا آهيون.

## هنن آيتن منجهان ملندڙ قانون

آيت نمبر 259 ۽ 260 ۾ سمجهايو ويو ته انقلاب آڻڻ لاءِ فريڊم فائيٽر آزاديءَ جا پروانا ڪيئن تيار ڪيا ويندا، انهن جي ذهني تربيت ۽ انهن جا معاشي مسئلا پنهنجي ذمي ڪٽي انهن کي جڳ لاءِ جيئڻ واسطي جانين جون قربانيون ڏيڻ لاءِ ڪيئن تيار ڪيو، آيت نمبر 260 منجهان خودڪش طالباني ڪلچر پکريائين حسن بن صبا خلافت عباسيا جي خاتمي وارن ڏينهن ۾ ناهيو ۽ ان ڪانپوءِ ٻئي نمبر تي پئنٽاگان وارن سوويت يونين جي خاتمي لاءِ ناهيو پر ان جي خاتمي ڪانپوءِ به اجا جاري آهي جنهن کي چئجي پنهنجو منهن پنهنجو چماٽ. هاڻي هتي آيت 261 کان وني پنهنجي رياستي داخلي نظام کي محفوظ ۽ مضبوط رکڻ لاءِ پنهنجي رعيت کي خوش رکڻ انهن مٿان عنايتون ائين ڪرڻيون آهن جيئن رب پاڪ پوک ڪاهڻ مهل اوهانجي پوکيل ان جي هڪ داڻي منهنجان ست سوداڻا پيدا ڪري ڏئي ٿو ته اوهان به پنهنجي رعيت جي خوشحاليءَ لاءِ رزق جا ذخيرا سين لاءِ کولي رکو جيترو اوهان پنهنجي رعيت کي خوش رکندؤ ايتروئي اوهان لاءِ والله واسع عليم، يعني الله ڪشادگيون پيدا ڪرڻ وارو آهي (261) پوءِ رب پاڪ ماڻهن مٿان انهن عطائن کي عام ڪرڻ لاءِ آيت نمبر 262 ۾ تاڪيد فرمائي ٿو ته پلي ٻڪ پرم جي شال نه وجي شان واري چوڻي مطابق ماڻهن جي عزت نفس جو خيال ڪجو، ائين نه ٿئي جو ڪنهن جي مالي مدد ڪري پوءِ ان کي پنهنجو نوڪر ۽ ڳيجهو سمجهي پيا ذليل ڪيو يا ان کي هر روز پيا پنهنجا ٿورا ٿڦيو،(262) ياد رکي ڇڏيو ته ڪنهن کي عزت ڏيڻ سهڻي گفتي سان ڪنهن کي اڳتي جو ڪو مدد ڪرڻ جو آسرو ڏيڻ ۽ في الفور نه ئي سهي اهو انهيءَ مدد ڪرڻ کان وڌيڪ ڀلو آهي جنهن ۾ اوهان هنن کي ڪجهه ڏيئي پوءِ پنيان پنهنجا ٿورا ڳڻائڻ جا انهن کي وينا ذهني ٽارچر ۽ گڏڪا ڏيو (263) مؤمنو! خبردار! جيڪڏهن توهان ڪنهنجي مالي مدد ڪري وري ان جي پنيان ٿورا ۽ احسان ڳڻائڻ جي جيڪا پندي شروع ڪري انهن کي ذهني اذيتون ڏيندو ته الله وٽ اوهان جا اهڙا صدقا ۽ خيراتون سپ ائين ته ڇٽ ٿي ويندا جيئن ڪنهن لسي پٽر تي مٽي ۽ دز چڙهيل هجي پوءِ تيز بارش سبب مٽي صاف ٿي پٽر ڏوپي وجي اهڙي نموني اوهانجي ڏنل خير خيرات به ائين ضائع ٿي ويندي(264) جيڪي ماڻهو خالص الله جي رضامندي لاءِ حقدار ماڻهن کي خيراتون ڏين ٿا جنهن سان ڪين به هي پڪ ٿئي ته معاشري جي سين ماڻهن کي خوش رکڻ سان اسان ڏيڻ وارن کي به ڀلايون ٿينديون ۽ اجتماعي خوشحاليءَ ۾ ئي سپ ڪجهه آهي ته اهڙي سوچ رکڻ وارن کي رب پاڪ بدلي ۾ گهڻو وڌائي ڏيندو الله جون ايڪسري ڪئمرائون اوهان جي خيالن ۽ سوچن کي به چيڪ ڪري رهيون آهن(265). ياد رکو جيڪو به ماڻهو ٻين جي محتاجي ۽ پريشانيءَ جو احساس

نٿو رکي ۽ پنهنجي فصلن ۽ فروٽن جي مال لهڻ مهل سڀ پنهنجي گهر کنيون ٿو وڃي يا هيءَ بہ سوچ ڪري تہ سندس تيار فصل جيڪڏهن طوفانن ذريعي تباهہ ٿي وڃي تہ سندس ٻارن ٻچن جو پوءِ ڇاٿيندو؟ ۽ انهيءَ ڪي هيءَ سوچ ڪرڻ گهرجي تہ جيڪڏهن هن وانگر ٻيا ماڻهو باغن وارا ۽ خوشحال هجن ۽ هي پاڻ ٻچڙيوال ڪنگال هجي پوءِ جڏهن هي ٻين جي ديرن ڪٽڻ مهل بکين ٻچن سميت ڪو خيرات ۾ ان جو مڻ اڌ گهرڻ وڃي ۽ اڳلا هن کي ڌڪا ڏئي موٽائي ڇڏين تہ هن جي دل تي ڇا گذرندي!!! (266)

اي مؤمنو! جنهن وقت الله جي راهہ ۾ ڪاشيءِ ڏيو تہ خبردار ڪا ردي ۽ ڳريل سڙيل شيءِ نہ ڏجو اهڙي ردي جو جيڪڏهن ڪو اوهان کي اهڙي شيءِ ڏئي تہ پنهنجي لاءِ اها نہ ونو ۽ جي ونو تہ اگهہ ماري ونو(267) شيطان اوهان ماڻهن کي صحيح سني شيءِ ڏيڻ کان ديڇاري ٿو سجائيءَ جو پؤ ڏيئي ٿو، جڏهن تہ الله اوهان کي ماڻهن سان صحيح ۽ سني شيءِ جي ڏيتي ليتي ڪرڻ تي حفاظت ۽ وڌيڪ مهربانيءَ جو وعدو ٿو ڪري، الله جا خزانا تمام ڪشادا آهن اهو پنهنجي ٻانهن جو حال ڄاڻندڙ آهي(268) ياد رکجو دنيا جو نظم نسق اهو صرف الله طرفان مليل حڪمت واري علم وحي سان ئي صحيح هلي سگهندو، جنڪي بہ انهي حڪمت واري علم جي نعمت مليل آهي اهي خير ڪثير جا مالڪ آهن انهيءَ حڪمت واري علم جي فلسفي کي صرف عقلمند ماڻهو ئي سمجهي سگهن ٿا (269) ماليات جي معاملي ۾ جيڪي ڪجهہ خرچ ڪري چڪا آهيو يا اڳتي لاءِ جيڪي خرچ ڪرڻ جون اوهان جون اسڪيمون آهن اهي سڀ الله جي علم ۾ آهن هن معاملي ۾ هن حقيقت کي هميشہ ذهن ۾ رکجو تہ ظالم ماڻهن کي ڪابہ مدد ڪانہ ڪئي ويندي(270) جيڪڏهن توهان جي بجيٽ ظاهري اسڪيمن ۽ منصوبن تي خرچ ڪرڻ لاءِ نهيل آهي تہ اها بہ بهتر آهي پر ان سان گڏ ڪي مخفي فنڊ بہ اهڙا قائم ڪيو جن سان فقير ڪلاس کي مٿي ڪڍي اچجي جنهن سان اهو طبقو پاڻ کان مٿي وارن سان برابر اچي ويهي ۽ رعيت جي سڀن ماڻهن ۾ برابري قائم ٿي وڃي تہ ڀلو ۽ اهو ڪم عمومي بجٽ کان سواءِ اسپيشل مخفي فنڊ سان ئي ٿي سگهندو ڇو تہ ڪلاسيفڪيشن جا صدين کان ونئي رائج ناسور ختم ڪرڻ لاءِ ڪي وڏا ڪم ڪرڻا. پوندا (271) اي نبي! اي مخاطب قرآن هي سڀ ڏس هڪ قسم جا حيلا آهن توهان جي ذميداري هيءَ ناهي تہ ڪنهن کي ٻانهن کان ونئي منزل تي پڄايو، توهان پنهنجا مالي وسيلا جڏهن اجتماعي اسڪيمن لاءِ خرچ ڪندا تہ انهن جي موٽ بہ ٿيندي سين جو فائدو ٿيندو، اوهان جا سڀ اهڙا خرچ خلق خدا جي ڀلي لاءِ آهن سو جيڪي بہ توهان خرچ ڪندا انهن جو بدلو ضرور ملڻو آهي ڪنهنجي بہ محنت ضائع ڪانہ ٿيندي(272) هاڻ جن فقيرن جي لاءِ مخفي فنڊن ذريعي انهن کي اپ گريڊ ڪرڻ جي ڳالهہ ٿي اهي ماڻهو اجتماعي فلاحي انقلابي ڪمن لاءِ ايترو تہ هر وقت چوڪسن رهندڙ آهن جو *زر مانگو تو بے زر ہیں، سر مانگو تو حاضر ہے*، ۽ انقلاب دشمنن جي اک ۾ بہ اهي سدائين ڪنڊي وانگر

چيندڙ آهن سو انهن جي پارت اٿو جو جيڪڏهن اهي انقلابي هلچل دوران ڪڏهن دشمن جي گهيري ۾ ڦاسي پون تہ اڻ گهريو انهن جي مدد ڪجو ڇو تہ اهي عام پينو ماڻهن وانگر ڪنهنجي ڳچيءَ ۾ لڙڪي ڪونہ پوندا آهن، هي ماڻهو جنهنڪان تنهنڪان سوال ڪونہ ڪندا آهن ان ڪري بي خبر ماڻهو هنن کي امير سمجهندا آهن، اي قرآن وارا تون تہ انهن کي انهن جي نشانن منجهان ئي سڃاڻي سگهين ٿو سو توکي انهن جي پارت ٿا ڪيون (273) ۽ جيڪي ماڻهو رات ڏينهن ڳجهہ ڳوهہ ۾ توڙي ظاهر ۾ پئسا محنتون ۽ صلاحيتون خرچ ڪندا رهن ٿا انهن جو الله وٽ اجورو پڪو آهي اهي ڪنهن بہ ايندڙ مصيبت جي خوف ۽ گذريل غلطي جي افسوس کان بي نياز ٿي پنهنجو سفر جاري رکيون پيا هلن (274) جيڪي ماڻهو اوهان جي مالي نظام کي بگيڙڻ لاءِ پورهيي جي عزت گهٽائڻ لاءِ وياج کي حلال سڏي بہ اهو ڪائن ٿا اهي معاشري ۾ اهڙا تہ وائڙا ۽ موڳا ٿي هلن ٿا ڄڻ شيطان هنن جا دماغ چڪرائي ڇڏيا آهن جو هنن جا ٻولڙيا نوڪر ماڻهن کي هڪلون ٿا ڏين تہ پوش پوش صاحب کان پري ٿيو صاحب کي ڪير بہ هٿ نہ ڏئي هنن جو اهو ذهن هن نظريي منجهان جڙيو آهي تہ هي واپار کي بہ وياج سان مشابہ قرار ڏيندا آهن ۽ چوندا آهن تہ واپار ۽ وياج جڏهن ٻئي هڪ جهڙا آهن تہ پوءِ الله واپار کي حلال ڪري وري وياج کي ڇو حرام قرار ڏنو آهي. سو جنهن کي الله جي نصيحت آئي ۽ هو رڪجي ويو ان ڏوهہ کان تہ پوءِ جيڪو ڪجهہ گذري ويو ان جو معاملو الله جي قانون واري عوامي عدالت جي حوالي هوندو ۽ جيڪو موٽ ڪائي وري ٻيهر وياج خوري شروع ڪندو تہ اهو هميشہ دوزخ ۾ هوندو(275) جن معاشرن ۾ وياج وارو مالي رواج هلندڙ هوندو اتي مفت خوري سبب محنتن جي اهميت ۽ عزت نہ رهندي اتي جو ڪمائيندڙ طبقو ذليل ۽ خوار رهندو پوءِ جن ماڳن ۾ پورهيي ۽ پورهيت جو مان ۽ مرتبو ختم ڪيل هوندو انهن ملڪن جا معاشي بنياد اکڙي ويندا ۽ انهن جا معاشرا هميشہ قرضن هيٺ دٻيل رهندا جنهنجو نتيجو هي نڪرندو تہ هو هلندي هلندي مفت خور ملڪ ۽ قومون قرض ڏيندڙن وٽ پنهنجو ملڪ قوم ۽ آزادي بہ وڪڻي ويهندا، اهڙي قوم ۽ معاشري وارا معاشي غلامي واري هٿيار سان سياسي غلام بہ بنايا ويندا ۽ ان جي مقابلي ۾ جن معاشرن جي معاشيات جو بنياد پورهيي خاطر پورهيتن جي مالي مدد ڪرڻ تي رکيل هوندو ۽ سماجي اعزاز ۽ مرتبا بہ ماڻهن کي انهن جي محنتن ۽ پورهين جي آئيني ۾ ڏنا ويندا جنهن کي قران پنهنجي اصطلاح ۾ زڪوات سڏي ٿو ڇاڻ گهرجي تہ زڪوات ڏني ويندي آهي ورتي ڪانہ ويندي آهي زڪوات پبلڪ جي هر شهري کي انجي سين ضرورتن جي مد ۾ ڏيڻ اها وقت جي حڪومت جي ذميداري آهي (41-22) پوءِ اهڙي قوم معاشي خوشحالين سبب وڏ کان وڏ مالي پئداوار جو هدف ماڻي سگهندي، قرآن جي هن معاشي نظام جا منڪر سرمايہ داريت واري مفت خوريءَ جا حامي اهي انسان دشمن آهن اهڙا ماڻهو ۽ انهن

جا پورهيي جي استحصال وارا قانون الله کي پسند ناهن (276) چاٽڻ گهرجي تہ پوري قرآن حڪيم ۾ ياايهالذين آمنوا جملي سان جنهن هنڌ بہ خطاب اچي ٿو اتي ان مان مراد، انقلاب آڻيندڙ نظرياتي ۽ شعوري ماڻهو آهن، جيڪو حڪمراني واري مشنري کي هلائيندڙ طبقو آهي هن آيت ڪريمہ ۾ آمنوا واري مؤمن اسٽاف جي انقلابي بيوروڪريسي کي خطاب آهي تہ توهان پنهنجي معاشرن ۾ اصلاحي عملن ۽ اسڪيمن جي ذريعي ماڻهن جي حوصلي افزائي ڪيو ۽ ان لاءِ پنهنجي نظام جي ڊيوٽين کي پابنديءَ سان ۽ سهڻي نموني سان سرانجام ڏيو ۽ اوهانجي نظام جي ڪاميابي جي ڪسوٽي هيءَ آهي تہ اوهان جي رعيت جي هر فرد کي گهربل سامان پرورش ملي، اهڙي طريقي سان ملڪي نظام هلائڻ وارن کي صحيح اجورو ملندو دنيا اندر معاشيات جي ترقي واري ڊوڙ ۾ اهڙا معاشرا ڪڏهن بہ سيلابن زلزلن جهڙين ناگهاني مشڪلاتن جي وقت ڪنهن بہ قسم جي پريشاني هيٺ ڪونہ ايندا(277) اي مؤمنو! اي حڪمرانو! جيڪڏهن اوهان قران جي طرفان سمجهايل وياج واري نظام سان ملڪن کي هلائڻ جي نقصانن واري فلاسافي کي سمجهي ويا آهيو تہ هاڻي ان تي عمل ڪرڻ مهل ماڻهن کي جيڪي اوڌرون اڄ ڪان اڳي اوهان وياج تي ڏيئي وينا آهيو هاڻي اڄ ڪان وٺي ئي انهن کان واڌيون وٺڻ بند ڪيو جيڪڏهن توهان قرآن جي پيش ڪيل معاشي نظريي تي ايمان آندو آهي(278) آيت 279 ۾ سودي نظام جي وياج خورن سان هاڻي بہ ڳالهيون ڪجن ٿيون هڪڙي تہ جيڪڏهن اوهان وياجي نظام ۽ ان جي واڌين واري ڏيتي ليتي کي ختم نٿا ڪيو تہ تيار ٿيو! اڄ ڪان وٺي اوهان جو نالو (الله رسول جي باغين منجهان ٿي ويو) رعيت ۽ اسٽيٽ جي باغين منجهان ٿي ويوآهي. جنهنجو عملي نتيجو هاڻ اوهان سان سول وار (پڪڙيو ۽ ماريو) وارو هوندو ٻي ڳالهہ هي آهي تہ جيڪڏهن اوهان دولت کي دولت ذريعي حاصل ڪرڻ بدران محنت سان پورهيي سان حاصل ڪرڻ واري اسان جي قانون (39-53) کي قبول ڪيو ٿا تہ توهان سان اسان هڪڙي رعايت ڪيون ٿا تہ اوهان جي ڏنل قرضن جي اصل موڙي اوهان کي واپس ڏيارڻ جو حڪم ڏيون ٿا جنهن مطابق نہ اوهان ڪنهن سان زيادتي ڪيو ۽ نہ ئي ڪوئي اوهان سان زيادتي ڪري(279) انهيءَ قرضن جي واپسي مهل خيال ڪجو جيڪڏهن ڪوئي شخص اوهان کي ان ورتل قرض جي اصل موڙي بہ واپس ڪرڻ جي طاقت نٿو رکي تہ ان سان تڪڙ نہ ڪجو ۽ ان جي آسودي ٿيڻ ۽ خوشحال ٿيڻ تائين ان جي مهلت کي وڌائي ڇڏيو، ان معاملي ۾ يعني قرض واپس وٺڻ جي معاملي ۾ پلي ڳالهہ تہ هيءَ آهي جو ان کان وٺو ئي نہ بلڪ ان کي اهو ڏنل قرض صدقي ۾ ڏئي ڇڏيوس جيڪڏهن اوهان صدقن ڪرڻ جي فائدن کي سمجهندا هجو(280) هن ڏيتي ليتي جي مسئلن ۾ اصل وڏي عدالت جي قانون کان ڊڄو يعني جب راڄ ڪريگي خلق خدا، تہ ان قانون جاماپا صرف پورهين جي حساب سان توريا ويندا، اتي موروثي ۽ خانداني اعزازن جي ڪابہ ويليو ڪانہ رهندي.

(281) آيت ڪريمہ 282 جو هڪ هڪ لفظ عدالتن لاءِ قانون جو ڏيتي ليتي واسطي ۽ ان راهہ ۾ ٿيندڙ امڪاني اختلافن ۽ جهيڳڙن جي پيش نظر هر معاهدي ۽ ايگريمنٽ کي لکڻ لکرائڻ ۽ ان حوالي سان شاهدين جي قانون کي مضبوط رکڻ سين ڳالهين کي سهيڙي سموهي ٿو. هن آيت ۾ جيڪا عورتن جي لاءِ شاهدي مهل هڪ مرد جي مقابلي ۾ ٻن عورتن هجڻ جي ڳالهہ ڪيل آهي، اها ڪا عورت جي حيثيت گهٽائڻ واري ڳالهہ ڪانهي هن ڳالهہ ۾ ماڻهو غور نٿا ڪن هن ۾ تہ الله پاڪ مرد جي مقابلي ۾ عورت جو مان وڌايو آهي تہ اها ڪورٽ ۾ فيصلي ۾ پاڻ سان گڏ ڪا مددگار سا ٿياڻي بہ ڪٺي سگهي ٿي ۽ ان جي ساٿياڻي کي ڪورٽ جي قانون طرفان هي اجازت آهي تہ اها چپ ڪري ويهڻ بدران پنهنجي ليڊي فيلو کي ڳالهين ياد ڏيارڻ ۾ مدد ڪري هن آيت ڪريمہ ۾ شاهدن ۽ معاهدن لکڻ وارن منشين کي تحفظ ڏيڻ جو بہ حڪم ڪيل آهي تہ جيڪا ڌر پاڻ کي نقصان ۾ سمجهي ٿي اها ائين نہ ڪري جو ڪيس کي وڃائڻ لاءِ شاهد ۽ منشي ئي مارائي ڇڏي (282) آيت ڪريمہ 283 ۾ ڪاروبار جي ڏيتي ليتي مهل سفر وغيره جي سبب لکا پڙهيءَ جي بندوبست نہ هجڻ سبب جيڪڏهن سودي جي حفاظت لاءِ ڪوئي شخص ضمانت جي طور ڪا شيءِ گروي رکي ٿو تہ ان کي بہ روا رکيو ويو آهي ان لاءِ شرط آهي تہ ان جو تڏي تي قبضو ڏنو وڃي ۽ جيڪڏهن زباني ڳالهين تي يعني اعتبار ۽ ساک تي سودو ٿيو آهي تہ ان ۾ بہ لازم آهي تہ جنهن کي ڪا ادائگي ڪرڻي آهي ان تي فرض آهي تہ هو بہ مقرر وقت تي ادائگي ڪري ۽ هيرا ڦيري ڪرڻ کان الله جو خوف ڪري شاهدين ۾ ڪابہ هيرا ڦيري نہ ٿيڻ گهرجي ڇو تہ اصل حقيقتن کي الله تہ ڄاڻي ٿو. آيت ڪريمہ 284 ۾ رب پاڪ دنيا جي وٽج واپار ۽ لين دين مهل هڪ بنيادي اصول ۽ نظريي جي تعليم ڏئي ٿو تہ دنيا جهان ۾ آسمانن ۽ زمين جون سڀ شيون الله جي ملڪيت آهن ۽ انهن منجهان نفعو حاصل ڪرڻ فائدي وٺڻ جو هر ڪنهن کي حق آهي ڪوبہ شخص پاڻ کي زمين ۽ خلائي پيداوارن کي پنهنجي پراپرٽي نہ سمجهي اهڙا ذاتي ملڪيتن وارا ڪليم سين جا رد قرار ڏجن ٿا، هن دائمي ۽ ابدي قانون خلاف جيڪو بہ اندر ۾ کوٽ رکندو ان کان ان جو احتساب ٿيندو پوءِ اها عوامي عدالت جي مرضي آهي تہ ڪنهن کي رعايت جو حقدار قرار ڏئي يا سزا جو حقدار قرار ڏئي(284)

آيت نمبر 285 ۾ تمام اهم قانون طرف رهنمائي ڪئي وئي آهي تہ اوهان کي اسان جيڪو ڪتاب ملڪ هلائڻ ۽ معاشرن جي فيصلن ڪرڻ لاءِ نازل ڪري موڪليو آهي (105-4) سمجهي ڇڏيو تہ سڀ کان پهريائين اوهان جي هيڊ آف اسٽيٽ جناب رسول عليہ السلام ۽ ان جي مؤمن انقلابي ساٿين ان تي ايمان آندو آهي (يعني اهي سڀ جملہ انسانن جي هدايت تي يقين رکن ٿا جنهن کي هيومن ازم بہ چئجي ٿو) ۽ انهن سين جو الله تي ملائڪن تي ان جي مڙني رسولن تي بغير ڪنهن تفريق جي ايمان آندل آهي ۽ هنن سين

جو اسان سان اقرار ۽ عهد آهي ته هي هر وقت اسان جي ڪتاب جي قانون کي ٻڌندا ۽ انجي اطاعت ڪندا رهندا، مطلب ته حڪمران ڪهڙي به عهدي وارو هجي جيڪڏهن اهو اوهان جو نظرياتي ممبر ۽ ساٿي ناهي ته انهيءَ کي ملڪ ۽ ماڻهن جي اڳواٽي ناهي ڏيڻي(285) اڳتي هاڻ سورت بقره جي آخري آيت آهي ان ۾ رب پاڪ سمجهائي ٿو ته اسان هن سورت ۾ چڻ ته سڄي قرآن جو خلاصو پيش ڪري ڇڏيو آهي هي اوهان جي لاءِ هڪ قانون آهي دستور آهي ان ۾ هن حقيقت کي قانون جي هر جزئي پيش ڪرڻ مهل اسان هي خيال ضرور رکيو آهي ته ڪنهن کي ان جي سگهه ۽ طاقت کان وڌيڪ تڪليف نه ڏجي پر هن اصول کي هر وقت خيال ۾ رکجو ته سفارش ڪلچر شفاعت ڪلچر ڪوڙن شجرن جي بهانن سان نجات جا هٿ ٺوڪيا عقيدا اهي سڀ غلط آهن اسانجو قانون ياد رکي ڇڏيو ته لَهَامَا كَسَبَتْ وَعَلَيْهَا مَا اكْتَسَبَتْ هر ڪنهن کي اهو ڪم ايندو جيڪو ان پنهنجي ڪسب سان پاڻ ڪمايو هوندو ۽ هر شخص پنهنجي ڏوهن گناهن جو پاڻ ذميدار هوندو، ڪوئي ڪنهن ٻئي جاڏوه گناهه ڪونه ڪٽي سگهندو. اسان ته اوهان کي فطرت جي موافق هي ڳالهه سمجهائي ڇڏي اڳتي هن قافلي کي هلائڻ وارن انقلابي مؤمنن کي گهرجي ته هو انهن منجهان هر هڪ هر وقت هن جذبي سان سوچ سان زندگيءَ جي سفر ۾ مون الله سان پنهنجو حال اوريندو رهي ته رَبَّنَا لاَ تُؤَاخِذْنَا إِن نَّسِينَا أَوْ أَخْطَأْنَا. (286- 2) اي اسان جا پالڻهار اسان پنهنجي ډيوٽين مهل ڪاشي جيڪڏهن وساري وهون يا ڀلجي پيا هجون ته انتي پڪڙ نه ڪجانءِ رَبَّنَا وَلاَ تَحْمِلْ عَلَيْنَا إِصْرًا كَمَا حَمَلْتَهُ عَلَى الَّذِينَ مِن قَبْلِنَا اي رب اسان جا حياتيءَ جي هن سفر ۾ اسانجون ډيوٽيون اهڙيون ڳريون نه هجن جو اسان اهي نباهي نه سگهون جيئن اڳين قومن بيوقوفيءَ سان توڪان غلط سوال ڪري ڪري پنهنجا وبال وڌايا پوءِ هو پنهنجي گهريل شين کي به نباهي نه سگهيا، رَبَّنَا وَلاَ تَحْمِلْ عَلَيْنَا إِصْرًا كَمَا حَمَلْتَهُ عَلَى الَّذِينَ مِن قَبْلِنَا رَبَّنَا وَلاَ تُحَمِّلْنَا مَا لاَ طَاقَةَ لَنَا بِهِ وَاعْفُ عَنَّا وَاغْفِرْ لَنَا وَارْحَمْنَآ أَنتَ مَوْلاَنَا فَانصُرْنَا عَلَى الْقَوْمِ الْكَافِرِينَ (286-2) يعني اي رب اسانجا اسانکي زندگيءَ لاءِ اهو بار نه ڪٽائجان جنهن جي ڪٽڻ جي اسان ۾ سگهه ئي نه هجي ۽ ڪوتاهين جي معاملي ۾ درگذر به ڪر. غلط ڪارين مهل اسان کي پنهنجي حفاظت ڏي ۽ اسان تي رحم ڪر، تون ئي اسان جو دوست ۽ والي آهين ۽ اسان کي سوڀ ڏي انقلاب دشمن منڪرن مٿان (286).